# تاريخ جا اڏيندڙ

سنڌيڪار: محمد بخش سومرو








Sindhica
سنڌيڪا

ڪتاب نمبر

66

حق ۽ واسطا محفوظ

پهريون ڇاپو: 1997ع
ڪتاب جو نالو: تاريخ جا اڏيندڙ
سنڌيڪار: محمد بخش سومرو
سهيڙيندڙ: نوراحمد ميمڻ
ڇپيندڙ: آزاد ڪميونيڪيشنز ڪراچي
ڇپائيندڙ: سنڌيڪا اڪيڊمي ڪراچي

ملهه: 250 رپيا

**"Taareekh-a jaa Adeendar-a"**
(Makers of History)
Translated by: Muhammad Bux Soomro
Compiled by: Noor Ahmed Memon
Published by: Sindhica Academy, Karachi-74400
Ph: 7737290

لکپڙهه ۽ وي پيءَ ذريعي گهرائڻ لاءِ

**سنڌيڪا اڪيڊمي**

B-24 نيشنل آٽو پلازه، مارسٽن روڊ
ڪراچي 74400

# فهرست

# پبلشر نوٽ

انساني تاريخ جي ڦيرگهير ۾ منڍ کان وٺي جيڪو اهم عنصر سرگرم رهيو آهي، سو آهي انسان جو انسان کي غلام بڻائي رکڻ جي سَٽَ. جڏهن کان انساني اقتدار جو مرحلو شروع ٿيو آهي، تڏهن کان وٺي ان جي زور تي ماڻهن ۽ قومن کي غلام بڻائڻ جي ڪوشش ۾ عمل سان سموري انساني تاريخ ڀري پئي آهي. انسانن جي مٿان انهيءَ غلاميءَ کي سگهارو بڻائڻ ۾ ڪوڙن خدائن جو تصور سڀ کان وڏو هٿيار رهيو آهي. محترم يوسف شاهين پنهنجي ڪتاب "تاريخ جو ڪيڏارو" ۾ انهيءَ موضوع تي جيڪو تاريخي جائزو پيش ڪيو آهي تنهن مان سچ پچ تہ تاريخ جي هن سنگين الميي جا سڀ گوشا نروار ٿي سامهون آيا آهن. قدرت جي طرفان انسانن کي سيني اهڙين غلامين مان آجو ڪرڻ ۽ ڪوڙن خدائن جي انهيءَ هٿيار کي غيرمؤثر ڪرڻ واسطي هر دؤر ۾ توحيد (اڪيلي ۽ خدا کي مڃڻ) ۽ سڌاري جو پيغام کڻي سڌارڪ ۾ مصلح ايندا رهيا آهن، جن تاريخ کي نئون رخ وٺائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

ساڳي تسلسل ۾ تاريخ جي ٺهڻ ۽ ڊهڻ جي عوامل جو هڪ پهلو هي بہ آهي تہ جيئن فردن جي انفرادي زندگيءَ ۾ مڪافات جو عمل اثـتر آهي تيئن قومن جي اجتماعي زندگيءَ ۾ بہ مڪافات جو قانون ڪارفرما آهي. مڪافات جي ان قانون جي تحت فردن توڙي قومن کي انساني غلاميون مسلط ڪرڻ کان باز رهڻ ۽ انهن مان پاڻ آجو ڪرڻ جون صدائون ملن ٿيون. مهلت جو هڪ وڏو عرصو ملي ٿو ۽ رجوع ٿيڻ جي آخري مرحلي تائين گنجائش باقي رهي ٿي تہ فرد ۽ قومون فطرت جي اعتدال ۽ انصاف وارن قانونن جو احترام ڪن. ليڪن جيئن ئي اهو مهلت جو عرصو پورو ٿئي ٿو تيئن تاريخ ۾ ڦير گهير نروار ٿئي ٿي. جيڪي قومون فطرت جي ان بار کي سنڀالڻ جون اهل نٿيون رهن سي سنهي بهن مان نڪرن ٿيون. قدرت وري وري سڌارڪن جي ذريعي انهن کي پاڻ سنڀالڻ جا موقعا ڏئي ٿي ۽ جڏهن اهي سڀ موقعا بہ وڃايا وڃن تہ پوءِ هڪڙيون قومون فرسوده بڻجي وڃن ٿيون ۽ بيون اچي انهن جي جاءِ والارن ٿيون. ۽ بابل جي قومن کان وٺي ريڊانڊين تائين قومن جي عروج ۽ زوال جا داستان تاريخ سان ڀريا پيا آهن.

تاريخ جي ڦير گهير جي انهيءَ سڄي عمل ۾ جيڪي شخص تاريخ تي اثر انداز ٿيا آهن هي ڪتاب انهن شخصن جي تاريخي ڪارنامن تي مشتمل آهي.

هن ڪتاب ۾ شامل شخصيتن جو گهڻو مواد "Makers of History" تان ورتل
آهي. جيڪو برطانوي ليکڪ جو لکيل آهي. فرانس ۽ جرمني کي ڇڏي باقي يورپ
جا نيڪ اڪثر ڪري يورپ جي تاريخ کي ئي دنيا جي تاريخ سمجهندا آهن ۽ ان
ئي سوچ تحت يونان کي انساني تهذيب جو اڪيلو سرچشمون ڄاڻائيندا آهن.
انهيءَ ڪري مٿي ڄاڻايل ڪتاب ۾ به اڪثر تذڪرو يورپ سان لاڳاپيل شخصيتن
جو موجود هو. اسان ان ڪميءَ کي پورو ڪرڻ لاءِ آمريڪي ليکڪ مائيڪل ايچ
هارٽ جي ڪتاب "The 100" ، جميل احمد خان جي ڪتاب "Hundred
Great Muslims" ۽ پروفيسر ايم شريف جي سهيڙيل ڪتاب "History of
Muslim Philosopy" تان ڪجهه مضمون ترجمو ڪرايا آهن. ان کان پوءِ
مولانا عبيدالله سنڌي، چي گويرا، گوربا چوف، امام خميني جي تذڪري کان سواءِ
هي ڪتاب اڌورو ٿئي ها جو اهي شخصيتون پنهنجي پنهنجي دور ۾ تاريخ تي
موثر نموني اثر انداز ٿيون. مولانا عبيدالله سنڌي ۽ چي گويرا برطانوي ۽
آمريڪي سامراج جي نوآبادياتي ۽ نئين نوآبادياتي نظام کي کوکلو بنائڻ جي لاءِ
جيڪي انقلابي حڪمت عمليون سرانجام ڏنيون سي تاريخ جو روشن باب آهن.
مولانا عبيدالله سنڌي خاص ڪري ٻي عالمگير جنگ کان ٿورڙو اڳ ڪابل ۾ ويهي
عالمي سياست جي شطرنج تي گهوڙن جي چال کي پنهنجي ڪنٽرول ۾ ڪري
برطانيا کي اڪيلو ڪري وڌو، تنهن سان نه صرف هندستان جي آزاديءَ جي راهه
کلي پئي بلڪ اڳتي هلي ايشيا ۽ آفريڪا جي باقي نوآباديات جي آزاديءَ جون
اصل رڪاوٽون دور ٿي ويون. اهڙي طرح ڪيوبا ۾ چي گويرا جي گوريلا ويڙهه
وارين حڪمت عملين سان امريڪي سامراج جي ناقابل تسخير هئڻ جو طلسم
ٽٽو جنهن سان خود ٽين دنيا جي ملڪن کي پنهنجي جاگير سمجهڻ وارو
آمريڪي خواب پورو نه ٿي سگهيو.

جناب محمد بخش سومري کي هن ڪتاب ۾ شامل شخصيتن جا انگريزيءَ
وارا مضمون جيئن جيئن سهيڙي کيس ڏنا ويا ته هن وڏي پاٻوهه سان انهن کي
سنڌيءَ جو ويس ڏئي اسانجي حوالي ڪيو. جناب علي حسن چانڊئي حسب سابق
ان جي پروفن ۾ پاڻ موکيو آهي. محترم همسفر گاڏهي پوئين مرحلي تي تمام
مختصر عرصي ۾ ٽن اهم شخصيتن تي مضمون لکي ڏنا. ان لاءِ اسان ٽنهي
صاحبن جا بيحد شڪر گذار آهيون. اميد آهي ته هي ڪتاب پڙهندڙن وٽ
سنڌيڪا جي شاهڪارن مان ڳڻيو ويندو.

**نوراحمد ميمڻ**
چيئرمين
سنڌيڪا اڪيڊمي

# حضرت ابراهيم عليه السلام

## زمانو 1800 ق - م

ايراني نار جي منهن وٽ، اُور پرسان هڪ ريڊار ابراهيم پنهنجون رڍون چاريندو هو. هو هڪ اهڙو ماڻهو هو جنهن مان 1800 ق-م ۾ ٻن اهڙين قومن ۽ ٽن مذهبن جي شروعات ٿي جن جي عقيدي جو بنياد هڪ خدا کي مڃڻ تي رکيل هو. پراڻي عهدنامي ۾ ڄاڻايل آهي ته خدا کيس حڪم ڪيو ته هو ڪنعان نالي هڪ نئين ملڪ ڏانهن وڃي. چيو وڃي ٿو ته ڪنعان ۾ سندس پٽ اسحاق جي ڪري يهودي قوم، يهودي مذهب ۽ عيسائيت جنم ورتو ۽ سندس پٽ اسماعيل جي ڪري عرب قوم ۽ اسلام وجود ۾ آيو.

اُور، اڄوڪي عراق جي دجله ۽ فرات ندين جي وچ ۾ جيڪا زرخيز وادي آهي، تنهن جي ڪهڻن ئي شهرن مان هڪڙو شهر هوندو هو. زماني ۾ انهيءَ علائقي کي ميسوپوٽيميا سڏيندا هئا. اهو علائقو وچ اوڀر جي انهن ٻن علائقن مان هڪ هو جتي سڀ کان پهريائين ماڻهن اچي پنهنجا اجها اڏيا. پوک پوکڻ شروع ڪئي ۽ تهذيبن جا بنياد رکيا هئائون. انهن مان ٻيو علائقو نيل ندي جي ماٿري هئي. اهي ٻئي علائقا هڪ اهڙي زرخيز زمين وسيلي هڪ ٻئي سان ڳنڍيل هئا جنهن جي شڪل هڪ ڪمان وانگر هئي، تنهن ڪري انهي کي چوندا ئي زرخيز هلال هئا.

ميسوپوٽيميا جي ماڻهن جي اڪثريت ته سميري نسل مان هئي پر ابراهيم آرمينيائي نسل جو هو. آرمينيائي خانه بدوش مالوند ماڻهو هوندا هئا. جيڪي گهڻو ڪري اصل عربي اپهيٽ جا هئا ۽ اتان لڏپلاڻ ڪري رڍن جي ڌڻن ۽ پنهنجي لاءِ کاڌ خوراڪ ۽ پاڻي جي تلاش ۾ نڪري اچي شهرن جي پسگردائي وارن آباد علائقن ۾ وينا هئا.

ڪنهن کي به خبر ناهي ته اهي ڪهڙا سبب هئا جن جي ڪري ڪٽنب جي وڏي ۽ ابراهيم جي پيءُ تارح اُور کي ڇڏي اتر طرف حاران ڏانهن لڏي وڃڻ جو فيصلو ڪيو پر ائين ٿو لڳي ته کيس بهتر چراگاهه جي ڳولا هئي ۽ حاران جيئن ته بهتر چراگاهه وارو هنڌ هئڻ سان گڏ هڪ اهڙو علائقو پڻ هو جتان جا ماڻهو

ساڳين ديوتائن جي پوڄا ڪندا هئا، جن کي اُور جا ماڻهو بہ پوڄيندا هئا، تنهن ڪري انهي علائقي ۾ ڪيس وڏيڪ پنهنجائپ نظر آئي هوندي.

تارح، حاران ۾ وفات ڪئي، سندس وفات ڪانپوءِ ابراهيم پنهنجي آڪهہ جو وڏو ٿيو. چيو وڃي ٿو تہ لڳ ڀڳ انهي زماني ۾ هڪ اهڙي نئين خدا ابراهيم سان ڳالهايو، جنهن جي باري ۾ اڳي ڪنهن کي بہ خبر نہ هئي ۽ ڪيس حڪم ڏنائين تہ هو پنهنجي زال ساره ۽ پنهنجي ڀائٽي لوط کي ساڻ ڪري هڪ نئين ملڪ ڏانهن وڃي. اهو مقدس ڪتابن وارو خدا هو. ابراهيم ان جي حڪمن کي مڃيندي ساره ۽ لوط کي ساڻ ڪري زرخيز هلال وارو پنڌ وٺي پنڌ پيو، تان جو اچي اردن ندي جي اولهہ واري جابلو علائقي ۾ پهتو. هتي خدا وري ڪيس ڏيکاري ڏني ۽ چيائين، "مان هي ملڪ توکي ورثي ۾ ٿو ڏيان." ابراهيم اتي پنهنجو تنبو کوڙيو، خدا جي حضور ۾ قرباني ڏيڻ لاءِ هڪ قربان گاهہ جوڙيائين ۽ پنهنجين رڍن جو ڌڻ چرڻ لاءِ کولي ڇڏيائين. انهيءَ کان پوءِ ڪيترن سالن تائين پنهنجي مال کي چارڻ لاءِ جيتوڻيڪ ابراهيم مصر تائين بہ وڃي نڪرندو هو پر هميشہ ڪنعان ڏانهن موٽي ايندو هو، جنهن لاءِ خدا جو ساڻس واعدو ٿيل هو تہ هو اهو ملڪ سندس وارثن کي ڏيندو.

ابراهيم کي ٻي اولاد هئڻ جو مسئلو اڃا تائين درپيش هو. ساره هڪ سنڍ عورت هئي. حضرت ابراهيم ہي گهر واري بيبي هاجره جيڪا مصر جي بادشاهہ جي ڏيءَ هئي ۽ هن ابراهيم ع جي نڪاح ۾ ڏني هئي، جيئن اها بيبي ساره جي خدمت ڪري. جنهن جي ڪرامتن کي ڏسي ڏاڍو متاثر ٿيو هو. هاجره ابراهيم مان پيٽ سان ٿي. خدا هاجره کي ڏيکاري ڏيئي ٻڌايو تہ هو اسماعيل نالي هڪڙي پٽ کي جنم ڏيندي جيڪو هڪ قوم جو ابو ٿيندو. واقعي ڪيس پٽ ڄائو .سندس پٽ اسماعيل وڏو ٿيو ۽ هڪ مصري ڇوڪري سان شادي ڪيائين، جنهن مان ڪيس ٻارهن پٽ ٿيا. عرب، انهن پٽن، سندن پيءُ ۽ سندن ڏاڏي ابراهيم کي پنهنجي قوم جو پايو وجهندڙ سمجهندا آهن.

اسماعيل ابراهيم جو اڪيلو ئي پٽ نہ هو، قصي ۾ ڄاڻايل آهي تہ خدا وري ابراهيم کي ڏيکاري ڏني ۽ هن دفعي ڪيس احڪامن ۽ الهامن جي فهرست عطا ڪندي ڪيس الهام ڪيو تہ ساره کي اسحاق نالي پٽ ڄمندو. اها خبر ٻڌنديئي ابراهيم ۽ ساره (عجب وچان) کلڻ لڳا. ڇاڪاڻ تہ ان وقت تائين ساره جي ڄمار نوي سال ۽ ابراهيم جي عمر هڪ سؤ سال ٿي چڪي هئي؛ پر خوشخبري پوري ٿي ۽ سال جي اندر ساره کي پٽ ڄائو.

ابراهيم کي جڏهن خدا جو حڪم مليو تہ پنهنجي پياري پٽ اسماعيل جي قرباني پيش ڪري، تڏهن هو خدا جي حڪم جي پوئواري ڪرڻ لاءِ تيار ٿي ويو. هن پنهنجي پٽ جي ڪلهن تي ڪاٺيون رکيون ۽ ٻيئي گڏجي موورياه جي جبل تي

چڙهيا جتي ڪين اها قرباني پيش ڪرڻي هئي. ابراهيم پنهنجي پٽ کي چوُڪنيو ٻڌي ڪاٺين جي ڍڳ مٿان ويهاريو. ڪهڙ وارو هو تڏهن خدا کيس روڪي ڇڏيو، ڇو ته ابراهيم پنهنجي سچائي ثابت ڪري چڪو هو. اتي هڪ دُنبو ظاهر ٿيو ۽ اسماعيل بدران ان کي قربان ڪيو ويو.

وارثن پيدا ڪرڻ لاءِ کيس اسحاق لاءِ هڪ زال ڳولڻي هئي. هن نه پئي چاهيو ته سندس پٽ جو پرڻو ڪنهن به ڪنعاني عورت سان ٿئي، ڇاڪاڻ ته ابراهيم جي خدا کي مجيندڙ ڪنوار ڪنعان مان ڪانه ملي سگهي ها. تنهن ڪري هن پنهنجي سڀ کان وڏيڪ ڀروسي واري نوڪر کي واپس حاران ڏانهن موڪليو ته جيئن اسحاق لاءِ ڪا مناسب ڇوڪري ڳولي لهي. نوڪر ابراهيم جي ڀاءُ نحور جي پوٽيءَ ربقه کي اسحاق جي زال ٿيڻ لاءِ چونديو. منڍ ۾ ته ربقه به ساره وانگر سنڍ ٿي لڳي پر پوءِ هن به جاڙا پٽ ڄڻيا. انهن مان ڀريتي پٽ جو نالو عيسيٰ ۽ ٻئي جو يعقوب رکيائون. ڀريتي پٽ عيسيٰ هڪڙي ڀيري ڏاڍو بکايل هو، تنهن ڪري هن يعقوب کان ڪاڏو گهريو. يعقوب کيس انهي شرط تي ڪاڏو ڪارائڻ لاءِ تيار ٿيو ته هو پنهنجي ڀريتي هئڻ جو حق کيس ڪاڏي ڪارائڻ جي عيوض وڪڻي ڏيئي. عيسيٰ ايئن ئي ڪيو. يعقوب کي ٻارهن پٽ هئا، جن لاءِ چيو وڃي ٿو ته اهي ئي اسرائيل جي اولاد مان پيدا ٿيل 12 قبيلن جا باني هئا.

# تحوتمش III

(1436-1490 ق-م)

تحوتمش III جيتوڻيڪ ڏهن سالن جي عمر ۾ مصر جو فرعون بڻيو هو پر سچ پچ ايندڙ ويهن سالن تائين هو ئي اختيار بادشاه رهيو ۽ سندس چالاڪ ۽ لالچي ماتيجي ماءُ راڻي'هات شيپ VII هن جي بدران پاڻ کي 'بادشاهه' سڏائڻ لڳي ۽ ڪيس شريڪ بادشاه چوائڻ. تيراندازي ۽ گهوڙي سواري جهڙن شاهي فنن جي سکيا وٺڻ جي اجازت ڏيئي ڇڏيائين. پر پوءِ جلد ئي ڪيس لشڪر ۾ موڪلي پاڻ کان پري ڪري ڇڏيائين ۽ پاڻ فرعون جا سمورا اختيار هلائڻ لڳي. هات شيپ جي مرڻ کان پوءِ ئي تحوتمش فرعون جا اختيار هلائڻ جوڳو ٿيو. ان وقت تائين هو بادشاهي اختيار هلائڻ جهڙو ٿي چڪو هو. هن پنهنجي فوجي سکيا ۽ فن جو پورو پورو فائدو وٺندي هڪ وسيع مصري سلطنت جوڙي ورتي. هو هڪ قابل منتظم، ملڪي مدبر، اڏاوتون ڪرائيندڙ ۽ فن جو سرپرست به ٿي پيو. گهڻا ماڻهو ڪيس مصر جو عظيم ترين فرعون سمجهن ٿا.

تحوتمش کي جڏهن اقتدار مليو تڏهن مصر پنهنجي تاريخ جي هڪ اوکي دور مان لنگهي رهيو هو. ان جي ڏاڏي تحوتمش I پنهنجي حڪومت جي زماني ۾ شام کي ڪهڻي پاڳي فتح ڪري مٿس مصري اقتدار قائم ڪري ڇڏيو هو پر هات شيپ جي حڪومت جي ڏينهن ۾ پوري ڌيان نه ڏيڻ ڪري اتي مصري اثر رسوخ گهٽجي ويو هو. دشمن پاڻ ۾ گڏ ٿي ويا هئا. خطرو پيدا ٿي پيو هو ته ڪٿي اهي انهي علائقي تي قبضو نه ڪري وٺن. تحوتمش پنهنجي حڪمت عملي پاڻ جوڙي ۽ ڪمانڊر انچيف جي حيثيت ۾ پنهنجون فوجون اهڙي رستي سان وٺي ويو، جنهن ڏانهن ڪنهن جو وهم گمان به نه هو. اهڙي اوچتي حملي ڪري دشمن هائيتال ۾ اچي ويا ۽ تحوتمش III ڪين ميگيدو وٽ شڪست ڏني. انهيءَ فتح جي ڪري ذري گهٽ سڄو شام مصري اقتدار جي هٿ هيٺ اچي ويو.

تحوتمش III پنهنجي ٻي فوجي فتح ميسوپوٽيمائي شهنشاهيت تي پاتي، انهي

فتح جي نتيجي ۾ ميتاني جي بادشاهت جو خاتمو ٿي ويو. جيڪا فرات ندي جي اوڀرندي ڪناري جي وچ تي قائم هئي. هن پترن جون هيڙيون ٺهرايون ۽ ڪين ڍڳي ڳاڏين وسيلي ڪٺائي ندي جي ڪپ تائين پهچايائين. نديءَ جي اوڀرندي ڪناري تي جيڪا لڙائي لڳي تنهن ۾ ميتاني کي شڪست آئي ۽ سندس بادشاه، گهڻي ڀاڱي پنهنجو حرم ۽ پنهنجي فوج ڇڏي ڀڄي ويو.

تحوتمش ڏور–اوپر ۾ پنهنجي سرحد مقرر ڪري، فوج کي اڳتي وڌڻ جو حڪم ڏنو. اها حد سندس ڏاڏي واري حد کان ٻه پريان هئي. هو سوڀارو ٿي پنهنجي گادي ٿيبس ڏانهن موٽيو، جيڪا نيل ندي جي ڪناري تي قائم ٿيل هئي. اتي پهچي هُن پنهنجا قيدي ۽ پنهنجي ڦرلٽ جو مال رياستي ديوتا آمون کي ارپي ڇڏيو.

تحوتمش سترهن جنگيون وڙهيون ۽ سڀني ۾ ڪاميابي حاصل ڪيائين، جنهن ڪري فرات جي اوڀرندي ڪناري کان وٺي يونچ سمنڊ تائين ۽ اتر شام ۽ هاٿوڪي لبنان کان وٺي نيل ندي سان لڳو لڳ نيوبا تائين وارو علائقو؛ جنهن کي هاڻي سوڊان چئجي ٿو، فتح ڪري ورتائين ۽ انهي سموري علائقي کي پنهنجي سلطنت ۾ شامل ڪري سندس سرحدون محفوظ ڪري ڇڏيائين ۽ اهڙي چالاڪي سان پنهنجو انتظامي سرشتو جوڙيائين، جو اهو سڄو علائقو سندس هٿ هيٺ ڪڏ رهيو.

هن هر هڪ ملڪ جي مقامي حاڪم کي اقتدار ۾ رهڻ جي اجازت ڏني پر انهي شرط تي تہ هو پنهنجو پٽ ۽ وارث يرغمالي طور مصر ۾ رکندو. انهن يرغمالين جي مصري دربار ۾ پالنا ٿيندي هئي ۽ ڪين تعليم ڏني ويندي هئي. مصري نظريا ۽ طور طريقا چڱي طرح سندن دماغ ۾ ڀريا ويندا هئا ۽ جڏهن سندن تخت سنڀالڻ جو وقت ايندو هو تڏهن ڪين پنهنجن پنهنجن ملڪن ڏانهن موٽايو ويندو هو. سڄي شهنشاهي ۾ مکيہ هنڌن تي فوجي ڇانوڻيون ۽ قلعا تعمير ڪيا ويا هئا. مقامي حڪمرانن کان قسم وٺي ڪين پنهنجي علائقن ۾ امن امان برقرار رکڻ ۽ شهنشاه کي ڏن ڀري ڏيڻ جو پابند ڪيو ويندو هو.

مصر جون زيردست رياستون جيڪو ڏن موڪليندڀون هيون ۽ سند.س آزاد ڀاڙيسري رياستن جهڙوڪ ڪريٽ، قبرص، اسيريا، بابل ۽ هٽي جي بادشاهت مان جيڪي سوڪڙيون پاڪڙيون ايندڀون هيون تن مصري خزاني کي ٽمٽار ڪري ڇڏيو. تحوتمش انهي خزاني کي گهڻي ڀاڱي فن ۽ هنرن جي سرپرستي ڪرڻ ۽ نيل جي ڪناري تي عاليشان ديوليون ٺهرائڻ تي خرچ ڪيو. هن ٿيبس جي پرسان ٺهيل وڏي ديول ۾ ڪيترين نئي عمارتن جو واڌارو ڪيو ۽ انهن کي اُڪر جي وسيع ڪم سان سينگاريائين. تحوتمش جا ٺهرايل ٻہ چوڪنڊا منارا اڄا تائين روم ۽ استنبول ۾ موجود آهن. تحوتمش جيڪي چوڪنڊا منارا هيلي پولس ۾

ٺهرايا هئا سي هاڻي لنڊن ۽ نيويارڪ ۾ آهن.

تحوتمش جي حڪومت جا پويان سال مصري تاريخ جي سڀ کان شاندار زماني جي شروعات هئا. انهي زماني ۾ نہ صرف امن امان برقرار هو پر خوشحالي بہ هئي ۽ انهيءَ زماني ۾ مصري فن ۽ تعميرات پنهنجي عروج تي پهچي مصر جي شان ۽ شوڪت ۾ واڌارو آڻي ڇڏيو هو. تحوتمش کان پوءِ سندس پٽ آمن هو ٽوپII تخت تي ويٺو ۽ ان کانپوءِ سندس پوٽو تحوتمش IV حاڪم ٿيو. مصر جي ترقي ۽ شان شوڪت جو جيڪو دور تحوتمش جي پوئين سالن ۾ شروع ٿيو هو سو انهن ٻنهي شهنشاهن جي دور ۾ بہ قائم رهيو پر سندس پڙپوٽي ٽوپIII ۽ سندس پٽ اخناتن جي ڏينهن ۾ مصر جو زوال شروع ٿيو. اخناتن هڪ سڌارڪ شهنشاهہ هو جنهن هڪ نئون مذهب متعارف ڪرايو، جنهنجو بنياد سج کي واحد ديوتا مڃڻ ۽ سندس عبادت ڪرڻ تي رکيل هو. هن پنهنجي گادي جو هنڌ ڦيرائي اخناتن (هاڻي تل ايل امرنا) ۾ ڪيو ۽ فن تان پابنديون نرم ڪري ڇڏيائين پر ماڻهن اهي تبديليون قبول نہ ڪيون جنهن ڪري سندس سلطنت، جنهن کي مستحڪم سمجهي غفلت جو شڪار ٿيڻ ڏنو ويو هو، آهستي آهستي ڄهرندي وئي. اخناتن جي پٽ توتان خامن کي جيتوڻيڪ اهڙو مصر ورثي ۾ مليو، جيڪو اڃا تائين شاهوڪار هو پر سسي نندو ٿي ويو هو. هڪ اهڙو مصر، جنهن کي وري ڪڏهن بہ ماضي وارو شان شوڪت نصيب نہ ٿيو.

# حضرت موسيٰ عليہ السلام

## (1300-1450 ق-م)

اسرائيلين کي مصر جي غلامي مان ڪڍي واعدي ڪيل ملڪ تائين پهچائڻ واري ڪم جي اڳواڻي ڪرڻ لاءِ حضرت موسيٰ ڪنهن بہ طرح موزون ماڻهو نہ لڳندو هو. هڪ تہ هو ٻاتو هو ۽ ٻڌندڙن ۾ ڪو جوش ۽ جذبو پيدا ڪري نٿي سگهيو ٻيو تہ هن پنهنجي هڪ هم قوم يهوديءَ کي مصري داروغي جي ظلم کان بچائڻ لاءِ پنهنجي جواني ۾ انهيءَ داروغي جو خون ڪيو هو. پراڻي عهدنامي مطابق خدا هڪ اهڙي ٻرندڙ ٻوٽي مان موسيٰ جي اڳيان ظاهر ٿيو، جيڪو ٻرڻ ڪري رک نہ پئي ٿيو ۽ کيس پنهنجن ماڻهن کي بچائڻ لاءِ چيائين. حضرت موسيٰ احتجاج ڪندي چيو، "منهنجي حيثيت ئي ڪهڙي آهي؟" پر خدا پنهنجو اصرار جاري رکيو. نيٺ حضرت موسيٰ کي سندس ڳالهہ مڃڻي پيئي.

مصر مان هائڻ ڏاريندڙ ٻاج کان پوءِ اسرائيلي سينا جي رڻ پٽ ۾ چاليهن سالن تائين ڀٽڪندا رهيا ۽ تمام گهڻيون سختيون سٺائون، جنهن ڪري حوصلو هاري ويٺا- ۽ پنهنجي هر مصيبت جو ذميدار موسيٰ کي پئي سمجهيائون. اهڙي حالت ۾ اهي جيڪڏهن ساڻس شڪايتون ڪرڻ ۽ مٿس بهتان مڙهڻ لڳا هئا تہ اها ڪا تعجب جهڙي ڳالهہ نہ چئبي، ايتري حد تائين جو انهن مان گهڻن مصر ڏانهن موٽي هلڻ جي وڪالت پڻ ڪئي. اهو ٻڌي حضرت موسيٰ نہ صرف ڪاوڙيو پر همت پڻ هاري ويٺو پر جيئن تہ خدا هميشہ ساڻس گڏ هو تنهنڪري هو پنهنجن ماڻهن ۾ نظم ۽ ضبط پيدا ڪرڻ ۽ منجهن پنهنجي منزل ماڻڻ جو شعور جاڳائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. اهي نيٺ سلامتي سان واعدي ڪيل ملڪ ۾ وڃي پهتا، ان کي فتح ڪندا رهيا ۽ هڪ قوم ٿي پيا. جن اسرائيلين کي حضرت موسيٰ ڪنعان موڪليو هو، تن جي ٻڌي ۽ حوصلو انهن قانونن جي ڪري برقرار رهيو جيڪي حضرت موسيٰ کي خدا کان مليا هئا ۽ هن چاليهن سالن واري لڏپلاڻ واري دور ۾ کين سيکاريا هئا، چيو وڃي ٿو تہ ڏکڻ سينائي ۾ آئي انهن کي ٽيون مهينو هو جو موسيٰ انهن مان گهڻا قانون کين ٻڌايا. خدا موسيٰ کي سينائي جبل تي چڙهڻ جو حڪم ڏنو. جڏهن موسيٰ جبل جي چوٽي تي پهتو، تڏهن اُن (خدا) کيس اهڙا ديواني، فوجداري ۽ مذهبي قانون ٻڌايا جن جي پوئواري ڪندي اسرائيلين کي

انهن مطابق پنهنجي حياتي گهارڻي ۽ عبادت ڪرڻي هئي. موسيٰ واپسي تي پٿر جون ٻه امڙيون تختيون کڻي آيو هو جن تي خدا پنهنجا سڀ کان مکيه قانون يعني ڏهه حڪم لکي ڇڏيا هئا. اهي ئي حڪم يهودين ۽ عيسائين ٻنهي جي اخلاقي عقيدن جا بنياد بڻيا.

موسيٰ پنهنجي ماڻهن سان گڏ واعدي ڪيل ملڪ ڏانهن ڪونه ويو. مٿس جيڪو ڪم رکيل هو سو پورو ٿي چڪو هو. هو ڪنعان جي هڪڙي جهلڪ ڏسڻ لاءِ پسگاهه جبل جي چوٽيءَ تي چڙهيو پر اُتي ڪڏهن به قدم نه رکيائين.

حضرت موسيٰ جي جنم جا بهتر دستاويزي ثبوت ملن ٿا. هو چوڏهين صدي قبل مسيح جي پڇاڙي ۾ مصر ۾ ڄائو هو. ڪنعان ۾ ڏڪار پوڻ ڪري اسرائيلي اتان 400 سال اڳ ڀڄي وڃي مصر ۾ آباد ٿيا هئا. اهي گهڻي زماني تائين اتي امن امان سان خوشحالي واري زندگي گهاريندا رهيا. انهن جو انگ ايترو ته وڌي ويو جو فرعون (راميس II) سندن وڌندڙ قوت کان ڊڄڻ لڳو. هن پاڻ کي بچائڻ خاطر اسرائيلين کي پنهنجو غلام بڻائي ڇڏيو ۽ کين مصري داروغن جي هٿ هيٺ شهر اڏڻ جي ڪم تي لڳائي ڇڏيائين. جڏهن ڏٺائين ته غلامي به سندن وڌندڙ انگ کي نه گهٽائي سگهي هئي تڏهن حڪم ڪيائين ته سندن نون ڄاول ٻارن کي ڪُنو وڃي.

حضرت موسيٰ انهيءَ قهري حڪم کان انهي ڪري بچي ويو هو جو سندس ماءُ سندس جنم کان پوءِ جلد ئي کيس خدائي الهام تي صندوق ۾ وجهي درياءَ ۾ لوڙهي ڇڏيو هو. صندوق فرعون جي خاندان مان ڪنهن کي هٿ آئي پر فرعون جي زال حضرت آسيه رضه کيس پنهنجي هنج ۾ ورتو ۽ سندس پالنا شاهي نموني ڪيائين.

جڏهن حضرت موسيٰ وڏو ٿيو تڏهن کيس پنهنجي ماڻهن جي مصيبتن جو حال معلوم ٿيو ته هن سندن مدد ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. موسيٰ مصر مان نڪري اتر اولهه عربستان ۾ وڃي مديان واري علائقي ۾ رهيو، جتي هو مديان قبيلي جي سردار تيرو جي ڌي سان مليو ۽ ساڻس شادي ڪيائين. (اهل اسلام وٽ زياده مشهور آهي ته مديان ۾ جنهن پوڙهي جي ڌيئرن سان کوه تي موسيٰ مليو ۽ پوءِ ان جو مزور ٿيو ۽ ان جي هڪ نياڻي سان نڪاح ڪيائين اهو شعيب ع هو) موسيٰ تيرو جا ڌڻ سنڀاليندو هو ۽ چراگاهن جي ڳولا ۾ پري پري تائين هليو ويندو هو. هڪڙي ڏينهن سينائي جبل جي پرسان خدا ساڻس هڪ امڙي ٻوڙي مان ڳالهايو جيڪو سڙي ته رهيو هو پر رک نه پئي ٿيو ۽ کيس سندس حياتي جو ڪم سونپيائين. سڙندڙ ٻوڙي واري ڪهاڻي جي ڪئي ڪهڙي به تشريح ڪجي پر انهي ۾ شڪ ڪونهي ته موسيٰ کي سچ پچ يقين ٿي ويو هو ته سندس خدا سان ملاقات ٿي هئي.

حضرت موسيٰ ڪيبائيندي ڪيبائيندي مصر ڏانهن موٽيو، جتي هو پنهنجي ماڻهن کي قائل ڪرڻ لڳو تہ خدا ساڻس ڳالهايو هو ۽ هو کين مصر مان ٻاهر ڪيڏي وڃڻ لاءِ سندس مدد ڪندو. هارون سندس ڀاءُ هو ۽ کانئس وڌيڪ فصيح زبان هو جنهن انهي اوکي مهم ۾ سندس ڏاڍي مدد ڪئي. هوڏانهن فرعون بہ ايتري سولائي سان کانئس متاثر ٿيڻ وارو نہ هو. هُو نہ صرف هڪ اڻ ڄاتل خدا جا حڪم قبول ڪرڻ لاءِ تيار ڪونہ هو پر ايڏي وڏي تعداد ۾ انهن ماڻهن کي پنهنجي ملڪ مان نڪري وڃڻ جي اجازت ڏيڻ لاءِ بہ تيار نہ هو، جن هن لاءِ ڪمائي پئي ڪئي. مصر ۾ جڏهن هڪبئي پٺيان وبائون پکڙيون، تڏهن فرعون ٻيءَ طرح سوچڻ شروع ڪيو. چيو وڃي ٿو تہ نيل جو پاڻي رت ۾ بدلجي ويو ۽ ڏيڏر جوئون، مکيون، ماکڙ ۽ ٻين جيتن سان سڄو ملڪ ڀرجي ويو. آخرڪار هر مصري آقا جو پهريتي ٻار مرڻ لڳو.

انهي مصيبت کان اسرائيلي بچيل هئا. خدا کين حڪم ڏنو هو تہ جيڪڏهن هڪ دنبي کي ماري ان جو رت پنهنجي گهرن جي درن تي لڳائي ڇڏيندا تہ هو هر وبا کان بچي ويندا. قرآن ڪريم جي ڪيترين ئي آيتن ۾ آهي تہ موسيٰ ع، خداپاڪ جي حڪم سان آڌيءَ رات جو بني اسرائيل کي ساڻ ڪري مصر مان نڪتو جنهن تي فرعون کي ڪاوڙ لڳي ۽ غصي ۾ اچي انهن جي ڪڍ لڳا. مصر جي اتر اوير ۾ ڳاڙهي سمنڊ وٽ مصري فوجون ذري گهٽ کين سوڙهيون پيون. هڪ زوردار واءُ گهلڻ ڪري سمنڊ جو پاڻي هڪ طرف ٿي ويو ۽ کين سلامتي سان لنگهي وڃڻ ڏنائين. مصري بہ سندن پويان ڊوڪي آيا پر واءُ جو رخ مٽجي ويو ۽ اهي ٻڏي مري ويا.

پراڻي عهدنامي مطابق خدا اسرائيلين جي مصر مان ڀڃي نڪرڻ جو معجزانہ بندوبست ڪيو. هن لڳاتار مٿن پنهنجي نظرداري رکي ۽ جيڪي بہ سختيون ۽ مصيبتون انهي ڪانپوءِ مٿن آيون تن مان کين نڪرڻ ۾ مدد ڪندو رهيو. پر اهو حضرت موسيٰ ئي هو جنهن ماڻهن ۽ خدا جي وچ ۾ ڳانڍاپي وارو ڪم ڪيو. اهو حضرت موسيٰ ئي هو جنهن ماڻهن کي سمجهاتيون ڏنيون، وري وري کين خاطريون ڏيندو رهيو ۽ سندن ٻڌي کي برقرار رکيائين ۽ سندن ڪوتاهين تي کين چيڀيندو رهيو ۽ اهو بہ حضرت موسيٰ ئي هو جنهن کين معاف ڪرڻ لاءِ خدا کي ٻاڏايو. موسيٰ جي معرفت ئي اسرائيلين کي خدا جي چونڊيل ماڻهن جي حيثيت ۾ پنهنجي ڪردار ادا ڪرڻ ۽ پنهنجي واعدي ڪيل ملڪ ڏانهن موٽڻ جي مقصد جي ڄاڻ ملي ۽ انهي ڪم جي پورائي بہ گهڻي حد تائين حضرت موسيٰ جي ڪري ئي ممڪن ٿي سگهي. اڄ مسلمان، عيسائي ۽ يهودي گڏجي موسيٰ کي اڳاٽن عبراني رهبرن منجهان سڀ کان عظيم رهبر سمجهن ٿا. يعني هڪ اهڙو ماڻهو جنهن يهودي قوم جي ٺاهڻ ۽ سندن مذهبي عقيدن جي جوڙجڪ ۾ بنيادي ڪردار ادا ڪيو.

# حضرت سليمان عليہ السلام

( 977-1015 ق-م)

قديم آثارن جي ماهرن پڻ اهڙا شهر، قلعا ۽ گهر کوٽي ڪڍيا آهن جيڪي توراتي زماني ۾ موجود هئا. انهن باقيات مان اسرائيلين لاءِ جيڪا سڀ کان وڏيڪ مقدس شيءِ آهي سا آهي يروشلم جي پراڻي شهر ۾ ٺهيل هڪ پٿر يت. (توبهہ زاري واري ڀت) اها ڀت انهيءَ ٺڪري تائين بگهي آهي جتي ڏهين صدي ق-م ۾ سليمان بادشاه پنهنجي عاليشان عبادتگاه ٺهرائي هئي. سليمان جي دور ۾ قديم اسرائيل پنهنجي طاقت جي چوٽي تي وڃي پهتو هو

قرآن ڪريم جي سورت سبا ۽ نعل ۾ ۽ احاديث نبوي ۾ پوري وضاحت سان آيل آهي تہ حضرت سليمان عليہ السلام عام عادل بادشاهہ نہ پر خدا جو جليل القدر پيغمبر بہ هو. يهودي حضرت سليمان عليہ السلام جا دشمن هئا.

حضرت سليمان پنهنجي پيءُ حضرت دائود جي تخت تي ويٺو. حضرت دائود پنهنجي زندگي هڪ ريڍار جي حيثيت ۾ شروع ڪئي هئي پر وفات هڪ اهڙي بادشاه جي حيثيت ۾ ڪئي هئائين، جنهن جي شهنشاهي مصر کان وٺي فرات نديءَ تائين پکڙيل هئي.

حضرت سليمان پنهنجي شهنشاهي وچائڻ جو ڪوبہ خطرو نہ ڪنيو. بحري بيڙو رکندڙ رياستن ۽ پاڙيسرين سان سڱابندي وسيلي ناهہ ڪري ڇڏيائين. حضرت سليمان فوجي اهميت وارن هنڌن تي ڇانوڻيون ٺهرايون ۽ اتي فوجون، گهوڙا ۽ رٿ گاڏيون رکيائين. انتظامي ۽ واپاري مفادن کي بچائڻ لاءِ هن ٻاهرين علائقن ۾ بني اسرائيل جون ڪالونيون ٺهرائي ڪين اتي رهايو.

سازشن کي روڪڻ لاءِ حضرت سليمان جي زماني ۾ اسرائيل کي ٻارهن انتظامي ضلعن ۾ اهڙي طرح ورهايو ويو هو، جو انهن جون سرحدون پراڻن قبيلائي حدن کي ورهائيندي انهن منجهان ٿي لنگهيون. هر ڪنهن ضلعي تي اٽڪل پنج هزار ماڻهن تي مشتمل شاهي گهراڻي کي هر سال هر هڪ مهيني لاءِ کاڌو مهيا ڪرڻ جو بار رکيل هو.

سليمان جي شهنشاهيت بنيادي طور هڪ واپاري سلطنت هئي، جنهن آفريڪا، ايشيا ۽ يونوچ سمنڊ جي تجارتي رستن جي وچ ۾ هئڻ ڪري پنهنجي اهميت مان پورو پورو فائدو ورتو. پنهنجين حدن مان لنگهندڙ قافلن تي حضرت سليمان محصول لاڳو ڪيو. هو پنهنجو مال انهن وٽ وڪڻندو هو ۽ ڪانئن سامان خريد ڪري ڪنهن ٻئي هنڌ نفعي تي وڪڻندو هو. ٻين ماڻهن کي جنهن وکر جي گهڻي ضرورت هوندي هئي تن وٽ هو اسرائيلي مال جهڙوڪ، ٽامو پڻ وڪڻندو هو.

ٽي سگهي ٿو ته سبا جي راڻي پڻ سليمان سان واپار ڪيو هجي. سبا جو ملڪ ڳاڙهي سمنڊ سان لڳو لڳ يا ته ڏکڻ عربستان ۾ يا وري اوپر آفريڪا ۾ هو. اوپر ڏانهن ويندڙ ساموندي رستا راڻي جي قبضي ۾ هئا ۽ هوءَ سون، مصالحن ۽ قيمتي پٿرن جهڙين شين جو واپار ڪندي هئي. ڏندڪٿائن ۾ جاتايل آهي اتي حضرت سليمان ۽ راڻي پاڻ ۾ پيار ڪندا هئا ۽ انهن کي هڪڙو پٽ ڄائو جنهن حبش جي بادشاهي جو بنياد وڌو. بائيبل صرف ايترو ٻڌائي ٿو ته راڻي، سليمان جي سياڻپ ۽ دولت جي واڪاڻ ٻڌي هئي، تنهن ڪري سندس تجسس ايترو وڌيو جو هوءَ شاهي حيثيت سان ساڻس ملڻ وئي. سوالن وسيلي سندس سياڻپ جو امتحان ورتائين ۽ سبا ڏانهن موٽڻ کان اڳ ساڻس قيمتي سوکڙين جي ڏي وٺ ڪيائين.

واپار مان ٿيندڙ نفعي کي حضرت سليمان تمام گهڻن اڏاوتي ڪمن ۾ لڳائيندو رهيو جن ۾ شهر، قلعا، ڏيساور مان ايندڙ واپارين ۽ ايلچين لاءِ گهر ٺهرائڻ شامل هئا پر انهن مان سڀ کان گهڻو خزانو هڪ محل، مشهور توبهه زاري واري پٽ ۽ اسرائيل جي گادي واري هنڌ يروشلم ۾ هڪ عاليشان ديول جي اڏاوت تي خرچ ٿي ويو.

ديول جي ٺهڻ ۾ ست سال لڳا. انهيءَ جي سينگار تي تمام وڏو خرچ آيو. ديول کي اڪريل ديوار جي ڪانيءَ سان ڍڪيو ويو ۽ ان جي اُڪر ۾ سون ۽ قيمتي پٿر وڌيا ويا. طائري جو بادشاه حرم جيڪو حضرت سليمان جو دوست ۽ طرفدار هو، تنهن نه صرف ڪيس سون ۽ ديودار مهيا ڪري ڏنو پر ٻرائنر ۽ هنرمند ماڻهو به ڏانهنس موڪليا. اتي مزوري ڪندڙ ماڻهن مان ڪي ته ڪنعاني هئا پر جيئن ته انهي اڏاوتي ڪم لاءِ هڪ لک مزورن جي ضرورت هئي، تنهن ڪري اسرائيلين کي به انهن اڏاوتن تي ڪم ڪرڻو پئجي ويو. سليمان ڪين حڪم ڏنو ته انهن مان هر هڪ ٽن مهينن مان هڪڙو مهينو مزور طور اتي ڪم ڪري.

جڏهن ديول ٺهي راس ٿي ته جن پٿر جي تختين تي ڏهن حڪمن وارو عهدنامو لکيل هو، سي هڪ ڪمان جي صورت ۾ اندر لڳايون ويون. حضرت سليمان اها ديول وقف ڪري ڇڏي. انهي موقعي تي هزارين رڍن ۽ ڏاندن جي

قرباني ڏني وئي ۽ سٽن ڏينهن تائين هڪ عاليشان دعوت هلندي رهي، جنهن ۾ سلطنت جي ڪندڪڙڇ مان ماڻهن اچي شرڪت ڪئي. حضرت سليمان جيستائين جيئرو هو، پنهنجي سلطنت کي ٽٽڻ نه ڏنائين، پر سندس پٽ ريهوبوئم ايترو طاقتور ۽ قابل ماڻهو نه هو جو پنهنجي پيءُ جي سلطنت کي متحد رکي سگهي. اسرائيل جا ڏهه اترين علائقن وارا قبيلا ملڪ کان ڇڄي ڌار ٿي ويا، جنهن ڪري ملڪ ٻن مخالف حصن ۾ ورهائجي ويو، يعني اسرائيل ۽ يهودا؛ جيڪي پاڻ ۾ وڙهندا رهندا هئا جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو ڌارين قومن ٻنهي کي فتح ڪري ورتو.

سليمان واري ديول لڳ ڀڳ چار سؤ سالن تائين سلامت بيٺي هئي. انهيءَ ديول جي ڪري، يروشلم اسرائيل جي اولاد لاءِ، گادي وارو هنڌ نه هوندي به سندن روحاني مرڪز رهندو آيو. بابلين 580 ق-م انهي ديول کي تباه ڪري ڇڏيو پر پنجهٺ سالن کان پوءِ ڪيس وري ٺاهيو ويو. سن 20 ق-م ۾ رومي حاڪم هيروڊ انهيءَ کي وڏائڻ ۽ بحال ڪرڻ جو ڪم شروع ڪرايو. رومي شهنشاه تحوتمش هيروڊ جي ٺاهيل ديول سن 70 عيسوي ۾ تباه ڪري ڇڏي. اها وري ڪڏهن به ٺهي نه سگهي پر جنهن ٿلهي تي اها بيٺي هئي تنهن جي اولهه واري پٽ برقرار رهي .

# آشـور بـانـي پـال

## سنہ 669 کان 640 ق-م

آشور باني پال کي ننڍپڻ ۾ ٻہ استاد مقرر ڪري ڏنا ويا هئا جن مان هڪڙو جنرل ۽ ٻيو عالم هو. ٻنهي استادن جي سکيا سبباں هو آشوري حاڪمن جي هڪ ڊگهي سلسلي جو عظيم ترين بادشاه ثابت ٿيو. جنرل کيس سخت فوجي گر سيکاريا جيڪي ان جي ابن ڏاڏن آشوري شهنشاهيت کي ناهڻ لاءِ ڪتب آندا هئا جهڙوڪ: گهيرو ڪري جنگ ڪرڻ، شڪست کاڌل شهرن کي ڦرڻ لٽڻ ۽ بغاوتن کي روڪڻ لاءِ ماڻهن کي هڪ هنڌان لڏائي ٻئي هنڌ ويهارڻ. آشور باني پال کي ورثي ۾ جيڪا وسيع ايراضي ملي هئي تنهن کي قبضي ۾ رکڻ ۽ زبردست بنائڻ لاءِ کيس اهي گُر استعمال ڪرڻا هئا. سندس عالم استاد منجهس فن، ادب ۽ تاريخ جو اتساه پيدا ڪيو. بادشاه جي حيثيت ۾ آشور باني پال دجلہ ندي تي نهيل پنهنجي گادي واري هنڌ نينوا کي وڏين وڏين ديوارن ۽ محلاتن سان ڀري ڇڏيو جن ۾ ٿورڙو ايريل چٽن واري شاندار اڪر جو ڪم تمام گهڻو ٿيل هو. هن دنيا جي سڀ کان پهرين عظيم لائبريري تعمير ڪرائي جنهن کي ڇپر شڪل تختين واري فهرست سان ڀري ڇڏيائين. انهن تختين تي سائنس، ٻولي، تاريخ، آڪاڻين ۽ جنگ نامن جون فهرستون ڏنل هونديون هيون. اڄوڪي زماني ۾ قديم دنيا جي باري ۾ جيڪا ڄاڻ آهي سا گهڻي ڀاڱي انهن وسيلي اسان تائين پهتي آهي. آشوري شهنشاهيت جو بنياد اتر ميسوپوٽيميا ۾ خود آشوريا ۾ پيو هو. آشوريا سمير ۽ اڪاد وارين اڳاٽين ميسوپوٽيميائي تهذيبن جو وارث هو. اها شهنشاهيت تيرهين صدي ق-م کان وٺي آهستي آهستي وڌڻ لڳي ۽ آشوري بادشاهن جهڙوڪ تگلٿ پائليسر I ۽ III، آشوري پال II شال مانيسر III ۽ V، سارگن، سيناشيرب ۽ عيسار هيڊن جي دؤرن ۾ وڌندي ويجهندي رهي.

آشور باني پال جڏهن بادشاه ٿيو تڏهن سندس پيءُ عيسار هيڊن ڪانئس گهڻو ڏور مصر ۾ هو، جيڪو سندس آخري فتح ڪيل ملڪ هو. هو اتي ئي مري ويو جنهن ڪري شڪست کاڌل مصري بادشاه کي پنهنجو تخت وري حاصل ڪرڻ

جي همت ٿي. آشور باني پال کي مجبور ٿي سڀ ڪان پهريائين، مصر کي پنهنجو فوجي مخالف مڃي مٿس ڪاهه ڪرڻي پيئي. قديم مصري تختگاهه هيمفس تي قبضو ڪرڻ ۽ ٻئي تخت گاهه ٿيبس کي فتح ڪرڻ لاءِ آشور باني پال کي ٻه مهمون سر ڪرڻيون پيون، تنهن کان پوءِ ئي هو وري مصر تي قبضي ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيو.

سندس اقتدار لاءِ انهي کان ٻه وڏو خطرو بابل مان پيدا ٿيو. اها رياست آشور جي ڏکڻ ۾ هئي، جتي آشور باني پال جو ننڍو ڀاءُ شمس الشمُوڪين حڪومت ڪندو هو. اتي ڪيس سندن پيءُ مقرر ڪيو هو. ننڍي ڀاءُ نينوا سرڪار جي نظرداري هيٺ سورهن سال حڪومت ڪئي، پر شمس الشُوڪين آخرڪار بابلين ۽ پنهنجي رعيت جي ٻين ماڻهن جهڙوڪ عربن ۽ ايلاماتين جي قوم پرستي وارن جذبن کان متاثر ٿي پيو ۽ 652 ق-م ۾ آشوري حڪومت جي خلاف بغاوت ڪيائين. آشور باني پال انهي بغاوت کي منهن ڏيڻ لاءِ بابل جو مستقل گهيرو ڪرائي ڇڏيو ته جيئن ماڻهو لنگهڻ ڪاٽڻ تي مجبور ٿي وڃن. گهيري شروع ٿيڻ کان ٻه سال پوءِ شمس الشمُوڪين پنهنجي محل کي باهه ڏني ۽ ان جي شعلن ۾ ٽپو ڏئي پنهنجو انت آندائين. انهي هوندي به آشور باني پال کي انهي شهر کان هٿيار ڦٽا ڪرائڻ ۾ ٻه سال ٻيا به لڳي ويا. آشور باني پال بابل ۾ نه صرف ڦرلٽ ڪئي پر ڪيس مڪمل طرح برباد ڪري ڇڏيو. وري سندس تعمير ڪرائي هڪ مقامي بابلي کي اتان جو حاڪم مقرر ڪيائين.

پر بابل جي شڪست ڪانپوءِ به سندس اتحادي عربن ۽ ايلاماتين آڻ مڃڻ کان انڪار ڪيو ۽ پنهنجي پنهنجي ملڪ ۾ جنگ جاري رکيائون. آشور باني پال کي عربن مٿان فتح حاصل ڪرڻ ۾ ته ڪا خاص ڏکيائي نه ٿي پر ايلاماتي ڪيس وڏيڪ ڏکيا پئجي ويا. آشور باني پال کي مٿن فتح پائڻ ۽ سندن گادي واري هنڌ سوسا هٿ ڪرڻ ۾ نو سال ٻيا به لڳي ويا. اهڙي طرح سوسا 639 قبل مسيح ۾ فتح ٿيو.

ايلاماتي جنگ جي پڄاڻي جو جشن ملهائڻ لاءِ آشور باني پال فتح جي پريڊ جو اهتمام ڪيو. انهي پريڊ ۾ چار بادشاهه سندس رٿ ڇڪي رهيا هئا ۽ هن ٻڌاڪ هتندي چيو هو ته سڄي دنيا سندس هٿ هيٺ اچي ويئي هئي، پر ائين نه هو. هيڏانهن اوير ۾ هو جنگ ۾ رڌل هو، هوڏانهن مصر هڪ ڀيرو ٻيهر بغاوت ڪري پاڻ کي آشورين جي غلامي جي ڳٽ کان آجو ڪري چڪو هو. مصري جيتوڻيڪ پوءِ سندس اتحادي ٿيا ۽ ساڻس واپاري لاڳاپا به قائم ڪيائون؛ تنهن هوندي به آشوري سلطنت مان سندن ڇڄي وڃڻ مان سلطنت جي زوال جا اهڃاڻ ظاهر ٿي پيا.

آشور باني پال جي حڪمراني جي پوين ٻارهن سالن بابت گهٽ ڄاڻ ملي

ٿي. سلطنت گهڻي ڀاڱي متحد رهي ۽ سنڌ انتظام صوبائي گورنر آشوري فوج جي پٺڀرائي سان سهڻي نموني هلائيندا رهيا. لڳي ٿو ته هن بادشاهه به پنهنجي پيءُ جي پوئلڳي ڪندي پنهنجي وارثي لاءِ به پٽ ٺاهيا پر آشور باني پال جيڪي مسئلا پويان ڇڏي ويو، تن کي ڪاميابي سان منهن ڏيڻ جي صلاحيت سنڌ پٽن ۾ نه هئي. سلطنت کي ٽٽڻ کان بچائڻ لاءِ لڙاين جو هڪ اڻ کٽ سلسلو شروع ٿي ويو، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو بيشمار سپاهي مارجي ويا. ايتري قدر جو پوين بادشاهن کي پنهنجي لشڪر ۾ ڌاريا سپاهي ڀرتي ڪرڻا پيا. آشور باني پال عمارتن جي اڏاوتن ۽ پنهنجي دربار جي ادمبر تي ڀاڱي وانگر پئسو هاريو، جنهن ڪري شاهي خزاني جو گهڻو ڀاڱو خرچ ٿي ويو هو. 612 ق-م ۾ بابلين ۽ مديانين ياڻ ۾ ٺاهه ڪيو ۽ آشورين جا گر انهن ئي خلاف استعمال ڪري سنڌن گادي نينوا کي فتح ڪري اُتي قرلٽ ڪيائون. آشورين جنگ ڪئي پر سنت ئي کين شڪست ملي. انهن مان گهڻن، خاص ڪري هنرمندن کي غلام بڻائي فاتحن جي ملڪن ۾ موڪليو ويو.

هين قديم قومن جي ابتڙ آشوري مڪمل طور هين ثقافتن ۾ ضم ٿي ويا ۽ اڄ ڪٿي به سنڌن نانءُ نشان نٿو ملي. هاڻ طاقتور آشوري سلطنت ۽ سنڌس آخري عظيم اڳواڻ آشور باني پال جي عظمت جي ڪهاڻي ٻڌائڻ لاءِ صرف آشوري شهرن ۽ عظيم لائبرري جا کنڊر ئي وڃي بچيا آهن.

# گوتم ٻڌ

## 557 ق. م- 477 ق. م

هندو مذهب ۾ ننڍ وڏائي ۽ ذات پات جو مسئلو جيئن پوءِ تيئن پختو ٿيندو ويو. برهمڻ مذهبي ۽ سماجي عزت ۽ شان جا مالڪ مڃيا ويا ۽ شودر انهن حقن کان محروم ڪيا ويا. برهمڻ پوڄارين مذهب ۾ هرطرح جون رسمون وهم ۽ شين جي پوڄا داخل ڪري ڇڏي هئي. ماٺهو ڀاڳ، جادو ۽ جنن پرين تي ويساهه رکندا هئا ۽ انهن کان ٻڇندا هئا. اهڙي دور (ڇهين قبل مسيح) ۾ گوتم ٻڌ انسانن ۾ فرق جي خلاف بغاوت ڪئي. هن برهمڻن ۽ شودرن کي هڪ جهڙو درجو ڏيندي ماڻهن کي سچائي ۽ پاڪيزگيءَ جي تعليم ڏني.

گوتم، ڪپل وستوءَ جي راجا جو پٽ هو. جمڻ وقت سندس نالو 'سڌارٿ' رکيو ويو. گوتم سندس خانداني نالو هو ۽ جڏهن نئين ڌرم جي پرچار شروع ڪيائين تہ ٻڌ يعني بزرگ سڏجڻ ۾ آيو. گوتم کي شاهي رسمن مطابق فوجي سکيا ڏني وئي، ليڪن هو آرام ۽ اطمينان جي زندگيءَ ۾ بي آرام ۽ بي چين ماڻهن لاءِ سوچيندو رهيو. هن جي اندر ۾ هڪ خاص قسم جي تڙپ پيدا ٿي چڪي هئي ۽ شاهي محل جي آسائشن جي پرمار بہ هن کي مطمئن ڪري نہ سگهي. 28 سالن جي عمر ۾ پنهنجو شاهي گهر ڪي ڇڏي فقيرن جي ويس ۾ ان وقت جي وڏي سلطنت 'مگڌ' ۾ رسي اتي ڪجهہ برهمڻ تياڳين کان فلسفي جي تعليم حاصل ڪيائين. اتان بہ تسلي ڪونہ ٿيس تہ پوءِ رياضت جو رستو اختيار ڪيائين. ليڪن پنهنجي جسم کي تڪليف پهچائڻ سان بہ کيس روحاني مسرت حاصل نہ ٿي سگهي. هڪ ڏينهن هو رياضت ڪندي زمين تي بي هوش ٿي ڪري پيو ۽ هوش اچڻ تي هن رياضت ڇڏي ڏني. رياضت ڇڏڻ کي سندس پنج چيلا سمجهي نہ سگهيا ۽ اهي گوتم کي اڪيلو ڇڏي بنارس هليا ويا. ان کان پوءِ گوتم سير ڪندو رهيو ۽ آخرڪار هڪ ٻڙ جي وڏي وڻ هيٺان ويهي پاڻ کي سوچ ۽ ويچار ۾ لڳائي ڇڏيو. تان تہ هن جي اکين "سچائيءَ جي روشنيءَ" کي ڏسي ورتو ۽ گوتم هاڻي 'ٻڌ' بڻجي ويو. هاڻي هن جي زبان تي نفس جي سڌاري ۽ عالمگير محبت جو پيغام هو. هن جو ڏيان ان ڳالهہ تي ڄمي ويو جنهن کي هو ڪرڻ وارو هو.

هاڻي گوتم ٻڌ بنارس روانو ٿيو تہ جيئن اتي پنهنجي پنجن چيلن جي سامهون

ان سچائيءَ کي ظاهر ڪري، جيڪا هو حاصل ڪري چڪو هو. انهن چيلن ٻڌ جو نئون مذهب اخيار ڪيو. اتي پنجن مهينن ۾ سندس سٺ پيروڪار پيدا ٿيا، جن کي سڏي هڪ ڏينهن ٻڌ ڪين چيو تہ مختلف طرفن ۾ وڃي دنيا کي سک جو پيغام پچايو. ماڻهن کي چئو تہ "غريب ۽ امير، ننڍا ۽ وڏا سڀ هڪ آهن. هن دنيا ۾ نفرت نفرت سان ختم نہ ٿي ٿئي بلڪ نفرت محبت سان ختم ٿئي ٿي." ماڻهن کي چئو تہ "هو غصي کي نرميءَ سان ڪٽن ۽ برائيءَ کي ڀلائيءَ سان."

گوتم ٻڌ، ٻڌ مذهب ۾ عقيدن کي پوئتي رکي مذهب جو بنياد "نفس جي سڌاري" ۽ "پاسي رهڻ" تي رکيو. خواهش تي سگهہ حاصل ڪرڻ ٻڌ. مذهب جو سڀ کان وڏو اصول قرار ڏنو. هن خواهش تي مڪمل سگهہ حاصل ڪرڻ کي نرواڻ جو نالو ڏنو، ۽ چيو تہ ان کي زندگيءَ ۾ ئي حاصل ڪري سگهجي ٿو. انسان پنهنجي پيدائش سان نہ بلڪ پنهنجي عمل سان شودر يا برهمڻ بڻجي ٿو. ڪنهن بہ گنهگار کي برو چوڻ جي اجازت ڪونهي، ان ڪري جو جيڪي ماڻهو جاتي واتي ڪنهن جي بري ڪم تي ڦٽڪار ڪن ٿا تہ اهي جڻ ان جي ڏوهہ جي زخم تي لوڻ ٻرڪن ٿا.

گوتم ٻڌ انهن سڀني ڳالهين جي تعليم لاءِ ڪنهن مذهب يا آسماني ڪتاب جو سهارو نہ ورتو ۽ نہ وري خدا، روح ۽ ٻي دنيا جو اقرار يا انڪار ڪيو. هن عقل دليل ۽ تجربي کي تعليم جو بنياد بڻايو ۽ ماڻهن کي چيو تہ هو پنهنجي دلين ۾ حق جي تلاش ڪن.

حق جي تلاش جا بنيادي عقيدا ۽ عمل واضح ۽ مقرر نہ هئڻ ڪري گوتم ٻڌ جي مرڻ کان پوءِ جلدئي ان جي عقلي ۽ اخلاقي مسلڪ (طريقي) تي پردا پوڻ شروع ٿيا ۽ رسمن جي پابندي ۽ ڪٽرپڻي ٻڌ جي سچي تعليم کي ڊانوانڊول ڪري ڇڏيو. ٻڌ جي سخت روڪ ٽوڪ جي باوجود ماڻهن ان کي ديوتا بڻائي ڇڏيو ۽ ان جا وڏا وڏا مجسما مندرن ۾ ۽ مندرن کان ٻاهر کوڙي ڇڏيا. راهبن ۾ اڪثريت ٻنهہ جاهلن ۽ پاڻ وڻائيندڙن جي پيدا ٿي، جن پهرين ٻين مذهبن وانگر پنهنجي پنهنجي رسمن کي مذهب جو درجو ڏئي ڇڏيو.

چندر گپت هندستان ۾ موريا خاندان جي حڪومت کي پختو ڪيو ۽ ان جي پوٽي اشوڪ ٻڌ مت اختيار ڪيو. ٻڌ مت جي پرچار لاءِ اشوڪ وڏو ڪم ڪيو. 242 ق. م. هندستان جي هڪ تمام وڏي بادشاهہ جي حيثيت ۾ هن ٻڌن جي ٽين ڪائونسل جو اجلاس سڏايو. اجلاس کان پوءِ اشوڪ ڪشمير، اتر هندستان، ميسور، برما ۽ سيلون ۾ پنهنجا پرچارڪ موڪليا. چوٿين صدي عيسويءَ تائين ٻڌ مت چين، ڪوريا ۽ جپان تائين پهچي چڪو هو. هينئر تائين انهن ملڪن ۾ ٻڌ جا پيروڪار اڪثريت ۾ رهن ٿا.

مرتب: نور احمد ميمڻ

# نبوڪدنضر II

## (وفات 562 ق- م)

نبوڪدنضر جي عظمت جو اندازو لڳائڻ لاءِ اُهوئي ڪافي آهي تہ سندس جمڻ وقت سندس ملڪ بابل طاقتور آشوري سلطنت جو هڪ زيردست پرڳڻو هو پر 68 سالن کان پوءِ جڏهن هن وفات ڪئي تڏهن هو هڪ اهڙي طاقتور بابلي شهنشاهيت جو حڪمران هو، جيڪا نہ صرف پنهنجي اڳوڻي آقا آشوري سلطنت کي، پر سندس گهڻن صوبن کي بہ ڳڙڪائي چڪي هئي. هيڏي وڏي شهنشاهي تي هن بابل جي هڪ اهڙي عظيم الشان محل مان پئي حڪم هلايو جنهن جي مٿان معلق باغ هئا.

هن اسرائيل جي اولاد کي بہ جوداهہ مان نيڪالي ڏيئي پنهنجو غلام بڻايو ۽ کين پنهنجي رعايا ۾ شامل ڪيو هئائين.

ڏندين اڱريون ڏياريندڙ ايڏي وڏي تبديلي نبوڪدنضر ۽ سندس پيءُ نبوپولاسر آندي هئي. نبوپولاسر آشوري حڪومت جي هٿ هيٺ بابل صوبي جو گورنر هوندو هو. جڏهن هن ڏٺو تہ آشوري سلطنت زوال هيٺ اچي پيئي، تڏهن بغاوت ڪري بابل کي آزاد ڪرائي ورتائين. پر انهيءَ ڪاميابي کانپوءِ بہ بس ڪري نہ ويٺو ۽ مديان جي بادشاهہ سان اتحاد ڪري آشورين کي نہ صرف شڪست ڏنائين پر سندن گادي نينوا کي بہ نيست ۽ نابود ڪري ڇڏيائين. نينوا جي تباهيءَ کانپوءِ نبوڪدنضر پنهنجي پيءُ سان ڪلهوڪلهي ۾ ملائي، مخالفن کي ملياميٽ ڪندڙ فوجي مهمن ۾ حصو وٺي، پنهنجي فوجي زندگي جو آغاز ڪيو. هن اهڙي تہ مهارت ڏيکاري ۽ سندس پيءُ جو مٿس اهڙو تہ اعتبار جمي ويو، جو هو کيس مهمن جو مهندار بڻائي پاڻ بابل موٽي ويو.

نبوڪدنضر کي سڀ کان وڏي سوڀ، جنهن کي سندس زندگي جو وڏي ۾ وڏو ڪارنامو چئجي تہ بہ وڌاءُ نہ ٿيندو، ان وقت ملي جڏهن هو اڃا ولي عهد هو. آشوري جڏهن شام ۽ فلسطين کي خال ڪري ويا، تڏهن مصري پنهنجن جهونن اتحادين کي آخري شڪست کان بچائڻ ۽ سندن خال پرڻ لاءِ اتي ڏوڪي آيا.

فرات ندي جي ڪناري ڪارچيمس وٽ 606 ق- م ۾ نبوڪدنضر جي ساڻن لڙائي ٿي جنهن ۾ هن مصرين کي پڃائي ڪڍيو. مصري به آشوريا کي بچائي نه سگهيا. نبوڪدنضر ڪين اهڙي ته مات ڏني جو هو پيچ پائي وڻي جو پڳا ته اچي پنهنجي ملڪ ۾ ساهي پٽيائون. جنهن ڪري سڄو ملڪ بابلين جي هٿ هيٺ اچي ويو. نبوڪدنضر مصر جي سرحد تائين سندن ڪڍ پيو پر ستت ئي سندس والد جي وفات ڪري کيس بابل ڏانهن موٽڻو پيو جتي اچي پنهنجي پيءُ جو تخت سنڀاليائين.

انهيءَ کان پوءِ وارن سالن ۾ نبوڪدنضر پنهنجي سلطنت کي وڌائڻ، ان کي مضبوط ڪرڻ ۽ مصرين طرفان اڀاريل بغاوت کي چيڀاٽڻ لاءِ شام ۽ فلسطين ۾ گهڙي ڦرلٽ ڪندو ۽ ڏن وٺندو رهيو.

سندس زيردست ملڪن ۾ سڀني کان وڌيڪ وڳوڙ جوداهه ۾ ٿيندا هئا. فلسطين ۾ قائم هن يهودي رياست جي گادي جو هنڌ يروشلم ۾ هو. يهودين بابلي حڪومت خلاف 600 ق-م ۾ تڏهن بغاوت ڪئي، جڏهن نبوڪدنضر کي مصرين سان لڙائي ۾ تمام گهڻو نقصان پهتو هو ۽ هو پنهنجي رٿن جي مرمت وغيره ڪرائڻ ۽ نئين رٿابندي ڪرڻ لاءِ پنهنجي ملڪ بابل ڏانهن ويل هو. 598 ق-م ۾ هو فلسطين ڏانهن موٽي آيو. 597 ق-م ۾ هن جوداهه تي چڙهائي ڪري يروشلم تي قبضو ڪيو ۽ اتان جي بادشاهه کي ملڪ نيڪالي ڏيئي بابل ڏانهن اماڻي ڇڏيائين. جوداه 588 ق-م ۾ وري به بغاوت ڪئي. هن دفعي نبوڪدنضر يروشلم کي گهيري ۾ آندو. آخرڪار 586 ق-م ۾ يروشلم هٿيار ڦٽا ڪري اَڻ مڃي. نبوڪدنضر شهر ۾ لٽ ڦر ڪرائي ۽ حضرت سليمان واري ديول سميت سڄي شهر کي ناس ڪري ڇڏيو. شهرين جي گهڻائي بابل ڏانهن اماڻي ڇڏيائين جتي اهي 60 سالن تائين غلام رهيا.

يهودين کي جنهن شهر (بابل) ڏانهن اماڻيو ويو هو سو پنهنجي زماني جو سڄي دنيا ۾ سڀ کان عاليشان شهر هو. نبوڪدنضر کي جيترو شوق پنهنجي شهنشاهي کي اڏڻ جو هو اوترو ئي شوق کيس پنهنجي گادي کي شان شوڪت وارو ڪرڻ جو به هو. هن جي هدايت هيٺ شهر جي چوڌاري هڪ ڪاهي ۽ به تمام وڏيون پٽيون ٺاهيون ويون، جن جي وچ تي پٿر سان جڙيل هڪ شاهي رستو ٺهرايو ويو جيڪو اشتر در کان شهر ۾ داخل ٿي شاهي محل ۽ ٻين سڀني اهم ديولن کان ٿيندو فرات ندي تائين ٿي پهتو. ڪيترن ئي درن ۽ پٽين تي چلڪندڙ ڪاشيءَ جون اهڙيون سرون جڙيون ويون جن تي جانورن جون شڪليون ٺهيل هيون. نبوڪدنضر پنهنجو محل ڪيترن ئي ڪليل ميدانن جي وچ ۾ ٺهرايو ۽ ان جي هڪ حصي جي ڇت جي ٿلهي تي باغ پوکرايائين. انهيءَ ئي باغ کي يوناني سياحن بعد ۾ آڳاٽي دنيا جي ستن عجائبن مان هڪ عجوبي جو نالو ڏنو.

انهي بابت مشهور آهي تہ بادشاهہ اهي باغ پنهنجي راڻي لاءِ ٺهرايا هئا، جيڪا مديان جي شهزادي هئي ۽ پنهنجي ملڪ جي ٽڪرين ۽ وڻن کي ڏسڻ لاءِ ماندي رهندي هئي.

پنهنجي زندگي جو آخري ڪم نبوڪدنضر اهو ڪيو جو مصرين کي سيکت ڏيڻ لاءِ 567 ق-م ۾ محل جي رنگينين ۽ عياشين کي ڇڏي مٿن ڪاهي ويو. صرف ايتري خبر پوي ٿي تہ هو ساڻن مصر ۾ يا ان جي پسگردائيءَ ۾ وڙهيو هو پر انهي لڙائي جو نتيجو ڪهڙو نڪتو تنهن باري ۾ ڪا بہ چٽي ڄاڻ پئجي نہ سگهي آهي. سندس حڪومت جي پوپاڙيءَ بابت ٿورو ٽڪو رڪارڊ ملي ٿو. پراڻي عهدنامي مطابق تہ هو پچاڙي ۾ چريو ٿي پيو هو، پر تاريخدانن کي اهڙي ڪابہ ثابتي ناهي ملي. انهن وٽ غالب گمان اهو آهي تہ هو پنهنجي موت تائين پنهنجي وسيع سلطنت جو برجستو حاڪم رهيو هو.

نبوڪدنضر جنهن شهنشاهي کي ٺاهڻ ۽ قبضي ۾ رکڻ لاءِ ايڏو وڙهيو هو، تنهن کانئس پوءِ جٽاءُ نہ ڪيو. هن جا پويان ڪمزور هئا ۽ اوير ۾ وڌندڙ ايراني طاقت جو مقابلو ڪري نہ سگهيا. ٿورن ئي سالن کان پوءِ بابل وري بہ غيرن جي هٿ هيٺ اچي ويو ۽ طاقتور ايراني شهنشاهيت جو هڪ حصو بڻجي ويو.

# سولون

(638-559 ق-م)

سولون اٿينز جو هڪ شاعر هو، جيڪو پنهنجي سياست ۾ سگهه پيدا ڪرڻ لاءِ پنهنجي فن مان ڪم وٺندو هو. هن جو عقيدو هو تہ رياست ڪي هر انهي فرد يا گروپ مٿان فوقيت حاصل هئي جيڪو منجهس رهي ٿو. حڪومت کي بہ اخلاقي ۽ انسان دوست هئڻ گهرجي ۽ هر شيءِ ۾ وچٿري هلت هلڻ گهرجي. هن 594 ق-م ۾ آرڪن يعني حڪومت جو سربراهہ چونڊجڻ کان پوءِ هڪ ٻئي پٺيان اهڙا سڌارا آندا، جن سان اشرافيہ جي حڪومت ختم ٿي، غريبي ۾ گهٽتائي آئي، قانون کي انسان دوست بڻايو ويو ۽ اٿينز ۾ جمهوريت جو پايو پيو. سولون هڪ معزز ۽ حڪمران طبقي ۾ پيدا ٿيڻ ڪري جمندي جام هو. سولون اٿينز ۾ اهڙي زماني ۾ حڪمران ٿيو جڏهن اٿينز گهوٽالي جو شڪار هو. سماج جي سمورن طبقن ۾ ايڏي تہ بي چيني پکڙيل هئي جو انقلاب جو خطرو پيدا ٿي ويو هو. ڪيترائي هاري ننهن کان چوٽي تائين قرضن ۾ وڪوڙجي ويا هئا، جن مان اڄو ٿيڻ جي ڪين ڪابہ اميد نہ هئي. ڪن تہ پاڻ کي قرض جي عيوض گروي رکيو هو؛ ۽ قرض لاهي نہ سگهڻ جي ڪري غلام بڻجي چڪا هئا. ٻيا حقيقت ۾ هنائين يا زرعي غلام ٿي چڪا هئا. انهن وڏن زميندارن سان اهڙا عهدناما ڪيا هئا جن مطابق پنهنجا قرض لاهڻ لاءِ ڪين هر سال پنهنجي پيداوار جو هڪ حصو انهن زميندارن کي ڏيڻو پوندو هو. شاهوڪار زميندار پنهنجي فصلن جو ان وڌندڙ شهري آبادي جو پيٽ ڀرڻ بدران ٻين ملڪن کي وڪڻي وڏي عيش عشرت سان زندگي گذاريندا هئا. سياسي اقتدار تي اشرافيہ جي جيڪا هڪ هٽي قائم هئي، تنهن جي خلاف ننڍن زميندارن، واپارين ۽ هنرمند ماڻهن مزاحمت پئي ڪئي.

سولون دليري وارا ڪجهہ قدم کڻي اٿينز جا گهڻي پاڪي اقتصادي مسئلا حل ڪري ڇڏيا. هُن قرض بدران غلام بڻايل ماڻهن کي آزاد ڪري ڇڏيو، سندن گروي ٿيل سموري زمين ڪين گروي مان ڇڏائي ڏني ۽ قرض بدران پاڻ کي غلام طور آڇڻ کي ڏوهہ ٺهرايائين. زيتون جي تيل کانسواءِ، جيڪو ججهي مقدار ۾

پيدا ٿيندو هو: هن ڪاڏ خوراڪ جي هر شيءِ ڏيساور ڏانهن موڪلڻ تي بندش وجهي ڇڏي. اٿينز ۾ جيڪي غيرملڪي هنرمند ماڻهو رهندا هئا تن کي شهريت جا حق ڏيڻي کين اهڙو مال ٺاهڻ لاءِ همٿايائين جيڪو ڏيساور موڪلي سگهجي.

سياسي مسئلن حل ٿيڻ ۾ ٿورو وڌيڪ وقت ورتو. سولون انهن مسئلن کي منهن ڏيڻ لاءِ هڪڙو نئون آئين لکيو: جنهن مطابق سياسي اقتدار جم بدران دولت جي بنياد تي ڏنو ويندو هو. سڄي آبادي کي چئن گروپن ۾ ورهايو ويو. انهي ورهاست جو بنياد انهيءَ مال تي رکيو ويو جيڪو ڪو شهري پيدا ڪندو هو. جيتوڻيڪ سڀني شهرين کي سياسي اقتدار ۾ ڪجهه نه ڪجهه ڀاڱي ڀائيوار ڪيو ويو هو پر سڀ ڪان وڌيڪ مالدار گروپن کي وڌيڪ اقتدار ڏنو ويو هو. سڀئي آزاد شهري اسيمبلي ۾ ويهي سگهيا ٿي، جيڪا قانون پاس ڪندي، آفيسر چونڊيندي ۽ ڪورٽن ڪان آيل اپيلون ٻڌندي هئي. ٽن مٿانهن اقتصادي گروپن تي ٻڌل 400 ماڻهن جي ڪائونسل ٺاهي وئي. انهن مان ٻه سڀ ڪان شاهوڪار ٻن گروپن مان آرڪن (بادشاهه) چونڊيو ويندو هو ۽ وڏا وڏا سرڪاري عهدا ٻه انهن ٻن گروپن سان واسطو رکندڙ ماڻهن کي ملندا هئا.

نئين حڪومت جي رهبري لاءِ قانون جو هڪ نئون دستاويز تيار ڪرايو ويو. ڊراڪو نالي اڳوڻي آرڪن جيڪي پراڻا قانون لاڳو ڪيا هئا، اُهي ايترا ته سخت هئا جو 'ڊراڪوئي' نالي لفظ صنعت طور ڪم اچڻ لڳو. سولون گهڻو ڪري ڊراڪو جا سمورا قانون رد ڪري ڇڏيا ۽ انهن جي جاءِ تي وڌيڪ وچٽرا ۽ انسان دوست قانون لاڳو ڪيائين. اهي قانون ڪاٺ جي پٽين تي اُڪرائي عوام جي اچ وڃ وارين جاين تي لڳرايا ويا هئا. هر هڪ شهري کي قسم کڻڻو پوندو هو ته اُهي قانونن جو احترام ڪندا ۽ انهن تي عمل ڪندا. سولون جي قانونن جو دستاويز اٽڪل 400 ق-م تائين لاڳو رهيو ۽ جڏهن انهي جي جاءِ تي نئون دستاويز لاڳو ڪيو ويو ته ان ۾ ٻه سندس مجموعي جا ڪجهه حصا برقرار رکيا ويا.

سولون پنهنجن سڌارن کي حق ٻه جانب ٺهرائڻ ۽ سندن سمجهاڻي ڏيڻ لاءِ ايئن ئي پنهنجي شاعري کي استعمال ڪندو هو. جيئن هن اقتدار ۾ اچڻ ڪان اڳ اٿرائتي نموني ان کي استعمال ڪيو هو. پر سندس وچٽري هلت ڪان اٿينز جا ڪيترائي شهري مطمئن نه هئا. هارين کي شڪايت هئي ته هُن زمين کي نئين سر چو نه ورهايو هو. اشرافيه سان تعلق رکندڙ ماڻهو انهيءَ ڪري ناراض ٿيا جو ساڻن عام شهري کي ٻه اقتدار ۾ ڀاڱي ڀائيوار ڪيو ويو هو. پنهنجن سڌارن کي آزمائي ڏسڻ ۽ انهن تي هرڻ لاءِ اٿينز جي ماڻهن کي وقت ڏيڻ لاءِ سولون اٿينز مان نڪري ويو ۽ ڏهن سالن تائين سفر ۾ رهيو. پنهنجي موٽڻ تي هن ماڻهن کي ورهايل ڏٺو. اهي لڳاتار ظلم جي راڄ طرف وڌي رهيا هئا. هُن پنهنجي شاعري

وسيلي کين ايندڙ خطري کان خبردار ڪيو پر ماڻهن چريو چئي هن پوڙهي ماڻهو کي عهدي تان لاهي ڇڏيو.

سولون جنهن زماني ۾ وفات ڪئي. تقريباً ساڳئي زماني ۾ نئي ظالم حاڪم هڪ ٻئي پويان اقتدار ۾ اچڻ شروع ٿي ويا هئا پر نيٺ پنجاهه سالن کان پوءِ 511 ق-م ۾ جمهوريت کي بحال ڪيو ويو. انهي کان پوءِ ائينز ۾ جمهوريت جو جيڪو سونهري دؤر آيو تنهن ۾ يوناني دانشورن، گذريل صدي جي اهڙن ڏاهن ماڻهن جون فهرستون تيار ڪيون جن جي خيالن کين سڀ کان وڌيڪ متاثر ڪيو هو. سولون جو نالو هر هڪ فهرست ۾ شامل ڪيو ويو. اڄ ڏينهن تائين به ائينز جي هن ملڪي مدبر ۽ شاعر کي ڪڏهن ڪڏهن 'جمهوريت جو ابو' ڪري ڪوٺبو آهي.

# دارا I

(584-486 ق-م)

تاريخدانن ۾ انهي ڳالهہ تي اختلاف آهي تہ ايراني شهنشاهيت جي اڪيمينيائي شهنشاهن منجهان سڀ کان وڌيڪ ناميارو شهنشاهہ ڪنهن کي چئجي؟ گهڻن جو خيال آهي تہ سائرس II سيني کان وڌيڪ نالي وارو شهنشاهہ ٿي گذريو آهي، ڇاڪاڻ تہ هن هڪ اهڙي عظيم الشان شهنشاهيت جي اڏاوت ڪئي جنهن جهڙي هن کان اڳ نہ ڪنهن ڏٺي نہ ٻڌي. هُو نہ صرف خوفناڪ ويڙهاڪ هو پر گڏوگڏ رحمدل ۽ انساني جذبا رکندڙ هڪ اهڙو ماڻهو هو، جنهن سان سندس رعايا پيار ڪندي هئي پر ڪي تاريخ نويس اصرار ڪن ٿا تہ سائرس جو جانشين دارا I عظيم ترين سڏائڻ جو وڌيڪ حقدار آهي. ڇو تہ هُن پنهنجي شهنشاهيت کي يورپ ۽ هندستان تائين نہ صرف وڌائي ڇڏيو هو پر ان کي اهڙي تہ قابليت سان منظم ڪيو هئائين جو سندس وفات کان پوءِ بہ ذري گهٽ بہ سؤ سالن تائين اها شهنشاهيت هلندي رهي ۽ صرف سڪندر اعظم جي هٿان ئي شڪست کاڌائين.

دارا جيڪو هڪ معزز ايراني خاندان منجهان هو سو 522 ق-م ۾ سائرس ۽ سندس جاڙن پٽن جي وفات کان پوءِ بادشاهہ ٿيو. دارا پنهنجي تخت نشيني جي ڪهاڻي هڪ وڏي ٽڪري تي اُڪرائي ڇڏي هئي. اِها ٽڪري اجوڪي ايران جي ڇوٽ، بيهستُن جي پرسان آهي. ٿي سگهي ٿو تہ هن اهو ڪم پنهنجي تخت نشيني بابت شڪ شبهن کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪيو هجي. تاريخ نويسن جي گهڻائي انهي ڪهاڻي کي سچو مڃي ٿي. دارا مطابق سائرس پنهنجي تخت جو وارث پنهنجي وڏي پٽ ڪامبيس کي مقرر ڪيو هو پر گڏوگڏ اهو شرط بہ وڌو هئائين تہ اوڀر وارن صوبن مان ڪن تي سندس ننڍو پٽ بارديا حڪومت ڪندو. پر ڪئور دل ڪامبيس پنهنجي ننڍي ڀاءُ سان سندس هر دلعزيزي جي ڪري ساڙ رکندو هو ۽ جڏهن هو بادشاهہ ٿيو تڏهن پنهنجي پيءُ جي، مصر کي فتح ڪرڻ واري رٿا تي عمل ڪندي مصر تي ڪاهي ويو، پر وڃڻ کان اڳ بارديا کي ڳجهہ ڳوهہ ۾ مارائي ڇڏيائين. ڪامبيس مصر کي پنهنجي شهنشاهيت ۾ شامل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي

ويو پر موٽندي رستي تي ڪيس خبر پيئي تہ بارديا جي مهانديِ واري هڪ شخص تخت ڦهائي ورتو آهي ۽ ڪيس تمام گهڻن ماڻهن جي پٺڀرائي حاصل آهي. ڪامبيس مايوسي وچان آپگهات ڪيو، اهڙي طرح تخت خالي رهجي ويو.

دارا جيڪو ان وقت بادشاهہ جو باڊي گارڊ هو تنهن ڪي ۽ ڇهن ٻين معزز نوجوانن ڪي تخت ڦهائيندڙ شخص تي شڪ پئجي ويو، سي ڪنهن ريت شاهي محل ۾ داخل ٿيا ۽ اُن کي ماري ڇڏيائون، جيئن تہ دارا سائرس جي اڪيمينيائي ذات جي هڪ پاڙي جو فرد هو، تنهنڪري هُن پاڻ کي تخت ۽ شهنشاهي جو سچو حقدار سمجهندي اقتدار تي قبضو ڪري ورتو.

جيڪي ڏن- پرو رياستون هيون تن مان ڪن دارا جي انهيءَ حق کي مڃڻ کان نابري واري ڪيترن ئي سندس مشڪوڪ حيثيت جو فائدو وٺندي ايراني حڪومت خلاف بغاوت ڪئي. انهن بغاوتن مان سڀ کان سخت بغاوت بابل وارن ڪئي، دارا اُتي گهيرو ڪيو. ساڳئي وقت هن ۽ سندس جنرلن سوسيانا، مديا ۽ ٻين ڪيترن صوبن تي قبضو ڪري باغين کي شڪست ڏني. دارا جي پنهنجي چواڻي تہ هن نوَن (9) باغي اڳواڻن کي شڪست ڏيڻ لاءِ 19 جنگيون ڪيون. 518 ق-م تائين هو سڄي شهنشاهي تي قبضو ڪري چڪو هو ۽ پاڻ کي هڪ جنگجو ۽ اڳواڻ طور مڃائي چڪو هو. ٻي ڪنهن بہ امڪاني اندروني گڙٻڙ کي روڪڻ لاءِ احتياط طور دارا پنهنجي سلطنت جي انتظامي جوڙجڪ نئين سر ٺاهي. آشورن کان مليل پراڻي انتظام موجب صوبائي گورنر يا سترپ هر هڪ ڏن- پرو رياست يا صوبي تي حڪومت ڪندو هو ۽ مٿس مرڪز جي نالي ماتر نظرداري ۽ ضابطو رهندو هو. اهڙي ڍلي انتظام جي ڪري سولائي سان بغاوت ڪري سگهبي هئي. دارا انهي مسئلي کي منهن ڏيڻ لاءِ هر هڪ صوبي ۾ پنهنجا ٽي آفيسر مقرر ڪيا. هڪ سترپ، هڪ جنرل ۽ هڪ رياست جو سيڪريٽري. انهن مان ڪنهن جو بہ ٻي ڪنهن تي ضابطو نہ هو ۽ هر هڪ سنئون سڌو بادشاهہ کي پنهنجي رپورٽ پيش ڪندو هو. تنهن کان سواءِ وقت بہ وقت انسپيڪٽر اچي اوچتو هر هڪ صوبي جي جاچ ڪندا هئا. دارا بغاوت جي اڃا بہ حوصلي شڪني ڪرڻ لاءِ اهم مرڪزن تي پنهنجون وفادار فوجون بہ رکي ڇڏيون هيون. هن سلطنت ۾ اچ وڃ جي ذريعن کي ترقي ڏياري ۽ منجهس واپار کي وڌائي مرڪزيت کي مضبوط ڪيائين. هُن هڪ شاهي سڙڪ ٺهرائي جنهن پرشيا جي سوسيا کي ايشيا مائنر جي ساردس سان ڳنڍي ڇڏيو. ماپ ۽ تور جو هڪ معيار مقرر ڪيو ويو. سندس سونن سڪن ۾ اهڙو تہ نج سون ڪتب ايندو هو، جو اهي سڪي طور جلد ئي سڄي دنيا ۾ مقبول ٿيڻ لڳا.

سائرس وانگر دارا بہ مقامي ماڻهن کي پنهنجون ريتون رسمون، ٻوليون ۽ مذهب برقرار رکڻ کي همٿايو. مثال طور، هُن مصر ۾ آمون ديوتا جو مندر بحال

ڪيو ۽ اتان جي سترپ کي حڪم ڪيائين تہ مصري قانونن کي ترتيب ڏيارڻ لاءِ مقامي پروهتن سان سهڪار ڪري. اُنهي وقت ايشيا مائنر جا جيڪي شهر ايراني حاڪميت هيٺ هئا تن جي عبادتخانن کي خاص رعايتون ڏنيون ويون. جيڪي يهودي سائرس جي دور ۾ پنهنجي وطن ڏانهن موٽي آيا هئا تن کي هن يروشلم ۾ پنهنجي ديول نئين سر ٺاهڻ جي اجازت ڏني. خود ايران ۾ بہ شايد دارا ئي اهو شهنشاهہ هو جنهن 'آتش پرستي' کي ايران جو سرڪاري مذهب مقرر ڪيو.

دارا جي سلطنت ۾ جيڪي ڀانت ڀانت جا ماڻهو ۽ قومون رهنديون هيون، تن جي خيالن ۽ هنرن مان لاڀ وٺندي هن بہ گادي جا هنڌ تعمير ڪرايا. هڪڙو سوسا ۾ انتظامي گاديءَ جو هنڌ ۽ ٻيو پرسپولي ۾ نئون شاهي محل. ٻنهي جي خاصيت اها هئي جو منجهن مقامي خيالن ۽ ٻاهرين اثرن جا بهترين جزا گڏ ٿي ويا هئا ۽ علم ۽ هنر جي ميلاپ سان نئين نموني جون عمارتون جڙڻ لڳيون.

دارا وڏي ڪاميابيءَ سان حڪومت ڪئي پر کيس ڪجھ ناڪاميون بہ ڏسڻيون پيون. انهن مان هڪ ناڪامي کيس پنهنجي زندگي جي پڇاڙيءَ کان ٿورو اڳي ڏسڻي پيئي جيڪا کيس يونانين هٿان ملي. اٿينز ۽ اريٽيريا جي يوناني شهري رياستن، ايشيا مائنر جي ايراني قبضي هيٺ آيل يوناني شهرن جي بغاوتن جي پٺڀرائي ڪئي. دارا 492 ق-م ۾ پنهنجو ساموندي ٻيڙو ٻنهي شهري رياستن کي سيکت ڏيڻ لاءِ موڪليو پر اهو جبل اٿينز کان پريان هڪ طوفان ۾ ٻڏي ويو. ٻن سالن کان پوءِ ايران جي زميني فوج اريٽيريا کي تہ شڪست ڏني پر ميراٿن جي لڙائي ۾ اٿينز جي فوجي طاقت کان مات کائي ويئي. دارا اجا ٽين ڪاهہ لاءِ تياري پئي ڪئي تہ مصر ۾ بغاوت ٿي پيئي تنهنڪري سندس سمورو ڌيان يونان کان ڦري اوڏانهن ٿي ويو. پوءِ موت کيس حملي ڪرڻ جي مهلت ئي نہ ڏني. سندس پٽ ايڪسرڪيس پنهنجي پيءُ جي ڇڏيل مهم کي جاري رکيو پر کيس بہ سلامس جي جنگ ۾ يونانين هٿان شڪست کائڻي پئي. دارا جي موت کان پوءِ جيتوڻيڪ سلطنت جو زوال شروع ٿي چڪو هو، تنهن هوندي بہ اها گهڻي ڀاڱي برقرار رهي، تان جو 331 ق-م ۾ سڪندر نيٺ سندس خاتمو آندو. سڪندر جي موت کان پوءِ ايران تي هڪ ٻئي پٺيان ڪيترن ئي حاڪمن حڪومت ڪئي جن ۾ سيلوڪسي، پارٿيائي قومن جا حاڪم شامل آهن ۽ 224ع ۾ مقامي ساسانين اڪيمينيائي روايتن کي نئين سر جياريو. انهن هڪ نئين سلطنت ٺاهي جيڪا مصر تائين پکڙيل هئي، ان ۾ سهڻي نموني هلڻ وارو انتظامي سرشتو قائم ڪيائون ۽ ڪيسيفن نالي هڪ عظيم الشان نئين گادي قائم ڪيائون. انهن رياستي مذهب طور 'آتش پرستي' کي نئين سر پڻ جياريو ۽ جديد هنرن جي دولت سان پنهنجي سلطنت کي مالامال ڪري ڇڏيائون. ايران 637ع ۾ وري عربن

هٿان فتح ٿي ويو. هن اسلام قبول ڪيو ۽ دنيا جي خوبصورت اسلامي فن ۽ عمارت سازي جي بهترين نمونن مان ڪجھ نمونا پيدا ڪيائين. عربن، اڪيمينائين ۽ ايران جي ٻين حاڪمن گڏجي انهي ملڪ جو پايو وڌو، جنهن کي اڄ ڪلهه ايران جي جديد رياست سڏيو وڃي ٿو.

# پيريڪلس

(490-429 ق-م)

پيريڪلس ظاهر ظهور هڪ اهڙو ماڻهو هو جنهن سان لهه وچڙ ۾ اچڻ ڪو سولو ڪم نہ هو، ڇو تہ هو اڪيلائپ واري زندگي گهاريندڙ، جذبن کان عاري ۽ مغرور شخص هوندو هو ۽ گهٽ ماڻهن سان دوستي هيس. هو گهڻو وقت ڪم ۾ رڌل رهندو هو تنهن هوندي بہ اٿينز جو عوام ٽيهن سالن تائين کيس اعليٰ سرڪاري عهدن لاءِ چونڊيندو رهيو، ڇاڪاڻ تہ ماڻهو کيس جمهوري آدرشن ۾ پختو ويساهہ رکندڙ شخص سمجهندا هئا. ماڻهن کي پورو پورو يقين هو تہ پيريڪلس سوچڻ، سکڻ ۽ تخليقي ڪم ڪرڻ جي آزادي جو ڪوڏيو هو، جيڪا صرف جمهوريت ۾ ئي ممڪن ٿي سگهي ٿي. عام ماڻهن جي انهي ويساهہ جي آڌار تي پيريڪلس صدر ٿيندو رهيو. سندس دور کي اٿيني ثقافت جو سونهري دور ڪري ليکيو ويندو آهي. هن اٿيني جمهوري نظرين جو پرچار ڪري ڪين ايترو تہ پکيڙيو جو اٿينز سندس زماني ۾ سياسي طاقت جي عروج تي پهتل شهري رياست بڻجي ويو.

پيريڪلس هڪ مالدار ۽ مشهور اٿيني خاندان مان هو. هو پهريون پيرو عوام ۾ مقبول انهي زماني ۾ ٿيو جڏهن انقلابي نوجوانن جي هڪ جٿي اٿينز جي اڳواڻ ٽهيل جمهوري آئين ۾ وڏيڪ جمهوري سڌارا آڻڻ لاءِ جاکوڙ پئي ڪئي. غريب ماڻهن جا جمهوري حق وڌائڻ لاءِ هن جٿي جيڪا جدوجهد ٿي ڪئي، تنهن جي پهرئين ڏاڪي تي ڪين اها ڪاميابي ٿي جو ننڍين توڙي وڏن سرڪاري آفيسرن کان وٺي عوامي اسيمبليءَ جي ميمبرن ۽ جيورين لاءِ پگهارون مقرر ٿيون. انهن سڌارن جي منظوري کان ٿورڙو پوءِ 461 ق-م ۾ پيريڪلس کي اٿينز جي ڏهن اسٽريٽيجي يا جنرلن جي عهدن مان هڪ لاءِ چونڊيو ويو. انهيءَ عهدي تي هو ذري گهٽ پنهنجي موت تائين هر سال چونڊبو رهيو. اسيمبلي کي اعليٰ ترين اختيار مليل هئا پر عملي طور اسيمبلي پيريڪلس کي هر اهو اختيار ڏيئي ڇڏيندي هئي جنهن جي گهر هو ڪاڻس ڪندو هو.

پيريڪلس جنهن زماني ۾ سرڪاري نوڪري جي شروعات ڪئي ان دؤر ۾ اٿينز خودمختيار شهري رياست جي حيثيت ۾ ٻين يوناني شهري رياستن سان گڏ ڊيلين ليگ جو ميمبر هو. اها ليگ پارٽيسري ايراني شهنشاهيت کي ستائڻ ۽ يونان کي ايراني حملن کان بچائڻ خاطر ٺاهي وئي هئي. يوناني شهري رياستن ۾ اٿينز اها واحد رياست هئي جنهن وٽ پنهنجو بحري ٻيڙو موجود هو ۽ گهٽي پاڳي کيس ٺي وڙهڻو پوندو هو. ٻيون شهري رياستون صرف مرڪزي بيهڪ رکندڙ هيٺ ڊيلاس ۾ قائم خزاني ۾ رقمون جمع ڪرائينديون هيون. تنهن ڪري اها ڳالهه اوس ٿيڻي هئي جو آهستي آهستي اٿينز ٻين شهري رياستن تي مٿڀرائي حاصل ڪري ورتي ۽ ٻين شهري رياستن کي اٿينز اتحادي سمجهڻ بدران ڏن ڀرو سمجهي ساڻن اهوئي ورتاءُ ڪرڻ لڳي جيڪو ڏن اڳاڙيندڙ رياست ڏن ڀرو رياست سان ڪندي آهي.

اٿينز انهن کي ٻڌائيندو هو ته ڪين هيتري يا هيتري رقم خزاني ۾ ضرور ڀارڻي پوندي ۽ ٻيون رياستون حڪم جي پوئواري ڪندي اها رقم ڀري ڏينديون هيون. نه رڳو ايترو پر ڪي مثال اهڙا به ملن ٿا جڏهن اٿينز وارن پنهنجو رياستي نظام ٻين شهري رياستن تي زوري مڙهي ڇڏيو. جڏهن ڪجهه ميمبرن استعفيٰ ڏيڻ جي ڪئي تڏهن فوجي طاقت استعمال ڪري ڪين دٻايو ويو.

پيريڪلس اٿينز کي يوناني رياستن جو سياسي ۽ ثقافتي اڳوان ڪرڻ ٿي چاهيو. ليگ وسيلي کيس اهڙي سياسي برتري حاصل هئي. ثقافتي برتري حاصل ڪرڻ لاءِ هن اٿينز ۾ وڏي پئماني تي اڏاوتي ڪم شروع ڪرايا. 480 ق-م ۾ ايرانين هٿان جيڪي عبادتگاهون تباهه ۽ برباد ٿي ويون هيون تن جي جاءِ تي نيون عبادتگاهون ٺهرايائين. انهن مان اهم ترين ائڪرو پولس جي عمارت هئي، جنهن ۾ هڪ وڏو دروازو ۽ پلائي نالي هو. اٿينا ديوي جي شاندار ديول به انهي ۾ هئي. (جنهن کي بعد ۾ پارٿينن جو نالو ڏنو ويو) تنهن کان سواءِ ان ۾ هڪ ٻي عبادتگاهه به هئي جيڪا فتح جي نالي کي ارپي وئي هئي. انهن ۽ ٻين مهانگين عمارتن جي اڏاوت تي ٿيندڙ ڳري خرچ جي پورائي لاءِ اٿينز وارن ليگ جي خزاني کي ڊيلاس مان منتقل ڪري اٿينز آندو. ظاهر آهي ته ليگ جي ڪجهه ميمبرن خزاني جي اٿينز ڏانهن منتقلي ۽ سندن جنگي فندن کي عبادتگاهن ٺهرائڻ تي خرچ ڪرڻ خلاف احتجاج ڪيو، پر اٿينز وارن سندن اعتراضن تي ڪو ڌيان نه ڏريو ۽ اهي عبادتگاهون آهستي آهستي جڙي راس ٿيون. اسپارٽا جيڪا اٿينز جي ڏاکڻي پاسي هڪ طاقتور رياست هئي سا ٻين جي مقابلي ۾ وڏيڪ آزاريندڙ ثابت ٿي.

اسپارٽا ڪنهن زماني ۾ اٿينز جيتري ئي طاقتور رياست هوندي هئي پر 490 ۽ 480 ق-م ۾ ايراني حملن جي ڪري ڪمزور ٿي وئي هئي، ڇاڪاڻ ته

وڏس بحري ٻيڙو ڪونه هو جنهن سان هو جنگ جاري رکي سگهي ها. هن اٿينز جي وڌندڙ طاقت جي مزاحمت ڪندي ٻيلين ليگ ۾ شامل ٿيڻ کان نابري واري ۽ عبادتگاهن جي اڏاوت لاءِ رقم ڏيڻ کان انڪار ڪيائين. ان جي بدران اسپارٽا ڇا ڪيو جو پيليپونيسس تي پنهنجي چوڌاري جيڪي شهري رياستون هيس، تن سان پنهنجو اتحاد جوڙيائين. اٿينز انهي علائقي تي جڏهن پنهنجو اثر رسوخ وڌائڻ جي ڪئي تڏهن ٻيئي پاڻ ۾ وڙهي پيون، ٻنهي ڌرين ۾ ڪجهه وقت جنگ ٿيندي رهي. آخرڪار اٿينز ۽ اسپارٽا 445 ق-م ۾ پاڻ ۾ ناهه ڪيو: جنهن مطابق اٿينز جي سلطنت کي ٻيٽن ۽ سمنڊ پار يوناني شهري رياستن تائين محدود ڪيو ويو، جڏهن ته اسپارٽا واري گروپ کي زميني شهرن خاص ڪري پيليپونيسس وارن شهرن مٿان عملداري ڏني ويئي. انهيءَ ناهه کان پوءِ ٽيهه سال امن قائم رهيو. اهو واحد امن جو زمانو هو جيڪو اٿينز کي پيريڪلس جي حياتي ۾ نصيب ٿيو ۽ جنهن ۾ هو پنهنجي سموري تاريخ ۾ پنهنجي مرضي مطابق تخليقي ۽ ذهني ڪمن کي تيزي وٺرائڻ جوڳو ٿيو. فدياس ۽ سندس شاگردن پارٿينن لاءِ ٽڪندا تاج ۽ آرائشي پٿيون اڪر ڪري ناهيون. تنهن کان سواءِ هنن اندر وچڻ لاءِ اٿيناٌ جو هڪ اهڙو بت ناهيو جيڪو چاليهه فوٽ بڳهو هو ۽ کيس عاج ۽ سون مان ناهيو هئائون. اسڪائيلس، سوفوڪليس ۽ يورو پائيڊس شاعرن اهڙا ڊراما لکيا، جيڪي اوپن ايئر ٿيئٽر (کليل منڊلين) ۾ ڏيکاريا ويندا هئا ۽ جن کي ڏسڻ لاءِ سماج جي هر طبقي جا ماڻهو ايندا هئا. سقراط جهڙا فيلسوف شاگردن ۽ دانشورن ۾ ويهي مختلف مسئلن تي خيالن جي ڏي وٺ ڪندا هئا.

ايندڙ صديءَ تائين اٿينز جي ثقافتي اڳيرائي ته جاري رهي پر افسوس جو امن قائم نه رهي سگهيو. اٿينز ۽ اسپارٽا جي اختلافن هٿي وجي هنڌ ڪيو ۽ 431 ق-م ڌاري ٻنهي رقيبن جي وچ ۾ پيليپونيسين جنگ لڳي جنهن تباهي آڻي ڇڏي. اٿينز جو بحري ٻيڙو تمام گهڻو طاقتور هو، تنهنڪري پيريڪلس سمنڊ ۾ جنگ ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. هن اٿينز جي سمورن ماڻهن کي اسپارٽا جي زميني فوج خلاف بچاءَ ڪرڻ لاءِ شهر ۾ گهرايو. ڪيترا اٿيني پليگ وگهي مري ويا. ٿوري وقت کان پوءِ پيريڪلس پاڻ به وفات ڪري ويو. جنگ اينگهجي 28 سالن تائين هلندي رهي. نيٺ اسپارٽا سوڀ ماڻي. اٿينز چوٿين صدي ق-م ۾ ٿوري وقت لاءِ وري طاقتور ٿيو پر آخرڪار 338 ق-م ۾ مقدونيا جي بادشاهه فلپ جي فوجن هٿان ٻين يوناني رياستن سميت شڪست کاڌائين.

اهو سچ آهي ته پيريڪلس جي اٿينز جي پيٺ ۾ ٻيون قومون وڏيڪ زماني تائين برقرار رهيون. اهو به سچ آهي ته اٿينز کان به وڏيڪ شاهوڪار قومون ٿي گذريون آهن پر انهن مان گهٽيون پنهنجي پويتان صرف ڪجهه جهرندڙ ڪندرن، فن جي ٽڪرن ۽ ٿوري ٽڪي رڪارڊ کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه ڇڏي سگهيون

آهن. انهن جي پيٽ ۾ ائينز گهٽو ڪجهه پنهنجي پويان ورثي طور دنيا کي ڏنو آهي. سڄي دنيا جي حڪومتن تي سنڌس اثر اڃا تائين برقرار آهي. ٿي سگهي ٿو ته انهيءَ پائداري جو ڪارڻ اهو هجي ته ائينز دنيا جي اها بهترين قوم هئي، جنهن جي حڪومت سنڌس ماڻهن جي مرضي مطابق هلائي ويندي هئي ۽ ائينز کان دنيا کي مليل جمهوريت جو نظريو ايڏو ته سگهارو ثابت ٿيو آهي جنهن کي ڪابه طاقت ناس ڪري نٿي سگهي.

# سڪندر اعظم

## (356-323 ق-م)

سڪندر اعظم ڳوڙهو جواني ۾ وفات ڪري ويو. وفات وقت سندس عمر صرف 33 سال هئي پر انهي ٿورڙي ڄمار ۾ هن تمام وڏا ڪارناما سرانجام ڏنا. وفات وقت هو پنهنجي پوئتان 70 اهڙا شهر اڏي ويو جن سيني جو نالو سڪندريہ هو. اهي شهر اجوڪي مصر واري علائقي کان شروع ٿي ايران، افغانستان ۽ وچ ايشيا مان ويندي هندستان تائين پکڙيل هئا. اهي سمورا شهر اُنهيءَ دڳ جو ڏس ڏين ٿا جيڪو مقدونيہ جي هن ناليري بادشاهہ پنهنجي فتحن لاءِ استعمال ڪيو ۽ انهي وچ ۾ هن اڳيان جيڪو بہ علائقو آيو تنهن کي فتح ڪري پنهنجي شهنشاهي ۾ شامل ڪندو ويو. اهي شهر نہ صرف سڪندر جي سفر جو ڏس پتو ڏين ٿا پر انهي کان بہ وڌيڪ ان وقت جي دنيا جي سيني حصن تي پيل يوناني ثقافتي اثرن جي نشاندهي بہ ڪن ٿا. سڪندر جا ڇڏيل اهي نئي ماڳ ۽ مڪان ايندڙ صدين ۾ مختلف تهذيبون ۽ ثقافتون رکندڙ ماڻهن جي پاڻ ۾ ميلاپ، هڪٻئي سان لهہ وچڙ ۽ سندن پاڻ ۾ واپار ڪرڻ جا ذريعا بہ بڻيا.

پنهنجي ڄم کان وٺي سڪندر يونان ۾ دلچسپي وٺندو آيو هو ۽ سون تي سهاڳي وارو ڪم ڪيس مليل تعليم ڪيو. مقدونيہ جي بادشاهہ فلپ II ۽ يوناني راڻي اولمپياس جي پٽ هئڻ ڪري سندس تعليم ۽ تربيت ارسطو جهڙي عظيم مفڪر ۽ دانشور هٿان ٿي، جنهن کيس فلسفي، سائنس ۽ تاريخ جي سکيا ڏني. سڪندر تاريخ ۾ يوناني جنگي جوڌن جي باري ۾ پڙهي پڙهي پاڻ کي انهن جوڌن جو نئي وارث سمجهڻ لڳو. تاريخ مان نئي کيس پتو پيو تہ 150 سال اڳ ايران يونان تي حملا ڪندو رهيو هو ۽ پنهنجي پيءُ سان هم صلاح ٿي، هن ايران کان مقدونيہ جي بدلي وٺڻ جي سٽ سٽي.

فلپ کي 336 ق-م ۾ قتل ڪيو ويو پوءِ سڪندر ويهن سالن جي ڄمار ۾ نئي بادشاهہ ٿيو. سندس شهنشاهي ۾ يونان جو ڪجهہ ڀاڱو اڳ ۾ نئي شامل هو ۽ هن جلد نئي دنيا اڳيان ثابت ڪري ڇڏيو تہ هو پنهنجي شهنشاهي بخوبي برقرار

رکي ٿي سگهيو. جنهن زماني ۾ هو پنهنجي زير اقتدار علائقي جي اترين حصن ۾ پنهنجي اقتدار کي برقرار رکڻ لاءِ جنگ ۾ رُڌل هو، تنهن زماني ۾ کيس خبرون مليون تہ ٿيبس جي يوناني شهري رياست هُن خلاف بغاوت ڪئي آهي. هو طوفاني رفتار سان يونان موٽيو ۽ ٿيبس کي ملياميٽ ڪندي اُتان جي هزارن ماڻهن کي مارائي ڇڏيائين ۽ جيڪي باقي بچيا تن کي غلام بڻائي وڪڻي ڇڏيائين. انهيءَ ڪانپوءِ يوناني ٻيهر ڪڏهن بہ سڪندر جي مقابلي ۾ نہ آيا. نہ صرف اهو، پر هن هن کي يوناني ۽ مقدونيائي گڏيل فوجن جو منهندار مقرر ڪري ايراني شهنشاهيت کي فتح ڪرڻ جو ڪم ڪيس سونپيو. هي اهُو ئي ڪم هو جنهن جي اصل ۾ سندس پيءُ رٿابندي ڪئي هئي.

سڪندر منڍ کان ئي پاڻ کي هڪ ذهين جنرل طور مڃرايو. هو چالاڪ، لچڪدار طبيعت رکندڙ ۽ ملياميٽ ڪندڙ ماڻهو هو. هُو پنهنجون جنگي چالون علائقي جي بيهڪ، دشمن جي طاقت ۽ هٿيارن کي نظر ۾ رکي ٺاهيندو هو. پنهنجي دشمن جون ڪمزوريون ڳولي ڪيندو هو ۽ پوءِ سندن غلطين جو ڀرپور فائدو وٺندو هو. هو سندس سوارن جي جنگي دستي جي پنهنجي سر منهنداري ڪندو هو. اهو رسالو گهڻو ڪري حملن وقت سڀ کان اڳيان هوندو هو. تنهن ڪري سندس فوجي سوارن کي جيتوڻيڪ گهڻا ئي زخم رسندا هئا پر انهي حڪمت عملي ڪري فوجين جي نظر ۾ انهن جو مان مٿانهون رهندو هو ۽ هُو ساڻس غيرمشروط طور وفادار رهندا هئا. گهڻن فوجي منهندارن جي ابتڙ سڪندر پاڻ هڪ بهادر ويڙهاڪ هو.

334 ق-م ۾ هُن درهہ دانيال ٽپي ايشيا ۾ قدم رکيا ۽ ڏسندي ئي ڏسندي ڇئن سالن جي مختصر عرصي ۾ ايشيا مائنر فتح ڪري، اُتان جي يوناني شهرن کي آزاد ڪرائي ورتو. هُن طائر جي هيٺ واري شهر جو اجيت بچاءُ ڀڃي اهو هيٺ فتح ڪري ورتو ۽ جڏهن مصر ۾ قدم رکيائين، تڏهن کيس اتان جو فرعون ڪري مڃيو ويو. هُن پهريون سڪندريہ مصر ۾ ٺاهيو. گائوگا ميلا ۾ ايراني فوج کي نيست و نابود ڪري ڇڏيائين ۽ نہ رڳو بابل ايلام مديا کي فتح ڪيائين پر خود ايران کي بہ پنهنجي قبضي هيٺ آندائين.

سڪندر 330 ق-م ۾ ايران کي پنهنجي قدمن تي جهڪائي، اوڀر طرف وڌيو، جتي هُن بڪتريا (اڄوڪو افغانستان) ۾ ساگدينيہ (وچ ايشيا) کي فتح ڪيو، جتي کيس گوريلا جنگ جهڙي حڪمت عملي سان وڙهڻو پيو. اتي هن هڪ مقامي سردار جي ڌيءَ رخسانہ سان شادي ڪئي. هن 327 ق-م ۾ هندستان تي حملو ڪيو، جتي هُن ٽيڪسيلا ۽ پورس نالي بادشاهن کي شڪست ڏيڻ ڪانپوءِ مگڌ جي بادشاهہ نندا سان لڙائي ڪرڻ جي تياري ڪئي پر سندس فوجن اڳتي وڌڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. سڪندر سندن فيصلو قبول ڪيو ۽ پنهنجو رخ ڏکڻ

طرف رڪيائين ۽ سنڌونديءَ جو ڪنارو ڏيئي سندس بيلٽا تائين پهتو. اتي پهچي هن پنهنجن فوجين کي ٻن حصن ۾ ورهايو. جنهن مان هڪ حصي کي سمنڊ رستي واپس موڪليائين ۽ ٻئي حصي کي بلوچستان رستي پاڻ سان گڏ وٺي موٽيو. انهن ٻنهي سخت مسافرين مان سندس جيڪي فوجي بچي نڪتا، سي ڏکڻ ايران ۾ اچي هڪ ٻئي سان مليا ۽ واپس سُوسا ڏانهن وڌيا پر اُتي پهچندي پهچندي 324 ق-م جو سال اچي ويو.

پنهنجي سفر دوران سڪندر کي ڪيترين نئي اهڙين ڳالهين سامهون آيون جيڪي سندس سوچ ۽ فوجي چالن لاءِ چئلينج هيون. هُو پنهنجي مسافرين کي نه صرف سوپاريون مسافريون پر گڏوگڏ کوجنائي مسافريون به سمجهندو هو. سندس دربار ۾ انهن مسافرين جي مطالعي ڪرڻ ۽ کين قلمبند ڪرڻ لاءِ جاگرافيدان ۽ سائنسدان رکيل هئا جيڪي انهن جو احوال يونان ڏانهن موڪليندا هئا. هُن پنهنجي فتح ڪيل ماڻهن ۾ ساراهه جوڳيون ڪافي خوبيون به ڏٺيون ۽ گهڻو ڪري مقامي حاڪمن کي نئي پنهنجي ملڪ تي حاڪم مقرر ڪيائين پر احتياط طور مقدونيائي فوجن جون ڇانوڻيون به سندن پرسان نهرايائين. سڪندر کي خاص ڪري ايراني وڻندا هئا ۽ هو سندن واڪاڻ ڪندو رهندو هو. آهستي آهستي هو کين رعايا سمجهڻ بدران پنهنجو شريڪ سمجهڻ لڳو. هُن ايرانين کي اعليٰ انتظامي عهدا ڏنا ۽ شاهي محافظن جي چونڊ جٽن سميت کين فوج جي سيني شاخن ۾ پرتي ڪيائين. سڪندر جي همٿائڻ ڪري سندس 80 آفيسر ۽ ڏهه هزار ماڻهو ايراني زالون پرڻيا. هُن ايراني پوشاڪ پائڻ شروع ڪئي ۽ پنهنجن ماڻهن کان مطالبو ڪيائين ته جيئن ايراني پنهنجي حاڪم کي سجدو ڪندا هئا تيئن کيس به سجدو ڪيو وڃي. هُن مقدونيائي ۽ ايراني ماڻهن کي گڏي هڪ ڪرڻ جي جيڪا ڪوشش ڪئي تنهن سان ڏينهون ڏينهن سندس مقدونيائي فوجن ۾ بي چيني وڌندي ويئي، جنهن نيٺ کليل بغاوت جو روپ اختيار ڪيو. سڪندر پنهنجي سمورن مقدونيائي فوجين کي نوڪرين تان لاهي ڇڏيو ۽ انهن جي جاين تي ايرانين کي مقرر ڪيائين جنهن ڪري اها بغاوت ناڪام ٿي ويئي. ٻنهي قومن جي ناهه جي خوشي ۾ هڪ وڏو جشن ملهايو ويو. سڪندر جي وڌندڙ آپيشاهي خلاف سندس آفيسرن جي ناراضگي هڪ نئون روپ اختيار ڪيو. جن آفيسرن تي کيس اعتبار نه هو تن کي مارائي ڇڏيائين پر انهي سان گڏوگڏ پنهنجي اڳيان سجدو ڪرائڻ وارو جيڪو سندس مطالبو هو تنهن تان به هٿ کنيائين. بعد ۾ سڪندر کي جڏهن پنهنجي ديوتا هجڻ ۾ يقين ٿي ويو تڏهن انهن به اها ڳالهه مڃي.

سڪندر جي انهي نئين ديوتائي روپ کي خراج تحسين پيش ڪرڻ لاءِ دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ مان سفير گلدستا کڻي کيس مان ڏين لاءِ اچڻ لڳا. ايتري حد تائين

جو لبيا ۽ اٽلي کان بہ سفير آيا. انهيءَ جشن هلندي سڪندر ڪيسپين سمنڊ جي ڪوجنا ڪرڻ، ايراني نار جي ڪنارن تي آبادي ڪرڻ ۽ هندستان سان ڪليل سمنڊ وسيلي لهہ وچڙ ۾ اچڻ جون رٿائون تيار ڪرڻ ۾ مشغول رهيو: پر شراب پيئڻ جي هڪ بگهي چٽاپيٽي کان پوءِ سڪندر بيمار ٿي پيو ۽ 13 جون 323 ق-م ۾ ڏهن ڏينهن جي بخار کان پوءِ گذاري ويو. سندس مڙهہ مصر واري سڪندريہ ڏانهن نيو ويو ۽ آخرڪار کيس هڪ سوني پيتي ۾ بند ڪري اتان جي مقبري ۾ رکيو ويو. سڪندر پنهنجي زندگي ۾ ئي هڪ ڏندڪٿائي شخصيت طور مشهور ٿي ويو هو. سندس ڪارنامن جا قصا سندس شهنشاهي جي هڪ ڪنڊ کان ٻي ڪنڊ تائين هلندا هئا ۽ اهي ڏندڪٿائون اڄ ڏينهن تائين هلنديون اچن. پر تاريخدان کيس ڪنهن ٻئي سببان اهميت ڏين ٿا: سڪندر اهو پهريون يورپي ماڻهو هو جنهن پنهنجي زماني جي جاتل دنيا تي حڪومت ڪئي ۽ يوناني ٻولي ۽ ثقافت کي پکيڙي هڪ اهڙو بنياد رکيائين جنهن مٿان بعد ۾ روم پنهنجي شهنشاهي اڏي ۽ کيس پختو ڪيو.

# چندرگپت موريا

(321-297 ق-م)

چندر گپت موريا جي بڻ بڻياد ۽ اوائلي زندگي تي پردو پيل آهي. هڪڙي ڏندڪٿا مطابق هو هڪ ٻانهو هو ۽ ٻي ڏندڪٿا ٻڌائي ٿي ته هو ڪنهن بادشاهه جو ناجائز پٽ هو ۽ ٽين ڏندڪٿا ۾ ڄاڻايل آهي ته هو هڪ پاڙيتو سپاهي هو. پر سندس زندگي جي پوئين حصي بابت ڪافي ڄاڻ ملي ٿي. جنهن مطابق چندر گپت مگڌ جي بادشاهي تي قبضو ڪيو، جيڪا وچ اوير هندستان ۾ هئي ۽ ان کي وڏائي قديم هندستان جي سڀ کان وڏيڪ وسيع ۽ عظيم ترين شهنشاهي ۾ بدلائي، موريا گهراڻي جو پايو وڌائين.

پراڻي زماني ۾ ٻڌ ڌرم ۽ جين مت جا باني مگڌ ۾ رهندا هئا، جيڪا هڪ آريائي بادشاهت هئي. نندا خاندان جي هڪ ماڻهو، اصلي حڪمرانن کي ريٽي اٽڪل 363 ق-م ۾ آرين تي قبضو ڪيو. نندا ۽ سندس پٽ جيتوڻيڪ قابل حڪمران هئا پر ساڳئي وقت ظالم به هئا . هنن رعايا تي ڳرا محصول مڙهي تمام وڏو خزانو هٿ ڪيو هو ۽ انهيءَ خزاني جي زور تي هڪ وڏو لشڪر تيار ڪيو هئائون. نندا حڪمرانن ۾ تخت جي وارثي تي جڏهن جهيڙو ٿيو ۽ اهي ڪمزور ٿيا تڏهن لڳي ٿو ته چندر گپت انهن خلاف بغاوت ڪئي. ٿي سگهي ٿو ته سندس مدد چاڻڪيا به ڪئي هجي جيڪو هڪ چالاڪ ۽ بي رحم برهمڻ هو. چاڻڪيا چندر گپت کي فوجي گُر سيکاريا، هڪ پاڙيتو فوج ٺاهڻ ۾ نه صرف سندس مدد ڪيائين پر نندا بادشاهه جي رعايا کي به پنهنجي بادشاهه خلاف بغاوت ڪرڻ تي آماريائين. 325 ق-م ۾ نندا بادشاهه سان هڪ ڇتي لڙائي کان پوءِ چندر گپت جڏهن ڪامياب ٿيو تڏهن پنهنجن سمورن مخالفن جو خاتمو آڻي ڇڏيائين ۽ هڪ سخت ضابطي رکندڙ انتظاميه قائم ڪيائين، جنهن لاءِ هُن ايران جي دارا I جي گهڻن طريقن جي پيروي ڪئي.

اتر اولهه هندستان جي فتح کان پوءِ ٿورڙي ئي عرصي ۾ سڪندر اعظم وفات ڪري ويو، جنهن ڪري چندر گپت کي پنهنجي بادشاهي کي شهنشاهي ۾

بدلائڻ جو وجهه ملي ويو. سڪندر هندستان ۾ پنهنجا نمائندا ڇڏي ويو هو پر اُهي پنهنجي اڳواڻ جي موت کان پوءِ ملڪ ڇڏي هليا ويا ۽ انهي ڇڏيل ملڪ تي چندرگپت قبضو ڪري ورتو. بعد ۾ سڪندر جي جنرلن مان سيليوڪس نالي هڪ جنرل جيڪو سڪندر جي شهنشاهيت جي اوڀرندئين ڀاڱي جو حاڪم هو، تنهن هندستاني علائقا واپس وٺڻ جي ڪوشش ڪئي پر چندرگپت ساڻس جنگ ڪري کيس واپس ڌڪي ڇڏيو ۽ کيس امن معاهدي ڪرڻ تي مجبور ڪيائين. انهيءَ امن معاهدي تي 303 ق-م ۾ صحيون ٿيون. معاهدي مطابق سيليوڪس کي ڪجهه هاٿين جي عيوض، افغانستان جو ڪجھ حصو چندرگپت جي حوالي ڪرڻو پيو.

اولهندي ڀاڱي تي پنهنجي قبضي مضبوط ڪرڻ کان پوءِ چندرگپت پنهنجي شهنشاهيت کي اوڀر ۾ بنگال تائين ۽ ڏکڻ ۾ ونڌيا جبلن يا شايد انهن کان به پريرو وڌائي ڇڏيو. هُن اجوڪي پٽنا جي پرسان پتالي پترا ۾ هڪ عاليشان محل جوڙايو. پنهنجي 24 سالن واري حڪومت جي آخري ڏينهن ۾ چندر گپت هڪ جيني پروهت کان متاثر ٿيو، جنهن اڳڪٿي ڪئي ته 12 سالن تائين ڏڪار هلندو. جڏهن ڏڪار پيو ۽ چندرگپت پنهنجي ماڻهن جي اهنجن لاهڻ لاءِ ڪجهه نه ڪري سگهيو، تڏهن هُو تخت تان هٽ ڪري ڏکڻ اولهه هندستان ۾ وڃي هڪ جيني مندر ۾ گوشه نشين ٿيو ۽ مرڻ ورت (مرڻ گهڙيءَ تائين روزو) رکيائين، جنهن سندس حياتي جو انت آندو. شهنشاهي تخت تي سندس پٽ بندوسر ويٺو، جنهن ان کي ڏکڻ تائين وڌائي ڇڏيو ۽ ان ۾ هڪ برجستو انتظامي سرشتو قائم ڪيائين. بندوسر کان پوءِ شهنشاهي اشوڪ کي ملي جيڪو موريا گهراڻي جو عظيم ترين شهنشاهه ثابت ٿيو. اشوڪا هڪ فاتح جي حيثيت سان پنهنجي شهنشاهي جي شروعات ڪئي ۽ ذري گهٽ سڄي هندستان کي پنهنجي شهنشاهيت ۾ شامل ڪري ڇڏيائين. سندس حڪومت اتر ۾ هماليه جبلن کان شروع ٿي ڏکڻ ۾ هندي وڏي سمنڊ تائين ۽ ايران جي سرحدن کان شروع ٿي بنگال جي اپسمنڊ تائين ڦهلجي وئي پر خاص ڪري هڪ خونريز لڙائي کانپوءِ اشوڪ کي انهن فوجين جي موت تي جيڪي سندس هٿان مئا هئا؛ تمام گهرو دلي صدمو ٿيو. هُن جنگ نه ڪرڻ جو پڪو پهه ڪيو ۽ ٻڌ ڌرم اختيار ڪندي تشدد جي ننڊا ڪئي، ٻڌ ڌرم جون مڙهيون ۽ استوپا ٺهرايائين ۽ ٻڌ ڌرم جي پيڪشوئن کي شام، مصر ۽ يونان کان سواءِ سريلنڪا ۽ ڏکڻ اوڀر ايشيا جهڙن ڏورانهن علائقن ڏانهن اهنساءَ جي پرچار لاءِ موڪليائين. اشوڪ جي حڪومت ۾ هندستان خوشحال ملڪ بڻجي پيو ۽ ٻڌ ڌرم آهستي آهستي بين القوامي مذهب ٿي پيو.

332 ق-م ۾ اشوڪ جي موت کان پوءِ موريا گهراڻي جي شهنشاهيت تيزي سان زوال هيٺ آئي، جنهن ڪري هندستان ۾ هڪ اهڙو اونداهو دور شروع ٿيو.

جنهن ۾ مختلف علائقا هڪبئي کان ڇڇڻ لڳا. هڪبئي تي ڪاهون ڪرڻ ۽ هڪ ٻئي سان وڙهڻ لڳا. اهو دور چوٿين صدي عيسوي تائين جاري رهيو جنهن کانپوءِ گپتا گهراڻي جي بادشاهن اچي امن امان قائم ڪيو. گپتا گهراڻي هندو شهنشاهي قائم ڪئي. انهيءَ گهراڻي جا شهنشاهه موريا گهراڻي جي پراڻي گادي واري هنڌ پتالي پترا کي پنهنجي گادي مقرر ڪري، اتان حڪومت هلائڻ لڳا. گپتا گهراڻي جو دور فن ۽ ادب جي ترقي جو سونهري دؤر ليکيو وڃي ٿو. هندستان ۾ اڄڪلهه جيڪي قديم آثار ملن ٿا تن مان گهڻن جو تعلق گپتا گهراڻي سان آهي. موريا گهراڻي جي آثارن مان فقط اهي شاهي ٿنڀ باقي بچيل آهن جيڪي اشوڪ پنهنجن ٻڌمت وارن عقيدن جي پرچار لاءِ ٺهرايا هئا. پنجاهه فٽ اوچا اهي ٿنڀ جن جي چوٽين تي جانورن ۽ گلن جون تصويرون اُڪريل آهن سي قديم موريا گهراڻي جي حاڪمن ۽ سندن ڪنهن زماني ۾ قائم عظيم شهنشاهي جا يادگار آهن.

# ٽالمي I

## وفات 283 ق- م

ٽالمي I مقدونيه جي هڪ غيرمعروف معزز خاندان جو فرد هوندي به پنهنجي فوجي پيشي وسيلي بيمثال ڪاميابيون حاصل ڪيون. سڪندراعظم جي جنرل طور ڪم ڪندي هن هندستان جهڙي ڏورانهين ملڪ تائين سفر ڪيو. هن جي واڪاڻ تي ۽ ڪيس سندس فوجي قابليت ڪري انعامن اڪرامن ۽ ٻلن سان نوازيو ويو. هُن ايران مان شادي ڪئي ۽ 323 ق-م ۾ مصر جو بادشاهه ٿي ويو. هن پاڻ کي مصر ۾ نه صرف هڪ قابل سفارتڪار ۽ منتظم طور پر هڪ سپاهي طور به مڃرايو. هڪ عظيم الشان يوناني ثقافتي مرڪز ٺهرايائين. ڪيس مصري خدا جو درجو ڏنو ويو ۽ هڪ اهڙي گهراڻي جو بنياد رکيائين جنهن اٽڪل ٽي سؤ سالن تائين مصر تي حڪومت هلائي.

سڪندر جي وفات کان پوءِ جڏهن سندس جنرلن پاڻ ۾ گڏجاڻي ڪري سندس شهنشاهي پاڻ ۾ ورهائي ڪنئي تڏهن ڪيس مصر ۾ اقتدار مليو. ٽالمي ۾ ته اها سڪندر جي شهنشاهي برقرار رهي ۽ جنرل هر ٽڪري تي منتظمن طور حڪومت ڪندا رهيا پر حقيقت ۾ ايئن نه هو. انهن مان گهڻن منڍ کان ئي خودمختياري حاصل ڪرڻ جي جدوجهد ڪئي ۽ سڪندر کان پوءِ خودمختيار حاڪم ٿيڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا.

ٽالمي اقتدار جي اهڙين جنگين دوران، خبرداري سان پنهنجي لاءِ دگ ٺاهيو ۽ پنهنجو سمورو ڌيان مصر تي قبضو ڪرڻ ۽ ان کي محفوظ ۽ مضبوط بڻائڻ تي لڳائي ڇڏيائين پر انهيءَ هوندي به جڏهن ڪيس يقين ٿي ويندو هو ته فلاڻو نئون علائقو حاصل ڪرڻ سان سندس اقتدار کي هٿي ملندي ته ايئن ڪرڻ کان بنهه نه ڪيٻائيندو هو. مختلف زمانن ۾ هن صرف مصر پر قبرص، اجوڪي لبيا ۽ سعودي عرب جي ڪجهه حصن، شام ۽ فلسطين، اوڀرندي ايشيا مائنر ۽ ڪجهه يوناني شهرن تي حڪومت ڪئي. رهوڊس جي شهرين ڪيس ساتر (بچائيندڙ) جو خطاب ڏنو: ڇو ته هن سڪندر جي جنرل اينٽي گونس خلاف سندن جدوجهد ۾ انهن جي مدد ڪئي هئي.

ٽالمي مصر تي پنهنجي قبضي کي معاهدن ۽ شادين وسيلي مضبوط ڪيو. هن 321 ق-م ۾ يورپ جي مقدوني حاڪم جي ڌيءَ يوريدائيس سان شادي ڪئي. هُن ٻي شادي 317 ق-م ۾ بيرينائس سان ڪئي، جيڪا ڪساندر جي پوٽيءَ هئي. ڪساندر آخرڪار مقدونيہ ۽ گريس جو بادشاهہ ٿيو. 305 ق-م ۾ پاڻ ۾ جهيڙيندڙ جنرلن پنهنجا اهُي لبادا لاهي ڇڏيا، جن وسيلي هو هڪ نئي شهنشاهي سان واسطو رکندڙ جنرل هئڻ جو مکر ڪندا پئي آيا ۽ پنهنجي پنهنجي قبضي ۾ آيل علائقن جو پاڻ کي بادشاهہ سڏرائڻ شروع ڪيائون. ننڍي پٽ کي ٽالمي ٻئي جو لقب ڏيئي پنهنجو ولي عهد مقرر ڪيائين.

ٽالمي پنهنجي سڄي دؤر حڪومت ۾ پنهنجي فوج جو مکيہ دارومدار يوناني سپاهين تي رکيو. هُن ڪين مصر ۾ زمينون ۽ ٻيون مراعاتون عطا ڪري پنهنجو وفادار بڻايو؛ ٻين يونانين کي بہ مصر ۾ آباد ٿيڻ لاءِ همٿايو ويو ۽ انهن مان گهڻن کي سڄي ملڪ جي انتظامي عهدن تي مقرر ڪيو ويو. ٽالمي سڪندريہ جي شهر کي، جنهن جو بنياد سڪندر 323 ق-م ۾ وڌو هو پنهنجي نئين گادي جو هنڌ ٺاهيو ۽ اُتي هڪ عجائب گهر ۽ لائبرري ٺهرايائين جنهن ڪري ڪيترائي مشهور يوناني فيلسوف، دانشور، ليکڪ ۽ فنڪار ڇڪجي اُتي آيا. اهو شهر سائنس ۽ واپار جو مرڪز بہ بڻجي پيو ۽ ان جي ڪناري تي ٺاهيل لائيٽ هائوس (روشني گهر) کي قديم دنيا جي عجائبات مان هڪ ڪري ليکيو ويو. ٽالمي اُتي شان ۽ شوڪت سان رهيو. سندس چوڌاري يوناني درٻار لڳل هوندي هئي جيڪا اهڙي وڌندڙ آبادي جي وچ ۾ هئي، جنهن ۾ مراعاتون ماڻيل لڏي آيلن ۾ جلد نئي نہ صرف يوناني پر يهودي ۽ اناتولئي باشندا بہ شامل ٿي ويا. مصر ۾ پراڻي مصري ثقافت بہ ساڳئي وقت نئين يوناني تهذيب سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي هلندي رهي. جيتوڻيڪ مصرين وٽ اقتدار نہ رهيو هو ۽ ڪين يونانين کي پنهنجي زمين تي ڀاڱي ڀائيوار ڪرڻو پيو هو، تنهن هوندي بہ انهن پنهنجي زبان، ريتون رسمون ۽ مذهب برقرار رکيو. ٽالمي سندن انهن عبادتگاهن کي بحال ڪري، جن کي اڳين حملي ڪندڙن برباد ڪري ڇڏيو هو، مصري ديوتائن کي نذرانا ڏيئي ۽ سندن قديمي مذهبي مهندارن جي همت افزائي ڪري مصرين جون دليون کٽي ورتيون هيون. هن مصر جي اڳوڻي گادي واري هنڌ ميمفس ۾ هڪ نئين مذهبي فرقي جو بنياد وڌو، جيڪو گڏيل يوناني ۽ مصري ديوتا ساراپس جي عبادت تي ٻڌل هو. ٽالمي جي وفات پڄاڻان مصرين کيس ديوتا جو درجو ڏنو. ٽالمي کان پوءِ سندس وارثن جي هڪ ڊگهي قطار آهي جن مصر تي حڪومت ڪئي، انهن سڀني جو لقب بہ ٽالمي هو. انهن مان آخري حڪمران قلوپطره هئي، جنهن مصر تي ان زماني ۾ حڪومت ڪئي، جڏهن اهو ملڪ رومن شهنشاهيت جي هڪ ڏن ڀرو رياست ٿي ويو هو. قلوپطره کي جيوليئس سيزر نالي هڪ رومن جنرل ۽ سياستدان مان

ٻار پيدا ٿيو. انهي ڪان پوءِ هُن ٻئي رومن حڪمران مارڪ اينٽوني سان شايد انهي اميد تي شادي ڪئي تہ هوءَ مصر کي مڪمل طور آزاد ڪرائي وٺندي پر روم جا ماڻهو قلوپطره ڪان نفرت ڪندا هئا ۽ ڪانئس ڪؤ ڪائيندا هئا. سن 31 ق-م ۾ روم پنهنجو بحري ٻيڙو سڪندريہ ڏانهن موڪليو. اينٽوني ۽ قلوپطره مقابلو ڪيو پر جڏهن ڏٺائون تہ ڪٽي نہ سگهندا، تڏهن ٻنهي جڻن گڏجي آپگهات ڪيو. اهڙي طرح ٽالميائي حاڪميت جي مصر ۾ پڇاڙي ٿي ۽ سن 30 ق-م ۾ رومين کي مصر تي مڪمل طرح قبضي ڪرڻ جو وجهہ ملي ويو.

پنهنجي ڊگهي عهدِ حڪومت ۾ ٽالمين يوناني ثقافت کي نہ صرف محفوظ رکيو پر ان کي سگهارو ڪندي پکيڙيائون بہ. انهي ڪان بہ وڌيڪ اهم ڳالهہ اِها آهي تہ انهن سڪندريہ ۾ هڪ اهڙو علمي مرڪز قائم ڪيو، جنهن قديم دنيا تي نہ صرف پنهنجا اثر وڌا پر ڪيس پنهنجي علم جي نوراني ڪرڻن سان روشن رکيو ۽ اڄ ڏينهن تائين اهو مرڪز دانشورن ۽ فيلسوفن لاءِ چڪ جو سبب آهي.

# هنيبال

(247-182 ق-م)

ڪارٿيجن جنرل هنيبال جي انهيءَ جدوجهد جي ڪهاڻي کان گهٽو ڪري هر ماڻهو واقف آهي، جيڪا هُن پنهنجي لشڪر ۽ هاٿين کي الپس جبلن مان ٽپائي پار ڪرڻ لاءِ ڪئي هئي پر هو ڪيڏانهن پئي ويو ۽ ڇو؟ تنهن ڳالهه جي ٿورڙن ماڻهن کي خبر هوندي. هنيبال پنهنجي فتحن ڪري ايترو مشهور ڪونهي جيترو پنهنجين حرفتي جنگي چالن جي ڪري مشهور آهي. پڇاڙيءَ ۾ سندس فتحن جو تعداد تمام ٿورڙو رهجي ويو هو: ايتري تائين جو هنيبال پاڻ به ڪارٿيج کي رومين جي وڌندڙ طاقت ۽ سندس شهنشاهي هبچ کان نه بچائي سگهيو هو. ڪارٿيج فونيشيا جي هڪ شهري رياست هئي، جيڪا انهي علائقي ۾ قائم هئي جتي اجوڪو تيونس آهي. اِها شهري رياست اٺين صدي ق ـ م ۾ قائم ٿي هئي. لڳ ڀڳ ساڳئي زماني ۾ جڏهن روم جي شهري رياست قائم ٿي ۽ وڏي ويجهي هڪ اهم واپاري مرڪز ٿي پئي هئي. ڪارٿيج آهستي آهستي وڌندي ويئي ۽ اولهندي يونوچ جي ايراضي کي پاڻ ۾ ضم ڪري ڇڏيائين. ساڳئي وقت روم اٽلي جي اُپهيٽ ۾ ڏينهون ڏينهن پکڙبو پئي ويو. ٻنهي شهرن جو اوس پاڻ ۾ ٽڪر ٿيڻو هو، سو ٿيو. پهرئين پيونڪ (فونيشيائي لاءِ رومي لفظ) جنگ ۾ هنيبال جي پيءُ هيملڪار برڪا رومين کان هار کائي سسلي پنهنجي هٿان وڃائي ويٺو. پوءِ هُن اسپين تي حملو ڪري کيس فتح ڪري ورتو. اسپين تي ڪارٿيج جي قبضي جي ڪري فونيشيائي جنگ لڳي، جنهن ۾ پهريون ڀيرو هنيبال جو رومين سان ٽڪر ٿيو. ڏندڪٿا ٻڌائي ٿي ته هنيبال جڏهن ڇوڪرو هو تڏهن سندس پيءُ مٿس دباءُ وجهي ڪانئس قسم کڻايو هو ته هُو روم سان دائمي دشمني رکندو ايندو. هنيبال پنهنجي سموري زندگي رومين سان جنگ ڪندي گذاري. هن جنگي زندگي جي شروعات پنهنجي ڀيٽوئي هسدروبال جي سونهين جي حيثيت ۾ ڪئي. هسدروبال اسپين ۾ هيملڪار کان پوءِ تخت تي ويٺو هو. هنيبال پاڻ کي ماهر ڪمانڊر ثابت ڪيو. هسدروبال جي موت کان پوءِ سندس فوج کيس پنهنجو اڳواڻ

مجيو.

هنيبال کي چڱي پر ڄاڻ هئي تہ رومين کي ٻيا ملڪ ڳڙڪائڻ جي بيحد هٻڇ هئي، تنهن ڪري هُن پڪو پهہ ڪيو هو تہ ڪين وڏيڪ اڳتي وڌڻ نہ ڏيندو. ٿي سگهي ٿو تہ هن اسپيني شهر ساگنتم کي گهيرو ئي انهي ڪري ڪيو هجي جيئن رومين کي چيڙائي، مقابلي ڪرڻ لاءِ مجبور ڪري سگهي. ساگنتم ڪارٿيج جي اثر واري علائقي ۾ هوندي بہ روم سان دوستي وارا ناتا رکندو پئي آيو. هن 219 قبل مسيح ۾ ساگنتم کي فتح ڪيو. روم ڪارٿيج خلاف جنگ جو اعلان ڪيو. هنيبال پاڙيتو سپاهين جي فوج، گهوڙن، سامان جي گاڏين ۽ هاٿين سان اڳتي وڌيو تہ جيئن روم وارن سان سندن ئي ملڪ ۾ وڃي وڙهي. هُن پائرنيز ۽ گال کان رون ندي ڏانهن ويندڙ خشڪي وارو اهو رستو اختيار ڪيو جيڪو گهٽ استعمال ٿيندو هو. هنيبال ٻنل هاٿين کي مڏن وسيلي ندي اُڪارڻ کانپوءِ، انتظار ڪندڙ رومين جي دوبدو ٿيڻ کان پاڻ بچائڻ لاءِ رون ماٿري ڏانهن پنهنجون فوجون وڌايون. دوبدو ٿيڻ بدران سندس خواهش هئي تہ رومين کي اهڙي پوزيشن ۾ وٺي اچي جتي سندن آسپاس ڪو بچاءُ نہ هجي. تنهن ڪري هو اٽلي جي الپس جبلن مٿان ٿيپي اچي 'پو' ماٿري ۾ پهتو. هنيبال جي 'پو' ماٿري ۾ پهچڻ کانپوءِ جلد ئي جنگ شروع ٿي وئي. هنيبال جنگ جي شروعاتي ڏينهن ۾ سيپئي جنگيون کٽي ورتيون، جيتوڻيڪ سندس فوجون ٿڪل هيون ۽ کين ڪارٿيج مان ڪابہ مدد ۽ کاڌ خوراڪ جي رسد نہ پئي ملي، پر چالاڪي وارا گُر استعمال ڪندي، هُن رومي چالن کي مات ڏيئي چڏي ۽ سچ پچ ٻن رومي فوجن کي ناس ڪري چڏيائين. هُو وڌندو وڌندو وڃي روم تائين پهتو پر سندس فوج ايتري طاقتور نہ هئي جو شهر تي قبضو ڪري سگهي. آخرڪار رومين اهڙي حڪمت عملي ٺاهي ورتي جنهن مطابق انهن دوبدو لڙاين کان پاسو ڪيو ۽ هڪ وڏي علائقي ۾ ننڍڙا ننڍڙا جنگي حملا ڪرڻ لڳا. هنيبال کي مجبور ٿي پنهنجي ننيڙي فوج کي وڏي علائقي ۾ پکيڙڻو پيو ۽ هو حملي ڪرڻ بدران بچاءُ ڪرڻ واري پوزيشن ۾ اچي ويو. رومي جنرل اسپين ۾ داخل ٿي ڪارٿيج جي انهن فوجن کي شڪست ڏيندو رهيو، جيڪي هنيبال پنهنجي ملڪ جي بچاءُ لاءِ ڇڏي ويو هو. جڏهن سسيپيو ٻيهر سمنڊ ٽپي اُتر آفريڪا ۾ اچي پهتو ۽ 203 ق-م ۾ خود ڪارٿيج جي ويجهو پهتو تڏهن هنيبال پنهنجي شهر کي بچائڻ لاءِ واپس پنهنجي ملڪ موٽيو. جنهن لڙائي ۾ ٻئي جنرل هڪ ٻئي جي سامهون ٿيا تنهن جا پورا تفصيل نٿا ملن. پر لڳي ائين ٿو تہ سسيپيو، ڪارٿيج وارن کي شڪست ڏيڻ لاءِ اهي ئي گُر استعمال ڪيا جيڪي هُن هنيبال کان سکيا هئا. انهي جي نتيجي ۾ ٻنهي ڌرين جيڪو امن معاهدو ڪيو تنهن مطابق ڪارٿيج کي مجبور ٿي اسپين تان هٿ کڻڻو پيو. پر انهي جنگ کان پوءِ بہ هنيبال روم خلاف پنهنجي جدوجهد تان هٿ نہ کنيو.

ڪارٿيج جي حڪومت ۾ هن هڪڙو آفيسر مقرر ڪيو ۽ سڏارا آٽيندي سردارن کي سندن گهڻن اختيارن کان محروم ڪري ڇڏيائين. انهي جي جواب ۾ هنن رومين کي اطلاع ڏنو تہ هنيبال سندن (رومين) خلاف سازشون پيو ڪري. هنيبال پهريائين ايفيسس ڏانهن ۽ پوءِ بٿينيا ڏانهن ڀڳو (ٻئي هاڻوڪي ترڪي ۾ آهن). هُن رومين جي خلاف اُتان جي حاڪمن جي مدد جاري رکي، تان جو رومين سندس ٻانهن جي گهُر ڪئي. پاڻ کي دشمنن جي حوالي ڪرڻ کان هُن زهر کائي پنهنجو انت آڻڻ بهتر سمجهيو ۽ 64 سالن جي ڄمار ۾ بٿينيا ۾ وفات ڪيائين.

رومين جي فتحن ۾ هنيبال سڀ کان وڏي رڪاوٽ ثابت ٿيو هو. هن تمام گهڻين مشڪلاتن کي منهن ڏيئي، جهڙي ريت رومين سان نہ فقط جنگ جوٽي هئي پر ذري گهٽ مٿن فتح پائڻ وارو هو. تنهن تاريخ ۾ کيس امر بڻائي ڇڏيو. هن جي شڪست کان پوءِ ئي رومين لاءِ ممڪن ٿي سگهيو هو تہ اطمينان سان دنيا تي حڪومت هلائي سگهن. دنيا مٿان رومين جي حڪومت اڳتي هلي اولهندي پاسي واري دنيا جي ترقي تي گهرا ۽ مثبت اثر ڇڏيا.

# جوليئس سيزر

(100-40 ق-م)

جوليئس سيزر قديم روم جي عظيم ترين فوجي ۽ ملڪي مدبرن مان هڪ هو. سندس زندگي گهڻو ڪري خطرن سان ڪيڏندي گذري. جواني ۾ سينيٽ جي قدامت پسند ميمبرن ۽ سندن طاقتور اڳواڻ سُولا خلاف هن جڏهن سدارڪن جو پاسو ورتو ته ڪيس يڃي جان بچائڻي پيئي. ڪجھ وقت ڪانپوءِ جڏهن هو جلسن ۾ تقرير ڪرڻ جو فن سکڻ لاءِ رهوڊس وڃي رهيو هو ته رستي ۾ سامونڊي ڌاڙيلن ڪيس قابو ڪري ورتو. اڃا به پوءِ واري زماني ۾ جڏهن هو گال ۾ جنرل هو، تڏهن هن وحشي قبيلن خلاف لشڪر جي اڳواڻي ڪئي ۽ گهڻو ڪري سڄي يورپ کي روم جي قدمن تي آڻي ڪيرايائين. پنهنجي بي پناھ شڪتي ۽ حالتن کي اڳواڻ پروڙي وٺڻ جي خاصيت جي ڪري هو 60 ورهين جي ڄمار تائين پنهنجي موت کي ٽاريندو رهيو پر نيٺ موت جي فرشتي ڪيس اهڙي هنڌ اچي جهليو جتي هوند هن کي سلامت رهڻ کپندو هو... ۽ اهو هنڌ هو روم جو سينيٽ، جتي هو ادز (15 مارچ) جي اجلاس دوران پنهنجن انهن دوستن ۽ رفيقن جي خنجرن جي وارن سان قتل ٿي ويو جيڪي سندس آمرانڻ اختيارن استعمال ڪرڻ ڪري ڪانئس ڪاوڙجي پيا هئا.

سيزر جيڪو روم جي هڪ معزز آڪھ جو غيرمعروف فرد هو، تنهن پنهنجي جواني جي اوائلي ڏينهن ئي ۾ سياست ۾ ڀهرو وٺڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو هو. هو اڃان 18 ورهين جي ڄمار جو هو ته هڪ سدارڪ اڳواڻ جي ڌي سان شادي ڪيائين ۽ سندس سدارڪ خيالن کان هر ڪو واقف ٿي چڪو هو. سولا ڪانئس گهر ڪئي ته سدارڪ اڳواڻ جي ڌي يعني پنهنجي زال کي طلاق ڏيئي ڇڏي. سندس انڪار ڪرڻ تي هن ڪيس يڃائي جلاوطن ڪري ڇڏيو. تنهن ڪري هن کي پنهنجي سياست شروع ڪرڻ ۾ دير لڳي ويئي. سولا جي موت ڪانپوءِ سنه 76 ق-م ۾ هو جڏهن روم موٽي آيو ته ان وقت سياست جي ڏاڪڻ تي چڙهڻ شروع ڪيائين. 62 ق-م تائين هو پرئيڪٽر جي عهدي لاءِ چونڊجي ويو جيڪو رومي سرڪار ۾ ٻيو نمبر وڏو عهدو هوندو هو. ٻئي سال ڪيس ڏورانهين

اسپين (اندلس ۽ پورچوگال) جو گورنر مقرر ڪيو ويو. سيزر انهيءَ عهدي کي ٻين گهڻن رومي گورنرن وانگر فوجي چڙهايون ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيو ۽ گهڻو ئي مال غنيمت هٿ ڪيائين. انهي دولت جي آڌار تي ئي هو 59 ق-م ۾ ڪائونسلري جي چونڊن ۾ اميدوار بيٺو ۽ کٽيائين.

انهي عهدي تي رهندي سيزر پومپي نالي هڪ مقبول ۽ ڪامياب جنرل کي پنهنجو وفادار بنائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. اِهو جنرل ڪنهن زماني ۾ سولا جو طرفدار هو. سيزر زور ڀري سينيٽ کي مجبور ڪيو ته هو پومپي جي رٽائرڊ سپاهين کي زمين ڏي. انهي ڪانپوءِ سيزر ڪراسس کي انهي ٽڏي ۾ شامل ٿيڻ لاءِ قائل ڪري ٽه- ياري قائم ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. ڪراسس پومپي جو هڪ پراڻو مخالف، مکيه ملڪي مدبر ۽ روم جو سڀ کان شاهوڪار ماڻهو هو. جڏهن سيزر جو ڪائونسل طور هڪ سال جو مدو پورو ٿيو، تڏهن هن روم ۾ پنهنجا سياسي معاملا پنهنجن ٻنهي ساٿين جي حوالي ڪيا ۽ پرو ڪائونسل جو عهدو ماڻڻ لاءِ گال ڏانهن روانو ٿي ويو.

گال ۾ سيزر کي پنهنجي فوج ٺاهڻ ۽ ان وسيلي فتحون ڪري شان و شوڪت ماڻڻ ۽ مالي فائدا حاصل ڪرڻ جو موقعو مليو ويو. هن انهي موقعي جو پورو پورو فائدو ورتو. سن 50 ق-م تائين هن اٽليءَ جي سرحد کان وٺي رائن تائين سڄي گال کي فتح ڪري ورتو ۽ ان ۾ ٺاپر آٽي مٿس چڱي طرح رومي قبضو ڄمايو. هن جي فتحن ۾ ڪجهه ته سندس فوج جي وفاداري جو هٿ هو، جيڪا سندس دليري ۽ مهارت جي ڪري ڪيس عزت جي نظر سان ڏسندي هئي ۽ ڪجهه هٿ سندس بروقت فيصلي ڪرڻ جي خاصيت ۽ فوج کي اتساهه ڏياريندڙ ڳُرن جو هو. گهڻو ڪري پنهنجي دشمن مٿان اوچتو وڃي ڪڙڪندو هو ۽ کين پاڻ بچائڻ جو موقعو به نه ڏيندو هو. گال جي قبيلن جي پاڻ ۾ اٿبتت به سندس فتحمندي جو ڪارڻ هئي. هن جرمني ۽ برطانيا تي به حملو ڪيو پر ڪافي فوج نه هئڻ ڪري انهن ملڪن کي رومي شهنشاهيت ۾ شامل ڪري نه سگهيو.

گال ۾ سيزر جيڪي فتحون ڪيون تن رومين کي ڏاڍو متاثر ڪيو پر سندس ساٿي پومپي، سيزر جي وڌندڙ طاقت ۽ ڏاڪي کان ڊڄي ويو، جو ته انهي سان سندس گهٽتائي پيئي ٿئي. ڪراسس به انهي صورتحال تي بي چين ٿي رهيو هو پر سيزر سياڻپ ڪري ٽه- ياري ۾ پيدا ٿيل اختلافن کي دور ڪري ڇڏيو ۽ اِها ٽه- ياري ايستائين برقرار رهي جيستائين هن گال ۾ پنهنجون جنگيون مڪمل ڪري نه ورتيون. ڪراسس انهي وقت تائين اوير ۾ پارٿين سان وڙهندي مارجي چڪو هو. هاڻي مقابلي ۾ صرف پومپي ۽ سيزر وڃي بچيا هئا.

پومپي ۽ سيزر ٻنهي وٽ فوجون هيون، ٻنهي مان ڪوبه پنهنجين فوجن تان اوستائين هٿ کڻڻ لاءِ تيار نه هو جيستائين ٻي ڌر به ايئن نه ڪري. سينيٽ جڏهن

پومپي جي پنيرائي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ۽ سيزر کي پنهنجي ڪمانڊ ڇڏڻ جو حڪم ڪيو تڏهن هن انڪار ڪندي اعلان ڪيو تہ مان پنهنجو ورتل دڳ ڇڏي نٿو سگهان. هن پنهنجي فوج وٺي هڪ ننڍڙي ندي روبيڪان پار ڪئي، جيڪا اٽلي ۽ گال وچ ۾ سرحد جو ڪم ڏيندي هئي. ايئن ڪرڻ سان بہ ڌريون ٿيون. هڪ ڌر سيزر کي پنهنجو حڪمران ٿي مڃيو ۽ ٻي ڌر بدعنوان ۽ نالائق سينيٽ جي اختيار هيٺ قائم جمهوري حڪومت جي حامي هئي. ٻنهي ڌرين ۾ گهرو لڙائي ڇڙي پيئي. پومپي جي هٿ هيٺ وڙهندڙ سينيٽ جي حامي فوجن شڪست کاڌي ۽ سيزر جي اڳتي وڌڻ ڪري اٽلي مان ڀاڄ کائي وڃي يونان پهتيون. يونان ۾ ٻنهين ڌرين وچ ۾ جيڪا پهرين چڪري لڳي، تنهن ۾ سيزر جي فوج جا پير اکڙي ويا پر هن فارسلا پرسان جنگي اهميت جي هڪ هنڌ تي پنهنجي فوجين کي وري ڪٺو ڪيو. پومپي جي فوجين جڏهن ٻيهر حملو ڪيو تہ کين ڇيڀاٽيو ويو. پومپي هن دفعي ڀاڄ کائي وڃي مصر مان نڪتو جتي مارجي ويو پر سندس فوجن تيونس تي حملو ڪيو. سيزر مصر تائين سندن پيڇو ڪيو، جتي هن جي ملاقات قلوپطره سان ٿي. هن فيصلو ڪيو تہ شام ۽ پونٽس (ترڪي) رستي پنهنجي ملڪ موٽڻ کان اڳ هو اتي آرام ڪندو. ترڪي ۾ هن بغاوتن کي ختم ڪري ڇڏيو. هن پونٽس واري پنهنجي فتح کي هيٺين ٽن لفظن ۾ بيان ڪيو: "ويني، ودِي، وسي" ("آيم، ڏٺم، فتح ڪيم")

سيزر 47 ق-م ۾ روم ڏانهن موٽيو. هاڻي هن هڪ آمر جي حيثيت ۾ شهنشاهيت کي محفوظ ڪرڻ ۽ سندس انتظامي جوڙجڪ کي نئين سر جوڙڻ جي ڪجهہ رٿائن تي ڪم شروع ڪيو، جن مان ڪن تي پوءِ سندس جانشين پڻ عمل ڪيو. پر کيس بہ دفعا پومپي جي پوئلڳن کي شڪست ڏيڻ لاءِ آفريقا ۽ اسپين ڏانهن وڃڻو پيو. انتظامي جوڙجڪ لاءِ کيس هڪ سال کان بہ گهٽ مدو مليو هو. 44 ق-م ۾ جڏهن پارٿيا خلاف هڪ مهم جي رٿابندي ڪري رهيو هو، جيڪا جيڪڏهن عمل هيٺ اچي ها تہ ٿي سگهي ٿو ڪجهہ ٻيو اوڀرنديون علائقو بہ سلطنت ۾ اچي وڃي ها، تڏهن سندس سڀ مخالفن جي هڪڙي ڄڻي کيس مارڻ جي رٿا تي عمل ڪيو. اهي سندس وڌندڙ مغروري ۽ آپيشاهي طريقن اختيار ڪرڻ سبب فڪرمند ٿي پيا هئا.

ڪنهن کي بہ پڪ ناهي تہ ڪهڙن سببن جي ڪري سيزر تاريخ جي مشهور ترين ماڻهن ۾ ليکجي ٿو. ٿي سگهي ٿو تہ سندس مشهوري جو ڪارڻ سندس ڪتاب هجن. انهن ڪتابن مان نہ صرف گال جي جنگين ۽ گهرو جنگين جو حال احوال ملي ٿو پر ادبي لحاظ کان بہ ڪافي اهميت رکن ٿا؛ يا ٿي سگهي ٿو تہ هن جي مشهوري جو سبب سندس فوجي ڌهڪاءُ، پنهنجن دشمنن سان سندس دريادلي وارو ورتاءُ يا اهو گر هجي جنهن سان هن سياسي عهدو حاصل ۽ استعمال ڪيو.

سپ کان گھٹو امڪان انهيءَ ڳالهه جو آهي تہ هن يورپ جي تاريخي وهڪري تي جيڪي اثر ڇڏيا آهن تن سبب ڪيس مشهوري ملي هجي. گال کي فتح ڪري هن يورپ کي يونان ۽ روم جي تهذيبي اثر هيٺ آندو. جهرندڙ جمهوري حڪومت کي تباهہ ڪري هن شهنشاهہ ٿيڻ جو رستو صاف ڪيو ۽ رومن شهنشاهيت جي تخليق ۽ جياپي کي ممڪن ڪري ڏيکاريو.

# آگسٽس

(63 ق-م، 14ع)

جيوليئس سيزر جڏهن پراڻي جمهوري نظام کي ڊاهي پاڻ روم جو آمر ٿي ويٺو، تڏهن روم گهرو لڙائي جو شڪار ٿي ويو، پر هن جنهن مسئلي کي جنم ڏنو هو، تنهن جو حل بہ پاڻ ڳولي ڪڍيائين. هن پنهنجي ڀائٽي جي پٽ گائيئس آڪٽيويئس کي، جنهن تي بعد ۾ آگسٽس يا سيزر آگسٽس جو نالو پئجي ويو، پنهنجو جانشين مقرر ڪري ڇڏيو هو. آگسٽس نہ صرف جنگ جو خاتمو آڻي هڪ نئين ۽ اڳي کان بہ مضبوط حڪومت جوڙي پر پنهنجي شهنشاهي کي اهڙي تہ قابليت سان نئين سر منظم ڪيائين جو اها 300 سالن تائين هلندي رهي ۽ پنهنجي حدن ۾ رهندڙ رعايا جي گهڻائي جي زندگين جي ڪايا پلٽي ڇڏيائين، جنهن ڪري کيس رومن شهنشاهن جي هڪ ڊگهي سلسلي ۾ سڀ کان اتم ۽ عظيم ترين شهنشاهہ ڪري ليکيو وڃي ٿو.

سيزر کان آگسٽس کي اقتدار اهڙي سولائي سان نہ مليو جهڙو جنهن سولائي سان هن کيس ڏيڻ چاهيو ٿي، ڇو تہ سيزر جي اوچتي قتل ٿيڻ وقت، آگسٽس صرف 18 سالن جو ڇوڪرو هو ۽ روم کان پري، اپولونيا (هاڻوڪي البانيا) جي هڪ اسڪول ۾ پڙهي رهيو هو. اتي جڏهن هن ٻڌو تہ سيزر پنهنجي وصيت ۾ کيس پنهنجو جانشين، وارث ۽ گود ۾ ورتل پٽ ڄاڻي ويو هو تڏهن پنهنجي خاندان جي صلاح جي ابتڙ هن روم موٽڻ جو فيصلو ڪيو ۽ سيزر جي ڪيل وصيت جو پورو پورو فائدو وٺندي مارڪ انٽوني جي اختيار کي للڪاريائين، جيڪو سيزر جو نائب هو ۽ جنهن انهي وچ ۾ اقتدار تي قبضو ڪري ورتو هو. سينيٽ پنهنجي وڃايل اختيار کي وري هٿ ڪرڻ لاءِ آگسٽس کي استعمال ڪرڻ جي ارادي سان کيس هڪ سينيٽر ڪري کنيو ۽ سيزر جي وفادار فوج هن ڇوڪري جو پاسو ڪندي گهر ڪئي تہ کيس ڪائونسل طور کنيو وڃي. فوج جي مدد سان هن انٽوني کي انهي ٽہ- ياري ۾ شامل ٿيڻ لاءِ راضي ڪيو جيڪا انٽوني، آگسٽس ۽ سيزر جي مقرر ڪيل مک پوڄاري ليپيڊس جي وچ ۾

قائم ٿي. 43 ق-م ۾ جڏهن آگسٽس 20 سالن جو هو تڏهن سينيٽ انهي ٽـ-ياري کي آمراڻا اختيار ڏيئي ڇڏيا ته جيئن اهي گڏجي حڪومت جي نئين سر جوڙجڪ ڪري پنهنجي اقتدار کي ٻيهر سڄي شهنشاهيت تي قائم ڪري سگهن.

منڍ ۾ مارڪ انٽوني انهي ٽـ- ياري تي ڇانيل رهيو. هن هڪ ذهين جنرل هئڻ جو ثبوت ڏيندي سيزر جي خونين بروٽس ۽ ڪاسٽيس کي شڪست ڏني، جن پڇي وچي شهنشاهي جي اوڀرندئين حصي تي اقتدار تي قبضو ڪيو هو. انهي وچ ۾ آگسٽس کي جيڪو ڪڏهن به ذهين فوجي اڳواڻ نه رهيو هو، مسئلي تي قبضي ڪرڻ ۾ تباهه ڪندڙ ناڪامي جو منهن ڏسڻو پيو هو. پر 32 ق-م ۾ حالتون آگسٽس جي حق ۾ ڦرڻ شروع ٿيون. هن پنهنجي پراڻي دوست ايگريپا جي مدد سان ۽ انٽوني جا موڪيل سامونڊي جهاز ڪٽب آئي، نيٺ سسلي کي مات ڏيئي پنهنجي قبضي هيٺ آندو. ليپيڊس جڏهن آگسٽس جي ڏينهون ڏينهن وڌندڙ طاقت ڏسي ڪيس للڪاريو تڏهن ڪيس بي هٿيار ڪري ٽـ-ياري تان هٽايو ويو. انهي ڪانپوءِ اقتدار جي گوءِ ۾ آگسٽس انٽوني کان اڳتي نڪرڻ لڳو. هن الريڪم ۽ دالماتيا (ٻيئي اڄڪلهه سابقه يوگوسلاويا ۾ شامل آهن) سان جنگيون جوٽي ۽ ڪين مات ڏيئي روم کي اتر- اوڀر واري پاسي کان محفوظ ڪري ڇڏيو. پر اڃا به هو اقتدار اعليٰ جو مالڪ نه بڻجي سگهيو هو. نيٺ مارڪ انٽوني کان هڪ موتمار غلطي ٿي. هو قلوپطره جي عشق ۾ اڙجي پيو، جيڪا انهي زماني ۾ پنهنجي پاءُ سان شادي ڪري مصر جي گڏيل حڪمران ٿي هئي.

انٽوني جڏهن قلوپطره کي شهنشاهيت جو اڀرندو علائقو سوکڙين طور ڏيڻ شروع ڪيو تڏهن روم جا ماڻهو سندس مخالف ٿي بيٺا. آگسٽس انهي موقعي جو ڀرپور فائدو وٺندي مصر جي راڻي خلاف جنگ جو اعلان ڪري ڇڏيو. ايگريپا جي اڳواڻي هيٺ سندس بحري ٻيڙي حملو ڪري انٽوني ۽ قلوپطره جي گڏيل سامونڊي فوج کي شڪست ڏني. عاشق ۽ معشوق سن 30 ق-م ۾ گڏجي خودڪشي ڪئي. آگسٽس مصر ۽ ان جي اڻ ميي خزاني تي قبضو ڪيو. مصر ۾ آگسٽس کي مليل فتح کيس روم جو اڪيلو حڪمران بڻائي ڇڏيو ۽ يونوچ جي آسپاس وارو سڄو علائقو مڪمل طور سندس هٿ هيٺ اچي ويو. نه صرف اهو پر انهي فتح جي ڪري کيس ايترا وسيلا هٿ اچي ويا جو هو پنهنجي فوجن کي پگهار ڏيڻ ۽ پنهنجي شهنشاهي جي نئين سر جوڙجڪ ڪرڻ جي قابل ٿي پيو.

نئين جوڙجڪ ۾ هن صبر ۽ ڏاهپ کان ڪم ورتو. هن آهستي آهستي ڏاڍي خبرداري سان انهي ڏس ۾ قدم کڻڻ شروع ڪيا ۽ هڪ قدم ڪانپوءِ هو پنهنجي گذريل ڪارگذاري جي چڱي طرح پرک ڪري پوءِ ٻيو قدم کڻڻ لڳو. هُن مختلف حيلا هلائي ڏٺا تان جو کيس مسئلي جو حل ملي ويو. خبرداري سان کنيل پنهنجن قدمن جي ڪري هو اهڙيون تبديليون ۽ نواڻ آڻڻ ۾ ڪامياب ٿيو جيڪي قابل عمل

هنڻ سان ڪڏوڪڏ رعايا ڪي بہ قبول هيون، جنهن ڪري سندس آندل سڌارا پائيدار ثابت ٿيا. انهن سڌارن هيٺ هُن رستن جو اهڙو جار وڇرائي ڇڏيو، جنهن سان شهنشاهيت جا سمورا علائقا پاڻ ۾ ڳنڍجي پيا. هُن انتظامي جوڙجڪ کي صوبن ۽ مرڪز ٻنهي ۾، ۽ مقامي سطح تي صفا ڦيرائي ڇڏيو ۽ انهي سرشتي کي هلائڻ لاءِ هُن هڪ نئين ابتدائي سول سروس کي جنم ڏنو. وقفي وقفي سان آدمشماري ڪرايائين، روم لاءِ مقامي حڪومت، پوليس ۽ حفاظتي جٿا مقرر ڪيائين. يونوچ سمنڊ ۾ هڪڙو بحري ٻيڙو امن امان قائم ڪرڻ لاءِ هردم تيار رهندو هو ۽ سرحدن جي حفاظت لاءِ اڳي کان ننڍي پر وڏيڪ قابل ۽ پروسي جوڳي فوج رکيائين ۽ پنهنجي شهنشاهيت ۾ نوان نوان علائقا بہ شامل ڪيائين. هڪ اهڙو فوجي خزانو ٺاهيائين جنهن وسيلي نوڪري پوري ٿيڻ کان پوءِ سپاهين کي فائدا ملڻ لڳا.

پنهنجي چاچي وانگر جيتوڻيڪ آگسٽس بہ اعليٰ ترين اقتدار جو مالڪ هو پر هُو ايترو تہ چالاڪ هو، جو جمهوري حڪومت جي جاتل سڃاتل ادارن کي قائم رکي پنهنجي آمراڻي حيثيت کي لڪائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو هو. هُن ڪائونسل جي حيثيت ۾ ڪيترائي سال حڪومت ڪئي پر ساڳئي وقت صوبن ۾ ججهي فوج رکي مٿن ضابطو بہ رکيائين. سينيٽ، جيتوڻيڪ مکيہ قانون ساز ۽ انتظامي اداري طور برقرار هئي پر سندس ميمبرن جو تعداد گهٽائي ڪيس پنهنجي فرمانبردار پوئلڳن سان ڀري ڇڏيائين. جنگ کان بيزار ٿيل رومين سندس بالادستي کي انهي ڪري قبول ڪيو جو هڪ تہ اُها گهٽي قدر ڏسڻ ۾ نہ ٿي آئي ۽ ٻيو تہ کين انهي بالادستي وسيلي اهو امن ۽ استحڪام نصيب ٿيو هو جنهن جي کين سخت ضرورت هئي.

آگسٽس جڏهن پراڻا اطالوي عقيدا ۽ رواج نئين سر جاري ڪيا، تڏهن رومي ڪانئس ڏاڍا خوش ٿيا. هن پراڻين عبادتگاهن کي بحال ڪيو، مذهبي مت پيد کان آزاد قديم راندين کي وري شروع ڪرايائين. آگسٽس جو لقب بہ قديم مذهبي رسمن هيٺ اختيار ڪيائين. ورجل لائيوي ۽ اوريس جهڙن ليکڪن کي ماضي جي شان ۾ قصيدا لکڻ لاءِ همٿايائين. قديم اطالوي ثقافت سان سندس چاهہ جي ڪري شهنشاهيت تي بنيادي طرح اولهہ جو رنگ چڙهيل رهيو، توڙي جو ان جي ماڻهن جي گهڻائي يوناني زبان ڳالهائيندي هئي ۽ مٿن يونان جو اثر تمام گهڻو هو.

پنهنجي لڳاتار ۽ سخت بيماري جي باوجود آگسٽس 60 سالن کان بہ وڌيڪ حڪومت ڪئي. ماڻهو نہ فقط ساڻس پيار ڪندا هئا پر سندس تعريف بہ ڪندا هئا. عوام هن سان ايترو تہ پيار ٿي ڪيو جو سندس زندگي ۾ ئي کيس پوڄڻ لڳا هئا. هن جيئن تہ ڊگهي عرصي تائين حڪومت ڪئي هئي تنهنڪري سندس آندل تبديلين کي پنهنجون پاڙون پختيون ڪرڻ لاءِ ڪافي وقت ملي ويو هو، جنهن جو

نتيجو اهو نڪتو تہ هُن شهنشاهي کي جنهن نموني ٺاهيو هو تنهن ئي نموني اها ٽن صدين تائين هلندي رهي. شهنشاهي جي استحڪام ۽ اڄ وچ جي ذريعن جي اعليٰ جوڙجڪ جي ڪري، يوناني ۽ رومي ڪلاسيڪي نظرين ۽ سندس حڪومتي دؤر ۾ پيدا ٿيل عيسائي مذهب جي نظرين کي وڌڻ ويجهڻ، پکڙڻ ۽ اڳتي وڌڻ جو موقعو مليو.

ايندڙ نسلن کي رومي شهنشاهيت مان جيڪي بہ فائدا مليا سي لازمي طور گهٽي ڀاڳي سيزر جي جانشين آگسٽس جي ڪاتي ۾ وجهڻا پوندا.

# حضرت عيسيٰ عليہ السلام

## 0 ق. م. - 30 ع

بني اسرائيل ۾ ڪيترائي نبي پيدا ٿيا. انهن سڀني ۾ حضرت موسيٰ جي جدوجهد اهم آهي. حضرت عيسيٰ تي بني اسرائيل جي نبين ۽ رسولن جو سلسلو پورو ٿيو. ان کان ٺيڪ 570 سال کان پوءِ فقط هڪ شخص حضرت محمد ﷺ کي نبوت عطا ڪري کين خاتم النبين بڻايو ويو. اهڙي طرح انهن ٻنهي پيغمبرن جي وچ ۾ ماضي ۽ مستقبل جو هڪ خاص رابطو آهي، جنهن جو مقصد دنيا جي پوري جاگرافيائي بيهڪ ۾ توحيد ۽ انسان جي ڀلائي جي بنياد تي وحدت کي قائم ڪرڻ هو. ۽ بني اسرائيل کي پوپان حضرت محمد جي ذريعي ايندڙ هدايت سان ڳنڍڻو هو. ان ڪري حضرت عيسيٰ بني اسرائيل کي چِٽن لفظن ۾ چيو ته: ”مون کان بعد ۾ ايندڙ نبي ”احمد“ جي بشارت قبول ڪن.“

بني اسرائيل جي نيڪوڪار عورت مريم وٽ فرشتو آيو ۽ کيس چيائين ته، توکي الله جي طرفان پٽ جي خوشخبري ٻڌائڻ آيو آهيان. حضرت مريم اهو ٻڌي تعجب ۾ پئجي وئي ۽ خوف وٺي ويس ته هيستائين سندس شادي به نه ٿي آهي، ان صورت ۾ ٻار ڏسي قبيلي وارا ماڻهو چِٽرون ڪندا. فرشتي کيس وراڻيو ته تنهنجو پٽ الله جي رحمت هوندو، الله جي پيارن ٻانهن ۽ رسولن مان هوندو، جنهن کانپوءِ مريم کي ڪجھ اطمينان ٿيو.

جڏهن مريم کي پيٽ ٿيو ته هوءَ وري گهبرائجي وئي ۽ وسندي ڇڏي ڳوٺ کان ٻاهر هڪ کجيءَ جي وڻ هيٺان وڃي ويٺي، اتي کيس کجيءَ مان خوراڪ ملندي رهي ۽ خدا جي حڪم تحت پٽ کي کڻي ڳوٺ ۾ وٺي آئي. اڻ پرڻيل عورت کي ٻار ڏسي ڳوٺ وارا سخت ڪاوڙيا. اتي تازي ڄاول ٻارڙي پاڻ خدا جي حڪم سان ڳالهائڻ شروع ڪيو ته مان الله جو ٻانهون آهيان ۽ الله مون کي انجيل ڪتاب ڏئي نبي بڻايو آهي. ماڻهو ٻارڙي جي دانائيءَ ڀري گفتگو ٻڌي حيرت ۾ پئي ويا ۽ انهن کي يقين ٿي ويو ته ٻارڙي جي پيدائش الله تعاليٰ جي نشانين مان هڪ آهي.

حضرت عيسيٰ جيئن ٿورو وڏو ٿيو ته بيت المقدس جون خراب حالتون ڏسي

ماءُ کيس مصر ۾ پنهنجي عزيزن وٽ وٺي ويئي. جڏهن حضرت عيسيٰ ٽيرهن سالن جو ٿيو تہ بيت المقدس کيس واپس وٺي آئي. ان وقت بني اسرائيل هر قسم جي برائين ۾ ٻڏل هئا. پنهنجن عقيدن ۽ عمل ۾ گمراهي سان ٽمٽار هئا. ايستائين جو پنهنجي قوم جي پيغمبرن کي بہ قتل ڪرڻ کان نہ پيا ڪيٻائن. ڪوڙ، ٺڳي، ساڙ ۽ حسد تہ سندن رڳ رڳ ۾ سمايل هو. انهن جي مذهبي اڳواڻن دنيا جي لالچ ۾ الله جي موڪليل ڪتاب تورات ۾ مٽا سٽا ڪري ڇڏي هئي.

اهڙين حالتن ۾ حضرت عيسيٰ هوش سنڀاليندي ئي ماڻهن ۾ پرچار شروع ڪئي تہ هو خدا جو رسول ۽ پيغمبر آهي. ماڻهن کي نيڪيءَ جي راهہ ڏيکارڻ ۽ برائين کان بچائڻ لاءِ آيو آهي. اهڙي طرح سان هو حق جو آواز بنجي آيو ۽ پنهنجي سچائي سان دنيا تي ڇانئجي ويو.

حضرت عيسيٰ نہ شادي ڪئي ۽ نہ رهائش لاءِ ڪو گهر ٺاهيو. هو ڳوٺ ڳوٺ ۽ شهر شهر وڃي ماڻهن کي خدا جو پيغام ٻڌائيندو هو ۽ جتي بہ رات پئي، اتي بنا ڪنهن راحت واري سامان جي رات گذاري وٺندو هو. هن پنهنجي دعوت ۾ مثالن واري طريقي کي اپنايو ۽ ماڻهن کي ان مان جسماني ۽ روحاني تسڪين ملندي هئي. ان ڪري جتان بہ سندس گذر ٿيندو هو، ماڻهن جا انبوهہ چوڌاري گڏ ٿي ويندا هئس. يهودين کي سندس وڌندڙ مقبوليت تي بيحد حسد پيدا ٿيو ۽ جيئن تہ اهي منڍ کان وٺي دنيا ۾ سڀ کان برتر ۽ افضل قوم جو خيال رکندا هئا، ان ڪري هو پنهنجي مذهب ۽ رسول کان سواءِ ٻئي کي برداشت ڪرڻ جو تصور بہ نہ پئي ڪري سگهيا. ان ڪري هنن ٻيو ڪوبہ چارو نہ ڏسي انوقت روم جي گورنر کي اقتدار جو خوف ۽ چڙ ڏياري کيس ڦاسيءَ تي چاڙهائڻ جو طئہ ڪيو.

عيسائين جو عقيدو آهي تہ حضرت عيسيٰ کي صليب (ڦاسي) تي چاڙهي ماريو ويو ۽ مسلمانن جو عقيدو آهي تہ صليب تي چڙهڻ کان اڳ ئي حضرت عيسيٰ کي الله تعاليٰ مٿي آسمان تي کڻائي ورتو. جيئن قرآن ۾ فرمايو ويو آهي تہ، "اهو وقت ياد ڪرڻ جهڙو آهي، جڏهن الله تعاليٰ عيسيٰ کي چيو تہ اي عيسيٰ بيشڪ مان تنهنجي عرصي کي پورو ڪندس ۽ توکي پاڻ ڏي کڻائي وٺندس. مان توکي ڪافرن کان بچائڻ وارو آهيان."

حضرت عيسيٰ تي انجيل نازل ٿيو، جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو تہ، اهو حقيقت ۾ حضرت موسيٰ تي نازل ٿيل تورات جو ئي تسلسل آهي. ان ڪري جو تورات کان پوءِ يهودين ۾ جيڪي قسمين قسمين گمراهيون پيدا ٿي پيون هيون، انجيل بني اسرائيل کي انهن گمراهين کان بچڻ جي دعوت ڏني.

حضرت عيسيٰ کي تبليغ جي لاءِ ٽيهن سالن جي، عمر ملي. کيس پنهنجي پيغام کي ڀرپور اجتماعي شڪل ۾ ماڻهن تائين رسائڻ جو موقعو بہ نہ مليو. عيسائيت کي گهڻو وقت پوءِ سينٽ پال نالي هڪ شخص سگهارو بنايو، جنهن حضرت عيسيٰ

ڪي ڏنو ٻہ ڪونہ هو. سينٽ پال تثليث ۾ ڪفاري تي جديد عيسائيت جو بنياد رکيو. تثليث جو مقصد هو تہ عيسيٰ، مريم ۾ خدا ٽنئي هڪ روح آهن. عالم لاهوت ۾ ٽنئي ملي هڪ ٿين ٿا ۽ ٽنهي جي مجموعي جو نالو خدا آهي. ڪفاري جو مقصد هو تہ حضرت عيسيٰ سيني پوئلڳن جي گناهن جو ڪفارو صليب تي چڙهي ڏنئي ويو آهي.

سيني مذهبن جي بانين ۾ مهڙ ڪي ڏسجي ٿو تہ اهي خدا تعاليٰ جي توحيد ۽ وحدت انسانيت جي تعليم، پرچار ۾ جدوجهد جو مرڪز آهن. پر جيئن ئي انهن مذهب جي بانين هي دنيا ڇڏي تہ اصل تعليم ۾ پوءِ وارا ماڻهو متاسنا ۽ ايترا تہ اضافا ڪري ڇڏيندا آهن، جو ان جو اصل روح ئي متاثر ٿي ويندو آهي. اهو ساڳيو حشر انجيل جي تعليم سان بہ ٿيو.

مرتب: نور احمد ميمڻ

# ڪانسٽنٽائين I

(274-337 ع)

جيئو وچي ٿو تہ ڪانسٽنٽائين جڏهن پنهنجي فوج جي اڳواڻي ڪندي روم تي ڪاهڻ لاءِ وڃي رهيو هو، تڏهن ڪيس سج متان روشنيءَ جو صليب نظر آيو هو جنهن تي لکيل هو "فتح ڪر". ڪانسٽنٽائين روشنيءَ جي انهيءَ صليب کي عيسائين جي خدا طرفان هڪ بشارت سمجهي اتساهہ ۾ پرجي ويو ۽ پنهنجي فوج جي سپاهين کي پنهنجين پنهنجين ڍالن تي اهي لفظ لکڻ جو حڪم ڏنائين. انهيءَ ڪانپوءِ سندس فوج مالويائي پل واري جنگ، گهڻين مشڪلاتن هوندي بہ کٽي ورتي. انهيءَ فتح سان ڪانسٽنٽائين رومي شهنشاهيت جي اولهندي اڌ تي قابض ٿي ويو. اولهندي اڌ جي قبضي هن لاءِ اقتدار اعليٰ حاصل ڪرڻ جو در کولي ڇڏيو. عيسائيت ۽ سندس رومي سلطنت سان لاڳاپن لاءِ بہ اها ڳالهہ هڪ موڙ ثابت ٿي ۽ هن عيسائيت جي پذيرائي ڪري پنهنجي اختيار ڪيل نئين مذهب کي پڪيڙيو.

شهنشاهہ ڊايوڪليشن جي شريڪ شهنشاهن ۽ سندن وارثن وچ ۾ وڪ وڪ تي لڳل لڙاين مان پنهنجو دڳ ٺاهيندي، هڪ اذيتناڪ سفر ڪانپوءِ ڪانسٽنٽائين مس مس مالويائي پل تائين وڃي پهتو هو. هو ڊايوڪليشن جي سيزرن مان هڪ سيزر ڪانسٽنٽيئس جو پٽ هو، جنهن ڪانسٽنٽائين جي ماءُ هيلينا کي ڇڏي ڏنو هو تہ جيئن سياسي طرح فائديمند: ٻي شادي ڪري سگهي ۽ پنهنجي پٽ ڪانسٽنٽائين کان بہ جند ڇڏائڻ لاءِ ڪيس نڪوميڊيا ۾ قائم ڊايوڪليشن جي دربار ۾ پرورش پائڻ لاءِ موڪلي ڇڏيو هئائين، جتي هو پلجي وڏو ٿيو. ڪانسٽنٽيئس ڊايوڪليشن جي دست برداري ڪانپوءِ شريڪ شهنشاه ٿيو. هُو شهنشاهي جي اولهندي اڌ تي حڪومت ڪندو هو ۽ پنهنجي پٽ کي نياپو موڪلي گهرائي ورتو هئائين تہ اچي برطانيا ۾ جنگ لاءِ سندس مدد ڪري. ڪانسٽنٽيئس اُتي 306 عيسوي ۾ وفات ڪري ويو ۽ سندس فوج ڪانسٽنٽائين کي سندس وارث مقرر ڪرڻ جو اعلان ڪيو. انهيءَ هوندي بہ ڪانسٽنٽائين اقتدار حاصل ڪرڻ ۾ ايستائين ڪامياب نہ ٿي سگهيو جيستائين انهيءَ عهدي جا دعويدار پاڻ ۾ وڙهي چٽ نہ ٿي ويا ۽ خود ڪانسٽنٽائين باقي بچيل دعويدار ۽ سندس فوجن

کي 313 عيسوي ۾ مالويائي وٽ شڪست نہ ڏني. انهي وچ ۾ ليسينيئس نالي هڪ ٻئي حڪمران، شهنشاهي جي اوڀرندي اڌ تي قبضو ڪري ورتو هو ۽ انهي ڪانپوءِ سنت ئي اولهہ تي بہ پنهنجي شهنشاهي قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئائين. ڪانسٽنٽائين تي سندس پهريون حملو ناڪام ٿيو. ٻنهي ڌاڌي ڏکيائي سان جنگبندي قبول ڪري، نون سالن تائين شريڪ شهنشاهن طور حڪومت هلائي. ليسينيئس 324 ۾ ٻيهر حملو ڪيو پر ڪانسٽنٽائين هن پيري کيس فيصلائتي شڪست ڏني ۽ سڄي رومي سلطنت جو مالڪ ٿي ويو.

جنهن زماني ۾ ڪانسٽنٽائين ۽ ليسينيئس گڏجي حڪومت هلائيندا هئا، تنهن زماني ۾ هڪ شاهي فرمان جاري ڪيو هئائون جنهن کي 313 جو ميلان وارو شاهي فرمان سڏجي ٿو. انهيءَ فرمان وسيلي سڀني مذهبن کي برداشت ڪرڻ ۽ درگذر ڪرڻ جو اعلان ڪيو هئائون. انهي اعلان سان، ڊايوڪليشن واري زماني کان عيسائين تي ٿيندڙ ظلمن جو انت اچي ويو هو. ڪانسٽنٽائين اولهندي اڌ جي شهنشاهہ هئڻ، توڙي سڄي شهنشاهي جي مالڪ ٿيڻ ڪانپوءِ انهيءَ اعلان کي لتاڙيندي گهٽو اڳتي نڪري ويو. جڏهن ڏنائين تہ عيسائي کيس تيرهون رسول ڪري مڃين پيا، تڏهن عيسائيت کي پکيڙڻ ۾ هر طرح مدد ڏنائين. هن قانوني طور آچر کي موڪل جو ڏينهن مقرر ڪيو ۽ چرچ توڙي پادرين کي خاص رعايتون ڏنائين. هن پنهنجن فوجن لاءِ هڪ دعا لکي ۽ وڌندڙ عيسائي برادري جي پورائي لاءِ انجيل جا نقل تيار ڪرائڻ لاءِ هڪ ادارو قائم ڪيائين ۽ بيسيليڪا ڪانٽنٽينيانا نالي هڪ وڏي ديول تعمير ڪرائڻ لاءِ روم جي شاهي زمين دان طور ڏنائين. (انهيءَ چرچ کي اڄڪلهہ سينٽ جان ليٽران جي نالي سان سڏيو ويندو آهي). هُن سينٽ پيٽر جي اصلوڪي ديول پڻ شروع ڪرائي. ڪانسٽنٽائين سڪندريہ، نيڪوميڊيا، اينٽيوچ، ٽرائر ۽ ٻين ڪيترن ئي شهرن ۾ ديولن جي اڏاوت واري ڪم ۾ سڏي يا اڻ سڏي طرح ٻهرو ورتو. جڏهن تہ سندس ماءُ هيلينا مقدس سرزمين جي زيارت لاءِ وئي ۽ بيت الحم ۾ آهر واريون جايون (جتي حضرت عيسيٰ ڄائو) ۽ يروشلم جي اها غار بہ ڳولي لڌائين جنهن لاءِ عيسائين جو خيال آهي تہ اتي حضرت عيسيٰ دفن ڪيو ويو هو. هن اُتي ديولون بہ ٺهرايون. ڪانسٽنٽائين کي انهن ڪيترن ئي نظرياتي جهيڙن منجهائي وڌو جن اوائلي عيسائين کي ورهائي ڇڏيو هو. هُن لينسيا جي ڪائونسل سڏائي تمثيليت جي حقيقت مٿان پيدا ٿيل جهيڙي کي نبيرڻ جي ڪوشش ڪئي. جهيڙو تہ نبيري نہ سگهيو پر اڳتي هلي انهيءَ ڪائونسل بين الاقوامي چرچ ٺاهڻ لاءِ نموني جو ڪم ڏنو.

ديواني معاملن کي نبيرڻ جي ڪانسٽنٽائين ۾ گهڻ صلاحيت هئي، انهيءَ هوندي بہ هن ڊايوڪليشن جي شروع ڪرايل انتظامي، قانوني، فوجي، ۽ اقتصادي سڌارن کي بهتر بنائڻ جو ڪم جاري رکيو. هن پنهنجي اڳين جانشين وانگر اوڀر واري حصي کان ويهي حڪومت هلائي ڇو تہ هو نہ صرف انهيءَ پاسي ڄائو هو پر هتان روم جي مقابلي ۾ پنهنجي وسيع شهنشاهي جي سڀني علائقن تائين

وڏيڪ سولائي سان پهچي نہ ٿي سگھيو. هن 330 عيسوي ۾ پراڻي بازنطين واري هنڌ تي ڪانسٽنٽينوپل ٺهرائڻ شروع ڪيو. جيتوڻيڪ ڪانسٽنٽينوپل کي 'نيو روم' سڏيو ويندو هو ۽ ڪيس يوناني عبادتگاهن مان لٽيل مال سان سينگاريو ويو هو، تنهن هوندي بہ بنيادي طرح اهو هڪ اهڙو عيسائي شهر هو جنهن جون ديولون ٻين سيني عمارتن جي ڀيٽ ۾ وڏيڪ خوبصورت ۽ اهميت واريون جايون ليکيون وينديون هيون.

ڪانسٽنٽائين جي دور ۾ ڪانسٽنٽينوپل سڄي رومي شهنشاهيت جي گادي وارو هنڌ هو. 395 عيسوي ۾ جڏهن شهنشاهي ٻن حصن ۾ ورهائجي وئي، تڏهن اهو شهر نئين اوڀرندي رومي يا بازنطيني سلطنت جي گادي وارو هنڌ ٿيو. پراڻي رومي سلطنت جي ابتڙ بازنطيني سلطنت تي اهو عيسائي حڪمران طبقو ڇانيل هو، جنهن جو بنياد ڪانسٽنٽائين وڌو هو. انهي طبقي ۾ مذهبي توڙي ديواني اختياري وارا شامل هئا. انهيءَ سلطنت نئين عيسائي ثقافت کي، ڪلاسيڪي ثقافت سان ڪلهوڪلهي ۾ ملائي تيزي سان اڳتي وڌڻ جو موقعو ڏنو. اولهندي رومي شهنشاهيت تہ وحشين هٿان تباهہ ٿي وئي، پر بازنطيني سلطنت انهي ڪانپوءِ بہ نہ صرف وڏي عرصي تائين هلي پر وڌنديي ويجهندي بہ رهي. انهي سلطنت، ثقافت کي نہ فقط محفوظ رکيو پر ان جي همت افزائي بہ ڪئي ۽ وچين صدين واري مدي ۾ ڪيس اولهہ ڏانهن منتقل ڪرڻ ۾ مددگار ثابت ٿي.

# ڊايوڪليشن

(284-305ع)

جنهن زماني ۾ ڊايوڪليشن انهي علائقي جي ڳوٺ ۾ جواني ڏانهن وڪ وڌائي رهيو هو، جيڪو اڄڪلهہ يوگوسلاويا ۾ آهي، تن ڏينهن ۾ جهوني رومي شهنشاهيت پنهنجا پويان پساهہ کڻي رهي هئي. يورپ جا وحشي قبيلا سندس اترين صوبن لاءِ خطرو بڻجي پيا هئا ۽ اوڀر کان ايران مٿس اکيون ڦوٽاريون بيٺو هو. جن جنرلن کي هوند سندس ٻاهرين علائقن جو بچاءُ ڪرڻ کپندو هو، سي اڪثر اُتي سياسي طاقت ڦٻائي پنهنجي حاڪميت جو اعلان ڪري ڇڏيندا هئا. تيئن وارا شهنشاهہ، جن جي اڪثريت جو تعلق فوج سان هو، سي اقتدار حاصل ڪرڻ لاءِ هڪ ٻئي سان وڙهندا رهندا هئا.

منڍ ۾ نوجوان ڊايوڪليشن بہ ساڳئي رنگ ۾ رنڱجي فوج وسيلي اقتدار ۾ آيو هو. هن جي فوجن سندس شهنشاهي جو اعلان ڪيو ۽ هن انهيءَ زماني جي شهنشاهہ ڪارينس سان جنگ جوٽي هئي، تان جو ڪارينس کي قتل ڪيو ويو، پر ڊايوڪليشن اقتدار جي مالڪي تي بس نہ ڪئي. سندس خواهش هئي تہ شهنشاهيت کي پنهنجي اڳوڻي عروج تائين پهچائي ڇڏي. 305ع ۾ پنهنجي رٽائرڊ ٿيڻ تائين هن سرحدن تي ناپر آڻي ڇڏي هئي، فوج کي پنهنجي قدمن ۾ جهڪائي ڇڏيو هئائين ۽ ڪيس سياست مان خارج ڪرڻ سان گڏوگڏ شهنشاهيت جي بہ نئين سر اندروني جوڙجڪ ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو هو. هُن رومي شهنشاهيت ۾ عيسائين جو آخري وڏو قتل عام بہ شروع ڪرايو هو ۽ هڪ اهڙي انتظامي سرشتي جو بنياد وڌو هئائين جنهن جي نتيجي ۾ شهنشاهيت آخرڪار ٻن حصن ۾ ورهائجي ويئي.

ڊايوڪليشن محسوس ڪيو تہ شهنشاهي کي گڏ رکڻ ۽ روم ۾ ويهي سندس انتظام هلائڻ هڪ ماڻهو جي وس کان ٻاهر هو. هُن جو پڪو ويساهہ هو تہ شهنشاهہ کي پنهنجي فوجن جي وفاداري جي خاطري ڪرڻ ۽ جيڪڏهن ضروري هجي تہ جنگ ۾ سندن منهنداري ڪرڻ ۽ مقامي انتظاميا جي قابليت تي نظرداري

رکڻ لاءِ ڏورانهن صوبن تائين پنهنجي سر وڃي ڏسڻ گهرجي. جيئن تہ ڪوبہ ماڻهو سيني صوبن ۾ هڪدم پهچي نٿي سگهيو يا رڳو ٿوري ٿوري وقفي کان پوءِ اُتي وڃي ٿي سگهيو. تنهن ڪري ڊايوڪليشن اولهہ پاسي امن امان قائم رکڻ خاطر ميگزيمين کي شريڪ شهنشاهہ مقرر ڪيو ۽ پاڻ اوڀر کي سنڀالڻ لڳو. وڌيڪ ضابطي رکڻ لاءِ ڊايوڪليشن سيزر جي لقب سان پنهنجا بہ مددگار مقرر ڪيا. گاليريئس کي اوڀر لاءِ ۽ ڪانسٽينٽيئس کي اولهہ لاءِ. ٻنهي سيزرن کي پاڻ سان ٻڌل رکڻ لاءِ هُن شادين جو سهارو ورتو. گاليريئس جي شادي ڊايوڪليشن جي ڌيءَ وليريا سان ۽ ڪانسٽينٽيئس جي شادي ميگزيمين جي ماٽيلي ڌيءَ ٿيوڊرا سان ڪرايائين. اهڙي طرح شهنشاهيت چئن حصن ۾ ورهائجي ويئي. هر هڪ حصي جو پنهنجو پنهنجو شهنشاهہ هو جيڪو پنهنجي گاديءَ تان حڪومت هلائيندو هو. اهو سرشتو ڪاميابي سان ڪم ڪندو رهيو جنهن جي نتيجي ۾ چار ئي شهنشاهي سربراهہ حملي آورن کي ڌڪي ڪڍڻ ۾ ڪامياب ٿيا ۽ سڄي شهنشاهي تي وري پنهنجو قبضو قائم ڪيائون. انهيءَ وچ ۾ ڊايوڪليشن پنهنجو سمورو ڌيان شهنشاهيت جي اندرين مسئلن تي ڏريو. هن مرڪزي حڪومت جو ڍانچو اهڙي طرح جوڙيو جو اقتدار جون سموريون ڏوريون سندس هٿ وس رهيون ۽ هُو جڏهن بہ ضروري سمجهندو هو تہ وقت سر قدم کڻي سگهندو هو. پراڻي رومي حڪومت جي ادارن ۽ عهدن جي گهٽائي ساڳي حالت ۾ برقرار رکيائين پر ڪجهہ ادارن جهڙوڪ، سينيٽ کي ڪوبہ اختيار نہ ڏنائين ۽ ٻين عهدن جهڙوڪ، ڪرائيٽورين پرفيڪٽ جي عهدي جا فرض بدلائي مٿس فوجي اڳواڻي بدران مالي انتظام رکڻ جو ڪم سونپيائين. شهنشاهي جي مرڪزي انتظام کي جدا جدا کاتن ۾ ورهائي، انهن جو انتظام ماهرن جي هٿ ۾ ڏنائين، جيڪي قاعدن ۽ قانونن پٽاندر ڪم ڪندا هئا. هن جي دور ۾ مستقبل جي آفيسرشاهي جو بنياد پيو،. جنهن مطابق ٻاهرين علائقن وارن صوبن کي ننڍڙن يونٽن ۾ ورهائي گورنرن جي طاقت گهٽائي ويئي ۽ مقامي حڪومت کي ماڻهن جي ويجهو آندو ويو. سالن کان هلندڙ جنگين جي ڪري سياسي جوڙجڪ وانگر شهنشاهيت جي اقتصادي حالت بہ تباهہ ٿي چڪي هئي. ڊايوڪليشن، زراعت کي همٿايو ۽ عمارتن ٺهرائڻ جو پروگرام شروع ڪري اقتصادي حالت کي بحال ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. واپار کي هٿي ڏيڻ لاءِ هُن سون ۽ چاندي جا ٺهيل پروسي جوڳا سڪا جاري ڪيا ۽ روزمره جي ڏيتي ليتي کي آسان بنائڻ لاءِ نوان ننڍا سِڪا بہ جاري ڪيا. هن اهڙا قانون ٺاهيا جن وسيلي ذاتي ملڪيت جا حق، قرض ڏيندڙن جا حق ۽ سندن عهدناما محفوظ بڻجي پيا، جنهن ڪري ملڪيت جي مالڪن کي هٿي ملي.

پر ڊايوڪليشن جا ڪي سڌارا ماڻهن ۾ گهڻي مقبوليت حاصل ڪري نہ سگهيا. انهن ۾ پوکي لائق زمين تي ڍل، عام ماڻهن تي محصول لاڳو ڪرڻ ۽

پگهارن ۽ قيمتن تي ضابطو قائم ڪندڙ 301 وارو ڊايوڪليشن جو مشهور شاهي فرمان شامل آهن. اهو شاهي فرمان ناڻي واڌ کي ماٺي ڪرڻ ۽ واپرائيندڙن کي استحصال کان بچائڻ جي نيت سان لاڳو ڪيو ويو هو، پر اهو هارين ۽ واپارين لاءِ تباهه ڪندڙ ثابت ٿيو. 04-303 عيسوي ۾ پنهنجي حڪومت جي پڇاڙي کان ٿورو اڳ ڊايوڪليشن عيسائيت کي چيڀاٽڻ لاءِ چار شاهي فرمان جاري ڪيا. فرمانن جاري ڪرڻ کان اڳ هو عيسائين کي پنهنجي دربار ۾ ۽ ٿي سگهي ٿو ته خود پنهنجي خاندان ۾ به برداشت ڪندو رهيو هو. جن ڪارڻن ڪري سندس مزاج ۾ اها تبديلي آئي تن جي چٽي طرح خبر نه پئجي سگهي آهي. گهڻن ماڻهن جو خيال آهي ته هن اهو ڪم پنهنجي سيزر گاليريئس يا پنهنجي دربار جي عيسائيت دشمن دانشورن جي چرچ تي ڪيو هوندو. ٻيا چون ٿا ته هن کي خطرو ٿيو ته عيسائي پنهنجي تلخ نظرياتي جهيڙن وسيلي ڪٺي سندس رعايا ۾ نااتفاقي پيدا ڪري نه وجهن. انهن فرمانن جاري ڪرڻ پويان ڪي ڪهڙا به مقصد هجن، پر انهن جو نتيجو اهو نڪتو جو سڄي شهنشاهي ۾ پُرتشدد قتل عام شروع ٿي ويو. شهنشاهيت جي اولهندين حصي ۾ ته اڃا وڏيڪ قتل عام ٿيو پر انهي قتل عام جي ڪري عيسائيت جون پاڙون پٽجي نه سگهيون. ان جي ابتڙ شهيدن جي ڪري سندس پاڙون وڌيڪ پختيون ٿيون.

305 عيسوي ۾ پوڙهي ۽ بيمار ڊايوڪليشن شهنشاهيت تان هٿ کڻڻ جو فيصلو ڪيو ۽ پنهنجي ساٿين آگسٽس ۽ ميگزيمين کي به پاڻ سان گڏ رٽائرڊ ٿيڻ لاءِ قائل ڪيائين. انهن پنهنجا عهدا پنهنجي ٻن سيزرن جي حوالي ڪيا، جيڪي هاڻي آگسٽي ٿي پيا ۽ سندن جاءِ تي نوان سيزر مقرر ٿيا. انهيءَ کان پوءِ ڊايوڪليشن سيلونا ۾ پنهنجي عاليشان محل ۾ گوشه نشيني اختيار ڪئي. (سيلونا سابقه يوگوسلاويا ۾ آهي) ۽ اتي باغباني ڪرڻ لڳو. انهن سالن کان پوءِ هو گمنامي جي زندگي ۾ مري ويو.

پنهنجي سڌارن ۽ نئين سر جوڙجڪ ڪرڻ وسيلي ڊايوڪليشن رومي شهنشاهيت کي شايد ايندڙ سؤ سالن تائين زنده رهڻ جي قابل بڻائي ويو هو؛ پر انتظام هلائڻ لاءِ هُن شهنشاهيت کي اوڀرندي ۽ اولهندي حصن ۾ ورهائي هڪ اهڙو ڏار وجهي ڇڏيو هو، جنهن بعد ۾ ان کي ٻن حصن ۾ ورهائي ڇڏيو ۽ جنهن جي ڪري روم سميت اولهندو اڌ تباهه ٿي ويو.

# هُنز جو بادشاھ اٽيلا

(406-453 ع)

ننڍو قد، ويڪرا ڪلھا، وڏو مٿو، ويٺل نڪ ۽ ڇڊي ڏاڙھي رکندڙ هُنز قبيلي جي بادشاھ اٽيلا 441ع ۾ سڄي اوڀر يورپ کي تاراج ڪري ڇڏيو ۽ ڪجھ سالن تائين اولھندي تورڙي اولھندي وارين ھنھي رومي سلطنتن کي خوف ۾ مبتلا رکيو آيو. وحشين جو سڀ کان وڏيڪ مشھور ۽ شايد سڀ کان طاقتور، ھي اڳواڻ جيڪو پاڻ تہ ننڍ ڪندي آرام سان مري ويو پر جنھن پنھنجي پوئتان تباھي ۽ بربادي ۽ کان سواءِ ورلي ٻيو ڪجھ ڇڏيو ھوندو، اڄ بہ سندس نالي ٻڌڻ سان يورپ جي ماڻھن جي ذھنن ۾ جنگي سفاڪي کان سواءِ ٻيو ڪجھ نٿو ايري.

پر اٽيلا ايڏو خراب ماڻھو نہ ھو. ھن کي 'خدا جو قھر' ڪري ڪوٺڻ ناانصافي ٿيندي. مثال طور منگولن ڪانئس وڌيڪ تباھي پکيڙي ھئي. اٽيلا قانون جو احترام ڪندو ھو ۽ ڪيترائي ڀيرا ھُن پنھنجن دشمنن تي رحم کائي کين معاف ڪري ڇڏيو ھو. ھن ھرويرو رومين کي فتح ڪرڻ نہ پئي چاھيو پر سندس مقصد ھو تہ کين ٻيچاري، ڪمزور ڪري؛ تہ جيئن اھي ھن لاءِ ڪڏھن بہ خطرو نہ بڻجي سگھن. پنھنجي رعايا جي ھڪ انصاف پسند حاڪم جي حيثيت ۾ ھن امن امان قائم ڪري کين سلامتي جو احساس ڏنو. جنھن ڪري ڪيترائي رومي اچي سندس علائقي ۾ رھيا. انھيءَ حد تائين جو ڪيترائي دانشور ھن اڻ پڙھيل بادشاھ جي دربار ۾ ايندا ھئا.

اٽيلا ۽ سندس وڏي ڀاءُ بليدا کي شھنشاھي، ورثي ۾ سندن چاچي روئا کان 435 عيسوي ۾ ملي. انھيءَ شھنشاھي جو مرڪز ھنگري ۾ ھو ۽ اِھا اولھ ۾ اَلپس کان وٺي اوڀر ۾ ڪيسپيئن سمنڊ تائين پکڙيل ھئي. روُئا ھن جي ڪيترن ئي جداجدا قبيلن کي تابعدار بڻائي اھا شھنشاھيت قائم ڪئي ھئي ۽ پوءِ پنھنجي اقتدار کي گھٽو اڳتي وڌائي ڌارين وحشين کي بہ پنھنجو زبردست بڻائي ڇڏيو ھئائين. ٿي سگھي ٿو تہ ھُن حملي جي ڌمڪي ڏيئي پنھنجي ڏاکٽي ڀاڙيسري اولھندي رومي سلطنت يا بازنطيني شھنشاھيت کي ھڪ اھڙي عھدنامي تي صحي

ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو هجي، جنهن مطابق بازنطينين هُن کي هر سال سون جا ست سؤ پائونڊ ڏيڻ قبول ڪيا هئا.

اٽيلا ۽ بليدا اقتدار ۾ اچڻ کان پوءِ سٽت ئي اعلان ڪيو تہ بازنطيني شهنشاهہ ٿيوڊوسيئس II ڏانهن سندن رقم رهيل آهي. هنن 441ع ۾ ڊنيوب اُڪري سنگيڊينم (بلغراد) ۽ ٻين ڪجهہ شهرن ۾ ڦرلٽ ڪئي. هڪ ٿاهہ جي ڪري عارضي طور جنگ بند ٿي ويئي، پر 443ع ۾ هُن وري حملو ڪيو. هن ڀيري هُو بازنطيني فوج کي پوئتي ڌڪيندا ڪانسٽنٽينوپل پهچڻ وارا هئا پر اتي پهچڻ کان اڳ پنهنجو رخ مٽائي، بازنطيني فوج کي شڪست ڏيڻ لاءِ گيلي پولي هليا ويا. نئُ جنگبندي جو معاهدو ٿيو، جنهن مطابق بازنطينين کي پنهنجي سموري بقايا ڀري ڏيڻي پئي. (جيڪا اٽيلا 6000 پائونڊ سونَ جا مقرر ڪئي) تنهن کان سواءِ کين هر سال آئندي لاءِ 2100 پائونڊ ڀري ڏيڻا هئا. اها رقم پراڻي ڏن جي ڀيٽ ۾ ڏيڻي هئي. معاهدي مطابق هُن جي حدن مان جلاوطن ٿيل ماڻهن کي پاڻ وٽ رهائڻ، يا هنن سان وڙهندڙ ڪنهن بہ بئي وحشي ماڻهو سان سهڪار ڪرڻ تي بندش وڌي ويئي. انهي معاهدي سان بازنطيني مالي طور تباهہ ٿي ويا. مٿن پنهنجي تباهہ ٿيل لشڪر کي بحال ڪرڻ لاءِ وحشي ماڻهن جي ڀرتي تي بہ بندش وڌي ويئي.

شايد اِهو ئي بهانو ڪري اٽيلا 447 ۾ وري ڊنيوب پار ڪيو هو ڇو تہ بازنطيني، ڀاڳيلن کي پنهنجي پناهہ ۾ رکن پيا. هو بہ سال اڳ پنهنجي ڀاءُ کي ماري واحد حاڪم ٿي ويو هو. هن ڀيري هن اُترئين بالڪان اپيٽ جو گهڻو ڀاڱو تباهہ ڪري ڇڏيو ۽ ٿرموپيلائي تائين ڌوڪيندو ويو جتي کيس روڪيو ويو. انهي جنگ کي ختم ڪرڻ لاءِ ٽن سالن تائين ڳالهہ ٻولهہ هلندي رهي ۽ ان کانپوءِ جيڪو معاهدو ٿيو، تنهن مطابق ڊنيوب جي ڏکڻ ۾ هُن کي زمين جي پٽي سان گڏوگڏ ڏن بہ مليو.

اٽيلا، بازنطيني شهنشاهيت کي ڌڏندو ڇڏي اولهہ ڏانهن رخ رکيو ۽ اعلان ڪيائين تہ سندس منزل مقصود گال ۾ ٽولوسا (ٽائُونور) جي چوڌاري وارو علائقو وسيگوٿ آهي، پر جڏهن اولهندي رومي شهنشاهہ جي ڀيڻ هوناريا کيس هڪ منڊي موڪلي کيس سندس رٿيل شادي مان نجات ڏيارڻ جي گذارش ڪئي، تڏهن هُن دعويٰ ڪئي تہ هوناريا ساڻس شادي جي رٿ ڏني آهي ۽ اولهندي رومي سلطنت جو اڌ ڏاج ۾ گهريائين. رومين ۽ وسيگوٿين تڙ تڪڙ ۾ اتحاد ڪيو ۽ اٽيلا ۽ سندس 5 لک، طاقتور فوج کان اڳ ڪيڻ لاءِ گال رستي آرليئينس ڏانهن ڊوڪي ويا. ٻئي فوجون مانيڪا وٽ دوبدو ٿيون. خونريز لڙائي ۾ ٻنهي طرفن جي ڳري نقصان کان پوءِ اٽيلا ڀاڄ کاڌي. اِها ئي سندس زندگي جي پهرئين ۽ واحد شڪست هئي. هڪ سال پوءِ هن اٽلي فتح ڪيو ۽ رستي ۾ ميڊيالانم (ميلان)

پتاويئم (پدوئا) ۽ ويرونا جهڙن شهرن کي فتح ڪري ڏکڻ طرف وڌيو پر بيماري، کاڌ خوراڪ جي قلت ۽ روم کان پاسيرو رهڻ لاءِ پوپ ليو I جي ڪيل درخواستن جي ڪري هو پوئتي موٽي ويو.

اٽيلا بازنطيني شهنشاهيت تي حملي ڪرڻ لاءِ اڃا تيارين ۾ ئي لڳو پيو هو جو هنگري ۾ پنهنجي محل اندر مري ويو. هن بازنطيني شهنشاهيت تي اهو حملو انهي ڪري ڪرڻ پئي چاهيو، جو اتان جي نئين شهنشاهه مارسين ڏن ڀرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو. هن جي شهنشاهيت سندس پٽ کي ملي پر جٽاءُ نه ڪري سگهي ۽ جلد ئي ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويئي.

ٿي سگهي ٿو ته اٽيلا پنهنجي پويان سواءِ خوف جي ٻيو ڪجهه شايد ئي ڇڏيو هجي پر قوم جي حيثيت ۾ هُن پنهنجي پويان گهڻو ڪجهه ڇڏيو آهي. اهي هُنز ئي هئا جن پنهنجن تيز گهوڙن سان ايشيا کي تاراج ڪري وحشين کي اُتان ڀڄائي ڪڍيو هو. انهن وڏي تعداد ۾ يورپ ۾ وڃي پناهه ورتي هئي. پناهگيرن ۾ گوٿس به شامل هئا جن آخرڪار اٽليءَ کي فتح ڪيو هو. تنهن کان سواءِ ٻيا به ڪيترائي اهڙا قبيلا هئا، جن جي پناهگيرن يورپ جي تاريخ جو رخ ئي ڦيرائي ڇڏيو هو.

# جسٽينين I

(482-565 ع)

خوشقسمتي سان هين عظيم اڳواڻ وانگر بازنطيني شهنشاه جسٽينين اعظم کي به پروسي جوڳا مددگار ملي ويا هئا. جن ۾ به عظيم جنرل بيلي ساريئس ۽ ناوسس، هڪ باصلاحيت وڪيل ٽرائبونن، به قابل منتظم ڪپاڊوڪيا ۽ پيٽر بارسائمس ۽ سندس زال ٿيوڊورا شامل آهن. هنهي عظيم جنرلن نه فقط سندس شهنشاهي کي برقرار رکيو پر کيس اچا به وڌايو، وڪيل قاعدا ڳڏ ڪري ناهڻ ۾ سندس مدد ڪئي ۽ هنهي منتظمن اهڙي طرح حڪومت جو انتظام رکيو، جو اها هڪ انصاف پري ۽ برجستي حڪومت ليکجڻ لڳي ۽ سندس زال ٿيوڊورا هن جو اهڙي وقت حوصلو وڌايو جڏهن مخالفن سندس تختو اونڌو ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. انهيءَ هوندي به شهنشاه جسٽينين ۾ ذاتي تيزفهمي، قدرتي انصاف ڪرڻ ۽ دورانديشي کان ڪم وٺڻ جا جيڪي گڻ هئا، تن سندس ڊگهي عهد حڪومت کي بازنطيني تاريخ جو سونهري دور ڪري ميرائڻ ۾ اهم ترين ڪردار ادا ڪيو.

جسٽينين پنهنجي زندگي جي شروعات پنهنجي چاچي، شهنشاه جسٽن I جي هڪ برجستي ساٿي جي حيثيت سان ڪئي. هو اجوڪي يوگوسلاويا جي ڪنهن ڳوٺ ۾ هڪ هاري گهراڻي ۾ پيدا ٿيو. ترقي ڪندي، هڪ فوجي عهدي تائين وڃي پهتو. جسٽن 518 عيسوي ۾ جڏهن شهنشاه ٿيو تڏهن قانوني طور پنهنجي ڀائيٽي کي پنهنجو گود ورتل پٽ ٺهرايائين ۽ کيس ڪيترائي اهم سرڪاري عهدا ڏنائين. جسٽينين به سندس بااثر صلاحڪار ٿي اڀريو ۽ پنهنجي چاچي جي ڪيترين ئي پاليسين پويان سندس هٿ رهيو. هن کي 527 عيسوي ۾ پنهنجي چاچي جو شريڪ شهنشاه بنايو ويو. انهي ڪانپوءِ ساڳئي سال جسٽن I جڏهن وفات ڪئي تڏهن هو شهنشاه ٿيو.

جسٽينين کي ورثي ۾ تخت سان گڏوگڏ پرشيا سان جنگ به ملي. هن جي علائقي کي جيڪي گهڻا خطرا سامهان هئا، تن ۾ اها جنگ سرفهرست هئي

جيڪا ڪڏهن بند ۽ ڪڏهن جاري رهندي، 561 عيسوي تائين هلي. نيٺ 50 سالن جي هڪ ٺاه لاءِ ڳالهيون هليون. ٺاه مطابق بازنطينين کي گهٽو ڪري سينٽي ڪئنيل علائقا موٽي مليا. انهيءَ جي بدلي انهن 30 هزار اشرفيون ساليانيء ڏن طور پرڻ قبوليون. جسٽينين کي بالڪان اپهيٽ کان ٿينڊڙ وحشين جي حملن کان پنهنجي سرحدن کي بچائڻ ۾ گهڻ ڪاميابي ٿي. هڪڙي موقعي تي تہ اهي ڪانسٽنٽينوپل جي در تائين پهچڻ ۾ بہ ڪامياب ٿي ويا هئا، پر سندس وفادار جرنل بيلي ساريئس مقامي آبادي کي جنگ ۾ شامل ڪري کين روڪي ڇڏيو. حملي ڪندڙن مان ڪن کي تہ آخرڪار شهنشاهي حدن مان ڌڪي ڪڍيو ويو پر ڪي بازنطيني علائقي ۾ ئي رهي پيا، ايتري تائين جو وڏيڪ حملن کي روڪڻ لاءِ فوج ۾ بہ شامل ٿي ويا.

جسٽينين پنهنجي شهنشاهي کي اولهہ طرف وڌائڻ جون جيڪي ڪوششون ڪيون تن مان ڪي ڪامياب ٿيون ۽ ڪن جو نتيجو ناڪامي جي صورت ۾ نڪتو. هو پنهنجو فرض سمجهندو هو تہ ڪيئن بہ ڪري پراڻي رومن سلطنت جي اولهہ وارن صوبن کي پنهنجي شهنشاهي ۾ وري شامل ڪري. هن اتر آفريقا ۽ اٽليءَ تي وقتائتا حملا ڪري اُتان جي بربر (وحشي) حاڪمن جو خاتمو آڻڻ جي ڪوشش ڪئي. بيلي ساريئس اتر آفريقا جي حاڪم ونڊال کي سولائي سان شڪست ڏيئي سندس علائقي کي شهنشاهي ۾ شامل ڪري ڇڏيو پر اٽلي کيس وڌيڪ ڏکيو پيو. بازنطينين 540 ۾ اوستراگوٿ وارن کان راوينا ۽ انهيءَ جي پسگردائي وارو علائقو کسي ورتو پر 552 عيسوي تائين اوستراگوٿ جي قابل اڳواڻ توتيلا کين اڳتي وڌڻ کان روڪي ڇڏيو. انهيءَ کانپوءِ بازنطينين جي هڪ وڏي لشڪر نارسس جي هٿ هيٺ جنگ ۾ توتيلا کي شڪست ڏئي قتل ڪري ڇڏيو. نارسس روم تي قبضي ڪرڻ لاءِ پنهنجي پيشقدمي جاري رکي. 562 تاري بازنطينين سڄي اٽلي تي قبضو ڪري ورتو پر اٽلي جنگ ۾ ايترو تباه ٿي چڪو هو جو عام رواجي اقتصادي ۽ سياسي زندگي کي اتي بحال ڪرڻ ناممڪن ٿي پيو. جسٽينين جي موت کان ٿورڙو ئي پوءِ بازنطيني اٽليءَ کي ان وقت وري وڃائي ويٺا، جڏهن لومباردن حملو ڪري ان جو ڪجھ ڀاڱو فتح ڪري ورتو.

جسٽينين پنهنجي زندگي جو گهڻو حصو اندروني سڌارن ۾ لڳائي ڇڏيو، جڏهن تہ هن جا جرنل سندس پاران جنگيون ڪندا رهيا. هن کي بدعنوانين ۽ خاص طبقن کي مليل رعايتن جي پاڙ پٽڻ ۽ پنهنجي رعيت کي سولائي سان انصاف ڏيارڻ ۾ خاص دلچسپي هئي. هن ٽرائبونن جي سربراهي ۾ پنهنجن توڙي سمورن رومي قانونن کي ڪوڊ نمبر ڏيارڻ لاءِ جيڪا ڪميشن قائم ڪئي، تنهن جي مقصدن ۾ سستو انصاف ڏيارڻ بہ شامل هو. هن مالي نظام تي بہ سختي ڪئي ۽ محصول ڏيڻ کان گوشناٽ ڪندڙن جو خاتمو آڻي ڇڏيائين. تنهن کان سواءِ هن جي ڏينهن ۾

عام کيل تماشن تي ٿيندڙ خرچ سميت سمورن سرڪاري خرچن ۾ ڪٽوتي ڪئي وئي.

جسٽينين جي مالي سڌارن اميرن توڙي غريبن ٻنهي ۾ بي چيني پکيڙي ڇڏي. ڪانسٽنٽينوپل ۾ 532ع ۾ جيڪي خونريز فساد ٿيا تن جو سبب ڪنهن حد تائين اهي سڌارا به هئا. بيچيني جو ٻيو ڪارڻ عيسائين جو نظرياتي اختلاف به هو. فسادين جي جولاني پريل ميڙ هڪ نئون شهنشاه به مقرر ڪري ڇڏيو پر جسٽينين جي زال ٿيوڊورا ڪيس مزاحمت ڪرڻ لاءِ قائل ڪري ورتو ۽ سندس وفادار جرنلن هزارين فسادين کي قتل ڪري بيچيني کي دٻائي ڇڏيو. لڳاتار جنگ ۽ بغاوتن هوندي به جسٽينين جي حڪومت جو دور بازنطينِ جي ادب، فن ۽ اڏاوت جو سونهري دور مڃيو وڃي ٿو. ڪانسٽنٽينوپل ۾ سڀ کان سهڻو ٺهيل چرچ هاگيا صوفيا شهنشاه جي پنهنجي ذهن جي پيداوار هو. اها عمارت جنهن جو نقشو حسابدانن ۽ فن تعمير جي ماهرن گڏجي ٺاهيو هو، تنهن ۾ وڏن وڏن گنبذن هيٺ وسيع ميدان اهڙي طرح رکيا ويا هئا جو لڳندو هو ته اها عمارت 'ري ٽنيين ري ٽوٽئين' تري پئي. جسٽينين II به ڪيترين عمارتون قلعن کان وٺي خانقاهن تائين ٺهرايون جن ۾ روينا جون به عاليشان ديولون به شامل هيون؛ پر هاگيا صوفيا کي بازنطيني فنِ تعمير جو شاهڪار ڪري ليکيو وڃي ٿو.

جسٽينين جي حاصلات جو گهڻو تڻو ڀاڱو سندس جانشينن هٿا ضايع ٿي ويو پر به يادگار اڃا تائين قائم آهن؛ پهريون هاگيا صوفيا، جيڪا هاڻي ميوزيم آهي، گهڻي ڀاڱي پنهنجي اصلي حالت ۾ قائم آهي. هاگيا صوفيا جو شان ۽ شوڪت ڏسي، ڏسڻ وارا انهي بازنطيني سلطنت جي شان ۽ شوڪت کان ڏاڍا متاثر ٿيندا آهن جيڪا شهنشاهه جسٽينين جي هٿ هيٺ هئي. انهيءَ کان به وڌيڪ اهم، جسٽينين جو اهو قانوني ضابطو آهي، جنهن ايندڙ پيڙهين لاءِ رومي قانون کي محفوظ بڻائي ڇڏيو آهي ۽ انهيءَ قانون لاءِ بنياد جو ڪم ڏنو اٿس، جنهن قانون هيٺ اڄوڪا يورپي ماڻهو رهن ٿا.

# گريگوري اعظم

(540-604 ع)

590 عيسويءَ ۾ اٽلي، زمين جي بڪايل ۽ تباهي آڻيندڙ لومباردن جي پيرن هيٺان اچي تباه ٿي چڪو هو. رومي شهنشاهيت جي گادي جو هنڌ ڪانسٽنٽينوپل تمام گهڻو پري هو. حالتون انهي حد تائين خراب ٿي چڪيون هيون جو ڪانسٽنٽينوپل سڪندريه ۽ انٽوٽوائچ جي بشپن يا پيٽرارين جي پاڻ ۾ اختلافن ڪري چرچ جي بالادستي به خطري ۾ پئجي ويئي هئي. جيڪو به ماڻهو پوپ ٿيندو هو، تنهن کي ڪم ڪرڻ نه ڏنو ويندو هو. تنهنڪري هڪ اهڙي ماڻهو جي ضرورت هئي جيڪو انتهائي قابل هجي. گريگوري اعظم اهڙوئي ماڻهو هو. انهي زماني جي سڄي جاتل سڃاتل دنيا جون مهذب حڪومتون ته ڏڏي رهيون هيون پر روم جي چرچ مٿان هڪ اهڙو ماڻهو پوپ طور مقرر ٿيو، جيڪو بهادر به هو ته انتظامي صلاحيتون رکندڙ به، جيڪو پارسا به هو ته پنهنجي مقصد لاءِ جوش ۽ جذبي سان ڪم ڪندڙ به. اهوئي سبب آهي جو ڪيترن ئي تاريخ نويسن کيس 'وچين صدين واري پاپائيت جو معمار' ڪري سڏيو آهي. اهو ماڻهو هو، پوپ گريگوري اعظم.

گريگوري روم جي هڪ شاهوڪار گهراڻي ۾ پيدا ٿيو هو. کيس سٺي تعليم ملي هئي پر حيرت جهڙي ڳالهه آهي ته هن ڪڏهن به يوناني ٻولي نه سکي، جيڪا اوڀرندي رومن شهنشاهيت جي سرڪاري ٻولي هئي. ان پنهنجي عوامي زندگي جي شروعات 30 سالن جي ننڍي عمر ۾ روم جي پريفيڪٽ يا ديواني منتظم جي حيثيت سان ڪئي. پنهنجي پيءُ جي موت کان پوءِ هن راهب بڻجي پنهنجي دولت جو گهڻو حصو خيراتي ڪمن ۾ خرچ ڪيو، جن ۾ سسلي ۾ ڇهه نيون خانقاهون ٺهرائڻ به شامل هو. انهي کان پوءِ هو پادري ٿيو. پوپ 879عيسويءَ ۾ کيس پنهنجي نمائندي طور ڪانسٽنٽينوپل ڏانهن موڪليو. هن تي خاص ڪم اهو رکيائين ته شهنشاه تائيبريئس II کان لومبارڊ حملي آورن خلاف فوجي مدد وٺي. گريگوري 584عيسوي ۾ خالي هٿين روم ڏانهن موٽي آيو.

جتي پوپ پيلاجيئس II جي وفات کانپوءِ پادرين توڙي عام اڳواڻن جي زور ڀرڻ تي هن کيبائيندي کيبائيندي 590ع ۾ پوپ جو عهدو قبول ڪيو.

پوپ جي حيثيت ۾ سندس سامهون پهريون ڪم اهو هو ته لومباربن هٿان اتر اٽليءَ جي گهڻي ڀاڱي فتح ٿيڻ ڪري، جن انبوه ماڻهن ڀڄي اچي روم ۾ پناه ورتي هئي، جتي اڳيئي پليگ جي بيماري مان خطرو پيدا ٿي چڪو هو، تن لاءِ کاڌو خوراڪ ۽ پناه جو بندوبست ڪري ۽ حملي آورن سان صلح ڪري امن و امان قائم ڪري. هن پناهگيرن کي کاڌ خوراڪ مهيا ڪرڻ لاءِ سسلي جي پوپ وارين زمينن تان ان گهرايو. انهن پناهگيرن ۾ ٽي هزار ننس به شامل هيون. لومباربن سان جنگبندي جي ڪوشش ۾ کيس گهڻ ڪاميابي ٿي، جيتوڻيڪ ته نئون شهنشاه موريس جنگ جاري رکڻ جي حق ۾ هو. تنهنڪري 598ع تائين پوپ ۽ لومباربن جي بادشاه ايگيلاف جي وچ ۾ عارضي صلح جو معاهدو نه ٿي سگهيو. گريگوري، شهنشاهه وٽ انهي معاهدي جي وضاحت ڪندي کيس سمجهايو ته هن اهو صلحنامو 'لومباربن جي تلوارن جي ڇاڇي هيٺ' ڪيو هو. گريگوري کي حالتن جي مجبوري ڪري سيڪيولر حاڪم ۽ ملڪي مدبر ٿيڻو پيو. هي ئي اهو ماڻهو هو جنهن پهريون ڀيرو سسلي، فرانس ۽ اٽليءَ ۾ پوپ جي زمينن کي هيڪاندو ڪري کين پوپ جي رياستن جو درجو ڏياريو ۽ پيٽر جي نالي ماتر سرپرستي کي حقيقي سرپرستي ۾ بدلائي ڇڏيائين. هن جو عقيدو هو ته انهن زمينن مان ٿيندڙ آمدني چرچ ۽ غريب ماڻهن تي خرچ ٿيڻ گهرجي، پر کيس انهن خطرن جي پلي پٽ چاڻ هئي جيڪي هڪ امير ۽ بدعنوان چرچ مان پيدا ٿي سگهيا ٿي. هن اعلان ڪيو "اسان ناجائز ذريعن سان چرچ جو خزانو ڀرڻ جي خلاف آهيون."

گريگوري يورپ جي ڪافر حملي آورن سان دورانديشي وارو ۽ لاپاٺو رويو رکيو، هن محسوس ڪيو ته اهي حملي آور آباد ٿيڻ، زنده رهڻ ۽ خوشحال ٿيڻ لاءِ اتي آيا هئا. تنهنڪري روم جي چرچ کي گهرجي ته کين عيسائي ڪرڻ ۽ مهذب بڻائڻ لاءِ پنهنجي وس آهر پوري پوري ڪوشش ڪري. هن ايگيلاف جي عيسائي زال ٿيوڊولينڊا سان دوستي رکي. گريگوري جي موت کانپوءِ ٿيوڊولينڊا جو پٽ ايڊالولڊ عيسائي ٿيو. گريگوري سينيٽ آگسٽائين جي اڳواڻي ۾ هڪ تبليغي جماعت انگلينڊ ڏانهن موڪلي. انهيءَ تبليغي جماعت نه صرف اهم ماڻهن کي عيسائي مذهب ۾ آندو پر کين رومي اڳواڻي هيٺ منظم به ڪيو. اهڙي طرح هن پروگرام ئاهي اولهه يورپ کي مذهب بدلائڻ ۽ رومن ڪنٽرول ٿيڻ لاءِ تيار ڪيو، جيتوڻيڪ ته هن پروڙي ورتو هو ته هڪ ڏينهن اهڙو ضرور ايندو جڏهن اوپر واري چرچ، روم جي چرچ کان ڇڄي ڌار ٿي ويندي. ساڳئي وقت هن يورپ ۾، جتي گهڻو ڪري خانقاهون نهرائي اٽڪ محنت ڪئي؛ مهذب حڪومتون ناپيد هيون، خانقاهون نهرائي عيسائي عقيدا پڪيڙڻ لاءِ اورچائي سان ڪم به ڪيو.

منتظم جي حيثيت ۾ چرچ کي مرڪزيت ڏيڻ به گريگوري جو ڪارنامو هو. اچا ڪيرن ئي بشپن سندس اختيار کي مڃيو ئي نه هو جو هن دعوا ڪئي ته ڪيس سيني بشپن تي نظر رکڻ ۽ کين ٺيڪ ڪرڻ جو حق حاصل آهي. هن چيو"مان ڪنهن به اهڙي ماڻهو کي بشپ مڃڻ لاءِ تيار ناهيان، جيڪو غلطي ڪرڻ ڪانپوءِ به رسول جي گادي (رو) جي تابعداري نٿو ڪري." هو پڇڪڙي ڪندڙن کي يڪدم عهدي تان لاهڻ، خانقاهن ۾ ٿيندڙ غلط ڪمن کي بند ڪرائڻ کان بنهه نه ڪيٻائيندو هو. هن جي سڀ کان وڏيڪ اهم لکتي ريگولاپاسٽورالس آهي، جنهن ۾ بشپن جا ڪم ۽ فرض چٽي طرح لکيل آهن. هن سڄي عيسائي دنيا جي بشپن ڏانهن 800 کان به مٿي خط لکيا هئا جن ۾ نه صرف کين هدايتون ڏنيون هئائين پر هن مذهبي دعائن ۾ سڌارا آڻڻ واري ڪم کي پڻ همٿايو. جنهن ڪري گريگوري وارين دعائن جو پايو پيو. پوپ ٿيڻ جي ٽورن سالن کان پوءِ گريگوري لکيو: "هر هنڌ تي اسانکي چڪتاڻ نظر اچي ٿي، هر هنڌ کان اسانکي ماڻهن جون دانهون ڪوڪون ٻڌڻ ۾ اچن ٿيون، شهر برباد ٿي ويا آهن، قلعا ملياميٽ ٿي ويا آهن، ٻنيون ويران ٿي ويون آهن ۽ زمين خالي ٿي وئي آهي... ڏسو ته انهي روم تي ڪيڏي نه آفت اچي ڪڙڪي آهي جيڪو ڪنهن زماني ۾ سڄي دنيا جو مالڪ هوندو هو." گريگوري جي جاءِ تي ڪوبه بيو گهٽ ذهن وارو ماڻهو هجي ها ته اهي حالتون ڏسي مايوس ٿي وڃي ها پر گريگوري، جنهن کي چرچ وارا پيار وچان 'عوامي پوپ' ڪري سڏيندا هئا، پنهنجي جانشين لاءِ اهڙا عملي پروگرام ڇڏي ويو، جنهن روم جي چرچ کي نه صرف اتساه ڏنو پر ڪيس وچين دور جي اونداهي پرپل ڏهاڪن کان بچائي سلامت بنائي ڇڏيو.

# محمد صلي الله عليه و آلہ وسلم

## 570ع - 632ع

**هي مضمون مائيڪل ايچ- هارٽ جي ڪتاب ’تاريخ تي سڀ کان وڌيڪ اثر وجهندڙ هڪ سؤ ماڻهن جي درجه بندي‘ 'The 100' A Ranking of the most influencial persons in History' تان ورتل آهي.**

مان اهڙن هڪ سؤ ماڻهن جي فهرست ٺاهي، جن دنيا تي سڀ کان وڌيڪ اثر وڌو آهي، پر منهنجي اڳيان هي سوال ڪَرُ کڻي بيهي رهيو ته انهن مان ڪنهن کي اول نمبر تي رکان. انهيءَ لاءِ مون ڪي اصول ٺاهيا، جن جو تفصيلي ذڪر اڳتي هلي ايندو. انهن اصولن جي روشنيءَ ۾ مون محمد کي ان فهرست جي منڍ ۾ رکيو آهي. ٿي سگهي ٿو ته ڪي ماڻهو منهنجي چونڊ تي حيران ٿين ۽ ڪي ان تي اعتراض به ڪن، پر تاريخ ۾ مون کي اها ئي هستي نظر آئي آهي جيڪا مذهبي توڙي غيرمذهبي معاملن ۾ حد کان وڌيڪ ڪامياب ٿي ۽ مون کي جنهن جو ٻيو ڪو به مٽ نه مليو. اچو ته توهان کي ٻڌايان ته محمد صہ کي مون ڇو سڀ کان مهان هستي ڪري ليکيو آهي؟

محمد صہ، غريب گهراڻي مان هو. ان هوندي به هن دنيا جي وڏن مذهبن مان هڪ جو بنياد وڌو. ان کي پکيڙيو ۽ بيحد اثرائتو سياسي اڳواڻ به بڻيو. هن کي وفات ڪئي تيرهن (هاڻي چوڏهن) صديون گذري ويون آهن، تنهن هوندي به اڄ تائين سندس اثر نه صرف دائم ۽ قائم آهي، پر ماڻهن جي رڳ رڳ ۾ سمايل آهي.

هن ڪتاب ۾ جيڪي نامور هستيون شامل ڪيون ويون آهن، تن مان گهڻائي اهڙن ماڻهن جي آهي، جيڪي تهذيبي مرڪزن ۾ ڄاوا ۽ نپيا ۽ جن جو تعلق مرڪزي اهميت رکندڙ انتهائي مهذب قومن سان هو. انهن جي ابتڙ محمدصہ سنہ 570ع ڌاري ڏاکڻين عربستان جي شهر مڪي ۾ ڄائو هو. انهي زماني ۾ اهو علائقو دنيا جو پوئتي پيل علائقو ليکبو هو ۽ علمي، هنري توڙي واپاري مرڪزن کان تمام گهڻو پري هو. هو ڇهن سالن جي ڄمار ۾ مڪمل يتيم ٿي ويو هو، ۽ سندس پالنا به وچولي طبقي ۾ ٿي هئي. اسلامي حديثن مان پتو پوي ٿو ته هو اُمي

(ڪنهن استاد وٽ نہ پڑهيل) بہ هو. هن جي مالي حالت بہ تڏهن سڌري سگهي هئي، جڏهن پنجويهن سالن جي ڄمار ۾ هڪ مالدار رن زال سان شادي ڪئي هئائين. هو چاليهن سالن جو ٿيڻ وارو هو تڏهن بہ ڪو اهڙو اهڃاڻ نظر نٿي آيو، جنهن مان ڪو اندازو لڳائي سگهي ها تہ هو سموري تاريخ جي عظيم ترين هستي ٿي اڀرندو. ٻين لفظن ۾ تہ ڪيس پاڻ مڃائڻ لاءِ تمام ٿورو وقت مليو سگهيو هو. مطلب تہ ٻين نامور ماڻهن جي ڀيٽ ۾ محمدﷺ کي ڏاڍيون ڏکيون حالتون مليون هيون.

انهي زماني ۾ عربن جي اڪثريت بت پرست هوندي هئي ۽ گهڻن خُدائن (ديوين، ديوتائن) کي مڃيندي هئي. مڪي ۾ ٿورڙا يهودي ۽ عيسائي بہ رهندا هئا، جيڪي هڪ خدا کي مڃيندا هئا. پاڻ سڳورا انساني فطرت جي تقاضا موجب ڄمڻ کان ئي توحيد تي قائم هئا. محمدﷺ جڏهن چاليهن سالن جو ٿيو تہ ڪيس يقين ٿي ويو اهو واحد خدا (وحي وسيلي) ساڻس ڳالهائي رهيو هو ۽ پنهنجي سچي مذهب ڦهلائڻ لاءِ ڪيس چونڊيو هئائين.

ٽن سالن تائين محمدﷺ فقط پنهنجن ويجهن دوستن ۽ ساٿين ۾ تبليغ ڪندو رهيو. تنهن کان پوءِ هن اٽڪل 613ع ڌاري عوام ۾ تبليغ شروع ڪئي. آهستي آهستي سندس پوئلڳن جو انگ وڌڻ لڳو، جنهن ڪري مڪي جا حاڪم ڪيس خطرناڪ آزار سمجهڻ لڳا. محمدﷺ، پنهنجي سلامتي خاطر 622ع ۾ مديني ڏانهن هجرت ڪئي. (اهو شهر مڪي جي اتر ۾ 200 ميل ڪن پري آهي) مديني مان ڪيس ڪجھ سياسي طاقت ملڻ جي آچ ٿي هئي.

هجرت پيغمبرﷺ جي حياتي ۾ هڪ نئون سفر ثابت ٿي. مڪي ۾ سندس پوئلڳن جو تعداد ٿورو هو. مديني ۾ ڪيس ٻيا بہ ڪيترائي پوئلڳ ملي ويا، جنهن ڪري جلد ئي ايترو اثرائتو ٿي ويو، جو ڪنهن جي مجال نہ هئي تہ سندس حڪمن جي ڀڃڪڙي ڪري سگهي. ايندڙ ڪجھ سالن ۾ محمدﷺ جي پوئلڳن جو انگ تيزي سان وڌيو جنهن ڪري مڪي جي حاڪمن مديني تي ڪاهہ ڪئي. انهي کان پوءِ لڙاين جو هڪ سلسلو شروع ٿي ويو، جن جي پڄاڻي تڏهن ٿي جڏهن محمدﷺ 630ع ۾ مڪو فتح ڪيو. هن جي زندگي جي پوين ڏهائن سالن ۾ عرب قبيلا تيزي سان مسلمان ٿيندا ويا. محمدﷺ 632ع ۾ پنهنجي وفات تائين سڄي ڏاکڻين عربستان جو اثرائتو حاڪم ٿي چڪو هو.

عربستان جا بدو قبائلي، چيتا ويڙهاڪ ليکبا هئا، پر اهي پنهنجين اترين مهذب پاڙيسري سلطنتن جي ڀيٽ ۾ ڪمزور هوندا هئا، ڇو تہ اهي سلطنتون زرخيز ملڪن تي ٻڌل هيون ۽ وٽن وڏا وڏا لشڪر هئا. ان جي ابتڙ هڪ تہ بدو مختلف قبيلن ۾ ورهايل هئا ۽ اهي قبيلا لڳاتار پاڻ ۾ وڙهندا رهندا هئا، ٻيو تہ سندن تعداد بہ گهٽ هو. محمدﷺ تاريخ ۾ پهريون ڀيرو کين متحد ڪيو ۽ منجهن هڪ

سچي خدا تي ايمان رکڻ سيکاريو. انهي ايمان سببان انهن ۾ اهڙو تہ جوش ۽ ولولو پيدا ٿيو، جنهن اڳيان اهي وڏيون وڏيون سلطنتون بہ بيهي نہ سگهيون. عربن جي ننڍڙن ننڍڙن لشڪرن جيڪي اچرج ۾ وجهڻ جهڙيون فتحون ماڻيون تن جو مثال انساني تاريخ ۾ ملڻ محال آهي. عربستان جي اتر اوڀر ۾ ساسانين جي ٿاهيل وسيع ايراني سلطنت هئي ۽ سندس اتر اولهہ ۾ بازنطيني يا اوڀرندي رومي سلطنت هئي، جنهن جي گادي قسطنطنيہ ۾ هئي. تعداد جي لحاظ کان عربن جو پنهنجن دشمن سان ڪو مقابلو ئي ڪو نہ هو، تنهن هوندي بہ اتساهيل عربن تيزي سان سڄو عراق، شام ۽ فلسطين فتح ڪري ورتو. انهن 642ع ۾ بازنطيني سلطنت کان مصر کسي ورتو ۽ ايراني فوجن کي 637ع ۾ قادسيہ جي جنگ ۽ 642ع ۾ نهاوند جي لڙائي ۾ موتمار شڪست ڏنائون. اهي فتحون محمدصہ جي پهرين ٻن خليفن ابوبڪررضہ، عمر بن الخطاب رضہ جي ڏينهن ۾ ٿيون، پر انهن سان عرب فتحون بس نہ ٿيون. عرب فوجون 711ع ڌاري سڄي اتر آفريڪا کي مڪمل طرح لتاڙي وڃي ائٽلانٽڪ وڏي سمنڊ تائين پهتيون. اتان انهن اترطرف رخ ڪيو ۽ جبرالٽر جو ڇُچي سمنڊ اڪري وڃي اسپين جي وسيگوٿي بادشاهي مٿان غالب پيون.

هڪڙو زمانو اهڙو بہ آيو، جڏهن لڳو ٿي تہ مسلمان سڄي عيسائي يورپ تي غلبو ڪري ويندا. مسلمانن جي هڪ فوج وڃي وچ يورپ تائين پڳي هئي پر 732ع ۾ ٽوئرس واري مشهور لڙائي ۾ آخرڪار فرينچن کين شڪست ڏني. بهرحال هڪ صديءَ کان بہ گهٽ عرصي ۾ انهن عرب بدوين پيغمبرصہ جي وعدي کان متاثر ٿي، هڪ اهڙي سلطنت حاصل ڪري ورتي هئي، جيڪا هندستان جي سرحدن کان وٺي ائٽلانٽڪ وڏي سمنڊ تائين پکڙيل هئي. ان جهڙي وسيع سلطنت دنيا اڳي ڪڏهن بہ نہ ڏٺي هئي، ۽ نہ وري فتح ٿيل علائقن جي ايڏن ماڻهن هن کان اڳ ڪڏهن پنهنجو مذهب مٽايو هو.

هرويرو ايئن بہ ناهي تہ اهي سموريون فتحون دائمي ثابت ٿيون. ايراني جيتوڻيڪ پيغمبرصہ جي دين تي اڄان تائين قائم آهن پر انهن عربن کان وري آزادي حاصل ڪري ورتي ۽ اسپين ۾ ستن صدين جي لڙاين کان پوءِ، عيسائي نيٺ وري سڄو اپکنڊ فتح ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. تنهن هوندي بہ اترآفريڪا جي سامونڊي ڪناري واري سموري علائقي وانگر، قديم تهذيب جي پرورش ڪندڙ بہ ملڪ ميسوپوٽيميا ۽ مصر اڄان تائين عرب آهن. مسلمانن جو هي نئون مذهب نہ فقط انهن علائقن ۾ پکڙيو جيڪي مسلمانن منڍ ۾ فتح ڪيا هئا، پر وچ وارين صدين ۾ ٻين ڏورانهن علائقن ۾ پکڙجندو رهيو. اڄ ڪلهہ انهي مذهب جا ڪروڙين مڃيندڙ آفريڪا توڙي وچ ايشيا ۾ موجود آهن. پاڪستان ۽ اترهندستان ۾ تہ سندن تعداد اڄان بہ وڏيڪ آهي. انڊونيشيا کي متحد رکڻ جو ڪم بہ هن نئين

مذهب ڏنو آهي. البت هندستاني ننڍي کنڊ ۾ مسلمانن ۽ هندن جو جهيڙو، اجان تائين سندن هڪٻئي ۾ رڪاوٽ بڻيل آهي.

آخر، انساني تاريخ تي پيل محمد جي اثر جو ڪاٿو ڪيئن ڪجي؟ ڇاڪاڻ ته اسلام پنهنجن مڃيندڙن تي وڏو اثر ڇڏيو، ٻيا مذهب به پنهنجن مڃيندڙن تي اثر رکن ٿا. دنيا ۾ عيسائين جو انگ ته مسلمانن کان ٻيڻو ليکي ٿو. پوءِ به هن ڪتاب ۾ محمد کي عيسيٰ عه کان مٿاهون درجو ملڻ تي، ٿي سگهي ٿو ته پهريائين ڪجهه عجيب لڳي. انهي فيصلي (محمد کي عيسيٰ عه کان مٿي رکڻ) جا به مکيه سبب آهن. هڪ ته عيسيٰ عه عيسائيت جا مکيه واجبي ۽ اخلاقي حڪم (خاص ڪري اهي، جيڪي يهوديت کان مختلف آهن). بنيادي طرح عيسيٰ عه کان نئي مليل آهن، پر نئون عهدنامو (انجيل) گهٽي ڀاڱي حضرت عيسيٰ جو نه، پر سينٽ پال جو لکيل آهي. سينٽ پال نئي عيسائيت جو مکيه پکڙيندڙ ۽ عيسائي مذهب جي ڏنل خدائي علم جو مکيه اڏيندڙ آهي.

ٻيو ته عيسيٰ عه جي ڀيٽ ۾ محمد پاڻ نه فقط اسلام جو عقيدو ڏنو، پر انهي مذهب جا شريعتي ۽ اخلاقي اصول پڻ سندس ڏنل آهن. تنهن کان سواءِ محمد بنيادي طور پنهنجي سر نئون مذهب پکيڙيو ۽ اسلامي شريعت به پاڻ سر لاڳو ڪئي. اسلام جو مقدس ڪتاب قرآن به هن پاڻ ڏنو. قرآن ۾ اهي آيتون گڏ ٿيل آهن، جن جي باري ۾ محمد کي يقين هو ته اهي وحي وسيلي الله پاڻ ڏانهس موڪليون هيون. محمد جي جيئري ئي سندن پوئلڳن (مومن) اهي آيتون عقيدتمندي وچان لکي ڇڏيون هيون ۽ کيس وفات ڪئي ڪو گهڻو عرصو نه گذريو هو، جو انهن آيتن کي معتبر ڪتابي صورت ڏني ويئي هئي، تنهن ڪري قرآن محمد جي عقيدن ۽ سندس ڏنل سکيا جي ئي نمائندگي ڪري ٿو ۽ ان ۾ اهي ئي آيتون آهن جيڪي سندس واتان نڪتيون هيون. اهڙي طرح گڏ ٿيل عيسيٰ عه جي سکيا، ڪٿي به نٿي ملي. جيئن ته قرآن به مسلمانن لاءِ ايتري ئي اهميت رکي ٿو، جيتري انجيل عيسائين لاءِ، تنهن ڪري قرآن وسيلي محمد جو اثر وڏيڪ پيو آهي. جيڪڏهن عيسيٰ عه ۽ سينٽ پال جو گڏيل اثر هڪ ٻڙ ۾ وجهجي ۽ ٻئي ٻڙ ۾ محمد جو اثر رکجي ته گهڻو ڪري محمد جو اثر ٻنهي جي گڏيل اثر کان به وڏيڪ وزنائتو لڳندو. خالص مذهبي سطح تي به محمد اوترو ئي اثرائتو لڳندو جيترو عيسيٰ عه.

اجان به اهو ته عيسيٰ فقط ديني رهبر هو پر محمد نه فقط ديني پر دنيائي اڳواڻ پڻ هو. حقيقت ۾ ته عربن جيڪي به فتحون ماڻيون، تن پوئتان محمد جي شخصيت ئي ڪم ٿي ڪيو. انهي حساب سان ڏسجي ته محمد جهڙو اثرائتو سياسي اڳواڻ اسان کي انساني تاريخ جي ڪنهن به زماني ۾ نه ملندو.

ٻين اهم تاريخي واقعن جي باري ۾ ڪو چئي سگهي ٿو ته جيڪڏهن انهي زماني ۾ فلاڻو سياسي اڳواڻ رهبري ڪرڻ لاءِ پيدا نه به ٿئي ها ته به اهي واقعا

ضرور ٿين ها جو تہ انهن جو ٽيڻ اٿتر تي چڪو هو. مثال طور سائمن بوليور ڪٽي پيدا نہ بہ ٿئي ها تہ بہ ڏکڻ آمريڪا جون بينڪون اسپين کان آزادي وٺڻ ۾ ڪامياب ٿي وڃن ها. پر عرب فتحن جي باري ايئن چئي نہ ٿو سگهجي.

محمدصہ کان اڳ اهڙي قسم جو ڪو بہ واقعو نہ ٿيو هو، تنهن ڪري اهو چوڻ اجايو ٿيندو تہ هن کان سواءِ بہ عرب اهڙيون فتحون ماڻي سگهن ها. عربن جي فتحن سان فقط منگولن جون اهي فتحون ڀيٽي سگهجن ٿيون، جيڪي هنن تيرهين صدي چنگيز خان جي اڳواڻيءَ ۾ ڪيون هيون. منگولن جي حاصل ڪيل علائقن جي پکيڙ، جيتوڻيڪ عربن جي فتح ڪيل علائقن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ هئي، پر پوءِ بہ سندن فتحون پائيدار ثابت نہ ٿيون ۽ اڄ ڪلهہ منگولن وٽ فقط اهي علائقا وڃي بچيا آهن، جيڪي چنگيز خان جي زماني کان اڳي وٽن هئا.

عربن جي فتحن جو معاملو گهڻو مختلف آهي، عراق کان وٺي مراڪش تائين، عرب قومن جو هڪ اهڙو سلسلو اڄ ڏينهن تائين قائم آهي جيڪو نہ فقط اسلام ۾ هڪ جهڙو ايمان رکي ٿو، پر عربي زبان، تاريخ ۽ ثقافت جي هڪجهڙائي جي آڌار تي بہ پاڻ ۾ جڙيل آهي. اسلام ۾ قرآن کي مرڪزي حيثيت حاصل آهي ۽ اهو عربي زبان ۾ لکيل آهي. قرآن جي مرڪزي حيثيت عربي زبان کي ٽٽڻ ۽ اڻ چٽين مقامي ٻولين ۾ بدلجڻ کان بچائي ڇڏيو آهي، نہ تہ ٿي سگهي ٿو تہ اها زبان هن مهل تائين ڌار ڌار مقامي ٻولين ۾ ورهائجي وڃي ها. بيشڪ عرب رياستن ۾ ڪافي اختلاف آهن ۽ اهي پاڻ ۾ ورهايل بہ آهن، پر اهڙي جزوي نفاق جي ڪري اسان کي نہ ٿو جڳائي تہ اتحاد جي دائمي عنصرن کان اکيون پوري ڇڏيون، جيڪي اڃان تائين قائم آهن. مثال طور: ايران ۽ انڊونيشيا، ٻئي جو ٻيئي مسلمان ۽ تيل پيدا ڪندڙ ملڪ آهن، پر اهي 74- 1973ع جي سياري واري تيل جي بندش ۾ شريڪ نہ ٿيا. اها ڪا اتفاقي ڳالهہ نہ هئي تہ سڀيئي عرب رياستون ۽ فقط عرب رياستون ئي اُنهي معاملي ۾ هڪ ٻيئي جون ساٿياري بڻيون هيون.

اهڙي ريت اسان ڏسون ٿا تہ سٽين صدي واريون عرب فتحون اڄ ڏينهن تائين انساني تاريخ ۾ پنهنجو مکيہ ڪردار ادا ڪنديون اچن ٿيون. مون کي سچي انساني تاريخ ۾ ٻي ڪا بہ اهڙي هستي نظر نٿي اچي جنهن مذهبي توڙي غيرمذهبي ميدانن ۾ محمدصہ جيترو دائمي اثر ڇڏيو هجي. اهو ئي سبب آهي جو مون ڪيس انساني تاريخ تي وڏ ۾ وڏ اثر ڇڏيندڙن جي فهرست ۾ اول نمبر تي رکيو آهي.

# حضرت ابوبڪر صديق

## رضي الله تعاليٰ عنه

اسلام جي دل مديني کي دشمن ٽولن کان سخت خطرو هو، سر مٿان آيل انهي آپدا کي منهن ڏيڻ لاءِ، اسلام جي پيغمبر چندي گڏائڻ جو سڏ ڏنو. حضرت عمر آسودو ماڻهو هو. هن کي يڪدم خيال آيو ته انهيءَ سونهري موقعي جو فائدو وٺجي ۽ اسلام جي خدمت ۾ حضرت ابوبڪر کان اڳيرو نڪري وڃجي. هو تڙتڪڙ ۾ پنهنجي گهر ويو ۽ پنهنجي دولت جو ڪافي حصو کڻي آيو. پيغمبر اهو ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ پڇيائينس، "تو پنهنجي گهر وارن لاءِ به ڪجهه ڇڏيو آهي يا نه؟"

"مان پنهنجي ٻارن لاءِ پنهنجي اڌ دولت گهر ۾ ڇڏي آيو آهيان." حضرت عمر جواب ڏنو.

جڏهن حضرت ابوبڪر پنهنجو حصو آندو ته ڪانئس به ساڳيو سوال پڇيو ويو.

هن يڪدم وراڻيو "مان پنهنجي ٻاتين لاءِ فقط الله ۽ سندس رسول ڇڏيو آهي."

انهي جواب تي دلي طرح متاثر ٿيندي عمر چيو، "مان ڪڏهن به ابوبڪر کان گوءِ کڻي نه سگهندس."

اسلام جو پهريون خليفو ۽ پيغمبر جو سيني کان وڌيڪ ويجهو ساٿي حضرت ابوبڪر هاٿي واري سال (عام الفيل) کان اڍائي سال پوءِ ۽ هجرت شروع ٿيڻ کان سايا پنجاهه سال اڳ ڄائو هو. اسلام کان اڳ واري زماني ۾ ڪيس عبدالڪعب سڏيو ويندو هو پر مسلمان ٿيڻ کان پوءِ پيغمبرﷺ سندس نالو بدلائي عبدالله رکيو ۽ ڪيس الصديق (سچار) جو لقب ڏنائين. حضرت محمدﷺ تي وحي نازل ٿيڻ وقت هو يمن ۾ هو. هو جڏهن مڪي موٽيو ته ابوجهل، عتبه ۽ شيبه سميت قريش جي اڳواڻن سندس موجودگي ۾ حضرت محمدﷺ جي نبوت جي دعويٰ تي ٺٺوليون ڪيون. انهي تي ابوبڪر جوش ۾ اچي صفا ٽڪري پيو ۽ يڪدم پيغمبر جي گهر وڃي اسلام قبول ڪيائين. 'تاريخ الخلفاءَ' جو مصنف سيوطي لکي ٿو ته پيغمبر چيو، "مان جڏهن به ڪنهن ماڻهو کي اسلام آڇيو ته هن اسلام قبول

ڪرڻ کان اڳ ٿورو گهڻو ضرور ڪيهايو پر، ابوبڪر نيارو آهي جاڪاڻ تہ اسلام قبول ڪرڻ وقت هن ٿورڙو بہ نہ ڪيهايو."

نئين دين تي ايمان آڻيندڙن، پاڻ بچائڻ لاءِ جيڪي لڙايون ڪيون، تن ۾ هو پيغمبرصہ سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي وڙهيو. عبدالرحمان بن ابوبڪر اسلام قبول ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي پيءُ کي ٻڌايو تہ ڪيس بدر جي لڙائي هلندي وجهہ مليو هو ۽ بدر جي لڙائي ۾ هڪ موقعو اهڙو بہ آيو، جيڪڏهن چاهي ها تہ سولائي سان مٿس (ابوبڪر تي) وار ڪري سگهي ها. ابوبڪر يڪدم وراڻيو تہ جيڪڏهن هن کي (ابوبڪر کي) اهڙو موقعو ملي ها تہ هو ڪڏهن بہ هٿان نہ وڃائي ها.

پيغمبرصہ جي وفات پڄاڻان، حضرت ابوبڪر کي مسلمانن جو پهريون خليفو چونڊيو ويو. چونڊ کان پوءِ ماڻهو سندس بيعت ڪرڻ لاءِ هڪ ٻئي مٿان ڪاهڻ ٿيڻ لڳا. انهي موقعي تي هن چونڊيندڙن اڳيان هڪ يادگار تقرير ڪئي.

هن چيو: "يائرو مان هاڻي توهان جو امير چونڊجي ويو آهيان، جيتوڻيڪ مان توهان مان ڪنهن کان بہ بهتر نہ آهيان. جيڪڏهن مان حق تي هجان تہ منهنجي مدد ڪريو ۽ جيڪڏهن مان ناحق تي هجان تہ مون کي نيڪ ڪري ڇڏيو. سچ هڪ امانت آهي، ڪوڙ هڪ بغاوت آهي. توهان مان جيڪو هيٺو آهي، سو منهنجي نظر ۾ ايستائين ڏاڍو آهي جيستائين مان (انشاءَ الله ) ڪيس سندس حق وٺي نٿو ڏيان ۽ توهان مان جيڪو ڏاڍو آهي اهو (انشاءَ الله) منهنجي نظر ۾ اوستائين هيٺو رهندو، جيستائين مان کانئس اهو ڪجهہ کسي نہ ٿو وٺان جيڪو هن ڦهايو آهي. جي مان الله ۽ سندس رسول صہ جي فرمانبرداري ڪيان تہ توهان بہ منهنجي فرمانبرداري ڪيو. جيڪڏهن مان الله ۽ رسول صہ جي نافرماني ڪيان تہ توهان بہ مون کي نہ مڃو."

پيغمبرصہ جي وفات کان پوءِ جن وکوڙي طاقتن ڪرُ کنيو هو، تن اڳيان اهو ابوبڪر، جيڪو حقيقت ۾ هڪ رحمدل ماڻهو هو، جبل وانگر اڏول ٿي بيهي رهيو، ان وقت اينئن ٿي لڳو تہ اسلام جي سڄي جوڙجڪ ، جيڪا اعليٰ ذهن جي مالڪ ٿاهي هئي، اڄي پٽ پوندي. ابوبڪر پيغمبرصہ جي وفادار اصحابي جي حيثيت ۾ غيرمعمولي سگهارو ثابت ٿيو ۽ پنهنجي آقا جي ڏيکاريل واٽ نہ ڇڏيائين. پيغمبرصہ جي بيماري وارن ڏينهن ۾ رومين کان مسلمانن جي شڪست جو بدلو وٺڻ لاءِ اسامہ بن زيد جي سرواڻي ۾700 ماڻهن جو هڪ لشڪر تيار ڪيو ويو. پيغمبرصہ جي وفات کان پوءِ عربستان ۾ وڏو فساد پکڙجي ويو هو. نئين خليفي جي ويجهن دوستن ڪيس صلاح ڏني تہ اهڙي ڏکئي وقت ۾ مديني کان ٻاهر فوج موڪلڻ نہ گهرجي. حضرت ابوبڪر انهي مسئلي تي هوڏ ٻڌي بيٺو ۽ جواب ڏنائين تہ پيغمبر جي جاري ڪيل حڪم کي پوئتي رکڻ جو سوال ئي پيدا نہ ٿو ٿئي ۽ هو

دنيا جو آخري ماڻهو هوندو، جيڪو پيغمبرﷺ جي حڪمن تي نظرثاني ڪندو. پيغمبرﷺ جي مقرر ڪيل سپہ سالار اسامہ جي گهوڙي جي لغام هٿ ۾ وٺي خليفو پاڻ اڳيان اڳيان هليو. انهي لشڪر چاليهن ڏينهن جي اندر پنهنجو مقصد حاصل ڪري ورتو. هن مهم جو انهن سرڪش قبائلين تي تمام گهرو اثر ٿيو، جيڪي اسلام جي اصلي طاقت جي باري ۾ شڪ ڪرڻ لڳا هئا. حضرت ابوبڪر جيڪو پرُ خيال، وقتائتو ۽ زورائتو قدم کنيو هو، تنهن مسلم اقتدار کي قائم ڪرڻ ۾ مدد ڏني.

ستت ئي ابوبڪر رضہ کي هڪ ٻئي گهوٽالي سان منهن ڏيڻو پيو. پيغمبرﷺ جي وفات جو ٻڌي عربستان جي مختلف حصن ۾ ڪيترائي ڪوڙا نبي پيدا ٿي پيا. جن مان خاص اسوَد عنسي، بني اسد قبيلي جو طلحہ، مسيلمہ ڪذاب ۽ يمن جي هڪ عورت سجاح هئا. خليفي ذحل قصا وٽ يارهن سپہ سالارن کي يارهن جهنڊا ڏنا ۽ کين مختلف حصن ڏانهن روانو ڪيائين. سيني کان سخت مقابلو مسيلمہ سان ٿيو، جنهن ۾ حضرت خالد بن وليد هڪ خونريز لڙائي کان پوءِ دشمن کي شڪست ڏني، مسيلمہ مارجي ويو. تاريخ نويس طبري مطابق،"مسلمانن اهڙي سخت جنگ ڪڏهن بہ نہ ڪئي هئي."

نئين خليفي جي چونڊ کان پوءِ قبائلين جي هڪڙي وڏي تعداد مديني ۾ اچي اسلام جي مکيہ ماڻهن تي زور پريو تہ کانئن زڪواة نہ ورتي وڃي، صورتحال ايتري تہ خطرناڪ لڳي رهي هئي جو حضرت عمر جهڙو ماڻهو بہ انهي مسئلي تي جهڪي پيو ۽ حضرت ابوبڪر کي صلاح ڏنائين، "او رسول صہ جا خليفا، انهن ماڻهن سان دوستاڻو ورتاءُ ڪر ۽ ساڻن نرمي سان هل" خليفي کي حضرت عمر رضہ کان اهڙي ڪمزوري جي اميد نہ هئي، هو اهڙي ڪمزوري ڏيکارڻ تي مٿس سخت ڪاوڙجي پيو ۽ سختي سان جواب ڏنائينس،"تون جهالت واري دور ۾ ڪيڏو نہ سخت هئين پر هاڻي تون ايترو ڪمزور ٿي ويو آهين، الله جو ڪلام پورو پورو نازل ٿي چڪو آهي ۽ اسان جو دين مڪمل ٿي چڪو آهي. هاڻي تون چاهين ٿو تہ منهنجي زندگي ۾ ان کي جڏو ڪري ڇڏجي، مون کي قسم آهي الله جو تہ جيڪڏهن زڪواة جي حساب ۾ هڪ رسي بہ رهيل هوندي تہ مان پنهنجا سڀ وسيلا ڪتب آڻي بہ ان لاءِ وڙهندس."

خليفو پنهنجي پختي عزم تي قائم رهيو ۽ اها سندس سچائي ۽ ڪردار جي مضبوطي هئي، جنهن اسلام جي بنيادي عقيدن کي تاريخ جي اهڙي ڏکئي وقت بچائي ورتو. مرتدن ۽ باغي قبائلين کي سزا ڏيڻ لاءِ جيڪي لشڪر موڪليا ويا هئا، تن 11 هجري جي پڇاڙي ڌاري پنهنجو ڪم پورو ڪري ورتو هو. عربستان ۾ مذهبي بيزاري ۽ بغاوت جو جيڪو جذبو پيدا ٿيو هو، تنهن کي هميشہ لاءِ ختم ڪيو ويو.

اندرين بغاوت کان جند چڏائڻ کان پوءِ خليفي ٻاهرين خطرن تي ڌيان ڏنو، جن اسلام جي جياپي کي خطري ۾ وجهي ڇڏيو هو. دنيا جا ٻه طاقتور شهنشاهه قيصر ۽ قصريٰ نئين دين جي پاڙ پٽڻ لاءِ ڪنهن موقعي جي تلاش ۾ هئا. ايراني جن آقا ٻڌجي عربستان تي صدين تائين راڄ ڪيو هو، سي ڪنهن به صورت ۾ اهو سهڻ لاءِ تيار نه هئا ته جنگهل جو عرب هڪ مُٺ تي هڪ اجيت طاقت ٻڌجي وڃي. ظالم هرمز قصريٰ عراق تي حڪومت پئي هلائي. هن طرفان عربن کي آزارڻ ڪري منڍ ۾ هلڪيون لڙايون ٿيون، جيڪي بعد ۾ هڪ مڪمل خونريز جنگ ۾ بدلجي ويون. قدرت کي ٻيو ڪجهه منظور هو، ايراني مسلمانن جي طاقت کي مغروري وچان گهٽ سمجهندا هئا پر اهي سندن اڳتي وڌڻ کي روڪي نه سگهيا ۽ هر هنڌ ڀاڄ کاڌائون، تان جو سڄو عراق مسلمانن جي هٿن ۾ اچي ويو. عراق جو وڏو حصو حضرت ابوبڪر جي خلافت جي ڏينهن ۾ فتح ٿي چڪو هو ۽ ايرانين کي اسلام جي وڌندڙ طاقت کي للڪارڻ جو دکدائڪ تجربو اڳيئي ٿي چڪو هو. عراق لاءِ مسلمانن ۽ ايرانين جي فيصلائتي جنگ حضرت عمر رضہ جي خلافت واري دور ۾ ٿي.

بازنطيني شهنشاهه هرڪليس جنهن شام ۽ فلسطين تي حڪومت ٿي هلائي سو اسلام جو سڀ کان وڏو ۽ طاقتور دشمن هو. حضرت ابوبڪر رومين جي مقابلي لاءِ پنهنجي فوج کي چئن حصن ۾ ورهائي هر حصي جي ڪمان ابوعبيده، شرجغل بن حسانہ، يزيد بن سفيان ۽ عمر بن العاص جي سپرد ڪئي ۽ هر هڪ کي شام جي جدا جدا حصن تي مقرر ڪيائين. چڱي طرح هٿياربند نه ٿيل، سکيا نه ورتل ۽ گهٽ تعداد رکندڙ اسلام جي فوج، رومين جي چڱي طرح هٿياربند، سڌي سکيا ورتل ۽ تعداد ۾ وڏيڪ فوج جي مقابلي ۾ ڪجهه به نه هئي. خليفي خالد کي حڪم ڏنو ته وڃي شام ۾ مسلمان فوجن سان گڏجي. هُو ٻرٹ ريگستان ۾ جنهن تيزي سان سفر ڪري اچي شام پهتو تنهن فوجي مهمن جي تاريخ ۾ هڪ يادگار باب جو واڌارو ڪري ڇڏيو.

حضرت ابوبڪر اسلام جي پيغمبرصہ جو سڀ کان وڌيڪ پرروسي جوڳو اصحابي هو. پيغمبرصہ هن جي باري ۾ چيو هو، "مون کي ڪو اهڙو ماڻهو نه ٿو سجهي جيڪو نيڪوڪاري ۾ ابوبڪر کان مٿي هجي." جڏهن بيماري ڪري پيغمبرصہ جي حالت ڳنڀير ٿي وئي تڏهن هن ابوبڪر کي نماز جي امامت ڪرڻ جو حڪم ڏنو. انهي حڪم جي پوئواري ڪندي هن پيغمبرصہ جي زندگي ۾ سترهن دفعا نماز جي امامت ڪئي.

پيغمبرصہ چيو: "مان ابوبڪر کان سواءِ ٻين سيني جا ٿورا لاٿا آهن. هن کي قيامت جي ڏينهن پنهنجو انعام ملندو."

ترمذي مطابق حضرت عمر رضہ چيو: "او! (ابوبڪر) تون خدا جي رسول کان

پوءِ سيني ماڻهن کان افضل آهين."

امام احمد جي بيان مطابق حضرت علي چيو."پيغمبرصہ کانپوءِ هن امت (مسلمانن) ۾ سڀ کان بهترين ماڻهو ابوبڪر ۽ عمر آهن."

همعصر توڙي بعد وارن مؤرخن، حضرت ابوبڪر جي ڪردار توڙي ڪارنامن کي شاندار نموني ساراهيو آهي. هو اسلام جي طاقتور ٿنڀن مان هڪ اهڙو ٿنڀو هو، جنهن نئين دين کي دنيا جي هڪ وڏي طاقت بڻائڻ لاءِ ڪم ڪيو. اسلامي انقلاب انساني تاريخ جو اهو انقلاب هو، جنهن ٿيهن سالن جي مختصر مدت ۾ عظيم ترين سماجي، سياسي ۽ اقتصادي تبديليون آنديون. حضرت ابوبڪر انهي انقلاب جي وڏن سورمن مان هو. هو انهي سچي جمهوريت جي باني مان هو، جيڪا چوڏهن سؤ سال اڳي قائم ٿي هئي ۽ جنهن جهڙي جمهوريت وري ڪڏهن بہ قائم نہ ٿي سگهي آهي. اُها هڪ اهڙي جمهوريت هئي، جنهن ۾ رياست جو سڀ کان مٿانهون عهديدار (خليفو)، جيڪو پنهنجي زماني جو سڀ کان وڏيڪ طاقتور بادشاهہ پڻ هو، پهري کان سواءِ گهٽين ۾ گهمندو هو، گهرو ڪاڌو کائيندو هو ۽ چتيون لڳل ڪپڙا پائيندو هو، ايتري تائين جو ڪو عام شهري بہ ڏينهن جي ڪنهن بہ پهر ۾ ساڻس ملي سگهندو هو ۽ عام ماڻهن جي سامهون سندس ڪمن تي اعتراض ڪري سگهندو هو. حضرت ابوبڪر ۽ حضرت علي مسلمانن ۾ پنهنجي خوش گفتاري ڪري ممتاز ليکيا ويندا هئا. هڪ ڀيري هن حضرت خالد بن وليد کي صلاح ڏيندي چيو."وڏائي کان ڀڄڻ جي ڪندين تہ وڏائي تنهنجي ڪڍ لڳندي موت جي ڳولا ۾ رهندين تہ توکي زندگي ملندي."

هن پنهنجي فوج لاءِ هدايتون جاري ڪيون هيون، جيڪي ابن اثير جي چوڻ مطابق، هڪ اهڙو اخلاقي ضابطو بڻجي ويون هيون، جنهن مان اسلام جا سپاهي پنهنجي هلت چلت لاءِ رهنمائي وٺندا هئا. اهي هدايتون، جنگ وکهي تباهہ ٿيل دنيا لاءِ هڪ نمونو هئڻ گهرجن.

هن حضرت عمر کي پنهنجو قاضي القضات مقرر ڪيو. پر ماڻهو ايترا تہ ايماندار ٿي چڪا هئا، ۽ سندن سماجي زندگي، جاهليت واري دؤر جي بداخلاقين کان ايتري تہ پاڪ ٿي چڪي هئي، جو هڪ سال تائين قاضي وٽ ڪا بہ فرياد نہ آئي. حضرت علي، حضرت عثمان ۽ زيد بن ثابت خطيبن طور ڪم ڪيو.

حضرت ابوبڪر سادگي، ايمانداري ۽ سچائي جو مثالي نمونو هو. هن اسلام جي خدمت ڪندي پنهنجي هر شيءِ قربان ڪري ڇڏي، اسلام قبول ڪرڻ وقت، هو هڪڙو شاهوڪار ڪاروباري ماڻهو هو، جنهن وٽ چاليهہ هزار درهمن کان وڌيڪ روڪ رقم هئي. پر جڏهن اسلام جي پهرين خليفي جي حيثيت ۾ هن وفات ڪئي تہ ڏيوالو ٿي چڪو هو.

خليفي چونڊجڻ کان پوءِ بہ هن پنهنجو اباڻو پيشو نہ ڇڏيو ۽ ڇهن مهينن تائين

مديني جي بازارن ۾ ڪپڙن جا ٿان پنهنجن ڪلهن تي رکي وڪري لاءِ گهمندو رهندو هو. پر جيئن ته سرڪاري فرضن جي پوئواري ڪرڻ ڪري پنهنجي خانگي ڪم لاءِ گهڻو وقت نه بچندو هو، تنهن ڪري ڪيس صلاح ڏني ويئي ته ڪجهه وظيفو وٺي. مسلمانن جي مجلس، هن لاءِ ايترو ماهوار وظيفو مقرر ڪيو، جنهن مان هو هڪ معمولي شهري وانگر زندگي گذاري سگهي. بيت المال (سرڪاري خزاني) مان نوان ڪپڙا وٺڻ لاءِ ڪيس پنهنجا پراڻا ڪپڙا جمع ڪرائڻا پوندا هئا.

خليفي جي اوچي عهدي تي پهچڻ کان اڳ هو، پنهنجي تر جون ٻڪريون ڏهندو هو. هڪ دفعي مديني جي گهٽين مان لنگهندي هڪ ڇوڪريءَ کي اهو چوندو ٻڌائين، ”هاڻي هو خليفو ٿي ويو آهي، تنهن ڪري اسان جون ٻڪريون نه ڏهندو.“ هن ٿهه پهه ورائيو، ”نه، منهنجي ڌي، مان پڪ ئي پڪ هميشه وانگر ٻڪريون ڏهندو رهندس. مونکي اُميد آهي ته خدا جي فضل سان منهنجي حيثيت سببان منهنجي روزمره جي ڪم ڪار ۾ ڪا تبديلي نه ايندي.“ هن کي ٻارن سان ڏاڍو پيار هوندو هو. اهي ڪيس پاڪر پائيندا ۽ بابا سڏيندا هئا.

هڪڙي ڪراڙي محتاج عورت مديني جي پسگردائي ۾ رهندي هئي. حضرت عمر رضه ڪڏهن ڪڏهن سندس گهر جو ڪم ڪار ڪرڻ ويندو هو. پر اتي پهچڻ تي ڪيس خبر پوندي هئي ته ڪو ٻيو ماڻهو اڳ ۾ ئي گهر جو ڪم ڪار لاهي ويو هو. هڪ ڀيري هو صبح جو سوير ان عورت جي گهر ويو ۽ انهي پراسرار ماڻهو کي ڏسڻ لاءِ ڪنڌ ۾ لڪي ويهي رهيو. اهو ماڻهو پنهنجي مقرر وقت تي آيو. حضرت عمر کي اهو ڏسي حيرت وٺي ويئي ته اهو ماڻهو ٻيو ڪو نه، پر خليفو پاڻ هو.

حضرت ابوبڪر انتهائي ايمانداري سان فقط ايترو وظيفو ڪٽندو هو، جنهن مان عام زندگي جون گهٽ ۾ گهٽ ضرورتون پوريون ڪري سگهي. هڪ ڏينهن سندس زال مٺائي جي گهر ڪئي، پر هن وٽ مٺائي خريدڻ لاءِ واڌو رقم نه هئي. هن (حضرت ابوبڪر جي زال) ٻن هفتن ۾ ڪجهه درهم بچائي ڪيس ڏنا ته جيئن هن لاءِ مٺائي وٺي اچي. هن اُتي جو اُتي ڪيس سمجهائي ڇڏيو ته سنديس بچت مان ثابت ٿيو ته هو پنهنجي ضرورت کان وڌيڪ وظيفو وٺي رهيو هو. هن اها رقم بيت المال کي موٽائي ڏني ۽ آئندي لاءِ پنهنجو وظيفو گهٽائي ڇڏيائين.

هن کي پنهنجو ڪم پنهنجي هٿن سان ڪرڻ ۾ خوشي ٿيندي هئي ۽ پنهنجي گهريلو ڪمن ۾ ڪنهن جي به هٿ ونڊائڻ کي برداشت ڪري نه سگهندو هو. ايتري تائين جو اٺ جي مهار سندس هٿن مان ڪري پوندي هئي ته هُو ڪنهن کي به اها کڻي ڏيڻ لاءِ نه چوندو هو ۽ اٺ تان لهي اها پاڻ کڻندو هو.

جڏهن به ڪو ماڻهو هن جي سامهون سندس تعريف ڪندو هو ته هُو چوندو هو، ”يا خدا تون مون کي مون کان وڌيڪ سڃاڻين ٿو ۽ مان پاڻ کي انهن ماڻهن

ڪان وڏيڪ سچاڻان ٿو. منهنجا اهي گناهہ معاف ڪر جن جي هنن ماڻهن کي خبر ڪونهي ۽ انهن ماڻهن جي واڪاڻ جو مون کي جوابدار نہ سمجهہ."

هُو انتهائي سادگي پسند هو. اميراڻو لباس پاتل، يمن جو هڪ شهزادو جڏهن مديني آيو تہ ڪيس ناسي ڪپڙي جا بہ ٽڪر پاتل ڏٺائين، هڪڙو ٽڪر سندس چيلهہ سان ويڙهيل هو ۽ ٻئي سان سندس باقي جسم ڍڪيل هو. هن کي خليفي جي سادگي ايترو تہ متاثر ڪيو جو هن پنهنجو شاندار لباس ڦٽو ڪري ڇڏيو ۽ چيائين،"اسلام جي اثر هيٺ مون کي انهي جڙتو ٺاهہ ٺوهہ مان ڪو مزو نٿو اچي."

موت جي بستري تي هن بيت المال جي انتظام هلائيندڙ کان پڇيو تہ وظيفن طور ڪيس ڪيتري رقم بيت المال مان ڏني وئي هئي؟ هن کيس ٻڌايو تہ ڇهہ هزار درهم (اٽڪل پندرهن سؤ رپيا) سندس خلافت جي اڍائي سالن ۾ هن کي ڏنا ويا هئا. هن هدايت ڪئي تہ سندس ملڪيت وارو فلاڻو زمين ٽڪر وڪڻي سڄي رقم بيت المال کي موٽائي ڏني وڃي. سندس وصيت تي عمل ڪيو ويو. هن کي پنهنجي خانگي استعمال لاءِ هڪ اٺ ۽ ڪپڙي جو ٽڪر مليل هو، جنهن جو ملهہ سوا رپيو هو. هن حڪم ڏنو تہ اهي شيون سندس وفات کان پوءِ نئين خليفي کي موٽائي ڏنيون وڃن. جڏهن اهي شيون نئين خليفي حضرت عمر وٽ پيش ڪيون ويون تہ هن هنجون هاريندي چيو،"ابوبڪر تو پنهنجي جانشين جو ڪم انتهائي مشڪل ڪري ڇڏيو آهي."

پنهنجي لاڏاڻي کان ٿورو اڳي هن پنهنجي ڌي حضرت عائشہ رضہ کان پڇيو تہ پيغمبرصہ جي ڪفن ۾ ڪپڙي جا ڪيترا ٽڪر ڪتب آندا ويا هئا؟ هن جواب ڏنو"ٽي". اهو ٻڌي چيائين تہ سندس جسم تي ڪپڙي جا جيڪي بہ ٽڪر آهن، تن کي ڌوئي ڪفن لاءِ استعمال ڪيو وڃي، باقي ٽيون ٽڪر خريد ڪرڻ جي اجازت آهي. حضرت عائشہ ڳوڙهن ڀريل اکين سان چيو تہ هوءَ ايتري غريب نہ هئي جو پنهنجي پيءُ جي ڪفن جو خرچ بہ برداشت ڪري نہ سگهندي هجي. خليفي جواب ڏنو تہ مئي کان وڌيڪ جيئري لاءِ نئون ڪپڙو ڪارائتو ٿيندو.

خليفي ابوبڪر جي دل ۽ دماغ جي خوبين کي شاندار لفظن ۾ خراج تحسين پيش ڪيو ويو آهي. دوست هجن توڙي دشمن، سڄي جڳ جهان نئين دين سان سندس وابستگي کي هڪ جهڙو ساراهيو آهي ۽ هر ڪنهن سندس سادگي، ايمانداري ۽ ڪردار جي پختائي جي واکاڻ ڪئي آهي. جوري زائدان نالي هڪ مصري عيسائي مورخ لکي ٿو:"راشد خليفن جو زمانو سچ پچ تہ اسلام جو سنهري زمانو آهي. انهي زماني جا خليفا پنهنجي پرهيزگاري، پارسائي ۽ انصاف ڪري مشهور آهن. جڏهن حضرت ابوبڪر مسلمان ٿيو تہ وٽس چاليهہ هزار درهم هئا جيڪي ان وقت وڏي دولت ليکيا ويندا هئا. پر هن واپار مان پنهنجي

ڪمائي سميت اها سڄي رقم اسلام کي اڳتي وڌائڻ ۾ خرچ ڪري ڇڏي. جڏهن هن وفات ڪئي ته وٽس هڪ درهم ڪان سواءِ ٻيو ڪجهه نه هو. هو مديني جي پسگردائي سنه ۾ ٺهيل پنهنجي گهر تائين عام طور پيادل ويندو هو ۽ ورلي پنهنجي گهوڙي تي چڙهندو هو. هو نماز پڙهائڻ لاءِ مديني ايندو هو ۽ شام جو سنه موٽندو هو. هو هر ڏينهن خريدي ۽ وڪري لاءِ ويندو هو، ۽ وٽس هڪ ننڍو ڌڻ هو، جنهن کي ڪڏهن ڪڏهن هو پاڻ چاريندو هو.

# عمر ابن الخطاب رضہ

644 -586

**(هي مضمون مائيڪل ايچ- هارٽ جي ڪتاب ”تاريخ تي سڀ کان وڌيڪ اثر ڇڏيندڙ 100 ماڻهن جي هڪ درجي بندي“ تان ورتل آهي).**

عمر ابن الخطاب رضہ مسلمان خليفن مان ٻيو ۽ جيڪس عظيم ترين خليفو هو. هو محمدصہ کان عمر ۾ ننڍو ۽ سندس همعصر هو. هُو بہ محمدصہ جيان مڪي ۾ ڄائو هو. هن جي جَمَ واري سال جي خبر ناهي پر گهڻو ڪري سندس جَمُ 586ع ۾ ٿيو.

عمر رضہ پهريائين محمدصہ ۽ سندس نئين مذهب جي سخت مخالفن مان هو. پوءِ اوچتو ئي اوچتو مسلمان ٿيو ۽ مسلمان ٿيڻ کان پوءِ اسلام جو سڀ کان سگهارو حامي ثابت ٿيو. عمررضہ پيغمبر محمدصہ جي تمام ويجهن صلاحڪارن مان هڪ بڻجي ويو ۽ محمدصہ جي سڄي زندگي دوران سندس اها حيثيت برقرار رهي.

محمدصہ ڪنهن کي بہ پنهنجو جانشين مقرر ڪرڻ بنان، سنہ 632ع ۾ وفات ڪري ويو. عمررضہ يڪدم ابوبڪررضہ جي جانشيني جي حمايت ڪئي. ابوبڪررضہ محمدصہ جو سُهرو ۽ سندس گهاٽو دوست هو. ائين ڪرڻ سان اقتدار جي ڇڪتاڻ ٽري ويئي ۽ ابوبڪر کي عام طور پهريون خليفو مڃيو ويو. ابوبڪررضہ پهرين خليفي (يعني محمدصہ جي جانشين) جي حيثيت ۾ جيتوڻيڪ هڪ ڪامياب حڪمران ثابت ٿيو، پر هو خليفي ٿيڻ جي فقط ٻن سالن کان پوءِ وفات ڪري ويو. تنهن هوندي بہ هو عمر کي پنهنجو جانشين مقرر ڪري ويو. (عمر بہ هن وانگر پيغمبرصہ جو سهرو هو) اهڙي نموني وري بہ اقتدار لاءِ پيدا ٿيندڙ ڇڪتاڻ کي ٽاريو ويو. عمر 634 ۾ خليفو ٿيو ۽ 644ع تائين اقتدار ۾ رهيو. هڪ ايراني غلام جڏهن کيس مديني ۾ ماريو تہ پنهنجي مرڻ گهڙي هن ڇهن ماڻهن جي هڪ ڪاميٽي مقرر ڪري نئين خليفي چونڊڻ جو ڪم مٿس

رکيو ۽ اهڙي طرح اقتدار لاءِ ٿيڻ واري هٿياربند لڙائي کي وري بہ ٽاري ڇڏيائين، انهي ڪاميٽي عثمان کي ٽيون خليفو چونڊيو، جنهن 644ع کان 656ع تائين حڪومت هلائي.

اهي عمررضہ جي خلافت جا ئي ڏهہ سال هئا جن ۾ عربن کي اهم ترين فتحون نصيب ٿيون. عمر جي خلافت کي شروع ٿئي ڪو گهڻو عرصو نہ گذريو هو جو عربن شام ۽ فلسطين تي ڪاهون ڪيون. جيڪي انهي زماني ۾ بازنطيني سلطنت جا حصا هئا. عربن، يرموڪ جي جنگ (636) ۾ بازنطيني فوجن مٿان فتح پائي کين ڇيپاٽي ڇڏيو. ساڳئي سال دمشق بہ فتح ڪري ورتائون. ٻن سالن کان پوءِ يروشلم بہ آڻ مڃي. اهڙي طرح عرب 641 ڌاري سڄو فلسطين ۽ شام فتح ڪري، اڄوڪي ترڪي ۾ اڳتي وڌي رهيا هئا. عرب فوجن 639 ۾ مصر تي حملو ڪيو، جيڪو پڻ بازنطيني حڪومت جي هٿ هيٺ هو. ٽن سالن جي اندر اندر عرب مصر تي پورا پورا ڇانئجي ويا.

عمررضہ جي خليفي ٿيڻ کان اڳيئي عربن عراق تي حملا ڪرڻ شروع ڪيا هئا، جيڪو انهي زماني ۾ ايران جي ساساني سلطنت جو حصو هو پر قادسيہ واري مکيہ فتح (637ع) عربن کي عمررضہ جي دور ۾ ئي ملي، 641ع ڌاري سڄو عراق عربن جي هٿن ۾ اچي چڪو هو. پر اهو عمررضہ جي دور جو آخري ڪارنامو نہ هو. عرب فوجن خود ايران تي بہ ڪاهہ ڪئي ۽ نهاوند جي جنگ (642ع) ۾ آخري ساساني شهنشاهہ جي فوجن کي فيصلائتي شڪست ڏني. عمررضہ جي 644ع ۾ وفات تائين الهندو ايران گهڻي ڀاڱي عربن جي پيرن هيٺان لتاڙجي چڪو هو. عمررضہ جي وفات ڪري عربن جي اڳتي وڌڻ تي ڪو اثر نہ پيو. اوير ۾ انهن مناسب تيزي سان ايران جي فتح مڪمل ڪري ورتي ۽ اولهہ ۾ اتر آفريڪا جي پرئين پر پهچڻ لاءِ اڳتي وڌندا رهيا.

عمررضہ جون فتحون جيتريون اهم آهن اوتري ئي اهم سندن پائيداري آهي. ايران جي آدمشماري مسلمان رهندي بہ عربن جو ڪِٽ پنهنجي ڳچي مان ڪيي ڇڏيو، پر عراق ۽ مصر ڪڏهن بہ ائين نہ ڪري سگهيا. اهي ملڪ مڪمل طور عرب بڻجي ويا ۽ اڄ سوڌو عرب ئي آهن.

عمررضہ جي فوجن جيڪا عظيم سلطنت فتح ڪئي هئي، تنهن جي حڪومت هلائڻ لاءِ هن کي ضرور ڪي نہ ڪي راجنيتي مَتا/ اصول ٺاهڻا هئا. هن فيصلو ڪيو تہ عرب پنهنجن فتح ڪيل علائقن ۾ رعايتون ماڻيندڙ قبيلي جي حيثيت رکندا ۽ اهي مقامي ماڻهن کان ڌار پنهنجن قلعن ۾ رهندا. رعايا کي پنهنجن مسلم (گهڻي ڀاڱي عرب) فاتحن کي فقط جزيہ ڏيڻي پوندي، هر طرح کين امن امان سان رکيو ويندو. خاص ڪري کين ڪنهن بہ صورت ۾ زوري مسلمان نہ بڻايو ويندو. (انهي مان ظاهر ٿئي ٿو تہ عربن جيڪي فتحون ڪيون، تن کي مقدس

مذهبي جنگ بدارن فقط قومي جنگ ئي سمجهيائون، جيتوڻيڪ پڪ سان مذهبي جزو بہ انهن جنگين ۾ ناپيد نہ هو).

سچ تہ عمررضہ جا ڪارناما متاثر ڪندڙ آهن. خود محمدصہ ڪان پوءِ هو ئي اسلام جو مکيہ پکيڙيندڙ هو. ٿي سگهي ٿو تہ هن جي فتحن کان سواءِ اسلام ايترو پکڙيل نہ هجي ها جيترو اڄ ڪلھ آهي.

اڄان بہ وڏي ڳالھ اها ئي جو سندس دور ۾ فتح ڪيل علائقا، اڄ ڏينهن تائين عرب آهن. ظاهر طرح تہ بيشڪ محمدصہ کان ئي اها تحريڪ شروع ٿي ۽ بعد ۾ جيڪي بہ ڪاميابيون انهي تحريڪ کي نصيب ٿيون، تن جو جس گهڻي ڀاڱي هو ئي لهڻي پر عمررضہ جي خدمتن کي نظرانداز ڪرڻ بہ هڪ وڏي غلطي ٿيندي. هن جيڪي بہ فتحون ڪيون سي محمدصہ جي پيدا ڪيل جوش ۽ جذبي سان خودبخود نہ ٿي ويون هيون. انهي اتساهہ جي ڪري ڪجهہ نہ ڪجهہ ملڪ گيري ضرور ٿئي ها پر اها انهي حد تائين نہ پڄي سگهي ها، جنهن حد تائين عمررضہ ڪيس پهچايو. اها ڪاميابي عمررضہ جي ذهانت ڀري اڳواڻي سببان ئي ممڪن ٿي سگهي هئي.

ٿي سگهي ٿو تہ مغرب جا ڪي ماڻهو انهي ڳالھ تي حيران ٿين تہ مون عمررضہ کي چاجي ڪري شارلين ۽ جوليئس سيزر جهڙن ماڻهن تي فوقيت ڏني آهي، جو تہ عمررضہ کي مغرب ۾ گهڻ سڃاتو وڃي ٿو. پر عمررضہ جي هٿ هيٺ عربن جيڪي علائقا فتح ڪيا تن جي پکيڙ ۽ فتحن جي جٽاءَ کي نظر ۾ رکبو تہ اها ڳالھ سولائي سان سمجهہ ۾ اچي ويندي.

# خالد بن وليد

اسلام جي ٻئي خليفي جي خلافت جي اوائلي ڏينهن ۾ عرب فوجون اڻپورن هٿيارن سان، بنا ڪنهن سڪيا جي ساڳئي وقت ٻن محاذن تي وڙهيون پئي. عراقي محاذ تي انهن طاقتور ايراني شهنشاهه خسرو جي وڏن لشڪرن کي مصروف رکيو هو ۽ شامي محاذ تي اهي بازنطيني شهنشاهه جي مضبوط فوجن خلاف صف آرا هيون.

عربن شام ۾ مضبوط رومي فوجن خلاف سڄو ڏينهن لڙائي ڪئي، پر جنگ جو ڪو فيصلو نه ٿي سگهيو هو. عرب جوڌا پنهنجي ڇانوڻي ۾ سڄي ڏينهن جي ڪارگذاري تي نظرثاني ڪرڻ لاءِ گڏ ٿيا. آخرڪار هڪ بانڪو سپاهي اُٿي بيٺو ۽ ڪين پنهنجي پرعزم آواز سان مخاطب ٿيندي چيائين:

"ڀائرو! خدا اسان سان گڏ آهي اسان برابري، ڀائپي ۽ انصاف جي بنياد تي ٻڌل حڪومت قائم ڪرڻ واري نيڪ مقصد خاطر وڙهون پيا. سپاٽي مان انهن رومي ٽولن کي سبق سيکارڻ چاهيان ٿو."

"ڪهڙو؟" آواز آيو.

"مان رڳو ڏيان ته غسانين جي اڳواڻ جبله جي سٺ هزار مضبوط سپاهين جو مقابلو فقط ٽيهن مسلمانن سان ڪجي."

"ڇا تون اها ڳالهه سنجيدگي سان ٿو چئين، ابوسليمان؟"

پوڙهي ابو سفيان پڇيو.

"هائو" خالد بن وليد وراڻيو، جنهن جي ڪنيت ابو سليمان هئي.

"منهنجي خيال ۾ ته تون پنهنجي طاقت جي وڌيڪ ڪٿ ڪرين پيو. اهڙي ريت ته تون مسلمانن جي قيمتي زندگين سان کيڏندين." ابوسفيان تڪائي سان چيو.

"نه، بلڪل نه. حقيقت ۾ ته مان مسلمانن جون قيمتي جانيون بچائڻ ٿو چاهيان. اهڙي نموني مان دشمن کي حد کان وڌيڪ بيچارڻ ٿو گهران، جنهن کي پنهنجي وڌيڪ طاقت ۽ فوجي هٿيارن تي ناز آهي." خالد بن وليد جواب ڏنو.

آخرڪار عرب فوجن جو سپه سالار ابوعبيده وچ ۾ پيو ۽ سڀئي انهي ڳالهه تي

سهمت ٿيا ته شير دل خالد بن وليد جبله بن غسان جي چڱي طرح هٿياربند ٺيل سٺ هزار مضبوط فوج جو ٿيهن بدران سٺ مسلمانن سان مقابلو ڪندو. ٻئي ڏينهن خالد بن وليد پنهنجن 59 سائين سان گڏجي سٺ هزار غسانين جو مقابلو ڪيو. اها هڪ يادگار لڙائي هئي، جنهن جو فوجي مهمن جي تاريخ ۾ ڪو مثال نه ٿو ملي. اها لڙائي سڄو ڏينهن هلي ۽ سٺ عرب هٿياربند ماڻهن جي سمنڊ ۾ گم ٿي ويا، جيڪي سندن پير اکيڙڻ لاءِ اٿندڙ ويرن وانگر اڳتي وڌي مٿن حملا ڪري رهيا هئا. عرب شينهن وانگر وڙهيا پئي. ڪڏهن ڪڏهن الله اڪبر جو نعرو ٻڌڻ ۾ ٿي آيو، جنهن مان سندن انهن سائين کي سندن جيئري هئڻ جي خبر پوي پيئي، جيڪي ڏاڍي بيتابي سان هلندي جنگ ڏسي رهيا هئا. خالد بن وليد هڪ سورمي وانگر وڙهندي آخري ڪوشش ڪئي، جنهن سان غسانين جا پير اکڙي ويا ۽ انهن پنهنجو گهڻو نقصان ڪرائي شڪست کاڌي. اهڙي طرح مسلمانن ان ڏينهن ميدان ماريو. ناقابل شڪست خالد هڪ اهڙي يادگار جنگ کٽي جنهن جو جنگين جي تاريخ ۾ ٻيو ڪو مثال نه ٿو ملي. انهي فتح سان رومين مٿان عربن جي برتري قائم ٿي وئي، توڙي جو اهي رومين کان تعداد ۾ گهٽ هئا ۽ وٽن هٿيار به ٿورا هئا.

اسلام جي سپاهي جي حيثيت ۾ هو پهريون ڀيرو موطي جي جنگ ۾ شريڪ ٿيو. اها جنگ اٺين صدي هجري ۾ لڳي هئي، جنهن ۾ هن پنهنجي بي مثال بهادري ۽ فوجي مهارت جا جوهر ڏيکاريا هئا. انهي جنگ ۾ مسلمانن جو تعداد مشڪل سان 3000 هو، جڏهن ته رومي فوج ۾ چڱي طرح سکيا ورتل ڏيڍ لک سپاهي هئا. منڍ وارن مسلم سپه سالارن جي جنگ جي ميدان ۾ مارجي وڃڻ ڪري خالد بن وليد کي مسلمانن جو سپه سالار مقرر ڪيو ويو هو. جيڪو شينهن وانگر وڙهيو ۽ هڪڙي ئي لڙائي ۾ اٺ ترارون ڀڃي ڇڏيائين. پوئتي موٽندي خالد بن وليد سخت لڙائي ڪري پنهنجي بي مثال فوجي مهارت سان پنهنجن ماڻهن کي جنگ مان ڪڍي آيو.

مڪي جي قريشين طرفان ٺاهه جي ڀڃڪڙي ڪرڻ ڪري، انهي مقدس شهر تي مسلمانن کي ڪاهه ڪرڻي پئي، جنهن ۾ خالد کي مسلم فوج جي ساڄي پاسي واري حصي جي ڪمان سونپي وئي. مسلمان مقدس شهر ۾ ڪنهن به مقابلي ڪرڻ کان سواءِ داخل ٿيا ۽ رحمدل پيغمبرِ اسلام وڙهندڙن کي ڪشاده دلي سان معافي ڏني. انهي باري ۾ فلپ ڪي- هٽي، لکي ٿو، "مڪي جي ماڻهن سان خاص دريادلي وارو ورتاءُ ڪيو ويو. پراڻي زماني جي تاريخ ۾ اهڙو فتحمند داخلا جو ٻيو مثال مشڪل سان ملندو." پيغمبر صہ جي حياتي ۾ خالد جن ٻين

جنگي مهمن ۾ حصو ورتو سي هيون حنين، نجدان جون جنگيون ۽ طائف تي قبضو.

پيغمبر جي وفات ڪري مسلمانن تي اوندهہ ڇانئجي وئي. مرڪزي اختياري جي لاڏاڻي جو هڏي عرب قبيلا پنهنجي نئين مذهب خلاف اٿي بيٺا. اسلام جو پهريون خليفو حضرت ابو بڪر رضہ بہ هوڏ هڏي بيٺو تہ باغي بنا شرط پيش پون نہ تہ ساڻن تباهہ ڪندڙ جنگ ڪئي ويندي. خالد بن وليد انهن جنگين جو سورمو هو. "پنهنجي سپہ سالاري جي اتڪل ڇهن مهينن اندر هن وچ عربستان جي قبيلن کان آڻ مڃرائي." اتر عربستان ۾ ٺاپر ٿيڻ کان پوءِ مسلمانن جو ايرانين سان ٽڪر ٿيو، جيڪي عربي عراق تي حڪومت ڪندا هئا ۽ پروارن علائقن ۾ رهندڙ بدوي عرب قبيلا ڪين پنهنجو آقا مڃيندا هئا. ايرانين هنن قبيلن کي اسلام خلاف بغاوت تي پڙڪايو. اسلام خلاف ايرانين جي اهڙين حرڪتن ڪري، رحمدل ۽ ڳتواڻ خليفي ابوبڪر مجبور ٿي اجيت خالد بن وليد جي هٿ هيٺ محرم سن 12هجري تي عراق ڏانهن هڪ فوج موڪلي. انهي فوج جو پهريون مقابلو دوآبي واري علائقي ۾ هرمز سان ٿيو، جيڪو هڪ ظالم حڪمران هو ۽ جنهن کان سندس عربي رعيت نفرت ڪندي هئي. خالد پنهنجي فوج کي ٽن حصن ۾ ورهايو. مسانہ کي اڳئين حصي جي ڪمان ڏنائين. عدي بن حاتم جي هٿ هيٺ ٻيو حصو رکيائين ۽ پنئين حصي جي ڪمان پاڻ سنڀاليائين. هو حڪمت عملي سان ايراني سلطنت جي سرحدي فوجي چوڪي الحفير طرف وڌيو. سر وليم موئر لکي ٿو،"تنهن تي هرمز خالد کي دوبدو مقابلي ڪرڻ لاءِ للڪاريو. هو جيتوڻيڪ دوکي سان آڙ وٺي لڪي بيٺو هو، پر پوءِ بہ مقابلي ۾ مارجي ويو. انهي کان پوءِ مسلمان تيزي سان اڳتي وڌيا. وڏي خونريزي کان پوءِ دشمن ڀاڄ کاڌي. مسلمان فرات نديءَ جي ڪناري تائين سندن پيڇو ڪيو."(1)

انهي جنگ کي "ذاتَ السلاسل" (يعني زنجيرن جي گهر ڏياڻي) سڏجي ٿو، ڇاڪاڻ تہ ڀاڄ کان بچڻ لاءِ ايراني فوج جي هڪ وڏي حصي پاڻ کي زنجيرن سان ٻڌي ڇڏيو هو.

دجلہ جي وڏي واهہ وٽ هڪ ٻيو مقابلو ٿيو هو. انهي مقابلي ۾ هڪ ننڍڙي فوج المثار جي مهنداري ۾ تيزي سان اڳتي نڪري وئي هئي، جنهن ڪري دشمن ۾ گهيرجي وئي ۽ تباهہ ٿيڻ تي هئي جو خالد وقت سر پڄي پنهنجي نائب کي نہ فقط ڇوٽڪاريو ڏياريو، پر ايراني فوج کي وڏو جاني نقصان پهچائي شڪست بہ ڏنائين. دشمن جي فوج جا گهڻا سپاهي يا تہ مارجي ويا يا وري ٻڏي مئا.

---

(1) خلافت- سندس عروج، زوال ۽ پڄاڻي

مڻ جيترن سگهيا نہ ورتل ۽ پوري طرح هشيار نہ رکندڙ مسلمانن هٿان پنهنجي تمام وڏي ۽ منظم فوج کي اميدن خلاف شڪست کائيندو ڏسي، هاڻي ايراني دربار جا ڪن ڪڙا ٿيا. ايراني شهنشاهہ وفادار عرب قبيلن کي پرتي ڪري تڙ تڪڙ ۾ هڪ مضبوط فوج دلير ايراني جنرل بهمان جي هٿ هيٺ موڪلي. ٻنهي ڌرين جي ميلاپ پرسان، الولاجہ وٽ اپريل 633ع ۾ ٿيو. ٻنهي فوجون آمهون سامهون ٿيون. خالد پنهنجي فوج کي ٽن حصن ۾ ورهايو. پنهنجن اڳين جٿن کي دشمن جي مقابلي لاءِ اڳتي وڌايائين ۽ باقي ٻہ حصا پاڻ وٽ محفوظ رکيائين ۽ "تشڪل دشمن کي پوئتان لڪايل فوج وسيلي حيران ڪري ڇڏيائين." اهڙي طرح خالد پنهنجي سرس چالن ۽ عظيم فوجي مهارت سان مسلمانن کي پاڻ کان تمام گهڻي عددي ايراني فوج مٿان فتح ڏياري.

بدوي عيسائي قبيلن ۾ هڪ تلخ احساس پيدا ٿي پيو هو، جن ايراني شهنشاهہ ارداشير کي گذارش ڪئي تہ سندن شڪست جو بدلو ورتو وڃي. بدوين ۽ ايرانين کي گڏائي هڪ وڏو لشڪر تيار ڪيو ويو، جنهن کي آزمايل ايراني سپہ سالار جابان جي هٿ هيٺ مسلم فوج جي مقابلي لاءِ موڪليو ويو. اهو مقابلو مئي 633ع ۾ يوليس وٽ ٿيو. خالد پنهنجي پويان حفاظت لاءِ الحفير ۾ فوج جو هڪ مضبوط جٿو ڇڏيو ۽ پاڻ دشمن جو مقابلو ڪرڻ لاءِ تڙ تڪڙ ۾ اڳتي وڌيو. هڪ ڇتي جنگ لڳي ۽ ڊگهي عرصي تائين ڪو فيصلو ٿي نہ سگهيو. نيٺ خالد هڪ زوردار حملو ڪري ايرانين جا پير اکيڙي ڇڏيا. انهن پاڄ ڪاڏي ۽ پنهنجي پويان 70 هزار لاشا جنگ جي ميدان ۾ ڇڏي ويا. هڪڙي دوبدو مقابلي ۾ خالد هڪ اهڙي ايراني جوڌي کي ماري وڌو جيڪو هڪ هزار جوڌن جو مٽ ليکيو ويندو هو.

هاڻي ايراني پورا پورا مايوس ٿي چڪا هئا ۽ سندن حوصلا خطا ٿي ويا هئا. تنهن هوندي بہ بدوي عيسائي ڪاهہ ڪري ايندڙن کي هڪالي ڪيڻ لاءِ اسرار ڪري رهيا هئا. الحرا جي پرواري خوشحال شهر امغيسيا تي خالد اوچتو حملو ڪيو. خليفي کي مسلم فوجن جي انهن فتحن جي خبر ڏني وئي تہ هن رڙ ڪندي چيو،"او، قريشيو، سچ پچ تہ توهان جي شينهن، يعني اسلام جي شينهن ايران جي شينهن تي چال ماري آهي ۽ ڪيس پنهنجي شڪار کان محروم ڪري ڇڏيو اٿائين. عورتون خالد جهڙو ٻيو پٽ وري نہ ڄڻينديون."

خالد پنهنجي تيز جٽي سان مورتين جا دروازا بند ڪرڻ لاءِ واهہ جي منهن وٽ پهتو تہ جيئن زمين تي رکيل پنهنجون ٻيڙيون واهہ ۾ لاهي، اڳتي وڌي سگهي. مسلمانن الحرا جو گهيرو ڪيو. ستت ئي ڪجهہ شرطن تي آڻ مڃي. حرا جي

رهاڪن سان 633ع ۾ هڪ ٺاهه ڪيو ويو جنهن جي بعد ۾ اسلام جي خليفي توثيق ڪئي. حرا ڪي اسلامي فوج جو مرڪز بڻايو ويو ۽ اتان خالد پنهنجي فتحن کي مضبوط ڪرڻ شروع ڪيو. فتح ڪيل ملڪن ۾ رهندڙ آبادگارن ۽ عام ماڻهن جي حق ۾ خليفي جي صلاح سان خالد جيڪي فائديمند سڌارا آندا، تن سان هن مهل تائين انهن علائقن ۾ جاري رهندڙ ايراني جاگيرداري نظام ۽ نئين نظام جو فرق صفا چٽو ٿي بيٺو، تنهن ڪري اتان جي باشندن ظالم ايراني آقائن جي جاءِ والاريندڙ مسلمان پلو ڪندڙن جي آجيان ڪئي. احتياط طور هنڌ هنڌ تي مسلمانن جون فوجي ڇانوڻيون قائم ڪيون ويون ۽ اتي هردم تيار فوجي جٿا رهايا ويا.

انهي کان پوءِ انبار جي قلعي جو گهيرو ڪيو ويو، جيڪو بابل کان اٽڪل 80 ميل مٿي فرات ندي تي قائم هو. قلعي جي چوڌاري اونهي کاهي کوٽيل هئي، جنهن ۾ مسلمانن ڪئل اٺن جا ڪٽل مڙهه وجهي اها کاهي پار ڪئي ۽ ٿوري مقابلي کان پوءِ اهو شهر فتح ڪري ورتائون. انبار جي پاڙي ۾ آئن الطّور نالي سائو ٽڪرو به مسلمانن پنهنجي قبضي ۾ آندو. خالد هاڻي الفراد نالي هڪ هنڌ تي پهتو جيڪو شام ۽ عراق جي سرحد تي هو ۽ جنهن جي وچ مان هڪ ندي وهي رهي هئي. شامي سرحد جي حفاظت لاءِ هڪ مضبوط بازنطيني جٿو مقرر ٿيل هو، جنهن خالد جي ڪاميابي تي خبردار ٿي، ايرانين ۽ بدوي عيسائين کي پاڻ سان ملايو ته جيئن مسلم ڪاهيندڙن کي شڪست ڏيئي سگهجي. هڪ ڀڳهي ۽ ڇيتي لڙائي شروع ٿي، جنهن ۾ مسلمانن ڪٽيو ۽ دشمن جا هڪ لک کان به وڌيڪ سپاهي مارجي ويا.

ايرانين مٿان اسلام جي فتحن ڪري اسلامي هٿيارن جي برتري ۽ سيف الله خالد بن وليد جو اجيت هئڻ ثابت ٿي ويو. خالد عراق ۾ 14 مهينا رهيو. انهي عرصي ۾ هن اهڙي دشمن خلاف 15 لڙايون ڪيون ۽ کٽيون جيڪو ماڻهن توڙي هٿيارن جي لحاظ کان ڪانئس گهڻو طاقتور هو. عرب جيڪي هن مهل تائين زندگي جي هر ميدان ۾ پاڻ کي ايرانين کان گهٽو گهٽ سمجهي کين پنهنجو آقا ڪري مڃيندا هئا، تن جو احساس ڪمتري ختم ٿي ويو ۽ منجهن وري خوداعتمادي پيدا ٿي پئي. عراق ۾ خالد جنهن تيزي سان فتحون حاصل ڪيون ۽ جيتري ٿوري وقت ۾ وسيلن سان ڀرپور وسيع ايراني سلطنت کي جڏو بڻائي ڇڏيائين سي جنگي تاريخ ۾ سڀ کان شاندار مهمون ليکي سگهجن ٿيون ۽ کيس سڀني زمانن جي عظيم ترين سپهه سالارن مان هڪ سڏي سگهجي ٿو. هن ڪيترين ئي اهڙيون چالون ايجاد ڪيون هيون، جن کان اڳي دنيا اڻڄاڻ هئي، انهن چالن ۾ بچائي رکيل فوج هٿان حملو ڪرائڻ به شامل آهي. هو نه فقط هڪ جنگي ماهر هو پر انهي

سان ڳڻوڪڙ هڪ سٺو منتظم پڻ هو. هن مناسب هنڌن تي فوجي ڇانوڻيون ٺهرايون ته جيئن فتح ڪيل علائقن جو بچاءُ ڪري سگهجي. هن پنهنجي فتحن کي مضبوط ڪيو ۽ فتح ڪيل علائقن ۾ عام ماڻهن جي ڀلائي لاءِ اهڙا زرعي ۽ ٻيا سڌارا لاڳو ڪيائين، جن مسلمانن کي مقامي ماڻهن ۾ سندن اڳين ايراني جاگيردار آقائن جي مقابلي ۾ مقبول ڪري ڇڏيو ۽ مسلمانن کي سندن جمهوري ۽ سماج وادي لاڙن ڪري ايراني آفيسرن مٿان ترجيح ملڻ لڳي.

پيغمبرﷺ جي زماني کان ئي شام سان ملندڙ سرحدن تي بازنطيني فوجن جي روش ساڳيو خطرو پيدا ڪري ڇڏيو هو. شامي سرحد سان ملندڙ عرب علائقن ۾ بازنطيني فوجون گهڙي گهڙي ڌاڙا هڻنديون رهنديون هيون ۽ سندن چوپايو مال ۽ ٻي ملڪيت کڻي وينديون هيون. شامي سرحد تي رهيل خالد بازنطيني فوجن جي مقابلي ۾ ٿوري گهڻي ڪاميابي حاصل ڪئي هئي. خليفي ابوبڪررضہ شامي افق تي ڇانيل وڏي خطري کي پري کان تاڙي ورتو ۽ مسلمانن کي عرض ڪيائين ته شامي سرحد تي وڙهڻ لاءِ لشڪر ۾ ڀرتي ٿين. انهي سڏ تي پيغمبرﷺ جي هڪ هزار صحابين پاڻ کي پيش ڪيو، جن ۾ بدر جي جنگ ۾ شريڪ ٿيندڙ هڪ سؤ صحابي به شامل هئا. خليفو پاڻ شام ويندڙ هر هڪ جٿي کي الوداع چوڻ لاءِ ساڻن گڏجي جرف جي ميدان تائين ويو ۽ کين هيٺيون حڪم ڏنائين:

"انسانو، مان توهان کي ڏهن ڳالهين جو حڪم ڏيان ٿو، جن تي توهان کي وفاداري سان هلڻ کپي: ڪنهن کي به ڌوکو نه ڏجو ۽ نه ڪنهنجي شيءِ چورائجو، ڪنهن کي ٺڳي ڪري نه جهلائجو ۽ ڪنهن جو عضوو نه ويڄجو، ڪنهن ٻار، عورت ۽ ٻڍي کي قتل نه ڪجو، کجي جي وڻ جا چوٽا نه لاهجو ۽ نه وري ان کي ساڙجو، ميوي سان جهنجهيل وڻ نه ڪپجو ۽ نه وري فصلن کي برباد ڪجو، کاڌي حاصل ڪرڻ کان سواءِ، ٻئي ڪنهن مقصد خاطر چوپائي مال جا ڌڻ يا ائن جا وڳ نه ڪهجو. توهان کي ڪي اهڙا ماڻهو ملندا، جيڪي ٻهرن ۾ رهيل هوندا، انهن کي اڪيلو ڇڏي ڏجو ته جتي به ڏيان لڳايو ويٺا آهن، اتي ڏيان لڳايو ويٺا هجن..." "اڳواڻ کي وڌيڪ عام قسم جون هدايتون ڏنيون ويون- فتح ٿيل ماڻهن کي سٺي طرح حڪومت هلائڻ جو وعدو ڪرڻ، ۽ پنهنجو انجام پاڙڻ، هڪڙي ئي وقت ۾ ڪٿي گهڻو نه ٽڪڻ ۽ هميشه سنئين سڌي ڳالهه ڪرڻ، ايلچين کي مان ڏيڻ، پر جيڪڏهن اهي جاسوس نه هجن ته کين گهڻو عرصو نه روڪڻ. جتي ضروري هجي اتي رازداري کي برقرار رکڻ، رات ۽ ڏينهن جو پهريدارن تي چڪر لڳائڻ ۽ ڪڏهن به سست نه ٿيڻ."(1)

---

(1) خلافت- سندس عروج، زوال ۽ پڇاڙي.

شام جي سرحد ڏانهن ٽي ٻويزن فوج موڪلي ويئي. هر هڪ ٻويزن ۾ پنج هزار سپاهي شامل هئا. هڪ ٻويزن جي ڪمان شرجيل بن حَسنَا، ٻيءَ جي عمر بن عاص ۽ ٽين جي يزيد بن ابوسفيان جي هٿن ۾ هئي. ابو عبيده جيڪو اڪيلي شامي سرحد جو سپريم ڪمانڊر (سپہ سالار اعليٰ) ٿيو، تنهن کي هڪ جدا ٻويزن جي ڪمان ڏني ويئي. پر بازنطينين يرموڪ جي ڀرسان جيڪا فوج ڪٺي ڪئي هئي سا مسلمانن جي فوج کان ڏهوڻي هئي. تنهن ڪري خالد بن وليد کي شامي سرحد ڏانهن موڪلڻ ضروري ٿي پيو. سياڻي خليفي ابوبڪر رضہ خالد کي پنهنجي اڌ فوج سان شامي سرحد تي جلدي پڄڻ ۽ ٻي اڌ فوج عراق ۾ المسانہ جي ڪمان ۾ ڇڏڻ جو حڪم ڏنو. مؤرخن طبريٰ، مقدسي ۽ بلاذري لکيو آهي تہ خليفي خالد کي شامي سرحد تي مسلم فوج جو سپريم ڪمانڊر مقرر ڪيو هو. خالد بن وليد ۽ سندس لشڪر جنهن تيزي سان عراق ۽ شام جي وچ واري ٻي واٽ، برٽ ۽ اٿانگو ريگستان پار ڪيو، سو موجود تاريخ ۾ دليري جي داستانن مان هڪ ليکجي ٿو. هن پنجن ڏينهن ۾ اهو ريگستان پار ڪيو ۽ جنهن بلندي تي هو وڃي بيٺو هو، تنهن کي اڄا تائين "ثانيه العقاب" (عقاب جو لنگهہ) سڏجي ٿو.

شام ۾ مسلم فوج چئن دستن ۾ ورهايل هئي، جيڪي چئن سپہ سالارن جي هٿ هيٺ مختلف حصن ۾ وڙهي رهيا هئا. ابو عبيده وٽ هيمز واري ٻويزن جي ڪمان هئي، جنهن جو هيڊڪوارٽر جابيا ۾ هو، عمر بن عاص وٽ دمشق واري ٻويزن جي ڪمان هئي ۽ شرجيل بن حسنا وٽ ان ٻويزن جي ڪمان هئي جيڪا اردن ۾ وڙهي رهي هئي. عمر رضہ جي صلاح تي خليفي ابوبڪر رضہ سڄي مسلم فوج کي اپريل 634ع ۾ يرموڪ ڀرسان جولان ۾ گڏ ڪرڻ جو حڪم ڏنو تہ جيئن هڪ اهڙي دشمن کي منهن ڏيئي سگهجي، جنهن وٽ غيرمحدود وسيلا، دولت ۽ هٿيار پنهوار هئا. خالد کي گڏيل مسلم فوج جي ڪمان سنڀالڻ لاءِ عراق کان گهرايو ويو هو. رومين بہ پنهنجو سڄو لشڪر هڪ هنڌ ڪٺو ڪيو ۽ انهي وڏي رومي لشڪر يرموڪ ندي جي اڌ گولائي واري خال ۾ پنهنجي ڇانوڻي قائم ڪئي هئي، ٽن پاسن کان ڪين ندي بچايو بيٺي هئي، تنهن ڪري اهو هنڌ ڪين ڇانوڻي هڻڻ لاءِ مثالي نظر آيو هو. مسلم فوج دير سان پهتي ۽ سوڙهي دڳ تي اچي لٿي. رومين کي پنهنجي غلطي جو احساس ٿيو. خالد جي اچڻ تائين ٻنهي لشڪرن کي هڪ ٻئي تي نظر رکندي ٻہ مهينا ٿي چڪا هئا. هن کي مسلم فوجن جي اعليٰ ڪمان ڏني وئي. طبريٰ سميت سڀني ڀروسي جوڳن تاريخي ذريعن مطابق تہ هيراڪلينز جي لشڪر جو تعداد ٻہ لک چاليهہ هزار هو، جڏهن تہ مسلمان فقط چاليهہ هزار هئا. رومي فوج جي ڪمان سندن ڪن مشهور

سپہ سالارن ۽ جنگي جوڌن جي هٿ ۾ هئي. جن ۾ ٿيوڊرسڪي لائير، بئنس، آرمينيائي ۽ جارجا (جارج) شامل هئا. خالد رومين جي تعداد توڙي هٿيارن کي ڏسي پنهنجي هميشہ واري حڪمت عملي اختيار ڪئي ۽ پنهنجي فوج کي هڪجهڙن 3 جٿن ۾ ورهايائين. هر هڪ جٿي جي ڪمان آزمايل جوڌي جي هٿ ۾ ڏنائين. 30 آگسٽ 634ع تي رومي پنهنجي پادرين جي اپارڻ تي عربن جي مقابلي ڪرڻ لاءِ چانوٽي کان نڪتا. هڪ خوفناڪ جنگ لڳي ۽ خطرناڪ خونريزي شروع ٿي وئي، جنهن ۾ رومين جو پيانڪ ڪوس ٿيو ۽ انهن شڪست کاڌي. طبريءَ مطابق هڪ لک ويهہ هزارن کان بہ مٿي رومي وقوسا جي ماٿري ۾ ڪر آيا ۽ نديءَ ۾ ٻڏي مئا. يرموڪ جي جنگ ۾ هن يادگار فتح کان پوءِ سڄو شام مسلمانن جي پيرن هيٺان اچي ويو. هن يادگار جنگ ۾ خالد اعليٰ فوجي مهارت، غيرمعمولي بهادري ۽ بي مثال فوجي چالون ڏيکاريون. جڏهن انهي بربادي جي خبر بازنطيني شهنشاهہ هيراڪلي کي انٽيوچ ۾ ڏني وئي تڏهن هن چيو،"الوداع شام، منهنجا سُهڻا صوبا. تون هاڻي دشمن جو آهين." ۽ پوءِ هو انٽيوچ ڇڏي قسطنطنيہ هليو ويو. خالد اعلان ڪيو،"شام ڪنهن اُٺ وانگر خاموشي سان ويهي رهيو." پر يرموڪ جي جنگ جي فيصلي ٿيڻ کان اڳي، خليفو ابوبڪر رضہ لاڏاڻو ڪري ويو ۽ سندس جاءِ تي عمر رضہ خليفو ٿيو. خليفي چونڊجڻ کان يڪدم پوءِ عمر رضہ، خالد کي سپريم ڪمانڊر جي عهدي تان لاهڻ جو حڪم جاري ڪيو. يرموڪ جي لڙائي جنهن وقت پنهنجي جوبن تي هئي، تڏهن خالد کي اهو خط پهچايو ويو، پر لڙائي جي فيصلي ٿيڻ تائين انهي حڪم کي راز ۾ رکيو ويو. خالد خوشي سان خليفي جي حڪم تي پنهنجو سر جهڪايو ۽ اسلام جي هڪ معمولي سپاهي جي حيثيت ۾ پنهنجي موت تائين اسلامي فوجن سان گڏجي ساڳئي جذبي سان وڙهندو رهيو. هن جنهن نموني انتظامي ضابطي کي مڃڻ جي ساڃهہ ڏيکاري سا سندس مرتبي واري ڪنهن بہ سپہ سالار ورلي ڏيکاري هوندي. ٻيو ڪو سپہ سالار هجي ها تہ انهي حڪم کي پنهنجي بيعزتي سمجهي ها، پر هن اها سموري انا نظرانداز ڪري ڇڏي ۽ ساڳئي جوش ۽ جذبي سان اسلام جي هڪ وفادار سپاهي وانگر لڳندڙ بعد وارين جنگين ۾ وڙهندو رهيو.

عمر رضہ جي خلافت واري دور ۾ مسلم فوجن شام، عراق، ايران ۽ مصر ۾ شاندار فتحون ماڻيون. اولهہ ۾ اسلامي جهنڊو مصر جي انتهائي اولهہ تائين ۽ اتر ۾ ڪيسپين سمنڊ جي ڪنارن تائين پهتو. دمشق جو گهيرو ٻن مهينن کان مٿي هليو. ۽ هڪڙي رات جڏهن لارڊ بشپ جي ٻار جي ڄمر جي خوشي ملهائي پئي

وئي، خالد ۽ سندس ساٿي ديوارون ٽپي شهر ۾ داخل ٿيا ۽ اوپرندو در کولي ڇڏيائون. الله اڪبر جو نعرو هوا ۾ گونجي اٿيو ۽ خوشي ملهائيندڙ انهي ڏکي صورتحال کي سمجهي ويا ۽ مسلمان سپہ سالار ابوعبيده جي اڳيان ڪجھ شرطن تي اچي پيش پيا. ابوعبيده ان وقت اولهندي دروازي تي پهرو ڏئي رهيو هو. هي ٻئي فوجون اچي شهر جي وچ تي گڏيون. خالد جي اڳواڻي واري فوج شهر تي قبضي ڪرڻ جي دعويٰ ٿي ڪئي، جڏهن ته ابوعبيده جو چوڻ هو ته دشمن پنهنجا ڪجھ شرط مڃرائي، هن جي اڳيان پيش پيو هو. آخرڪار دشمن کان هٿيار ڦٽا ڪرائڻ لاءِ ابوعبيده جيڪي شرط مڃيا هئا، تن کي سڄي شهر تي لاڳو ڪيو ويو ۽ خليفي عمر رضہ انهي ڳالھ جي توثيق ڪئي. خالد شام ۾ ٿيندڙ ڪيترين ئي جنگين ۾ حصو ورتو جن ۾ هيس ۽ ڪنسرين جون جنگيون به شامل آهن. شامين جي آخري مضبوط مورچي ڪنسرين جي فتح سان شام ۾ بازنطين جي حڪومت جو خاتمو ٿي ويو، ۽ شهنشاھ هيراڪليس قسطنطنيہ هليو ويو، جتان وري ڪڏهن به نہ موٽيو. ڪنسرين جي جنگ ۾ خالد جيڪا غيرمعمولي بهادري ڏيکاري، تنهن خالد جي باري ۾ عمر رضہ کي پنهنجو خيال متائڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو. هن کلي طرح مڃيو! "الله ابوبڪر تي رحمت ڪري- هن کي صحيح ماڻهو سڃاڻڻ جو مون کان وڌيڪ شعور هو."

عراق ۽ شام ۾ مسلمانن پنهنجي فتح ٿيل رعيت کي جيڪا عزت ڏني، تنهن گهڻي ڀاڱي انهن علائقن ۾ مضبوط حڪومت ۽ سٺي انتظاميا قائم ڪرڻ ۾ ڪين مدد ڏني. سر وليم موئر 'خلافت سندس عروج، زوال ۽ پڇاڙي' ۾ لکندي مڃي ٿو."جيڪڏهن مسلمان شام ۾ ماڻهن سان خراب ورتاءُ ڪن ها يا سندن مذهب تي سختي ڪن ها، ته سندن حالت خراب ٿي وڃي ها، پر انهن مفتوحن سان جيڪا نرمي ڪئي ۽ جنهن انصاف ۽ ايمانداري کان ڪم ورتائون، تن مقامي ماڻهن کي سندن حڪومت ۽ رومين جي ظلم ۽ تعصب جو فرق چٽو ڪري ڏيکاريو. رومي عيسائين هيراڪليس جي حڪومت جي پيٽ ۾، پنهنجن ڪاهيندڙن جي هٿ هيٺ وڌيڪ شهري ۽ سياسي آزادي ماڻي، تنهن ڪري ڪين پنهنجي اڳين حالت ڏانهن موٽڻ جو ڪو شوق نہ هو. مسلمان جڏهن هتان پوئتي موٽيا ته انهن ڪين اهي محصول موٽائي ڏنا، جيڪي سندن حفاظت لاءِ کانئن اوڳاڙيا هئائون، ڇاڪاڻ ته هاڻي اهي وڌيڪ عرصي لاءِ سندن حفاظت نہ ٿي ڪري سگهيا. نيسٽورائي بشپ سنہ 15 بابت لکي ٿو: "تاليتس (عرب) جن کي خدا اسان جي ڏينهن ۾ حڪومت ڏياري هئي، اسان جا آقا ٿي ويا آهن، پر اهي عيسائي مذهب سان هٿ چراند نہ ٿا ڪن، اجان به اهو چئجي ته اهي اسان جي عقيدي جي

حفاظت ٿا ڪن، اسان جي پادرين ۽ مقدس ماڻهن جي حفاظت ٿا ڪن ۽ اسان جي چرچن ۽ خانقاهن کي سوڪڙيون پاڪڙيون ڏين ٿا." اهڙي طرح شام ۾ مسلمانن پنهنجي شامي ۽ عراقي رعايا جي جسمن توڙي دلين تي حڪومت ڪئي.

سيف الله خالد بن وليد هيمس ۾ 21 هجري 642ع ۾ وفات ڪري ويو. اهڙي طرح سوين لڙاين جو سورمو شهادت ماڻڻ جو شوق پورو ڪرڻ کان سواءِ لاڏاڻو ڪري ويو. مرڻ گهڙي هن جي زبان تي هي جملو هو."افسوس مان بيشمار لڙايون ڪيون ۽ منهنجي جسم تي لڙاين جا بيشمار داغ آهن پر مون کي شهادت جي سعادت نصيب نہ ٿي، جيڪا سچي مسلمان جي وڏي ۾ وڏي خواهش هوندي آهي." سندس وفات جو ٻڌي خليفي عمر چيو."خالد جي موت سان اسلام ۾ اهڙو خلا پيدا ٿيو آهي جنهن کي ڀري نہ ٿو سگهجي."

فلپ ڪي هٽي پنهنجي يادگار ڪتاب 'عربن جي تاريخ' ۾ لکيو آهي، "خالد بن وليد ۽ عمر بن العاص عراق، ايران، شام ۽ مصر ۾ جيڪي جنگيون ڪيون، سي جنگي تاريخ جي انهن جنگين مان ليکجن ٿيون، جيڪي وڌ ۾ وڌ هوشياري سان وڙهيون ويون آهن ۽ کين سولائي سان نيپولين، هنيبال يا سڪندر جي کيل جنگين سان ڀيٽي سگهجي ٿو."

# سعد ابن وقاص

## وفات: 50 هجري

حضرت سعد ابن وقاص، اسلام جي پيغمبرصہ جي آڳاٽن ۾ آڳاٽن ۽ معتبر ترين اصحابن مان هڪ هو، جنهن عراق ۽ ايران فتح ڪيو. هي عظيم عرب سپہ سالار، 17 سالن جي ننڍڙي ڄمار ۾ مسلمان ٿيو هو. هو پيغمبرصہ جي انهن ڏهن اصحابن مان هو جن کي سندن زندگي ۾ ئي بهشت جي بشارت ڏني وئي هئي.

حضرت سعد هڪ مشهور جنگجو ۽ سپہ سالار هو، جنهن بدر ۽ احد جي لڙاين ۽ انهن کان پوءِ وارين مهمن ۾ مکيہ ڪردار ادا ڪيو. خالد بن وليد جي شام وڃڻ کان پوءِ مسانہ، الحرا (عراق) ۾ مسلم فوجن جي مهنداري سنڀالڻ کان پوءِ، ڏينهون ڏينهن وڌندڙ ايرانين جي تعداد کي منهن ڏيڻ لاءِ وڏيڪ فوجن جي گهر ڪئي تہ مديني ۾ هڪ وڏي فوج ڪڏ ٿي وئي ۽ اسلام جي ٻئي خليفي عمر رضہ انهي فوج جي پاڻ اڳواڻي ڪرڻ پئي چاهي. مديني ۾ وڏو جوش ۽ جذبو پيدا ٿي ويو هو، پر سندس ساٿين کيس جهليو تہ هو پاڻ نہ وڃي، ڇو تہ گادي ۾ مرڪزي اقتدار جو برقرار رهڻ ضروري هو. آخرڪار مکيہ ڪمان سنڀالڻ لاءِ سعد ابن وقاص کي چونڊيو ويو. عراق واري جنگ جي سموري رٿابندي خليفو پاڻ ڪندو هو، جنهن کي روزمره جي فوجي صورتحال کان باخبر رکيو ويندو هو.

پيغمبر صہ جو پروسي جوڳو اصحابي سعد ابن وقاص، جنهن کي مسلمان وڏي عزت ڏيندا هئا، ويهہ هزار مسلمانن جي فوج وٺي روانو ٿيو. هن جي فوج ۾ اٽڪل چار سو اصحابي ۽ سندن ست سؤ پٽ شامل هئا. سعد قادسيہ طرف وڌيو جتي مشهور ايراني سپہ سالار رستم جي هٿ هيٺ ايراني فوجن جي مضبوط ڇانوڻي قائم هئي. ايرانين پاڙيسري مسلم علائقن کي پئي پريشان ڪيو. قادسيہ ۾ سيپٽمبر 637ع جي اونهاري ۾ هڪ يادگار لڙائي لڳي، جيڪا ڪيترن ڏينهن تائين جاري رهي. مسلمان سپاهي سچن پچن سورمن جيان وڙهيا ۽ بهادري جا ايڏا تہ جوهر ڏيکاريائون جو دشمن بدحواس ٿي وٺي ڀڳا. بيماري جي ڪري سعد پاڻ تہ انهي جنگ ۾ وڙهي نہ سگهيو پر هڪ هوشيار ۽ ماهر جنگجو جي حيثيت ۾، هڪ گهر جي ڇت تي ويهي لڙايون ڪرايائين، جيڪو جنگ واري ميدان جي پر ۾ هو.

انهي جنگ ۾ مسلمانن پهريون دفعو هاٿين جي فوج سان منهن ڏنو هو ۽ انهن

ڪارڻ ديون کي ڏسي عربن جا گهوڙا ڏايا ٺهيا پئي. مسلم فوج کي وڏو نقصان پهچي رهيو هو. اهو ڏسي سعد هاٿين تي نيزن سان حملي ڪرڻ جو حڪم ڏنو. هن جي حڪم مطابق عربن هاٿين تي نيزن سان سخت حملو ڪيو ۽ کين پوئتي ڌڪي ڇڏيو ۽ اهي هراسجي جنگ جي ميدان مان وٺي ڀڳا.

ڪاڪا نالي هڪ مشهور عرب جنگ باز جيڪو چتي ويڙهه دوران مسلم فوجن ۾ شامل ٿيو هو. هن مشهور ايراني جوڌن کي دوبدو لڙائي لاءِ للڪاريو ۽ هنهي کي ماري وڌائين. ڪيترائي ايراني جنگي جوڌا انهي جنگ ۾ مارجي ويا. قادسيه جي جنگ ڪيترائي ڏينهن جاري رهي. انهي جنگ جي جوڀن دوران عرب جو مشهور جنگي جوڌو ۽ شاعر ابو محاجن شراب پيئڻ جي ڏوهه ۾ زنجيرن ۾ جڪڙيو پيو هو. پر لڙائي ۾ حصي وٺڻ لاءِ گهڻو بيتاب هو. هن سپه سالار جي گهر واريءَ کي هاڏايو ته کيس لڙائي ۾ حصي وٺڻ لاءِ آزاد ڪري ڇڏي ۽ ساڻس وعدو ڪيائين ته جيڪڏهن هو جيئرو رهيو ته پنهنجي رضا خوشي سان وري اچي پاڻ کي سندن حوالي ڪندو. سپه سالار جي گهر واريءَ اِها ڳالهه مڃي ۽ کيس سعد جو گهوڙو ڏنائين. اوچتو ئي اوچتو هڪ اڻ جاتل جنگي جوڌو آيو. جنهن انهن ايراني صفن تي سخت حملو ڪيو. جيڪي ان وقت جنگ جي ميدان ۾ ڪن هنڌن تي مسلمانن کي پوئتي ڌڪي رهيون هيون. ابو محاجن پنهنجي وڄ جهڙي تيز حملي سان ايرانين جي سڄي بچاءَ کي هيٺ مٿي ڪري ڇڏيو ۽ شام جو جڏهن سعد جي قيد ۾ موٽي آيو ته هن کيس معافي ڏئي ڇڏي. شاعر به موٽ ۾ شراب پيئڻ کان توبهه ڪئي.

جنگ جي آخري ڏينهن لشڪر جي اڳواٽي ڪندڙ اچي هاٿي تي ڪاڪا حملو ڪيو ۽ پنهنجو نيزو ان جي اکين ۾ ٺنبي ڇڏيائين. پنهنجي ترار سان هاٿي جي سونڊ به ڪپي ڇڏيائين. اهو هاٿي گهڻي رت ڳاڙيندو ۽ اپ ڏاريندڙ ڪجڪوڙ ڪندو پوئتي موٽيو. ٻيا هاٿي به ان کي ڏسي هراس وچان سندس ڪڍ لڳا. انهي موقعي تي مسلمانن ايراني فوجن تي سخت حملو ڪري کين پوئتي ڌڪي ڇڏيو. سندن عظيم سپه سالار رستم به هراس وچان وٺي ڀڳو ۽ ڀاڄ دوران هڪ واهه ٽپيندي مارجي ويو.

ايراني سخت نقصان سهڻ ۽ پنهنجي سپه سالار جي مارجي وڃڻ کان پوءِ وٺي اتر طرف ڀڳا. قادسيه جي جنگ عملي طور ايران جي قسمت جو فيصلو ڪري ڇڏيو. سعد هاڻي سڄي عراق جو مالڪ هو.

اسلام جو ٻيو خليفو حضرت عمر رضه قادسيه جي جنگ جو نتيجو ٻڌڻ لاءِ ڏاڍو بيتاب رهندو هو. هُو مديني کان ٻاهر نڪري ان قاصد جو انتظار ڪندو رهندو هو. جيڪو کيس روز قادسيه جي جنگ جي صورتحال ٻڌائڻ لاءِ ايندو هو. آخرڪار هڪڙي ڏينهن هن کي هڪڙو اٺ سوار مليو. جنهن فتح جي خبر ٿي

آندي. خليفي ساڻس پنهنجي سڃاڻپ نہ ڪرائي ۽ خبرون ڇارون پڇندو تيزي سان سندس پويان لڳو آيو. هن مسجد نبوي ۾ ڪڏ ٿيل ماڻهن کي اها خبر ٻڌائي.

سعد پروارن شهرن کان آڻ مڃرائي بابل طرف وڌيو. اتي ڪجهہ ايراني جوڌن جهڙوڪ فروزان، هرموزان ۽ مهران چڙوچڙ ايراني فوجن کي وري ڪٺو ڪيو هو، پر اهي سعد جي ڀهرين حملي جي سٽ بہ نہ سهي سگهيا ۽ ڦڙڦوٽ ۾ وٺي ڀڳا. مهران مدائين ڏانهن ڀڄي ويو، هرموزان اهواز جو رخ ڪيو ۽ فيروزان نهاوند ڏانهن ڀڳو.

شالدي کي هٿ ۾ رکڻ ڏکيو هو. نوجوان بادشاهہ يزيد جي گادي مدائين تي قبضو ڪرڻ هاڻي ضروري ٿي پيو هو، ڇاڪاڻ تہ مهران هڪ مضبوط ايراني فوج سان اُتي رهيو پيو هو.

مدائين دجلہ ندي جي ڪناري تي قائم هو. اهو درياءُ مسلم ۽ ايراني فوجن جي وچ ۾ وهي رهيو هو. ندي جي ڪناري تي پهچي سعد ڏٺو تہ ايرانين پل اڏاري ڇڏي. اهو ڏسي هن پنهنجو گهوڙو چاڙهہ ۾ آيل درياهہ ۾ لاٿو. هن جي لشڪر بہ سندس پيروي ڪئي، پنهنجون صفون ڀڃڻ بنا. ٿوري دير ۾ اڪري پار پيا. ايراني اهو نہ ٿيڻ جهڙو ڪارنامو ڏسي رڙيون ڪرڻ لڳا: "راڪاس اچي ويا" ۽ هراس ۾ وٺي ڀڳا. مدائين تي قبضي ٿيڻ کان پوءِ دجلہ ندي جي اولهہ واري سڄي ملڪ مسلمانن جي آڻ مڃي. مسلمانن خسرو جي محل اندر، سعد جي امامت ۾ شڪراني جي نماز ادا ڪئي. عراق جي سول توڙي فوجي گورنر سعد مدائين کي پنهنجي گادي جو هنڌ مقرر ڪيو. هن ڏاڍي قابليت سان فتح ٿيل ملڪ جو انتظام هلايو. ايراني بادشاهہ مدائين تي ٻيهر قبضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هن هڪ وڏي فوج موڪلي جنهن پنهنجو تمام گهڻو نقصان ڪرائي شڪست کاڌي. طبري مطابق انهي جنگ ۾ هڪ لک کان وڌيڪ ايراني مارجي ويا ۽ عربن کي تمام گهڻو مالِ غنيمت هٿ لڳو. جلولا جو وڏو مالِ غنيمت ڏسي خليفو ڏاڍو رُنو. جڏهن کانئس روئڻ جو سبب پڇيو ويو تہ هن جواب ڏنو تہ هو انهيءَ دولت ۾ پنهنجي قوم جي بربادي پسي رهيو هو.

سعد جي گورنري جي ڏينهن ۾ ڪوفي جي عرب ڇانوڻي جو بنياد پيو، جيڪو جلد ئي هڪ اهم، خوشحال شهر، فوجي ۽ ادبي مرڪز بڻجي ويو. اسلام جي ٻئي خليفي پنهنجي مرڻ گهڙي جن ڇهن اصحابن مان هڪڙي کي خليفي چونڊڻ لاءِ نامزد ڪيو هو تن ۾ سعد بہ شامل هو. اسلام جي ٽئين خليفي حضرت عثمان کيس وري ڪوفي جو گورنر مقرر ڪيو.

سعد ابن وقاص حضرت علي جي خلافت جي ڏينهن ۾ عقيق ۾ وڃي رهيو، جتي پنجاهہ هجري تائين رٽائرڊ ۽ پرامن زندگي گذاري فوت ٿي ويو. وفات وقت سندس عمر 70 سال هئي. کيس مديني ۾ دفن ڪيو ويو.

# اموي خليفو وليد

جم: 651ع ـ وفات: 715ع

اموي خليفو عبدالملڪ، جنهن کي عربن جو شارلي مين سڏيو ويندو آهي، 705ع ۾ وفات ڪري ويو. جنهن کان پوءِ سندس انتهائي هوشيار پٽ وليد تخت تي ويٺو. وليد جي دؤر ۾ عربن جي حڪومت تمام گهڻي پکڙجي وئي ۽ اُها اولهه ۾ اسپين ۽ ڏاکڻين فرانس تائين، اوڀر ۾ سنڌ، بلوچستان ۽ ڏاکڻين پنجاب تائين ۽ اتر ۾ ٽرانزڪسيانا ۽ ترڪستان تائين قائم ٿي وئي. انهن ملڪن ۾ جيڪا به مزاحمت ٿي، تنهن کي عظيم ترين مسلم فاتحن طارق، قاسم ۽ قطيبيہ ختم ڪري ڇڏيو.

وليد 651ءسوي ۾ پيدا ٿيو. سندس پرورش اميہ گهراڻي جي ڏينهون ڏينهن وڌندڙ عيش پرستي ۽ اميري واري ماحول ۾ ٿي. هن کي ننڍپڻ کان ئي فن سان دلچسپي هئي، جنهن ڪري هو دمشق ۾ حڪومت هلائيندڙ اميہ گهراڻي جي بادشاهن مان عظيم ترين معمار ليکجي ٿو.

انهي زماني ۾ هو اڃا 54 سالن جو مس ٿيو هوندو جو هن پنهنجي بادشاهي واري رتبي ۾ شان شوڪت جو ڏِڪ ۽ مذهبي جذبو اهڙي طرح ڳنڍائي ڇڏيو، جو هن کان اڳ ورلي ڪنهن حاڪم ڪين ايئن هڪ ٻئي ۾ ڳنڍيو هوندو.

وليد جو دؤر اميہ خلافت جو سونهري دور ليکجي ٿو جنهن ۾ هر پاسي ترقي ٿي. هن ٽن پاسن ۾ فتحن جو اهڙو سلسلو شروع ڪرايو، جنهن جو هن کان اڳ ڪو بہ مثال نہ ٿو ملي. انهن فتحن سان عربن جي حڪومت پري پري تائين پکڙجي وئي. هن اُهڙيءَ نہ ڏاهي ۽ مضبوط انتظاميا قائم ڪئي، جنهن ڪيس پنهنجو ڌيان سماجي ۽ عوامي ڀلائي جي ڪمن تي لڳائڻ جي قابل بڻائي ڇڏيو.

وليد پنهجي درويش صفت سوٽ عمر بن عبدالعزيز کي حجاز جو گورنر مقرر ڪيو. نئين گورنر مديني جي فقهين ۽ ناميارن ماڻهن جي مجلس شوريٰ ٺاهي، جنهن کان سمورن انتظامي معاملن تي صلاح وٺندو هو. هن مڪي ۽ مديني کي خوبصورت بڻايو، مسجد نبوي کي نئين سر اڏايو. رستا سڌاريا اها قُرلٽ بند ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي جيڪا اڳين اموي حاڪمن جي ڏينهن ۾ هنن مقدس

شهرن ۾ ٿيندي هئي. سندس انصاف پري ۽ رحمدلي واري حڪومت مقدس شهرن جي ماڻهن کي موهي وڌو. جيڪي هن کان اڳ عراق جي اموي وائسراءِ حجاج بن يوسف جي ظالم حڪومت هيٺان پيڙجي رهيا هئا. اسلام جي تاريخ ۾ ظلم جو اهو ڏند- ڪٿائي ڪردار حجاج، هڪ انتهائي لائق منتظم هو، جنهن ڦرندڙ گهرندڙ عراقين مٿان پنهنجي مضبوط حڪومت قائم ڪئي هئي. حجاج جي سختين کان لاچار ٿي عراقين جو وڏو تعداد حجاز ڏانهن لڏي ويو، جنهن تي حجاج ناراض ٿي پيو ۽ وليد هن جي زور پرڻ تي عمر بن عبدالعزيز کي پنهنجي عهدي تان لاهي ڇڏيو، جنهن تي سيني ماڻهن کي ڏاڍو ڏک ٿيو.

وليد جي شهرت جو ڪارڻ، مسلمانن جون اهي شاندار فتحون آهن جن جي ڪري اموي سلطنت جون حدون اولهه ۾ پائرنيز جبلن کان وٺي اوڀر ۾ چين تائين، ۽ اتر ۾ ڪاشغر کان وٺي ڏکڻ ۾ نيل نديءَ تائين وڃي پهچيون.

موذارين جو سردار قطيبيہ بن مسلم بهيلي، جنهن کي خراسان جو نائب ناظم (ڊپٽي گورنر) مقرر ڪيو هو، سو حڪمت عملي ڏاهڻ جو ماهر ۽ قابل سپہ سالار هو. هن ٽرانزڪيسانا فتح ڪيو ۽ سڄي وچ ايشيا کي زيردست بڻائي وڃي ڪاشغر تائين دنگ ڪيائين. هن بخارا، ثمرقند ۽ فرغانہ جهڙن اهم شهرن تي قبضو ڪيو.

هڪ شاندار فوجي مهم ذريعي، بلوچستان، سنڌ ۽ ڏاکڻي پنجاب جا علائقا تاريخ جي ڪمسن ترين سپہ سالار محمد بن قاسم، ان وقت جي سڀ کان سگهاري هندستاني حاڪم، ديبل جي راجا ڏاهر کي شڪست ڏيئي، مسلم سلطنت سان ملائي ڇڏيا. هو سنڌو ماٿري ۾ وچ وانگي اڳتي وڌندو رهيو، رستي ۾ ٿيندڙ هر مزاحمت کي ختم ڪندو ويو ۽ ٻن سالن کان بہ گهٽ عرصي ۾ ملتان تائين سڄي هيٺين سنڌوماٿري فتح ڪري ورتائين. محمد بن قاسم ڏاکڻين پنجاب جو وڏو حصو مسلم سلطنت ۾ شامل ڪري ڇڏيو ۽ بياس تائين وڃي پهتو. هن فتح ڪيل علائقي ۾ هڪ ڏاهي ۽ عام ماڻهن کي پلو ڏيندڙ حڪومت قائم ڪئي، جنهن ڪيس پنهنجي مسلم توڙي غيرمسلم رعايا ۾ مقبول بڻائي ڇڏيو.

وليد جو ڀاءُ مسلمہ ايشيا مائنر ۾ مسلم فوجن جو اعليٰ سپہ سالار (ڪئپٽن جنرل) هو. هن ڪيترائي اهم شهر فتح ڪيا ۽ ايشيا مائنر جو ڪجھ ڀاڱو مسلم سلطنت ۾ ملائي ڇڏيائين.

پر وليد جي زماني جي سڀ کان وڏي فوجي مهم موسيٰ بن نصير جي اڳواڻي ۾ اتر اولهندي آفريڪا ۾ ٿي. موسيٰ بن نصير هڪ يمني ۽ اموي سلطنت پاران آفريڪا جو وائسراءِ هو، جنهن بربرن جي بغاوت کي سختي سان چيڀاٽي، سڄي اتر آفريڪا ۾ ڌاڪ ويهاري ڇڏي هئي. اتر اولهندي آفريڪا واري مهم ۾ سندس قابل مددگار طارق بن زياد پاڻ ملهايو.

مسلم آبادين تي يونوچ سمنڊ کان بازنطيني حملا ڪندا هئا، تنهن ڪري موسيٰ انهن خلاف فوجي مهم موڪلي، جنهن ميجارڪا، مائنارڪا ۽ آئيويڪا جا ٻيٽ فتح ڪيا. اهي ٻيٽ ٿورڙي عرصي اندر مسلمانن جي حڪومت هيٺ خوشحال ٿي پيا.

جنهن زماني ۾ آفريڪا، مسلمانن جي فيض واري حڪومت ۾ امن امان ۽ خوشحالي جا مزا ماڻي رهيو هو. انهي ئي زماني ۾ اسپين، گوٿن جي فولادي ڪڙين هيٺيان چيڀاڻجي رهيو هو. عيش پرست گوٿ بادشاهه راڊرڪ، پنهنجي گورنر جوليان جي ڌيءُ فلورنڊا جي لڄ لٽي هئي. انهي گورنر راڊرڪ کان اسپين جي جند ڇڏائڻ لاءِ موسيٰ کي ڪوٺ ڏني. جوليان جي ڪوٺ قبوليندي، موسيٰ انهي مقصد لاءِ پنهنجي نائب طارق جي هٿ هيٺ هڪ ننڍي فوج موڪلي.

زياد جو پٽ طارق، موسيٰ جو هڪ قابل نائب هو. هُو 30 اپريل 711ع تي پنهنجي ننڍي فوج سان هڪ ٽڪري تي وڃي لٿو، جيڪا هاڻي سندس نالي پٺيان جبل الطارق (جبرالٽر) سڏجي ٿي. هن پنهنجي ماڻهن کي حڪم ڏنو ته پنهنجيون ٻيڙيون ساڙي ڇڏين. اهڙي طرح سندن موٽڻ جي ڪا اميد نه رهي. گادالڪيوير جي ڪنارن تي سيپٽمبر 711ع ۾ هڪ خونريز جنگ لڳي، جنهن ۾ راڊرڪ جي وڏي فوج کي طارق جي اڳواڻي ۾ مسلمانن جي ننڍي فوج شڪست ڏيئي چيڀاڙي ڇڏيو. راڊرڪ گادالڪيوير ۾ ٻڏي مئو.

انهي يادگار فتح جو تمام وڏو اخلاقي اثر پيو. گوٿن جي اسپين جا شهر هڪ ٻئي پٺيان پنهنجا در مسلم فاتح لاءِ وڃا کوليندا. طارق پنهنجي ننڍي فوج کي چئن حصن ۾ ورهايو. جيڪا چئن رخن ۾ اسپين اندر اڳتي وڌي. جون 712ع ۾ موسيٰ به اچي طارق سان مليو ۽ اهي ٻئي مسلم فاتح وڃي پائرنيز جبلن تائين پهتا. طارق کي اسپين ۾ ڇڏي موسيٰ فرانس ۾ ٽپي پيو ۽ جلد ئي ڏاکڻين فرانس جو چڱو موچارو حصو مسلم سلطنت ۾ شامل ڪري ڇڏيائين. پائرنيز جبلن تي بيهي هن بهادر وانسراءِ سڄي يورپ کي فتح ڪرڻ جو عزم ڪيو. جيڪڏهن وليد کيس واپس نه گهرائي ها ته شايد هو پنهنجي ارادي ۾ ڪامياب ٿي وڃي ها. ان وقت اولهه مڪمل طرح سندس قدمن ۾ هو. بنو اميه جي محتاط ۽ ابهري پاليسي سببان مسلمان يورپ کي فتح ڪرڻ جو سونهري موقعو وڃائي ويٺا. نتيجي طور يورپ ايندڙ ستن يا اٺن صدين تائين انڌاري ۾ وڪوڙيل رهيو. انهي ۾ ڪو شڪ ڪونهي ته وليد ٻن مسلم فاتحن موسيٰ ۽ طارق کي واپس گهرائي اولهه ۾ اسلام جي مقصد کي سڀ کان وڏو ڇيهو رسايو.

وليد اميه گهراڻي ۾ سڀ کان وڏو اڏيندڙ ليکجي ٿو. هن دمشق جي جامع مسجد ٺهرائي. يروشلم ۽ مديني جي مسجدن کي خوبصورت ۽ ويڪرو ڪرايائين. هن جي هدايتن تي هر شهر ۾ مسجدون ٺهرايو ويون. هن عاليشان عمارتون، جڃها

باغ ۽ تازگي بخشيندڙ فوهارا ٺهرائي گادي واري شهر دمشق کي خوبصورت بڻايو. شهر ۾ ويڪرا رستا ٺهرايا ويا جن جي ڪنارن تي گهاٽا وڻ ۽ ڪسيون هونديون هيون. هن سرحدن جي حفاظت لاءِ قلعا ٺهرايا ۽ سڄي سلطنت ۾ رستا ۽ کوهه ٺهرايائين. هن اسڪول، اسپتالون، يتيم خانا ۽ غريبن لاءِ گهر ٺهرايا. هن پنگلن ۽ غريبن کي سرڪاري خزاني مان وظيفا ڏئي بي ترتيب خيرات بندي ڪرائي ڇڏي. هن نابينن، معذورن ۽ چرين لاءِ اجها ٺهرايا، جتي سندن سارسنڀال رياست طرفان مقرر ٿيل خدمتگار ڪندا هئا. هو پاڻ بازارن ۾ وڃي قيمتن ۾ ٿيندڙ گهاٽي-وڌي کي جاچيندو هو.

هو علم ۽ فن جو هڪ وڏو سرپرست هو. هن شاعرن ۽ عالمن، صوفين ۽ قانوندانن کي پينشنون ڏنيون. هو پنهنجي ڪرم ۽ سخاوت سببان مشهور هو.

هن جو دؤر حڪومت، امن امان ۽ خوشحالي سببان مشهور آهي. ڪيس انهي ڪري به نمايان حيثيت حاصل آهي، جو هن انتظاميا کي عربي نموني تي ٺاهيو. هن کي سڄي اسلامي دنيا خاص ڪري شام ۾ بي پناهه مقبوليت حاصل ڪئي.

وليد نَو سال ست مهينا شاندار نموني حڪومت ڪرڻ کان پوءِ 64 سالن جي ڄمار ۾ 23 فيبروري 715ع تي وفات ڪئي.

# شارلمين

(742-814ع)

"جيڪڏهن مونکي پوپ جي ارادن جي اڳ ۾ ڄاڻ هجي ها تہ مان ڪڏهن بہ چرچ ۾ پير نہ پايان ها." چيو وڃي ٿو تہ فرانڪن جي بادشاہ شارلمين اهي لفظ 800 عيسوي ۾ روم جي ڪرسمس ميلي ڪان پوءِ ان وقت چيا هئا، جڏهن پوپ ڪيس اولهہ شهنشاہ جو تاج پهرايو هو. چوڻ لاءِ تہ هن اهي لفظ چيا هئا پر لڳي ٿو تہ شارلمين دل ئي دل ۾ خوش هو. انهيءَ تاج پوشي سان بيو نہ تہ بہ گهٽ ۾ گهٽ هو پنهنجن ماڻهن جي نظرن ۾ انهن مهذب ۽ طاقتور رومي شهنشاهن جو جانشين ٿي ويو هو، جيڪي آگسٽس جي زماني ڪان وٺي ان مهل تائين ٿي گذريا هئا.

سندس تاج پوشيءَ سان، پوپ جي، اوير وارن بازنطيني شهنشاهن اڳيان زيردستي واري حيثيت ختم ٿي وئي هئي ۽ روم جي چرچ جو رشتو يورپ سان ڳنڍجي ويو هو.

فرانڪن جي هڪ بڱهي تاريخ هئي. روم جي عروج وارن ڏينهن ۾ اهي شهنشاهيت جي حدن ڪان ٻاهر رائن ماٿري ۾ رهندڙ وحشي هئا. شهنشاهيت جي زوال ۾ اچڻ ڪري فرانڪن پنهنجو اقتدار وڌايو هو. فرانڪن جي پهرئين بادشاهہ ڪلوويس، سوائسنس وٽ رومي فوج 486ع ۾ شڪست ڏيئي گال جي گهڻي حصي مٿان رومي راڄ جو خاتمو آڻي ڇڏيو هو. ڪلوويس عيسائي مذهب اختيار ڪيو ۽ پنهنجن ماڻهن کي بہ پنهنجي نئين مذهب تي آندائين. هن ميروويجيائي گهراڻي جو پايو وڌو، جنهن 250 سالن ڪان بہ وڌيڪ فرانڪي شهنشاهيت تي حڪومت ڪئي. ميروويجين (ميروويجيائي) گهراڻي جي پڇاڙي ڌاري انهن وٽ صرف شاهي لقب رهجي ويو هو. حقيقي اقتدار شهنشاهي جي انهن 'ميئرن' يا منتظمن جي هٿ ۾ اچي ويو، جيڪي سلطنت جي مختلف حصن تي حڪومت ڪندا هئا. انهن مان هڪ ميئر چارلس مارٽل بہ هو، جيڪو عربن کي ٽورس وٽ اهڙي شڪست ڏئي تاريخ ۾ امر ٿي ويو، جنهن سان عربن جي يورپ

ڏانهن پيش قدمي رڪجي ويئي هئي. هن جي پٽ ۽ وارث پيپن بيندڙي 751ع ۾ ميرووِيجين کي ريٽي پنهنجي بادشاهي جو اعلان ڪيو هو. هن پوپ جي منظوري اهڙي وقت ۾ حاصل ڪئي، جڏهن خود پوپ کي، لومباربن نالي انهن وحشين کي شڪست ڏيڻ لاءِ سندس مدد گهربل هئي، جن اٽليءَ جي علائقي تي قبضو ڪيو هو، جنهنڪري پوپ جي زمين تي بہ قبضي ٿيڻ جو خطرو پيدا ٿي پيو هو. پيپن 768ع ۾ مري ويو. هن پنهنجي ٻن پٽن شارلمين ۽ ڪارلومن لاءِ جيڪا شهنشاهي ڇڏي هئي، تنهن ۾ اجوڪي جرمنيءَ جو گهڻو ڀاڱو، فرانس، نيدرلينڊ، بيلجيئم، سوئيزر لينڊ ۽ آسٽريا شامل هئا. شارلمين جو ڀاءُ 771ع ۾ گذاري ويو ۽ هو تخت جو واحد مالڪ ٿي پيو. پيپن جي ڪم کي شارلمين جاري رکيو. هن اتر اٽلي، بويريا ۽ سيڪسينس مان لومباربن جي بادشاهت جو خاتمو آڻي اهي علائقا پنهنجي شهنشاهي ۾ شامل ڪري ڇڏيا ۽ ايوارس ۽ سلاوس جي خودمختياري کسي ورتائين. سڀ کان وڌيڪ ڏکيائي کيس سيڪسنس کي فتح ڪرڻ ۾ ٿي. پر آخرڪار 777ع ۾ انهن شارلمين سان پنهنجي وفاداري جي اعلان نامي تي صحيون ڪيون ۽ کين هڪ عوامي ميڙ ۾ بپتسما وسيلي عيسائي بنايو ويو. انهيءَ هوندي بہ هنن پنهنجون بغاوتون جاري رکيون. شارلمين انهن بغاوتن کي نہ صرف چرچ، پر خود بادشاه خلاف بہ غداري سمجهيو. هن 4500 ماڻهن جون سسيون ويرائي کين وحشياتي سزا ڏني. سيڪسن کي پوري طرح ماري مڃائڻ لاءِ کيس، 32 سالن ۾، ساٺن 18 جنگيون ڪرڻيون پيون، تنهن ڪانپوءِ ئي هنن مس مس سندس آڻ مڃي.

اسپين کي هٿ ڪرڻ لاءِ فرانڪن 788ع ۾ ساراگوسا تي حملو ڪيو پر ناڪامي جو منهن ڏسڻو پين ۽ پوئتي ڀاڄ ڪاڏائون. اهي جڏهن پنهنجي ملڪ ڏانهن واپس وڃي رهيا هئا، تڏهن رستي تي پائيرنيز ٽپندي مٿن باسڪيوئن حملو ڪيو جنهن ۾ سندن ڪمانڊر رونالڊ مارجي ويو. بعد ۾ رونالڊ کي هڪ رزميہ نظم 'رونالڊ جو راڳ' وسيلي امر بنايو ويو.

شارلمين هڪ طرف لڳاتار ٿيندڙ جنگين جي رٿابندي، فوجن کي وڌائڻ ۽ گهڻو ڪري پنهنجي اڳوائي هيٺ کين ويڙهائڻ ۾ رڌل رهيو، تہ ٻئي طرف هو پنهنجي وڌندڙ شهنشاهيت جو انتظام بہ گهڻو ڪري اڪيلي سر سنڀاليندو رهيو. شارلمين وٽ چڱي طرح منظم ٿيل رومين جهڙو نہ تہ ڪو انتظامي سرشتو هو، نہ صوبا هئا، نہ اڄ وچ ۾ سولائي پيدا ڪندڙ روڊ هئا ۽ نہ وري ڪو اهڙو قانون هو جيڪو سيني تي هڪجهڙو لاڳو ٿي سگهي. مرڪزي حڪومت شارلمين جي دربار تي ٻڌل هئي. انهيءَ دربار ۾ سندس پنهنجي آڪهہ سان گڏ سيڪيولر ۽ مذهبي عهديدارن جو هڪ ننڍڙو گروپ شامل هو. مقامي علائقن تي سندن پنهنجا قانون لاڳو هئا ۽ انهن جو انتظام هڪ مقامي امير ۽ هڪ بشپ گڏجي هلائيندا هئا. انهن کي شاهي فرمان، مذهبي پيغام رسائيندڙن جي هڪ جوڙي وسيلي ملندا هئا، جن مان هڪڙو ديواني ۽ ٻيو مذهبي ماڻهو هوندو هو. سال ۾ اٽڪل هڪ

دفعو شارلمين ۽ سندس درٻاري مقامي عھديدارن سان ھڪ عام ميڙ ۾ ملاقات ڪندا ھئا. اھو عوامي ميڙ نہ صرف ديواني، پر مذھبي ۽ فوجي معاملن تي بہ خيالن جي ڏي وٺ ڪندو ھو. شارلمين پاڻ جيتوڻيڪ طبيعت جو ڪھرو ھو ۽ گھڻو پڙھيل بہ نہ ھو، تنھن ھوندي بہ کيس علم جي اڄ رھندي ھئي. ھن آڪن ۾ پنھنجي درٻار کي نہ فقط پنھنجي شھنشاھي، پر ان جي حدن کان ٻاھر وارن ملڪن جي عالمن سان ڀري ڇڏيو ھو. شھنشاھي جي ڪنڊڪڙڇ ۾ علم کي ھٿي ڏيڻ ۽ مذھبي رسمن کي سڌارڻ لاءِ ھن تعليم جي پئيرائي ڪئي، خاص طور خانقاھي ۽ ديولي اسڪولن وسيلي. اھڙي طرح، شارلمين پنھنجين ڪوشش وسيلي ھڪ اھڙي سجاڳي پيدا ڪئي، جنھن جي ڪري نہ صرف علم سان ماڻھن جي دلچسپي وڌي، پر فنِ تعمير ۽ فن جا نوان نوان نمونا بہ پيدا ٿيا.

شارلمين جي شھنشاھي جي پکيڙ ۽ ان ۾ پراڻي اولھہ واري رومي شھنشاھي جي ڪجھہ علائقن جي شامل ھئڻ ڪري اوير واري رومي شھنشاھيت جي وارث، بازنطيني شھنشاھي سندس رقيب بڻجي پيئي. بازنطينين وٽ اٽلي جو اڃا بہ ڪجھہ علائقو رھيل ھو، ٻيو سڄو اٽلي وحشين جي قبضي ۾ ھو، ۽ انھن پوپ ۽ سندس زمينن تي بہ دعوا رکي ھئي، پر پوپ ھڪ تہ فرانڪن کي بھتر محافظ ٿي سمجھيو ۽ ٻيو تہ اوير وارن بشپن ڪجھہ اھڙن نظرين کي قبول ڪيو ھو جيڪي اولھندي چرچ کي قبول نہ ھئا. پوپ ليو III 799ع ۾ پنھنجن دشمنن کان پاڻ بچائڻ خاطر وڃي شارلمين جي درٻار ۾ پناھ ورتي. شارلمين کيس سلامتي سان واپس روم موڪليو ۽ ٻئي سال پاڻ بہ وڃي اتي پھتو. ھو جڏھن اتي پھتو، تہ کيس ھڪ شاھي آجياڻي ذريعي، ڪرسمس ميڙ ۾ شھنشاھي تاج پھرايو ويو. وڏي جدوجھد کان پوءِ نيٺ 812 ۾ بازنطينين شارلمين کي شھنشاھ مڃيندي روم ۽ پوپ تان ھٿ کنيو.

شارلمين جي شھنشاھي کانئس پوءِ صرف ھڪ پيڙھي ھلي ۽ پوءِ ننڍن ننڍن ٽڪرن ۾ ورھائجي ويئي، پر ان وچين صدين واري ۽ جديد يورپ تي پنھنجا پختا اثر ڇڏيا. ڇاڪاڻ تہ شارلمين، يورپي ماڻھن لاءِ رومي، عيسائي ۽ وحشي بنيادن تي ٻڌل ھڪ گڏيل ورثو ڇڏيو. ھن گڏيل سيڪيولر ۽ مذھبي اختياري جو نظريو متعارف ڪرايو ۽ ھو انھي علائقي لاءِ سياسي روايت ڇڏي ويو جيڪو بعد ۾ جرمني ۽ فرانس جي نالي سان مشھور ٿيو.

# اوٽو I

(974-936 ع)

اوٽو I کي سنڌس همعصر، عيسائي يورپ جو چيمپيئن ڪري سمجهندا هئا. هو 936 عيسوي کان جرمني جو بادشاه ۽ 962ع کان اولهه جو شهنشاهه ٿي رهيو. هن جنهن رياست جو پايو وڌو، سا 200 سالن تائين يورپ جي عظيم ترين طاقت رهي. شهنشاه طور جيڪا سنڌس تاج پوشي ٿي تنهن شارلمين جي تاج پوشي جون سڪون ٿي لاٿيون. اوٽو جي قائم ڪيل، جرمن مقدس رومن شهنشاهيت، 1806 عيسوي تائين هلي. هو سيڪسيني جي ڊيوڪ هينري جو پٽ هو. سيڪسيني جرمني جي ڏور اتر وارو صوبو هو، جنهن جون سرحدون سلاوس سان ٿي مليون جيڪو انهي زماني ۾ اجا تائين ڪافرن جو ملڪ هو. هينري 919ع ۾ جرمني جي بادشاه طور چونڊجي پنهنجي پٽ جي ڪاميابي جو بنياد وڌو. هن جرمني جي فرانڪونيا، لوٿرنجيا، بويريا ۽ سوبيا جي ڊيوڪن کي فقط وڏي خودمختياري ڏيڻ سان سنڌن دليون کٽي ورتيون هيون. اوٽو جي حڪومت جا پهريان سال، بغاوت جا سال هئا. هي نوجوان بادشاه پنهنجي پيءُ جي ڏينهن ۾ ئي سلاوس سان جنگيون ڪندي سخت جان ٿي ويو هو، تنهن کان سواءِ هو وڏي حوصلي وارو ۽ حالتن کي جلدي پروڙي فيصلو ڪرڻ جي صلاحيت رکندڙ ماڻهو به هو. هو پنهنجن دشمنن تي ڪوبه رحم نه ڪندو هو ۽ کين ڇيپاٽي ڇڏيندو هو. هن ڊيوڪ آف بويريا کي عهدي تان لاهي کيس جلاوطن ڪري ڇڏيو ۽ فرانڪونيا جو ڊيوڪ جنگ ۾ مارجي ويو، پر اوٽو پنهنجي ڀاءُ کي ڪيترائي ڀيرا نه صرف معافي ڏني پر ساڻس ناهه ڪري کيس بويريا به ڏيئي ڇڏيائين. 947ع ڌاري سموريون ڊچون بادشاه جي پنهنجي آڪهه جي ڀاتين جي قبضي ۾ اچي ويون هيون.

اتر اوڀر وارين سرحدن تي هن جا ٻه وفادار ڪائونٽ، ليرو ۽ هرمن بلنگ، ڪافر سلاوس سان هڪ اهڙي بي رحم جنگ ۾ رڌل هئا، جنهن کي فتح ۽ مذهب بدلائڻ واري جنگ چئي سگهجي ٿو. اوٽو پاڻ به بوهيميا جي بولسلاؤ I کي آڻ مڃڻ

تي مجبور ڪيو. اٽلي جو هڪ بشپ اوٽو کي صحيح ماڻهن لاءِ 'سچار، صاف دل، ۽ رحمدل، ضرورت جي وقت سخت، پر حقيقت ۾ نماڻو ۽ سخي ماڻهو' سمجهندو هو. سلاوس ڪيس 'جرمن خدا' جو سچو خدمتگار يعني سندس تلوار سمجهندا هئا. هڪ ڀيري اوٽو چيو، "منهنجو عقيدو آهي تہ عيسائي عبادت جي اپرندڙ بخت سان ئي منهنجي شهنشاهي جي حفاظت ٿيل آهي."

هن کي 950ع واري ڏهاڪي ۾ وري بغاوت ٿيڻ سببان پريشاني جو منهن ڏسڻو پيو. هن ڀيري سندس پهرين زال مان ڄاول پٽ انهي بغاوت ۾ ملوث هو جيڪا 946ع ۾ مري ويئي هئي. ساڳئي وقت خانہ بدوش ميگيارن جيڪي گذريل 50 سالن کان يورپ لاءِ مٿي جو سور بڻيل هئا؛ ڏاکڻي جرمني تي حملا پئي ڪيا. اوٽو 10 آگسٽ 955ع تي آگسبرگ ڀرسان ليچفيلڊ تي هڪ ڏکي ۽ خونريز لڙائي کان پوءِ سندن مڪمل طور پاڙ پٽي ڇڏي. هن جي فوجن ڪيس پنهنجي شهنشاهہ جي حيثيت ۾ خراج تحسين پيش ڪيو ۽ يورپ ڪيس پنهنجي بچائيندڙ جي حيثيت ۾ مان ڏنو. انهيءَ کانپوءِ ميگيار هنگري جي ميدانن تائين ئي محدود رهيا.

پر اوٽو کي ڏکڻ ۾ پيدا ٿيل مسئلن کي منهن ڏيڻو پئجي ويو. اٽلي جي رن زال راڻي ايڊيلائيڊ ڪيس هيٺين مارڪئيز بيرينگر خلاف 951ع ۾ مدد ڪرڻ جي اپيل ڪئي. اوٽو جا مائٽ بويريا ۽ سوبيا جا ڊيوڪ سندس مدد ڪرڻ ويا. اوٽو ڏٺو تہ مٿان اهي پاڻ ۾ گڏجي زور نہ وٺي وڃن، تنهنڪري هن بيرينگر تي ڪاهہ ڪئي. پوءِ ايڊيلائيڊ سان شادي ڪيائين ۽ ڪيس لومبارڊي جي بادشاهت جو تاج پهرايو ويو. ڏهن سالن کانپوءِ ۽ بيرينگر جي طاقت وري وڌڻ لڳي ۽ پوپ جان XII جي چوڻ تي اوٽو روم تي ڪاهي ويو. هتي 2 فيبروري 962ع تي پوپ ڪيس شهنشاهي تاج پارايو. هنهي پري وليجيم اوٽونيانم ٺاهہ تي صحيون ڪيون، جنهن مطابق پوپ جي رعايتن جي توثيق ڪئي ويئي هئي ۽ اوٽو جي خيال مطابق انهي ٺاهہ سان سلطنت کي پوپ جي معاملن مٿان نظرداري رکڻ جا حق ملي ويا هئا. پر چالاڪ پوپ هڪ سال جي اندر اندر پنهنجي هاتوڪي اڻ گهربل محافظ جي خلاف سازشون ڪرڻ شروع ڪيون. اوٽو ڪاوڙجي ڪيس عهدي تان لاهي ڇڏيو. ڪانسٽنٽينوپل جي شهنشاهن، جيڪي ڪانسٽنٽائن جا وارث هئا، اڀرندي چرچ ۾ وينل شهنشاهہ اوپر واري چرچ کي تمام گهڻا اختيار ڏيئي ڇڏيا هئا ۽ 17 سالن جي ڄمار کان پوپ رهندڙ جان هڪ نالي چڙهيو عياش ماڻهو هو پر رومي پاپائيت کي پنهنجو سانديل سياسي خزانو سمجهندا هئا. اوٽو کي بہ هڪبئي پوئتان ٿيندڙ بغاوتن کي شڪست ڏيڻي هئي، هن انهيءَ ڪري، ڏکڻ اٽلي تي ڪاهيو جيڪو اوڀرندي شهنشاهي جو هڪ صوبو هو. پنهنجي گهڻن جانشينن کان وڌيڪ عقلمند هئڻ ڪري هن جلد ئي محسوس ڪيو تہ اها فتح مهانگي پوندي، تنهنڪري هن مصلحت کان ڪم وٺندي 972 ۾ پنهنجي سورهن سالن جي پٽ اوٽو کي (جيڪو پوءِ اوٽو II جي نالي سان شهنشاهہ ٿيو) هڪ بازنطيني شهزاديءَ سان مڱايو. ايندڙ ايسٽر جي موقعي تي شهنشاهہ ڪوئڊبنبرگ ۾ شاندار

ڪائونسل جي صدارت ڪئي، جنهن ۾ بوهيميا جو بادشاه بوسلاؤ ۽ ڪيؤ، ڊنمارڪ، پولينڊ، ميگيار، هنگري ۽ ڪانسٽنٽينوپل جو شهنشاه شريڪ ٿيا.

اوپرندي وارا شهنشاه، جيڪي ڪنهن زماني ۾ اوٽو کي وحشي ڦورو سمجهندا هئا، تن اوٽو کي تسليم ڪيو. سلاوس سندس خوشنودي حاصل ڪرڻ لاءِ آتا هوندا هئا. جرمن شهنشاهي ۽ عيسائيت کي اوپر ۾ پکيڙڻ لاءِ ميگيڊيبرگ جي اختياري قائم ڪئي ويئي، جنهن مٿين مقصدن حاصل ڪرڻ لاءِ بنياد جو ڪم ڏنو. جرمني ۾ بشپ حڪومت جا بانهن بڌا نوڪر ٿي پيا (گهڻن جي شهنشاه سان مائيتي هئي). اهي سخاوت پريل معاوضن جي موٽ ۾ سيڪيولر انتظام هلائيندا هئا پر آخري اختياري وارو شهنشاه کي ئي مجيندا هئا.

هي شهنشاه جيڪو ٽيهن سالن جي جمار تائين پڙهيل نه هو ۽ سلاوس ۽ روم جي بولين کان ٿورو گهڻو واقف هو، تنهن هڪ اهڙي وڏي رياست ٺاهي جيڪا روم کان بالٽڪ ۽ ايلوي تائين پکڙيل هئي. جنهن پوپ کي عهدي تان لاهي پنهنجو ماڻهو مقرر ڪيو ۽ جنهن جي ڪري سندس همعصر سمجهندا هئا ته لاطيني عيسائيت جو مستقبل جرمن هٿن ۾ آهي. انهي هوندي به شهنشاهي جي خواب اٽلي جي 'مهم جوين کي جنم ڏنو' جنهن ڪري جرمني جا حاڪم پنهنجي رستي تان هٽي ويا ۽ جرمني نستو ٿي پيو. هينريIV جي ڏينهن ۾ جڏهن چرچ جي سهڪار ڦري مخالفت جو روپ اختيار ڪيو، تڏهن ديواني ۽ چرچ جو هڪٻئي سان ڳتيل سڄي انتظامي جوڙجڪ وڃي تباهي جي ڪنڌي تي پهتي.

# ڪينيوٽ بادشاهه

(994-1035ع)

”ڪينيوٽ هر اُها شيءِ حاصل ڪرڻ ۾ ڏاڍو خوش قسمت ماڻهو هوندو هو جيڪا طاقت سان حاصل ڪري سگهجي ٿي.“ اِهو يا انهيءَ سان ملندڙ جلندڙ جملو سندس هڪ همعصر هن جي باري ۾ چيو هو. جڏهن سندس پيءُ، ڊينمارڪ جو بادشاهه عظيم سوئن فورڪ بيئرڊ مري ويو، تڏهن موروثي بادشاهي ڪينيوٽ جي وڏي ڀاءُ هيرالڊ کي ملي. ڪينيوٽ وٽ صرف پنهنجي پيءُ واري اها دعويٰ وڃي بچي جيڪا هن انگلينڊ جي تاج متان ڪئي هئي. پر جڏهن ڪينيوٽ وفات ڪئي تڏهن هو انگلينڊ، ڊينمارڪ ۽ ناروي جو مالڪ ٿي چڪو هو ۽ پوپ ۽ شهنشاهن سان دوستي جا ناتا قائم ڪري چڪو هو.

هو پنهنجي عمر جي ٻئي ڏهاڪي جي شروع وارن سالن ۾ هڪ جنگي جوڌي جي حيثيت سان انگلينڊ ۾ آيو هو. ناروي جي بادشاهن جي باري ۾ ڳاهن ۾ جيڪي ڳالهيون چيل آهن، تن مان هڪ ۾ ڄاڻايل آهي، ”توڪان ننڍي عمر جي ڪنهن به شهزادي هن کان اڳ ڪڏهن به جنگ ۾ حصو ناهي ورتو، تون اُهو آهين جنهن ناروچ جي پٽين اڳيان دشمن جي زرهن کي رتورت ڪري ڇڏيو هو ۽ ٿيمس پاسي پنهنجي واڪاٽ ڪرائي هئي.“ سوئن فورڪ بيئرڊ کي 1013ع ۾ انگلينڊ جو بادشاهه مڃيو ويو هو پر هو هڪ سال کان پوءِ مري ويو. هُن جي پٽ اهو لقب ٻن سالن تائين انگلينڊ جي نوجوان هيرو ايڊمن آئرنسائيڊ سان سخت ويڙهه ڪرڻ ڪانپوءِ وري حاصل ڪيو. ايڊمن آئرنسائيڊ پراڻي بادشاهه ائٿل ريڊ جو پٽ هو جنهن کي ائٿل ريڊ ’بي صلاحو‘ ڪري سڏيندا هئا.

اُنهي زماني ۾ انگلينڊ ٻن حصن اولهه ۾ اينگلو سيڪسنز ۽ اوڀرندي ’ڊينيلا‘ ۾ ورهايل هو، جتي نائين صدي ۾ قُر لاءِ ڪاهيندڙ وائڪنگ اچي وسيا هئا. انهن انگلينڊ جي بادشاهه الفريڊ اعظم کان شڪست کاڌي هئي ۽ سندس جانشين به ڪين ائٿل ريڊ جي ڪمزور حڪومت واري دؤر تائين پنهنجي حدن ۾ رکيو هو پر ائٿل ريڊ جي ڪمزور حڪومت ملڪ تي ڊينش حملن جو در کولي ڇڏيو هو.

ڪينيوٽ امن امان قائم ڪيو ۽ ڏهين صدي عيسوي وارن بادشاهن جي بگڙيل انتظامي سرشتي کي سڌاري مضبوط ڪيو. انهيءَ سرشتي فاتح وليم جي رياست لاءِ بنيادن جو ڪم ڏنو. ڪينيوٽ پاڻ کان ٿورڙي وڏي ايڊمن آئرنسائيڊ جي نومبر 1016ع ۾ وفات کان پوءِ ئي انگلينڊ جو مڪمل بادشاهه ٿي سگهيو. هُو قد جو ڊگهو، مضبوط هڏن وارو، سهڻا وار ۽ چمڪندڙ نظرون رکندڙ ماڻهو هو. پر سندس سونهن کي سندس ڊگهي طوطائي نڪ ٿورڙو وڃائي ڇڏيو هو. هُو تيز فهم پڻ هو. هُو پنهنجي باري ۾ ايترو تہ پُراعتماد هو جو انگلينڊ کي چئن وڏين ولايتن مرسيا، نارٿمبريا، ويسيڪس ۽ اوڀر انگليا ۾ ورهائي، اُتي انتظام هلائڻ لاءِ پنهنجا اختيار ڊينش ۽ وفادار انگريزن کي سونپي ڇڏيا هئائين. اهوئي سبب هو جو 1018ع ۾ جڏهن سندس وڏو ڀاءُ اوچتو وفات ڪري ويو، تڏهن هو ڊينمارڪ جي بادشاهي تي پنهنجو حق وٺڻ خاطر سولائي سان انگلينڊ مان وڃي سگهيو. ڏهن سالن کان پوءِ هُن ٻين جنگين ڪري ناروي جي بادشاهي بہ پنهنجي هٿ وس ڪئي.

ڪينيوٽ مذهب ڦيرائي عيسائي ٿيو هو. هڪ جوش ڀرئي عيسائي جي حيثيت ۾ هو بادشاهہ ۽ چرچ وچ ۾ هڪجهڙائي سان سهڪار ڪرڻ واري انگريزي روايت کي عزت جي نگاهہ سان ڏسندو هو. هن يارڪ جي صوفي منش آرڪ بشپ ولفسٽن جي صلاح تي چرچ ۾ سڌارا آندا ۽ انهن سڌارن کي انگلينڊ ۾ انگريزن ۽ ڊينش ماڻهن جي وچ ۾ هڏي پيدا ڪرڻ لاءِ استعمال ڪيا. اوائلي حملي آورن جيڪي خانقاهون تباهہ ڪري ڇڏيون هيون تن جي بحالي ۾ هُن مدد ڪئي. انهي لاءِ بوري سينٽ ايڊمنڊس خانقاهہ جو مثال ڏيئي سگهجي ٿو. اِها خانقاهہ انگلينڊ جي انهيءَ شهيد جوڌي بادشاهہ سان منسوب ڪيائين، جنهن جي ڊينش عيسائي ڏاڍي عزت ڪندا هئا. ڪينيوٽ ڏهين صدي عيسوي جي انگريز سَنت ڊنسٽن جي فرقي کي همٿايو. انگريزي رعايا ڏانهن لکيل پنهنجن ٻن مشهور خطن ۾، هُن خدائي قانونن تي هلڻ جو انجام ڪيو، ڪفر جي ننڊا ڪيائين ۽ ’پنهنجي جوانيءَ جا گناهہ‘ ڇڏڻ جو واعدو ڪيائين.

اِهو واعدو ڪندي شايد ڪيس پنهنجي انگريز سُريت، نارٿئيٽن جي ايلف جيفو ذهن ۾ هئي، جنهن مان ڪيس بہ پٽ هئا ۽ جنهن کي هُو بادشاهہ ائٿل ريڊ جي بيوهہ ايما سان شادي ڪرڻ کان پوءِ بہ زال جيتري عزت ڏيندو هو. شادي وقت ايما قبول ڪيو هو تہ ڪينيوٽ جي وفات کان پوءِ تخت جي وارثي تي ڪينيوٽ مان پيدا ٿيل سندس پُٽن کي ائٿل ريڊ جي وارثن الفريڊ ۽ ايڊورڊ تي فوقيت ملندي جيڪي سندس ڀاءُ نارمنڊي جي ڊيوڪ رچرڊ وٽ جلاوطني جي زندگي گذاري رهيا هئا.

ڪينيوٽ مٿي جاتايل ڊيوڪ سان سٺا لاڳاپا رکيا ۽ شهنشاهہ ڪونارڊ II

سان سندس دوستي جا عملي نتيجا نڪتا. روم ۾ 1027 عيسوي ۾ شهنشاه جي تاجپوشي وقت حاضر رهي ڪينيوٽ شهنشاهه جي حدن مان لنگهندڙ انگريز ۽ بينش حاجين لاءِ رعايتون حاصل ڪري ورتيون. بعد ۾ هُن ڪينيوٽ کي قائل ڪري شيلسوگ ڊينمارڪ کي موٽرائي ڏنو. هُن پوپ کان انگريزي چرچ لاءِ پڻ رعايتون حاصل ڪيون.

ڪينيوٽ جي انگريز رعايا مشهور ترين تاريخي ڏندڪٿائن مان هڪ ڏندڪٿا وسيلي ڊگهي عرصي تائين سندس پارسائيءَ جا گيت ڳائيندي رهي. اسان تائين سندس اها ڪهاڻي پهتي آهي جنهن مطابق هُو پنهنجي خوشامدي درٻارين کي سبق سيکارڻ لاءِ، هڪ ڏينهن ڪِن سمنڊ جي ڪناري وٺي ويو ۽ چڙهندڙ وير کي واپس وڃڻ جو حڪم ڏنائين. جڏهن سمنڊ ڪيس "بي مانو" ڪندي سندس پيرن کي پسائي ڇڏيو ته انهي عظيم بادشاهه منهن ڦيري پنهنجي درٻارين کي هي لفظ چيا:

"جاڻي ڇڏيو ته پاڻ تي ڪو به ماڻهو بادشاهه جي نالي رکڻ جو حقدار ناهي سواءِ اُنهي جي، جنهن جي ڪنڌ ڌوڻ جي تابعداري آسمان، زمين ۽ سمنڊ ڪن ٿا."

هن جي عظيم شهنشاهيت سندس موت تي ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويئي. تنهن هوندي به اِهو چيو ويو آهي ته ڪينيوٽ جي انگلينڊ واري فتح جا نتيجا نارمن کي فتح ڪرڻ واري فتح جي نتيجن کان وڌيڪ اهم هئا. انگلينڊ جي عظيم ترين قانون سازن مان هڪ هئڻ جي حيثيت ۾ هُن انگلينڊ جي انگريزي ۽ ڊينيلا قانون کي هڪڙي سرشتي ۾ پوئي ڇڏيو.

# پوپ گريگوري VII

(1020-1085ع)

پاپائيت ۾ مڪيه سڌارا آڻڻ واري مرڪز ۾، ٽيهه سال خدمت ڪرڻ کان پوءِ هائيلڊبراند بونيزو، گريگوري ستين جي نالي سان پوپ ٿيو. هو تاريخ جو سچ پچ هڪ اهڙو ڊرامائي ڪردار هو، جنهن پوپ جي عهدي جو مان ايترو ته وڌائي ڇڏيو هو، جنهن جو هن کان اڳ ڪو مثال نه ٿو ملي. ڪينوسا جي تاريخي جنگ کان پوءِ، يورپ جي وڏي ۾ وڏي حاڪم مجبور ٿي هن اڳيان گوڏا کوڙيا. گريگوري چرچ ۾ پوپ جو اختيار ايترو ته وڌائي ڇڏيو جو ڪنهن کي به هن جي خلاف ٻڙڪ ٻاهر ڪڍڻ جي جرئت نه ٿيندي هئي، پر آخرڪار هن جلاوطني جي حالت ۾ وفات ڪئي ۽ سندس سڄي زندگي جي ڪئي ڪمائي ڪٽ ٿي ويئي.

هائيلڊ براند بونيزو هڪ غريب لومبارڊ ڏڪڻ جو پٽ هو ۽ ترقي ڪري ٽيهن سالن جي ڄمار ۾ پوپ گريگوري IV جو سرڪاري پادري مقرر ٿيو. انهي زماني ۾ پاپائيت جي حيثيت هيڻانهين هئي. جيئن ته پوپ کي روم جو عوام ۽ پادري چونڊيندا هئا تنهن ڪري انهيءَ عهدي تي گهڻو ڪري چرچ جي وفادار ماڻهن بدران چالاڪ رومي سياستدان چونڊجي ايندا هئا. چرچ کي سڌارڻ جي ضرورت هئي. پادري ۽ بشپ پنهنجون مذهبي زندگيون گهڻو ڪري خريد ڪري وٺندا هئا. انهن مان گهڻا، عصمت برقرار رکڻ وارن قانونن جي ڀڃڪڙي ڪندي شادي ڪندا هئا يا ڪليو ڪلايو سريتون رکندا هئا. علائقائي طور سڌارا آڻڻ جون ڪجهه ڪوششون ضرور ٿيون هيون پر خود پاپائيت ۾ سڌارا فقط تڏهن شروع ٿيا جڏهن عظيم شهنشاه هينري III ان ۾ سڌاري جو ذمو کنيو.

پاپائيت جو، چونڊن ۾ آخرين امين ٿيڻ جو، شهنشاهن کي هڪ اڻ چٽو پر تسليم ٿيل حق مليل هو. گريگوري VI نالي هڪ مخلص ماڻهو سڌارا آڻڻ جي اميد ۾ پنهنجي چونڊ خريدڻ وسيلي ڪرائي هئي، پر هو جيئن ته چٽي طرح ديني حق خريدڻ جو ڏوهاري هو، تنهن ڪري هينري کيس 1046ع ۾ پنهنجي عهدي تان لاهي ڇڏيو. شهنشاه، سڌارا آڻڻ وارا چار پوپ مقرر ڪيا. انهن مان عظيم ترين پوپ ليو IX، (1049-1054ع)، سڌارا آڻيندڙ ڪارڊينل مقرر ڪيا. هن هائيلڊ براند بونيزو کي، جيڪو اڃا تائين آرڪ بيڪن هو، مٿي آڻي پاپائيت جي

انتظامي سرشتي ۾ شامل ڪيو. ليو روم ۾ ساليانيون ڪائونسلون سڏائڻ شروع ڪيون، جن جا فرمان صوبائي مذهبي ڪائونسلن وسيلي، سڄي يورپ ۾ لاڳو ڪيا ويندا هئا. هن روم جي اختياري سڄي ڏاکڻي اٽلي تائين وڌائڻ جي پوري ڪوشش ڪئي. جتي نارمن حملي آورن انهن علائقن مان نيون رياستون پئي جوڙيون، جيڪي ڪنهن زماني ۾ ڪانسٽنٽينوپل جي قبضي هيٺ هيون ۽ جن تي هاڻي مقدس رومن شهنشاهي دعويٰ ڪري رهي هئي.

پوپ نڪولس II 1059ع ۾ نارمن کي سندن فتح ٿيل اهي زمينون ڏيئي ڇڏيون هيون جيڪي جاگيرداري قانون مطابق سندس شهنشاهي هيٺ هيون، جنهن ڪري نارمنن انهن زمينن جي بدلي ۾ کيس پنهنجي فوجي حفاظت ڏيڻ جو وعدو ڏنو هو. ساڳئي سال آرڪ ڊيڪن هائيڊل براند جي صلاح تي نڪولس، ڪارڊينلن جي ڪاليج وسيلي پوپ جي چونڊ جو سرشتو شروع ڪيو، جنهن مطابق روم جي سياستدانن کان چونڊ ۾ بيهڻ جو ۽ شهنشاه کان امين ٿيڻ جو حق کسيو ويو هو. انهيءَ سرشتي شروع ٿيڻ سان ڏهن سالن جي اندر اندر پوپ پنهنجي مٿان شهنشاهي سرپرستي کي رد ڪري چڪا هئا، پر سڌارن واري تحريڪ جا دشمن به پيدا ٿي پيا هئا. هينري III جي 1056ع ۾ وفات ڪري وڃڻ جتي پوپ کي اٽلي ۾ آزادي ملي اتي کيس جرمني جي حمايت کان به محروم ٿيڻو پيو. سڪندر II (1061ع کان 1073ع) مخالفت بدران حڪمت عملي کان ڪم وٺي سڌارا آڻڻ جي ڪوشش ڪئي. هائيڊل براند انهي تي ڪامڻ لڳو. جڏهن اڳيون پوپ وفات ڪري ويو، تڏهن روم جي عوام پوپ طور سندس جنڪار ڪئي ۽ هو هڪ ڳجهي مجلس وسيلي پوپ چونڊجي ويو.

پوپ گريگوري هڪ طرف ته 'بندرو، ٿلهو، سانورو ۽ ڏاڍو گدلو' هو پر ٻئي طرف ڏاڍو لائق ۽ طاقتور هو. سندس ڏينهن ۾ پوپ ليو جو جاري ڪيل رومن ڪائونسلن ۽ صوبائي مذهبي ڪائونسلن وارو سرشتو وري بحال ڪيو ويو ۽ مذهبي خريد و فروخت، پادرين ۽ ننن جي شادين تي بندش وجهڻ جا سخت فرمان جاري ڪيا ويا. بعد ۾ گريگوري 1075ع ڌاري ڌمڪي ڏني ته جيڪڏهن ڪنهن به عام ماڻهو پادري واري عهدي خريد ڪرڻ لاءِ ڪاٻا سيڙپ ڪئي ته کيس نيات مان ٻاهر ڪيو ويندو. اهو چئلينج جرمن بادشاهه کي ڏنو ويو هو.

جرمن انتظامي سرشتي ۾ بشپ مرڪزي ڪردار ادا ڪندا هئا، تنهن کان سواءِ هو وڏا زميندا پڻ هوندا هئا. پنهنجي عهدي جي افتتاح وقت ڪين شهنشاهه کان هڪ منڊي ۽ هڪ لٺ ملندي هئي جيڪا انهي ڳالهه جي نشاني سمجهي ويندي هئي ته اهي شهنشاهه جي نظر ۾ جاگيردار ۽ سندس وفادار آهن. تنهن ڪانسواءِ، 25 سالن جي ڄمار رکندڙ هينري IV، اٽلي ۾ جرمني جي اختياري وري بحال ڪرائڻ جي اميد ۾ ميلان جو هڪ نئون آرچ بشپ مقرر ڪيو. پوپ طرفان مذهبي نيات مان ڪيڻ واري ڌمڪي جي جواب ۾ هُن وارمس جي مذهبي

ڪائونسل سڏائي، جنهن اعلان ڪيو ته "گريگوري هاڻي پوپ نه رهيو آهي." گريگوري انهي جي جواب ۾ هينري کي مذهبي نيات مان ڪيندي کيس تخت تان لاهڻ جو اعلان ڪيو. جنهن ۾ چيائين ته سندس رعايا اڄ کان پوءِ سندس تابعداري کان ڇٽل آهي. جرمن باغين پوپ کان، نئين بادشاهه چونڊڻ جي گهر ڪئي.

جنوري 1070ع ۾ پوپ اُتر طرف ويندي ڪنوسا ۾ جڏهن ساهي پٽڻ لاءِ ترسيل هو، تڏهن هينري هڪ توبهه تائب شخص جي حيثيت ۾ وٽس آيو. گريگوري کي چٽي طرح ڄاڻ هئي ته بادشاهه کي ڇوٽڪاري ڏيڻ سان خود سندس پنهنجي سياسي حيثيت به جرمني ۾ ڪمزور ٿي ويندي پر هن اهو به ڄاتو ٿي ته ڪنهن پشيمان گنهگار تي رحم کائي کيس معاف ڪرڻ به سندس مقدس فرض هو ۽ هُو انهي فرض کان ڪنڌ ڪڍائي نه پيو سگهي. بادشاهه کي نيات مان ڪڍڻ وارو حڪم رد ڪيو ويو ۽ هُو باغين سان وڙهڻ لاءِ موٽي ويو. گريگوري بنهي ڌرين کي حڪم ڪيو ته ٻنهي کيس پنهنجو امين ڪري مڃين. جڏهن هينري انڪار ڪيو، تڏهن کيس وري تخت تان لاٿو ويو. هُن 1080ع ۾ ريوينا جي آرچ بشپ کي ڪليمينٽ III جي لقب سان پوپ مقرر ڪيو.

ٽن سالن کان پوءِ هينري روم تي ڪاهه ڪري سينٽ پيٽرس جي ديول ۾ ڪليمينٽ کي پوپ طور مقرر ڪيو جنهن کيس شهنشاهي جو تاج پارايو. گريگوري سينٽ اينگلو جي قلعي ۾ وڃي پناهه ورتي. هُن نارمن اڳواڻ رابرٽ گسڪارٽ کي ذليل ٿي مدد جي اپيل ڪئي، ڇو ته هُو انهي اڳواڻ کي به پوپ جون زمينون ڦهائڻ ڪري اڳيئي نيات مان ڪڍي چڪو هو. نارمن فوجين پوپ جي مدد ڪئي. انهن روم کي پڻ ڏاڍي بيدردي سان لُٽيو. رومن جيڪي ڪجهه وقت کان پنهنجي پوپ جا وفادار هئا سي ڦري سندس خلاف ٿي پيا، تنهن ڪري گريگوري کي پنهنجن نارمن 'محافظن' سان گڏ روم ڇڏي وڃڻو پيو. هُو 1080ع ۾ سالرنو ۾ هي لفظ چوندي وفات ڪري ويو: "مون نيڪيءَ سان پيار ڪيو ۽ بدي کي ڌڪاريو- تنهن ڪري جلاوطني ۾ مران ٿو."

جينوئيڪ گريگوري جو موت هڪ تلخ موت هو پر سندس فساد پيدا ڪندڙ ۽ سرڪش حڪمن وچين صدين واري پاپائيت جي عظمت جو بنياد رکيو. گريگوري چيو: "پوپ جو فيصلو ٻيو ڪوبه ڪري نه ٿو سگهي، صرف هُو ئي بشپن کي لاهي ۽ بحال ڪري سگهي ٿو. هُو شهنشاهن کي لاهي سگهي ٿو. هُو رعايا کي سندس وفاداري واري قسم کان آجو ڪري سگهي ٿو." مٿيان جملا پوپ جي ڪجهه اهڙن مشهور فرمانن مان ورتل آهن جن ۾ گوريگوري VII پنهنجو پروگرام ظاهر ڪري ٻڌايو هو. ڪنوسا چرچ جي اختيار جي هڪ اهڙي علامت بڻجي ويو جنهن کي عيسائي يورپ ڪڏهن به وساري نه ٿو سگهي. گريگوري VII واري دؤر پاپائيت جو مان ۽ مرتبو وڌائي کيس هڪ نئين حيثيت ڏياري ۽ ماضي جي غلطين کي درست ڪرڻ لاءِ به انهي دور ۾ گهڻو ڪم ٿيو.

# فاتح وليم

(1027-1087ع)

نارمنڊي جو ڊيوڪ وليم، فاتحن جي قوم مان هڪڙو اهڙو فاتح هو، جنهن ٻارهين صدي عيسويءَ ۾ يورپ جو نقشو ئي بدلائي ڇڏيو هو. نارمن وائڪنگ نسل مان هئا، جن ڏهين صدي عيسوي جي شروعات ۾ پنهنجي امير جي حڪومت جو پايو وڌو هو. ٻارهين صدي ڌاري انهن اڳين لومبارڊ ۽ بازنطيني حاڪمن کان ڏکڻ اٽلي وارو علائقو فتح ڪري ورتو ۽ پهرئين صليبي جنگ جي لالانگهري شام ۽ فلسطين ۾ نيون رياستون ٺاهڻ شروع ڪيون هئائون.

انهن سخت جان ۽ ويڙهاڪ ماڻهن کي حڪومت ڪرڻ جو ذهن هوندو هو. هيسٽنگس جي 1066ع واري لڙائي کان پوءِ وليم، يورپ جي بهترين بادشاهي حڪومتن مان هڪ جو مالڪ ٿي ويو. هو انهي پڪي پائي کان چڱي طرح ڪم وٺندي، پنهنجي حڪومت جي جوڙجڪ کي بهتر ڪرڻ ۾ لڳو رهيو. جنهن جو نتيجو اهو نڪتو تہ پنهنجي مرڻ وقت هن هڪ اهڙي مرڪزيت واري حڪومت پنهنجي پويان ڇڏي، جنهن جو انهي زماني ۾ ڪو مٽ نہ هو.

وليم، ڊيوڪ رابرٽ I ۽ فيليسي جي هڪ شاهوڪار شهري جي ڌي هرليوا جو ناجائز پٽ هو. هو اڃا اٺن سالن جو هو تہ سندس پيءُ، ڊيوڪ رابرٽ وفات ڪئي. سندس ٽي صلاحڪار قتل ٿي ويا ۽ هو پاڻ بہ قتل ٿيندي ٿيندي بچي ويو. هو اڃا سورهن سالن جي ڄمار جو هو تہ کيس هڪ مڪمل بغاوت سان منهن ڏيڻو پيو، جيتوڻيڪ سندس فوجي صلاحيتون اڳ ۾ ئي ظاهر ٿي چڪيون هيون، پر فرانس جي بادشاه هينري I جي فوجن جي مدد سان ئي کيس فتح نصيب ٿي سگهي هئي. ايندڙ پنجن سالن ۾ وليم هڪ قابل حڪمران جي حيثيت ۾ ابريو. هينري کي هاڻي هڪ شڪر گذار ۽ تابعدار ڏن پرو رياست بدران هڪ طاقتور پاڙيسري کي منهن ڏيڻو پيو. نارمن رياست کي ٽڪرا ٽڪرا ڪرڻ جون سندس ڪوششون ناڪام ٿيون ۽ 1060ع ۾ بادشاه جي وفات پڄاڻان وليم پنهنجي ڏاکڻي پاڙيسري ملڪ جي ڪائونٽي کي پنهنجي رياست ۾ شامل ڪري حڪومت جون حدون وڌائي ڇڏيون. هن فرانس جي سڀ کان وڌيڪ گڙٻڙ واري علائقي ۾

پنهنجي حيثيت مجرائي ورتي، انهي سان انگلينڊ واري مهم جوئي جو در بہ هن لاءِ کلي پيو. انهي زماني ۾ انگلينڊ تي ايڊورڊ جي حڪومت هوندي هئي جيڪو بي اولاد هو ۽ کيس ڏوهه باسيندڙ ايڊورڊ سڏيندا هئا. ڪينيوٽ جي حڪومت جي ڏينهن ۾، ايڊورڊ هڪ جلاوطن جي حيثيت سان نارمنڊي ۾ رهندو هو. جڏهن هو بادشاه ٿيو تہ هن پنهنجا صلاحڪار نارمن مقرر ڪيا. هن 1051ع ۾ وليم کي باقاعدي پنهنجو وارث مقرر ڪيو. 1053ع ۾ وليم انگلينڊ جي بادشاه الفريڊ اعظم جي نسل مان ميٽلڊا نالي هڪ ڇوڪري سان شادي ڪئي پر انگلينڊ ۾ ڪجهہ اهڙا واقعا ٿيا جن جي ڪري هيرالڊ گاڊونس ميدان تي نروار ٿيو. 1060ع واري ڏهاڪي ۾ هن لاءِ چونڊ وسيلي انگلينڊ جي تخت جي وارث ٿيڻ جو موقعو پيدا ٿيو هو پر پوءِ 1064ع ۾ فرانسي ساحل کان پريرو سندس جهاز پڇي پيو. هن کي وليم جي دربار ۾ هڪ 'مهمان' طور آندو ويو، جتي لڳي ٿو تہ کانئس چالاڪي سان اهو قسم ورتو ويو، تہ هو انگلينڊ جي تخت تي وليم جي دعوا جي پٺڀرائي ڪندو. بادشاه ايڊورڊ جي وفات پڄاڻان جنوري 1066ع ۾ هيرالڊ انگلينڊ جو چونڊيل بادشاه ٿيو.

پنهنجن صلاحڪارن جي مخالفت جي باوجود وليم انگلينڊ تي حملي ڪرڻ جون وڏيون تياريون شروع ڪري ڇڏيون. هن ٽرانسپورٽ جهازن جو هڪ بيڙو تيار ڪيو ۽ برٽني فلينڊرز ۽ ٻيو جتان بہ مليس پارٽي تي فوجي ڀرتي ڪيائين. 'پنهنجي ساک تان ڦري ويل غاصب' جي خلاف سندس جنگ ۾ پوپ جون دعائون بہ ساڻس گڏ هيون پر ابتين سامونڊي هوائن جي ڪري 1066ع واري اونهاري جي پڄاڻي تائين سندس فوجون نارمنڊي کان روانيون ٿي نہ سگهيون.

انهي وچ ۾ هيرالڊ پنهنجا ماڻهو ۽ جهاز، انگلينڊ جي چينل ڪناري بيهاريا ڇڏيا هئا، پر سيپٽمبر ۾ هن سڄي ٻيڙي کي ڇڙوڇڙ ڪري ڇڏيو. ٿورڙو ئي پوءِ کيس خبر ملي تہ نارويجين فوجون اتر ۾ اچي لٿيون آهن. هن نارويجين ۽ سندن اتحادين مٿان ايڏي تہ تيزي سان حملو ڪيو، جيڪو سندن خواب ۽ خيال ۾ نہ هو، ۽ کين 25 سيپٽمبر تي اسٽيمفورڊ پل جي لڙائي ۾ شڪست ڏئي تباه ڪري ڇڏيائين، پر ڏکڻ ۾ هوا جو رخ ڦري چڪو هو. وليم پيونسي ۾ بنا ڪنهن مقابلي جي اچي لٿو. هيرالڊ ۽ سندس خانگي فوجن پوئتي لنڊن ڏانهن ڀاڄ کاڌي. تيرهين آڪٽوبر ڌاري بيٽل جي جديد شهر جي پرواري ٽڪري جي چوٽي تي وڃي دم پٽيائون. هتي پهچي کين ايستائين آرام ڪرڻو هو، جيستائين حملي آور کي پڪي شڪست ڏيڻ جوڳيون فوجون سندن مدد لاءِ اچي پهچن. پر اڃا سندس ماڻهو ساهي پٽين ئي پٽين يا مددي فوجون اچي پهچن، تنهن کان اڳ هيرالڊ هئي صبح جي اٽڪل نائين وڳي لڙائي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. انگريزي فوجن جا پير سڄو ڏينهن ڄميا رهيا. شام تائين وليم جي فوجن بہ دفعا شڪست کائي ڀاڄ کاڌي،

انگريزي فوجون پنهنجا مورچا ڇڏي سندن پويان پيون پر جيئن تہ دشمن نئين سر جٿابندي ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو هو، تنهنڪري اهي شڪست کائي ڇڙوڇڙ ٿي ويون ۽ هيرالڊ مارجي ويو. چاليهن سالن جي ڄمار وارو هي فاتح، وحشي، لوڀي، بي رحم ۽ وڏخيالي جو ماريل ماڻهو هو. هو همت ڀريو ۽ وسائل رکندڙ اڳواڻ پڻ هو ۽ اڳتي هلي انگلينڊ جي عظيم ترين بادشاهن مان هڪ ٿيڻو هو. هيسٽنگس کان وٺندي هن لنڊن جو رخ ڪيو ۽ پنهنجي پويان ڏاکڻين ڪائونٽين جي آرپار، تباهي ۽ موت جا نشان ڇڏيندو ويو. 1066 عيسوي واري ڪرسمس جي ڏينهن، ويسٽ منسٽر ايبي ۾ بادشاه طور هن جي تاج پوشي ٿي، انهي کان پوءِ 1069ع، 1072ع ۽ 1075ع ۾ هڪبئي پويان بغاوتون ٿيون؛ سيني کي چيڀاٿيو ويو. وچئين علائقي ۽ اتر واري علائقي جي انهي فاتح هٿان، اهڙي تہ تباهي ٿي جو پنجاه سالن کان پوءِ اهي علائقا مس مس وڃي آباد ٿيا.

وليم، شڪست کاڌل انگريز اميرن جون زمينون پنهنجن پوئلڳن ۾ ورهائي ڇڏيون. پر نون نارمن مالڪن کي ننڍيون ننڍيون شرطي جاگيرون ڏنيون، هن ڪنهن بہ هڪ خاندان لاءِ طاقتور ٿيڻ کي ڏکيو بڻائي ڇڏيو. مخالف ملڪ تي پنهنجي قبضي برقرار رکڻ لاءِ شاهي منظوري سان قلعا ٺهرايا ويا. انهن مان سيني کان وڏو قلعو ونڊس ۾ ٺهرايل بادشاه جو پنهنجو قلعو ۽ لنڊن جو ٽاور هئا. پنهنجي حڪومت جي پڇاڙي واري ڏينهن ۾ هن ملڪ جي سروي ڪرڻ جو حڪم ڪيو جنهن کي انگريز، ڊومس ڊي بڪ يا قيامتي ڪتاب ڪري سڏيندا آهن. اهو هڪ ٺلهو ۽ انوکو دستاويز آهي. جيڪڏهن ڪيس پنهنجن اڳين انگريز جانشين کان سڏريل انتظامي سرشتو ورثي ۾ نہ ملي ها تہ انهيءَ ڪتاب تي عمل ڪرائڻ هن لاءِ ناممڪن ٿي پوي ها. مشهور بيوڪس ٽيپسٽري يعني بيوڪس جو پرت وارو ڪم، جنهن ۾ حملي جو احوال پرت ذريعي پريل آهي سو پڻ، شايد انگريز عورتن جي سئي جو ڪمال آهي.

وليم نارمنڊي ۾ پنهنجي دشمن سان وڙهندي مري ويو. هن جي حڪومتي ڏينهن ۾ انگريزي سماج لاءِ هڪ نئين سرشتي جي جوڙجڪ ٿي. اهو سندس ئي دور هو جنهن ۾ فرانس جي معاملن ۾ انگريزن کي ملوث ڪرڻ شروع ڪيو ويو هو، جنهن ڪري وچين صدين ۾ اڻ ڳڻيون غيرملڪي لڙايون لڳيون. هن پنهنجي همعصر کي ايترو تہ متاثر ڪيو هو جو اهي سندس واکاڻ ۾ چوندا هئا "هو عقل جو اڪابر، قد جو ڊگهو، وڏي دٻدٻي وارو ۽ ايترو تہ طاقتور هو، جو ڪوبہ ماڻهو سندس ڪمان ڇڪي نہ سگهندو هو، هو گهٽ شراب پيئندڙ، تقرير ۾ تکو، کهرو آواز رکندڙ ۽ مضبوط هائي وارو هو." هڪ جديد تاريخدان سندس باري ۾ چيو آهي: "وليم جنگ ۽ حڪومت ڪرڻ ۾، هڪ اهڙي بي داغ مهارت ۽ تخليقي قوت جو مالڪ هو جنهن سان شارلمين کانپوءِ ڪنهن بہ وچين صدي واري حاڪم جي ڀيٽي نہ آهي."

# هينري IV

(1030-1106ع)

هينري IV کي سڀ کان وڌيڪ جنهن واقعي جي ڪري ياد رکيو ويو آهي سو اهو هو تہ هن جرمن بادشاهہ ۽ اولھ جي شهنشاه کي 1077ع ۾ اگهاڙين پيرين ڪنوسا وڃي وڃي پوپ گريگوري VII وٽ پنهنجي پشيماني جو اظهار ڪري ڪانئس معافي گهري هئي. هن پنهنجي ڏگهي دؤر حڪومت ۾ ڪيترائي پيرا چرچ سان جهيڙو ڪيو ۽ هو بہ گريگوري وانگر دلشڪستو ٿي مئو هو. هن ڪوشش ڪئي هئي تہ پنهنجي پيءُ هينري III وارو دٻدٻو ۽ شان شوڪت وري بحال ڪري ۽ هن وانگر نہ فقط پوپن کي سندن عهدي تان لاهي ۽ چاڙهي سگهي پر پنهنجي پيءُ وانگر ئي پنهنجن اميرن کي بہ پنهنجي مرضي مطابق هلائي سگهي، پر سندس ناڪامي جرمني کي تباه ڪري ڇڏيو.

هينري اڃا ڇهن سالن جو مس هو جو سندس پيءُ وفات ڪري ويو. پاڪدامن پر نالائق شهزاديءَ ايگنيس جي هٺ هيٺ قائم ٿيل نياباتي سرڪار وڏي گهوٽالي جو شڪار ٿي وڃي هئي. سيڪسنيءَ ۾ بغاوت ٿي پئي هئي. لؤرين جي بيترائس، اتر اٽلي ۾ پنهنجي حڪومت قائم ڪري ڇڏي هئي ۽ اُتان بہ محاذن تان جرمني جي مرڪزي حڪومت کي للڪاريو هئائين. جنهن پاپائيت ۾ هينري III سڌارا آڻي ان کي مضبوط ڪيو هو، تنهن ڏکڻ اٽلي ۾ شهنشاهي حق قبائي ورتا هئا. اندروني طور ڪولون ۽ برين جا آرچ بشپ بہ شهزاديءَ جي نياباتي حڪومت جي خلاف ٿي پيا هئا ۽ انهن ٿنهي گڏجي عوامي حمايت حاصل ڪرڻ لاءِ شهنشاهي زمينون ۽ سندن آمدني دل کولي ورهائي ڇڏيون هيون. بالغ ٿيڻ تي هينري کي 1065ع ۾ ورثي ۾ هڪ مڪمل طرح ڪمزور بادشاهي ملي.

هڪ عياش ۽ مٿي ڦريل مغرور ماڻهو جي شهرت رکڻ جي باوجود هن نوجوان دليري ۽ مهارت ڏيکاري. هن سيڪسني ۽ بويريا ۾ بغاوتن جو خاتمو آڻي 1070ع واري ڏهاڪي ۾ گهڻي ڀاڱي بادشاهي اختيار کي بحال ڪري ڇڏيو ۽ انهيءَ ڪانپوءِ هن اٽلي جي مسئلن ۽ چرچ جي وڌندڙ طاقت ڏانهن ڌيان ڏنو. هينري ميلان

جو نئون آرچ بشپ مقرر ڪري پوپ جي اختيارين کي للڪاريو. پوپ گريگوري VI ڪيس نيات مان يڪدم نيڪالي ڏيڻ جي ڌمڪي ڏني، پر پوپ پنهنجي غرور سببان غيرمقبول ٿي چڪو هو. هينري جي سڏايل وارمس واري مذهبي ڪائونسل ۾ جرمني جي چرچ اڳواڻن پوپ سان پنهنجي وفاداري ختم ڪرڻ جو اعلان ڪيو. پوپ گريگوري نيات کان ڪيڻ واري پنهنجي هيبتناڪ اختيار کان ڪم وٺندي بادشاهہ کي تخت تان لاهڻ جو اعلان ڪيو.

سوابيا جي روڊولف ۽ ٻين جرمن اميرن بادشاه جي وڌندڙ طاقت کان ٻچي، بغاوت ڪرڻ پنهنجو مذهبي فرض ڪري سمجهيو ۽ گهر ڪيائون تہ هينري فيبروري 1077ع تائين پوپ سان صلح ڪري نہ تہ ٻيو بادشاه مقرر ڪيو ويندو. انهن الپائين جي لڪن وٽ پهريدار بيهاري ڇڏيا ۽ گريگوري کي جرمني اچڻ جي دعوت ڏنائون. پوپ سياري جو اتر اپينائينس ۾ ٽسڪني جي نئين ڪائونٽيس ميٽلڊا جي مهمان جي حيثيت ۾ رهيل هو. ٿوري اٽالي هٿان ڪري هينري پنهنجي دشمنن کان پاسو ڪندي وڃي ڪنوسا پهتو "محل جي در اڳيان، ڪٿائين ڪپڙا پائي ۽ پيرين اگهاڙو بيهي، هو ڳوڙها ڳاڙيندي ۽ آزيون نيزاريون ڪندي معافيون گهرندو رهيو ۽ نبي جي نائب کان مدد ۽ آسيس گهرڻ لاءِ ٻاڏائيندو رهيو." هينري ڏاڍي چالاڪيءَ سان، پاڻ کي نيچ ڪرڻ جو اهو سانگ رچايو هو. هن جي اهڙي متاثر ڪندڙ پشيمانيءَ جي اظهار پوپ لاءِ ٻي ڪا واٽ ئي نہ ڇڏي هئي، تنهن ڪري هن عيسائيت واري درگذر کان ڪم وٺندي ڪيس نيات مان ڪيڻ وارو حڪم واپس ورتو. انهي سان جرمن باغي پوپ جي آشيرواد کان محروم رهجي ويا.

تنهن هوندي بہ باغين روڊولف کي پنهنجو بادشاه چونڊيو پر ٽن سالن جي گهرو لڙائي کانپوءِ هينري پاڻ کي ايترو مضبوط محسوس ڪيو جو ٻيهر پوپ جي انحرافي ڪري سگهي. پوپ ٻيو ڀيرو ڪيس نيات مان ڪڍي ڇڏيو پر هن ڀيري هن انهي ڳالهہ جي پرواهہ نہ ڪندي 'ڪليمينٽ III' جي لقب سان خود پنهنجو پوپ مقرر ڪيو. جنهن 1084ع ۾ روم جي سينٽ پيٽرس ۾ کيس شهنشاهي تاج پارايو.

گريگوري جا جانشين، خاص ڪري پوپ اربن II شهنشاه لاءِ اڳتي هلي ڏاڍا طاقتور ثابت ٿيا. هينري انهي زماني ۾ بہ ڪليمينٽ سان وفادار رهيو، جنهن مقصد تان هٽ ڪٿي ويا هئا ۽ هن بشپ مقرر ڪرڻ وارو پنهنجو اختيار برقرار رکيو. ٽسڪني جي ميٽلڊا بويريا جي ڊيوڪ سان شادي ڪئي ۽ هينري اٽلي ۾ پنهنجي جدوجهد دوران گهڻو ڪري جرمني کان ڪٽيل رهيو. اتي سندس مخالفن پوپ جي منظوري سان سندس اقتدار کي ايڏيون تہ گهاريون وجهي ڇڏيون هيون، جو خود سندس پنهنجو پٽ هينري V بہ وڃي باغين سان مليو هو، جنهن 1105ع

۾ صلح جو سانگ رچائي پنهنجي پيءُ کي قيد ڪري ڇڏيو. پڳل تتل شهنشاه اتان پڇي نڪتو ۽ ڪجھ مهينن کان پوءِ وفات ڪري ويو. هينري پنهنجي عظمت جون ڪافي خاصيتون ڏيکاريون. هن نياباتي حڪومت جي پيدا ڪيل وڳوڙ کي گهٽي ياڳي ختم ڪيو. ڪنوسا ۾ هن پنهنجي صديءَ جي عظيم ترين پوپ مٿان حڪمت عملي سان فتح پاتي ۽ پنهنجي پٽ جي جانشيني کي يقيني بنائي ويو. پر چرچ جا عهديدار مقرر ڪرڻ واري مامري تي ساٿس جيڪو مهاڏو اٽڪايو تنهن سندس اختياري کي پڇي پورا ڪري ڇڏيو ۽ سندس صلاحيتن کي ٻئي پاسي ڦيرائي ڇڏيو. هن جي دؤر ۾ وچين صدي واري جرمني جي انهن طاقتور قوتن نيٺ پنهنجو اقتدار ماري مڇايو، جن هڪ مرڪز هيٺ رهڻ نٿي چاهيو.

# صلاح الدين ايوبي

## 1138ع - 1193ع

عيسائيت جي پوپ عربن نالي پوري يورپ کان صليب جي نالي تي اپيل ڪئي ته بيت المقدس کي مسلمانن کان کسي خود ان جا مالڪ ٿي وڃو ۽ پوپ جي انهيءَ اپيل تي صليب بردار يورپي فوجون 1096ع ۾ بيت المقدس تي چڙهائي ڪري آيون. انهن فوجن ٻارڙن، پوڙهن ۽ جوانن کي بغير ڪنهن امتياز جي قتلِ عام ڪيو، شهر جون گهٽيون ۽ رستا انهن بيگناه مسلمانن جي خون سان رنگين ٿي ويا هئا، هر هنڌ لاشن جا ڍير لڳل هئا ۽ شهيدن جو تعداد ستر هزارن جي لڳ ڀڳ هو.

ٿورڙي عرصي کان پوءِ وري هن شهر جا در و ديوار هي منزل ڏسي رهيا هئا جو عظيم سپه سالار صلاح الدين ايوبي جي قيادت ۾ مسلمانن جي فوج خون جو هڪڙو ڦڙو وهائڻ کان سواءِ بيت المقدس کي فتح ڪري ورتو. ڪنهن به عيسائيءَ سان ذري برابر به زيادتي نه ڪئي وئي. ڪيترا سارا عيسائي شهري بيت المقدس ۾ اهڙا به هئا، جيڪي ڏيو ادا نه پئي ڪري سگهيا ته رحمدل مهربان حڪمران صلاح الدين ايوبي انهن جو فديو معاف ڪري ڇڏيو. ڪيترين ئي اهڙيون عيسائي عورتون اچي هن فاتح بيت المقدس جي سامهون روئڻ لڳيون، جن جا مڙس يا پيئر قتل يا قيد ٿي ويا هئا، ته هي بهادر حڪمران پاڻ به روئي ويٺو هو ۽ انهن عورتن جي عزيزن کي نه صرف آزاد ڪري ڇڏيائين، بلڪ انهن جي مالي مدد به ڪيائين.

عالمِ اسلام جي هن عظيم جرنيل 1138ع ۾ دجلا جي ڪناري تي واقع هڪ ڳوٺڙي "تڪريت" ۾ جنم ورتو. جيڪو بغداد کان نوي ميل پري عراق جي اترئين سرحد جي ويجهو هو.

سلطان عمادالدين زنگي کان پوءِ سلطان نور الدين زنگي اقتدار جون واڳون سنڀاليون، جنهن تيز نظرن صلاح الدين ايوبي جي صلاحيتن کي تاڙي ورتو ۽ 1164ع ۾ کيس پنهنجي چاچي اسدالدين شيرڪوه سان گڏ فتحن جي مهمن تي روانو ڪيو. پنجن سالن کان پوءِ صلاح الدين کي مصر جو وزير مقرر ڪيو ويو،

جيڪو مصر ۾ فاطمي خليفي جي انتقال کان پوءِ خودمختيار حڪمران ٿي سامهون آيو.

ٻارهين صدي عيسوي جي آخري ڏهاڪي ۾ عيسائي فوجون بيت المقدس تي قابض ٿي چڪيون هيون ۽ ٻارهين صدي عيسوي جي ستين ڏهاڪي ۾ صلاح الدين ايوبي عيسائين جي قبضي خلاف جهاد جو آغاز ڪيو. نور الدين زنگي 1174ع ۾ وفات ڪري چڪو هو ۽ بعد ۾ اقتدار جون واڳون صلاح الدين ايوبي جي حوالي ٿيون . صلاح الدين ايوبي قبلئہ اول جي آزادي جو مسئلو زندگيءَ جي اهم مقصد طور اُڏو هو. هن بيت المقدس جي آزاديءَ لاءِ ابتدائي طور تي 1177ع ۾ فلسطين جو رخ ڪيو. ۽ 1187ع تائين عيسائي فوجن سان سندس ويڙهه جا ڪيترا معرڪا ٿيندا رهيا. عيسائي فوجن جي مدد جي لاءِ تورڙي جو سڄي يورپ مان لشڪرن جا جٿن پٺيان جٿا ايندا رهيا. ان هوندي بہ جهاد جي جذبي سان سرشار هن سپہ سالار آخرڪار بيت المقدس تان صليبي تسلط کي ختم ڪري ورتو. بيت المقدس تي مسلمانن جي قبضي جي خبر ٻڌندي ئي پوري يورپ ۾ وٺ وٺان ٿي ويئي، شام جي اسقف اعظم وليم صوري راهبن جو ٽولو وٺي ماتمي لباس ۾ روم پهچي دانهيو. روم جي پوپ فتويٰ ڏني تہ جيڪو شخص بيت المقدس جي واپسيءَ جي جنگ ۾ شريڪ ٿيندو، ان جا سڀ گناهہ ڌوپي ويندا، ۽ جيڪو هن خير جي ڪم ۾ حصو نہ وٺندو اُهو مسيحت کان خارج ٿي ويندو. فرانس، انگلستان، جرمني پنهنجا اختلاف وساري فوجون ڪٺيون ڪيون، سڀ کان پهريون جرمني مان فريڊرڪ هڪ لک سپاهي وٺي شام جي طرف روانو ٿيو. انگلستان جو رچرڊ ۽ شام جو شاهہ فلپ پنهنجا وڏا لشڪر وٺي صور جي بندرگاهہ تي لٿا. 28 آگسٽ 1189ع کان وٺي مسلسل ٽن سالن تائين هڪ سؤ کان وڌيڪ لڙايون ۽ نو وڏا معرڪا ٿيا. هي وچئين دور جي سڀ کان وڏي فوجي مهم هئي، جنهن ۾ پوپ جي ڪيترن ملڪن کان عيسائين کي مسلسل فوجي سگهہ پهچندي رهي. 1192ع ۾ رچرڊ بيت المقدس تي فوج ڪشي جي ڪوشش ڪئي، پر ڪامياب ٿي نہ سگهيو. آخرڪار 3 سيپٽمبر 1192ع تي رچرڊ ۽ صلاح الدين جي وچ ۾ صلح ٿيو، جنهن ۾ عڪہ کان يافہ جو علائقو رچرڊ جي ڀاڻيجي هينري کي مليو، جڏهن تہ عسقلان کان ڏکڻ جي ساحلي علائقي تائين يعني شام، مصر، فلسطين تي صلاح الدين جي حڪمراني قائم ٿي. عيسائين کي بيت المقدس جي زيارت جي اجازت ڏني وئي. اهڙي طرح پوري فلسطين تي اسلام جو جهنڊو ڦڙڪڻ لڳو. سلطان صلاح الدين هاڻي بيت المقدس تي ڀرپور توجہ ڏنو ۽ مقدس شهر جي انتظامن کي مستحڪم بنائڻ کان پوءِ دمشق هليو ويو.

سلطان صلاح الدين کي شام، مصر، فلسطين جهڙا زرخيز علائقا حڪمراني ۾ مليا. ڪيس زندگيءَ ۾ ڪيترين ئي عياشيون ڪرڻ جو موقعا ميسر آيا، ليڪن

هن هميشہ سادگي اختيار ڪئي، پنهنجي پٺيان ڪوبہ محل يا جاگير نہ، بلڪ صرف هڪ دينار ۽ سنيتاليهہ درهم ڇڏيائين. سندس زندگيءَ جو وڏو حصو صليبين خلاف جهاد ڪندي گذريو، تنهن هوندي بہ پنهنجي حڪومت واري دور ۾ عام ڀلائيءَ جا ڪيترائي ڪم ڪيائين. هن قاهره کي وسعت ڏني، سوين مدرسا ۽ تفريحگاهون قائم ڪيون. شهر جي ويجهو مقطم جي مغربي پهاڙين تي هڪ قلعي تعمير ڪرڻ جو منصوبو تيار ڪيائين، جنهن کي بعد ۾ سندس ڀائٽي مڪمل ڪرايو.

4 مارچ 1193ع تي سندس انتقال ٿيو، ۽ ساڳي ڏينهن عصر نماز کان پوءِ عالمِ اسلام جي هِن بهادر فرزند کي دمشق جي قلعي جي باغ ۾ مٽي جي حوالي ڪيو ويو.

مرتب: نور احمد ميمڻ

# چنگيز خان

## (1227-1162ع)

منگول فاتح تموجن چنگيزخان جو لقب اختيار ڪيو هو، جنهن جي معنيٰ آهي 'عالمگير حاڪم'. چنگيز خان سڄي دنيا کي فتح ڪرڻ جا جيڪي خواب پئي لڏا سي ذري گهٽ پورا ٿيا. هو پنهنجي وفات وقت هڪ اهڙي ايشيائي شهنشاهي جو مالڪ ٿي چڪو هو جيڪا پيڪنگ کان سمرقند تائين پکڙيل هئي. سندس جانشين انهيءَ وسيع بنياد کي ڪم آڻيندي منگول شهنشاهي جون حدون اوڀر ۾ چيني سمنڊ تائين ۽ اولهه ۾ سوئيڊن، پولينڊ، هنگري ۽ بازنطيني شهنشاهت جي سرحدن تائين وڌائي ڇڏيون. 'پيڪس منگوليڪا' يعني پرامن منگوليائي شهنشاهيت، ايشيا کي مسافرن ۽ واپارين لاءِ هڪ صدي تائين سلامتي وارو هنڌ بڻائي ڇڏيو ۽ تاريخ ۾ پهريون ڀيرو يورپ ۽ چين وچ ۾ هڪڪندي هڪڪندي ڪجهه لاڳاپا پيدا ٿيا.

چنگيز خان ڪيرائيٽ جي سردار جو غلام هو. انهيءَ سردار کي اتر چين جا چن شهنشاه پنهنجي اترين سرحد تي وڙهندڙ منگول قبيلن مان مکيه ماڻهو ڪري ليکندا هئا. هن ڪافي خونريز لڙاين ڪانپوءِ پاڻ کي ڪيرائيٽ جو مالڪ بڻائي ڇڏيو ۽ جلد ئي کيس هڪ اهڙو اڳواڻ مڃيو ويو جيڪو جنگجو قبيلن کي متحد ڪري پئي سگهيو. هن جي سادي سودي وحشي نظريي جو نچوڙ هيٺين يادگار لفظن ۾ بيان ٿيل آهي: "ڪنهن به ماڻهو جي وڏي ۾ وڏي خوشي انهيءَ ۾ آهي ته هو پنهنجي دشمنن کي شڪست ڏيئي، کين پنهنجي اڳيان اڳيان هڪليندو رهي. کانئن سندن الهه تلهه ڦري وٺي، سندن پيارن کي ڳوڙها ڳاڙيندو ڏسي، سندن گهوڙن تي سواري ڪري ۽ سندن زالن ۽ ڌيئرن کي پنهنجي ڀاڪر ۾ وٺي". جن خانه بدوشن ايشيا کي ايندڙ پنجاهه سالن تائين ڌهڪايو تن کي چنگيز خان جي انهن جذبن کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ ڀيءَ ڪنهن به همت افزائي جي ضرورت نه هئي، پر چنگيز خان ۾ ڪنهن به ڦورو جٿي جي اڳواڻ کان وڌيڪ خاصيتون هيون.

منگول اميرن جي ڪارلتاءِ يا جنرل اسيمبلي 1206ع ۾ کيس پنهنجو اڳواڻ چونڊيو. انهي اسيمبلي ۾ ئي هن چنگيز خان جو لقب اختيار ڪيو ۽ ساڳئي ئي وقت ماڻهن کي هڪ اهڙي تنظيم ۾ سلهاڙي تحريڪ ۾ آڻي ڇڏيائين جنهن قبيلائي سماج جي طاقتن جو ڀرپور فائدو ورتو ۽ سندس ڪمزورين کي نظر ۾ رکيو. جنگجو ماڻهن کي ڏهه، سؤ، هزار ۽ ڏهه هزار جي جٿن ۾ ورهايو ويو. انهن جٿن جا ماڻهو توڙي سندن آڪهون صلح توڙي جنگ جي زماني ۾ پنهنجن آفيسرن جي هٿ هيٺ هوندا هئا. مکيه ڪمانڊر چنگيز خان جا شخصي دوست هوندا هئا ۽ سندن سينئر زبردست عام طور سندن پنهنجا ئي هڏ-رت هوندا هئا. بعد ۾ سڄي لشڪر مان چونڊ ماڻهن تي ٻڌل شهنشاهي دستو ٺاهيو ويو، جنهن جو هر ماڻهو، هزار ماڻهن جي جٿي واري ڪمانڊر کان به عهدي ۾ وڏو هوندو هو.

منگولن جي رهڻي ڪهڻي به ويڙهاڪن واري هوندي هئي. مرد وڙهڻ يا شڪار ڪرڻ مهل ڪمان هٿ ۾ کڻي گهوڙي سواري ڪندا هئا ۽ سندن عورتون ۽ ٻار خيمن ۾ رهندا هئا. جڏهن اهي نون چراگاهن جي ڳولا ۾ نڪرندا هئا ته گاڏن ۾ رهندا هئا. انهن خانه بدوش شڪارين وٽ هاڻي هڪ اهڙي تنظيم هئي، جيڪا ٻيا ملڪ فتح ڪري ٿي سگهي. انهي زماني ۾ چين، سيسيا، چن ۽ ڏکڻ سنگ جي رياستن ۾ ورهايل هو. چن جي گادي جو هنڌ پيڪنگ ۽ ڏاکڻين سنگ جي گادي جو هنڌ هينگچو هو. پويون ٻئي رياستون جنگ ۾ رڌل هيون. بيدين چيني آفيسرن چنگيز خان تي بنا دير چن تي حملي ڪرڻ لاءِ زور ڀريو، پر هن پهريائين سيسيا کي آڻ مڃڻ لاءِ مجبور ڪيو. انهيءَ کانپوءِ چن ۾ قرلٽ ڪرائڻ جو مهمون شروع ڪيائين. انهن مهمن جي ڪري 1212ع ۾ محل ۾ هڪ اهڙو تڪڙو انقلاب اچي ويو جنهن جي ڪري نئين شهنشاه کي پنهنجي گادي جو هنڌ ڦيرائي ڏاکڻين شهر ڪائيفو (ڪائيفينگ) ۾ رکڻو پيو. منگولن، پيڪنگ ۾ ڦرلٽ ڪئي ۽ اتان جي عوام جو قتل عام ڪيائون، پر چن ايندڙ پندرهن سالن تائين مقابلو ڪندو رهيو.

انهي وچ ۾ چنگيز خان اولهه طرف پامير جبلن ۽ اوڪس نديءَ ڏانهن ڪاهي ويو. ڪاراختائي جهڙي وڏي بادشاهت سندس آڻ مڃي ۽ انهيءَ کان پوءِ ڪئسپين سمنڊ تائين پکڙيل خوارزمي شهنشاهيت به هن فتح ڪري ورتي. سندس فوجن کي جارجيا، ڪريميا ۽ يوڪرين ۾ به فتح نصيب ٿي. سمرقند ۽ بخارا جا عظيم اسلامي ثقافتي مرڪز هن جي شهنشاهيت ۾ صوبائي شهر بڻجي پيا. اويرندي پاسي منچوريا ۽ ڪوريا کي به شهنشاهي ۾ شامل ڪيو ويو، جيڪي ٿي هزار ميل پري هيون. هي فاتح سٺ سالن جي ڄمار ۾ مهم جُوئي دوران مري ويو.

ڌرتي جي اڌي وڏي حصي تي، ايتري ٿوري وقت ۾ منگول فوجن جيڪا فتح پاتي سا تاريخ جي ڪارنامن مان هڪ وڏو ڪارنامو ليکجي ٿو. منگولن جي

سجي آدمشماري اٽڪل ڏهه لک ڪن ٿي جيڪا چيني شهر هينگچو جي آدمشماري کان ٿوري وڌيڪ هئي، پر انهن ايتري گهڻ تعداد ۾ هئڻ جي باوجود ايڏو وڏو ڪارنامو سرانجام ڏنو. انهي ۾ شڪ ناهي ته منگولن منظم طريقي سان جيڪو قتل عام ڪري ڌهڪاءُ پکيڙيو هو، تنهن مخالفن جا حوصلا خطا ڪري ڇڏيا هئا، پر اسان کي اهو نه وسارڻ گهرجي ته منگولن جي ايڏي وڏي ڪاميابيءَ ۾ انهي کان به وڌيڪ اهم ڳالهين جو هٿ هو. هڪ ته اهي گهوڙي سواري ۾ پڙ هئا، ٻيو ته چنگيز خان مربوط حڪمت عمليون جوڙيون هيون ۽ ٽيون ته اهي حملي ڪرڻ کان اڳ، پنهنجي دشمن جي فوجي، سياسي ۽ اقتصادي حالتن جي پوري ڄاڻ حاصل ڪري پوءِ حملو ڪندا هئا.

پنهنجي ماڻهن جي نظرن ۾ چنگيز خان انصاف پسند حاڪم ۽ عقل جو پندار ڪري ليکيو ويندو هو. هو دوستن سان وفادار ۽ دشمنن لاءِ بيرحم هوندو هو. هن ياسا نالي هڪ قانوني ضابطو جوڙي ريتن رسمن کي انهيءَ قانوني ضابطي ۾ آندو. نوان قانون ٺاهيائين ۽ اخلاقي نظريا جوڙيائين. هڪ فاتح جي حيثيت ۾ هن نه صرف ايشيا جي ترڪ- منگول ماڻهن کي متحد ڪيو، پر هڪ قبائلي قوروءَمان پاڻ کي هڪ شهنشاه بڻائي ڇڏيو.

# بادشاهہ جان

## (1216-1167ع)

قصن ڪهاڻين ۾ تہ انگليند جي بادشاهہ جان تي ٺوڪون ڪندي، ڪيس هڪ خراب بادشاهہ سڏيو ويو آهي، پر حقيقت ۾ هو هڪ اهڙو قابل منتظم هو، جنهن سان بخت نہ پڙايو. هن کي ورثي ۾ هڪ ورهايل بادشاهت ملي. هُن ڪيترين ئي مهانگين غيرملڪي جنگين ڪيون، پر هارايائين، ۽ آخرڪار ڪيس انهن نوابن ۽ پادرين جي هٿياربند بغاوت اڳيان شڪست کائڻي پئي، جن جاگيردار بادشاهہ واري حيثيت ۾ سندس اختياري جي مخالفت ڪئي هئي. انهن ناڪامين سندس چڱين خاصين انتظامي ڪامياپين کي لوڏي ڇڏيو. بدقسمتي سان جان جي دور جو ميگنا ڪارٽا وارو سياسي واقعو ئي ياد رکيو ويو، جنهن تي ڪانئس زبردستي صحيح ورتي ويئي هئي. ميگنا ڪارٽا لاطيني زبان جو لفظ آهي، جنهن جي معنيٰ آهي: عظيم چارٽر، يا عظيم پروانو. ميگنا ڪارٽا کي رد ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيڻ کان اڳ هو مري ويو.

انگليند ۽ اڌ فرانس جي بادشاهہ هينري II کي جيفري، رچرڊ ۽ جان نالي ٽي پٽ هئا. ٽيئي پائر پاڻ ۾ هڪ ٻئي سان ساڙ رکندا هئا. لڳي ٿو تہ هينري طرفان پنهنجي ننڍي ۾ ننڍي پٽ جان جو پاسو وٺڻ ڪري، معاملا اڃا بہ خراب ٿيا. سڀ کان وڏو جيفري جواني ۾ ئي مري ويو هو. پر رچرڊ، جيڪو جنگ ۾ پنهنجي بهادري سببان شيردل جي لقب سان مشهور هو، تنهن پنهنجي پيءُ خلاف 1189ع ۾ گهرو لڙائي شروع ڪئي. ساڳئي سال هينري جي وفات ڪري رچرڊ بادشاهہ ٿيو. رچرڊ 1190ع ۾ صليبي جنگ ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو. وڃڻ کان اڳ هن جان کان پنهنجي غيرحاضري دوران انگليند کان ٻاهر رهڻ جو واعدو ورتو. ساڳئي سال بعد ۾ هن پنهنجي گذاري ويل ڀاءُ، جيفري جي پٽ آرٿر کي پنهنجو وارث ڪري مڃيو. انهي تي جان ناراض ٿي انگليند موٽيو ۽ 1193ع ۾ تخت تي قبضي ڪرڻ جي هڪ ناڪام ڪوشش ڪيائين. جڏهن رچرڊ موٽيو، تڏهن ڀهريائين تہ جان کي جلاوطن ڪري ڇڏيائين، پر نيٺ ٻنهي ڀائرن جو 1196ع ۾ پرچاءُ ٿيو.

رچرڊ پنهنجي پاءُ جان کي پنهنجو وارث تسليم ڪيو.

رچرڊ 1199ع ۾ مري ويو. جنهن ڪري جان، انگلينڊ جو ساڳيءَ طرح بادشاه ٿيو. جهڙي طرح نارمنڊي جي ڊيوڪ، وليم جي زماني کان ٿيا بادشاه ٿيندا آيا هئا. پر فرانس جي بادشاه فلپ II آرٿر جي تخت تي دعوا جي پٺڀرائي ڪري، ڪيس جنگ لاءِ اڀاريو. انهيءَ جي نتيجي ۾ فرانس سان هڪ موتمار لڙائي لڳي. انگلينڊ وٽ وسيلن جي گهٽتائي ۽ فرانس جي برتري سببان جان کي لڳاتار شڪستن جو منهن ڏسڻو پيو. 1206ع تائين نارمنڊي، انجائو، مين ۽ پوائٽو جا ڪجهه حصا انگلينڊ جي هٿن مان نڪري چڪا هئا. جنهن ڪري جان خزاني وڌائڻ تي مجبور ٿيو، تہ جيئن فرانس کان پنهنجن علائقن جو قبضو ڇڏائي سگهي. انهيءَ مسئلي کي منهن ڏيڻ خاطر ڪيس هڪ مضبوط ۽ بيرحم مالي سرشتو قائم ڪرڻو پيو. جنهن نوابن جي بي پناه دولت ۽ اختيارين جي جانچ پڙتال شروع ڪري ڏني. تنهن کان سواءِ هن پنهنجي جاگيرداري حقن ۽ رعايتن جو ڀرپور فائدو وٺندي سخت استحصال ڪيو. انهن مان ڪوبہ ڪم فاتح وليم جي اڏيل مضبوط مرڪزي حڪومتي سرشتي کان سواءِ ممڪن نہ هو. جان کي هڪ ظالم بادشاه هئڻ جي اهڙي تہ شهرت ملي، جيڪا صديون گذرڻ کانپوءِ بہ، اڄ ڏينهن تائين قائم آهي. پوپ ڪيس 1209ع کان وٺي 1213ع تائين نيات مان نيڪالي ڏيئي ڇڏي. ڇاڪاڻ تہ آرچ بشپ آف ڪنٽربري کي مقرر ڪرڻ جا بادشاه کي جيڪي روايتي اختيار مليل هئا، تن مٿان پوپ سان سندس اختلاف ٿي پيا، انهي تي راهبن سميت چرچ سان لاڳاپيل ماڻهو ڪانئس ڪاوڙجي پيا. سندن رسالن ۾ جان جي دؤر جا سڀ کان وڌيڪ تفصيل ملن ٿا. سندن نظرن ۾ جان نہ صرف هڪ ظالم بادشاه هو، پر مذهبي طور بہ ناپاڪ ماڻهو هو.

پر چرچ کان وڌيڪ طاقتور انگريز نوابن سندس مخالفت ڪئي ۽ ڪيس وڌيڪ ستايو. جان پنهنجو جاگيرداري حق ڇڪيندي ڪانئن فوجي مدد يا ان جي بدلي مالي سهائتا جي گهر ڪئي. هن فرانس تي 1214ع ۾ هڪ ٻيو ناڪام حملو ڪيو جنهن سببان نوابن جي شڪايتن ۾ اڃا بہ اضافو ٿيو. نواب ۽ چرچ جا ماڻهو اڳيئي 1213ع ڌاري پاڻ ۾ مليا هئا تہ جيئن پنهنجي حقن جي هڪ فهرست تيار ڪري جان کان مطالبو ڪن تہ اها منظور ڪري. بادشاه بہ دفعا صحي ڪرڻ کان انڪار ڪيو. تنهن ڪري 1215ع ۾ نوابن، بادشاه کان پنهنجا مطالبا زوري مڃرائڻ لاءِ هڪ فوج تيار ڪئي.

15 جون تي جان ٿيمس ڪناري رنميڊ وٽ ميگنا ڪارٽا تي صحي ڪئي. اڄڪلهہ ميگنا ڪارٽا دنيا جو بهترين آئيني دستاويز آهي. جمهوري حق گهرندڙن ۽ انفرادي آزادي جي خواهش رکندڙ ماڻهن لاءِ، اهو دستاويز هڪ نموني جو ڪم ڏئي ٿو. حقيقت ۾ 1215ع واري چارٽر ۾ 65 شقون ڏنل آهن جن مان گهٽائي

اهڙين شقن جي آهي جن مان نوابن ۽ چرچ جي مهندارن کي فائدو مليو ٿي. انهي پڌرنامي مطابق جاگيرداري حقن کي تحفظ مليل آهي ۽ چرچ کي شاهي مداخلت نظرانداز ڪري چڏڻ جي آزادي ڏني وئي آهي پر 1215ع ۾ جان پنهنجي مرضيءَ جي خلاف نوابن کي محصول جي معاملن ۾ جيڪي آخرين اختيار ڏنا هئا سي بعد ۾ بدلجي انگلينڊ جي پارليامينٽ جا اختيار ٿي پيا. ٻين نقطن جديد انصاف لاءِ بنيادن جا ڪم ڏنا, مثال طور, هڪڙي نقطي ۾ چيل آهي تہ انگلينڊ جي ڪنهن بہ آزاد شهري کي ڪنهن بہ ڏوهہ لاءِ مقدمي هلائڻ کان سواءِ يا ملڪي قانون جي خلاف سزا نہ ٿي ڏيئي سگهجي. هي ئي اهو پڌرنامو آهي جنهن مان جيوري طرفان مقدمو هلائڻ سميت قانوني طريقا اختيار ڪرڻ جو سمورو سرشتو ڦٽي نڪتو ۽ وڌي وڻ ٿيو. جان جيئن انگلينڊ جي ڪنهن بہ حصي تي فرانس جي قبضي کي مڃڻ لاءِ تيار نہ هو, تيئن ئي هو ڪارٽا کي بہ مڃڻ لاءِ تيار نہ هو, هُن هڪ فوج تيار ڪئي ۽ پوپ جي پٺڀرائي سان 1216ع ۾ نوابن خلاف جڏهن جنگ شروع ڪيائين تہ پاڻ مري ويو. جان ظالم, شڪي مزاج, ويرُ وِڻندڙ هوندي بہ هڪ اهڙو بادشاهہ هو, جنهن پنهنجي دؤر جي انتظامي سرشتي ئاهڻ ۾, شخصي ۽ گهري دلچسپي ورتي. هُن انصاف جي شاهي ڪورٽن جون سرگرميون وڌائي ڇڏيون. سندس دور ۾ محصول مڙهڻ جي طريقن ۽ فوجي تنظيم کي سڌاريو ويو ۽ ڪيترن ئي شهرن کي پروانا ڏنا ويا. شهري ڪائونسلن جي نظريي, لنڊن لا جان جي ئاهيل انتظامن مان جنم ورتو. فرانس ۾ انگريزن جي وچايل علائقن مٿان هڪ سؤ سال ڊگهي لڙائي لڳي. ميگنا ڪارٽا کي هينري III جي دؤر ۾ 1225ع ۾ سڌايو ويو ۽ جان جي ناخوشگوار دؤر جي اهائي ڪاميابي پائيدار ثابت ٿي جيڪا هُن بي دليءَ سان مڃي هئي. انگريزن جن اصولن کي هڪ سٺي گورنمينٽ جو بنياد ٿي سمجهيو تن کي قانوني شڪل ڏيڻ جي اها سندن پهرين ڪوشش هئي, انهي حد تائين ميگنا ڪارٽا آئيني تاريخ ۾ سنگ ميل جي حيثيت رکي ٿو.

# قبلائي خان

(1215-1294ع)

جنهن منگول شهنشاهيت جو بنياد چنگيز خان وڌو هو، قبلائي خان، تنهن جو خان اعظم ۽ چين جو شهنشاهه هو. هو ايڏي ته وڏي آدمشماري جو نالي ماتر مقتدر اعليٰ هو جنهن جيڏي آدمشماري هن کان اڳ، ڪڏهن به ڪنهن هڪ ماڻهو کي پنهنجو حاڪم نه مڃيو هو. هو سڄي ۽ ناهوڪي هاڻي رڪندڙ هو. هن جو رنگ صاف ۽ گلابي، اکيون ڪاريون ۽ سهڻيون ۽ نڪ جي بيهڪ، سندس منهن سان ٺهڪندڙ هئي. سندس اهو مهانڊو مشهور سياح مارڪوپولو جي سفرنامي ۾ چاٿايل آهي. مارڪوپولو قبلائي خان جي انهيءَ گهڻ قومي حڪومت جي نوڪريءَ ۾ هو، جنهن ۾ ٻيا به ڪيترائي غيرملڪي هوندا هئا. قبلائي خان جي انهيءَ گهڻ قومي حڪومتي سرشتي ئي انهي شهنشاهي رياست جا بنياد رکيا هئا جيڪا اڄتائين هلي قائم ٿي.

چنگيز خان جي جانشيني سندس ننڍي ۾ ننڍي پٽ تولئي کي ملي، پر 1229ع ۾ ڪارلتاءِ (جنرل اسيمبلي) اقتدار ڦيرائي، انهي کان وڏي پٽ اگوديئي کي ڏنو. اگوديئي قراقرم کي منگولن جي گادي جو هنڌ بڻايو، جتي ڪنهن زماني ۾ چنگيز خان رهندو هو. هن چين جي ڏاکڻين سنگ شهنشاهيت خلاف پنهنجي مهم جاري رکي ۽ ڪوريا ۽ ڏکڻ روس ۾ فتحون ماڻيون. 1240ع واري ڏهاڪي جي پڇاڙي ۾ جانشيني وري تولئي جي وارثن کي ملي. قبلائي جي ڀاءُ مونگڪي کي چين جي فتح ٿيل حصن جو گورنر مقرر ڪيو ويو.

سنگ خلاف جنگ ڪندي، قبلائي جي فوجن چين جي اولهندين سرحدن کان ٻاهر هڪ وڏي علائقي تي قبضو ڪري، ان کي منگول رياست ۾ شامل ڪري ڇڏيو. اهو علائقو بعد ۾ يونن جو صوبو بڻيو. مونگڪي جڏهن 1259ع ۾ وفات ڪري ويو، تڏهن قبلائي يڪدم سنگ سان ٺاهه ڪيو ۽ پنهنجي جانشيني کي يقيني بڻائڻ لاءِ اتر طرف وڌيو. هن پنهنجي شانگتو واري رهائشگاهه تي پاڻ کي خان اعظم جي لقب ڏيڻ جو اعلان ڪيو، پر هن جي ننڍي ڀاءُ جنهن کي منگول روايتن

مطابق منگولن جو اصلي علائقو ورثي ۾ مليو هو. پاڻ کي قراقرم سڏائڻ جو اعلان ڪيو. انهي گهرو لڙائي ۾ قبلائي خان کي چار سال لڳي ويا. تنهن کان پوءِ ئي هو سنگ طرف ڌيان ڏئي سگهيو. هن 1271ع ۾ پيڪنگ کي پنهنجو سياري وارو گادي جو هنڌ مقرر ڪيو ۽ چيني گهراڻي جو لقب يوآن اختيار ڪيائين. جنهن جي معنيٰ آهي 'منڊ'. سنگ جي مزاحمت ختم ڪرڻ ۾ ڪيس اٺ سال لڳي ويا. منگولن جي ڪافي مکيه سردارن، گادي جو هنڌ قراقرم مان بدلائڻ کي ويساه گهاتي ۽ چين ۾ سندس ڏاهپ پريل ناه وارين پاليسين کي نفرت جوڳا ناهه سڏيو. هو جيتوڻيڪ پنهنجي سڄي دؤر ۾ اولهندي منگول علائقن ۾ ٿيندڙ بغاوتن کان پريشان رهيو. پر هن ڪڏهن به پنهنجي وسيع ۽ گهڻ قومي شهنشاهي تان هٿ نه کنيو.

دنيا جا سيئي وڏا مذهب سندس سرحدن اندر موجود هئا: خود چين ۾ به ٻڌڙم، تاؤڙم ۽ زرتشتي مذهب جي مڃيندڙن سان ڪڏوکڏ عيسائي، مسلمان ۽ يهودي به رهندا هئا. مونگڪي نيستورين عيسائي شهزادين مان هڪ جو پٽ ۽ ٻيءَ جو مڙس هو. سندس وزيراعليٰ به هڪ نيستورين هو. مونگڪي وانگر قبلائي به اعليٰ عهدا ڏيڻ مهل منگولن يا غيرملڪين کي ترجيح ڏيندو هو. هن منگول سڪر ماڻهن کي عام ماڻهن کان برتري ڏيارڻ جا قانون ناهيا. پر سندن اهي خاص اختيار رد ڪري ڇڏيائين جيڪي هن مهل تائين منگول امير استعمال ڪندا آيا هئا، ۽ قديم چيني انتظامي سرشتي جو گهڻو ڀاڱو وري بحال ڪري ڇڏيائين. نتيجي طور سنگ فوجين هڪ ڀيري شڪست کائڻ کانپوءِ قبلائي جي تمام ٿوري مخالفت ڪئي.

پر مارڪوپولو جي لکڻ مطابق منگول، چيني زرتشتي انتظاميا کي شڪ جي نظرن سان ڏسندا هئا. قبلائي انهن روايتي امتحانن کي رد ڪري ڇڏيو جيڪي منڊارن ديواني نوڪرين لاءِ زرتشتي ڪلاسيڪي ۾ ورتا ويندا هئا ۽ پروسي جوڳين آڪهن لاءِ مؤروثي ٿي پيا هئا. هن رياستي مذهب طور ٻڌڙم جي پٺڀرائي ڪئي ۽ نيستورين عيسائين لاءِ هڪ خاص سرڪاري کاتو به کوليائين. انهن عيسائين کي 1275ع کان وٺي پيڪنگ جو پنهنجو آرچ بشپ مليل هوندو هو.

قبلائي خان، جنهن کي هميشه انهن ذميدارين جو خيال رهندو هو، جيڪي شهنشاهيت کي وڌائڻ لاءِ، خان اعظم جي حيثيت سان مٿس پيل هيون، سنگ جي شڪست جي ٻن سالن کان پوءِ جپان تي قبضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. سندس رٿا مطابق هڪ لک چاليهه هزار ماڻهن جي فوج کي سامونڊي جهازن وسيلي دنيا جي هن مهل تائين ٿيندڙ وڏي ۾ وڏي سامونڊي حملي ۾ حصو وٺڻو هو. پر حملو ڪندڙ ٻيڙو، هڪ سامونڊي طوفان جي ڪري ڇڙوڇڙ ٿي ويو ۽ هزارين ماڻهو ٻڏي مئا. انهي طوفان کي جاپاني اڄ ڏينهن تائين 'ڪاميڪاس' يا 'خدائي طوفان' سڏيندا آهن.

خود چين ۾ هن خان اعظم هڪڙي نئين نظام جو پايو وڌو. جنهن هيٺ ٻارهن وڏا صوبا ٺاهيا ويا، جن 19 صديءَ جي آخر ۾ چين جي انتظامي سرشتي لاءِ بنياد جو ڪم ڏنو. زراعت کي نئين سر جيئاريو ويو ۽ هيٺانهين يانگ سي ندي کان پيڪنگ تائين هڪ شاهي واهه کوٽائي بچيل اناج جي ورهاست کي يقيني بڻايو ويو. انجنيئرنگ جي انهيءَ متاثر ڪندڙ ڪارنامي جي ڪري هينگچو کان پيڪنگ تائين 1100 ميلن جي مسافري پاڻي رستي ممڪن ٿي ويئي. قبلائي پيڪنگ ۾ هڪ نئون شهر اڏايو، جنهن کي مغربي ملڪن ۾ ڪمبالڪ جي نالي سان ڄاتو وڃي ٿو. اهو شهر دنيا جي عجائبن مان هڪ عجوبو ليکجڻ لڳو. منگولن جي فتحن ڪري چين وري متحد ٿي ويو ۽ سو سال بعد قائم ٿيندڙ مقامي سنگ گهراڻي جي بادشاهي جي شان ۽ شوڪت جا بنياد به انهيءَ فتح ڪري پيا.

# هينري دي نيويگيٽر (جهازران)

(1304-1460ع)

شهزادي هينري ڪيترن ئي ساموندي سفرن جو خرچ پريو. تنهن ڪري ڪيترائي ماڻهو ڪيس يورپي ائٽلانٽڪ ۽ آفريقا جي ساحلن جي ڪوجنا جو ابو ڪري ليکيندا آهن. انهن ڪوجنائن ۾ آزورس، ميديرا ۽ ڪيپورڊ ٻيٽن کي ڳولي لهڻ ۽ کين آباد ڪرڻ ۾ ڪاميابي حاصل ٿي. ڏکڻ ۾ اهي ڪوجنائون سيري ليون تائين وڃي پهتيون، جيڪو انهي زماني جي ڄاتل آفريقي جهازراني جي حدن کان ٻه پندرهن سو ميل پري هو.

هينري، پورچو گال جي بادشاه جان I ۽ سندس انگريز زال جو ننڍو پٽ هو. جيڪا لنڪاسٽر جي ڊيوڪ جان جي ڌي هئي. هو موراڪو جي شهر ڪيوٽا جي فتح وقت مشهور ٿيو. اهو شهر جبرالٽر جي ڀرسان ڇڪي سمنڊ تي آباد ٿيل هو. انهي زماني ۾ هن جي عمر صرف اوڻيهه سال هئي. هينري کي ساموندي مهمون سرانجام ڏيڻ جو شوق ڇو پيدا ٿيو؟ انهي باري ۾ مختلف ماڻهن جا مختلف رايا آهن. ڊايوگو گومس، جيڪو اڳتي سندس ڪپتان ٿيو، تنهن جو چوڻ آهي ته هينري قيدين کان جڏهن ڏکڻ صحارا جي سون جي کاڻين بابت خيالي ڳالهيون ٻڌيون، تڏهن کيس شوق جاڳيو ۽ هن "ڪو پهه ڪيو ته هو سمنڊ رستي اتي پهچي، سانئڻ واپار ڪندو ته جيئن پنهنجي معزز گهر ياڻين جي پالنا ڪري سگهي."

اپر وولٽا، نائيجر ۽ سينيگال ندين تي جيڪي کاڻيون هيون تن مان نڪرندڙ سون سڄي صحارا کان آرپار لنگهندڙ رستن تان ٿيندو وڃي ڪيوٽا پهچندو هو. ڪجهه ماڻهن جو خيال آهي ته رڳو مالي فائدا سندس نظر ۾ نه هئا، پر بهادري وارن ڪارنامن سرانجام ڏيڻ جي شوق ۽ ولولي، کيس انهي مهم لاءِ اتساهيو هو. هينري انهي ڪانپوءِ 'ڪافرن' خلاف ٻين مهمن ۾ ٻه حصو ورتو. ڪيترن ئي ماڻهن کي پڪ هئي ته هن اهي مهمون مسلم آفريقا کي ساموندي طور گهيرڻ جي نيت سان ڪيون هيون ته جيئن اسلام جي خلاف، 'پريسٽر جان' سان وڃي پنهنجون فوجون ملائي. پريسٽرجان 'انڊيز' ۾، ڪنهن هنڌ جو خيالي عيسائي شهنشاه هو.

هينري جي شوق جاگائڻ ۾ هن شين جو به هٿ هو. سندس پيءُ پورچوگال جي واپاري طبقن جي سگهاري مدد سان تخت تي ويٺو هو. هيو ته اراگونين ۽ اطالوين جي مفادن سندس ملڪ کي يونچ سمنڊ جي واپار مان تڙي ڪڍيو هو. قدرتي طور ڪيس اولهه طرف ڏسڻو پيو. هي شهزادو "قد ۾ ڊگهو، ڊگهن هڏن وارو ۽ بت ۾ جانٺو هوندو هو ۽ سندس رنگ، اس تي سڙيل چمڙي جهڙو ڪارو هو. هن جو نظرون سخت هيون. پر سيئي ماڻهو ساڻس پيار ڪندا هئا، ڇو ته هن سيني جو پلو ڪيو هو" ۽ هر ڪنهن کي به عزت ۽ مان ڏيندو هو. هو شراب نه پيئندو هو ۽ ڪڏهن به ڪنهن عورت سان نه ستو. هن جي مٿي تي بس وڏن ڪارنامن سرانجام ڏيڻ جو ڀوت سوار هوندو هو. هن پنهنجي ڪلهن تي تمام وڏي ڪم جو بار کنيو هو. هن پنهنجي گهر اندر، جيڪو الگارو جي شهر سيگرس ۾ هو، تارن جاچڻ لاءِ جاءِ قائم ڪئي هئي ۽ حساب دانن، علم نجوم جي ماهرن ۽ ساموبڊي سفر جي ماهرن کي پاڻ وٽ ڪٺو ڪيو هئائين.

بهترين نقشا، ڪتالان، ميجر ڪان ۽ عربن جا هوندا هئا. سادن اوزارن جهڙوڪ خلاصين جي پرڪار (قطب نما) ايسٽروليب (تارن جاچڻ لاءِ ليبارٽري) ۽ ڪوآڊرنٽ (گول جو چوٿون حصو/ پاءُ گول) جي جاڃ اوير کان ملي هئي. ڪيپ بوجادر آفريقي ساحلي جهازراني جي ڏاکڻي حد هئي. اها ڪئنري آئيلز جي ڏکڻ ۾ اٽڪل به سؤ ميل پري هئي جيڪا ڪوهيڙي ۾ وڪوڙيل رهڻ ڪري 'گرين سي آف ڊارڪنيس (اونداهي جو سائو سمنڊ)' کي ڍڪيو بيٺي هئي، تنهن ڪري عام عقيدو هو ته اتان موٽڻ ناممڪن هو. شهزادو هينري هر سال مهمون موڪليندو رهيو، جن ۾ پورچوگيزي، اطالوي، ۽ فليمينگس ماڻهو حصو وٺندا هئا. اهي آخرڪار 1334ع ۾ اتان لنگهڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. رستي جي رڪاوٽ پجي ٻاهر نڪرڻ ۾ اها پهرئين ڪاميابي هئي. انهي ڪانپوءِ آفريقي ساحل تائين پهچڻ لاءِ وڪ وڌندي رهي.

جيئن ئي مهم جُو سينيگال ندي مان جهازن رستي لنگهي، سيري ليون تائين پهتا ته انهن مصالحن، سون جي بُوري ۽ غلامن جي تجارت ۾ نفعو ڏيڪارڻ شروع ڪيو. آفريقا ۾ پهرئين پورچوگالي واپاري فيڪٽري 1445ع ۾ قائم ڪئي وئي. لزبن جا اهي امير ۽ واپاري جيڪي گذريل ويهن سالن تائين شهزادي جي انهن مهمن کي نفرت وچان بيڪار ۽ بي فائدو سمجهندا آيا هئا سي هاڻي واپار جا حصا ۽ پروانا وٺڻ لاءِ ڳاهٽ ٿيڻ لڳا. ملڪ ۾ هر ڪنهن انهي آمدني جي آجيان پئي ڪئي. هينري کي انهن هڪ هٿين ۽ آرڊر آف ڪرائيسٽ جي زمينن مان وڏي اپت ٿيڻ لڳي جن جو هو مالڪ هو. پر ايڏي ڊگهي عرصي لاءِ انهن مهم جُوئن جي سرپرستي ۽ نيون آباديون قائم ڪرڻ تي جيڪو خرچ ڪيو ويو هو، سو به ڳاٽي پڳو هو. هن جي جدوجهد جي ڪري پورچوگال کي يوپ طرفان وڏي

پنيرائي ملي، جنهن 1455 ۾ ڪيس انبيز تائين سڄي آفريقا جي ساحلي علائقي کي، مستقبل ۾ فتح ڪرڻ جي هڪ هٿي ڏيئي ڇڏي.

پراڻي زماني ۾ گهٽو ڪري آفريقا جي چوڌاري ۽ ائٽلانٽڪ جي اندر به جهاز راني ٿيندي هئي، پر هينري اهو پهريون ماڻهو هو، جنهن بحري کوجنا جي هڪ ترتيبوار پروگرام تي عمل ڪيو. سندس جهازي ڪاريگرن سڌاري هڪ اهڙو نئون، هلڪو ۽ تکو جهاز ٺاهيو، جنهن جا سڙهه ۽ رسا راندا ڏاڍا مضبوط هوندا هئا. اهو يورپ جو سڀ کان بهترين سامونڊي جهاز هو، جنهن سان بحري جهازراني جي ماهرن، وڏن سمنڊن ۾ جهازراني جو پايو وڌو هو. هينري، هڪ اهڙي يادگار تاريخي زماني جي شروعات ڪئي هئي، جنهن ۾ اڳتي هلي تاريخي يورپي بيٺڪي سلطنتون قائم ٿيون.

# فلپ دي گڊ (فلپ چڱو)

(1396-1467ع)

اڄوڪي بيلجيم ۽ نيدرلينڊ جا بنياد، برگنڊي جي ڊيوڪ، فلپ دي گڊ جي دور ۾ پيا. هن ڪان هالينڊ، زيلينڊ، برابينٽ ۽ فلانڊرس تي هٿ وارو علائقو جيتوڻيڪ گهڻين ڳالهين ۾ گڏيل مفاد ۽ هڪ جهڙائي رکندڙ علائقو هو، تنهن هوندي به مخالف گهراڻن جي حاڪمن ۾ ورهايل هو. فلپ شادي، فتح ۽ خريداري واري پاليسي لڳاتار جاري رکي ڪين پاڻ ۾ متحد ڪري ڇڏيو جنهن ڪري رائين، سين ۽ روئن ندين جي وچ واري علائقي ۾ هڪ نئين رياست ٺهڻ جا امڪان نظر اچڻ لڳا. پر اهي امڪان فلپ جي پٽ، چارلس دي بولڊ (دلير چارلس) جي 1477ع ۾ نينسي واري لڙائي ۾ مارجڻ ڪانپوءِ ختم ٿي ويا. پر برگنڊي جا، لو (هيٺين) ملڪن وارا اهي علائقا، جيڪي چارلس جي ڌي ميري کي ورثي ۾ مليا هئا، تن بعد واري يورپي تاريخ ۾ مرڪزي اهميت اختيار ڪئي.

برگنڊين رياست ۽ ان جي هيٺين ملڪن سان وابستگي فلپ جي ڏاڏي، ڊيوڪ فلپ دي بولڊ (فلپ دلير) جي زماني کان ئي شروع ٿي چڪي هئي. فلپ دي بولڊ (وفات 1404ع) فرانس جي ويلوئس گهراڻي مان هو ۽ برگنڊي جي ڊيوڪ هئڻ سان گڏوگڏ شادي وسيلي فلانڊرس جو ڪائونٽ به ٿي ويو هو. هو فرانسي سياست تي پڻ ڇانيل هوندو هو.

هن جي پٽ جان فيئرليس (جان بيخوف) به انهي روايت کي جاري رکيو. هن چرئي بادشاهه چارلس VI تي ڊافن جي حامين جي قبضي جي مخالفت ڪئي. ايگنڪورٽ ۾ هينري V کي 1415ع ۾ جيڪا فتح حاصل ٿي هئي، تنهن سان اتر فرانس جو در انگريزن جي فتح لاءِ کلي چڪو هو. آخرڪار ڊافن جي حامين ۽ برگنڊين وچ ۾ هڪ گڏجاڻي 10 سيپٽمبر 1419ع تي مانٽريڪس ۾ رکي وئي. پر اتي صلح بدران ڊيوڪ جان بيخوف کي سازش وسيلي قتل ڪيو ويو. فلپ چڱي انگلينڊ سان معاهدو ڪري، فرانسي تاج تي هينري V جي دعويٰ مڃي ورتي.

انگريزن فلپ کي فراخدلي سان پينشن ڏني ۽ ڪيس ڪيترائي فرانسي علائقا جهڙوڪ ماڪن ۽ پونيٿو 'عطا' ڪيا. هن جي پيڻ ائني جي شادي نارمنڊي ۾

انگريزن جي مقرر ڪيل نائب بيڊ فورڊ جي ڊيوڪ جان سان ٿي. برگنڊي جي هڪ فوجي دستي، جون آف آرڪ کي انگريز اختياري وارن جي حوالي ڪيو، پر ان کان اڳ جون فرانسين ۾ حب الوطني جو جذبو جاڳائي چڪي هئي. فرانس، فلپ جي اوپرندي سرحد تي جرمني جي حاڪمن سان پنهنجا لاڳاپا پڻ وڌائي رهيو هو. هڪ همعصر جي چواتي ”جيئن جيئن وقت گذرندو ويو تيئن تيئن وقت جي منتظر ڊيوڪ فلپ جو، فرانس لاءِ دل ۾ سانديل پيار ظاهر ٿيندو ويو.“ انگلينڊ ۽ فرانس ۾ ٺاهه ڪرائڻ لاءِ 1435ع ۾ اراس ۾ هڪ ڪانفرنس ڪوٺائي ويئي، جتي فلپ ڊرامائي انداز ۾ ٺاهه قبرائي ڇڏيا. تنهن هوندي به هن انگريز وٽان مليل علائقا ۽ سوم ندي سان ڳڏوڳڏ پکڙيل وسيع سرحدي علائقا پنهنجي قبضي ۾ رکيا. ڏاکڻين علائقن ۾ برگنڊي جي لاڳاپن جو دارومدار فلپ ۽ سيوائي جي ڊيوڪ اماڊيوس VIII ۽ ڊيوڪ بوربون جي پاڻ ۾ سهمت ٿيڻ تي هو. هن کي اميد هئي ته چارلس VII جي فرانس جي وڳوڙي سياست مان برگنڊي کي فائدو رسندو، تنهن ڪري هن ڪڏهن ته بادشاهه جي مخالف اميرن يا پراکيوري جي پٺڀرائي تي ڪئي ۽ ڪڏهن وري بادشاهه جي باغي پٽ کي سياسي پناهه تي ڏنائين پر سندس سڀ کان وڏو ڪارنامو، لو (هيٺين) ملڪن ۾ برگنڊي جي اقتدار کي مضبوط ڪرڻ هو.

ڊيلفٽ جي 1428ع واري معاهدي مطابق هالينڊ، هئنالٽ ۽ زيليند ۾ تخت جي وارثي تي سندس دعويٰ مڃي ويئي. برابينٽ جي جاگير 1430ع ۾ کيس پنهنجو ڊيوڪ مڃيو. نمور کي خريد ۽ لڪسمبرگ کي فتح ڪيائين. هن فريزلينڊ لمبرگ ۽ ڪمبرائي حاصل ڪيا ۽ پنهنجي خاندان جو اثر رسوخ ليگ ۽ اتريچ وارن بشپي علائقن تائين وڌائي ڇڏيو.

علائقي وڌائڻ ۾ ايڏين ڪامياين حاصل ڪرڻ جي باوجود فلپ انهن طاقتور شهرن جي اثاريل سياسي مسئلن کي منهن ڏيڻ ۾ ناڪام ٿيو، جن جي دولت تي ئي برگنڊي جي طاقت جو دارومدار هو.

برجس، ايمسٽرڊم، روٽرڊم ليڊن ۾ بغاوتن پڙڪو کاڌو. انهي ڪانپوءِ 1447ع ۾ سرڪار طرفان لوڻ تي محصول ڏيڻ جي کهر ڪرڻ تي گهينٽ ۾ هڪ اينگهائيندڙ گهوٽالو پيدا ٿيو. ڊيوڪ جي 'علائقي جو سڀ کان وڏيڪ طاقتور، هي شهر' ان وقت به سڀ کان اڳيرو رهيو هو، جڏهن فليمش، فلپ جي ڏادي جي مخالفت ڪري رهيا هئا. پر هن 1812ع ۾ رُوزبيڪ جي لڙائي ۾ ڪين چيپاٽي ڇڏيو هو. انهي شهر ۽ سندس ڪولاٽائي نالي ڪائونسل کي پسگردائي وارن علائقن ۾ ڳچ طاقت حاصل هئي. انهن رئيسن به سندس طاقت کي هٿي ٿي ڏني جن کي هيگيپُورٽر سڏيندا هئا ۽ جيڪي منجهس رهندا به نه هئا. پر اميرن جي سرڪار سان مهاڏي اٽڪائڻ ڪري هڪ انقلابي ڪائونسل کيس پنهنجي

قبضي ۾ ورتو. پر انهي انقلابي ڪائونسل جڏهن برگنڊي جي رياست کي خطري ۾ وجهي ڇڏيو ۽ فلانڊرس جي اقتصادي حالتن کي ڪاپاري ڌڪ هنيو، تڏهن ڪيس جولاءِ 1453ع ۾ گيور جي لڙائي ۾ شڪست ڏني ويئي.

ڊيوڪ جي علائقن ۾ جيڪي مختلف روايتون رکندڙ ماڻهو رهندا هئا، تن جي روايتن جو عڪس، سندس حڪومتي سرشتي ۾ به نظر ايندو هو. محصول، علائقائي مرڪزن جهڙوڪ هيگ، برسيلز، للي ۽ ڊجن معرفت اڳاڙيا ويندا هئا. اسٽيٽ هولڊرز (صوبائي آفيسرن) جي تربيت اهڙي ريت ڪئي ويندي هئي، جيئن اهي هڪ مستقل ادارو بڻجي پون. صوبائي ملڪيتن کي وڌايو ۽ ماضي کان ورثي ۾ مليل علائقائي ادارن کي برقرار رکيو ويو هو. مرڪزي نوڪر شاهي بدران عام انتظامي هلت چلت تي ٻڌل انتظامي سرشتو شروع ڪيو ويو هو. ڊيوڪ جي اميرن جي ڪائونسل گروٽي رابي رياستي معاملن تي نظرداري رکندي هئي ۽ ضرورت پوڻ تي انهن ۾ مداخلت به ڪندي هئي پر انهيءَ ڪائونسل سرڪاري ڪم پنهنجي هٿ ۾ نه رکيا هئا. ڪائونسل جي اجلاس جي صدارت ڊيوڪ پاڻ ڪندو هو. انهي ڪم ۾ ساڻس مدد سندس لائق زال ايزابيلا ۽ چانسلر رولن ڪندا هئا. هن پنهنجي پٽ چارلس کي سرڪاري ڪمن ۾ ملوث ڪرڻ کان ڪيٻايو پئي، تنهن ڪري هنن جي وچ ۾ سخت ڇڪتاڻ پيدا ٿي پئي. لڳي ٿو ته فلپ جي همعصرن جي نظر ۾ انهي عظيم رياست جو مستقبل سندس رهبري ڪندڙ هٿ سان لاڳاپيل هو ۽ اها، انهي ڏينهن اچي پٽ پوتي هئي جنهن ڏينهن موت ڪانئس اهو هٿ کسي وٺندو.

ڊچ ۽ فليمش شهرن مان ايندڙ بيشمار دولت جي ڪري، فلپ جي دربار، پنهنجي زماني جي هڪ شاندار دربار ليکي ويندي هئي، جنهن فرانس جي لوئي XIV جي دربار تي به پنهنجا اثر ڇڏيا. ڊيوڪ جو سورهيائي وارو آرڊر آف دي گولڊن فليز، آرڊر آف دي گارٽر کان سواءِ، پنهنجو ٻيو ڪو مٽ ثاني نه رکندو هو. هن جي دؤر ۾ لو (هيٺين) ملڪن ۾ جان وين آئيڪ ۽ روجيئر وان ڊر ويڊن جهڙا پينٽر ۽ گيوئي لامي ڊوفي، گلس بنڪوائس ۽ جوهانس اوڪي گهيم جهڙا موسيقار سرگرم هوندا هئا. اهو يورپي ثقافت جو هڪ سونهري دؤر هو.

# محمد II

## 1430-1481ع

ترڪ سلطان محمد II 1453ع ۾ قسطنطنيه فتح ڪري، انهي عيسائي بازنطيني سلطنت جو خاتمو آڻي ڇڏيو، جيڪا قديم رومي سلطنت جي، وچين صدين تائين هلندڙ سلسلي جي ڪڙي هئي. خود ترڪي ۾ سلطان محمد جي دؤر ۾ عثمانين چوڌاري علائقا فتح ڪري اهو ملڪ ٺاهيو، جنهن کي هاڻي جديد ترڪي سڏين ٿا. انهي زماني ۾ عثماني فن جو سونهري دؤر شروع ٿيو. عثماني ترڪ تيرهن سو سال اڳ جي هڪ جنگجو سردار عثمان سان پنهنجو شجرو جوڙين ٿا. ٽي سو سالن تائين اهي خانه بدوش غازين يا اسلام جي مجاهدن جي حيثيت ۾ اناطوليا ۾ بازنطيني سرحدن کي پوئتي ڌڪيندا رهيا. 1300ع ڌاري اهو علائقو، ڪونيا جي وڏي ڪرماني سلطنت ۽ ننڍين امارتن جي هڪ گروپ ۾ ورهائجي ويو. عثمانيه جي ايراضي جون سرحدون، انهيءَ سوڙهي عيسائي پٽي سان وڃي ٿي مليون جيڪا مارمورا سمنڊ جي ڏاکڻين ڪناري تي هئي. سڄي دنيا جا غازي انهي آخري سرحدي ايراضي ۾ اچي گڏ ٿيا هئا. انهي بي قرار فوج جي مدد سان پهرين عثماني سلطانن پنهنجي گادي اينڊروپل کان ڪاهه ڪري اناطوليا ۽ بلقان جو گهڻو ڀاڱو فتح ڪري ورتو.

تيمورلنگ 1402ع ۾ هن وڌندڙ سلطنت جو، انقره جي لڙائي ۾ خاتمو آڻي ڇڏيو. سلطان بايزيد کي قيد ڪيو ويو. ڪرمان ۽ ننڍين امارتن کي نئين سر قائم ڪيو ويو، پر بايزيد جي جانشينن جلد ئي پنهنجي وڃايل حيثيت بحال ڪري ورتي. قسطنطنيه خطرناڪ نموني ترڪي سمنڊ جو هڪ ٻيٽ بڻجي وئي. بايزيد جي پوٽي مراد 1444ع ۾ هنگري جي جينوز هنيازي جي هٿ هيٺ وڙهندڙ عيسائي فوج کي وارنا جي لڙائي ۾ شڪست ڏني. مراد، محمد ٻئي جو پيءُ هو.

محمد جي تعليم ۽ ترتيب ڏاڍي خبرداريءَ سان ٿي. هو ترڪيءَ جي ٻئي دؤر واري عروج جي ڪيترن ئي حاڪمن جي مقابلي ۾ وڌيڪ مهذب حڪمران هو. هن اسلامي ادب ۽ يوناني ٻولي کي چڱي طرح پڙهيو هو ۽ عربي، يوناني، لاطيني،

فارسي ۽ عبراني ٻولين رواني سان ڳالهائي سگهندو هو. هن کي پنهنجي زماني جي سائنس بابت بہ سڌي ڄاڻ هئي. وارنا واري لڙائي کان پوءِ مراد تخت تان دستبردار ٿي ويو. شهنشاهي سندس وزيرن ۽ ٻارهن سالن جي وارث جي هٿن ۾ اچي وئي، پر چوڪري جي خودسري درٻار ۾ ايترو تہ تاءُ پيدا ڪيو جو مراد وري حڪومت جون واڳون پنهنجي هٿ ۾ ورتيون ۽ 1451ع ۾ پنهنجي مرڻ تائين حڪومت ڪندو رهيو.

نوجوان سلطان ضدي طبيعت جو مالڪ ۽ مضبوط هٿن رکندڙ هو. سندس پرووں ڪمان دار هونديون هيون جن هيٺان سندس تيز ۽ چيندڙ نظر واريون اکيون هيون، جيڪي سندس سڄي منهن تي حاوي لڳنديون هيون. سندس نڪ سنهو ۽ ايترو تہ مڙيل هوندو هو جو سندس ڳاڙهن چپن تائين مڙيل لڳندو هو. هو پنهنجو راز نہ سلڻ وارو مضبوط قوت ارادي رکندڙ ماڻهو هو. هو جيترو طاقتور هو ايترو ئي قابل بہ هو. سندس پهريون مقصد قسطنطنيہ کي فتح ڪرڻ هو.

هن باسفورس جي ساموندي لنگهن تي ضابطي رکڻ لاءِ اپريل ۽ آگسٽ جي وچ واري عرصي ۾ روميلي حصار جو قلعو ٺهرايو. ايندڙ اپريل ۾ محمد قسطنطنيہ کي گهيري ڏيڻ لاءِ پنهنجي اڳواٽي ۾ فوج وٺي ويو. قسطنطنيہ جيڪو هڪ هزار سالن تائين عيسائين وٽ رهيو هو تنهن هڪ مثالي لڙائي کان پوءِ 29 مئي تي شڪست کاڌي. ڪانسٽنٽائين ۽ سيزرن جو وارث سندس آخري شهنشاهہ قلعي جي ديوارن تي وڙهندي مارجي ويو. انهي کانپوءِ ٽن ڏينهن تائين ڦرلٽ ٿيندي رهي. پهرين جون جي ٽپهريءَ جو، 21 سالن جي ڄمار وارو هي فاتح، شهر ۾ داخل ٿيو. سندس جلوس چرچ آف دي هولي وزڊم (مقدس عقل جي چرچ) ڏانهن وڌيو. هڪ ترڪي عالم چرچ جي ممبر تي چڙهي ويو ۽ اعلان ڪيائين "لا الہٰ الا اللہ" (خدا کان سواءِ ٻيو ڪو اللہ ڪونهي) عيسائيت جي معزز ترين گرجا کي مسجد ۾ بدلايو ويو پر محمد پنهنجي عيسائي رعايا کي اجازت ڏني تہ اهي سندس سلطنت اندر پنهنجي ڪنهن بزرگ جي هٿ هيٺ خودمختيار مذهبي برادري قائم ڪري سگهن ٿا. هن کان اڳ جيڪي شهنشاهہ ٿي گذريا تن وانگر محمد بہ انهي مذهبي بزرگ کي عهدي جو نشان عطا ڪيو جنهن ۾ چاتيءَ وارو صليب بہ شامل هو، جنهن جي قيمت سلطان پاڻ ادا ڪئي. ڪاري سمنڊ جي پرئين چيڙي وارو يوناني شهر تري بيزنڊ 1461ع ۾ سندس قبضي ۾ آيو. سندس دورِ حڪومت جي پڇاڙي کان اڳ ڏاکڻيون يونان ۽ ڪيترائي ايگئين ٻيٽ سندس آڻ مڃي چڪا هئا. هو بلقان ۾ جيتوڻيڪ 1456ع ۾ جينوز هنازي جي سرڪردگي ۾ وڙهندڙ، هنگري جي فوج هٿان بلغراد جي سامهون شڪست کائي چڪو هو، تڏهن بہ سلطان جي فوجن ٻئي سڄي سربيا تي ۽ ڪجهہ وقت لاءِ هنگري جي صوبي بوسينا تي قبضو ڪري ورتو هو. ولاچيا (هاڻي ڏکڻ رومانيا) جيڪا گهڻي عرصي

ڪان هڪ تابعدار رياست رهندي ٿي آئي، تنهن کي 1460ع واري ڏهاڪي ۾ عثماني رياست ۾ شامل ڪيو ويو. انهي ڪانپوءِ البانيا جانباز سڪندر بيگ جي موت ڪانپوءِ پيش پيو. ڪريميا جي خان جي حيثيت فقط هڪ ڏن ڀرُو واري وڃي بچي. سڀ کان اهم واقعو، نئين سر قائم ٿيل ڪرمان جي امارت جو، آخرڪار 1466ع ۾ سلطان هٿان فتح ٿيڻ هو، جنهن ان کي عثماني اناطوليا سان ملائي ڇڏيو.

محمد ترڪ رياستن جي مرڪزي حصي کي مضبوط ڪيو ۽ قسطنطنيه جي گادي واري هنڌ هئڻ جي حيثيت کي بحال ڪري ان کي سندس نالي جي شايان شان بنايائين. 1453ع ۾ اهو پنهنجي اڳوڻي شان شوڪت جي ڏک ڏيڻ لڳو. صدي جي پڇاڙي دوران ان جي آدمشماري بيهر وڃي 5 لکن جي انگ تائين پهتي. محمد جي معمارن ڪيترين ئي مسجدون تعمير ڪيون جيڪي اڄا تائين قائم آهن. شهر کان مٿانهين تي فاتح نالي هڪ وڏي مسجد ٺهرايائين جنهن ۾ ڇتيل قبائين غسلخانا به هئا. تنهن ڪانسواءِ هن ساڳي ٽڪري تي مسافرخانو به تعمير ڪرايو جنهن ۾ تفريح جو بندوبست پڻ هو. اتي مارڪيٽ ۽ يونيورسٽي به ٺهرايائين. هڪ نئون محل تعمير ٿيو جيڪو سيرا گليو پوائنٽ تي چانيل هوندو هو. درباري پينٽرن جهڙوڪ ٿنان بي، ۽ سلطان کي پسند ڪندڙ يورپي فنڪارن، جهڙوڪ جنيٽائل بيليني سندس وڏا وڏا پورٽريٽ ڇڏيا آهن. محمد 'فاتح' هڪ هزار سالن کان قائم ايرندي عيسائي شنهشاهيت جو تختو اونڌو ڪري، ترڪ شهنشاهيت قائم ڪئي، جيڪا ايندڙ ٻن صدين تائين اولهه کي پريشان رکندي آئي.

# ميٿياس ڪاروينس

(1443-1490ع)

هنگري جي بادشاه ميٿياس I هڪ ناماياري بادشاه جي حيثيت ۾ وفات ڪئي. هن پنهنجي پيءُ جينوز هُنيازي کان بہ وڏا ڪارناما ڪري ڏيکاريا جيڪو ترڪن خلاف عيسائيت جو چيمپئن ليکيو ويندو هو. ميٿياس جنگجو ترڪي سلطنت کان، هنگري جون ڏاکڻيون سرحدون نہ صرف بچايون، پر هن پنهنجن حدن ۽ اثر رسوخ کي بہ مرڪزي يورپ تائين وڌائي ڇڏيو. هو قديم علمن جو چڱو ڄاڻو، دانشورن ۽ انسان دوستن جو سرپرست هوندو هو. هن مشهور قلمي نسخن کي ڪٺو ڪيو ۽ هو اوائلي مذهبي جاڳرتا جي حاميُ شهزادن مان، سڀ کان وڌيڪ ذهين شهزادو هو.

هو اهڙي زماني ۾ جائو هو جڏهن لڳندو هو تہ هنگري جو شان ۽ شوڪت ختم ٿئي ڪو زمانو گذري ويو هجي. هن کان سٺ سال اڳ لوئيس اعظم جي موت کانپوءِ سندس جانشين ڪمزور بادشاه ثابت ٿيا، تنهنڪري نامي گرامي وڏن اميرن کي مرڪزي اقتدار کي ڊانوانڊول ڪرڻ جو موقعو ملي ويو. ميٿياس اجا ڇهن سالن جو هو، جو ترڪن وڏيون فتحون حاصل ڪيون جن مان سڀ کا وڏي سوڀ کين وارنا ۾ ملي. هن جو پيءُ هنگري ۽ بوهيميا جي ڪمسن بادشاه لاڊسلاس پاران، هنگري ۾ نائب طور مقرر ٿيل هو، جنهن قومي جاڳرتا آڻڻ واري مهم جي مهنداري ڪئي هئي.

ميٿياس کي سياست ۽ جنگ ۾ گهري دلچسپي وٺڻ ۾ ڪو گهڻو وقت نہ لڳو. هن کي بلغراد جي 1456ع واري جنگ ۾ نائيٽ جو خطاب مليو. انهي جنگ ۾ سندس پيءُ، ترڪ سلطان محمد II جي فوج کي شڪست ڏني هئي. جينوز هنيازي ساڳئي سال مري ويو ۽ سندس موت کانپوءِ، ميٿياس ۽ سندس وڏو ڀاءُ لازلو هنگري جي انهيءَ مقبول جٿي جا اڳواڻ بڻيا، جيڪو انهي ڪري نوجوان لاڊسلاس جي خلاف ٿي پيو هو. ڇاڪاڻ تہ هو بوهيميائي صلاحڪارن جي چنبي ۾ ڦاسي ويو هو. لازلو کي ڦاسي ملي ۽ ميٿياس کي جيل ۾ وڌو ويو. ٿوري وقت کانپوءِ لاڊسلاس پاڻ بہ مري ويو. بوهيميا جي نائب، جيڪو بعد ۾ جارج پوڊيبريڊ

جي لقب سان بادشاه ٿيو. ميٿياس کي يڪدم آزاد ڪري ڇڏيو. جنوري 1458ع ۾ بدا جي پرسان جميل ڊنيوب ندي جي برف مٿان، هنگري جي اميرن جي هڪ ڪَڏجاڻي ٿي، جنهن ۾ ميٿياس کي بادشاه چونڊيو ويو.

بادشاه جي حيثيت ۾ ميٿياس جو آئيندو غيريقيني هو. جينوز هنيازي جيتوٽڪ گوبرنيٽر، يا 'رياست جو گورنر' جو لقب حاصل ڪري ورتو هو. تنهن هوندي بہ سندس خاندان جو تخت تي ڪو مؤروثي حق نہ هو. تنهن کان سواءِ ميٿياس کي سينٽ اسٽيفن جو تاج بہ نہ پارايو ويو هو. انهي تاج پائڻ سان ئي هنگري جي بادشاهت تي صحيح معنيٰ ۾ حق جمي سگهندو هو. حقيقت ۾ اهو تاج هنگري تي دعويٰ رکندڙ هيپسرگ جي مقدس رومي شهنشاه فريڊرڪ III جي قبضي ۾ هو. ڇئن سالن جي لڙائي کانپوءِ، ميٿياس شهنشاهہ کي مجبور ڪري وڌو تہ هو کيس بادشاه تسليم ڪري ۽ مقدس تاج کيس موٽائي ڏئي. ميٿياس جي تاج پوشي 1446ع ۾ ٿي، پر بدقسمتي سان انهي سال سندس نوجوان زال ۽ پوڊيبريڊ جي ڌي ڪيٽرائين ويم ۾ مري ويئي، جنهن ڪري سندس فتح واري خوشي غم ۾ بدلجي ويئي. ميٿياس ٻيهر شادي ڪئي پر ان مان بہ تخت جو وارث پيدا نہ ٿي سگهيو.

ميٿياس نہ صرف بلقان ۾ ترڪي خطري کي اڳتي وڌڻ نہ ڏنو، پر بوسينا بہ وري هٿ ڪيائين. هن کي صليبي غازي جو لقب مليو، پر ڏٺو وڃي تہ حقيقت ۾ کيس وڏي ۾ وڏي چنتا اها هئي تہ ڪيئن بہ ڪري مرڪزي يورپ ۾ هنگري جو اقتدار ٻيهر بحال ڪري. پوپ پايس کيس 1466ع ۾ بوهيميا ۽ نيات مان نڪتل سندس بادشاهہ جارج پوڊيبريڊ خلاف جنگ جي اعلان ڪرڻ لاءِ تيار ڪيو. بادشاه جارج پولينڊ سان اتحاد ڪيو ۽ هڪ پولش شهزادي کي پنهنجو وارث تسليم ڪيائين. ميٿياس جيتوڻيڪ 1414ع ڌاري موراويا ۽ سليشيا جا صوبا فتح ڪري چڪو هو، تنهن هوندي بہ کيس مجبور ٿي بوهيميا جي تخت تي پولينڊ جي وارثي مڃڻي پيئي.

انهي کانپوءِ هن هيپسبرگ شهنشاه جي آسٽريائي علائقي ڏانهن ڌيان ڏنو. هن اسٽائيريا، ڪارينالا ۽ ڪورنشيا فتح ڪيا. 1485ع ۾ ويانا تي قبضو ڪيو، جيڪو پوءِ سندس تخت گاه بڻيو. مرڻ مهل ڪارووينس وچ يورپ جي عظيم ترين هستي ڪري ليکيو ويندو هو. پر سندس فتحن تي پاڻي ڦري ويو ۽ هنگري بوهيميا جي پولش بادشاه جي قبضي ۾ هليو ويو. پنجاه سالن کان پوءِ ٻن پراڻن دشمن ترڪي ۽ هيپسبرگ اهو ملڪ پاڻ ۾ ورهائي ڪنيو.

تنهن هوندي بہ ميٿياس ڪارووينس جو دؤر هنگري جي انسان دوست ثقافت جي اوج جو دؤر ليکيو وڃي ٿو. جڏهن 1476ع ۾ ميٿياس جي شادي آراگان جي بيٽرائيس سان بدا ۾ ٿي هئي، تڏهن خانہ بدوشن جي هڪڙي جٿي هنگري جي

بادشاه جي شايان شان ڏن وڄائي هئي. جيڪڏهن سندس عظيم الشان محل واري دربار کي، اٽلي کان ٻاهر لڳندڙ ڀرين سچي پچي مذهبي جاڳرتا واري دربار سڏجي ته انهي ۾ ڪوبه وڏائُ نه ٿيندو. هن جيڪو ڪتابن جو عظيم الشان ذخيرو ٺاهيو، تنهن سان ڪاروينا جي بين الاقوامي طور مشهور لائبرري جو پايو پيو. هن بدا جو پهريون ڇاپخانو قائم ڪيو ۽ پوزنني جي يونيورسٽي جو بنياد وڌائين.

ميٿياس جي حيرت انگيز صلاحيتن جي ڪري سندس همعصر ساراه وچان کيس سڪندر اعظم سان ڀيٽيندا هئا. هن ننڍن اميرن جي ڀنيرائي تي ٻيٺل پنهنجي اقتدار کي مرڪزيت ڏيئي، مضبوط ڪيو. هو طاقتور باغين تي اصل رحم نه ڪائيندو هو، پر هن جيڪي سڌارا ڪيا هئا ۽ قانون جو ضابطو ٺاهيو هو، تن جي هارين نارين ۽ سفيد پوشن نه صرف آجيان ڪئي هئي پر سندس ٿورائتا به رهندا هئا. بعد ۾ ايندڙ نسلن کي اها چوڻي ياد رهندي آئي جنهن ۾ چيل هو "بادشاهه ميٿياس مري ويو آهي، انصاف تباهه ٿي ويو آهي."

# ڪيسل جو فرڊيننڊ V

(1452-1516ع)

ڪيسل جو فرڊيننڊ V هڪ سنجيدو، پر خوش طبع ماڻهو هو. هڪ محڪم قوت ارادي ۽ تمام گهڻي جوش ۽ جذبي جو مالڪ پڻ هو. ميڪاؤلي جي راءِ ۾ هو تڪي توري قدم کڻندڙ، هڪ اهڙو مثالي بيرحم شهزادو هو، جيڪو نئين جاڳرتا واري يورپ تي حاوي ٿي ويو. هن کي پنهنجي پيءُ کان ورثي ۾ آراڳان جي بادشاهي ملي، جنهن ۾ ويلنشيا ۽ ڪتالونيا، باليرڪ بيٽ، سارڊينيا سسلي جي بادشاهي شامل هئي، پر سندس مرڻ وقت، سڄي اسپين تي اثرائتي نموني هن هڪڙي ئي حاڪم جي بادشاهي قائم ٿي چڪي هئي. ڏکڻ اٽلي انهي بادشاهي جي قبضي ۾ اچي ويو هو ۽ آمريڪا جي ملڪن ۾ سندس شهنشاهي وڌي رهي هئي. فرڊيننڊ جي هڪڙي ڌي، آراڳان جي ڪيٿرائين، انگلينڊ جي راڻي هئي. هن جي ٻي ڌي هيپسبرگ جي طاقتور گهراڻي ۾ پرڻيل هئي. هن کانپوءِ سندس جانشين سندس ڏوهٽو هيبرگ جو چارلس، يعني شهنشاه چارلس V بڻجتو هو، جيڪو جرمني جي وسيع علائقن، آسٽريا ۽ لو ڪنٽريز (هيٺين ملڪن) جو حاڪم ۽ وارث هو. فرڊيننڊ جي حڪومت وارو دؤر يورپ جي تاريخ ۾ هڪ فيصلائتو دؤر ليکجي ٿو.

1450ع واري ڏهاڪي ۾ اسپين آراڳان، ڪيسل، ۽ نواري جي عيسائي بادشاهتن ۽ ڏکڻ ۾ گريناڊا جي موئُر بادشاهت ۾ ورهايل هو. آراڳان جي جان II 1469ع ۾ پنهنجي وارث کي ڪيسل جي شهزاديءَ ازابيلا سان پرڻائي، اتحاد قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. اسپيني سياست ۾ جيتوڻيڪ اها ڪا پهرين سياسي شادي نہ هئي، پر جنهن سياسي ساڃاه سان اها شادي ڪرائي وئي هئي ۽ ٻنهي گهراڻن سان تعلق رکندڙ هن جوڙي کي هڪ ٻئي لاءِ جيڪا عزت هئي، تنهن ڪري ۽ ٻنهي جي ٻگهي ڄمار سببان، انهي شاديءَ جا پائيدار نتيجا نڪتا.

ازابيلا کي 1474ع ۾ ڪيسل تخت تي ويهندي ئي گهرو لڙائي سان منهن ڏيڻو پئجي ويو. هن باغين کي فرڊيننڊ جي مدد سان 1479ع ۾ شڪست ڏني.

ساڳئي سال فرڊيننڊ بہ آراگان جو بادشاه ٿيو. ازابيلا 1504 ۾ وفات ڪئي. تنهن ڪري ڪيسل جي تخت جي وارثي، سندس ڇَري ڏي جون ۽ ان جي مڙس هيمبرگ جي فلپ کي ملي. ٻن سالن کانپوءِ فلپ بہ مري ويو. تنهن ڪري فرڊيننڊ بادشاه جي حيثيت ۾ نہ، نيابت ڪندڙ (قائم مقام) جي حيثيت ۾ بادشاهي هلائڻ لڳو. فرڊيننڊ جو ڌيان جيتوڻيڪ ڏينهون ڏينهن ڪيسل جي معاملن ڏانهن وڌيڪ ٿيندو ويو، تنهن هوندي بہ هن ٻنهي ملڪن جي دستورن ۽ انتظامي جوڙجڪن کي ملائي هڪ ڪرڻ جي ڪابہ ڪوشش نہ ڪئي. آراگان، ويلنشيا، ڪتالونيا ۽ سسلي جي حڪومت اتان جا وائسراءِ هلائيندا رهيا. اهي شاهي ڪائونسل کي پنهنجي ڪارڪردگي جي رپوٽ ڏيندا هئا. جنهن مهارت سان، هن وائسرءِ جهڙن اهم عهدن تي لائق ماڻهو مقرر ڪيا، تنهن جو سندس ڪاميابي ۾ وڏو هٿ آهي.

ڪيسل ۾ قائم دوستاڻين جون سوسائٽيون يا برادريون، سرڪار سان سهڪار ڪنديون هيون. هن جي ڏينهن ۾ بي چيني اشرافيہ کي پڻ سوڙهو ڪيو ويو. ازابيلا 1476ع ۾ جڏهن دعويٰ ڪئي تہ هوءَ تن طاقتور ۽ شاهوڪار فوجي عهديدارن مان گرينڊ ماسٽر مقرر ڪرڻ جو حق رکي ٿي، تڏهن حڪومت کي هڪ نئون مالي وسيلو ملي ويو. انهن مان بہ فرڊيننڊ ڏانهن هليا ويا. طاقتور اميرن، ازابيلا جي تخت تي ويهڻ کان اڳ، گهوٽالي وارن سالن ۾ جيڪي شاهي زمينون قبايون هيون، سي ايڪٽ آف ريزيشن (Act of Resumption)، يعني واپسي واري قانون وسيلي کانئن واپس ورتيون ويون ۽ سندن زور گهٽائڻ لاءِ، ڪيسل جي شاهي ڪائونسل جي ٻيهر جوڙجڪ ڪئي وئي.

ٻنهي عيسائي بادشاهن، جڏهن غرناطہ اسلامي بادشاهت خلاف ڪڏيل مهم شروع ڪئي، تڏهن بادشاهي گهراڻي خلاف رهيل کهيل مخالفت بہ ختم ٿي ويئي. ڏهن سالن کانپوءِ جڏهن غرناطہ جي اسلامي بادشاهت کي فتح ڪري ختم ڪيو ويو تہ انهي ڪاميابيءَ جو يورپ تي جيترو اثر پيو، اوترو ڪرسٽورفر ڪولمبس جي ڪاميابي جو بہ نہ پيو هو. جيڪا هن ڪيسل جي مالي سهائتا ملڻ ڪري ساڳئي ئي سال حاصل ڪئي هئي. اٽڪل اٺ سؤ سالن کان پوءِ، اسلام کي ڪئٿولڪ سرزمين کان آخري نيڪالي ڏني ويئي هئي. انهيءَ کان ٿورڙو ئي پوءِ اسپيني يهودين کي بيدردي سان ملڪ بدر ڪيو ويو. اها خوشحال ۽ ذهين برادري، 1470ع واري ڏهاڪي کان ڏينهون ڏينهن وڌندڙ آزار هيٺ زندگي جا ڏينهن گهاري رهي هئي. 1478ع ۾ انڪيوزيشن آف ڪيسل (ڪيسل جي ڇنڊڇاڻ) جو بنياد رکيو ويو، جنهن جو ڪم هو، انهن يهودين جي باري ۾ ڇنڊڇاڻ ڪرڻ جيڪي پنهنجو مذهب مٽائي عيسائي ٿيا هئا. اها ايجنسي چرچ جي نہ، پر هڪ سرڪاري ايجنسي هئي، جيڪا سڄي اسپين ۾ ڪافرن ۽ مشڪوڪ ماڻهن ۽ ڪليسا جي تقليد نہ ڪندڙن جي باري ۾ تحقيقات ڪندي رهندي هئي. اڳتي هلي

اها ايجنسي يورپ جي سپ کان وڏيڪ ڌمڪائيندڙ ڳجهي پوليس بڻجي پيئي ۽ پنهنجي تحقيقات دوران وحشيپڻي جا نوان مثال قائم ڪيائين. پوپ، فرڊيننڊ ۽ ازابيلا کي 'ڪيٿولڪ بادشاهن' جو خطاب ڏنو.

غرناط خلاف لڙاين کانپوءِ اسپيني فوج کي نهايت عمدي ويڙهاڪ فوج هئڻ جو درجو ملي ويو. فرڊيننڊ ان کانپوءِ انهي فوج کي پنهنجي عيسائي مخالفن خلاف استعمال ڪيو. 1495ع ۽ 1504ع جي وچ وارن سالن ۾ فرڊيننڊ زماني سازي واري حڪمت عملي ۽ فوجي فتحن وسيلي نيپل جي بادشاهت فرانس کان کسي ورتي، جيڪا آراگان جي شاهي گهراڻي جي پوئنيرن جي هٿ هيٺ ڏکڻ اٽلي مٿان حڪومت هلائيندي هئي.

ازابيلا جي موت تي فرڊيننڊ سندس باري ۾ چيو، "ڪوبہ بادشاهہ هن کان وڏيڪ لائق راڻي ملڻ جي خواهش ڪري نٿو سگهي." ازابيلا جي موت کان پوءِ بہ هُن پنهنجون زماني سازي واريون حڪمت عمليون جاري رکيون. هن 1506ع ۾ نواري جي وارثياڻي سان شادي ڪئي ۽ 1512ع ۾ گهٽي ياڱي سندس علائقي کي پنهنجي بادشاهت ۾ ملائي ڇڏيائين، جنهن سان هڪ متحد اسپيني حڪومت ٺهي پئي.

هُن پوپ جي حمايت سان 1493ع ۾ ٽور ڊيسيلاس معاهدو ڪيو، جنهن مطابق نئين دنيا جا ڳولي لڌل علائقا اسپين ۽ پورچوگال جي وچ ۾ ورهايا ويا. فرڊيننڊ جي پاليسين، گهٽي ياڱي انهيءَ صورتحال لاءِ ميدان هموار ڪري ڇڏيو هو، جيڪا اڳتي هلي نئين دنيا ۾ پيدا ٿيڻي هئي. هيپسبرگ گهراڻي ۾ پنهنجي نياڻي پرڻائي، هن ايندڙ بہ سؤ سالن لاءِ يورپ جي سياسي جاگرافي جي جوڙ جڪ ڪري ڇڏي.

# ميڪسيملين I

## (1459-1519ع)

شهنشاه ميڪسيملين اهڙي دؤر ۾ حڪومت ڪئي جيڪو يورپي تاريخ جي فيصلائتن دؤرن مان هڪ هو. جن مذهبي سڌارن جي باري ۾ پهريان اطلاع 1517ع ۾ ڦٽڪاءِ ڏيئي وٺڻ برگ پهچڻ شروع ٿي ويا هئا تن جو بنياد، مارٽن لوٿر پنهنجي لکيل تاريخي مضمون ڪي پٽ تي ٽنگڻ سان وڌو هو. هن شهنشاهي گهراڻي جون پاليسيون، ايندڙ چار سؤ سالن تائين يورپ جي سياسي جاگرافي جي رهبري ڪنديون رهيون.

ميڪسيملين فريڊرڪ III جو پٽ هو، جيڪو هيپسبرگ جو مقدس رومي شهنشاهه هئڻ سان گڏ آسٽريا جو آپ نامداري آرچ ڊيوڪ پڻ هو. فريڊرڪ جيتوڻيڪ پنهنجي 53 سالن واري دؤر ۾ ڪي خاص ڪارناما سرانجام نه ڏنا هئا پر انهي هوندي به هيپسبرگ مٿان جيڪي سندس موروثي حق هئا تن کي برقرار رکيو هئائين، تنهن ڪان سواءِ هن پنهنجي پٽ جي جانشيني کي يقيني بڻايو هو، ۽ سندس شادي برگنڊي جي ميري (1457ع-1482ع) سان ڪئي هئائين، جيڪا فلپ دي گڊ جي پٽ چارلس دي بولڊ جي زمين جي وارثياڻي هئي. انهيءَ شادي سان آسٽريا ۽ نيدرلينڊ جون قسمتون ملي هڪ ٿي ويون هيون. ميڪسيملين جي ٻارن جي شادين آسٽريا ۽ نيدرلينڊ کي اسپين ۽ اتر اٽلي جي قسمت سان ڳنڍي ڇڏيو. ميڪسيملين 1515ع ۾ هڪ معاهدي وسيلي پنهنجي پوٽي فرڊيننڊ جي شادي ڪرائي هنگريا ۽ بوهيميا مٿان هيپسبرگ جي دعوئٰ مڃرائي ورتي. هن چيو، "ڇڏيو ته ٻيا جنگ ڪندا وتن، آسٽريا جي خوشي ته شادين ۾ آهي." پر اها به حقيقت آهي ته هيپسبرگ منڍ کان ئي جنگ به ڪندو رهيو هو.

برگنڊي جو ڊيوڪ چارلس جنوري 1477ع ۾ نينسي جي جنگ ۾ مارجي ويو. سندس موت جو فائدو وٺندي فرانس جي بادشاه لوئيس يارهين هڪدم برگنڊي جي نوابي ۽ پيڪار ڊي جي علائقي تي قبضو ڪري ورتو ۽ ٻين علائقن کي

بہ پنهنجي بادشاهي ۾ شامل ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو. پر ميري، فيبروري ۾، گھينٽ ۾ گريٽ پرولِيج (وڏي رعايت) جو اعلان ڪري روايتي آزاديون بحال ڪرڻ وسيلي لو ڪنٽريز (هيٺين ملڪن) جي پٺڀرائي حاصل ڪري ورتي. هن مئي 1477ع ۾ ميڪسيملين سان شادي ڪئي. ٻن سالن جي لڙائي ڪانپوءِ ميڪسيملين لوئيس کي شڪست ڏيئي برگنڊي واري نيدرلينڊ کي فرانس کان آزادي ڏياري. هيٺين ملڪن پنهنجي ٻچڙ سان ميڪسيملين جي شادي کي بيدليءَ سان قبول ڪيو هو. هوءَ جڏهن 1482ع ۾ مري ويئي، تڏهن اتان جي ماڻهن فرانس جي بادشاه لوئس سان اراس جو معاهدو ڪيو. انهي معاهدي ۾ طيءِ ٿيو، تہ ميري کي ميڪسيملين مان مارگريٽ (مارگريٽ آف آسٽريا) نالي جيڪا ابهم ڌي هئي، تنهن جي شادي لازمي طرح ڊافن (جيڪو بعد ۾ فرانس جو بادشاه چارلس VIII ٿيو) سان ٿيندي. مارگريٽ کي ڏاج ۾ آرٽوائيس ۽ برگنڊي جو نالي ماتر ڊيوڪ چئن سالن جو فلپ فرانس جي سلامي پريندو رهندو. معاهدي مطابق لوئس ڏاج ۾ مليل زمينن تي قبضو ڪري ورتو.

ميڪسيملين 1490ع ۾ برٽني جي ٻچڙ ايني سان ڏيکاءُ جي شادي ڪري، فرانس جي اتر اولهندي سرحد لاءِ خطرو بڻجڻ جي ڪوشش ڪئي، پر چارلس VIII جيڪو 1483ع کان بادشاه رهندو آيو هو، تنهن ايني کي ڏيکاءُ واري شادي رد ڪري سانس پرتجڻ لاءِ مجبور ڪيو. ميڪسيملين نہ صرف آرٽوائس ۽ فري ڪائونٽي کي وري هٿ ڪيو، پر فلپ کي بہ سندن قبضي مان ڇڏايائين. فلپ سالن تائين سچ پچ تہ هڪ قيدي جي حيثيت ۾ گھينٽ ۾ رهيل هو. انهيءَ ڪانپوءِ 1496ع ۾ هن آراگان جي فرڊيننڊ II ۽ ڪيسل جي ازابيلا سان ڏي وٺ واري سڱابندي ڪئي. انهي سڱابندي ۾ آسٽريا جي مارگريٽ جي شادي سندن وارث ڊون جوآنا ۽ برگنڊي جي فلپ جي شادي سندن ڌي جوآنا سان شاندار نموني ٿي.

شادي کان هڪ سال ڪانپوءِ مارگريٽ جو مڙس مري ويو. جوآنا ۽ فلپ کي 1500ع ۾ چارلس نالي پٽ ٿيو، جيڪو اسپني بادشاهت جو وارث بڻيو ۽ خود ميڪسيملين جي وفات کان پوءِ، هو چارلس V جي لقب سان شهنشاه ٿيو.

ميڪسيملين هڪ بي اثر حاڪم هو. سندس دور ۾ جرمني واريون شهنشاهي زمينون تيزيءَ سان ننڍين ننڍين خودمختيار ٻچين ۾ ورهائجي رهيون هيون. هن سڌارا آڻڻ جي ڪوشش ڪئي. 1495ع واري ڊائيٽ آف وارمس (وارمس جي قومي قاعدي ساز مجلس) دائمي زميني امن قائم ڪرڻ جو اعلان ڪيو ۽ انهن زمينن تي ڀل مڙهي تہ جيئن مرڪزي حڪومت جو خرچ پڪو ڪيو سگھجي. سوئيز ڪئنٽنس (ضلعن) ڀل ڀرڻ کان انڪار ڪيو ۽ 1499ع ۾ سچ پچ تہ آزاد ٿي ويا. ميڪسيملين جي سڌي ضابطي هيٺ، ويانا ۾ آلڪ ڪائونسل قائم ڪئي ويئي ۽ سرڪلن جو يا انتظامي ضلعن جو هڪ گروپ قائم ٿيو.

هن جي دؤر ۾ شهرن جو اثررسوخ وڌيو ۽ شهرن جي طاقتور سوابين ليگ شهنشاهه جي پٺڀرائي ڪرڻ لڳي. پر ميڪسيملين اهڙي پٺڀرائي کي، اميرن جي مرڪز گريز لاڙن کي ختم ڪرڻ لاءِ استعمال ڪري نه سگهيو. تنهن ڪانسواءِ هو اٽلي جي جنگين ۾ حڪمت عملين ۾ ايترو ته رڌل رهيو، جو پنهنجي رستي تان هٽي ويو. اٽلي ۾ ڪي پائيدار فائدا ته ڪيس نه مليا، پر اٽلو سندس ٿورو خزانو به جلدئي خالي ٿي ويو، تنهنڪري ترڪن خلاف مذهبي جهاد ڪرڻ وارا سندس خيال پورا نه ٿي سگهيا.

پر سندس همعصر کي هي مهمل خيالن وارو ماڻهو وڻندو هو. هن جي راءِ مطابق، "هو خيالن ۽ رٿائن سان ڀريل اهڙو ماڻهو هو جنهن وٽ پنهنجن خيالن ۽ رٿائن کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ طاقت نه هئي." هو نيزي بازي ۾ ايترو قابل هو جو مٿس 'لاسٽ آف دي نائيٽس' (نيزي بازي ۾ نوابن لاءِ پويون ڏينهن) جو لقب پئجي ويو هو. هن جي باري ۾ ميڪاؤلي جو چوڻ هو، "هو جيتوٽيڪ اهڙو قابل سپهه سالار هو، جيڪو پنهنجن جانباز سپاهين سان گڏجي، ڪنهن به ٽڪائينڊڙ مهم کي منهن ڏيئي سگهندو هو، خطري جي وقت بهادري جو ثبوت ڏيندو هو. هو جيتوٽيڪ ٻاجهارو هو ۽ ٻين جي ڳالهه صبر سان ٻڌندو هو ۽ منجهس هڪ مثالي شهزادي جا گهڻائي گڻ موجود هئا پر ڪوبه ماڻهو هن کي اهڙي ته سولائي سان دوکو ڏيئي ويندو هو جو ڪيس خبر ئي نه پوندي هئي." فرانس جي لوئي XII مٿس اگرو تبصرو ڪندي چيو: "هي بادشاه رات جو جيڪا ڳالهه ڪندو آهي صبح جو ان تان ڦري ويندو آهي."

انهي هوندي به ميڪسيملين اهو بادشاه هو جنهن آسٽريا اسٽائيريا ۽ ڪورنٿيا جي صوبن ۾، پنهنجي خانداني زمينن لاءِ مرڪزي ادارا قائم ڪري، آسٽريا جي جديد تاريخ جي شروعات ڪئي. هن پنهنجن خانداني علائقن کي هڪ ٻئي سان ملائي پنهنجي خاندان جو پلو ڪري سندس ناماچار ايترو ته وڌائي ڇڏيو، جو انهيءَ خاندان جو نالو، يورپ جي تاريخ جي وڏن نالن مان هڪ ليکجي ٿو.

# شير شاهہ سوري

## وفات: 1545ع

ڪي ڄمندي ڄام هوندا آهن، ڪي جاکوڙي ڄام ٿيندا آهن، تہ ڪن کي وري زوري ڄام بڻايو ويندو آهي. شير شاهہ سوري ٻئي درجي سان تعلق رکي ٿو. هو معمولي سپاهي مان ترقي ڪري هڪ اهڙي طاقتور سلطنت جو مالڪ ٿيو، جيڪا اوڀر ۾ برهمپترا جي ماٿري کان وٺي اولهہ ۾ افغانستان جي سرحدن تائين پکڙيل هئي. هو بيشڪ وڏي اِدراڪ ۽ ڪيترن ئي گڻن جو مالڪ هو، ۽ پنهنجي سياڻپ، بهادري، اڻ موٽ ارادي ۽ دليري سان وسيع افغان سلطنت جو پايو وڌو هئائين. هن اهڙي سڌريل ۽ چست انتظاميا قائم ڪئي، جنهن کيس مسلم هندستان جي تاريخ ۾ منفرد مقام ڏياري ڇڏيو. پنهنجي مختصر دَورِ حڪومت ۾ هن سارا هہ جوڳا سڌارا لاڳو ڪيا ۽ ايڏي تہ وڏي پئماني تي عوامي ڀلائي جا ڪم ڪرايائين، جن جو اڳ ۾ ڪو مثال نہ ٿو ملي. هن جي اهڙن اپائن ڪري سندس رعيت جي خوشحالي ۾ واڌارو ٿيو ۽ اهي امن امان سان زندگي گذارڻ لڳا."ڪنهن بہ حڪومت،" ڪين چوي ٿو،"ايتري تائين جو خود انگريزن جي حڪومت بہ ملڪ جو انتظام اهڙي ڏاهپ سان نہ هلايو، جهڙي ڏاهپ سان هن پٺاڻ هلائي ڏيکاريو."

فريد خان پٽ حسن خان افغان قبيلي سورمان هو. انهي قبيلي جا ماڻهو پاڻ کي شهزادن جي نسل مان سڏائيندا هئا. هن جو ڏاڏو ابراهيم خان پنهنجي گهراڻي جو پهريون ماڻهو هو، جيڪو دهلي جي سلطان بهلول لوڌي جي شاهي نوڪري ۾ گهريو. بهلول لوڌي کان پوءِ جڏهن سڪندر لوڌي تخت تي ويٺو تہ ابراهيم خان جو پٽ ۽ فريد خان (شير شاهہ) جو پيءُ حسن خان، جو جونپور جي گورنر جمال خان جي نوڪري ۾ وڃي بيٺو. جنهن کيس پنهنجي پنج سؤ گهوڙن جي پرورش لاءِ هڪ جاگير عطا ڪئي، جنهن ۾ بهار جا ضلعا سا سارم ۽ ٽنڊا شامل هئا.

فريد خان حسن خان جي اٺن پٽن مان هڪ هو. هن جي پيءُ فريد جي ماءُ کي نظرانداز ڪري ڇڏيو هو، جيڪا هڪ افغان عورت هئي، جنهن ڪري فريد خان وڏو ٿيڻ تي پنهنجو گهر ڇڏي ڏنو ۽ وڃي جونپور جي گورنر جمال خان جي لشڪر ۾ هڪ خانگي سپاهي طور ڀرتي ٿيو. جونپور تنهن زماني ۾ مشهور

تعليمي ۽ ثقافتي مرڪز هو. فريد خان اتي تعليم ورتي ۽ هين سائنس ۾ به معلومات حاصل ڪيائين. پر ڪافي سالن کان پوءِ جڏهن سندس پي جونپور آيو ته پيءُ پٽ جا ويڇا ختم ٿي ويا ۽ حسن خان پنهنجي پٽ فريد خان کي ساسارام جاگير جو منتظم مقرر ڪري پاڻ جونپور ۾ رهي پيو.

هڪ معمولي سپاهي مان فريد خان جنهن تيزي سان ترقي ڪري دهلي جو سلطان بڻيو، سا هندستاني تاريخ جو هڪ شاندار باب ليکجي ٿي. سندس شهنشاهي تائين پهچڻ جي ڪهاڻي جاهه طلبي ۽ هوشياري جي واقعن سان ڀري پئي آهي.

فريد خان جنهن کي سندس پيءُ ساسارام جاگير جو منتظم مقرر ڪيو هو سو هيهر به پنهنجي اکه جي سازشن جو شڪار ٿي ويو. سندس ماٽيجي ماءُ پنهنجي مڙس تي لڳاتار زور ڀري رهي هئي ته هو فريد خان جي جاءِ تي سندس ماٽيجي ڀاءُ کي رياست جو منتظم مقرر ڪري. گهريلو اٿڻ کان بچڻ لاءِ فريد ڀاءُ جي حق ۾ پنهنجو عهدو ڇڏي آگري هليو ويو. جتي وڃي دولت خان لوڌي جي نوڪري ۾ بيٺو. هو آگري ۾ ئي هو ته سندس پيءُ حسن خان وفات ڪري ويو ۽ فريد خان دولت خان جي اثر کان ڪم وٺي ساسارام واري جاگير هٿ ڪئي.

انهي وچ ۾ دهلي جي تخت تي مختلف بادشاهه ويٺا. بابر 1526ع ۾ هندستان تي ڪاهه ڪئي ۽ پاڻي پٽ جي پهرين لڙائي ۾ ابراهيم لوڌي کي شڪست ڏنائين. ابراهيم لوڌي جنگ جي ميدان ۾ مارجي ويو ۽ بابر هندستان جي شهنشاهي جو تاج پاتو. فريد خان هڪڙي شخص بهادر خان لوهاڻي سان وڃي شامل ٿيو. جنهن پاڻ کي محمد شاهه جو لقب ڏيئي بهار جو بادشاهه ٿي سڏرايو. انهي زماني ۾ فريد خان به پنهنجو نالو مٽائي شير خان رکيو. سندس مالڪ شڪار پئي ڪيو ته هڪ چيتي مٿس حملو ڪيو. هو موت جي منهن ۾ هو جو اوچتو فريد خان ڇلانگ ماري اڳتي وڌيو ۽ وقت سر ترار جو وار ڪري چيتي کي ماري ڇڏيائين. محمد شاهه نوجوان فريد خان جي انهي بي مثال بهادري کان متاثر ٿي کيس شير خان جو لقب ڏنو. بعد ۾ هو انهي لقب کي پنهنجي نالي طور استعمال ڪرڻ لڳو. پر انتهائي وفاداري جي باوجود هن جي بي وڙي مالڪ محمد شاهه، سندس پذيرائي ڪرڻ ڇڏي ڏني ۽ رياست سندس ماٽيجي ڀاءُ سليمان جي حوالي ڪري ڇڏيائين. شير خان مجبور ٿي ڪڙا مانڪ پور جي مغل گورنر سلطان جنيد وٽ وڃي پناهه ورتي. بعد ۾ هن شاهه جنيد کان فوجي مدد وٺي شاهه محمود کي شڪست ڏني ۽ نه فقط پنهنجي وڃايل جاگير هٿ ڪيائين پر بهار جي وسيع علائقن تي به قبضو ڪري ورتائين. هن فتح ڪيل علائقن ۾ شهنشاهه بابر جي نمائندگي ڪئي ۽ شاهه جنيد جي سفارش تي، مغل شهنشاهه شير خان کي اهي علائقا عطا ڪري ڇڏيا جن تي هن قبضو ڪيو هو. انهي سان گڏوگڏ

بهار جي فوجي اڳواڻي بہ سندس حوالي ڪيائين.

پر مغل شهنشاهہ جي انهي پاسخاطري بہ جٽاءُ نہ ڪيو. هن کي نوجوان شير خان جي ڳجهن ارادن جي خبر پئجي وئي. شير خان ڳجهي طرح آگري مان نڪري ويو ۽ اڳوڻي بادشاهہ سڪندر لوڌي جي پٽ محمود شاهہ لوڌي سان وڃي مليو. محمودشاهہ لوڌي بهار فتح ڪيو، پر سنت ئي بابر هن کي ۽ سندس راجپوت اتحادين کي شڪست ڏيئي بهار کانئس کسي ورتو. بعد ۾ شير خان محمد شاهہ لوهاڻي وٽ وڃي نوڪري ڪئي، جنهن بهار فتح ڪيو. هن جو سرپرست پنهنجي پويان پنهنجي رن زال ۽ صغير پٽ جلال خان ڇڏي سنت ئي مري ويو. هاڻي شيرخان ئي بهار جو حقيقي حاڪم هو. جلال خان مجبور ٿي بنگال جي بادشاهہ محمد شاهہ پوربيا کان فوجي مدد ورتي. بنگال جي بادشاهہ، ابراهيم خان جي هٿ هيٺ هڪ فوج موڪلي، پر شير خان جي فوج تعداد ۾ گهٽ هوندي بہ انهي لشڪر کي شڪست ڏني. هاڻي هو بهار جو اڻ ڇيو بادشاهہ هو. انهي وچ ۾ هن چنئر جي فوجي اڳواڻ تاج خان جي بيوه لاڏو ملڪ سان شادي ڪئي، جنهن کري هڪ وڏو خزانو ۽ چنئر جو مشهور قلعو سندس هٿ ۾ اچي ويو. چيو وڃي ٿو،"پنهنجي فوج کي هٿياربند ڪرڻ لاءِ شير خان بيبي (لاڏو ملڪ) کان سون جا ٿي سؤ مڻ ورتا ۽ کيس گذاري لاءِ بہ پرڳڻا ڏيڻ سان گڏوگڏ روزمره جي خرچ پکي لاءِ ڪجهہ روڪ رقم بہ ڏنائين."(1)

بابر کان پوءِ سندس پٽ همايون ڊسمبر 1530ع ۾ تخت تي ويٺو. همايون هندستان جي شهنشاهہ جي حيثيت ۾ پنهنجي نامور پيءُ جهڙو نہ تہ هوشيار هو ۽ نہ وري هن جهڙو سياڻو هو. هن جي سامهون شير خان جهڙو دلير ۽ سگهارو دشمن هو، جنهن جون اکيون دهلي جي تخت تي کتل هيون. همايون جي دور جا پهريان نو سال تہ پنهنجي ڀائرن جي اندروني بغاوتن کي منهن ڏيڻ ۾ گذري ويا. آخر هن 1539ع ۾ شير خان جي وڌندڙ طاقت کي روڪڻ جو فيصلو ڪيو. انهي وچ ۾ شير خان بنگال جي گادي گوار تي ڪاهہ ڪئي. محمود شاهہ پوربيا هارايو ۽ کيس مجبور ٿي ڀاڄ ڪاٽي پيئي. اهڙي طرح هن بنگال جي مالدار بادشاهي، افغان ڪاهيندڙ لاءِ ڇڏي ڏني. همايون شير خان تي پويان حملي ڪرڻ لاءِ اهو موقعو هڪ غنيمت ڄاتو، پر فوجي صلاحڪارن صلاح ڏنس تہ اڳتي وڌڻ کان بهتر ٿيندو تہ هو پهريائين مرزاپور ويجهو شير خان جي مضبوط ڳڙهہ چنئر تي قبضو ڪري= انهي قلعي تي قبضي ڪرڻ ۾ همايون کي وڏو عرصو لڳي ويو. چنئر تي همايون جي قبضي ڪرڻ تائين، شير خان بہ گوار فتح ڪري چڪو هو، ۽ هاڻي مغل فوجن جي سامهون ٿيڻ لاءِ بلڪل آجو هو.

شير خان جي فوج، مغلن جي شهنشاهي فوج جي مقابلي ۾ فوجي توڙي تعداد

---

(1) هندستان جا عظيم ماڻهو

جي لحاظ کان تمام گھٽي ڪمزور هئي. بنگال جي بادشاھ کان هٿ آيل خزاني کي محفوظ جاءِ تي رکڻ لاءِ هن فوجي حڪمت عملي وسيلي روھتاس جي مضبوط قلعي تي قبضو ڪيو. همايون هن وقت تائين ڪنهن بہ ڏکيائي کان سواءِ گوار تي قبضو ڪري چڪو هو، پر هو مينھوڳي جي مند ۾ ڦاسي پيو ۽ ٽن مهينن تائين گوار ۾ آرام ڪندو رهيو. پنهنجي نائب خانخان لوڌي تي منگھر ۾ آيل آپدا جو ٻڌي نيٺ همايون کي اولھ طرف وڌڻو پيو. هو بهار جي چونسا ۾ پهتو تہ دلير افغان شيرخان سندس سامهون آيو، جيڪو مغل شهنشاھ کي گنگا ندي ٽپڻ کان روڪڻ لاءِ وچ وانگر وراڪا ڏيندو اتي اچي پهتو هو. ٻنهي فوجن گنگا جي ٻنهي ڪنارن تي پنهنجون ڇانوڻيون قائم ڪيون ۽ ٻن مهينن کان مٿي هڪ ٻئي جي چرپر تي نظر رکيو ويٺيون رهيون. نيٺ همايون ٻيڙيون گڏ ڪيون ۽ ندي تي پل ٺاهڻ جي ڪوشش ڪيائين. هاڻي جانباز افغان جي قدم کڻڻ جو وقت اچي ويو هو. هن پنهنجن خيمن کي اتي ئي رهڻ ڏنو ۽ منجهن ڪجھ فوج رکي، لڪندو لڪندو جون 1539ع ۾ گنگا ندي ٽپيو ۽ شهنشاهي فوج تي اوچتو وڃي ڪڙڪيو. مغل شهنشاھ ۽ سندس لشڪر کي حيرت وٺي ويئي ۽ انهن مڪمل شڪست کاڌي. خود همايون بہ پنهنجي گھوڙي کي ندي ۾ ٽپو ڏياريو ۽ نظام نالي هڪ بهشتي جي مدد سان وڏي تڪليف کان پوءِ پنهنجي جان بچائي سگھيو. مغل راڻي بيگابيگم شير خان جي هٿ لڳي، جنهن کيس وڏو مان ڏيئي ڪنهن سلامتي واري جاءِ تي موڪلي ڇڏيو. همايون آگري ڏانهن ڀڳو. شير خان بہ سندس ڪڍ لڳو. اهڙي طرح شير خان چونسا ۾ پنهنجي ڏاهپ سان مغل فوجن تي فتح حاصل ڪري پنهنجي لاءِ هندستان جي شهنشاهي جو در کولي ڇڏيو. هن مغلن جي مضبوط ڳڙهن چنر ۽ جونپور تي قبضو ڪيو ۽ پاڻ کي شير شاھ جو لقب ڏيئي بنگال، بهار ۽ جونپور تي پنهنجي بادشاهي قائم ڪرڻ جو اعلان ڪيائين. اوير وارن صوبن تي شيرشاھ جي بادشاهي جي اعلان وقت عام دستور مطابق خوب جشن ملهايا ويا. عباس سرواڻي مطابق "جشن جي علامت طور سٽن ڏينهن تائين نغارا وڄايا ويا. هر هڪ قبيلي مان نوجوان افغان بازيگرن اچي پنهنجي پنهنجي جو مخصوص ناچ ڏيکاريو. موسيقارن کي سوڪڙيون پاڪڙيون ڏنيون ويون. ر شاھ جي نوڪرن، نچندڙ نوجوانن تي مشڪ ۽ زعفران گاڏڙ گلاب جو عرق ۽ مختلف رنگن جو عنبر ڇڙڪيو. اهڙا لذيذ کاڌا کارايا ويا جن جي سڳنڌ بهشتي طعامن جون سڪون ٽي لاٿيون ۽ موجن ماڻيندڙن کي آب ڪوثر جهڙا مٺا شربت پيئاريا ويا."(1)

همايون 17 مئي 1540ع تي ٻيهر بہ هن افغان حڪمران سان مقابلي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ٻنهي فوجون بلگرام وٽ آمهون سامهون ٿيون. شير شاھ جي

(1) ڪالي ڪرنجن قانون گو جي ڪتاب شير شاھ تان ورتل

فوج ۾ 15000 سپاهي هئا جڏهن ته مغل فوج 40000 سپاهين تي ٻڌل هئي. مغل فوج تربيت ورتل افغان سپاهين جو مقابلو نه ڪري سگهي ۽ ڪا سخت لڙائي ڪرڻ کان سواءِ ٽٽي پيئي. شير شاهه هارايل مغل شهنشاهه جو تيزي سان پيڇو ڪيو. همايون، لاهور مان لنگهيو پاڻس ڪامران کي ساڻ ڪري اچي سنڌ ۾ پنهنجي بادشاهي قائم ڪرڻ جي ناڪام ڪوشش ڪئي، پر قسمت کي ٻيو ڪجهه منظور هو. آخرڪار هن 1543ع ۾ قنڌار ۾ وڃي پناهه ورتي ۽ پنهنجي وسيع سلطنت شير شاهه جي هٿن ۾ ڇڏي ڏنائين.

شير شاهه هاڻي هندستان جو سڀ کان طاقتور حڪمران بڻجي دهلي جي تخت تي ويٺو. پر پاڻ کي دهلي جو شهنشاهه سمجهڻ کان اڳي هن لاءِ وچ هندستان ۽ راجپوتانا ۾ مخالفن جي ڪيترن ئي ننڍن ننڍن ڳڙهن کي ختم ڪرڻ ضروري هو. هن 1543ع ۾ پنهنجي پٽ جلال خان جي هٿ هيٺ هڪ فوج پورن مل جي مقابلي لاءِ مالوا موڪلي. پورن مل هڪ راجپوت سردار هو، جيڪو مسلمانن سان سخت تعصب رکندو هو. سخت مقابلي کان پوءِ پورن مل ڪجهه شرطن تي پيش پيو. وچ هندستان کان شير شاهه جوڌپور (راجپوتانا) جي حڪمران خلاف ڪاهه ڪئي، جيڪو سنڌس هندستان جي شهنشاهه ٿيڻ جي راهه ۾ هڪ وڏي رڪاوٽ هو. هن جوڌپور جي فوجن کي هڪ انوکي حڪمت وسيلي شڪست ڏني، جنهن سان سندس فوجي مهارت ۽ هوشياري جي ثابتي ملي ٿي. ان کان پوءِ هن سڄو راجپوتانا ۽ ميواڙ فتح ڪيو، جتي سندس ڪا به مزاحمت نه ٿي. وچ هندستان ڏانهن موٽندي هن نومبر 1544ع ۾ ڪالنجر کي گهيرو ڪيو، جيڪو گهڻو وقت هليو. تاريخ دائودي جي مصنف جي لفظن ۾، "شير شاهه ڪالنجر جو گهيرو ڪيو ۽ سرنگهون کوٽائڻ ۽ توپ خاني کي مٽي چاڙهڻ لاءِ هڪ اوچو مينار ۽ ڍڪيل لنگهه ٺهرائڻ لڳو. اهي لنگهه قلعي تائين پهتا ٿي ۽ مينار ايترو ته اوچو هو جو ان جي چوٽي کان قلعي جي اندرين زمين به ڏسڻ ۾ ايندي هئي. ستن مهينن تائين سپاهين ۽ چانوٽي پوپان هلندڙن ڏينهن رات پورهيو ڪيو."(1)

ڪالنجر جي قلعي تي 22 مئي 1545ع تي عام حملي جو حڪم ڏنو ويو، پر محافظن حملو ڪندڙن کي پوئتي ڌڪي ڇڏيو. ٻيو حملو بم گولن سان ڪيو ويو، جنهن ۾ افغان شهنشاهه پنهنجي هٿ سان قلعي تي هڪ بم گولو ڦٽي ڪندي، پاڻ موتمار نموني ڦٽجي پيو. هڪ بم قلعي جي پٽ تي لڳي، پوئتي موٽيو ۽ وڃي بارود جي ڍير تي ڪريو. بارود جي ڍير ڦاٽڻ ڪري شير شاهه موتمار نموني زخمي ٿيو. پر سخت زخم رسڻ جي باوجود هو حملي ڪرڻ لاءِ هدايتون ڏيندو رهيو. جڏهن قلعو مڪمل طرح فتح ٿي ويو، تڏهن هن، "شڪر خدا جو."

---

(1) ڪي ڪي قانونگو جي ڪتاب شير شاهه تان ورتل

چوندي دم ڏنو.

اهڙي طرح 1545عيسوي ۾ هندستان جي سڀ کان دلير، همت ڀري ۽ ايڏي هوشيار شخصيت موڪلائي ويئي، جنهن پنهنجي تيز فهمي، بهادري، حڪمت عملي ۽ انتظامي قابليت سان ننڍي کنڊ جي تاريخ جو سڀ کان روشن باب لکيو هو.

شير شاهه برابر هڪ جنگجو ۽ ماهر سپه سالار هو، پر هو خونريزي ۽ وحشي پڻي جي خلاف هوندو هو. هو انسان دوست، رحمدل ۽ پنهنجي رعيت جو سچو پچو خيرخواهه هو. هو سرڪشن لاءِ سخت ۽ ڪمزورن تي مهربان هوندو هو. پروفيسر قانونگو مطابق،"دنيا جو ڪو به فاتح هن جهڙو انسان دوست نه هو" ماڻهو کيس پيار ڪندا ۽ مان ڏيندا هئا ۽ هن جا دشمن سندس ماڻهپي ۽ صبر جي تعريف ڪندا هئا. پروفيسر قانونگو چوي ٿو،"ٻيو ڪو به سپه سالار پنهنجي سپاهين ۾ ايترو مقبول نه هو، جيترو شير شاهه." هُن سپاهين توڙي رعايا جي دلين ۾ پنهنجي لاءِ پيار پيدا ڪيو ۽ دشمن کان مان. هن جا ماڻهو هن لاءِ ڏکئي ۾ ڏکيو ڪم ڪرڻ لاءِ پنهنجي مرضي سان پاڻ کي پيش ڪندا هئا، جنهن ڪري هن جون حڪمت عمليون سوپاريون ٿيون ۽ هُو هندستان جي تاريخ ۾ پاڻ کي سڀ کان مٿانهون درجو ڏيارڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. هندستان جي تاريخ ۾ شيرشاهه انصاف پسند هئڻ ڪري مشهور آهي. هن جو مختصر دور، لڳاتار جنگين هوندي به سندس انصاف پسندي ڪري ڪامياب دور ليکجي ٿو. چيو وڃي ٿو ته هڪ لڱا ڪنهن هندو شيرشاهه وٽ فرياد ڪئي ته سندس (شير شاهه) پٽ هن جي زال تي ان وقت پان اڇلايو هو، جڏهن هوءَ سندس گهر اڳيان لنگهي رهي هئي. هن معاملي جي پري دربار ۾ جاچ جوچ ٿي جنهن ۾ شهزادو ڏوهي ثابت ٿيو. شيرشاهه هندو کي به ساڳي ريت پنهنجي (شير شاهه) ننهن تي پان ڦٽي ڪرڻ جو حڪم ڏنو. چارلس ڪنڪئڊ "هندستان جا عظيم ماڻهو" ۾ لکي ٿو: "فريد شير شاهه جي باري ۾ چيو وڃي ٿو ته هن ساسارام جاگير جي منتظم جو عهدو قبول ڪندي چيو هو ته،"هر حڪومت جي پائيداري جو دارومدار انصاف تي آهي ۽ هو انصاف جي پڇڪڙي ڪرڻ کان وڌ ۾ وڌ پاسو ڪندو. ڪنهن به ڪمزور تي ظلم ٿيڻ نه ڏيندو ۽ ڪو به ڏاڍو قانون جي پڇڪڙي ڪرڻ کان سواءِ سزا کان بچي نه سگهندو." هن کان اڳي به اهڙو وعدو جيتوڻيڪ هر بادشاهه عام رواجي طرح پيڪيدار نموني ڪندو رهيو هو، پر فريد (شير شاهه) پنهنجي پيءُ جي جاگير جي منتظم، بنگال جي بادشاهه ۽ دهلي جي شهنشاهه جي حيثيت ۾ اهو انجام هڪ جهڙو پاڙي ڏيکاريو." هن ڪڏهن به ڪنهن جي پاسخاطري نه ڪئي ۽ هميشه مظلوم جو ساٿ ڏنائين. خود سندس پيارا به قانون کان مٿي نه هئا ۽ جيڪڏهن ڏوهاري ثابت ٿيندا هئا ته ساڻن به عام رواجي ماڻهن واري هلت ڪئي ويندي هئي. هن جو همعصر تاريخ نويس عباس خان لکي ٿو ته شير شاهه"انصاف

جي موتي" سان سينگاريل مغل دور جو هڪ مشهور تاريخ نويس نظام الدين سندس ڏاهي ۽ قابل حڪومت، جنهن جي ڪاميابي جو گهڻي ڀاڱي دارومدار انصاف جي اصولن جي پوئواري تي رکيل هو، جي واکاڻ ڪندي چوي ٿو:"شاهي رستن جي سلامتي جي اها حالت هئي جو جيڪڏهن ڪنهن وٽ سونين مهرن جي ڳوٿري هوندي هئي ۽ هو راتين جون راتيون ريگستان ۾ سمهندو هو ته ڪيس ڪنهن به پهريدار جي ضرورت نه پوندي هئي."

هن جو هيو ڳڻ لڳاتار سخت محنت ڪرڻ هو، جنهن ڪيس زندگي ۾ ڪامياب ٿيڻ ۾ ڏاڍي مدد ڪئي. واندو رهڻ يا ٿڪڻ سندس سڀاءُ جي خلاف هو. هو ڪڏهن به بيڪار ڳالهين ۾ وقت نه وڃائيندو هو ۽ پنهنجي ڏينهن جو وڏو حصو رياستي معاملن کي ڏيندو هو. هڪ ڀيري هن پنهنجي اميرن کي چيو:"عظيم ماڻهو لاءِ هميشه سرگرم رهڻ لازمي آهي." رياستي انتظامن جو ننڍي ۾ ننڍو تفصيل به سندس ڪرڙي نظر کان اوجهل نه رهندو هو.

شير شاهه نه فقط هڪ عظيم سپہ سالار هو پر هڪ ڏاهي ۽ لائق منتظم هئڻ سان گڏوگڏ هڪ نمايان سڌارڪ به هو. سندس مختصر دور ۾ لڳاتار جنگين جي باوجود تمام گهڻا ڪارائتا سڌارا ۽ عوامي ڀلائي جا ڪم ٿيا. سڌارن ۽ عوامي ڀلائي جي ڪمن ڪري دنيا جي عظيم فاتحن ۽ منتظمن ۾ ڪيس نمايان مقام مليو آهي هن ملڪ جي ڊل واري سرشتي ۾ سڌارو آندو جيڪو سندس انتظامي ڏاهپ جو عظيم ڪارنامو ليکجي ٿو. انهي سڌاري ڪري هارين ۾ خوشحالي آئي ۽ ملڪ ۾ امن قائم ٿيو. دهلي جي شهنشاهه ٿيڻ کان پوءِ هن حقيقت پسندي ۽ انسان دوستي جي بنيادن تي ڊل بستگي جو سرشتو ٺاهيو، ڇو ته ساسارام جاگير جي منتظم جي حيثيت ۾ هارين جي بدحالي اکين سان ڏٺي هئائين.

ڪيس خبر هئي ته ملڪ ۾ امن ۽ شانتي تڏهن رهي سگهي ٿي، جڏهن هاري خوشحال هجن ۽ سندن ڀلائي جو خيال رکيو وڃي. تنهن ڪري هن آبادگارن جي حالت سڌارڻ لاءِ لڳاتار ڪوشش ڪئي. هن جاگيرداري نظام کي ختم ڪري، زمين کي سنئون سڌو رياستي قبضي ۾ وٺي ڇڏيو. هر هڪ آبادگار جي زمين جدا جدا ماپي وئي ۽ هن لاءِ لازمي ٺهرايو ويو ته پنهنجي پيداوار جي چوٿائي روڪ يا جنس جي صورت ۾ حڪومت وٽ جمع ڪرائي.

شير شاهه پنهنجي بادشاهي کي سٺيتاليهن حصن ۾ ورهايو، جن مان هر هڪ حصي کي سرڪار سڏيو ويندو هو. هر هڪ سرڪار وري پرڳڻن يا ضلعن ۾ ورهايل هوندي هئي. هر هڪ پرڳڻي جا حاڪم سڌار ۽ منصف هوندا هئا جن جي هٿ هيٺ ٻيا عملدار ڪم ڪندا هئا. سڌار کي پوليس ۽ ديواني انتظام سونپيل هوندا هئا جڏهن ته منصف جو مکيه ڪم عاملن، مقدمن ۽ قانونگوئن

معرفت ڀل اوڳاڙڻ هوندو هو. سرڪاري عملدارن ۽ اهلڪارن جون هر ٻئين يا ٽئين سال هڪ جاءِ کان ٻئي جاءِ تي بدليون ڪيون وينديون هيون ته جيئن بدعنواني ۽ پاسخاطري جا امڪان نه رهن.

شير شاهه پنهنجي وسيع سلطنت ۾ ڀل وارو جيڪو سرشتو لاڳو ڪيو، سو هندستاني تاريخ ۾ شير شاهي بندوبست جي نالي سان وڏيڪ مشهور آهي. هندستان ۾ مغلن به پنهنجي حڪومت دوران اهو سرشتو لاڳو ڪيو. انهي سرشتي جا مکيه حصا سڀ کان وڏيڪ ساراهيل ريوٽ واري بندوبست ۾ به برقرار رکيا ويا جيڪو هندستان ۾ انگريزن جي حڪومت ۾ لاڳو ڪيو ويو هو.

شير شاهه هارين ۽ عام ماڻهن جو سچو پچو خيرخواهه هو. هارين سان ڪو به ظلم ٿيندو هو ته ان جي يڪدم جاچ ڪئي ويندي هئي ۽ ڏوهاري تي سختي ڪئي ويندي هئي. پنهنجي فوجي ڪاهن وقت به هن ڪوشش ڪئي ته جيترو ٿي سگهي، ٻنيون نه لتاڙجن. فوجي مهمن هلندي جن آبادگارن جا فصل پيلجي وندا هئا، تن جي نقصان جو يڪدم پورائو ڪيو ويندو هو. هڪ پيري هن پنهنجي آفيسرن کي چيو: "آبادگار کي ٿورڙي فائدي ڏيڻ سان حاڪم نفعي ۾ رهي ٿو."

شير شاهه عوامي ڀلائي وارن ڪمن ۾ ڏاڍي دلچسپي ورتي. عوام جي سچي پچي خيرخواهه جي حيثيت ۾ هو عام ماڻهو جي خوشحالي ۽ ڀلائي کي اوليت ڏيندو هو. هن مشهور شاهي رستو ٺهرايو، جيڪو اوڀر ۾ بنگال کان شروع ٿي بهار، گڏيل صوبن ۽ پنجاب مان ٿيندو اولهه ۾ پشاور تائين ٿي پڳو. انهي اهم رستي تي، جيڪو اڄا تائين هند- پاڪستان ننڍي کنڊ ۾ اهم ترين رستو ليکجي ٿو، ٿوري ٿوري پنڌ تي کوهه، بازاريون، قافليسواريون ۽ آرام گهر ٺهرايائين."هندستان جا عظيم ماڻهو." ۾ چارلس ڪنڪئڊ بيان ڪري ٿو:"هڪ ماهر ترين ۽ سرگرم سپه سالار هوندي به، هو پنهنجن علائقن ۾ امن امان قائم ڪرڻ لاءِ وقت ڪڍي وٺندو هو ۽ سول حڪومت کي سڌارڻ جي لڳاتار ڪوشش ڪندو رهندو هو. هن هر هنڌ رستن سان گڏ آرامگاهه ٺهرايا ۽ ميل يا ٻين ميلن جي وٿي تي کوهه کوٽايا. رستن جي پاسن تي بيشمار وڻ پوکرايائين ۽ جن جي زمين تان رستو لنگهيو ٿي، تن تي مالڪن کي رهزني بند ڪرائڻ ۽ مسافرن جي سلامتي کي يقيني بڻائڻ جو پابند ڪيائين. هن جي جلدي مري وڃڻ ڪري هندستان کي وڏو نقصان ٿيو."

اهو شير شاهه سوري- جنگ هجي توڙي امن، ٻنهي زمانن ۾ عظيم ليکيو ويو، جنهن جو مختصر دور جنگ جي ميدانن توڙي امن جي زماني ۾ ڀرپور سرگرمين ۾ گذريو، جنهن ڪري سندس وسيع سلطنت ۾ امن امان ۽ خوشحالي اوج تي رهي.

# پوپ پال III

(1468-1549ع)

سورهين صدي عيسوي جي وچ ڌاري، رومن ڪئٿولڪ ڪليسا جو قائم ٿيل ۽ جمايل سرشتو، نشاط ثانيه جي تمام گهڻي زور وٺڻ ڪري ڏڏي رهيو هو. ڪليسا پنهنجي اندروني بدعنواني ڪري اڳي ئي ايتري ته ڪمزور ٿي چڪي هئي جو لڳي پيو ته اها نشاط ثانيه جي سڌارن جي سٽ نه سهي سگهندي ۽ اچي پٽ پوندي، پر جلدئي رومن ڪليسا هڪ عظيم روحاني جاڳرتا وسيلي جوابي سڌارا آڻي پروٽيسٽنٽ حملن جو جواب ڏنو. جنهن ماڻهو ڪئٿولڪ ڪليسا ۾ سڌارا آڻ واري تحريڪ ۽ سندس جنگجوئي جو بنياد رکيو، سو هڪ دنياوي ۽ فن سان پيار ڪندڙ ماڻهو هو. هو تاريخ ۾ پوپ پال III جي نالي سان مشهور ٿيو. نشاط ثانيه وارن پوپن مان هي آخري پوپ هو، جنهن رومن ڪئٿولڪ ڪليسا کي مذهبي سڌارا آڻ وارن سان ٽاڪرو ڪرڻ جي قابل بنائڻ لاءِ سڀني کان وڌيڪ ڪم ڪيو.

الساندروفارنيس ٽسڪيني ۾ هڪ معزز گهراڻي ۾ جنم ورتو. هن روم ۾ تعليم پرائڻ کان پوءِ فلورنس ۾ وڃي لارينزو دي مئگنيفيشنٽ (لارينزو عاليشان) جي دربار ۾ تعليم پرائي. هو مذهبي طور جيتوڻيڪ هڪ غير پيشي ماڻهو هو تنهن هوندي به کيس 1493ع ۾ ڪارڊينل جو عهدو ڏنو ويو. هو 1509ع ۾ پارما جو بشپ بڻيو. پنهنجي زماني جي رسم رواج مطابق مستقبل جو هي پوپ اٽلي جي شهزادن وانگر زندگي گذاريندو هو. هن روم جي خوشحال گهراڻي جي هڪ عورت کي پنهنجي گهرواري بڻايو، جنهن مان کيس چار ٻار ٿيا. پر لڳي ٿو ته بشپ هئڻ واري زماني ۾ منجهس هڪ روحاني تبديلي اچي چڪي هئي، تنهنڪري هن پنهنجي گهرواري کان 1513ع ۾ پاسيرو ٿيندي پنهنجو سمورو ڌيان ڪليسائي معاملن تي ڏري ڇڏيو. هو جون 1515ع ۾ باقاعدي پادري مقرر ٿيو. پادري ٿيندي ئي سندس زندگي جو مکيه مقصد چرچ ۾ سڌارا آڻڻ ٿي پيو. هو آڪٽوبر 1534ع ۾ پوپ طور چونڊجي ويو. پوپ ٿيندي ئي هن پنهنجي ٻن ٻچڙ پوٽن کي

ڪارڊينل مقرر ڪيو. پنهنجن ڪي ورسائڻ واري انهي عمل جي ڪري جيڪو هل هنگامو ٿيو، تنهن کان سواءِ زندگي جي نفيس شين سان سندس چاه کي ڏسندي، گهڻن ماڻهن شايد ايئن ئي سمجهيو هوندو ته، هي به ٻين گهڻن غيرموثر پوپن جهڙو ئي هڪ دنيادار ماڻهو هوندو، پر جلدئي اها ڳالهه چٽي ٿي ويئي ته هو انهن پوپن جهڙو نه هو. چاڪاڻ ته هن آڪٽوبر 1534ع ۾ ئي ڪليسا جي جنرل ڪائونسل جو اجلاس گهرائڻ ۽ ڪليسا ۾ تڪڙا سڌارا آڻڻ جي ارادي جو اعلان ڪيو. انهي زماني ۾ ڪليسا جي سامهون ٻه وڏا مسئلا هئا. هڪڙو جهيڙي کي ڪيئن ختم ڪجي، جنهن يورپ کي روم ۽ پروٽيسٽنٽ چرچن ۾ ورهائي ڇڏيو هو. ٻيو مسئلو هو چرچ اندر پيدا ٿيل زهري بدعنوانين جي پاڙ پٽڻ. انهن ٻنهي مسئلن کي منهن ڏيڻ لاءِ پوپ پال III ڪافي ڪوششون ڪيون پر اهي ناڪام ٿيون. پوپ پال مايوس ته گهڻو ٿيو پر همت نه هارايائين. نيٺ هو 1545ع ۾ اسيمبلي جو اجلاس ڪوٺائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. اهو اجلاس اتر اٽلي جي ٽرينٽ شهر ۾ ٿيو. انهي اسيمبلي، جنهن کي ٽرينٽ جي ڪائونسل ڪري سڏيندا هئا، منڍ ۾ ته پنهنجيون گڏجاڻيون جاري رکيون، پر جنگ لڳڻ ڪري ويهن سالن تائين ان جون گڏجاڻيون ٿي نه سگهيون. پال III منڍ وارن اهم اجلاسن جي صدارت ڪئي هئي. اها ڪائونسل پنهنجن فيصلن جو اعلان، 1563ع کان اڳ نه ڪري سگهي. نيٺ هن گهڻي گرما گرم بحث مباحثي کانپوءِ هڪ ٻئي پٺيان فرمان جاري ڪري پنهنجن فيصلن جو اعلان ڪيو. ڪائونسل جي فيصلن جو اعلان پوپ پال III جي دور ۾ نه پر 1563ع ۾ نئين پوپ جي ڏينهن ۾ ٿيو، ڇو ته پوپ پال III 1549ع ۾ فوت ٿي ويو هو. انهن فرمانن مطابق ڪئٿولڪ مذهبي نظريو نئين سر جوڙيو ويو، چرچ جي عهدن تي مقررين جي طريقي ۾ انقلابي ڦيرگهير ڪئي ويئي ۽ مذهبي فرضن ۽ تربيت جي باري ۾ وسيع سڌارن جو اعلان ڪيو ويو. ڪائونسل جي گڏجاڻين ۾ سڀ کان گهڻو اختلاف انهيءَ ڳالهه تي ٿيو ته چرچ کي پروٽيسٽنٽ جي حمايت ٻيهر حاصل ڪرڻ گهرجي يا ٻنهي، پروٽيسٽنٽ ۽ ڪئٿولڪ ڪليسائن جي وجود کي دائمي طرح تسليم ڪجي. پوپ پال III ٻنهي ڪليسائن جي دائمي جدائي کي مڃڻ تي زور ڏنو هو، جنهن ڪري آخرڪار انهي سببان ئي ٻنهي چرچن جي جدائي کي تسليم ڪيو ويو.

صرف سڌارا آڻڻ سان جوابي سڌارن واري مهم جي روحاني جاڳرتا ممڪن نه هئي. پوپ پال چرچ ۾ جنگ جوٽڻ جو جيڪو مادو پيدا ڪيو، سو صرف سندس ئي ڪارنامو هو. انهي مهم ۾ جنهن شخصيت سڀ کان وڏيڪ حصو ورتو سو اتناتيئس لويولا (1491-1556ع) نالي هڪ اسپيني شخص هو. لويولا هڪ معزز ماڻهو جو پٽ هو، جنهن پنهنجو فوجي پيشو، پئرس جي يونيورسٽي ۾ مذهبي سکيا وٺڻ لاءِ ڇڏي ڏنو هو. پئرس ۾ هن هم خيال دوستن جو هڪ گروپ

ٿاهيو. سندس دوست بہ هن وانگر نہ فقط ڪردار جا مضبوط ۽ علم جا ڄاڻو هئا پر سندن سڀ ڪان وڏي خوبي اها هئي، جو اهي بہ رومن ڪليسا لاءِ وڙهڻ جو عزم رکندا هئا. لويولا جي جوش جذبي ۽ پاڻ ارپڻ جي خاصيتن پوپ پال III کي ان زماني ۾ متاثر ڪيو هو، جڏهن هو (لويولا) 1539ع ۾ روم ويو هو. اتي هن چرچ جي اندروني انتظامن جو هڪ نئون خاڪو پوپ اڳيان پيش ڪيو. لويولا جي سائين قسم کڻي کيس يقين ڏياريو تہ پوپ کين جنهن بہ ملڪ ۾ مبلغ ڪري موڪليندو، تنهن ۾ وڃي عيسائيت جي تبليغ ڪندا. ٻئي سال پوپ پال III سوسائٽي آف جيسس (حضرت عيسيٰ جي جماعت) جي حڪمراني جي منظوري ڏني. انهي سوسائٽي 1541ع ۾ لويولا کي پنهنجو جنرل چونڊيو.

سوسائٽي آف جيسس جي ميمبرن کي جيسوئيٽس سڏيو ويندو هو. انهي سوسائٽي ڪليسا کي گهڻو ڪري فوجي طرز تي منظم ڪري انجيلي فوجي ضابطو مهيا ڪري ڏنو. ان جا ميمبر تمام گهڻو مذهبي اتساه رکندا هئا ۽ ڪئٿولڪ مذهب کي پکيڙڻ لاءِ نڪري پيا. فرانس ايڪسيويئر (1506-1552ع) جهڙا ڪيترائي ماڻهو ڪوجنا ڪندڙن جا پيرا کڻي ايشيا ۽ آمريڪا تائين وڃي پهتا هئا، جتي انهن هزارين ايشيائي ۽ آمريڪي انڊينز کي ڪئٿولڪ عقيدي جو پوئلڳ بڻايو.

پوپ پال III پنهنجن همعصرن ۾ هڪ "صاف دل، مروت وارو ۽ مها ڏاهو ڪري ليکيو ويندو هو، جيڪو هر طرح اعليٰ دماغ سڏائڻ جو حقدار هو." جيڪڏهن تاريخ جي لڪل پاسي تي نظر وجهجي تہ ٿي سگهي ٿو تہ هو اسان کي هڪ اهڙو پوپ نظر اچي جنهن کي هڪ زوال پذير ۽ بدعنوان ڪليسا ملي، پر هن انهيءَ ڪليسا جا ڦٽ چيٽي، کيس پروٽيسٽنٽ سڌارن جي ڏنل چئلينج کي ڪاميابي سان منهن ڏيڻ جي قابل بڻائي ڇڏيو.

# مارٽن لوٿر

## (1483-1546ع)

پندرهين صديءَ جي شروعات ۾ هر سوچيندڙ ماڻهو اولهندي چرچ ۾ سڌارن آڻڻ لاءِ پئي ٻاڪاريو. مارٽن لوٿر نہ صرف سندن سڌ ۾ سڌ ڏنو، پر ساڳئي وقت رومن چرچ جي انهيءَ طاقت کي بہ ناس ڪيائين، جنهن کي اُن مهل تائين ڪنهن بہ نہ للڪاريو هو. هن هر هڪ فرد جي ضمير کي آواز ڏيئي دعويٰ ڪئي تہ مقدس صحيفو ئي خدائي فرمان آهي ۽ بنيادي طور عقيدي مان ئي هر ڪم جو جواز ڏيڻ گهرجي. جيئن تہ هو منڍ وارن عيسائي مبلغن جي ڏنل تعليم ۾ پڪو عقيدو رکندو هو، تنهن ڪري سندس پرچار جو ماڻهن تي ڏاڍو اثر ٿيڻ لڳو ۽ هو يورپ جي نشاط ثانيہ جو باني ٿي اڀريو.

لوٿر، اڄوڪي اوڀر جرمني ۾ ليپزگ جي ڀرسان ايزل بين ۾ هڪ هاري جي گهر ۾ پيدا ٿيو هو. هن فلسفي جو مطالعو ڪيو، پهريائين راهب ۽ پوءِ 1507ع پادري ٿيو. مئي 1517 ۾ هن پنهنجي هڪ دوست ڏانهن لکيو، "مونکي پڪ ٿي وئي آهي تہ جيستائين اسان پادرين جي مجلس جي ٺهيل مذهبي ضابطن، سندن نظرياتي تشريحن ۽ منطق جي مروج استعمال کان جند ڇڏائي، انهن جي جاءِ تي ڪا ٻي شيءِ نہ ٿا آڻيون تيستائين چرچ کي ڪڏهن بہ سڌاري نہ سگهنداسين." هن پنهنجن لفظن کي عملي جامو پهرائيندي ساڳئي سال 95 شقن تي مشتمل هڪ فهرست وائيٽنبرگ جي محل جي دروازي تي ڪوڪي سان هڻي ڇڏي. انهن شقن ۾ رعايتن جي وڪري تي سخت حملا ٿيل هئا. انهن رعايتن موجب پادري روم کان خاص اجازت وٺي، آخرت جي عذاب کان ڇوٽڪارو ڏوڪڙن تي وڪڻندا هئا. اهي رعايتون گهڻي ڀاڱي روم جي سينٽ پيٽرس واري عمارت کي ادائيگي ڪرڻ لاءِ وڪيون وينديون هيون. لوٿر جا اعتراض مذهبي بنيادن تي هئڻ سان گڏوگڏ سماجي ۽ قومي بنيادن تي پڻ ٻڌل هئا. هن لکيو، "پوپ ٻين سڀني ماڻهن جي مقابلي ۾ تمام گهڻو دولتمند آهي. هو غريب عيسائين کان پئسا وٺڻ بدران سينٽ پيٽرس جو چرچ ڇو نہ ٿو پنهنجي دولت سان ٺاهي

ٺهرائي؟" سندس لکيل نڪتن کي هڪدم مشهوري ملي. ٻن هفتن جي اندر اندر سورهين صدي واري جرمني جي انيڪ رياستن ۾ سندس لکئيون پکڙجي ويون. جرمني هر صورت ۾ روم جي اطالوي اقتدار جو مخالف هو. انهن لکڻين ڪري لوٿر کي قومي هيرو مڃيو ويو.

ٽن سالن تائين اهو اختلاف جاري رهيو. پوپ ليو X پهريائين تہ پئي ڪيهايو، پر نيٺ 1518ع ۾ لوٿر کي هڪ فرمان ذريعي روم گهرايائين تہ جيئن رعايتن وڪڻ واري ڪم تي ڪيل پنهنجن حملن ۽ انهي ڪان بہ وڌيڪ ڳنڀير معاملي، يعني پوپ جي بالادستي کي للڪارڻ وارن الزامن جو جواب ڏئي، پر جرمني ۾ لوٿر جا اهڙا طاقتور دوست موجود هئا، جن اعتراض ڪندي چيو تہ اهو فيصلو روم بدران جرمني ۾ ٿيڻ گهرجي. نيٺ پوپ کي اها ڳالهہ مڃڻي پيئي ۽ سيپٽمبر 1518ع ۾ لوٿر پنهنجي بچاءُ ڪرڻ لاءِ آگسبرگ ويو تہ جيئن اتي هڪ عوامي جلسي اڳيان ڪارڊينل ڪاجيٽن سان بحث مباحثو ڪري سگهي. انهي بحث مباحثي جو ڪوبہ نتيجو نہ نڪتو. لوٿر پنهنجن اڳين بيانن کان ڦرڻ يا ڪين موٽائي وٺڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. آخرڪار ڪاجيٽن ڪاوڙ ۾ پرجي چيو: "هتان هليو وڃ ۽ ايستائين نہ موٽجانءِ جيستائين تون پنهنجن بيانن تان ڦرڻ لاءِ تيار نہ ٿئين." لوٿر وائيٽنبرگ موٽي ويو. ٻئي سال وري ڪيس ٻئي بحث مباحثي سان منهن ڏيڻو پيو. هن ڀيري سندس اهو بحث مباحثو انگولس ٽيڊ جي ڊاڪٽر ايڪ سان ليپزگ ۾ ٿيو، جنهن جو بہ ڪو نتيجو نہ نڪتو. لوٿر ٻيهر بہ ڦرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. جون 1520ع ۾ پوپ هڪ فرمان جاري ڪندي لوٿر جي لکڻين کي ننديندي، انهن کي 'ڪافرائيون، بدناموسي پکيڙيندڙ ۽ پاڪ ماڻهن جي ڪنن تي متروڪا هٿڻ جهڙيون' چيو. ڊسمبر ۾ لوٿر پاڻ سروننبرگ ۾ پوپ جي فرمان کي باهہ ۾ اڇليندي چيو، "جيئن تہ تو خدائي سچائي کي ننديو آهي، تنهن ڪري اج هو بہ تنهنجي فرمان کي باهہ ۾ ساڙي توکي نندي ٿو."

لوٿر کي 'پنهنجي ڪفر' تان ڦرڻ تي مجبور ڪرڻ لاءِ آخري ڪوشش ڪئي وئي. هن دفعي انهي ڪم لاءِ سڄي يورپ ۾ ناليري جرمن هيرو کي استعمال ڪيو ويو. هن کي 1521ع ۾ شهنشاه چارلس V وارمس ۾ پنهنجي دربار ۾ گهرايو، وري بہ ساڳيو ئي نتيجو نڪتو. لوٿر اعلان ڪيو، "جيستائين مونکي مقدس صحيفن يا چٽن دليلن ذريعي غلط ثابت نہ ٿو ڪيو وڃي، تيستائين... مان ڦري نہ ٿو سگهان ۽ نہ آئينده ڦرندس. خدا منهنجي مدد ڪري. آمين." چارلس بہ ايترو ئي ضدي هو. هن چيو "مان ڪيس پڌري پٽ ڪافر سڏي مٿس ڪارروائي ڪندس." پر لوٿر سلامتي سان وارمس مان نڪري ويو. پهريائين هو وارٽبرگ جي محل ڏانهن ويو، جتي هن نئين عهدنامي جو جرمن زبان ۾ ترجمو ڪيو ۽ تنهن کان پوءِ هو سلامتي سان وائيٽنبرگ وڃي پهتو.

ايندڙ ٽن سالن دوران لوٿر جا نظريا تمام تيزيءَ سان پکڙيا ۽ انيڪ جرمن شهزادن انهن کي قبول ڪيو. لوٿر پنهنجون لاپائتيون لکڻيون جاري رکيون. هن 1520ع ۾ ٽي اهڙا نظرياتي ڪتاب لکيا جن کي اڄ تائين مذهبي جاڳرتا جا ٽي عظيم صحيفا سمجهيو وڃي ٿو. انهن ڪتابن جا نالا آهن: 'جرمن قوم جي عيسائي اميرن ڏانهن'، 'چرچ جي بابل ڏانهن جلاوطني*' ۽ 'عيسائي ماڻهو جي آزادي جي باري ۾'. هن سمجهاڻي ڏيندي چيو، "مان هڪ گرم مزاج ماڻهو آهيان ۽ منهنجو قلم سولائي سان جوش ۾ اچي ويندو آهي.

ڇپائي جو جيڪو نئون رواج شروع ٿيو هو، تنهن سندس خيالن کي پکيڙڻ ۾ مدد ڪئي. 1520ع تائين هن جي لکڻين جون ٽي لک ڪاپيون شايع ٿي چڪيون هيون. وائٽنبرگ ۾ ڪانئس تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ايندڙ شاگردن جو ميڙ مچي ويو هو ۽ وائٽنبرگ لوٿر جي تحريڪ جو روحاني مرڪز بڻيو رهيو. هتي جو ڪجهه وهيو واپريو تنهن ۾ رومن ڪئٿولڪ وارن جي نماز کي رد ڪرڻ، خانقاهن ۽ بتن جي رهائشگاهن کي بند ڪرڻ وغيره جهڙا ڪم شامل آهن ۽ انهي عمل جي سڄي جرمني ۾ پوئواري ڪئي ويئي. لوٿر هاڻي هڪ عظيم مذهبي تحريڪ جو اڳواڻ ٿي ويو هو. 1524ع ۾ جرمني اندر هارين بغاوت ڪئي. لوٿر، هاري جي پٽ هوندي بہ ملڪيتن مٿان پرتشدد حملن جي سخت مخالفت ڪئي. هن هڪ چوپڙي 'قتل، چوري، هارين جي رولو ٽولي خلاف' لکي جنهن ۾ سخت زبان استعمال ڪندي شهزادن کان گهر ڪيائين تہ اهي طاقت سان بغاوت جو خاتمو آڻين. اهو باہ تي ڇنڊا وجهڻ جي برابر هو. مذهبي سڌارڪ لوٿر کي انقلابي لوٿر ٿيڻ جو ڪو شوق نہ هو. بغاوت جي مخالفت جي ڪري سندس مقبوليت ڪجهه قدر گهٽ ٿي، پر ساڳئي وقت شهزادا کيس پنهنجو پڪو سڄڻ سمجهڻ لڳا. 1524ع ڌاري لوٿر سچ پچ اجيت بڻجي ويو هو. هاڻي کيس طاقت يا گهرو لڙائي کان سواءِ ڪابہ شيءِ چيپاٽي نہ پئي سگهي.

1529 ۾ سپيئر ۾ جرمن شهزادن جي هڪ اقليت، شهنشاه چارلس V ۽ ڪئٿولڪ شهزادن جي هلت خلاف هڪ 'پروٽيسٽ' يعني احتجاج ڪيو. انهي 'پروٽيسٽ' مان ئي لفظ 'پروٽيسٽنٽ' ڦٽي نڪتو. ہہ سال پوءِ پروٽيسٽنٽ شهزادن چمڪلبڪ ليگ ٺاهي، جنهن ۾ پرشيا برانڊنبرگ، سيڪسني، هيس ۽ سلطنت جي چوڏهن هين شهرن جا شهزادا شامل ٿيا. پروٽيسٽنٽ شهزادن

(*نوٽ: چرچ جي بابل ڏانهن جلاوطني يا Babylonish Captivity هڪ مذهبي اصطلاح آهي جيڪو هن تاريخي واقعن ڏانهن اشارو ڪري ٿو. جن مان هڪ واقعو اهو هو جڏهن يهودين کي 597 ۽ 586 ق-م ۾ جلاوطن ڪري بابل موڪليو ويو هو. اها جلاوطني 538 عيسوي تائين جاري رهي. ٻئي واقعي ۾ سن 1309 کان 1377 تائين پوپن کي جلاوطن ڪري اوگنن ڏانهن اماڻيو ويو هو. (سنڌيڪار)

1530ع ۾ شهنشاهه اڳيان آگسبرگ ڪنفيشن (آگسبرگ جو اقرارنامو) پيش ڪيو، جنهن ۾ سرڪاري طور لوٿر جو نظريو ڏنل هو. شهنشاهه ڏٺو ته انهي نظرئي کي تباهه ڪري نٿو سگهي، تنهن ڪري ڪيٿائيندي ڪيٿائيندي ان کي قبول ڪيائين. انهي قبوليت سان لوٿر جي ڪاميابي يقيني ٿي ويئي.

لوٿر اڪيلي سر سٽريل عيسائي چرچ کي جنم ڏنو، جنهن رومن چرچ پاران سندس پاڙ پٽڻ جي هر ڪوشش کي ناڪام بنائي ڇڏيو ۽ جيڪا تحريڪ جلد ئي جرمني جي گهڻي حصي ۽ سويڊن، ناروي ۽ ڊينمارڪ جي بادشاهين ۾ تيزي سان پکڙجي ويئي. سڌارن جي ڪري آزادي آئي، جنهن کي قوم پرستي، پادريت مخالف ۽ بينڪيت مخالف لاڙن ۽ خود حضرت عيسيٰ جي تعليم بابت لوٿر جي چٽي سوچ هٿي ڏني. هن 'عقيدي کان جواز' ڳولڻ جي اهميت تي زور ڏنو، جنهن ڪري فرقي بندي واري مذهب جي نمائشي ڪمن ۽ ريتن رسمن کان ماڻهن جون دليون ڦيرائي کين اڪيلي عبادت ڪرڻ ڏانهن مائل ڪيائين. اهو هڪ اهڙو زبردست ڪارنامو هو جيڪو لوٿر جهڙي همت رکندڙ ڀرپور شخصيت واري ماڻهو کان سواءِ ٻيو ڪوبه سرانجام ڏيئي نه ٿي سگهيو. لوٿر تي تنقيد ته گهڻي ٿي، پر هو عيسائيت کي پنهنجن مڃيندڙن جي ويجهو آڻڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو.

# هرنيندو ڪورٽيس

(1485-1547ع)

هرنيندو ڪورٽيس 'ڏسڻ ۾ معتبر ۽ شاهاڻي هلت چلت وارو ماڻهو لڳندو هو.' پر هو ڪسيل جي هڪ گهڻ معتبر خاندان منجهان. هي بہ پنهنجي همعصر فرانسڪو پيزارو (1475-1541ع) وانگر اسپين جي غريبي ماريل صوبي ايسٽري مدورا ڪان آيو هو. هن ٿورن ماڻهن سان، پنهنجي محڪم قوت ارادي وسيلي نفعي نقصان جي پرواهہ نہ ڪندي ميڪسيڪو جي ازٽڪ سلطنت کي فتح ڪري ورتو. انهي فتح پيرو ۾ انڪاس کي فتح ڪرڻ لاءِ پيزارو جو دڳ ڏاهي چڏيو. ڪورٽيس اجا اوڻويهين سالن جو هو، جو هن ڪيوبا کي فتح ڪرڻ ۾ حصو ورتو ۽ اتان جي نئين بيٺڪي سماج جو وڏ خيالي سرواڻ ٿي ويو. گورنر ويلازڪوئيز 1517ع ۾ ڪيس اولهہ طرف وچي نون ملڪن جي باري ۾ آيل رپورٽن جي تحقيق ڪرڻ تي مقرر ڪيو. جلد ئي گورنر، هن نوجوان ۽ جاه طلب سپاهي کي اهو ڪم سپرد ڪري پڇتايو، پر گورنر طرفان واپسي جي حڪم پهچڻ کان اڳ ڪورٽيس ڏاڍي تيزي سان پنهنجي ساموندي فوج وٺي تمام اڳتي نڪري ويو. انهي مهم ۾ هن وٽ پنج سؤ ماڻهو، سورنهن گهوڙا، ڏه ننڍيون توپون ۽ اٺيتاليهہ بندوقون هيون. اهي جڏهن يوڪاتان پهتا، تہ مايا جي مقامي ماڻهن کين سوڪڙيون پاکڙيون پيش ڪري سندن يليڪار ڪئي، انهن سوکڙين ۾ ٻانهيون بہ شامل هيون. انهن مان هڪڙي ٻانهي کي ازٽڪ ٻولي ڳالهائڻ ايندي هئي، اها ٻانهي ۽ هڪ ٻيو اسپيني ملاح مايا وارن وٽ غلام هئا ۽ انهن جي ٻولي بہ ڳالهائيندا هئا، ٻنهي گڏجي ڪورٽيس کي مترجم جو ڪم ڏنو. هو ميڪسيڪو جي ساحلي شهر ڪمپالا ۾ اپريل 1519ع ۾ اچي لٿو.

هن کان صرف سو سال کن اڳ، ازٽڪن خونريز لڙايون ڪري پنهنجن پاڙيسرين کان زوري ڏن، ٻانها ۽ انساني قربانيون ورتيون هيون. انهن مفتوحن ۾ ڪي اڳڪٿيون مشهور هيون، جن مطابق هڪ ڏينهن هوا، چڱائي ۽ روشني جو ديوتا ڪوئيزل ڪوٽل، موٽي اچي ازٽڪ شهنشاهي کي تباه ڪندو. گهڻن ئي ماڻهن ڪورٽيس جون پرن واريون هيڙيون ڏسي ۽ سندس توپن جي گجگوڙ ٻڌي

ڪيءَ اڳڪٽي وارو ديوتا سمجهيو. هن ڪمپالا جي پر ۾ هڪ مورچابند ڪئمپ ٺاهي، جنهن جو نالو ويراڪروز رکيائين ۽ اسپين ڏانهن هڪ جهاز واپس موڪليائين، جنهن ۾ خط پٽ، فتح جون ٽرافيون ۽ تصويرن وارو اهو ڪتاب به شامل هو جنهن ۾ ڪوئيزل ڪوٽل واري ڏندڪٿا لکيل هئي. تنهن کانپوءِ هو ازٽڪن سان جنگ جوٽيندڙ ليڪسڪالا نالي جابلو ماڻهن سان ملڻ لاءِ اڳتي وڌيو. انهي مهل وٽس چار سؤ فوج، هزارين توتونڪ قلي ۽ ست توپون هيون. ٽينوڪ ٽٽلان ازٽڪن جو عظيم گادي وارو هنڌ هو، جنهن جي آدمشماري ذري گهٽ ڏه لک هئي ۽ اهو هڪ اهڙي ڍنڍ جي ٻيٽن تي اڏيل هو، جنهن جي چوڌاري ٻين جبلن سان گڏ ڦاٽندڙ جبل به هئا. ازٽڪ شهنشاهه مونٽيزوما جڏهن ڪورٽيس جي پيشقدمي کي روڪي نه سگهيو ۽ نه وري کيس مارائڻ ۾ ڪامياب ٿيو، تڏهن مجبور ٿي شهر جي چؤديواري اندر کيس رهڻ لاءِ هڪ محل ڏنائين.

انهي وچ ۾ ڪيوبا جي گورنر ڪورٽيس جي فتح ڪري، ساڻس ساڙ رکندي کيس گرفتار ڪرڻ لاءِ ويراڪروز ڏانهن هڪ فوج رواني ڪئي. ڪورٽيس تيزي سان ڪناري ڏانهن موٽيو، پنهنجن دشمنن کي شڪست ڏنائين ۽ انهن مان جيڪي لڙائي ۾ بچي ويا هئا تن کي قائل ڪري پنهنجي پاسي ڪري ڇڏيائين. ٽينوڪ ٽٽلان ۾ هن جيڪو جٿو ڇڏيو هو، تنهن کي اچي پيؤ ورايو ته متان اتان جا ماڻهو کين تباه ڪري ڇڏين، تنهن ڪري انهن اتان جي ڪيترن ئي باشندن جو قتلام ڪيو.

ڪورٽيس جي موٽڻ تي ازٽڪن سندس ۽ سندس ماڻهن جو گهيرو ڪيو. انهيءَ لڙائي ۾ مونٽيزوما مارجي ويو پر اسپينين مجبور ٿي ڀاڄ ڪاڍي. انهن مان ڪيترا جڏهن دمدمو ٿيپي رهيا هئا تڏهن کين ڍنڍ ۾ ٻوڙي ماريو ويو. باقي بچيلن واپس ليڪسڪالا ڏانهن ڀاڄ ڪاڍي. جيتوڻيڪ ڪورٽيس جا ماڻهو تعداد ۾ ٿورا هئا، تنهن هوندي به انهن ازٽڪ جي وڏي لشڪر کي اوٽمبا ۾ شڪست ڏني. انهن ٽينوڪ ٽٽلان کي گهيرو ڪيو، جيڪو ٽن مهينن تائين جاري رهيو. انهيءَ کانپوءِ انهن 13 آگسٽ 1521ع تي ليڪسڪالا وارن ۽ ٻين هزارين ازٽڪ باغين سان ٺاهه ڪري ٽينوڪ ٽٽلان تي قبضو ڪيو. انهي گهيري دؤران مشڪل سان ڪا عمارت بچي هوندي.

ڪورٽيس جي سپاهين ماڻهن تي موچمار ظلم ڪيا. انهن جو اهو ورتاءُ سندن پنهنجي ئي اڳواڻ جي مچيل مذهبي حيثيت جي شايان شان نه هو، پر اسانکي اهو نه وسارڻ گهرجي ته ڪورٽيس جي پنهنجي وطن ۾ ماڻهن جي عقيدن بابت جيڪا تحقيقات ڪئي وئي هئي، سا به گهٽ ظالماڻي نه هئي. جنهن ۾ ازٽڪ پادرين جيئرن جاڳندن قيدين جون دليون ڪڍي، چيري ڦاڙي ڇڏيون هيون. اها ڳالهه اجان تائين معمو بڻيل آهي ته پنج سؤ ماڻهن تي مشتمل ننڍڙي فوج جنهن وٽ

ٽورڙيون بندوقون هيون، سا لکين ماڻهن تي مشتمل شهنشاهي کي ڊاهڻ ۾ ڪيئن ڪامياب ٿي. انهي سلسلي ۾ هڪ نظريو اهو پيش ڪيو ويندو آهي تہ يورپي پاڻ سان وچڙندڙ بيماريون کڻي آيا هئا، جيڪي تمام تيزي سان پکڙجي ويون هيون، تنهن کان سواءِ اها بہ حقيقت آهي تہ ازٽيڪ شهنشاهي جي ماڻهن ۾ بي چيني پکڙيل هئي جنهن بغاوتن کي جنم ڏنو هو. برنال ڊياز نالي هڪ ماڻهو جيڪو ڪورٽيس جي نوڪري ۾ هو، تنهن هن بابت چيو هو: "سڀ کان وڏي ڳالهہ تہ هو همت ڀريو پرجوش ماڻهو هو ۽ اهوئي سندس سڀ کان وڏو گڻ هو."

هن پنهنجي فتحن جو دائرو گهٽي ڀاڳي سڄي ميڪسيڪو ۽ اتر مرڪزي آمريڪا تائين وڌائي ڇڏيو. اسپيني حڪومت هڪ طرف تہ کيس 'مارڪئس آف ويل ڊيس اوڪساڪا' جو لقب ڏنو، پر ٻئي طرف کيس نئين پرڳڻي جو گورنر مقرر ڪرڻ کان انڪار ڪيو ويو. ٻيڻڪي حڪومت يا آڊينيشيا، لڳاتار سندس مخالفت ڪندي رهي ۽ هن جو وائسراءِ سان جهيڙو جاري رهيو. ميڊرڊ سندس احتجاجن کي نظرانداز ڪندو رهيو، تنهن ڪري مرڻ وقت هو هڪ تلخي ماريل ماڻهو هو.

# هينري VIII

(1491-1547ع)

هينري VIII جو دور، نہ صرف هڪ ڊرامائي دور هو، پر برطانيا جو، هڪ تاريخ ساز دور پڻ هو. هن دور ۾ يورپ جي مذهبي جاڳرتا انگلينڊ ۾ بہ داخل ٿي. اهوئي دور هو جنهن ۾ وڏي پيماني تي، خانقاهي دولت کي نئين سر اشرافيہ ۾ ورهايو ويو ۽ انگلينڊ جي رياستي چرچ جنم ورتو هو. ويلس باقاعدي انگلينڊ ۾ شامل ٿيو هو. هينري، انگلينڊ جو اهو پهريون بادشاھ هو جنهن کي آئرلينڊ جو بادشاہ بہ تسليم ڪيو ويو هو.

هن جي پيءُ هينري VII، (هينري ٽيوڊر)، پلانٽا جينيٽ رچرڊ III کي شڪست ڏيئي سندس تاج ڦبائي، 1485ع ۾ ٽيوڊر گهراڻي جو پايو وڌو هو. هينري VIII تخت جي وارثي بابت فڪرمند رهڻ ڪري هيٺو ٿي پيو هو. هن جو ياءُ آرٿر 1502ع ۾ وفات ڪري ويو، تنهنڪري جانشينيءَ لاءِ سندس رستو صفا ٿي پيو. پوپ جوليئس II هُن کي آرٿر جي بيوه، آراگان جي ڪيٿرائين سان شادي ڪرڻ جي موڪل ڏئي ڇڏي. هُن اها شادي 1509ع ۾ بادشاہ ٿيڻ ڪانپوءِ ٿوري وقت اندر ڪري ڇڏي.

هينري VIII کي ٿامس وولزي جهڙو ذهين وزيراعظم مليو، جيڪو بعد ۾ ڪارڊينل وولزي سڏجڻ لڳو. ٿامس وولزي جهڙي ذهين وزيراعظم جي رهبري هيٺ، هي خوبصوت، ذهين ۽ نوجوان بادشاہ، پوپ، اسپين ۽ وينس کي پاڻ سان ملائي فرانس خلاف هولي ليگ (مقدس جماعت) ٺاهي، يورپي ايلچيگري جي ڳتيل معاملن ۾ حصو وٺڻ لڳو. هينري کي پنهنجي پيءُ کان ورثي ۾ هڪ ڀريو تريو خزانو مليو هو. هن 1513ع ۾ فرانس تي حملو ڪري بہ شهر فتح ڪيا. هن جي غيرحاضري ۾ انگريزي فوج سولائي سان، فلوڊن جي لڙائي ۾ اسڪاٽ لينڊ جي ڪاہ کي ناڪام بنائي ڇڏيو. انهيءَ جنگ ۾ اسڪاٽ لينڊ جو بادشاہ جيمس IV پنهنجن ڪيترن ئي اميرن سان گڏ مارجي ويو، انهي وچ ۾ هينري يورپ ۾ پنهنجون حڪمت عمليون جاري رکيون.

وولزي 1518ع ۾ فرانس سان هڪڙي معاهدي ڪرڻ جو بندوبست ڪيو. هينري فرانس جي نئين ذهين بادشاه فرانس I سان، ڪيلائيس جي پرسان، اجايو ڀيڪو ڏيکاريندي هڪ اهڙي ميدان ۾ ملاقات ڪئي، جيڪو سوني ڪپڙي وارو ميدان سڏجڻ لڳو. هينري انهي ڪانپوءِ فرانس جي خلاف شهنشاهه چارلس V سان اتحاد ڪيو. جڏهن پاويا ۾ چارلس کي فرانس مٿان شاندار فتح نصيب ٿي ۽ هينري کي انهي فتح مان ڪجهه هٿ حاصل نه ٿي، تڏهن ٻيهر فرانس سان پنهنجا لاڳاپا قائم ڪيائين.

پنهنجي ملڪ ۾ هينري، ايني بولن جهڙي ڪل مک، پر مڪريلي عورت سان ناجائز لاڳاپن سببان ۽ ٻيو انهي ڪري جو سندس زال مان ڪو نرينو وارث پيدا نه ٿي سگهيو هو، پنهنجي زال کي طلاق ڏيڻ جو فيصلو ڪيو. 1427ع ۾ پوپ ڪليمينٽ VII ڪيٿائيندي ڪيٿائيندي ڪارڊينل وولزي جي سربراهي ۾ هڪ ڪميشن قائم ڪئي. ڪميشن تي اهو ڪم رکيو ويو ته هو هينري جي ان دعويٰ جي ڇنڊڇاڻ ڪري، جنهن مطابق هن ڪيٿرائين سان پنهنجي شادي کي غيرقانوني چيو هو. پر ڪيٿرائين ڪميشن کي تسليم ڪرڻ کان انڪار ڪيو. 1529ع ۾ ڪميشن جو اجلاس روم ۾ ڪوٺايو ويو. هينري، وولزي کي عهدي تان لاهي ڇڏيو جيڪو پوءِ جلد ئي هڪ خواري وارو موت مئو. وولزي جي جاءِ تي ٿامس ڪرامويل مقرر ٿيو، جيڪو پوءِ انگلينڊ ۾ مذهبي انقلاب آڻڻ وارن جو افضل ترين شخص ثابت ٿيو.

1532ع ۾ انگريز پادرين جي اجلاس بادشاه اڳيان پنهنجا هٿيار ڦٽا ڪيا. ٻئي سال ڪنٽربري جي آرچ بشپ ٿامس ڪرينمر ڪيٿرائين سان بادشاه جي شادي کي غيرقانوني قرار ڏنو. هينري ايني سان شادي ڪئي جنهن تي پوپ کيس عيسائيت مان خارج ڪري ڇڏيو. 1534ع ۾ پارليامينٽ روم کي پيسا ڏيڻ بند ڪيا ۽ پوپ جا اختيار بادشاه کي ڏيئي ڇڏيا. اهڙي طرح ڪنهن به اصول يا متي جي پوئواري ڪرڻ کان سواءِ انگلينڊ ۾ مذهبي انقلاب اچي ويو. هن کان اڳ پوپ 1521 ۾ هينري کي 'عقيدي جو محافظ' جو خطاب ڏنو هو ڇاڪاڻ ته هن لوٿر خلاف هڪ چوپڙي لکي هئي، جنهن ۾ انقلابي مذهبي نظرين جي سخت مخالفت ڪئي هئائين.

اهو سچ آهي ته وچين صدين جي آخري دؤر ۾، چرچ ۾ پکڙيل بدعنواني تي عوامي تنقيد تمام گهٽي وڌي وئي هئي، پر اها ڳالهه مشڪوڪ آهي ته بادشاه جي انقلابي قدمن کي عوامي پذيرائي به وڏي پيماني تي حاصل هئي يا نه؟ ٿامس ڪراموبل خانقاهن کي ٽوڙڻ واري ڪم جي نظرداري ڪئي پر سر ٿامس مور کي انهي ڪري قتل ڪيو ويو جو هن انگلينڊ جي چرچ جي اعليٰ سربراه جي حيثيت ۾ هينري جي بالادستي کي مڃڻ جو قسم کڻڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو

هو، پر انهي سڄي گهمسان مان هينري کي گهربل نتيجا نہ ملي سگهيا. هينري کي اڃا تائين پٽ نہ ٿيو هو. ڪيٿرائين مان ڪيس پهريئي ڌي ٿي هئي، جيڪا بعد ۾ راڻي ميري I ٿي. اينيءَ بولن مان ڪيس مستقبل جي ايلزيبيٿ I ڄائي. اينيءَ بولن تي محرم سان مباشرت ڪرڻ ۽ زنا جو الزام 1536ع ۾ ثابت ٿيو، جنهن ڪري ڪيس ڦاسي ڏني وئي. ان کان پوءِ هينري جين سيمور سان شادي ڪئي، جيڪا مستقبل جي ايڊورڊ VI کي جنم ڏيئي مري وئي پر تخت جي جنهن وارث جو ڏکهي عرصي کان هينري کي انتظار هو، تنهن جو جواني تائين جيئرو رهڻ محال ٿي لڳو، تنهن ڪري هن پنهنجين شادين جو سلسلو جاري رکيو.

پروٽيسٽنٽ جرمني سان هينري جي معاهدي ڪرڻ ڪري جرمن شهزادي ڪليوز جي اينيءَ 1540ع ۾ ٿورڙي عرصي لاءِ سندس راڻي بڻي. هينري اينيءَ کي 'فلانڊرس جي گهوڙي' جهڙي سادي سودي سمجهندو هو ۽ شادي واري ڏينهن هن ڪرامويل سان احتجاج ڪندي چيو هو، "منهنجا سائين، جيڪڏهن اها (شادي) دنيا ۽ خود منهنجي بادشاهي کي مطمئن نہ ڪري سگهي تہ پوءِ مان ڪنهن بہ قيمت تي اهو ڪم نہ ڪندس جيڪو اڄوڪي ڏينهن مونکي ضرور ڪرڻ گهرجي ها." هن جي قانوندانن جلدئي طلاق جا قابل قبول بهانا ڳولي ورتا.

انهي سال ڪرامويل کي بہ ڦاسي ڏني وئي، جنهن ڪري هينري، هڪ اهڙي فرمانبردار نوڪر کان محروم ٿي ويو جيڪو ورلي ڪنهن انگريز بادشاه کي نصيب ٿيو هوندو. ڪرامويل جي خلاف نارفوڪ جي ڊيوڪ جي دربار ۾ حامين، سازش ڪري کيس مارايو هو. نارفوڪ جي نوجوان ۽ نفس پرست ڀائٽي ڪيٿرائين هاورڊ هينري جي پنجين راڻي بڻي. هينري انهي راڻي کي بہ ٿورڙي ئي وقت کانپوءِ انهي ڪري مارائي ڇڏيو جو هُن راڄ دوهي زنا جو اعتراف ڪيو هو. انهي کانپوءِ هينري سنجيده مزاج ۽ گڻن واري ڪئٿرائين پار سان شادي ڪئي جيڪا سندس مرڻ کانپوءِ بہ جيئري هئي.

هينري عام طور ظالم طبيعت جو بادشاه هو، خاص ڪري ان پلگرميج آف گريس نالي اٿندڙ عوامي بغاوت تي ڏاڍا ظلم ڪيا. هن جيتوڻيڪ اهڙا ذهين ماڻهو پنهنجي حڪومت ۾ مقرر ڪيا هئا جن جهڙا ورلي انگلينڊ جي ڪنهن حڪومت کي نصيب ٿيا هوندا پر ساڳئي وقت هُو هڪ کهرو ۽ آمر مالڪ بہ هو. هن جي هڪ نماڻي همعصر ڪرڪندي چيو هو. "اسان جي بادشاه کي ديدار بازي ڪرڻ لاءِ هڪ اهڙو صوف گهرجي، جنهن سان هو پنهنجي دل وندرائي سگهي." هينري اڃا تائين پنهنجين شادين جي ڪري مشهور آهي. پر هينري جي ڪري ئي انگلينڊ مذهبي جنگين جي انهن تباهين کان بچيل رهيو جن سڄي يورپ کي وڪوڙي ڇڏيو هو. هينري جي ڪري ئي انگليند جي سرزمين تي ريفارمڊ چرچ (سڌاريل چرچ) جو پايو پيو.

# سليمان عاليشان

(1494-1566ع)

سلطان سليمان پنهنجي رعيت ۾ تہ قاعدن قانونن جي ضابطي جي مؤلف، (ترتيب ڏيندڙ) جي حيثيت ۾ مشهور هو، پر هو پاڻ کي سليمان II چوائڻ پسند ڪندو هو. اولهہ وارن جي نظرن ۾ هو هميشہ سليمان عاليشان رهيو آهي. جنهن عثماني سلطنت کي، سلطان محمد II مضبوط بنيادن تي بيهاريو هو، سا هن جي دور ۾ اچا بہ وڌي ويجهي. هن استنبول توڙي اسلام جي ٻين عظيم شهرن جهڙوڪ مڪي ۽ مديني ۾ پلون نهرائي ۽ واهہ کوٽائي ڪين سينگاريو سنواريو. سليمان آڳاٽن نامور ترين عثماني سلطانن ۾ هڪ مٿانهين جاءِ والاري ٿو.

15 صدي جي شروعات ۾ عثماني سلطنت کي ايران جي نئين طاقتور صفوي گهراڻي کي منهن ڏيڻو پيو. صفوي اسلام جي ڪٽر شيعي فرقي سان تعلق رکندڙ هئا جن کي سليمان جهڙو پڪو مذهبي سلطان، دين لاءِ خطرو سمجهندو هو. هنن ڏکڻ ترڪي ۽ شام جي وچ وارن انهن سرحدي علائقن سان بہ هٿ چراند شروع ڪري ڏني هئي، جيڪي انهيءَ زماني ۾ مصر جي مملوڪ گهراڻي جي قبضي ۾ هئا. 1514ع ۾ سليمان جي پيءُ سلطان سليم هڪ اهڙي سوڀ پاتي، جنهن اناطوليہ ۾ صفوين جي پيش قدمي کي روڪي ڇڏيو. انهيءَ ڪانپوءِ هن مملوڪن کي شام مان ڌڪي ڪڍيو، دمشق، يروشلم ۽ آخرڪار قاهره کي فتح ڪيو. سليمان پنهنجي وڏي وزير ابراهيم کي 1525ع ۾ مصر ڏانهن اماڻيو تہ جيئن هو اتي وچي پائدار عثماني انتظاميہ قائم ڪري.

سليمان جي تخت نشيني جي اولهہ طرفان انهي ڪري آجيان ڪئي ويئي جو سندن خيال مطابق، 'ڪاوڙيل شينهن' خوفناڪ سليم، پنهنجي پٺيان 'نماڻو دُنبو' وارث طور ڇڏي ويو هو، جيڪو نہ صرف نوجوان ۽ ناتجربيڪار هو، پر نرم مزاج پڻ هو، پر هڪڙيئي سال ۾ سندن اهي آسون ۽ اميدون مٽي ۾ ملي ويون. 1521ع ۾ سليمان هنگري جي فوجن مٿان شاندار سوڀون ماڻيندي بلغراد تي قبضو ڪري ورتو. ٻئي سال هن سينٽ جان جي نائٽن (نوابن) کي، سندن رهوڊس جي ٻيٽ واري قلعي مان تڙي ڪڍيو. 1526ع ۾ سليمان جي فوجن هٿان هنگري،

موهاڪس جي موتمار جنگ ڪانپوءِ تباھ ۽ برباد ٿي ويو. 1516ع ۾ ھڪ معاھدي ھيٺ تخت شھنشاه چارلس V جي ڀاءُ، آسٽريا جي آرچ ڊيوڪ فرڊيننڊ کي مليو پر فرڊيننڊ کي ٽرانسلونيا جي ھنگرين وڏ (حاڪم) جان زپوليا للڪاريو. زپوليا ترڪن کان مدد گھرڻ ۾ ڪو عار نہ سمجھيو ۽ سلطان سليمان سندس مدد ڪرڻ ۾ دير نہ ڪئي.

ھن پنھنجون فوجون وٺي 1529ع ۾ خود ويانا تي ڪاھ ڪئي، پر خراب موسم ۽ ناقص فوجي نقل ۽ حرڪت جي انتظامن ڪري ڪيس ھڪ تہ اتي پھچڻ ۾ دير ٿي ويئي ۽ ٻيو تہ عيسائين جي جمي مقابلو ڪرڻ سببان، ڪيس پنھنجو گھيرو مجبور ٿي ختم ڪرڻو پيو. ٽن سالن ڪانپوءِ ھن آسٽريا جي گنز واري ننڍي قلعي تي ڪاھ ڪئي، پر قلعي وارن اتھاس ڀري بھادري سان وڙھي پنھنجو بچاءُ ڪيو، جنھن ڪري اھا ڪاھ بہ ڪامياب ٿي نہ سگھي. آسٽريا تہ بچي ويو پر زپوليا بدا ۾ بدستور ترڪي جي ڪٺ پتلي رھيو. ھن جي مرڻ پڇاڻان سليمان زوري سندس ملڪ کي ورھائي ڇڏيو. ترڪي جي ھٺ ھيٺ آيل ھنگري جي علائقي مان، ھڪ صوبو ٺھيو جيڪو انھي سرحدي سلسلي جي ھڪ ڪڙي ھو، جنھن ۾ بوسينا، ولاشيا، مالديويا ۽ ڪريميا شامل ھئا. ايشيا ۾ سليمان وان ڍنڍ ۽ ايرزيرم جي پسگردائي وارا علائقا پنھنجي قبضي ھيٺ آندا ۽ ايران جي 'ڪافر' صفوين کان عراق کسيائين. ھاڻي ھو خلافت جي قديم گادي بغداد، يروشلم، مڪي ۽ مديني جھڙن مقدس شھرن جو مالڪ ۽ اسلامي دنيا جو مڃيل اڳواڻ ليکجڻ لڳو ھو، پر انھي ڏاڪي مٿس ڳريون ذميداريون وجھي ڇڏيون ھيون. پورچوگيزن جي ھندي وڏي سمنڊ ۾ وڏي اچڻ ڪري، ھندستان ۾ ڏورانھين گجرات جي اسلامي رياست، ڪانئس مدد گھري. ھن مصر جي گورنر جي سربراھي ۾ ھڪ سامونڊي فوج موڪلي، پر اھا پورچوگيزن جي ڊيو واري بيٺڪ قبضي ڪرڻ ۾ تہ ناڪام ٿي پر عدن جي بندر تي قبضي ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويئي، جنھن ڪري ڳاڙھي سمنڊ ڏانھن ايندڙ رستا محفوظ ٿي ويا.

اولھندي ڀونچ سمنڊ ۾ مالٽا واري ٻيٽ تي، سينٽ جان جا نائب محفوظ ويٺا ھئا ۽ اسپيني پنھنجن اوران ۽ لاگوليٽا وارن ۽ اتر آفريقي بيٺڪن ۾ پڻ محفوظ ويٺا ھئا. سليمان آلجيريا جي سامونڊي ڌاڙيل خيرالدين 'باربروسا' کي پنھنجو اميرالبحر مقرر ڪيو، جنھن 1538ع ۾ وينس ۽ اسپين جي گڏيل سامونڊي لشڪر کي شڪست ڏني. وينس يوناني ساحل تي پنھنجو آخري مورچو سندس حوالي ڪيو. سليمان جي ٻئي اعليٰ اميرالبحر 'دراگٽ'، جيڪو ٽريپولي جي سامونڊي ڌاڙيلن جو اڳواڻ ھو، 1560ع ۾ جربا مٿان ڪاھي ايندڙ اسپيني لشڪر کي پوئتي ڌڪي ڇڏيو. پر 1565ع ۾ چئن مھينن جي گھيري کان پوءِ بہ ترڪي جي گڏيل بحري ۽ بري فوج مالٽا تي قبضي ڪرڻ ۾ ناڪام ٿي ويئي. ٻئي سال ھڪ

مهم دوران سلطان فوت ٿي ويو.

سندس حڪومت جي آخري سالن ۾ سندس پٽن ۾ ظاهر ظهور دشمني پيدا ٿي چڪي هئي. افواه پئي هليا تہ سلطان جي پياري زال خُرن جنهن کي اولهہ ۾ روڪسيلانا سڏبو هو، سلطان جي ٻي زال مان پيدا ٿيل، سڀ کان وڏي پٽ مصطفيٰ خلاف سازشون پئي ڪيون، پر مصطفيٰ حقيقت ۾ سياسي بي چيني جو نشانو بڻيل هو، جنهن ڪري 1553ع ۾ ڦاسي چاڙهيو ويو. خرن جي موت ڪانپوءِ سندس پٽن مان هڪڙي کي باغي ٺهرائيندي ڦاسي ڏني وئي، تنهن ڪري سندس پيارو پٽ سليم، پنهنجي پيءُ جي موت ڪانپوءِ بنا ڪنهن مخالفت جي تخت تي ويٺو.

سليمان جي ڪيترن ئي ناميارن ۽ ذهين ماڻهن خدمت ڪئي، جن ۾ سندس وزيرن ابراهيم ۽ محمود سوڪولو جا نالا قابل ذِڪر آهن. آسٽريا جي هڪڙي سفير تعجب وچان لکيو، "ترڪن ۾ جم کي ڪابہ اهميت ناهي. ماڻهو صرف پنهنجي صلاحيتن وسيلي ئي هن رياست جي عهدن تائين پهچي سگهن ٿا." نتيجي طور هڪ اعليٰ انتظامي سرشتو وجود ۾ آيو، پر انهي سڄي سرشتي جو دارومدار سلطان تي هو. قانوني ضابطن جي مؤلف سلطان جي هٿ هيٺ اهو سرشتو اعليٰ پيماني تي هلندو رهيو. هن عقلمندي سان حڪومت ڪئي ۽ ترڪن کي منظم ڪري ويو ۽ منجهن ضابطو پيدا ڪيائين.

# چارلس V

## (1558-1500ع)

هيپسبرگ جو چارلس، ڏهہ لک سونيون فلورن ڀري مقدس رومي شهنشاھ ٿيو هو. جرمني جي اهم رياستن جا سربراهہ: 'ست چونڊيندڙ،' ٿي سگهي ٿو تہ ڪيس ميڪسيملين جي پوٽي هئڻ ڪري هوندئن ئي چونڊين ها. هن اها رقم انهي ڪري ڀري تہ متان فرانس جو بادشاھہ فرانس I چونڊجي نہ وڃي. جيڪڏهن ائين ٿئي ها تہ چارلس لاءِ هڪ پريشان ڪندڙ صورتحال پيدا ٿي پوي ها، ڇو تہ سندس سڀ کان وڌيڪ پيداواري ملڪيت، نيدرلينڊس، اهڙين ٻن طاقتن جي وچ ۾ اچي وڃي ها، جيڪي ويلائس جي هٿ هيٺ هيون.

چونڊيندڙن کي رقم ڏيئي هن ڪو مهانگو سودو نہ ڪيو هو. هو اڳ ۾ ئي برگنڊي جو ڊيوڪ، اسپين، سسلي، سارڊينيا ۽ نيپلس جو بادشاھہ ۽ وچ يورپ ۾ هيپسبرگ جي زمينن جو وارث هو. انهي رقم ڀرڻ ڪري هو اوڻويهن سالن جي ڄمار ۾ ئي مقدس رومي شهنشاھہ ۽ يورپ جو سڀ کان طاقتور بادشاھہ ٿي ويو. پر سندس طاقت کي هر طرف کان للڪاريو ويو. فرانس I جي چوڌاري هيپسبرگ جون زمينون هيون، تنهن ڪري هن اٽلي ۾ شهنشاھہ جي جاھ طلبي کي روڪڻ جو پڪو پهہ ڪيو. هوڙانهن ترڪ هئا، جن قسطنطنيہ فتح ڪري، اوڀر يورپ ۽ يونچ لاءِ هڪ لاڳيتو خطرو پيدا ڪري ڇڏيو هو. چارلس کي ڪجهہ جرمن شهزادن کان پڻ خطرو هو، جيڪي لوٿر جي مٿي هيٺ متحد ٿي، سندس شهنشاهي جا مخالف ٿي پيا هئا. نئين جاڳرتا يا نشاط ثانيہ، چارلس جي دور جو سڀ کان وڏو مسئلو هو. هن پروٽيسٽنٽن کي وري رومن ڪئٿولڪ ڪرڻ لاءِ ننهن چوٽي جو زور لاتو.

چارلس، لوٿر جي انهيءَ ڳالهہ سان متفق هو تہ ڪليسا ۾ بدعنوانيون پکڙجي ويون هيون. هن پنهنجي دؤر جو گهڻو حصو، پوپ کي چرچ ۾ سڌارا آڻڻ لاءِ مجبور ڪرڻ تي لڳائي ڇڏيو، پر ساڳئي وقت لوٿر جي نئين نظرئي کي مڃڻ کان بہ انڪار ڪيائين. هن جي هٿ هيٺ جيڪي شهزادا هئا، تن مان ڪيترن ئي لوٿر

جي نون نظرين کي نہ صرف قبول ڪري ورتو هو، پر اهو بہ اصرار ڪرڻ لڳا هئا تہ کين پنهنجين پنهنجين رياستن ۾ پنهنجو متو رائج ڪرڻ جو پورو پورو حق حاصل هو. مذهبي مسئلي حل ڪرڻ لاءِ هڪ ٻئي پويان جيڪي ڪانفرنسون ٿيون، سي انهي منجهيل مسئلي کي حل ڪرڻ ۾ ناڪام ويون. انهيءَ زماني ۾ خوش قسمتي سان چارلس کي پوپ پال III ملي ويو جيڪو ڪائونسل جو اجلاس گهرائڻ لاءِ راضي هو، پر ساڳئي وقت پروٽيسٽنٽ جو رويو سخت ٿي ويو هو. پروٽيسٽنٽ رياستون فرانس I جي مدد سان، ۽ ڪيٿولڪ رياست، جنهن جي اڳواٽي پال III جي مدد سان چارلس ٿي ڪئي، 1546ع ۾ پاڻ ۾ وڙهي پيون. اها لڙائي 1555ع تائين جاري رهي. نيٺ آگسبرگ وارو صلح جو عهدنامو ٿيو، جنهن مطابق هر هڪ حاڪم کي پنهنجي رعايا جي مذهب جي باري ۾ فيصلي ڪرڻ جو حق ملي ويو.

مذهبي معاملن تي جنگ دوران چارلس لڳاتار فرانسين ۽ ترڪن سان جنگين ۾ بہ رڌل رهيو. پنهنجي اطالوي چانسلر گيٽينار جي اثر ۾ اچي چارلس، گهٽي ياڳي اٽلي جي حڪمران خاندانن سان معاهدا ڪرڻ جي پاليسي اختيار ڪئي، جيڪي گهٽي ياڳي سڱابندي وسيلي ڪيا ويا. انهن سڱابندين جي ڪري اٽليءَ جو حصو هيپسبرگ جي هٿ هيٺ اچي ويو. پر ڪجهہ پوپن ٻنهي طاقتن جي وچ ۾ توازن قائم ڪرڻ لاءِ فرانس جي حمايت ڪئي. جن جون اڪيون پڻ اٽلي ۾ ڪتل هيون. چارلس ۽ فرانس جي وچ ۾ 1521ع ۾ جنگ شروع ٿي ويئي، خاص ڪري ميلان تي، جيڪو انهي زماني ۾ فرينچن جي قبضي ۾ هو. اها جنگ جيڪا ڪڏهن بند ٿيندي هئي ۽ ڪڏهن وري چڙي پوندي هئي، سالن تائين هلندي رهي. پر نيٺ فرانس اتر اٽلي جي رياستن جو وفاق ٺاهڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو جيڪو سندس شهنشاهيت جو وفادار هو. اهو وفاق ٿي سؤ سالن تائين قائم رهيو.

عيسائي طاقتن جي اختلافن جو فائدو وٺندي، ترڪ هنگري ۾ آيا. هو 1532ع ۾ ذري گهٽ وچي ويانا تائين پهتا هئا پر پوءِ چارلس جي فوج کين پوئتي ڌڪي ڇڏيو. هنگري ۾ ڏکيائي سان امن قائم ٿيو پر ترڪن جي بالادستي کي اتر آفريقا جي ساحل تي ان وقت ڌڪ لڳو، جڏهن چارلس 1535ع ۾ تيونس فتح ڪيو. انهي جنگ جي زماني ۾ چارلس کي ترڪن خلاف پنهنجن جرمن باغي شهزادن کان بہ مدد وٺڻي پوندي هئي، ڪڏهن ڪڏهن تہ فرينچ بہ سندس پٺڀرائي ڪندا هئا، پر چارلس جي سڄي دؤر ۾، ۽ ان کانپوءِ بہ ترڪ يورپ سمنڊ وارن علائقن ۾ خطرو بڻيا رهيا.

جيستائين اسپين جي آمريڪا وارين بيٺڪن مان دولت اچڻ شروع نہ ٿي هئي، تيستائين لو ڪنٽريز (هيٺين ملڪن) مان ايندڙ دولت ئي چارلس جي آمدني جو مکيہ ذريعو رهي. انهن ملڪن جي صنعت ۽ واپار صدين تائين ترقي ڪندا

رهيا هئا. چارلس برگنڊي جي ڊيوڪ جي حيثيت ۾ انهن صوبن کان وفاداري جي گهر ڪندي اعلان ڪيو تہ هن کي هر حق حاصل هو تہ انهن کان فنڊ گهري. (اهي فنڊ ٽيڪس نہ، پر امداد ڪري ليکيا هئا.) چارلس جي جنگين ڪري انهن صوبن تي ڳاٽي ڀڳو بار پئجي ويو. انهي باري ۾ سندس نائبياڻي ميريٰ کيس لڳاتار خبردار ڪندي رهي. گينٽ جي ماڻهن انهن اختيار وارن جو تختو اونڌو ڪري ڇڏيو، جن 1539ع ۾ چارلس جي گهُرن جي پورائي ڪئي هئي، پر چارلس بيرحمي سان انهي بغاوت جو خاتمو آڻي ڇڏيو.

انهي ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ چارلس نيدرلينڊ ۾ مقبول هو. هو اتي ڄائو نپنو هو ۽ اتان جي ماڻهن جي نفسيات جي کيس چڱي پر پروڙ هئي. هن جي دؤر ۾ انهن جو علائقو اتر طرف وڌيو ۽ آرٽوائس ۽ فلانڊر جا ڈاکٽيان صوبا نہ صرف آزاد ٿيا هئا، پر مٿانئن فرانس ۾ وري شامل ٿيڻ جو خطرو بہ ٽري ويو هو.

اها ڪا تعجب جهڙي ڳالهہ ڪانهي، جو پنهنجي عمر جي پنجاهين ڏهاڪي ۾ پهچي، چارلس ٿڪجي پيو هو. سيني پاسن کان اٿندڙ چئلينجن ۽ بحرانن سان گڏوگڏ سنڌن جي سور جي لڳاتار حملن بہ کيس جهور ڪري ڇڏيو هو. جڏهن هن پنهنجي پٽ فلپ ۽ ميري ٽيوڊر جي جوڙي ناهي تہ منجهس چستي اچي ويئي هئي، پر اها چستي عارضي ثابت ٿي. انهي جوڙي ناهڻ مان سندس مقصد هو: فرانس خلاف اينگلو نيدرلينڊ (انگريزن ۽ نيدرلينڊ جو اتحاد) ناهڻ.

1555ع ۾ چارلس پنهنجا مختلف شاهي اختيار فلپ ۽ پنهنجي ڀاءُ فرڊينينڊ کي ڏيڻ شروع ڪيا جيڪو پوءِ شهنشاه ٿيو. هو رٽائرڊ ٿي اسپين جي هڪ ننڍڙي گهر ۾ وڃي رهيو جيڪو هڪ خانقاه جي ڀر ۾ هو. اتي هن پنهنجي زندگي جا آخري ٽي سال ڪچهريون ڪندي، شڪار، راڳ رنگ ۽ سٺي کاڌي کائڻ جي شوق جي پورائي ڪرڻ ۾ گذاريا، جنهن سان سندس صحت تي خراب اثر پيو. هو پنهنجن سيني ڪوششن ۾ ڪامياب ٿيڻ جي دعويٰ تہ نہ پيو ڪري سگهي، پر هي اهو ماڻهو هو، جنهن چاليهن سالن تائين انيڪ ۽ پيچيده ذميداريون پنهنجن ڪلهن تي کنيون هيون.

# جان ڪالِون

(1564-1509ع)

لوٿر جو وڏي ۾ وڏو ڪارنامو روم جي چرچ جي اختيارن کي للڪارڻ ۽ ڪاميابي سان اهو ثابت ڪرڻ هو تہ پوپ کي يورپ ۾ عيسائين جي معاملن تي ڪا هڪ هٽي مليل نہ هئي. لوٿر جي سڌارن ۾ هڪڙي ڪمزوري بہ هئي. انهن ۾ عيسائي پادرين جي اختيارين بابت ڪا چٽي وضاحت نہ ٿيل هئي، جنهن ڪري هڪ غيريقيني صورتحال پيدا ٿي پيئي هئي. عام طور مذهبي اختيار هر هڪ شهزادي ۽ شهري مئجسٽريٽن جي هٿن ۾ اچي ويا هئا. هاڻي سوال ٿي پيدا ٿيو تہ انهيءَ خلا کي ڪيئن پرجي؟ انهي خلا کي پرڻ لاءِ هڪ معمولي شهر جو، هڪڙو غيرمعمولي ماڻهو اڳتي وڌيو. اهو غيرمعمولي ماڻهو جان ڪالِون نالي هڪ فرانسي هو، جيڪو سوئيزرلينڊ جي فرانسيسي ڳالهائيندڙ حصي جينيوا جو رهاڪو هو. سڌارن جي سلسلي ۾ هن جيڪو ڪم ڪيو، سو اوڪو بہ هو تہ اختلافي بہ، پر انهي هوندي بہ هو پروٽيسٽنٽ تحريڪ جو هڪ ديوقامت دانشور مڃيو وڃي ٿو.

ڪالِون پئرس جي اتر اوير ۾ واقع نليون ۾ پيدا ٿيو. هن لاطيني زبان ۾ مذهبي نظرين جي سکيا پئرس ۾، ۽ قانون جي سکيا اورلينس ۾ ورتي. پئرس ۾ ئي پنهنجن جرمن هم ڪلاسين کان کيس لوٿر جي مذهبي نظرين کان واقفيت ٿي ۽ هو ڏينهون ڏينهن انهن جي اونهاين ۾ لهندو ويو، پر دل جو راز دل ۾ ئي رکيائين ۽ هڪ ڏينهن اوچتو ئي اوچتو هن اهو چوندي پراڻن مذهبي نظرين کي ڇڏڻ جو اعلان ڪيو تہ: "مونکي ايئن لڳو تہ اوچتو ئي اوچتو روشني جو ڪرڻو اچي منهنجي مٿان ڪريو، جنهن ۾ مون ڏٺو تہ هيستائين مان غلطين جي هڪ اوڙاه ۾ پيل هيم. تنهن ڪري او منهنجا مالڪ! مون پنهنجو فرض نڀائيندي نقش قدم جي پيروي اختيار ڪئي آهي."

فرانس ۾ ڪئٿولڪ فرقي وارن هن کي ايترو تہ ستايو، جو هو 1534ع ۾، ڀڄي اسٽراسبرگ ۾ پوءِ بسل ڏانهن ڀڄي ويو، جتي هن 1536ع ۾ پروٽيسٽنٽ

مذهبي نظرين بابت 'The Institutes Christian Religion' (عيسائي مذهب جا ادارا) نالي هڪ ڪتابچو شايع ڪيو. انهيءَ زماني ۾ لوٿر جو هڪ ٻيو نظرياتي فرانسيسي پوئلڳ وليم فاريل نالي جينيوا جي شهر ۾، انهن سڌارن جي سکيا ڏيڻ ۾ مصروف هو، جنهن ڪالون کي دعوت ڏني ته هو انهي ڪم ۾ سندس مدد ڪري. ڪالون سندس عرض اگهائيندي، ڍنڍ جي ڪناري تي اڏيلن شهر ۾ وڃي رهيو، جتي هو صحيفو سيڪارڻ لڳو. چئن مهينن ڪانپوءِ هُن، اتان جي شهري ڪائونسل اڳيان، سڌاري جو پروگرام پيش ڪيو، جيڪو گهڻو تڻو نئين عهدنامي ۽ آڳاٽي عيسائي چرچ جي تعليم تي ٻڌل هو. اهو پروگرام جينيوا جي ماڻهن کي متاثر ڪري نه سگهيو، جنهن ڪري ڪالون توڙي فاريل، ٻنهي کي جينيوا مان نيڪالي ڏني ويئي. ٽن سالن ڪانپوءِ، 1541ع ۾ ٻنهي کي واپس گهرايو ويو ۽ ڪالون جي پروگرام کي آخرڪار قبول ڪيو ويو. اهو پروگرام مذهبي قاعدن قانونن جي سلسلي تي ٻڌل هو، جنهن تي ڪليسائي آرڊيننس جو نالو رکيل هو. انهي ڪانپوءِ، پنهنجي موت تائين ڪالون، جينيوا جي شهري ريپبلڪ جو نظرياتي مهندار رهيو. ڪالون جو ڏنل پروگرام عملي زندگي ۾ عيسائيت لاڳو ڪرڻ جو هڪ اهڙو تجربو ثابت ٿيو، جنهن يورپ ۾ توڙي يورپ کان ٻاهر پروٽيسٽنٽن ۽ سندن مذهبي نظرين تي گهرو اثر ڇڏيو.

ڪالون جي آئين جو بنياد انهي نظريي تي رکيل هو ته هر شهري چرچ جو پڪو مذهبي ميمبر آهي. تنهن ڪري مذهبي رواداري جو ڪو سوال ئي پيدا نه ٿو ٿئي. انهيءَ آئين ۾ چرچ کي مڪمل طور خودمختيار بڻايو ويو هو، جيڪو پنهنجا ضابطا پاڻ ٺاهي پئي سگهيو ۽ انهن تي عمل ڪرائڻ جو مڪمل اختيار به چرچ کي ئي هو. انهيءَ آئين ۾ اهو به چيل هو ته چرچ کي اختيار آهي ته جيئن وٽيس تيئن پنهنجو حڪومتي نظام ٺاهي سگهي ٿو، ان جي ڪم ڪار هلائڻ جو طريقو مقرر ڪري سگهي ٿو، پنهنجو اخلاقي ضابطو پاڻ ٺاهي سگهي ٿو ۽ ان تي عمل به پاڻ ڪرائي سگهي ٿو.

ڪالون، هڪ هوشيار منتظم جي حيثيت ۾ هڪ اهڙو آئين ٺاهيو، جنهن مطابق پادري يا پاسٽر (پاسبان) پادرين جي چونڊ ڪندا هئا، پر شهري ڪائونسل کي سندن چونڊ کي رد ڪرڻ جو اختيار مليل هو. انهي آئين مطابق عام ماڻهن جي اخلاقي هلت چلت کي جاچڻ جو ذمو عام 'بزرگن' يا انتظامي آفيسرن تي رکيو ويو هو، جيڪي پادرين جي 'مانائتي ڪمپني' اڳيان انهي بابت پنهنجون رپورٽون پيش ڪندا هئا. هر خميس تي معتبرن ۽ پادرين جي گڏجاڻي ٿيندي هئي، جنهن ۾ اهو ڏٺو ويندو هو ته ڪو حل طلب مسئلو ته پيدا ناهي ٿيو. چرچ جيڪڏهن ڪنهن عورت يا مرد کي 'گناهگار' ٺهرائيندو هو ته ڪيس سزا ڏيارڻ لاءِ شهري حڪومت جي حوالي ڪبو هو. 1550ع ۾ پاسبانن کي سال ۾ هڪ ڀيرو

هر شهري جي گهر ۾ گهڙي، تحقيقات ڪرڻ جا مڪمل اختيار ڏنا ويا.

ڪالون طاقتور هوندي بہ ڪو آمر نہ هو. حقيقت ۾ هن جيڪي بہ قانون ٺاهيا تن مان ڪيترائي هين سان ٺاهہ ۽ صلاح ڪري جوڙيائين. مثال طور: شهري ڪائونسل جي مرضي هئي تہ اها پادرين جي چونڊ جو اختيار پاڻ وٽ رکي. ڪالون سندن اها ڳالهہ مڃي. ڪالون شراب خانا بند ڪرائي انهن جي جاءِ تي قهوه خانا کولرائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر شهرين کيس ايئن ڪرڻ نہ ڏنو. 1546ع ۾ هن غيرانجيلي عيسائي نالن تي بندش وجهڻ لاءِ هڪ قانون جاري ڪيو، پر جينيوا جي عوام انهي قانون کي ليکيو ئي ڪو نہ. ڪالون کهرو، بي رحم، ڳنڀير ۽ هڪ دينوار شخص هو. هو لوٿر وانگر ڪڏهن بہ مقبول نہ ٿيو. ماڻهو يا تہ کانئس نفرت ڪندا هئا، يا وري سندس پوئلڳ هوندا هئا. هن جا مخالف هوندا هئا يا مريد. ٻنهي جي وچ ۾ ٺاهہ ٿيڻ جي گهٽ گنجائش هوندي هئي، پر هي اهو ماڻهو هو جنهن جينيوا کي پروٽيسٽنٽ يورپ جو روم بنائي ڇڏيو هو. فرانس ۾ ڪئٿولڪ فرقي جي ظلمن ڪري فرانسيسي پناهگيرن جا ڪٽڪ جينيوا ۾ اچڻ لڳا، جنهن سان ڪالون کي هٿي ملي. انهن مان ڪي تہ پادري بہ بڻيا. اٽلي، نيدرلينڊ، اسپين، انگلينڊ ۽ اسڪاٽ لينڊ مان هر قسم جا پروٽيسٽنٽ ڪالون جي صفن ۾ شامل ٿيندا ويا. اهو اسڪاٽ لينڊ جو ئي هڪ پناهگير جان ناڪس هو، جنهن جينيوا کي ”رسولن جي زماني کانپوءِ، زمين تي قائم ٿيل عيسيٰ جي اسڪولن مان سڀ کان وڏيڪ بهتر اسڪول“ سڏيو.

تقدير جي باري ۾ ڪالون جو مذهبي نظريو لوٿر واري نظرئي کان مختلف هو. هُن جو چوڻ هو تہ، هر ڪنهن جي تقدير اڳ ۾ ئي لکجي چڪي هئي. اهو ڪو نئون نظريو بہ نہ هو. هن کان اڳ سينٽ آگسٽائين ۽ سينٽ ٿامس اڪيوناس جهڙا مذهبي نظرئيدان، تقدير کي عيسائي عقيدن جو هڪ ضروري جزو ڄاڻائي چڪا هئا. ڪالون انهي عقيدي کي مرڪزي حيثيت ڏني. هن دليل ڏيندي چيو تہ حضرت عيسيٰ سڀني انسانذات لاءِ نہ، پر چونڊ ماڻهن لاءِ صليب تي چڙهي پنهنجي جان ڏني هئي. رومن چرچ جي ستن مذهبي رسمن کي گهٽائي، هُن بہ ڪري ڇڏيون، جنهن مان هڪڙي رسم هئي بپتسا وٺڻ ۽ ٻي هئي مذهبي لاڳاپا قائم رکڻ. اهي ٻئي رسمون بہ خالص علامتي رسمون سمجهيون وينديون هيون. ڪالون جا پوئلڳ بہ، هُن وانگر طبيعت جا کهرا، بي ٻڊيا ۽ انجيل جا پڪا مڃيندڙ هوندا هئا. ايندڙ سؤ سالن تائين سندس پوئلڳ، پروٽيسٽنٽ يورپ جي سڀ کان وڏي مذهبي طاقت رهيا ۽ اڳتي هلي هنن کي ئي انگريزي پيوريٽينزم وسيلي اتر آمريڪا جي نئين دنيا ۾ وجي خدا جو نئون فرمان پکيڙڻو هو.

# فلپ II

## (1527-1598ع)

اسپين جو فلپ II بہ پنهنجي پيءُ چارلس V وانگر پنهنجي زماني جو سڀ کان طاقتور بادشاهہ هو. مقدس رومي شهنشاهيت جو تاج، جيتوڻيڪ سندس چاچي فرڊينينڊ جي گهراڻي کي مليو هو، تنهن هوندي بہ فلپ کي ورثي ۾ وڏي جائداد ملي هئي. اسپين جون ڪيتريون ئي بادشاهتون، نئين دنيا ۾ اسپين جو بيٺڪون، نيدرلينڊ جا سترهن صوبا، برگنڊي جي آزاد ڪائونٽي، نيپل ۽ يونچ جون قسمين قسمين بيٺڪون سندس حڪومت ۾ شامل هيون. سندس ٻي شادي ميري ٽيوڊر سان ٿي، جنهن ڪري هو ڪجهہ وقت پوءِ انگلينڊ جو نالي ماتر بادشاهہ بہ ٿيو. پورچوگال ۽ سندس شهنشاهي بہ 1578ع ۾ کيس ورثي ۾ ملي. ترڪن، فرينچن، ڊچن ۽ انگلينڊ خلاف فلپ جي فوجي مهمن جي پورائي، نئين دنيا مان ايندڙ خزاني مان ٿيندي هئي. رومن ڪئٿولڪ مذهب کي سڄي يورپ ۾ ٻيهر پکيڙڻ جي، سندس مکيہ مهم ناڪام ٿي، پر انهيءَ جو سبب سندس پنهنجي ڪوتاهي نہ هو.

پنهنجي حڪومت جي آڌار تي فلپ هڪ بين الاقوامي شخصيت جو مالڪ هو. پر هن تنگ نظري جو ثبوت ڏيندي، سڄي دنيا کي اسپين جي نقطہءِ نظر سان ڏسڻ شروع ڪيو ۽ صرف اسپين جا مفاد ئي نظر ۾ رکيائين. هن کي ڌارين ٻولين سکڻ جو ڪو شوق نہ هو ۽ پنهنجي پيءُ جي ابتڙ ٻين ملڪن جي سفر کان لنوائيندو هو. جيئن تہ هو طبيعت جو کهرو ۽ پرهيزگار شخص هو، تنهن ڪري منجهس پنهنجي پيءُ جهڙو ميل ميلاپ وارو قدرتي ڳڻ ڪونہ هو. انهي سببان نيدرلينڊ جي ملنسار ماڻهن سان ميل ميلاپ قائم رکي نہ سگهيو. پنهنجي پيءُ چارلس جي ابتڙ هو اها حقيقت سمجهي نہ سگهيو تہ نيدرلينڊ جا ماڻهو، اسپينن جي حڪومت قبول نہ ڪندا.

فلپ جيڪو ستاويهن سالن جي ڄمار ۾ رنڊ ٿي ويو هو، تنهن پنهنجي پيءُ جي خواهش جي پوئواري ڪندي، 1554ع ۾ انگلينڊ جي راڻي ميري ٽيوڊر سان

شادي ڪئي. هوءَ ڪانئس يارهن سال وڏي هئي. اها شادي ڪامياب نہ ٿي. ميري مان ڪيس ڪو وارث پيدا نہ ٿيو. جيڪو انگلينڊ ۽ نيدرلينڊ جي وچ ۾ ڳانڍاپو ڪرائي سگهي ها. بہ دفعا هن (ميري ٽيوڊر) پاڻ کي ٻن جيئن سان سمجهيو، پر حقيقت ۾ اهي جلندر جي بيماري جون نشانيون هيون.

فلپ، 'خوني ميري' جي، پروٽيسٽنٽن کي مارائڻ واري مهم ۾ ڪو حصو نہ ورتو، جو تہ هن انگلينڊ جي معاملن ۾ هٿ چراند نہ ڪرڻ جو پڪو پهہ ڪيو هو. هن اهو بہ واعدو ڪيو هو تہ انگلينڊ کي اسپيني جنگين ۾ گهليندو، پر جڏهن فرانس سان هڪ لڙائي ۾ منجهي پيو، تڏهن ميري ۽ سندس پروي ڪائونسل کي قائل ڪري، ڪانئن ماڻهن ۽ خزاني جي مدد ورتائين. فلپ جي فوج اتر فرانس ۾، سينٽ ڪوئنٽ وٽ فرينچن کي هڪ تباه ڪندڙ شڪست ڏني، پر فرينچن ڪيلائس بندر جي اٿوري بچاءَ جو فائدو وٺندي اهو بندر فتح ڪري ورتو، جيڪو گذريل بہ سو سالن کان انگلينڊ جي قبضي ۾ رهندو آيو هو. انگريزن جيئن تہ اهو بندر فلپ جي جنگ سببان هٿان وڃايو هو تنهن ڪري اهي ڪيس ڏڪارڻ لڳا.

ميري 1558ع ۾ مري ويئي. سندس تخت تي ايلزبيٿ I ويٺي، جيڪا بعد ۾ فلپ جي سخت دشمن ثابت ٿي. انهي وچ ۾ نيدرلينڊ ڪيس فڪرمند ڪري ڇڏيو. اهي صوبا جيتوڻيڪ هڪ ٻئي کان آزاد هئا، تنهن هوندي بہ منجهن متحد ٿيڻ جو شعور پيدا ٿي رهيو هو. اتان جي امير گهراڻن، انهيءَ ڌاري اسپيني انتظامي ڪائونسل جي مخالفت ڪئي، جيڪا فلپ مٿن حڪومت هلائڻ لاءِ موڪلي هئي. پروٽيسٽنٽ ۽ ڪئٿولڪ اميرن گڏجي 1566ع ۾ فلپ کي عرضداشت پيش ڪئي تہ سندن صوبن ۾ ماڻهن جي عقيدن بابت سرڪاري جاچ اسپين وارن کان نہ ڪرائي وڃي پر هن سندن عرض نہ اگهايو. ڪالون جي پوئلڳن مان انبوه ماڻهن ڪئٿولڪ ڪليسائن جي بي حرمتي ڪئي. انهي جي موٽ ڏيندي فلپ، نہ فقط نيدرلينڊ ۾ ماڻهن جي مذهبي عقيدن بابت تحقيقات لاءِ ماڻهو موڪليا، پر پنهنجي نئين گورنر جنرل آلوا جي ڊيوڪ جي هٿ هيٺ هزارن جي تعداد ۾ اسپيني فوجون بہ موڪليائين. آلوا، باغين تي انتهائي خوفناڪ ظلم ڪيا. (پنهنجن ظلمن ڪري هو 'انگورن جي شاهي باغ جي ڇانگ' چوندو هو). بغاوت جو جذبو وري جاڳيو جنهن جي نتيجي ۾ هڪ ڊگهي ۽ ڇيتي جنگ شروع ٿي ويئي.

انهي ڪانپوءِ پارما جو شهزادو جڏهن گورنر جنرل ٿيو، تڏهن ڏاکڻين صوبن جي حمايت حاصل ڪري ورتائين، پر اترين صوبن 1581ع ۾ پنهنجي آزادي جو اعلان ڪيو. انهن متحد صوبن کي انگريزن کان مدد ملي جيڪي پڻ اسپيني جهازن کي لٽڻ ۽ اسپيني خزاني چورائڻ ۾ مشغول هئا.

فلپ ۾ وقت سر فيصلي ڪرڻ جي اهليت نہ هئي. هڪ ڀيري پوپ پيئس V ڪيس لکيو هو: "بادشاه سلامت توهان ڪنهن بہ ڪم جي باري ۾ فيصلي ڪرڻ

۾ ايتري تہ دير ڪيو ٿا جو ان تي عمل ڪرڻ جو وقت نئي گذريو وڃي." پر هاڻي فلپ انگريزن کي جوڳي سبق سيکارڻ، ڪافرياڻي ايلزبيٿ کي تخت تان لاهڻ ۽ ڪئٿولڪ عقيدي کي قائم ڪرڻ لاءِ انگلينڊ تي قبضي ڪرڻ جو پڪو پهہ ڪيو هو. هن 130 جهازن جي بحري ٻيڙي ٺاهڻ جو حڪم ڏنو. انهي جهڙو وڏو ٻيڙو دنيا اڳي ڪڏهن بہ نہ ڏٺو هو. انهي بحري ٻيڙي ۾ 30 هزار ماڻهو هئا. اهو ٻيڙو 1588ع ۾ اتر طرف وڌيو. منصوبو اهو هو تہ اهو ٻيڙو وڃي پارما جي فوج سان ملندو، جيڪا نيدرلينڊ کان انگلينڊ جي ساحل ڏانهن وڌي رهي هئي، پر پارما جي فوج اڃا انگريزي چينل ۾ هئي تہ گهيرجي ويئي. انگريزي بحري جهازن، اسپيني جهازن جو پيڇو ڪري، ڪين وڏو نقصان رسايو. انهي کانپوءِ هڪڙي زبردست طوفان اسپيني پڳل ٽٽل آرماڙ کي اتر سمنڊ ڏانهن ڌڪي ڇڏيو. اهو آرماڙ برطانيا جي ساحل جي چوڌاري چڪر ڪاٽي، جڏهن اسپين واپس پهتو، تڏهن وٽس جهازن جو اڌ انگ ۽ ماڻهن جي ٽين پتي وڃي بچي هئي. فلپ کي خود پنهنجي ملڪ ۾ پنهنجي سپ کان وڏي موڙي يعني سمنڊ پار شهنشاهي جي زوال جا آثار ڏسڻا پيا. اسپين جي سربلندي ۽ دولت ۾ بيشڪ ايترو تہ واڌارو ٿيو هو، جو فلپ جو دؤر، اسپيني ثقافت جو 'سونهري دؤر' ليکجڻ لڳو، جنهن ۾ ڪروانٽيس، ايل گريڪو ۽ ٻيا عظيم اديب ۽فنڪار پيدا ٿيا. پر آمريڪي ٻيٽڪن مان ٿيندڙ سون جي آمدني ڪري، هڪ اهڙي بي مهار ناڻي واڌ ٿي جنهن تي نہ تہ فلپ ۽ نہ وري سندس صلاحڪار ضابطو رکي سگهيا. تنهن کان سواءِ ٻين ملڪن ۾ دولت ملڻ جي لوڀ ڪري، تمام گهڻا ماڻهو اوڏانهن هليا ويا. صنعت پٺتي پئجي ويئي. بادشاه، جيڪو هاڻي ڪراڙو ٿي ويو هو ۽ بيمار رهڻ لڳو هو، سو پنهنجي ٺهرايل ايسڪوريئل جي وسيع ۽ اڻ وڻندڙ محل ۾ وڃي رهيو ۽ ڏينهون ڏينهن روحاني زندگي ڏانهن مائل ٿيندو ويو. جنهن ۾ سرڪش ۽ نافرمان دنيا جي پريشانين مان ڪيس ڪجهہ نہ ڪجهہ مهلت ملي ويندي هئي. فلپ ڪئٿولڪ مذهب ۾ پڪي عقيدي رکڻ بابت جيڪا جاچ ڪرائي، سا ڏاڍي وحشياڻي ۽ ظالماڻي نموني سان ٿي، جنهن ۾ هزارين ماڻهو مارجي ويا ۽ انهي کان بہ وڌي تعداد ۾ ماڻهن تي تشدد ڪيو ويو. فلپ کي خاص ڪري انهي ظلم ۽ تشدد سببان اڄ تائين ياد رکيو ويندو آهي.

# آئيوَن ڏهڪائيندڙ

## (1530ع -1584ع)

ڏهڪائيندڙ زار آئيون جي ڏاڍ ۽ ڏهڪاءُ جو هڪڙو نِنڍڙو مثال پيش ڪجي ٿو. هن جڏهن 1551ع ۾ تاتارين خلاف پنهنجي پهرين جنگ ڪٽي، تڏهن دشمن جي ڇڏيل مال متاع ڪٺي ڪرڻ مهل، سندس نظر اهڙن ڌارين جانورن تي پيئي جيڪي هن اڳي ڪڏهن بہ نہ ڏٺا هئا، يعني اٺن تي. هن انهن مان هڪڙي کي گوڏا کوڙڻ جو حڪم ڏنو، تہ جيئن مٿس سواري ڪري سگهي. انهي ڳگدام سندس حڪم نہ مڃيو يا ٿي سگهي ٿو تہ کيس سندس حڪم سمجھ ۾ ئي نہ آيو هجي. انهيءَ تي آئيون کيس ماري ڇڏيو.

پر اهڙو سندس دور جو ڪو هڪڙو واقعو ناهي. تاريخ سندس ڏاڍ ۽ ڏهڪاءَ جي انهيءَ کان بہ وڌيڪ خوفناڪ مثالن سان ڀري پئي آهي. انهي سببان کيس ڏهڪاءُ پکيڙيندڙ سڏڻ بلڪل جائز آهي. هو نفسياتي مريض هوندي بہ تاريخ جو اهو ڪردار هو، جنهن روس کي هڪ مجيل طاقت بڻائي ڇڏيو هو ۽ اولهہ وارن ملڪن سان سندس تجارتي ۽ ثقافتي لاڳاپا قائم ڪرايا هئا.

جنهن سماج ۾ آئيون اک کولي هئي، تنهن جو هڪ خاص روڳ، تشدد هو. هو پنهنجي ٻاراڻي وهيءَ ۾ پنهنجن سنگتين سان، سرڪشي واريون رانديون کيڏندو هو. هو اڃا ٽن سالن جو هو جو سندس پيءُ مري ويو، جيڪو انهي زماني جي، مسڪووي نالي ملڪ جو گرانڊ ڊيوڪ (وڏو نواب) هو. ڪجھ سالن کان پوءِ سندس ماءُ بہ مري ويئي. هو طاقتور روسي اميرن يعني بوئرس جهڙن جي وچ ۾ اڪيلو رهجي ويو. خوف ۽ شڪ سندس ڪردار ۾ گهر ڪري ويهي رهيا. چوڏهن سالن جي ڄمار تائين هو تشدد واري سياست جو ماهر ٿي چڪو هو. گلنسڪين واري ڌر جو پاسو ڪندي هن سندن مخالف ڌر شوئيسڪي کي ڦاهي ڏيڻ جو حڪم ڏنو ۽ انهن جا لاش ماسڪو کان نووگورد ويندڙ رستي تي ٽنگيل نظر اچڻ لڳا.

هن بازنطيني شهنشاهي جي شان ۽ شوڪت کان متاثر ٿي پنهنجي تاجپوشي وقت زار يعني سيزر جو لقب اختيار ڪيو. جيڪو انهي اوڀرندي شهنشاهي جي

سربراهہ جو لقب هو. هن پنهنجي تاجپوشي واري سال يعني 1547ع ۾ اناستاسيا سان شادي ڪئي. اَناستاسيا سندس پهرين زال هئي. هوءَ هڪ ڪلمڪ ۽ سلجھيل عورت هوندي هئي. سڄي جهان ۾ اهائي عورت هئي، جيڪا سندس ڪاوڙ ٿڌي ڪري سگهندي هئي ۽ شايد اُها ئي واحد هستي هئي، جنهن سان ڪيس پيار هوندو هو.

1560ع ۾ اناستاسيا مري ويئي. سندس موت تائين آئيون جي دور کي گهڻي ڀاڱي تعميري دور چئي سگهجي ٿو. تارترن مٿان ڏکڻ ۽ اوڀر وارن علائقن، جن ۾ هاڻوڪي سائبيريا جا ڪجهه علائقا پڻ شامل هئا، فتح ڪري هن پنهنجي قوم جون حدون وڌائي ڇڏيون هيون جنهن ڪري روسي قوم سندس خوشامد ڪرڻ لڳي. هن پهرين روسي پرنٽنگ پريس قائم ڪئي. هو علم جي اچ رکندڙ ماڻهو هو. انگريز واپاري 1553ع ۾ جڏهن ماسڪو پهتا تڏهن آئيون سندن آجيان ڪئي. هن اڇي سمنڊ واري علائقي ۾ ڪين واپاري هڪ هٽي قائم ڪرڻ جي اجازت ڏني، تنهن کان سواءِ ڪين واپار جون ٻيون سهولتون بہ ڏنائين. هو سڄي جمار انگريزي ٻولي جي ساراهہ مان ڍاپندو ئي ڪين هو. هُو 25 سالن تائين انگلينڊ جي راڻي ايلزبيٿ سان خط و ڪتابت ڪندو رهيو. راڻي ايلزبيٿ سان فوجي ٺاهہ ڪرڻ جي بہ ڪوشش ڪيائين پر ڪامياب نہ ٿيو.

هن پنهنجي قوم جون حدون، اولهندي پاسي بالٽڪ سمنڊ تائين وڌائڻ جو پڪو پهہ ڪندي، ليوونيا تي 1557ع ۾ ڪاهہ ڪئي. اهو علائقو ٽيوٽانڪ نوابن جي قبضي ۾ هو. روس جي پکيڙ وڌائڻ جي مخالفت نہ صرف جرمني، پولينڊ ۽ سوئيڊن وارن ڪئي پر خود آئيون جا پنهنجا صلاحڪار پڻ انهي ڳالهہ جا مخالف هئا، انهن جي مرضي هئي تہ هو اوڀر طرف وڌي. آئيون اها مخالفت برداشت نہ ڪندي، تخت تان هٿ کڻڻ جو اعلان ڪيو. حقيقت ۾ هن تخت ڇڏڻ جي ڳالهہ ڪري هڪ جوا کيڏي هئي، پر سندس داءُ لڳي ويو. مذهبي اڳواڻ ۽ ٻوئرن کي اچي ٻپ ورايو تہ جيڪڏهن سندن 'ننڍڙي پيءُ' تخت تان هٿ کنيو ۽ ان جي جاءِ تي ڪو ٻيو تخت تي ويٺو تہ عوام سندن خلاف مچرجي پوندو. تنهن ڪري انهن هڪ وفد ٺاهي، اچي ڪيس پنهنجي فيصلي ڦيرائڻ لاءِ ٻاڏايو. آئيون ڪانئن پنهنجا شرط مڃرائي، هڪ آمر جي حيثيت ۾ ڪريملن موٽيو.

هن پنهنجي بچيل زندگي جو گهڻو تڻو ڀاڱو ٻن مقصدن حاصل ڪرڻ ۾ لڳائي ڇڏيو: هڪڙو بالٽڪ تائين پهچڻ ۽ ٻيو ٻوئرن کي ماري مڃائڻ. بالٽڪ واري مهم جي پڄاڻي تہ 1582ع واري معاهدي سان ٿي ويئي پر سندس ٻي مهم کي وڏيڪ ڪاميابي نصيب ٿي.

اناستاسيا جي موت ڪانپوءِ، آئيون ڏينهون ڏينهن وڌيڪ چريو ۽ خونخوار ٿيندو. هن ٻوئرن کي ماري مات ڪرڻ لاءِ اوپرچ سينا ٺاهي، جيڪا جڻ تہ

’رياست اندر هڪ رياست‘ هئي. هن بوئرن جون وسيع ملڪيتون، ماسڪو جا ڪجھ حصا ۽ ٻيا پورا شهرن جا شهر حاصل ڪيا. اتان جي رهاڪن کي لڏائي ڪنهن ٻئي هنڌ وڃي رهايائين ۽ حاصل ڪيل علائقن ۾ آڳرين تي ڳڻڻ جيترا پنهنجا حامي رکيائين، جن کي اوپرچ نيڪي سڏبو هو. هن اوپرچ نيڪين کي ڪارٽي بلانچي (جيئڻ وٺڻ تيئن ڪرڻ جا مڪمل اختيار) ڏنا. انهن اها مهم وحشياڻي طريقي سان هلائي. آئيون 1570ع جي سياري واري موسم ۾ نووگورڊ تي ڪاهه ڪئي، جيڪو هڪ اوچو ڳاٽ رکندڙ ۽ خوشحال شهر هو ۽ جنهن جي ماڻهن جي آزادي واري جذبي آئيون جي اندر ۾ اوڙاهه ٻاري ڇڏيو هو. آئيون مٿس اهو بهانو بڻائي ڪاهه ڪئي، تہ اهي باغين سان سازشن ڪرڻ ۾ رڌل هئا. اوپرچ نيڪين اتي تشدد وسيلي هزارين ماڻهو ماري ڇڏيا. (ڳهڻن جي دعويٰ آهي تہ اٽڪل سٺ هزار ماڻهو ماريا هئائون) اوپرچ نيڪي جي ماڻهن کي جيڪا شيءِ هٿ لڳي، سا يا تہ تباهہ ڪري ڇڏيائون يا ڦٻايائون. انهي حملي کان پوءِ نووگورڊ وري ڪڏهن بہ سنئين لڳين نہ ٿي سگهيو.

هاڻي خود اوپرچ نيڪي بہ آئيون جي نظرن ۾ مشڪوڪ ٿي پيا هئا. تاتاري فوجن 1571ع ۾ ماسڪو تي چڙهائي ڪري کيس تباهہ ڪري ڇڏيو هو. اوپرچ نيڪين تاتاري فوج جي مقابلي ۾ بزدلي جو ثبوت ڏنو. تنهن ڪري اهي آئيون جي نظرن ۾ ڪري پيا هئا. آئيون جيئن گهڻن بوئرن جو انت آندو هو، تيئن اوپرچ نيڪي جو ڪم بہ پورو ڪري ڇڏيائين. بوئر ٻيهر اقتدار جي مرڪز ۾ آيا، پر هاڻي اهي هڪ آمر بادشاهہ جا نوڪر ٿي پيا هئا.

پنهنجي زندگي جي پڇاڙي وارن سالن ۾ آئيون ڏهڪائيندڙ بدران هڪ ڏکويل ماڻهو لڳندو هو. هو بيمار گذاريندو هو ۽ پنهنجو پاڻ تي رحم کائيندو هو. هن کي اهو پڪ وڪوڙي ويو هو تہ قدرت کيس سندس گناهن جي سزا پيئي ڏئي. هن هڪ خانقاهہ وارن کي گذارش ڪئي تہ اهي انهن ٽي هزار چار سؤ ستر ماڻهن جي روحن لاءِ دعا گهرن، جيڪي سندس ظلمن جو شڪار ٿيا هئا. هن شڪار ٿيل ماڻهن مان گهڻن جا نالا بہ کين موڪليا هئا، پر حقيقت ۾ اهو تعداد سندس تشدد جي شڪار ٿيل ماڻهن جي تعداد جي مقابلي ۾ تمام ٿورو هو. هڪڙي ڏينهن هن ڪاوڙ ۾ پرجي پنهنجي وڏي پٽ تي حملو ڪري، حادثاتي طور کيس ماري ڇڏيو. پٽ جي موت جو غم کيس وڪوڙي ويو. زاريوچ ئي سندس واحد قابل وارث هو. اهو حادثو صرف زار جو شخصي نقصان نہ هو پر شهنشاهي لاءِ بہ نقصان ڪار ثابت ٿيو. ڪجھ سالن کانپوءِ جڏهن هو پاڻ مري ويو تڏهن ڪنهن قابل وارث نہ هئڻ ڪري اقتدار جي لاءِ وري چٽو جهيڙو شروع ٿي ويو.

# ايلزبيٿ I

(1533-1603ع)

هينري VIII جي زماني ۾ بادشاه جو نرينو وارث هئڻ ضروري سمجهيو ويندو هو. شهزاديون صرف انهي ڪري ڳوليون وينديون هيون، ته جيئن سائن شادي ڪري معاهدن کي مضبوط ڪيو وڃي. تاريخ جي ڪيڏي نه ستم ظريفي آهي ته جنهن هينري پٽ حاصل ڪرڻ لاءِ ايڏا مٿا مونا هنيا هئا، تنهن جي وارثياڻي، سندس هڪ ڌيءُ ايلزبيٿ ٿي، جيڪا پوءِ انگلينڊ جي تاريخ ۾ سڀ کان وڏيڪ ناماياري حڪمران ليکي ويئي. هوءَ هڪ ذهين ۽ ڪامل عورت هئي (هن ستن غيرملڪي زبانن تي عبور حاصل ڪيو هو.) ايلزبيٿ زندگي ۾ ڪيترين ئي لاهيون چاڙهيون ڏٺيون. هوءَ انهن لاهين چاڙهين مان لنگهي پار پوڻ جي وڏي ذات رکندي هئي. پنهنجي ماٽيجي ڀيڻ ميري جي شروعاتي دؤر ۾ ايلزبيٿ تي، ميري خلاف هڪ ناڪام بغاوت ۾ ملوث هئڻ جي تهمت هنئي ويئي. اها بغاوت ٻاٽ نالي هڪ ماڻهوءَ جي اڳواڻي ۾ ٿي هئي. ايلزبيٿ کي ٿوري وقت لاءِ ٽاور آف لنڊن (لنڊن جي مناري) ۾ قيد ڪيو ويو. انهي وقت سندس عمر ايڪويهه سال هئي. هن پنهنجي خلاف مڙهيل تهمتن جا، اهڙي ته خوداعتمادي سان جواب ڏنا جو تحقيقات ڪندڙ لاجواب ٿي ويا. ايندڙ ڪجهه سالن ۾ هن لاءِ ٻيا به خطرا پيدا ٿيا، پر هوءَ پنهنجي هوشياري سببان انهن مان به بچي نڪتي، شايد خود ’خوني ميري‘ به پنهنجي ماٽيجي ڀيڻ کي مارائڻ ٿي چاهيو. ايلزبيٿ 1558ع ۾ جڏهن راڻي ٿي، تڏهن ڪيس وڏيڪ خطرن کي منهن ڏيڻو پيو. پر هوءَ ڀاڳواري هئي، جو هوشيار ماڻهو پنهنجا وزير ڪري ڪنيا هئائين، جن جي دوررانديشي ۽ وفاداري ڪيس پنهنجن دشمنن کان بچائي ورتو. انهن وزيرن مان مکيه وليم سيسل هو جيڪو خزاني جو وزير هو ۽ پوءِ لارڊ برگهلي ٿيو. ايلزبيٿ جيئن ته هڪ هوشيار عورت هئي، تنهن ڪري هن پڪو پهه ڪيو هو ته ڪيئن به ڪري پنهنجي ملڪ کي خوشحال بڻائيندي، هن ڏاڍي خبرداري سان مالي پاليسي ٺاهي ۽ جنگين کان پاسو ڪندي رهي. (جڏهن به سندس ڪي صلاحڪار اڳرائي وارا لاڙا ڏيکاريندا هئا، ته راڻي

ڪين چوندي هئي، "منهنجا سائين جنگ نہ ڪپي") هن جي خيالن سان سندس وڏو وزير لارڊ سيسل بہ متفق هوندو هو. ايلزبيٿ جي انهي پاليسي ڪري انگلينڊ هڪ خوشحال ملڪ بڻجي پيو، جنهن سبب سندس زوال هيٺ آيل حيثيت آهستي آهستي بحال ٿي ويئي. ملڪي صنعت کي انهن هنرمند ماڻهن جي ڪري نعفو ٿيڻ لڳو، جن يورپ کنڊ جي مذهبي جنگين کان ڀڄي انگلينڊ ۾ پناه ورتي هئي. ايلزبيٿ 1571ع ۾ رائل ايڪسچينج (شاهي خزانو) کوليو. انهي جي عمارت مالي سيڙپ ڪندڙ سر ٿامس گريشام ٺهرائي. افتتاحي رسم ايتري تہ شان ۽ شوڪت سان ٿي جو هن کي پاڻ کي ۽ سندس وفادار رعايا کي ڏاڍو مزو آيو.

انهي کان صرف هڪ سال اڳي پروٽيسٽنٽ ايلزبيٿ کي پوپ پائس V باقاعدي مذهب مان نيڪالي ڏني هئي، پوپ فتويٰ ڏيئي نہ صرف انگلينڊ جي ڪيٿولڪن کي پنهنجي راڻي جي وفاداري مان آزاد ڪري ڇڏيو پر ڪين حڪم بہ ڏنائين تہ سندس نافرماني ڪن. (اها شق ڏهن سالن کانپوءِ رد ڪئي وئي.) انهي وقت کان وٺي سڀيئي ڪيٿولڪ، جيڪي اتڪل روءِ آدمشماري جو اڌ هئا، سي راڻي جي حڪومت خلاف طاقتور باغي بڻجي ويا. ايلزبيٿ هن کان اڳ ڪيٿولڪن جي باري ۾ درگذر کان ڪم وٺندي ڪين پنهنجن گهرن ۾ عبادت ڪرڻ جي اجازت ڏني هئي پر سندن نافرماني ڪرڻ ڪري هن انهيءَ باري ۾ وڌيڪ سخت قانون لاڳو ڪيا. جڏهن جيسوئيٽ (عيسائي) مبلغ 1580ع ۾ ملڪ اندر ڳجهي نموني گهڙي آيا، تڏهن ايلزبيٿ انهن کي ڦاسيون ڏياري ملياميٽ ڪري ڇڏيو. راڻي کي سڀ کان وڏو خطرو پنهنجي سؤٽ ميري اسٽوئرٽ مان هو، جيڪا باغي اميرن هٿان شڪست کائي، تخت ڇڏڻ تي مجبور ٿي انگلينڊ ڏانهن ڀڄي آئي هئي. ميري انگلينڊ پهچي ايلزبيٿ کان مدد گهرڻ لاءِ پنڌي ڪٿي لاتي. هوءَ ايلزبيٿ تي لڳاتار زور پريندي رهي تہ کيس پنهنجو جانشين مقرر ڪري. ساڳي ئي وقت بيينگي نموني انهي ڳالهہ تي ڪٽي زور پريائين تہ انگلينڊ جي راڻي ٿيڻ جو حق ايلزبيٿ کي نہ پر کيس آهي. ايلزبيٿ پنهنجي هن اڻ گهري مهمان کي پهريائين تہ مختلف قلعن ۾ نظربند رکندي آئي، پر انهي وچ ۾ انگلينڊ ۽ ٻين ملڪن ۾ هڪ منصوبو تيار ڪيو ويو، جنهن مطابق ڪيٿولڪ ميري کي انگلينڊ جي تخت تي ويهاريو وڃي ها.

اهڙا ڪيترائي منصوبا ظاهر ٿي پيا، تنهن ڪري سازشين کي ڦاهيون ڏنيون ويون. ايلزبيٿ جي وزيرن کيس عرض ڪيو تہ ميري کان پنهنجي جند ڇڏائي، ڇو تہ ڪجهہ سازشن ۾ هن جي شراڪت ظاهر ٿي چڪي هئي. ايلزبيٿ هڪ تاج پاتل راڻي کي مارائڻ کان پهريائين تہ ڪيٻائيندي رهي پر پوءِ جڏهن کيس اهڙي اهم ثابتي ڏيکاري ويئي، جنهن مان ثابت ٿيو تہ ايلزبيٿ کي مارائڻ واري سازش ۾ ميري جي رضامندي بہ شامل هئي، تڏهن هن ميري تي مقدمي هلائڻ جي اجازت ڏني. ميري کي موت جي سزا ملي. ايلزبيٿ ميري جي موت جي پرواني تي صحيح تہ

ڪئي پر جڏهن ميري کي موت جي سزا ڏني ٿي وئي تڏهن هوءَ هسٽيريائي انداز ۾ رڙيون ڪرڻ لڳي ۽ رڙيون ڪندي خود پنهنجي وزيرن کي انهي ڪم لاءِ جوابدار ٺهرائڻ لڳي.

ٻئي اهم مسئلي يعني پنهنجي شادي جي سلسلي ۾ راڻي سخت رويو اختيار ڪيو. هن جڏهن ٻار هئي تڏهن اعلان ڪيو هئائين "مان ڪڏهن به شادي نه ڪنديس." جيتوڻيڪ هو لڳاتار سڱ گهرندڙن جي دل وندرائيندي رهندي هئي ۽ پنهنجي اڌ- وهي ۾ به اهو ڪم جاري رکيو هئائين، تڏهن به هوءَ انهي معاملي ۾ ڪڏهن به سنجيدي نه ٿي ۽ نه وري سنجيدگي سان ڪنهن کي به پنهنجو مڙس ڪرڻ لاءِ سوچيو هئائين. ٿي سگهي ٿو ته هن پنهنجي ننڍپڻ ۾ شادي سان ڪڏ موت جي جيڪا راند ڏٺي هئي تنهن ڪيس شادي کان بيجاري چڏيو هجي. جيڪڏهن سندس ماءُ ايني بولن ۽ هينري جي پنجين زال ڪيٿرائين جي انت کي ڏسجي ته سندس شادي کان انڪار ڪرڻ ڪا تعجب جهڙي ڳالهه نه ٿي لڳي. انهي جو ٻيو وڏو سبب اهو هو، ته هوءَ پنهنجي اقتدار ۾ ٻئي ڪنهن کي ڀاڱي ڀائيوار ڪرڻ لاءِ تيار نه هئي، تنهن ڪري هن اڪيلي رهڻ جو فيصلو ڪيو هو.

هن جي وزيرن ۽ پارليامينٽ کي خطرو هو ته جيڪڏهن هوءَ شادي نه ڪندي، ته سندس موت کان پوءِ ملڪ گهرو لڙائي جو شڪار ٿي، ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويندو. اهي کيس لڳاتار شادي ڪرڻ لاءِ ٻاڏائيندا رهيا ته جيئن انگلينڊ لاءِ وارث پيدا ٿئي. پر ايلزبيٿ کين ڪوڙا دلاسا ڏئي ٽاريندي ۽ سڱ گهرندڙن سان کيڏندي رهي. اهي سڱ گهرندڙ سندس حڪمت عملي لاءِ ڪارائتا هئا. مثال طور اسپين جي بادشاه فلپ II جي اڳرائين کي روڪڻ لاءِ هن فرانس سان معاهدو ڪرڻ پئي چاهيو: انهي معاهدي جي امڪانن کي برقرار رکڻ لاءِ هو ٽن سالن تائين انجوءِ جي ڊيوڪ کي شاديءَ جي آسري ۾ رکندي آئي.

پر فلپ کان هميشه لاءِ پاڻ بچائڻ ممڪن نه هو. هو انگريز سامونڊي ڌاڙيلن جي لٽ مار ڪرڻ ڪري ڪاوڙيل هو. (انهي لٽ مار کان ايلزبيٿ ڪن لاٽار ڪندي آئي هئي.) تنهن کان سواءِ کيس يقين هو ته هو انگلينڊ جي تخت تي حق رکي ٿو، جيڪو ميري ٽيوڊر کيس پنهنجي مرڻ وقت وصيت ڪندي ڏيئي وئي هئي. هن 1588ع ۾ پنهنجو طاقتور بحري ٻيڙو اتر ڏانهن موڪليو. ايلزبيٿ کي آخري گهڙي تائين پڪ هئي ته انهيءَ جنگ کي ٽاري سگهجي ٿو، تنهن ڪري هن پنهنجي بحري فوج لاءِ پوري رسد ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو. تنهن هوندي به ايلزبيٿ جي تيار ڪرايل انهي ساموندي فوج ڪاميابي سان اسپيني ڪاهه ڪندڙن کي پڇائي ڪڍيو.

انهي فتح جي ڪري انگريزن ۾ قومي افتخار جو بي پناه جذبو جاڳي پيو ۽ اهي پنهنجي راڻي سان به نئين سر وڌيڪ پيار ڪرڻ لڳا. ايلزبيٿ کي پنهنجن پوين

پندرهن سالن ۾ ذري گهٽ هڪ ديوي ڪري ليکيو ويندو هو. شاعرن سندس شان ۾ قصيدا ٺاهيا، جنهن ۾ سندس گڻن ۽ شان شوڪت جي بيحد تعريف ٿيل هوندي هئي. سيني شين کان وڌيڪ پائيدار، قومي شعور جو عروج تي پهچڻ هو، جنهن جو اظهار تخليقي سرگرمين وسيلي ٿيڻ لڳو هو. وليم شيڪسپيئر جا شاهڪار به انهي دؤر ۾ تخليق ٿيا.

پوڙهي راڻي جنهن کي شاندار لباس ۽ وگن ۾ پهريل ڏيکاري سندس تصويرون ٺاهيون ويون هيون؛ سا پنهنجي ملڪ جي نئين عظمت جي هڪ علامت بڻجي پيئي. انهي شاندار لباس اندر هڪ اهڙي تيز فهم ۽ مات نه ٿيندڙ عورت هئي، جنهن انهي عظمت کي وجود ۾ آندو هو. مرڻ وقت هن پنهنجو جانشين ميري اسٽوئرٽ جي پٽ اسڪاٽ لينڊ جي جيمس VI کي ٺاهيو.

# وليم دي سائلينٽ (خاموش وليم)

(1533-1584ع)

جرمني جي هڪ وچٿري خوشحال امير، ناسائو ڊائلنبرگ جي ڊيوڪ کي ان وقت ڪا خاص خوشي نہ ٿي هئي، جڏهن کيس خبر ملي تہ سندس 11 سالن جي جمار واري پٽ وليم کي پنهنجي هڪ سوٽ کان ڏکڻ فرانس ۾ اورينج جي بادشاهت ۽ نيدرلينڊس ۾ ناسائو جي وسيع جاگير ورثي ۾ ملي هئي، جو تہ هاڻي سندس پٽ يورپ جو امير ترين ماڻهو ٿي پيو هو، ۽ سندس حيثيت جي تقاضا هئي تہ، هو پنهنجي پيءُ کي ڇڏي، نہ صرف برسيلز ۾ جارج V جي شهنشاهي دربار ۾ وڃي ويهي، پر ڪئٿولڪ مذهب بہ اختيار ڪري. ڪائونٽ جي خواب خيال ۾ ئي نہ هو تہ هڪ ڏينهن سندس پٽ ترقي ڪري نئين قوم جو باني ٿي پوندو.

وليم هڪ پراعتماد ۽ من موهيندڙ ڇوڪرو هو. هن جلدئي بادشاه جو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪائي ورتو ۽ ڪائنس پنهنجي شايان شان سماجي رعايتون حاصل ڪري ورتيون. (هن تي 'دي سائلينٽ' يعني خاموش جي عرفيت، خاموش طبيعت ڪري نہ، پر انهي ڪري پيئي هئي جو هو پنهنجي دل جا راز ڪنهن سان بہ نہ سليندو هو. هن پنهنجي جواني دنياداري، يا اجا بہ ائين ڪٿي چئجي تہ پنهنجي نفس پروري ۾ گذاري.)

هن جي زندگيءَ ۾ هيو ۽ اجا بہ وڌيڪ ڳنڀير موڙ ان وقت آيو، جڏهن اسپين جو فلپ II، 1555ع ۾ نيدرلينڊس جو حاڪم ٿيو. وليم ان وقت هالينڊ، زيلينڊ ۽ اُتريچٽ جي صوبن ۾ فلپ جو اسٽيڊ هولڊر (گورنر) هو، ۽ پنهنجي مالڪ سان وفاداري کي پنهنجو اهم ترين فرض سمجهندو هو، پر جلد ئي هن جي اها وفاداري سندس پنهنجي ئي انصاف پرڻي شعور ۽ انهي همدردي سان ٽڪرائجي پيئي، جيڪا ڏينهون ڏينهن سندس دل ۾ نيدرلينڊس جي ماڻهن سان وڌي رهي هئي. هن ۽ حڪمران طبقي جي ٻين ميمبرن کي احساس ٿيڻ لڳو تہ فلپ نيدرلينڊس جي

ماڻهن کان سندن روايتي اختيار کسڻ ٿو چاهي. انهي تي سندن ڪن ڪڙا ٿي ويا. فلپ هر قيمت تي نيدرلينڊس ۾ ڪفر جي پاڙ پٽڻ ٿي چاهي. سندس مقرر ڪيل ماڻهن انهي پاليسيءَ تي ايتري تہ بي رحميءَ سان عمل ڪيو جو سندس رعايا جا گهڻا ماڻهو اتان لڏي هليا ويا. هن تشدد جي راه اختيار ڪئي. وليم ۽ ٻين ڪئٿولڪ توڙي پروٽيسٽنٽ اميرن، فلپ کي ڪجهہ نرمي ڪرڻ لاءِ هاڏايو پر کين ناڪامي ٿي. فلپ سندن عرض اگهائڻ بدران آلوا جي ڊيوڪ جي هٿ هيٺ هڪ لشڪر موڪليو. بلڊ آلوا جي ڪائونسل آف ٽربلس (ايڊائينڊڙ ڪائونسل) جيڪا ڪائونسل آف بلڊ (خوني ڪائونسل) جي نالي سان ڄاتي سڃاتي ويندي هئي، جلد ئي پڌرو ڪري ڇڏيو تہ سندس مقصد صرف ڪافرن کي نہ پر ٻين کي بہ سزا ڏيڻ هو. ان وچوڙي اميرن جون ملڪيتون ضبط ڪيون، کين گرفتار ڪيو ۽ انهن مان ڪجهہ کي ڦاهي ڏيئي ڇڏي. وليم ۽ سندس آڪن جرمني ڏانهن ڀڄي ويا.

هن پنهنجي پنجن سالن واري جلاوطني دوران، هڪ لشڪر تيار ڪيو. هن ٻين ملڪن کان بہ مدد حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر کيس ڪاميابي نصيب نہ ٿي. وليم، جيتوڻيڪ اسپين سان پنهنجي جهيڙي کي بنيادي طور هڪ سياسي معاملو سمجهندو هو، جنهن ۾ مذهب واري معاملي جي حيثيت ثانوي هئي، تنهن هوندي بہ هن مجبور ٿي، ڪالون جي پوئلڳن کي پنهنجي لشڪر ۾ ڀرتي ڪيو. انهن جي جنگجو طبيعت، جيتوڻيڪ کيس نہ وڻندي هئي، تنهن هوندي بہ نہ صرف اتان کيس سپاهي مليا، پر سندس مقصد لاءِ ضروري طاقت بہ حاصل ٿي. آهستي آهستي وليم ڪالون جو عقيدو اختيار ڪيو، پر انهي هوندي بہ هن اهڙي متحد نيدرلينڊس ٺاهڻ واري ڪم تان ڪڏهن بہ هٿ نہ کنيو، جنهن ۾ سيني عقيدن کي برداشت ڪيو وڃي.

وليم نيدرلينڊ ۾ ويهہ هزار ماڻهن جي فوج سان 1572ع ۾ ٻيهر داخل ٿيو. سال جي پڇاڙي تائين هو هالينڊ جو ٽيون حصو ۽ زيلينڊ ۽ فريسلينڊ جا ڪجهہ ڀاڱا فتح ڪري چڪو هو پر اها اڃا جنگ جي شروعات هئي. اسپيني فوج ڪڏ ٿيڻ لڳي ۽ انهيءَ 1574ع جي بهار واري مند ۾ ليڊن جي اهم شهر کي گهيرو ڪيو. وليم جي فوج شهر جي پسگردائي وارو علائقو ٻوڙائي، گهيرو ٽوڙي ڇڏيو ۽ تمام بهادري سان ٻيڙين وسيلي شهر کي امداد پهچائي نہ صرف شهر، پر انهي سان گڏ هالينڊ کي بہ بچائي ورتو. وليم انهي واقعي جي يادگار طور ليڊن ۾ هڪ يونيورسٽي جو بنياد وڌو.

جيئن اسپين وارن سان وڙهڻ وليم لاءِ ڏاڍو ڏکيو هو، تيئن خودمختيار صوبن کي گڏي هڪ متحد قوم ٺاهڻ جو ڪم بہ هن لاءِ ايترو ئي ڏکيو هو. انهي سلسلي ۾ سڀ کان وڏو قدم، 1576ع ۾ ايڪٽ آف فيڊريشن (وفاق ٺاهڻ جو قانون) پاس ڪري کنيو ويو، جنهن سان هالينڊ ۽ زيلينڊ متحد ٿي ويا ۽ وليم کي وسيع

فوجي اختيار مليا ويا. ڏکڻ ۾ اسپين جي مخالفت وڌي رهي هئي. مخالفن وليم کي پنهنجي اڳواڻي ڪرڻ لاءِ چيو، پر جلدئي اتر ۾ ڪيٿائي رڪندڙ ڪالون جي پوئلڳن ۽ ڏکڻ ۾ ڪئٿولڪ اڪثريت ۾ اختلاف وڌي ويا. سڄي نيدرلينڊس کي گڏي هڪ ڪرڻ جا امڪان ان وقت ختم ٿي ويا جڏهن ڪي ڏاکڻيان صوبا اراس واري معاهدي (1579ع) ۾ شامل ٿيا ۽ انهي کان پوءِ اتر جي مڪيه صوبن گڏجي اٽريچٽ جي يونين ٺاهي.

هڪ سال پوءِ وليم پنهنجي اپولاجي (معذرت يا معافي) شايع ڪرائي. انهيءَ دستاويز ۾ هن پهريون پيرو پنهنجي بغاوت کي جائز ٺهرائيندي، فلپ تي الزام هنيو ته هو انهي قابل نه هو جو سندس رعايا ساڻس وفادار رهي. ايندڙ مئي ۾ گڏيل نيدرلينڊس جي اسٽيٽ جنرل (اتر سينڊ لينڊ جي) دست برداري جو قانون (ائڪٽ آف ايبجوريشن) پاس ڪري، اسپين کان آزادي جو اعلان ڪيو ۽ پرنس آف اورينج (اورينج جي شهزادي) کي پنهنجي حڪومت جو عارضي سربراه چونڊيو.

هوڏانهن فلپ، وليم جي سر جي قيمت مقرر ڪئي. ڪيس خون ڪرڻ جي هڪڙي ڪوشش ناڪام ٿي. ايندڙ چند سالن لاءِ وليم انجويو جي بي اثر ڊيوڪ جي نالي ماتر اقتدار اعليٰ هيٺ نئين قوم ٺاهڻ ۾ لڳو رهيو. پوءِ هڪڙي ڏينهن، جڏهن هو ڪنهن ڊنر تان موٽي رهيو هو ته ڪيس گولي هڻي ماريو ويو. قاتل بالٿاسار گيرارڊ نالي هڪ نوجوان هو، جيڪو هڪ ڪيبن ٺاهيندڙ جو شاگرد هو ۽ وليم جي دل ۾ گهر ڪري ويو هو. گيرارڊ وليم جي ڏنل رقم مان ئي، وليم جي هڪ محافظ کان اهو هٿيار خريد ڪيو هو. وليم جي ويجهي هئڻ ڪري محافظ کي مٿس ڪو شڪ نه پيو هو. وليم جي پنهنجي سخاوت ئي سندس قاتل ثابت ٿي هئي.

## فاتح عالم (دنيا جيتيندڙ)

# تيمور

نيپولين پنهنجي فوج سان آٽانگي آلپس جبل تي چڙهندي چيو هو، ”ناممڪن جو لفظ بيوقوفن جي لغت ۾ هوندو آهي.“ پر هو پنهنجو اهو اعتماد برقرار رکي نہ سگهيو ۽ ليپزگ ۽ واٽرلو ۾ شڪستن کائڻ کان پوءِ کيس مڃڻو پيو تہ اهو لفظ موجود آهي.

پر هن کان گهڻو اڳي ايشيا جو عظيم فاتح تيمور هن لفظ کي ريتي چڪو هو. هو مسڪيني مان مٿي چڙهيو هو ۽ پنهنجي زندگي ۾ پنهنجي زماني جي ہن سڀ کان سگهارن حاڪمن کي مات ڏني هئائين. اهي سگهارا حاڪم هئا: تحوتمش منگول ۽ بايزيد ترڪ. هن کي ايشيا توڙي يورپ ۾ سڀ کان طاقتور مڃيو ويو. هن پنهنجي اجيت قوت ارادي، بي مثال فوجي مهارت ۽ دليري کان ڪم وٺي ڪيترائي ناممڪن ڪم ممڪن ڪري ڏيکاريا. هن جا همعصر سندس ڪارنامن کي انساني طاقت کان چڙهيل ڪم سمجهندا هئا.

وسيع روسي ميدانن نيپولين ۽ هٽلر جي فوجن کي ٿڪائي چور ڪري ڇڏيو هو. اهي ميدان دنيا جي ڪن عظيم ترين لشڪرن لاءِ قبرستان ثابت ٿيا هئا، سواءِ چنگيز خان جي تيمور شايد واحد فاتح هو، جنهن اوڀر ۾ پئسفڪ جي ڪنارن کان وٺي اولهہ ۾ ڊان جي ڪنارن تائين وسيع ميدان پنهنجي پيرن هيٺان لتاڙيا هئا ۽ چنگيز خان جي جانشين منگول شهنشاهہ جي طاقتور فوجن کي شڪست ڏني هئائين. تيمور جن طاقتور لشڪرن کي مات ڏني هئي، خود چنگيز خان بہ اهڙن طاقتور لشڪرن کي شڪست نہ ڏني هئي. چنگيز خان جي روسي ميدانن ۾ ڪمزور مزاحمت ٿي هئي جڏهن تہ تيمور کي ان جي پيٽ ۾ هڪ طاقتور مغل شهنشاهہ تحوتمش جي وڏيڪ گولڊن هورڊ (سونهري ٽولي)* جو ڏٺي هو.

تيمور جي زماني ۾ ڇهن گهراڻن جون حڪومتون قائم هيون. سائيبيريا جي طاقتور منگول خان جي حڪومت، طاقتور عثماني ترڪن جي حڪومت، مصر جي

---

* گولڊن هورڊ ڪپچاڪن کي سڏبو هو جيڪي ترڪ هئا ۽ جن جي شهنشاهي جو بنياد وچ ۽ ڏکڻ روس ۾ تيرهين صدي ۾ باتو رکيو هو. (سنڌيڪار)

اجيت ميملوڪن جي حڪومت، چين جي وڏي خان جي حڪومت ۽ بغداد ۽ دهلي جي مسلمان حاڪم جون حڪومتون. هن انهن مان پنجن کي شڪست ڏني ۽ چين جي وڏي خان جي مقابلي لاءِ وڃي رهيو هو جو موت رستي ۾ اچي ڪيس رسيو، جنهن ڪري هو پنهنجو آخري مقصد حاصل ڪري نه سگهيو.

تيمور اڳيان سيزر، هنيبال، نيپولين ۽ بسمارڪ جهڙن فاتحن جون شخصيتون ڦڪيون ۽ معمولي ٿيون لڳن. دنيا جيتيندڙ جي حيثيت ۾ فقط سڪندراعظم ۽ چنگيز خان ئي هن جي پائي جا هئا، پر هڪ لحاظ کان هو هنن ٻنهي کان مٿانهون به هو. سڪندر ۽ چنگيز خان کي پنهنجن فتحن دوران گهڻ مضبوط فوجن سان مقابلو ڪرڻو پيو هو، جڏهن ته تيمور جي مقابلي ۾ پنج طاقتور بادشاهيون هيون.

"ساڍا پنج سؤ سال اڳ هڪ ماڻهو پاڻ کي دنيا جو مالڪ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي." هيرولڊ ليمب پنهنجي ڪتاب، 'ڌرتي ڌوڏيندڙ تيمورلنگ' ۾ لکي ٿو،"هن جنهن به ڪم ۾ هٿ وڌو، ڪامياب ٿيو. اسان ڪيس تيمرلين سڏيون ٿا."

"منڊ ۾ هو معمولي حيثيت جو هڪ شريف ماڻهو جنهن وٽ فاتح پيدا ڪندڙ وچ ايشيا جي سرزمين ۾ ٿورو چوپايو مال ۽ ڪجهه زمين هئي. هو سڪندر وانگر نه ته ڪنهن بادشاهه جو پٽ هو ۽ نه وري چنگيز خان وانگر ڪنهن سردار جو وارث. فاتح سڪندر وٽ منڊ کان ئي پنهنجا ماڻهو يعني مقدوني هئا. اهڙي طرح چنگيز خان وٽ به منگول هئا پر تيمرلين پاڻ ئي پنهنجا ماڻهو ڪٺا ڪيا."

دنيا جي ٻين عظيم فاتحن سان تيمور جي ڀيٽ ڪنديءَ هيرولڊ ليمب چوي ٿو: "تيمور ۽ چنگيز خان ٻيئي جنگ جو عجيب ادراڪ رکندا هئا، جنهن ڪري اهي انسان کان ڪا مٿانهين هستي لڳندا هئا. اسان سيزر جي مهمن، هنيبال جي دليري وارن ڪارنامن يا نيپولين جي اتساهيندڙ حڪمت عملين جي ڪٿي ڪيتري به واکاڻ ڇو نه ڪيون، پر جيئن جيئن غور ڪنداسين ته اسان جي اڳيان اها ڳالهه چٽي ٿيندي ويندي ته سڪندر سميت ايشيا جا اهي ٻيئي فاتح دنيا ۾ جنگ جا استاد هئا. ٿي سگهي ٿو ته ٻين به هٿيارن جا ٿورا گهڻا اهڙائي ڪارناما ڏيکاريا هجن پر سڄي روءِ زمين تي اسان کي ٻيو ڪو به اهڙو ماڻهو نه ملندو جنهن ايڏا وڏا ڪارناما ڪري ڏيکاريا هجن.

تيمور جي باري ۾ سبرسي اسڪائيز چوي ٿو: "تاريخي زماني ۾ اهڙو ڪو به ايشيائي جيتيندڙ نه ٿي گذريو آهي، جنهن هٿيارن جا ايڏا ڪارناما ڏيکاريا هجن، تنهن ڪري تيمرلين واري شهرت ٻيو ڪو به نه لهٽي. هن جا ڪارناما گهڻو ڪري انسانن کان چڙهيل ٻي ڪنهن هستي جا ڪارناما ٿا لڳن." تيمور ڪرين شهر جي هڪ غريب گهراڻي ۾ پيدا ٿيو هو. سندس پيءُ جيڪو برلاس تاتارين جو رئيس هو، سو پنهنجو گهڻو وقت سنتن جي صحبت ۾ گذاريندو هو. تيمور جي

پيءُ تاراگائي پنهنجي پٽ کي ٻڌايو،"هي دنيا هڪ اهڙي فولادي وانگر آهي جنهن ۾ وچونءَ ۾ نانگ ڀريل هجن." تيمور پنهنجي پيءُ جي اسلامي سکيا کان متاثر ٿي پولو (چوگان) ۾ شطرنج رانديون کيڏڻ ڇڏي ڏنيون.

هو ٿورو ڳالهائُو نوجوان هو، جنهن کي چسائپ نہ وڻندي هئي ۽ جيڪو پنهنجي سڄي زندگي ۾ ڪڏهن بہ ڪنهن پوڙهہ تي نہ کليو هو. هن آغا نالي هڪ خوبصورت الجائي عورت سان شادي ڪئي.

تيمور هڪ بهادر ۽ سياڻو نوجوان هو. هن جنگجو تاتاري قبائلن کي متحد ڪيو. پنهنجي شروعاتي زماني ۾ گرين شهر فتح ڪرڻ لاءِ هن هڪڙي ڪيڏ ڪيڏي، ڇا ڪيائين جو پنهنجو ننڍڙو لشڪر ڇوڏاري پکيڙي ڇڏيائين، جنهن ٽاريون ڪپي هيٺ اڇلايون. ٽارين اڇلائڻ ڪري گهٽي دز اٿي ۽ قلعي تي پهرو ڏيندڙ جٺا اهو سمجهي پيش پيا تہ ڪنهن وڏي لشڪر مٿن ڪاهہ ڪئي هئي.

تيمور جي قسمت ۾ لکيل هو تہ هو دنيا جي عظيم ترين فاتحن مان ليکجي. هو ڪنهن جي بہ پاسخاطري نہ ڪندو هو ۽ فقط ذهين ۽ بهادر ماڻهن کي پسند ڪندو هو. کيس يقين ٿي ويو هو تہ جتن ۽ منگولن جي خطري کان پاڻ بچائڻ جو بهترين طريقو اڳرائي ڪرڻ هو.

تاتارين جي سردار مقرر ٿيڻ کان سنت ئي پوءِ تيمور فتحن جو هڪ اهڙو شاندار سلسلو ڪيو، جنهن جو دنيا جي تاريخ ۾ ڪو مثال نہ ٿو ملي. هن هرات جهڙو اهم شهر فتح ڪيو جنهن ۾ ادائي لک ماڻهو رهندا هئا، جتي سوين تعليمي ادارا قائم هئا ۽ جنهن ۾ ٽن هزارن کان بہ مٿي غسلخانا ٺهيل هئا.

پر تاتارين جي علائقي کي سڀ کان وڏو خطرو انهن منگولن کان هو، جن کي گولڊن هورڊ (سونهري ٽولو) سڏيندا هئا ۽ جن جي اڳواٽي چنگيز خان جي جانشين جي هٿن ۾ هئي. تيمور سونهري ٽولي جو مقابلو ڪرڻ لاءِ هڪ وڏو لشڪر ساڻ ڪري نڪتو. هو اسٽيپي نالي هڪ وسيع ميدان ۾ رلندو رهيو. اهو ميدان هن کان اڳ ڪيترن ئي وڏن لشڪرن جو قبرستان ثابت ٿي چڪو هو. تيمور روس ۾ گهڙي پيو. سونهري ٽولي جي سڱن واري نشان تائين پڄندي پڄندي سندس سڌسماءُ جا ذريعا ناڪام ٿي چڪا هئا. کاڌ خوراڪ جي رسد ڪٽجي ويئي هيس ۽ فوج ٿڪي ٽٽي پئي هيس. تيمور سونهري ٽولي جو خطرو هميشہ لاءِ ٽارڻ خاطر پنهنجي هر شيءِ داءُ تي لڳائڻ جو فيصلو ڪيو. 1800 ميلن جو سفر 18 ڏينهن ۾ پورو ٿي چڪو هو. ٻيئي فوجون هڪ ٻئي جي دوبدو اچي لٿيون. تيمور پنهنجي ٿڪل فوج کي ڪاڏي رڌڻ جو حڪم ڏنو ۽ آرام ڪيائين، جنهن سندس دشمن کي حيران ڪري ڇڏيو. ٻئي ڏينهن تيمور پنهنجي فوج کي ستن حصن ۾ ورهايو، انهن جي مهنداري پنهنجي پٽن ۽ لائق سپہ سالارن جي هٿن ۾ ڏنائين. هو پنهنجن جهونن جنگي آزمودگارن ۽ سپہ سالارن سان گڏ لشڪر جي وچين حصي

جي پويان ٿي بيٺو. پهريون حملو پورن وارن واري سيف الدين جي اڳواڻي ۾ ٿيو. تيمور پنهنجي پٽ ميران شاهه جي مدد ڪرڻ لاءِ وچ واري لشڪر کي اڳتي وڌڻ جو حڪم ڏنو، جيڪو تحوتمش جي لشڪر کي پاسن کان چيريندو اڳتي وڌيو. تحوتمش جي لشڪر ڪين سوارن جو وڏو ڪٽڪ سمجهي هار مڃي. تحوتمش ميدان ڇڏي ڀڄي ويو ۽ هن جي ٻاچ ڪاٺ سان سونهري ٽولي جو سڱن وارو وڏو نشان به ڪري پيو.

تيمور ڊان ندي جي ڪنارو وٺي اڳتي وڌيو ۽ بغير ڪنهن رڪاوٽ جي ماسڪو جي پرسان وڃي پهتو. روس جو وڏو شهزادو ميدان تي نه آيو پر ڪيس ماسڪو جي بچڻ جي اميد گهٽ هئي. هيرولڊ ليمب لکي ٿو: ”جلوس ۾ گوڏن پر جهڪيل ماڻهن جي قطارن جي وچ ۾ ڪنيل ڪنواري (حضرت مريم) جي مورتي ماسڪو موٽائي وئي. جلوس هر هنڌ تان لنگهڻ مهل زور زور سان چوندو ويو: ”خداوند جي ماءُ روس کي بچاءِ“ روسي پنهنجي ڇوٽڪاري جو ڪارڻ انهي جلوس ۾ گهريل دعا کي ٿا سمجهن. ڪنهن به خبر ناهي ته ڇو؟ ماسڪو تيمور جي پيرن هيٺيان هو، پر پوءِ به هو ڪيس فتح ڪرڻ کان سواءِ موٽي ويو. ڪيترن ئي تاريخ نويس جو اصرار آهي ته هن ماسڪو فتح ڪيو هو.

تيمور هاڻي هڪ وسيع ملڪ جو مالڪ هو جيڪو يورپ توڙي ايشيا تائين پکڙيل هو. ”وڏو خراسان روڊ 2200 ميل سندس بادشاهي مان ٿي لنگهيو.“ تيمور جو ٻيو نشانو ايران هو. هو 1386ع ۾ هڪ وڏي لشڪر سان لٿو ته جيئن پنهنجي ڏنيرو حڪمران مظفر شهزادن جا اختلاف دور ڪري سگهي. هن ڪرا يوسف ۽ بغداد جي سلطان احمد جو اتحاد به ڀڃي ڇڏيو ۽ زوردار ڪاهون ڪري بغداد تي قبضو ڪيائين.

انهي کان پوءِ جا اهي ٿي سال شروع ٿيا، جن جي نتيجي ۾ تيمور پنهنجي زماني جي سڀ کان وڏيڪ زورآور شخصيت ٿي اڀريو. هن ترڪ سلطان بايزيد يلدرم کي خط لکي عرض ڪيو ته ساڻس لڇائي ڪندڙن ڪرايوسف ۽ بغداد جي سلطان احمد کي ڪا مدد نه ڏئي. بايزيد جي طاقت به چوٽ چڙهيل هئي. هن پنهنجي طاقت جي گهمنڊ ۾ اچي تاتار فاتح ڏانهن غرور ڀريو ۽ رکو جواب موڪليو، جنهن ۾ ڪيس ڪتو سڏيائين. تيمور جنهن بايزيد کي عيسائي يورپ کي منهن ڏيڻ لاءِ اڪيلو ڇڏڻ تي گهريو، انهي بي عزتي واري جواب تي تپي باهه ٿي ويو. هو چوڌاري دشمنن ۾ گهيريل هو. جن کي هن هڪ هڪ ڪري ختم ڪري ڇڏيو. هن پنهنجي فوجي منصوبه بنديءَ سان ترڪي، شام، بغداد مان ترڪي اقتدار جا بنياد اکيڙي ڇڏيا ۽ چوڏهن مهينن ۾ ٻن وڏين لڙاين سميت بي شمار لڙايون ڪيون ۽ اٽڪل هڪ درجن قلعي بند شهرن تي ڪاهي ڪين پنهنجي قبضي ڪيائين.

ترڪ سلطان بايزيد يلدرم هار کاڌي. هن کي تيمور جي اڳيان آندو ويو، جنهن کيس مان ڏني نہ فقط پنهنجي پرسان ويهاريو پر سندس پياري زال بہ کيس موٽائي ڏني ۽ کيس خلعت بہ پارايائين. پر بايزيد جو مان مٽي ۾ ملي چڪو هو ۽ هو ڪجهہ مهينن کان پوءِ مري ويو.

تيمور يورپ جي درسفرنا تائين پهتو. هن جو باغي ڪرايوسف عربستان ڏانهن ۽ بغداد جو سلطان احمد مصر ڏانهن ڀڄي ويو. مصر جي مملوڪ سلطان تيمور جي آڏ مڃڻ ۾ دير نہ ڪئي ۽ کيس ساليانو ڏن ڏيڻ قبوليائين. يورپ جا حاڪم هن عظيم فاتح کي مبارڪون ڏيڻ ۽ سندس زيردستي قبول ڪرڻ لاءِ هڪ ٻئي جي برابري ڪرڻ لڳا. جنيوا جي رهاڪن تہ پيرا جي مينارن تي تيمور جو جهنڊو بہ ڦڙڪايو. هن ڪٿئي (چين) کي فتح ڪري، پنهنجي مقابلي ۾ اچڻ جهڙي آخري طاقت کي بہ ختم ڪرڻ ٺي گهريو. هاڻي هن مهان جيتيندڙ جي آخري خواهش هئي، ڪٿئي (چين) فتح ڪرڻ، تہ جيئن پنهنجي مقابلي ۾ اچڻ جهڙي آخري طاقت کي بہ ختم ڪري ڇڏي. هن شهزادن ۽ اميرن جي ڪائونسل گهرائي ۽ کين چيائين:"اسان ڪٿئي کان سواءِ سڄو ايشيا فتح ڪيو آهي. اسان اهڙن طاقتور بادشاهن جو تختو اونڌو ڪيو آهي، جو اسان جا ڪارناما هميشہ ياد رکيا ويندا. توهان جنگين ۾ منهنجا ساٿي رهيا آهيو ۽ فتحياب ٿيڻ ۾ ڪڏهن بہ ناڪام نہ ٿيا آهيو. ڪٿئي جي ڪافرن جو تختو اونڌو ڪرڻ لاءِ گهڻي سگهہ يا طاقت جي ضرورت نہ پوندي ۽ توهان مون سان ڪڏ اوڏانهن هلندؤ."

اتڪل اڍائي لک جنگجو تيمور جي اڳواڻي ۾ ثمرقند کان ڪٿئي ڏانهن روانا ٿيا. جلد ئي سياري اچي کين ورايو ۽ اهي هڪ اهڙي دنيا ۾ اچي وڃڻ لڳا جيڪا برف سان اڇي ٿي پيئي هئي. پر تيمور پوئتي موٽڻ وارو ماڻهو نہ هو. اهي اوترار پهتا جيڪو ڪٿئي جي رستي تي هو. اتي تيمور سڄو سيارو آرام ڪندي گذاريو ۽ مارچ 1405ع ۾ وري ڪوچ ڪرڻ جي رٿابندي ڪيائين پر موت کيس مهلت نہ ڏني.

انهي عظيم ذهن جي موڪلائي کان پوءِ ثمرقند ۾ جانشيني تي جنگ شروع ٿي وئي ۽ تيمور جي فوج جي جنگي بزرگن کي مجبور ٿي ڪٿئي تي ڪاهہ تان هٿ کڻڻو پيو. اهڙي طرح اهي پنهنجي عظيم آقا جي آخري خواهش پوري نہ ڪري سگهيا.

تيمور نہ فقط دنيا جي عظيم ترين فاتحن مان هو، پر انهي سان گڏوگڏ هڪ وڏو منتظم ۽ فن ۽ علم جو نمايان سرپرست بہ هو. هن پنهنجي اباڻي شهر ثمرقند کي عمارتن، گنبذن، باغن، سبزميدانن ۽ ويڪرن رستن سان سينگاري ڇڏيو. هن ٽن مهينن ۾ ثمرقند جي عاليشان مسجد اڏرائي. هن ثمرقند کي پنهنجي زندگي ۾ فن ۽ علم جو مرڪز بڻائي ڇڏيو ۽ اهو اوير جو روم ٿي پيو. هن انهي شهر ۾

دنيا جي سمورن حصن مان فن ۽ علم جا خزانا آڻي ڪٺا ڪيا جن ۾ هنرمند، فنڪار، عالم ۽ هر قسم جا ذهين ماڻهو شامل هئا.

هن پنهنجي خيال مطابق اڏاوتي فن جو هڪ نئون نمونو ايجاد ڪيو، جيڪو شاندار هئڻ سان گڏوگڏ زيبائتو به هو. هن جون ٺهرايل عمارتون مضبوط ۽ شاندار هيون. هن اهڙا محل ٺهرايا، جن ۾ باغ هئا.

هڪ منتظم جي حيثيت ۾ تيمور پنهنجي حڪومت وارن علائقن جي اڏاوت تي به ساڳيو ڌيان ڏنو. هن پنهنجي راڄ ۾ رستي وارا قاصد مقرر ڪيا ۽ جاسوسي ادارا قائم ڪيا. هڪ مغربي مؤرخ لکي ٿو: "تيمور جي سڌسماءَ جا ذريعا مڪمل هئا. ريل گاڏين هلڻ تائين، انهن جهڙا تيز رفتار ذريعا پيدا ٿي سگهيا." هُن زمين، ملڪيت ۽ محصولن جي باري ۾ ڏاهپ سان قانون ٺاهيا. سپاهين کي سرڪاري خزاني مان پگهارون ملنديون هيون. هنن کي شهرين تي ڪنهن به قسم جي ڏنڊ يا ڏنڍ مڙهڻ جو ڪو اختيار نه هو ۽ نه وري بنا ڪنهن سبب جي ڪين شهرين جي گهرن ۾ گهڙڻ جي اجازت هئي. هارين کان پهرين سال ڍل نه اڳاڙي ويندي هئي. هن ڪڏهن به پاڻ کي شهنشاهه نه سڏايو ۽ پنهنجا دستاويز نندي جملي، "حاڪم تيمور هي حڪم ڏنو آهي." يا "مان، خدا جو ٻانهو تيمور چوان ٿو." سان شروع ڪندو هو.

تيمور کي ڪابه ناڪامي نه ٿي. هو هڪ غريب گهراڻي ۾ پيدا ٿيو ۽ پنهنجي زماني جو سڀ کان طاقتور ماڻهو ۽ سڀني زمانن جي عظيم ترين جيتيندڙ جي مرتبي تائين وڃي پهتو. 'يورپ وارن جي نظر ۾،' هڪ مغربي مؤرخ چوي ٿو، "تيمور جو شان و شوڪت غيبي ۽ سندس طاقت جنائتي هئي."

هيرولڊ ليمب سندس عظمت ميچيندي چوي ٿو: "تيمور ڪانپوءِ ٻئي ڪنهن به ماڻهو دنيا کي زير ڪرڻ جي ڪوشش نه ڪئي آهي. هن اهو سڀ ڪجهه حاصل ڪيو جيڪو سڪندر حاصل ڪري سگهيو هو. مقدونيا جي سڪندر، سائرس اعظم جا پيرا کنيا هئا ته تاتار فاتح چنگيز خان جي پيروي ڪئي هئي. هو عظيم فاتحن مان آخري فاتح هو. انهي ڳالهه جو ڪو امڪان ڪونهي ته ڪو به ماڻهو تلوار جي زور تي وري هن جهڙي طاقت حاصل ڪري سگهندو. جيڪڏهن اڄ اوهان سچي ايشيا ۾ گهمي ڏسندا ته اتي ماڻهو توهان کي ٻڌائيندا ته ٽن ماڻهن دنيا فتح ڪئي: "سڪندر، چنگيزخان ۽ تيمور."

# اڪبر

## (1542-1605ع)

”بادشاه کي هميشہ فتح لاءِ تيار رهڻ گهرجي.“ مٿيان لفظ ابوالفتح جلال الدين محمد اڪبر جا چيل آهن، ۽ هن جو ڪجھ چيو، سو ڪري ڏيکاريو. هو تيرهن سالن جي ڄمار ۾ جڏهن هندستان جو مغل شهنشاهہ ٿيو هو، تڏهن سندس حڪومت دهلي جي پسگردائي ۾ صرف چند سؤ چورس ميلن تائين هئي، پر اٽڪل پنجاه سالن کان پوءِ، هو جڏهن مئو تہ سندس شهنشاهي عربي سمنڊ کان وٺي، بنگال جي اپسمنڊ تائين پکڙيل هئي، جنهن ۾ گهڻي ڀاڱي سڄو هندستاني ننڍوکنڊ شامل هو.

اڪبر هندستان جو ٽيون مغل شهنشاهہ هو. هو چنگيز خان ۽ تيمور جي نسل مان هو پر منجهس ايراني، ترڪي ۽ منگول رت شامل هو. (’مغل‘ لفظ ’منگول‘ جي بگڙيل شڪل آهي) چوڏهين صدي عيسوي جي پڇاڙي ڌاري تيمور هندستان ۾ جيڪي فتحون ڪيون تن سببان ترڪن ۽ افغانن جو زور ايشيا جي هن حصي ۾ گهٽجي ويو. تيمور جي نسل مان بابر نالي هڪ ماڻهو هندستان ۾ وري منگولن جو راڄ قائم ڪيو ۽ مقامي حاڪمن کان وسيع علائقا فتح ڪيائين. هن جي پٽ ۽ اڪبر جي پيءُ همايون کي هڪ افغان غاصب ڀڄائي ڪڍيو ۽ هو پنهنجي موت کان ٿورڙو اڳ پنهنجو تخت وري وٺڻ ۾ ڪامياب ٿيو.

ٻاراڻي وهيءَ ۾ اڪبر کي پهريائين حڪومتي معاملن ۾ ڪا نالي ماتر دلچسپي هوندي هئي. هن جو وزيراعظم ويرمل حڪومت هلائيندو هو ۽ جنگيون بہ سندس ئي سربراهي ۾ وڙهيون وينديون هيون. ويرمل جي اڳواڻي هيٺ، اتر هندستان ۾ ڏڏندڙ مغل حڪومت نہ فقط مضبوط ٿي پر ان ۾ واڌارو بہ ٿيو.

اڪبر پنهنجي هن طاقتور وزير کي 1560ع ۾ لاهي ڇڏيو ۽ ڪجھ وقت لاءِ حڪومت جا معاملا هڪ ڇوڪري جي حوالي ڪري ڇڏيائين. انهي ڇوڪري ۾ اختلاف وڌي جڏهن تشدد جي حد تائين پهتا، تہ اڪبر تيزي سان قدم کڻندي ان جي مکيہ ڏوهاري کي پڪڙي، حڪومت جون واڳون پنهنجي هٿ ۾ ورتيون. انهي کانپوءِ هن هميشہ هڪ مڪمل بادشاه جي حيثيت ۾ حڪومت هلائي.

حڪومت جون واڳون پنهنجي هٿ ۾ وٺڻ ڪان بہ اڳ اڪبر هڪ هندو شهزادي سان شادي ڪري ۽ ڪيس پنهنجي مذهب تي هلڻ جي اجازت ڏيئي، پنهنجي ملڪي مدبر هئڻ جو ثبوت ڏيئي چڪو هو. انهي زماني ۾ ڪنهن بہ مسلمان حاڪم لاءِ اهو قدم ڪڻڻ هڪ غيرمعمولي ڳالهہ ليکي ويندي هئي. پر اڪبر مذهبي طور، تعصب ڪان مٿانهون ۽ سياسي طور ڏاڍو چالاڪ بادشاه هو. هن جي مرضي هئي تہ نہ صرف مسلم، پر مقامي ماڻهو بہ ڪيس بادشاه ڪري مڃين. هن ڪان اڳ سيني غيرمسلمن مٿان جزيہ پل مڙهيل هئي، جيڪا هن ختم ڪري ڇڏي. تنهن ڪان سواءِ هن پنهنجي حڪومت ۾ هندن ڪي بہ شامل ڪيو. هندو شهزاديءَ سان شادي ڪرڻ ڪري شهزاديءَ جو پيءُ سندس وفادار ٿي ويو، جيڪو راجستان جي صوبي جو هڪ خودمختيار ۽ خوفناڪ راجا هو. انهيءَ ڪان پوءِ اهڙا بيا بہ معاهدا ٿيا. مغل شهنشاهيت ۾ راجپوت شهزادا سپہ سالار ۽ صوبائي گورنر مقرر ٿيا.

پر اڪبر پنهنجي شهنشاهي گهڻي پاڪي فتحن وسيلي قائم ڪئي. هن گجرات کي 1573ع ۾ فتح ڪيو. اتان جي بندرگاهن تان اولهہ ايشيا سان واپار ٿيندو هو. ٽن سالن ڪانپوءِ هن ڏاڍي ڏکيائي سان بنگال فتح ڪري ان کي پنهنجي شهنشاهي ۾ شامل ڪيو. ڪشمير کي 1586ع ۾ فتح ڪري، اڪبر پنهنجي سلطنت ۾ شامل ڪري ڇڏيو. پنهنجي دور جي پڇاڙي ڪان ٿورو اڳي اڪبر ڏکڻ هندستان کي بہ فتح ڪرڻ جو ڪم پنهنجي هٿ ۾ ڪنيو. 1601ع تائين سندس شهنشاهي جو دائرو وڌي، ڏکڻ ۾ وڃي احمدنگر تائين پهتو.

اڪبر نہ صرف پنهنجي سلطنت جو حدون وڌايون، پر هو جيڪي بہ علائقا فتح ڪندو هو تن ۾ پنهنجي حڪومت بہ مضبوطي سان قائم ڪندو ويندو هو. هن صوبائي ۽ مقامي حڪومتن جي سرشتن جي نئين سر جوڙجڪ ڪئي ۽ مقامي قومي سردارن کي، فوج ۾ مختلف عهدا ڏيئي پنهنجي ضابطي ۾ آندائين. هن ڪان اڳ اهي سردار، مقامي خودمختياري جو ناجائز فائدو وٺندا هئا. انهي فوجي درجي بندي ۾ هر عهديدار سڌوسنئون شهنشاه اڳيان جوابدار هوندو هو. هر صوبي جي آمدني تي ڪرڙي نظر رکي ويندي هئي تہ جيئن گورنر پنهنجي حق ڪان وڌيڪ دولت نہ ڦٻائي سگهن.

ايئن ڪرڻ سان اڪبر پاڻ بيشمار دولت جو مالڪ ٿي ويو. هو پاڻ ۽ سندس درباري، انهي دولت مان عياشي جو سامان نهرائيندا ۽ ضرورت پوڻ تي ٻين ملڪن ڪان بہ گهرائيندا هئا. انهي سامان ۾ نفيس ريشمي ڪپڙا ۽ غاليچا بہ شامل هئا. سرڪاري سرپرستي ملڻ ڪري، فن بہ ترقي ڪئي ۽ ان ۾ اسلامي ۽ هندو ثقافت جون گڏيل جهلڪيون ڏسڻ ۾ اچڻ لڳيون. انهي زماني ۾ مغل مصوري تي ڪجهہ يورپي اثر بہ پيا.

اڪبر جيڪو اڻ پڙهيل هوندي بہ وڏو ۽ وڏو ذهني ڄاڻ حاصل ڪرڻ جي هُرکُر رکندو هو، تنهن پورچوگال جي تبليغي جماعت کي خرشيءَ سان پنهنجي ملڪ ۾ اچڻ جي اجازت ڏني. هن کي مذهبي بحث مباحثن ہڌڻ مان ڏاڍو مزو ايندو هو. هن هڪ عيسائي فرقي جي پادري کي پنهنجي پٽن جو استاد مقرر ڪيو. چيو وڃي ٿو تہ چتيهين سالن جي ڄمار ۾ هن هڪ روحاني تجربو ڪيو هو. هن کي پڪ ٿي ويئي هئي تہ هو خدائي مرضي جي تشريح ڪندڙ آهي. هن پنهنجي سموري رعايا جي روحاني رهبر هئڻ جي دعويٰ ڪئي ۽ اسلام جي رياستي مذهب هئڻ واري حيثيت ختم ڪري ڇڏيائين. اڪبر هڪ نئين مذهب جو بنياد رکيو، جنهن ۾ ہين ڪيترن ئي عقيدن جا جزا شامل ڪيائين، پر سندس اهو مذهب شهنشاهہ جي پنهنجن پوئلڳن تائين محدود رهيو.

ہين نامور اڳواڻن وانگر اڪبر کي بہ پنهنجي اولاد مايوس ڪيو. هن جا ٽي پٽ شرابي هئا ۽ سندس وڏي پٽ سليم جي طبيعت بدڪاري ڏانهن مائل رهندي هئي. اڪبر جي آخري ڪجهہ سالن دوران سليم پنهنجي پيءُ خلاف بغاوت ڪئي. اڪبر جي موت کان ٿورڙو ئي اڳ پيءُ ۽ پٽ ۾ ٺاهہ ٿيو ۽ سليم کي پنهنجي پيءُ جي ٺاهيل وسيع شهنشاهي جو ولي عهد مقرر ڪيو ويو. اها شهنشاهي انهيءَ ڪانپوءِ بہ هڪ سؤ پنجاهہ سالن تائين هلي.

# فرانس جو هينري IV

(1553-1610ع)

تاريخ ۾ اهڙا گهٽ ماڻهو ملندا، جن پنهنجي ملڪ جي ڏکئي وقت ۾ پنهنجين ڪمائتين شخصي خوبين سان ايتري خدمت ڪئي هوندي، جيتري نواري جي هينري، جيڪو پوءِ فرانس جو هينري IV ٿيو، پنهنجي ملڪ جي خدمت ڪئي. هو هڪ اهڙي زماني ۾ فرانس جو هڪ محب وطن ۽ ملڪي مدبر ثابت ٿيو، جڏهن سندس ملڪ جا ماڻهو گهڻي پاڳي مذهبي اختلافن ۽ خانداني جهيڙن ۾ ڦاٿل هئا. هن نہ صرف پنهنجي تيز فهمي سان فوجي ڪاميابيون حاصل ڪيون پر عقيدي جي معاملي ۾ دنياوي لذتن کان پاسو ڪندي، انهيءَ ميدان ۾ بہ ڪاميابي حاصل ڪئي. هن بادشاهي معاملن ۾ آپيشاهي هلائڻ سان گڏوگڏ درگذر کان بہ ڪم ورتو. هينري بوربان گهراڻي جو پهريون بادشاه هو. هن پنهنجي ملڪ فرانس کي، ٽيهن سالن کان هلندڙ مذهبي جنگين کان نجات ڏياري ان کي خوشحال، طاقتور ۽ يورپي قومن ۾ منفرد حيثيت جو مالڪ بڻايو.

هينري جي نواري بادشاهت، فرانس جي ڏکڻ کان اولهہ پاسي قائم هئي. اها ڪٽر ڪالونسٽ (ڪالون جي پوئلڳ) يعني هوگيوناٽ عيسائين جي رياست هئي. هينري انهي زماني ۾ سندن سياسي اڳواڻ بڻيو، جڏهن هوگيوناٽن ۽ ڪئٿولڪن جي هڪ ٻئي سان نفرت، ڪين گهرو لڙائي ۾ ڦاسائي ڇڏيو هو، جيڪا گهڻو ڪري لڳاتار جاري رهندي آئي. انهي لڙائي ۾ اڪثر اسپين ۽ نئين ايرندڙ نيدرلينڊ جون فوجون بہ شامل ٿي وينديون هيون.

فرانس تي 1559ع کان وٺي 1589ع تائين، اٽلي جي راڻي ڪئٿرائين ڊي ميڊيسي جي ٽن پٽن، فرانس II، چارلس IX ۽ هينري III، هڪ ٻئي پٺيان حڪومت ڪئي. اهي سڀئي ڪمزور ۽ بي اثر حڪمران ثابت ٿيا هئا، تنهن ڪري حقيقت ۾ سندن جاهہ طلب ماءُ ئي فرانس جي حڪومت هلائيندي هئي. هن هوگيوناٽن (ڪٽر ڪالونسٽن) ۽ ڪئٿولڪن جي مکيہ گهراڻي گائيس وچ ۾ توازن پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هن (ڪئٿرائن) جون پيانڪ چالبازيون ان وقت پنهنجي انتها تي پهتيون، جڏهن هن آگسٽ 1572ع ۾ سينٽ بارٿولي ميوز

ايو (سينٽ بارٿولي ميو جي شام) نالي مشهور قتل عام ڪرايو. جنهن ۾ گهٽ ۾ گهٽ ٽي هزار هوگيوناٽن (ڪٽر ڪالونسٽن) جو صرف پئرس ۾ ڪوس ٿيو. هينري جنهن اڃا ڪيٿرائين جي ڌي سان تازو شادي ڪئي هئي، تنهن پنهنجي عقيدي تان ڦري مس مس پنهنجي جان بچائي. هڪ اهڙي عقيدي تان، جنهن کي هن ڪڏهن به سنجيدگي سان اختيار نه ڪيو هو. پر ٿوري زماني گذرڻ کانپوءِ هن وري پروٽيسٽنٽ مذهب اختيار ڪري هوگيوناٽن (ڪٽر ڪالونسٽن) جي اڳواڻي حاصل ڪري ورتي.

آگسٽ 1589ع ۾ هينري II، يعني نواري وارو هينري ۽ ڪيٿرائين جو پٽ هينري III، ٻڪهي گهرو لڙائي ۽ منجهائيندڙ دشمني کانپوءِ آخرڪار پاڻ ۾ ٺهي ويا. انهي صلح تان چڙي هڪ ڪئٿولڪ فرائر (چئن مشهور عيسائي فقراءَ جي ڪنهن گروه جو فرد يا راهب) بادشاه تي خنجر سان حملو ڪري کيس ماري وڌو. جيئن ته تخت جو ٻيو ڪو دعويدار ڪونه هو تنهن ڪري نواري جو هينري، فرانس جو بادشاه هينري IV ٿيو. ٻن سببن جي ڪري سندس حيثيت مضبوط ٿي وئي. هڪ ته انگلينڊ جي پروٽيسٽنٽ راڻي ايلزبيٿ سندس سهائتا لاءِ ڏه هزار ماڻهن کان به وڌيڪ فوج ۽ رقم موڪلي، جنهن سببان کيس ڪئٿولڪ فوجن مٿان مارچ 1590ع ۾ پئرس ويجهو آئيوري وٽ فتح نصيب ٿي. سندس ڪاميابي جو ٻيو ڪارڻ اهو هو جو هن 'جوکائتي چال ماري' اعلان ڪيو ته هو ڪئٿولڪ ٿيڻ لاءِ تيار آهي. هينري جي شخصي طاقت ۽ فضول مذهبي جهيڙن کان فرانس جي بيزاري جو ڪجهه نه ڪجهه اندازو ڪرڻ لاءِ اهوئي ڪافي آهي ته توڙي جو هو پنهنجي عقيدي تان ڦري ويو هو، پر پوءِ به فرانسي ڪالونسٽن سندس حمايت جاري رکي.

هينري 1598ع ۾ هڪ وڏو قدم کڻي مذهبي رواداري جي شروعات ڪئي. هن ايڊڪٽس آف نانٽيس (نانٽيس جو شاهي فرمان) جاري ڪري پروٽيسٽنٽن کي پڪ ڏياري ته فرانس ۾ ساڻن مذهبي رواداري سان هلبو. سورهين صديءَ واري يورپ جي حالتن کي نظر ۾ رکجي ته اهو مذهبي معاملن ۾ رواداري سان هلڻ جو هڪ انوکو مثال نظر ايندو. هن نه صرف کين عبادت ڪرڻ جي آزادي ڏني پر پورا پورا شهري حق به کين عطا ڪيا. انهي 'دائمي ۽ رد نه ٿيڻ جوڳي' قدم هميشه لاءِ اهو ثابت ڪري ڇڏيو ته هو مذهبي معاملن ۾ مجرد سوچ مٿان مسئلن جي سماجي ۽ سياسي حل کي ترجيح ڏيندڙ هو. هڪ ڀيري هن چيو هو: "پئرس، ماڻهن جي هڪ وڏي انبوهه کان مٿي ڪا حيثيت نه ٿو رکي." ظاهر ۾ ته اها ڳالهه ڏاڍي ترش ٿي لڳي، پر انهي هيٺان سندس حقيقي سياست ڪرڻ واري پاليسي لڪل هئي. اڳتي هلي ثابت ٿيو ته انهي شاهي فرمان ۾ سندس پنهنجي موت جا ٻج ڇٽيل هئا. هن، هوگيوناٽن کي ذري گهٽ هڪ سؤ 'ضمانت وارا هنڌ'

هٿياربند شهر جهڙوڪ مونٽ پيليئر، مونٽائوبن ۽ لاروچيل، جتي اهي ڏکئي وقت ۾ وڃي سلامتي سان رهندا هئا، مهيا ڪري پنهنجين هين پاليسين جي ابتڙ ڪم ڪيو هو. سندس هين پاليسين جو لاڙو فرانس جي بادشاهت ۾ مرڪزيت قائم ڪرڻ ڏانهن هو.

گذريل ٽيهن سالن جي تجربي هينري کي قائل ڪري ڇڏيو هو ته رياست ۾ صرف ۽ صرف بادشاه جا اختيار هلڻ گهرجن. هو گهٽو ڪري چوندو هو ته سندس بادشاهي 'عوام جي حفاظت هيٺ' آهي پر هن فرانس جي نمائنده ادارن (اسٽيٽ) اڳيان وڏيڪ سچائي سان ڳالهائيندي چيو هو ته، "توهان جي سڀ کان قيمتي موڙي بادشاه جي حمايت" آهي. هينري جي زندگي جو سڀ کان وڏو مقصد فرانس ۾ مضبوط مرڪزي حڪومت قائم ڪرڻ هو ۽ هن فرانس لاءِ اهو ئي ورثو ڇڏيو هو. ٽيهن سالن جي افراتفري ڪانپوءِ فرانس جي هر نسل ۽ طبقي جي ماڻهن، آزادي مٿان، حڪومت جي سٺي ڪارڪردگي ۽ امن امان قائم ٿيڻ کي ترجيح ٿي ڏني. هينريءَ جو پاڻ سان، فرانس سان ۽ فرانس جي هر هڪ ماڻهو جي حالت سان جيڪو چاه هو، تنهن کيس عوام ۾ مقبول ڪرڻ سان گڏوگڏ سندس عزت به وڌائي ڇڏي هئي.

سندس دور ۾ صنعت ترقي ڪئي. هن جو وزيراعظم سُولي هوگيوناٽ ڪٽر ڪالونسٽ هوندي به، سندس بهترين صلاحڪار ثابت ٿيو. هن جي زماني ۾ روبن، پلين ۽ واهن جي حالت سڌاري ڏني وئي. ڪلابات (سوني ڌاڳي) جي ڪم ۽ شيشي جي صنعت، ملڪ جي اقتصادي حالت سڌارڻ ۾ مدد ڪئي. هينري فرانس جي ٻارهن کهراتي جو پهريون بادشاه هو، جنهن پنهنجن پوين لاءِ هڪ اهڙو خوشحال ۽ مذهبي معاملن ۾ رواداري رکندڙ ملڪ ورثي ۾ ڇڏيو، جيڪو مضبوط ۽ متحد هو. هن پنهنجن اختيارن ۽ مضبوط قوت ارادي، خوش خلقي ۽ حرفت کان ڪم وٺي ناممڪن کي ممڪن ڪري ڏيکاريو. جڏهن آگسٽ 1610ع ۾ هڪ ڪئٿولڪ مذهبي مجنون کيس خنجر هڻي ماري ڇڏيو، تڏهن هو سڄي يورپ ۾ سڀ کان وڌيڪ متحد ۽ طاقتور ملڪ جو حاڪم هو. هن جي ٻارهن جانشينن فرانس کي مهانگين ۽ فضول جنگين ۾ جيڪو ڦاسايو سو شايد اٽٽر هو. پر هن جي دؤر، هڪ صدي لاءِ اهڙا بنياد مهيا ڪري ڏنا جنهن ۾ فرانس يورپ جي سڀ کان وڏي طاقت رهيو. هن ملڪ سورهين صدي ۾ جيڪو ڪامياب تجزيو ڪيو سو ڪنهن به طرح گهٽ ڪارنامو نه هو.

# شهزادو مورائيس

(1567-1625ع)

ناسائو جو موراِئيس، مستقبل جو اورينج جو شهزادو، ان وقت ليڊن جي يونيورسٽي ۾ پڙهي رهيو هو، جڏهن سندس پيءُ 'خاموش وليم' کي گولي هڻي ماريو ويو هو. هي نوجوان يڪدم هالينڊ جو اسٽيڊ هولڊر (گورنر) ٿيو ۽ پوءِ جلدئي ٻين ستن پرڳڻن مان ٻه گهڻن جو اسٽيڊ هولڊ ٿي ويو، جن ملي گڏيل نيدرلينڊ ٺاهيو.

موراِئيس وليم جو ٻيو پٽ هو. هن اورينج جي شهزادي جو لقب ايستائين اختيار نہ ڪيو جيستائين سندس وڏو ۽ ماٽيجو ڀاءُ جيئرو هو. هن جي انهي وڏي ڀاءُ، پنهنجي زندگي، گهڻي ڀاڱي اسپين جي فلپ II وٽ يرغمال ٿي گذاري هئي. هن جي ماءُ اينا وليم جي ٻي زال هئي. هوءَ جذباتي طور هڪ ٻہ چڙي عورت هئي. ٿي سگهي ٿو تہ ماءُ جي ڦرندڙ گهرندڙ طبيعت پنهنجي پٽ تي ٻہ اثر وڌو هجي ۽ هو انهي ڪري ئي نويڪلائي پسند ۽ شڪي مزاج ماڻهو ٿي پيو هجي. موراِئيس ۾ جيتوڻيڪ پنهنجي پيءُ وانگر ٻين جي دل وٺڻ وارا اهي ڳڻ موجود ڪونہ هئا، جن جي ڪري هو (سندس پيءُ) قدرتي طور اڳواڻ ليکبو هو، تنهن هوندي ٻہ هو (موراِئيس) جنگي توڙي سياسي حڪمت عمليون جوڙڻ جو ماهر هو.

نئين ريپبلڪ جو دستور منجهائيندڙ ۽ ٿڪائيندڙ هو، جنهن ۾ صوبائي رياستن (قانون ساز ادارن) ۽ اسٽيٽ جنرل کي هڪ ٻئي سان وچڙندڙ اختيار مليل هئا. پر جلدئي هڪ ڏکيو تہ- ٽريو انتظام وجود ۾ آيو، جنهن مطابق موراِئيس ۽ سندس ڀاءُ وليم لوئيس فوجي معاملن جا نگهبان مقرر ٿيا ۽ هالينڊ جي رياستن جو وڪيل، جوهان وان اولڊين بارنويلٽ جيڪو اسٽيٽ جنرل جي وفد جو اڳواڻ ٻہ هو، گهرو معاملا ۽ پرڏيهي پاليسي سنڀالڻ لڳو. موراِئيس کي فوجي انجيئرنگ ۽ گهيري ڪرڻ وارين جنگين تي سٺي دسترس حاصل هئي، جيڪا انهي زماني ۾ قطعي اهميت واري قابليت ليکي ويندي هئي. هن پنهنجن فوجن جو تعداد گهٽائي انهن کي نئين سر منظم ڪيو. اها فوج ٻين ڪيترين فوجن جي مقابلي ۾ سٺي سکيا ورتل هوندي هئي ۽ ان کي وڌيڪ پگهار ملندي هئي. انهن 1590ع واري ڏهاڪي ۾ جنگين جي شروعات ڪئي ۽ هڪ ٻئي پويان ڪيترين ئي جنگين

ڪٽي ورتيون. ٻچن ۽ اسپينين 1609ع ۾ جنگبندي جو معاهدو ڪيو. جنهن مطابق هن ريپبلڪ ۽ اسپيني نيدرلينڊ جي وچ ۾ لڳ ڀڳ اها ئي سرحد مقرر ڪئي ويئي، جيتي اڄڪلهه هالينڊ ۽ بيلجيئم جي سرحد آهي.

انهيءَ وچ ۾ موراِئيس ۽ اولڊين بارنويلٽ جي وچ ۾ اختلاف وڌڻ لڳا هئا. وڏي عمر جو اولڊين بارنويلٽ جنگبندي واري معاهدي جو دستاويز ٺاهڻ جو گهڻي ڀاڱي ذميدار هو. جنگبندي جي انهي معاهدي تي هڪ طرف ڪالون جا پادري انهي ڪري ناراض هئا جو اهي اسپين خلاف وڙهڻ پنهنجو مقدس فرض سمجهندا هئا ۽ ٻئي طرف موراِئيس به ڪاوڙيو هو. ڇاڪاڻ ته امن جو مطلب، حقيقت ۾ سندس اختيار گهٽائڻ هو. اولڊين بارنويلٽ کي پڪ هو ته موراِئيس حڪومت تي قبضو ڪري وٺندو. هو جمهوري نظرين ۽ مختلف رياستن کي صوبائي خودمختياري ڏيڻ جو پاڻ کي پابند سمجهندو هو ۽ ڪالون جي پوئلڳن جي ڪٽر مذهبي ڌر جي مقابلي ۾ آزاد خيال ڪالون جي پوئلڳن جو وڏيڪ حامي هو. ڪٽر مذهبي ڌر وارن اهڙي رياست پئي چاهي، جنهن تي پادري حاوي هجن. پر عوام جي حمايت موراِئيس کي حاصل هئي، جنهن سچي پچي بادشاهت قائم ڪرڻ پئي چاهي. سندس حامين پمفليٽ جاري ڪيا جن ۾ اسٽيٽ پارٽي مٿان، فوجي بغاوت جي سٽ سٽڻ ۽ اولڊين بارنويلٽ تي، اسپين سان ڳجها لاڳاپا رکڻ جي تهمت مڙهيل هئي. نائب (اهو گروپ جنهن منجهان اسٽيٽس ڊيليگيٽس ۽ ميونسپل آفيسر چونڊيا ويندا هئا) گهبرائڻ لڳا. سندن مليشيا گهڻو ڪري اورينج جي ماٺهن تي ٻڌل هئي. ننڍن توڙي وڏن شهرن، پنهنجون پنهنجون وفادار فوجون ٺاهڻ شروع ڪيون جن کي وارڊ گيلڊرس سڏيو ويندو هو.

موراِئيس تيزي سان انهن ڪوششن جو خاتمو آڻي ڇڏيو. هو انهن نافرمان شهرن ۾ ويو. گهڻو ڪري سندس فوج به ساڻس گڏ هوندي هئي. هن تمام هوشياري سان دٻاءُ وجهي وارڊ گيلڊرس کي ڇڙوڇڙ ڪري ميونسپل آفيسر ۽ ڊپٽي بدلائي انهن جي جاءِ تي پنهنجا ڀروسي جوڳا ماڻهو رکڻ شروع ڪيا.

ساڳئي سال (1618ع) جي آگسٽ واري مهيني ۾ شهزادي جي محافظ دستي جي هڪ سپاهي 'اسٽيٽ جنرل جي حڪم هيٺ' اولڊين بارنويلٽ کي گرفتار ڪيو. هن مٿان بغاوت جي تهمت مڙهي، هڪ اهڙي ڪورٽ ۾ مقدمو هلايو ويو، جنهن کي مقدمي هلائڻ جو قانوني اختيار نه هو. انهي ڪورٽ ڪيس ڏوهي ٺهرايو. هن موراِئيس کان معافي گهرڻ کان انڪار ڪيو، ڇو ته معافي جو مطلب اڻ سڌي طرح ڏوهه باسڻ ٿئي ها ۽ اوچي ڳاٽ وجهي ڦاهي تي چڙهيو.

موراِئيس صوبائي خودمختياري واري اصول کي مات ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو هو. هاڻي هو بادشاهه سڏائڻ کان سواءِ پورو پورو بادشاهه ٿي ويو هو. جنگبندي جو مدو 1621ع ۾ پورو ٿي ويو. انهيءَ ڪانپوءِ وري جنگ لڳي، جنهن ۾ ٻچن کي وڏيڪ طاقتور اسپيني فوج سان مقابلو ڪرڻو پيو. فرانس جي مدد سان موراِئيس 1625ع ۾ پنهنجي مرڻ گهڙي تائين اها جنگ جاري رکندو آيو. جيڪا هن کان پوءِ 23 سال هيا به هلي.

# ڪارڊينل رشيليو

(1585-1642ع)

ڪارڊينل رشيليو جي مهربانين سان ئي فرانس جو بادشاهه ايڏو تہ طاقتور ٿي ويو هو، جو فرانس جي بادشاهه لوئيس XIV جڏهن اهو چيو هو، "مان ئي رياست آهيان،" تڏهن ڪوبہ وڏاءُ نہ ڪيو هئائين. لوئيس جي پيءُ جي وزيراعظم جي حيثيت ۾ هن هوشيار ۽ بي ترس ماڻهوءَ، پنهنجي سڄي زندگي هڪ اهڙي رياست ٺاهڻ واري ڪم ڪي اربي ڇڏي جنهن ۾ بادشاهه وٽ مڪمل اختيار هجن ۽ جنهن جي دربار جو شان ۽ شوڪت قومي طاقت جي علامت بڻجي پوي. پر قسمت جي ستم ظريفي تہ ڏسو تہ رشيليو پنهنجي سمجهہ مطابق جنهن بادشاهه- لوئيس XIII جون اختياريون وڌائي رهيو هو، سو حقيقت ۾ هڪ نالي ماتر بادشاهه رهيو، تنهن ڪري رشيليو ئي فرانس جو حقيقي بادشاهه هو.

رشيليو هڪ معزز گهراڻي ۾ پيدا ٿيو هو. سندس پورو نالو آرمنڊ ڊين ڊيوپليسس ڊي رشيليو هو. هن پهريائين فوجي سکيا ورتي هئي، پر جڏهن سندس ڀاءُ لاٽ پادري جو اباڻو عهدو قبول ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو، تڏهن رشيليو کي گهروارن مذهبي تعليم ڏيارڻ لاءِ مدرسي ۾ داخل ڪرايو. هو ٻاويهن سالن جي عمر ۾ پادري مقرر ٿيو ۽ پوائٽويو وٽي ليوڪان جي بشپ جي حيثيت ۾ مذهبي ڪمن ۾ جنبي ويو.

پر هن نوجوان بشپ جو ارادو، پاڻ کي صوبن تائين محدود رکڻ جو ڪونہ هو. هن جو اصل مقصد هو: طاقت جي مرڪز يعني شاهي دربار تائين پهچڻ. هن کي جڏهن 1614ع ۾ اسٽيٽ جنرل جي هڪڙي گڏجاڻي ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ پئرس گهرايو ويو، (انهي گڏجاڻي کانپوءِ 175 سالن تائين اسٽيٽ جنرل جي ٻي گڏجاڻي نہ ٿي سگهي، تان جو فرانس جو انقلاب اچي ويو.) تڏهن ڪهڙي بہ ريت ريجنٽ (نائب) ماري ڊي ميڊيسز جو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪائي ورتائين. هن کي دربار ۾ هڪ ننڍو عهدو ملي ويو. هو پنهجين ٻن خاصيتن، يعني دل کولي خوشامد ڪرڻ ۽ پڌري قابليت کان ڪم وٺي، ترقي جا ڏاڪا تيزي سان چڙهندو ويو. ٻن سالن کان پوءِ هو ڪائونسل جي قائم مقام وزيراعظم طور ڪم ڪري رهيو هو.

رشيليو پاڻ کي ماءُ راڻي ۽ سندس بيجا طور منظورِ نظر بثيل ماڻهو کون سيني سان لاڳاپي ڇڏيو پر کيس ان وقت تائين ڪ رسيو. جڏهن نوجوان لوئيس XIII آخرڪار پنهنجي مجتا ڪرائيندي نفرت جوڳي کون سيني کي مارائي ڇڏيو ۽ پنهنجي ماءُ ۽ سندس ٽولي کي شهر نيڪالي ڏيئي ڇڏيائين. بادشاه کي پنهنجي وفاداري جو يقين ڏيارڻ ۾ رشيليو کي ست سال لڳي ويا. 1624ع ۾ جڏهن هو ڪارڊينل ٿيو، تڏهن هن هيهر ڪائونسل ۾ پنهنجي جاءِ والاري. انهيءَ ڪانپوءِ مرڻ گهڙي تائين، هو پنهنجي قوم کي متحد ۽ طاقتور ڪرڻ لاءِ ڪم ڪندو رهيو.

انهي ڪم ۾ سڀ کان وڏي رنڊڪ اميرن جي طاقت بثيل هئي. ڪجهه وڏن خاندانن وٽ پنهنجا پنهنجا مورچي بند قلعا ۽ خانگي فوجون هيون. انهن کي جڏهن بہ بادشاه سان ڪو اختلاف ٿيندو هو، تڏهن هو گهڻو ڪري ہي ڪنهن بہ قوم جي مدد سان بغاوت ڪندا هئا. رشيليو حڪم ڪيو تہ بادشاه جي استعمال ۾ ايندڙ قلعن کي ڇڏي ہيا سمورا قلعا ڊهرائي پٽ ڪيا وڃن. هن سڄي ملڪ ۾ جاسوسن جو جار پکيڙي ڇڏيو، جن بادشاه خلاف ٿيندڙ سازشن جو پتو لڳايو، جنهن ڪري رشيليو وقت سر ڪجهه ماڻهن کي ڦاسي ڏيئي انهن سازشن کي ناڪام بڻائي ڇڏيو.

ساڳي طرح رشيليو، فرانسي هوگيوناٽن (ڪٽر پروٽيسٽنٽ يا ڪالونسٽن) جي فوجي ۽ سياسي طاقت بہ گهٽائي ڇڏي. فرانس گذريل صدي ۾ لڳاتار مذهبي جنگين جو شڪار رهيو هو. رشيليو جيتوڻيڪ مذهبي رواداري جو قائل هو، تنهن هوندي بہ هو رياست اندر مذهبي ماڻهن جي رياست جو وجود برداشت ڪرڻ لاءِ تيار نہ هو. 1627ع ۾ ہئي سڄي ڏکڻ فرانس جي هوگيوناٽن وانگر لاروچيل جي بندر وارن پروٽيسٽنٽن بہ بغاوت ڪئي، جيڪو سندن مضبوط ڳڙه هو. انگريزن لاروچيل جي پروٽيسٽنٽن کي مدد ڏيڻ جو انجام ڪيو هو، تنهن ڪري بغاوت کي هٿي ملي ويئي هئي، پر اڳيان بہ رشيليو هو، جنهن بغاوت کي ناڪام ڪرڻ جو پڪو پهہ ڪيو هو. هن شهر جي چوڌاري پنهنجون فوجون ڪٺيون ڪيون، جن انگريزي بحري ٻيڙي کي ٽي دفعا پڇائي ڪڍيو. هڪ سال جي گهيري ڪانپوءِ لاروچيل جا باقي بچيل باشندا ڪجهه شرطن سان پيش پيا. هوگيوناٽن جي ہين شهرن وٽيڪ سولائي سان آڻ مڃي.

فرانس کي، هيپسبرگ چوڌاري وڪوڙيو بيٺو هو، جنهن مان بہ کيس (فرانس) خطرو هو. فرانس جي اوير ۾ شهنشاهيت، ڏکڻ ۾ اسپين ۽ اتر ۾ اسپيني نيدرلينڊس هئا جيڪي سمورا انهي طاقتور گهراڻي جي قبضي ۾ هئا. رشيليو هيپسبرگ جي طاقت کي ڌڪ رسائڻ لاءِ پنهنجي وسان ڪين گهٽايو. هيپسبرگ خلاف جنهن کي بہ ڪو وير هو، تنهن جي هن ڪليل توڙي لڪيل نموني مدد ڪئي. هن جي ايلچي چارنيس 1629ع ۾، سوئيڊن جي بادشاهہ گستاوس ايڊولفس سان

ڳالهہ ٻولهہ هلائي، جنگبندي جي معاهدي ڪرڻ ۾ سندس مدد ڪئي. انهي معاهدي مطابق گستاوس ايڊولفس، هيپسبرگ جي شهنشاهہ خلاف پروٽيسٽنٽ فوجن جي اڳواڻي ڪرڻ لاءِ راضي ٿيو. رشيليو انهي ڪان پوءِ گستاوس کي ساليانو ڏهہ لک ليور جي صرف انهي ڪري مدد ڏيندو رهيو تہ جيئن هو (گستاوس) شهنشاهي فوجن کي رڌل رکي. انهي وچ ۾ هو پاڻ فرانس جي اوڀرندي سرحد ڏانهن ڪاهي ويو. هن جڏهن ڏٺو تہ، متان سوئيڊن جو جنگجو سڄي جرمني کي فتح ڪري متحد ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿئي، تڏهن سندس ڪن ڪڙا ٿيا، پر هڪڙي جنگ ۾ گستاوس جي مارجي وڃڻ ڪري اهو مسئلو پنهنجو پاڻ حل ٿي ويو. جرمني جي متحد ٿيڻ جو خطرو تہ ٽري ويو، پر اها جنگ پوءِ بہ جاري رهي. فرانس ۽ اسپين، جرمني جي تباهہ ٿيل سرزمين تي پاڻ ۾ وڙهندا رهيا. فرانس کليو کلايو جرمني جي پروٽيسٽنٽ شهزادن جي مدد ڪري رهيو هو. نيٺ 1648ع ۾ ويسٽ فاليا وارو امن معاهدو ٿيو، جنهن سان اها جنگ ختم ٿي ويئي. جيڪڏهن رشيليو انهي معاهدي سان جنگ جي خاتمي تائين جيئرو هجي ها تہ پنهنجي عظمت پاڻ ڏسي ها. انهي معاهدي سان سندس اختيار ڪيل پاليسي جي معقوليت ثابت ٿي ويئي. شهنشاهي چيهون چيهون ٿي وئي هئي ۽ جرمني ايندڙ ٻہ سؤ سالن تائين ورهايل ئي رهي.

رشيليو سنگدلي جي حد تائين زماني ساز ماڻهو هو، پر اهو سندس ڪردار جو فقط هڪڙو رخ هو. هن فرانس جي عظمت ۾ پختو يقين رکندي سندس ساموڊي فوج کي مضبوط ڪيو ۽ سندس واپار ۽ صنعت کي وڌائڻ سان گڏوگڏ مختلف فنن کي بہ همٿايائين. هن جي سرپرستي هيٺ فرانس ۾ چٽسالي واري اسڪول ترقي ڪئي. اڏاوتي ۽ آرائشي فنن جي ترقي ڪري، رياست جي شان شوڪت ۾ واڌارو ٿيو. هي ئي اهو ماڻهو هو جنهن عظيم ادبي سوسائٽي ۽ فرانسيسي زبان جي سرپرست فرينچ اڪيڊمي جو پايو وڌو هو.

رشيليو جي موت تائين فرانس، ثقافتي سياسي ۽ فوجي طرح پنهنجي سونهري دؤر جي چائنٽ تي پڄي چڪو هو. فرانس کي عظمت ڏيارڻ لاءِ، هو مختلف بيمارين جو شڪار هوندي بہ ارڙهن سالن تائين، بي ترسي سان پاڻ کي ڳهليندو رهيو.

# گستاوس ايڊولفس

## (1632-1594ع)

سترهين صدي جي شروعات ۾ جرمني جا پروٽيسٽنٽ هڪ قديم اڳڪٿي ۾ ويساه رکندا هئا، جنهن ۾ چيل هو تہ اتر کان هڪ اهڙو 'سونهري شينهن' ايندو، جيڪو مقدس رومي شهنشاهت جي 'عقاب' کي شڪست ڏيندو. انهي کانپوءِ اهو آفريقا ۽ ايشيا کي فتح ڪندو ۽ آخرڪار سڄي روءِ زمين تي امن جو دؤر ايندو. تنهن کانپوءِ حضرت عيسيٰ ٻيهر ايندو. اهوئي سبب هو جو جڏهن سويڊن جو پوري سٽي وارو پروٽيسٽنٽ بادشاه گستاوس ايڊولفس لشڪر ڪاهي جرمني پهتو، تڏهن انان جي ماڻهن عبادت جي حد تائين سندس آجيان ڪئي. جيتوڻيڪ هو انهي سڀني خواب جي پوري تعبير نہ ڪري سگهيو، تنهن هوندي بہ هو شهنشاه جي فوجن کي پوئتي ڌڪي، انهن پروٽيسٽنٽ رياستن کي بچائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو جيڪي بهي پٽ پوڙ واريون هيون. نيٺ شهنشاهيت اڳتي هلي ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويئي. پروٽيسٽنٽ رياستن کي بچائي، گستاوس ايڊولفس اڻ سڌي طرح شهنشاهي کي ڊاهڻ واري ڪم ۾ هٿ ونڊايو هو.

هو اڃا سترهن سالن جو مس هو جو بادشاه ٿيو. منڍ ۾ ئي ڪيس ڪيترن ئي بحرانن سان منهن ڏيڻو پيو. هن جي پيءُ چارلس IX حقيقي بادشاه سيگسمنڊ کان تخت ڦري ورتو، جيڪو پولينڊ جو بادشاه پڻ هو. انهي کانپوءِ چارلس جي پولينڊ سان، بالٽڪ جي ڪجهہ تڪراري ايراضي ۽ روس جي تخت جي وارثي تان لڙائي ٿي. ساڳئي وقت مالي توڙي فوجي طور ڪمزور هوندي بہ هُن سويڊن جي روايتي دشمن ڊينمارڪ سان جنگ ڇيڙي ڇڏي. ملڪ اندروني طور اختلافن جو شڪار هو. اهوئي سبب هو جو اميرن، گستاوس کي بيدلي سان تڏهن پنهنجو بادشاه تسليم ڪيو، جڏهن هن پنهنجي اختيارن تي انيڪ پابنديون قبول ڪندي، هڪ چارٽر تي صحي ڪئي.

1613ع ۾ ڊينمارڪ جي جنگ ترتڪڙ ۽ غيراطمينان جوڳي انداز ۾ ختم ٿي ويئي. چئن سالن کان پوءِ روس سان جنگ ختم ٿيڻ ڪري سويڊن کي فنلينڊ جي نار تي بہ نوان صوبا ملي ويا، جنهن ڪري روس جو بالٽڪ تائين پهچڻ وارو

رستو ڪڍجي ويو.

گھرو معاملن ۾ گستاوس مصلحت کان ڪم ورتو. هُن چارٽر جي مکيہ مصنف آڪزيل اوڪسنس ٿائرنا کي چانسلر مقرر ڪيو. بادشاه ۽ چانسلر جي رفاقت لاياڻتي ثابت ٿي. اوڪسنس ٿائرنا هڪ ٻئي پٺيان حڪومت ۾ ڪيترائي سڌارا آندا. هن خزاني جي نئين سر تنظيم ڪري، سوئيڊن لاءِ هڪ عظيم طاقت ٿي ابرڻ کي ممڪن بنائي ڇڏيو. بادشاه حالتن سان ٺهڪندڙ مقامي حڪومت جو اهڙو سرشتو قائم ڪيو جيڪو سڌي طرح بادشاه اڳيان جوابدار هو. هن تعليمي سرشتي ۾ وڏا سڌارا آڻي ان کي وڌندڙ سول سروس لاءِ لائق ماڻهو مهيا ڪرڻ جي قابل بڻايو.

هُن جي پنهنجي تعليم ۽ تربيت کيس جنگ جي فن جو ماهر بڻائي ڇڏيو هو. هن پنهنجي مهارت کان ڪم وٺندي ڪيترين ئي نيون جنگي حڪمت عمليون جوڙيون، جن ۾ لشڪر کي هلڪو ۽ سولائي سان هلندڙ توبخانو ڏيارڻ ۽ لچڪدار صفبندي ڪرڻ واريون حڪمت عمليون شامل هيون. هو هڪ بي ڊپو سپہ سالار هو. هن کي جنگ ڪرڻ ۽ چتي لڙائي دوران وچ ۾ ٽپي پوڻ جو شوق هوندو هو، اهو ئي جنون هو جيڪو آخرڪار سندس موت جو ڪارڻ بڻيو.

ٽيهن سالن واري لڙائي ۾ سوئيڊن جي ٽپي پوڻ جو ڪارڻ، صرف لوٿر جي نظريي کي بچائڻ نہ هو. گستاوس پولينڊ سان ڪافي مسئلن ۾ ڦاٿل هئڻ ڪري ٻارهن سالن تائين انهي جهيڙي ۾ سڌي طرح ٽپڻ کان ڪيٻائيندو رهيو پر جڏهن شهنشاهي فوجون سڄي اتر جرمني کي لتاڙي تيزي سان اڳتي وڌيون ۽ هيپسبرگ باسيو تہ هو بالٽڪ جي واپار تي قبضو ڪرڻ ٿو چاهي ۽ انهي ڪانپوءِ جرمني جي چئن بندرن کان سواءِ ٻيا سمورا بندر پنهنجي قبضي ۾ ورتائين، تڏهن سڄو مسئلو چٽو ٿي پيو. سوئيڊن، فرانس جي مدد سان پولينڊ سان عارضي جنگبندي جو معاهدو ڪيو ۽ گستاوس 1630ع ۾ پنهنجي فوج سوڌو اچي پنيمنڊ ۾ لٿو.

پر انهيءَ هنڌ تي، ويچار جي ابتڙ، کيس ڪوبہ جرمن ساٿي ڪونہ مليو. جرمني جو عوام، هن کي ڪٿي ڪيترو بہ پنهنجو محافظ ڇو نہ سمجهندو هجي، پر پروٽيسٽنٽ جرمن شهزادا، جيڪي هوندئہ تہ انهي قابل بہ نہ هئا، جو خود پنهنجي بچاءُ ۾ ئي ڪٺي متحد ٿين ها، سي بہ گستاوس جي ارادن بابت شڪ شبهو ڏيکارڻ لڳا. گستاوس آهستي آهستي سندن شڪ شبها دور ڪيا ۽ ڪانئن بي دليو ئي سهي، پر سهڪار وٺڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. انهي وچ ۾ شهنشاهي فوج پنهنجي هوشيار جرنل ٽلي جي اڳواڻي ۾ فتحن مٿان فتحون حاصل ڪندي وئي. انهي کان پوءِ ئي سيپٽمبر 1631ع ۾، جڏهن گستاوس کي اتي پهتي هڪ سال کان ٿورو وڌيڪ عرصو ٿيو هو، هن ليپزگ پرسان بريٽينفيلڊ ۾ ٽلي جي شهنشاهي فوج کي شڪست ڏني. اها فوج تباه ٿي، اتر اولهہ جرمني ڏانهن ڀڄي

ويئي، جڏهن تہ گستاوس سوپارو ٿيندي، پنهنجي فوج رائنليند ۾ داخل ڪئي. 1630-32ع جي سياري تائين هن مينز ۾ انهي مرڪز تي قبضو ڪري پختائي سان پنهنجا پير جمائي ڇڏيا، جيڪو سچي ور وڪڙ واري سياست ۾ جهيڙي جو ڪارڻ هو. سوئيڊن جي فوج اڌ جرمني کي پنهنجي قبضي ۾ آڻي ڇڏيو. جنهن ڪري هاڻي سوئيڊن جو بادشاهہ ئي فرينچن، انگريزن، هنگري ۾ ٻين دلچسپي رکندڙ طاقتن جا مختلف معاملا هلائيندو هو. گستاوس جو پنهنجو مقصد، جرمني جي پروٽيسٽنٽ جو هڪ اهڙو مضبوط اتحاد قائم ڪرڻ هو، جيڪو سوئيڊن جي هٿ هيٺ هجي. اهو مقصد شهزادن کي نٽي وئيو، ڇو تہ ڪين ڊپ هو تہ، هڪ شهنشاهہ بدران ٻيو شهنشاهہ مٿن حڪومت ڪندو.

بهار جي موسم ۾ گستاوس هيپسبرگ جي فوجن کي ختم ڪرڻ جي ارادي سان پنهنجي فوج کي ڊنيُوب جي پڇڙي ڏانهن وڌائڻ شروع ڪيو، پر جبرو جنرل والينٽين ٻيهر ميدان تي لٿو جنهن سيڪسني تي حملو ڪري سندس منصوبي ۾ رنڊڪ وجهي ڇڏي. گستاوس مجبور ٿي اتر طرف رخ رکيو. ڪجهہ مهينا انتظار ڪرڻ کانپوءِ سوئيڊن وارن نورنمبرگ پرسان والينٽين تي حملو ڪيو، پر شڪست کاڌائون. سندن حوصلا پست ٿي ويا فوج جو ٽيون حصو فوج ڇڏي ڀڄي ويو. نومبر ۾ گستاوس کي والينٽين مٿان اوچتي حملي ڪرڻ جو وجهہ ملي ويو، ڇو تہ والينٽين جي فوج، سياري جي ڪري ڇڙوڇڙ ٿي رهي هئي. ڪوهيڙي هيٺ ڪري گستاوس پنهنجي اصل منصوبي تي عمل ڪري نہ سگهيو. سوئيڊن جي فوج، پنهنجي بادشاهہ جي شديد نموني زخمي ٿيڻ ڪري ٻيهر شڪست کائڻ تي هئي پر سندس ٻئي نمبر ڪمانڊر ويمر جي برنارڊ، لوزن وٽ ايندڙ شڪست کي فتح ۾ بدلائي ڇڏيو.

گستاوس جي موت سان، سوئيڊن جي هٿ هيٺ پروٽيسٽنٽ بلاڪ ٺاهڻ وارا وڏ خيالي منصوبا بہ پنهنجي موت پاڻ مري ويا، پر سوئيڊن جنگ جي تلخ پڄاڻي تائين اوڪسنس ٽائرنا جي اڳواڻي هيٺ جنگ ڪندو رهيو. 1648ع ۾ ويسٽ فالنا جو امن معاهدو ٿيو، جنهن مطابق سوئيڊن کي بالٽڪ جا وڏيڪ قيمتي علائقا ملي ويا، جنهن ڪري هو ايندڙ صدي جي ڪجھ عرصي تائين سمنڊ جو حڪمران رهيو.

# اوليور ڪرامويل

(1599-1658ع)

تاريخ جي ستم ظريفي تہ ڏسو: اهو ماڻهو جنهن انگليند جي گهرو لڙائي ۾ بادشاه مٿان پارليامينٽ کي فتح ڏيارڻ ۾ مکيہ ڪردار ادا ڪيو هو، سو پاڻ کي بادشاهہ نہ سڏائيندي بہ، بادشاه بڻجي ويٺو ۽ پارليامينٽ جي مخالفت کي دٻائي ڇڏيائين.

اوليور ڪرامويل متضاد شخصيت جو مالڪ هو. لارڊ پروٽيڪٽر جي حيثيت ۾ هن خون ۽ بغاوت کي ڇڏي ٻئي هر ڏوهہ لاءِ موت جي سزا منسوخ ڪري ڇڏي هئي ۽ ڪڏهن ڪڏهن تہ سزا گهٽ يا معاف ڪرائڻ لاءِ پنهنجي سر مداخلت بہ ڪئي هئائين. پر آئرليند جي گورنر جنرل جي حيثيت ۾ هن شاهہ پرستن جي بغاوت کي دٻائڻ لاءِ دروگهيدا ۽ ويڪسفورڊ جي شهرين جو بيدردي سان قتل عام ڪرايو. انهي تلخ واقعي جي ياد اڄا تائين آئرليند جي ماڻهن جي دلين ۾ سمايل آهي. هڪ طرف تہ هو آمراڻن اختيارن جو مالڪ بڻجي ويو هو، پر ٻئي طرف انهن اختيارن کي ڪتب آڻڻ کان هميشہ ڪيٻائيندو رهندو هو. ڪرامويل گهٽ ۾ گهٽ نظريي جي حد تائين پارليامينٽ ۽ انتظاميہ کي اختيارن ۾ ڀاڱي ڀائيوار ڪرڻ جو پاڻ کي پابند سمجهندو هو. هڪ پڪي مذهبي ماڻهو جي حيثيت ۾، هو پاڻ کي هميشہ دل جي گهرائين سان خدا جو ناقص بندو سمجهندو هو، پر وري ٻئي طرف کيس يقين هو تہ هو هر ڪم خدا جي رضامندي سان ۽ سندس هٿيو بڻجي ڪندو هو- ۽ خدا جي اها رضامندي کيس بگهين عبادتن ڪرڻ کانپوءِ ملندي هئي.

ڪرامويل ذات وارا، هنٽنگڊن شائر جي هڪ اهڙي پوري پني خوشحال گهراڻي جا ماڻهو هئا، جيڪي تاريخي طور پنهنجين عوامي خدمتن ڪري مشهور هوندا هئا. تنهن ڪري جڏهن 28 سالن جي ڄمار ۾ ڪرامويل پارليامينٽ جو ميمبر چونڊجي ويو تہ ڪنهن کي بہ ڪو گهڻو تعجب نہ ٿيو. انهي پارليامينٽ کي هڪ سال کان پوءِ 1629ع ۾ چارلس I ٽوڙي ڇڏيو.

چارلس جي شخصي حڪومت واري دور ۾، ڪرامويل پاڻ کي خانداني معاملن ۽ مڪاني سياست ۾ گهڻو رڌل رکيو. انهي وچ ۾ هن کي پنهنجي مذهب

ڦيرائڻ جو بہ تجربو ٿيو جنهن جو اثر مٿس سڄي حياتي تائين قائم رهيو. هو جڏهن 1640ع ۾ ورڻي پارليامينٽ جو ميمبر ٿيو، تڏهن پنهنجي سؤٽن ڪرسٽوفر هئمپڊن ۽ جان پائيم سان گڏجي وچي پارليامينٽ جي نؤ پسندن سان وڃي ويٺو.

گهرو لڙائي لڳڻ تي ڪراموبل کي پارليامينٽري فوجن ۾ ڪرنل مقرر ڪيو ويو ۽ کيس هڪ ننڍو گهوڙي سوار دستو ٺاهڻ جو ڪم سونپيو ويو. هن جلدئي پروڙي ورتو تہ پارليامينٽ جي مقصدن جي پورائي، اڻپوري سکيا ورتل ۽ غير منظم فوج سان نہ ٿيندي. ڪراموبل ڏٺو هو تہ ڪيئن نہ ايڊگهل ۾ گهوڙي سوارن جي جنگي جٿي، بادشاهہ جي ڀائٽي شهزادي روپرٽ جي سرڪردگي ۾ وڏي پئماني تي تباهي پکيڙي ڇڏي هئي. هن بہ ساڳي طرح پنهنجي فوج کي منظم ڪرڻ جو پڪو پهہ ڪيو. 1643ع جي بهار ڌاري وٽس 800 سوارن جو جنگي جٿو موجود هو، جن تي جلدئي سندن دليري ۽ چڱي طرح منظم ٿي وڙهڻ سببان 'آئرن سائيڊس' (لوهي پاسن وارا) جو نالو پئجي ويو. جولاءِ 1644ع ۾ مارسٽن مور جي لڙائي لڳي جنهن ۾ ڪراموبل جي آئرن سائيڊس شاه پرستن جا پير اکيڙي ڇڏيا. اهڙن موقعن تي هو خاص طرح چوندو هو: "خدا انهن کي اسان جي تلوارن اڳيان سنڌا ڪري ڇڏيو آهي." (اسان دشمن کي لٽي ڇڏيو آهي) روڏن جي فتح سببان شاه پرستن جي طاقت جو اثر ۾ خاتمو ٿي ويو. انهي کان پوءِ ڪراموبل، پارليامينٽ کان سڄي فوج کي نئين سر منظم ڪرڻ جي منظوري ورتي، جنهن جي نتيجي ۾ نيو ماڊل آرمي (نئين نموني جي فوج) ٺهي، جنهن ۾ ڪراموبل جنرل آف دي هارس (گهوڙي سوارن جو جنرل) مقرر ٿيو. انهي فوج ۾، پنهنجي مقصد سان انصاف ڪرڻ جو ڀرپور ۽ اتساهڪ عقيدو ڀريل هو. ڪراموبل وانگر سندس سپاهين جي گهڻائي بہ آزاد پروٽيسٽنٽ فرقن منجهان هئي، ۽ اهي پارليامينٽ جي اڳواڻي ڪندڙ پريس بٽيرينس جي باري ۾، اوترئي شڪ شبهي ۾ مبتلا هئا، جيترو شڪ کين انگريزي روايتن سان پيار ڪندڙ شاه پرستن مٿان هو.

شاه پرستن جي 1646ع ۾ شڪست کانپوءِ جيڪي منجهيل حالتون پيدا ٿيون، تن ۾ ڪراموبل ڇڙوڇڙ ٿيڻ کان انڪاري فوج ۽ پارليامينٽ، جنهن جو اڃا تائين هو ميمبر هو، جي وچ ۾ ڀهريائين ٺاهہ ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي. هن بادشاه کي پڻ قائل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ هو رٿيل آئين کي قبول ڪري.

ڪراموبل ڀهريائين بادشاه جي ذاتي عزت ڪندو هو، پر جڏهن چارلس جي چوڻ تي اسڪاٽ لينڊ جي شاهي فوج، انگلينڊ تي حملو ڪيو، تڏهن سندس دل مان بادشاه جي عزت ختم ٿي وئي. اسڪاٽ لينڊ جي شاهي فوج جي حملي ڪري انگلينڊ ۾ بہ گهرو لڙائي شروع ٿي وئي. نيو ماڊل آرمي جلدئي شاه پرستن کي ڀڃائي ڪڍيو. بادشاه جي اهڙي 'وڏي بغاوت' ڪرڻ ڪري، ڪراموبل ڪاوڙجي پيو ۽ کيس انصاف جي ڪٽهڙي ۾ بيهارڻ جو پڪو پهہ ڪيائين.

پر چارلس جي مارجڻ تي شاه پرستن جا جذبا ڀڙڪي اٿيا. ڪرامويل آئريشن سان منهن ڏيڻ کان پوءِ اسڪاٽن ڏانهن ڌيان ڏنو. جيڪي هاڻي چارلس II جو ساٿ ڏئي رهيا هئا ۽ سندن حملي کي سيپٽمبر 1651ع ۾ وورسيسٽر وٽ ناڪام بڻائي ڇڏيائين. انگلينڊ مٿان هاڻي رواج موجب هڪ اهڙي پارليامينٽ جو راڄ هو. جنهن کي رمپ پارليامينٽ سڏيندا هئا ۽ جيڪا پاڻ کي دائمي پارليامينٽ چوندي هئي. (رمپ پارليامينٽ يعني نوان پسندن جو اهو جٿو. جنهن چارلس تي مقدمو قائم ڪيو هو.) ڪرامويل هڪ سال تائين. وڌندڙ پريشاني وچان انهي پارليامينٽ جي عمل ۽ بي عملي کي ڏسندو رهيو (انهن ڊچن سان جيڪا جنگ شروع ڪئي هئي تنهن تي ڪرامويل کي خاص ڪري اعتراض هو.) پوءِ هڪڙي ڏينهن هو هائوس ۾ اٿي بيٺو ۽ اعلان ڪيائين. "توهان پارليامينٽ ناهيو. مان توهان جي ويهڪ جو خاتمو آڻي ڇڏيندس." پوءِ جيئن چيو هئائين تيئن بندوقچين جي مدد سان ڪري ڏيکاريائين.

نئين ريپبلڪ . جيڪا هاڻي ڪامن ويلٿ جي نالي سان سڏبي هئي. تنهن جا باقي سال اقتدار اعليٰ مٿان قبضي ڪرڻ جي جهيڙي ۾ گذري ويا. ڪرامويل جي نئين پارليامينٽ 'ساڌن جي اسيمبلي' ڪيترائي مهينا. نوان اپاءَ وٺڻ لاءِ مٿو هڻندي رهي. تنهن کان پوءِ ڪرامويل جي هڪڙي حامي فوجي بغاوت ڪري سندس خاتمو آڻي ڇڏيو. انهي ڪانپوءِ هڪ لکيل آئين مطابق ڪرامويل کي سڄي زندگي لاءِ لارڊ پروٽيڪٽر مقرر ڪري. ڪيس ڪائونسل آف اسٽيٽ ۽ چڱا چوکا اختيار رکندڙ پارليامينٽ ڏني ويئي. ڪرامويل پنجن سالن تائين پنهنجن پارليامينٽن سان جهيڙيندو ۽ هڪ ٻئي پٺيان ڪين ٽوڙيندو رهيو. چارلس بادشاه جي دؤر وانگر هاڻي به سندن جهيڙو محصول اگاڙڻ جي حقن تي ٿيو. جهيڙي جو ٻيو ڪارڻ مڪاني حڪومت جا اهي آفيسر (ميجر. جنرل) هئا. جن کي ڪرامويل ڪافي اختيار ڏيئي ڇڏيا هئا. بنيادي طور اهي آفيسر ئي هئا. جن ناچ گانن ۽ خوشي جي اظهار جي ٻين طريقن تي پيورٽين متي وارين اهي پابنديون لاڳو ڪري ڇڏيون هيون. جن جي ڪري ڪرامويل جو دؤر مشهور آهي.

ڪرامويل جيڪا پرڏيهي پاليسي اختيار ڪئي. سا پروٽيسٽنٽ متي جي حمايت ۽ اسپين جي مخالفت ۾ هئي. هن ڊچن سان صلح ڪئي ۽ ويسٽ انڊيز ڏانهن سامونڊي مهمون موڪليائين. اتي انگريزن. اسپين کان جئميڪا کسي ورتو. انگلينڊ اسپيني نيدرلينڊ تائين جنگ جو دائرو وڌائي ڊنڪرڪ حاصل ڪيو. انگريزن طرفان ڪاميابي سان اسپيني ساحل جي سامونڊي ناڪيبندي ڪئي وئي. جنهن ڪري انگريزي بحري طاقت جو مان مٿانهون ٿيو.

پنهنجي ٿورڙي حياتي ۾ ڪامن ويلٿ کي ڪڏهن ڪڏهن شاه پرستن جي بغاوت سان منهن ڏيڻو پوندو هو. حڪومت ڏينهون ڏينهن وڌيڪ غيرمقبول ٿيندي

ويئي. ڪرامويل جي موت کان پوءِ تہ سندس ڏينهن جلدئي پورا ٿي ويا. بادشاه چارلس II جڏهن 1660ع ۾ موٽي آيو تہ سندس اُتساهيندڙ آجيان ٿي. ٿوري ئي وقت اندر پيورٽين عوامي راءِ ۾ ماڻهن لاءِ هڪ پوائنتو خواب ثابت ٿيو. پر گذريل ويهن سالن ۾ جيڪي واقعا ٿيا هئا تن اسٽيوئرٽن ۾ سندن جانشينن کي ذهن نشين ڪرائي ڇڏيو هو تہ اهي هاڻي سولائي سان پنهنجي رعايا تي آپيشاهي مڙهي نہ سگهندا.

# چارلس I

(1600- 1649ع)

چارلس I کي پڪا شاهه پرست شهيد بادشاهه مڃيندا آهن. انگلينڊ ۽ اسڪاٽ لينڊ ۾ هر سال 30 جنوري تي تقريبون منعقد ڪري چارلس اسٽوئرٽ جي سسي ڌڙ کان ڌار ڪرڻ واري واقعي جي ياد ملهائي ويندي آهي. وان ڊائيڪ جون ڇاهيل سندس جذباتي ۽ سهڻي مهانڊي واريون تصويرون هن دکدائڪ نموني شڪار ٿيل ماڻهوءَ جي ڪهاڻي کي تازو رکنديون اچن ٿيون. عام طور چارلس جي ڪردار جي اهڙين خامين جهڙوڪ ضد ۽ سياسي ڪوتاهه نظري کي نظرانداز ڪيو ويندو آهي، جن سببان سندس دکدائڪ انت آيو. چارلس جڏهن ٻار هو ته ڏٻرو، بيماري جو شڪار ۽ ٻاتو هوندو هو. هو پنهنجي وڏي ڀاءُ هينري کي پنهنجو آدرش ڪري سمجهندو هو. جيڪو سندس نظر ۾ مثالي شهزادو هوندو هو ۽ جنهن جي ٻچڻ وهي واري موت کي قومي حادثو ٺهرايو ويو هو. هينري کانپوءِ چارلس، ولي عهد جي حيثيت ۾ هڪ ٻئي سورمي بڪنگهام جي ڊيوڪ جارج وليئرس ڏانهن دوستي جو هٿ وڌايو. پارليامينٽ سان سندس جهيڙي جي ڪارڻن مان هڪ ڪارڻ، من موهيندڙ پر مغرور بڪنگهام جي ڊيوڪ سان سندس گهاٽي دوستي به هئي. اهو جهيڙو سندس دور جي منڍ يعني 1625ع ۾ ئي شروع ٿي چڪو هو.

هائوس آف ڪامنس، جيمس I جي دور ۾ ئي مضبوط ٿيڻ شروع ٿيو هو. هائوس آف ڪامنس پيورٽين عقيدن ۾ پڪو ويساهه رکندا هئا ۽ کين بخوبي ڄاڻ هئي ته اهي دولتمند ۽ طاقتور طبقن جا نمائندا هئا. تنهن ڪري 'بادشاهن جو خدائي حق' (اسٽيوئرڊ بادشاهن جو متو) مڃڻ لاءِ تيار نه هئا. تنهن کان سواءِ اهي چارلس جي فرانسي راڻي جي رومن ڪيٿولڪ عقيدي کان به خوف محسوس ڪندا هئا. اهي نظرياتي طرح ته بڪنگهام جي فرانس ۽ اسپين سان شروع ڪرايل جنگ کي جاري رکڻ جا حامي هئا، پر بڪنگهام جيڪي فوجي غلطيون ڪيون هيون تن جي قيمت ڀرڻ لاءِ تيار نه هئا. 1626ع ۾ هنن مٿس تهمت مڙهڻ

جي ڌمڪي ڏني. انهي کي روڪڻ لاءِ چارلس پارليامينٽ ٽوڙي ڇڏي. پوءِ هن ماڻهن کان زوري قرض ورتي، جنگين جو خرچ پورو ڪرڻ چاهيو. جن ماڻهن قرض ڏيڻ کان انڪار ڪيو، تن کي جيل ۾ وڌو ويو. نيٺ روم حاصل ڪرڻ لاءِ مجبور ٿي، هن پارليامنٽ جو اجلاس وري گهرايو، جنهن کيس گهربل رقم انهي شرط تي ڏيڻ جي آڇ ڪئي ته هو ڪجهه شهري آزادين جي خاطري ڏياري. بادشاه اها ڳالهه مڃي. انهي کان پوءِ ڪامنس وري بڪنگهام تي اڳي کان به سخت حملا ڪرڻ لڳا. جڏهن بڪنگهام کي ماريو ويو، تڏهن ڪامنس کان بيزار بادشاه، مٿن بڪنگهام خلاف ماڻهن ۾ نفرت اپارڻ جو الزام هنيو. پارليامينٽ سان لاڳاپا اڃا به خراب ٿيا. هن 1629ع ۾ پارليامينٽ کي وري ٽوڙي ڇڏيو. اهڙي طرح يارهن سالن تائين هلندڙ شخصي حڪومت جي شروعات ٿي. اهو ملڪ لاءِ نسبتاً سانتيڪو ۽ چارلس لاءِ خوشي جو دور هو. هو هاڻي پنهنجي زال هينريٽا ماريا سان پيار ڪرڻ لڳو هو ۽ پيءُ ٿي ويو. پر ملڪي حڪومت هلائڻ جي معاملي ۾ چارلس ڪنٽربري جي آرچ بشپ وليم لاڊ کي تمام گهڻا اختيار ڏيڻ جي غلطي ڪري ويٺو. لاڊ مذهبي دعائن کي وري ڪئٿولڪ طرز تي آندو. چرچ جي سنساري اختيارين کي مضبوط ڪيائين، جنهن ماڻهن ۾ ناراضگي ۽ ڊپ کي جنم ڏنو. هن انگريزي سياسي روايتن کي اسڪاٽن مٿان مڙهڻ جي ڪوشش ڪئي ، انهي ڪم ۾ بادشاه جي کيس مڪمل پٺڀرائي حاصل هئي، تنهن ڪري چڻ ته ککر کي ڪڙو لڳي ويو. اسڪاٽن جنگ جو اعلان ڪيو. چارلس کي مجبور ٿي نئين پارليامينٽ گهرائڻي پيئي ته جيئن رقم حاصل ڪري سگهي، پر جڏهن پارليامينٽ سندس مخالفت ڪئي، تڏهن هن پارليامينٽ کي ٽوڙيندي نين چونڊن ڪرائڻ جو اعلان ڪيو. نئين پارليامينٽ 1640ع ۾ گڏ ٿي. اها به ساڳي طرح هوڏ ڀڏي بيٺي. پارليامينٽ جي ميمبرن لاڊ کي جيل اُماڻيو ۽ جيل ۾ وڃي هن اڳيان تاڙيون وڄايائون ۽ تنهن کان سواءِ انهن چارلس جي ڀروسي جوڳي وزير ارل آف اسٽيفورڊ تي بغاوت جو مقدمو قائم ڪيو ۽ بنا ڪنهن پڪي ثابتي جي کيس ڏوهي ٺهرائي، بادشاه کي مختلف سياسي توڙي شخصي دڙڪن دهمانن وسيلي مجبور ڪري، ڪانئس پنهنجي وزير جي موت جي وارنٽن تي صحي ڪرايائون. انهي ڪم لاءِ چارلس پاڻ کي ڪڏهن به معاف ڪري نه سگهيو.

چارلس، جنهن مجبور ٿي پنهنجا شاهي اختيار گهٽايا هئا، تنهن کي بدلي وٺڻ لاءِ سندس راڻي اتساهيو. هو پنهنجا سوين سپاهي وٺي هائوس آف ڪامنس ۾ ڏوڪي ويو ۽ ڪانئن پنهنجن پنجن مخالفن جي ٻانهن گهريائين، پر اهي پنج ئي اڳ ۾ خبردار ٿي روپوش ٿي چڪا هئا. هن جي انهي پليل قدم ڪڻ ڪري لنڊن جا ماڻهو ڪاوڙجي پيا. فسادين کان ڀڄي چارلس اتر طرف ۽ راڻي هالينڊ ڏانهن هلي وئي. هوءَ هٿيار خريد ڪرڻ لاءِ پاڻ سان شاهي هيرا جواهر به کڻي وئي.

بادشاهه ۽ پارليامينٽ ٻنهي پنهنجا پنهنجا لشڪر ٺاهڻ شروع ڪيا. آگسٽ 1642ع ۾ گهرو ويڙهه شروع ٿي ويئي.

منڍ ۾ پارليامينٽ جي فوجن جو 'نگ وڌيل هو، پر شاهه پرست بهتر نموني سکيا ورتل هئا. هو ذري گهٽ واروڪ شائر ۾ پهرين وڏي لڙائي کٽڻ وارا هئا، پر پوءِ جنگ جو فيصلو ٿي نه سگهيو. چارلس لنڊن تي حملو ڪيو، پر ناڪام ٿيو ۽ پوئتي هٽي آڪسفورڊ کي پنهنجو هيڊڪوارٽر بڻايائين، جيڪو سڄي لڙائي ۾ سندس هيڊڪواٽر رهيو.

پارليامينٽ جي مقصدن کي 1644ع ۾ ان وقت وڏي هٿي ملي، جڏهن هن (پارليامينٽ) اسڪاٽ لينڊ سان معاهدو ڪري، 18000 اسڪاٽس فوجي، جنگ جي ميدان تي آندا. انهي ڪري شاهه پرست دفاعي لڙائي لڙڻ تي مجبور ٿي پيا ۽ آخري وقت تائين صرف پنهنجي بچاءُ ڪرڻ ۾ ئي رڌل رهيا. پارليامينٽ جي فوج جنهن جا سپاهي انهي ڪري گول مٿي وارا سڏبا هئا ڇاڪاڻ ته اهي پنهنجا وار ڪوڙائي روڏا ٿيندا هئا. انهي وچ ۾ پارليامينٽ قابل ٿي ويئي ۽ بهتر نظم و ضبط سان ڪم ڪرڻ لڳي هئي. روڏن کي جون 1645ع ۾ ناسيبائي وٽ فتح حاصل ٿي، جنهن سان شاهه پرستن جي اميدن تي پاڻي ڦري ويو. انهي هوندي به لڙائي هڪ سال تائين جاري رهي.

1646ع ۾ جنگ جي خاتمي تي چارلس کي اسڪاٽن، پارليامينٽ ۽ فوج، ملڪ ۾ هڪ نئين سياسي طاقت پنهنجو قيدي بڻايو. انهي نئين سياسي طاقت جي ڪمانڊر اوليور ڪرامويل، بادشاهه سان هڪ نئين حڪومت ٺاهڻ لاءِ ڳالهه ٻولهه هلائڻ جي ڪوشش ڪئي. چارلس ڪرامويل سان ظاهر ۾ ته ميٺ محبت سان ڳالهايو، پر هو انهي اميد تي اسڪاٽن سان به ڳجهه ڳوهه ۾ لڪيڙهه هلائيندو رهيو، ته جيئن بهتر شرطن سان پنهنجو تخت وري حاصل ڪري سگهي. هن پنهنجي جلاوطن راڻي کي خط لکيو، جيڪا ان وقت فرانس ۾ رهيل هئي، جنهن ۾ ڪيس خاطري ڏياريائين ته 'باغي اڳيان جهڪڻ' جو سندس ڪوبه ارادو نه هو. 1648ع ۾ چارلس ٻيهر پارليامينٽ جو قيدي ٿي ويو. انهن ساڻس ٺاهه ڪرڻ جي پڻ ڪوشش ڪئي پر بدگمان ٿيل ڪرامويل جي اڳواڻيءَ هيٺ انقلابي فوج پارليامينٽ جي معتدل ميمبرن کي قائل ڪيو ته چارلس 'خوني ماڻهو' هو، جنهن ڪري مٿس مقدمو هلايو وڃي. بادشاهه لاءِ ڏينهون ڏينهن عوامي حمايت وڌي رهي هئي، پر انهي جي پرواهه نه ڪندي غيرقانوني ٽربيونل، ڪيس 'بغاوت' جو ڏوهي ٺهرائيندي موت جي سزا ڏني. جڏهن سندس سسي ڌڙ کان ڌار ڪئي وئي ته انبوهه ماڻهن پنهنجا رومال سندس رت ۾ ٻوڙيا. ايئن ٿي لڳو ته انگريز بادشاهي جو خاتمو اچي ويو هو. چارلس ٺاهه ڪرڻ کان انڪار ڪري پنهنجي جياپي کي ناممڪن بڻائي ڇڏيو هو. ايڪويهن سالن کان پوءِ بادشاهي وري قائم ٿي پر سندس اختيار گهٽي ياڳي گهٽ ٿي چڪا هئا.

# برينڊنبرگ جو اليڪٽر

# فريڊرڪ وليم

(1620-1668ع)

فريڊرڪ وليم، برينڊنبرگ جي اليڪٽر جو پٽ هو. سندس ماءُ وليم خاموش جي پوٽي هئي. هو 1620ع ۾ ڄائو. وڏي پٽ هئڻ جي ناتي هو برينڊنبرگ جو وارث هو. اها هڪ وچولي پکيڙ واري رياست هئي، جنهن جي گادي جو هنڌ برلن هو. برلن انهيءَ زماني ۾ هڪ ننڍو ۽ غيرمشهور صوبائي شهر هوندو هو. وليم کي ورثي ۾ جيڪي علائقا مليا هئا تن ۾ بالٽڪ تي اوپر پرشيا جي ڊيوڪ واري رياست، جيڪا تازو ئي هوهنزولرنس ذات جي برينڊ نبرگ پاڙي جي حصي ۾ آئي هئي ۽ اولهه جرمني جون ڪجهه ننڍيون رياستون شامل هيون. انهي ٽڙيل پکڙيل ورثي مان ئي فريڊرڪ وليم کي هڪ اهڙي رياست ٺاهڻي هئي جيڪا يورپ جي سياست ۾ اثرائتو ڪردار ادا ڪري سگهي. پر ننڍپڻ ۾ هن عجب وچان اهو ضرور سوچيو هوندو ته اهو ورثو ڪڏهن ڪيس ملندو به يا نه، ڇو ته هن جي ڄمڻ کان به سال اڳ، ٽيهن سالن واري لڙائي شروع ٿي چڪي هئي. جنگ جا شعلا سڄي برينڊنبرگ ۾ پکڙجي ويا هئا. سندس سلامتي جي خيال کان کيس هڪ قلعي ڏانهن موڪليو ويو، جتي گهڻي ڀاڱي هن پنهنجو ننڍپڻ گذاريو هو. چوڏهن سالن جي ڄمار ۾ هو ڊچ ريپبلڪ (هالينڊ جي عوامي راڄ واري رياست) ۾ وڃي رهيو، جيڪا ان زماني ۾ پنهنجي اوج تي رسيل هئي. هن لنڊن يونيورسٽي مان تعليم حاصل ڪئي ۽ ڪجهه عرصو اتان جي اسٽيڊ هولڊر (گورنر) شهزادي فريڊرڪ هينري جي دربار ۾ به گذاريائين. هالينڊ ۾ هو ڪل چار سال رهيو، جنهن دوران سندس دل ۾ انهن ڪارنامن لاءِ ڏاڍي عزت پيدا ٿي پيئي، جيڪي انهي ملڪ واپار ۽ ثقافت جي ميدانن ۾ ڪري ڏيکاريا هئا. بعد ۾ هن پنهنجي ملڪ ۾ به انهن جي پيروي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي.

فريڊرڪ وليم 1640ع ۾ جڏهن برينڊنبرگ جو اليڪٽر مقرر ٿيو، تڏهن اهو غيرآباد ۽ ڇڊي آدمشماري وارو ملڪ هو. برلن جي آدمشماري 14,000 مان

مان گهٽجي 6,000 وڃي بچي هئي. سوين ڳوٺ تباهه ۽ برباد ٿي چڪا هئا. ڳوٺاڻا علائقا ڌارين سپاهين ڦري لٽي ناس ڪري ڇڏيا هئا ۽ اتي بگهڙن جا ٽولن جا ٽولا شڪار جي ڳولا ۾ رلندا وتندا هئا.

نئين اليڪٽر، اچڻ سان پهريون ڪم اهو ڪيو، جو پنهنجي ملڪ جي، شهنشاه سان ڪيل معاهدي مان جان ڇڏرائي، سوئيڊن سان معاهدو ڪيائين، جنهن ڪري اهو هڪ غيرجانبدار ملڪ بڻجي پيو. پر سڪٽي غيرجانبداري هڪ اهڙي ملڪ کي بچائي نه پئي سگهي جيڪو قدرتي سرحدن کان محروم هو. فريڊرڪ وليم محسوس ڪيو ته پنهنجي حفاظت لاءِ فوج جو هئڻ ضروري آهي ۽ صرف پاڙي جي چند سپاهين سان ڪم نه هلندو، جن ماضي ۾ به ڪافي مات کاڌي هئي. هن کي هڪ اهڙي باقاعدي سکيا ورتل فوج گهربل هئي جيڪا سندس ئي هٿ هيٺ هجي. هن پنهنجي فوج ٺاهڻ شروع ڪئي ۽ ويسٽ فاليا جي صلحنامي ٿيڻ تائين 8000 ماڻهن جي فوج تيار ڪري ورتائين. اها فوج جيتوڻيڪ ڪا وڏي فوج نه هئي تنهن هوندي به هن کيس ڪنهن حد تائين سوديبازي ڪرڻ جي قابل بڻائي ڇڏيو هو. هن سوديبازي ڪندي ڪنهن فتح ماڻڻ کان سواءِ اوڀرنديون پومرانيا ۽ ٻيا ڪيترائي جرمن علائقا حاصل ڪري ورتا.

برينڊنبرگ جي انهي فوج، مضبوط فوجي جوڙجڪ جا بنياد مهيا ڪري ڏنا، جنهن بعد ۾ پرشيا جي نالي، جرمن شهنشاهيت جي نالي ۽ آخر ۾ هٽلر جي ٽين ريچ جي نالي سان فتحون ڪيون. اها فوج جيتوڻيڪ 1656ع ۾ پولن (پولينڊ وارن) خلاف پهريون ڀيرو حرڪت ۾ اچڻ وقت هڪ ننڍي فوج هئي، تنهن هوندي به اها ئي فوج هئي جنهن اليڪٽر جي مختلف علائقن کي پاڻ ۾ ڳنڍڻ جو ڪم ڏنو. انهي فوج ۾ پرشيا، برينڊنبرگ ۽ ٻين رياستن جا ماڻهو شامل هئا. قومي جاڳرتا جا بنياد به انهي فوج جي ڪري ئي پوڻ شروع ٿيا. فريڊرڪ وليم پنهنجا سيئي آفيسر جاگيردارن يا جنڪرن مان چونڊيا هئا، تنهن ڪري اتر جرمني جي اميرن ۾ هڪ اهڙو فوجي مادو پيدا ٿيو جيڪو هن صدي تائين به قائم رهندو آيو آهي. فريڊرڪ وليم جي اها فوج سندس حياتي ۾ توڙي سندس پٽ ۽ پوٽي جي ڏينهن ۾ ورلي ڪنهن سان وڙهي هوندي. هن انهي کان صرف پنهنجي ويڙهيل پرڏيهي پاليسي جي مختلف موڙن ۾ بيرم جو ڪم ورتو هو. طاقت جي توازن کي برقرار رکڻ ۽ برينڊنبرگ پرشيا جي مفادن کي اڳتي وڌائڻ خاطر هن ڪڏهن ڪنهنجو ۽ ڪڏهن ڪنهنجو پاسو ورتو ۾ ڪيهايو ئي ڪونه. هن آخري ٺاهه، نيدرلينڊس ۾ فرانسي اڳرائي روڪڻ لاءِ، پنهنجي ڀائيٽي اورينج جي وليم سان ڪيو.

پنهنجي ملڪ جي اقتصادي حالت کي تيزي سان سڌارڻ خاطر فريڊرڪ وليم ٻاهرين ملڪن کان لڏي ايندڙن جهڙوڪ: پولينڊ جي يهودين ۽ فرانس جي

پروٽيسٽنٽن کي پنهنجي ملڪ ۾ رهڻ لاءِ همٿايو. انهن ماڻهن پاڻ سان گڏ تجارتي ۽ صنعتي هنر به آندا هئا. صنعت جي واڌ گهڻو ڪري فوجي ضرورتن جي پورائي ڪرڻ خاطر ٿي. هٿيارن ۽ ڪپڙي ٺاهڻ جي صنعت سيني صنعتن کان اڳڀري هئي. بادشاهي علائقن مان ايندڙ آمدني کي وڌائڻ لاءِ ڪيترائي نئي منصوبا سرڪاري سرپرستي ۾ شروع ڪيا ويا. انهن منصوبن کي هلائڻ لاءِ سول سروس جي واڌ به ضروري ٿي پيئي. صوبائي جاگيردارن جي مخالفت کي نظرانداز ڪندي فريډرڪ وليم فوجي خرچ جي پورائي لاءِ محصول مڙهڻ لاءِ اوڳاڙيءَ جو پنهنجو حق ميجرائي ورتو. انهي جو نتيجو اهو نڪتو جو مرڻ وقت وٽس 28,000 ماڻهن جي چڱي طرح هٿياربند ٿيل فوج موجود هئي.

انهي جي باوجود 'اليڪٽرا عظم' لقب کيس 1615ع ۾ سوئيڊن مٿان عاليشان فتح پائڻ ڪري مليو هو. ڪڏهن به اولهه پومرانيا کي اسٽيٽن (هاڻي زيزيسن) جي بندرگاهه سان ملائڻ جي خواهش پوري ڪري نه سگهيو. پر هو سٺي انتظام هيٺ هلندڙ رياست ٺاهڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو هو ۽ هن جا پويان، جيڪي پاڻ کي پرشيا جو بادشاهه سڏائيندا هئا، تن سڀي جرمني تي مڪمل طاقت سان حڪومت هلائي.

# جان سوبيسڪي

(1629-1696ع)

ترڪن جولاءِ 1683ع ۾ ويانا جو گهيرو ڪيو. هن مهينن کان پوءِ ايئن ٿي لڳو ته جاڻ انهي گهيريل شهر هٿيار ڦٽا ڪيا. تڏهن پولينڊ جو بادشاهه جان سوبيسڪي هڪ بين الاقوامي لشڪر ڪاهي، شهر وارن جي مدد لاءِ اچي پهتو. صرف هڪ ڏينهن جي لڙائي کان پوءِ سوبيسڪي جي فوج ترڪن کي پنهنجي ڇانوڻي کان پڇاڙي ڪڍيو. ان کانپوءِ ترڪن جا يورپ ڏانهن وڌندڙ قدم پرا ٿيڻ شروع ٿيا.

بادشاه سوبيسڪي جي انهي ڪارنامي کي جنهن به معيار سان پرکيو ته وڏو نظر ايندو. ترڪن جي مقابلي ۾ هن وٽ اڌ جيترو لشڪر هو. جيڪڏهن انهي مخالفت کي به نظر ۾ رکجي، جنهن سان کيس خود پنهنجي ملڪ ۾ ۽ يورپ جي ڪنهن بئي هنڌ منهن ڏيڻو پيو هو، ته پوءِ سندس اهو ڪارنامو، پنهنجو مٽ پاڻ نظر ايندو. بين قومن جي حاڪمن جي همٿائڻ سبب سوبيسڪي جي ملڪ ۾ مانڌاڻ متل هو، ۽ اهو هڪ طرف بيهي ڳوڙها ڳاڙي رهيو هو. گڏيل دشمن جي مقابلي ۾ متحد ٿيڻ جي ضرورت کي بي ڪنهن ملڪ محسوس نه ٿي ڪيو ۽ انهي معاملي ۾ به هو گهڻو ڪري اڪيلو رهجي ويو هو. سوبيسڪي پولينڊ جي ڏکڻ اوبر واري حصي ۾ رهندڙ، هڪ معزز گهراڻي ۾ پيدا ٿيو. انهن ڏينهن ۾ پولينڊ جو اهو پاڳو هڪ وسيع ملڪ ليکيو ويندو هو ۽ ذري گهٽ ڪاري سمنڊ تائين پکڙيل هوندو هو. جان جو ڪٽنب گهڻي عرصي کان پنهنجي مسلمان ۽ روسي پاڙيسرين سان وڙهندو آيو هو. جان، ڪاسڪن ۽ تاتارين سان لڳل دائمي لڙاين مان پهرين لڙائي اوڻويهين سالن جي ڄمار ۾ ڏٺي، انهي کانپوءِ هو پنهنجي سڄي زندگي اول ۽ آخر فوجي ٿي رهيو.

سوبيسڪي پهريون ڀيرو 1658ع ۾ پولينڊ جي قومي قانون ساز مجلس ۾ ويو. اهو ادارو ننڍن علائقائي قانون ساز ادارن جي اماڻيل وفدن مان ٺهيل هوندو هو. اداري جا سمورا ميمبر امير طبقي منجهان هئا ۽ انهن مان هر هڪ ميمبر ڪنهن به مرڪز جي اختياري کي ميڄڻ بدران، پنهنجي آزاد حيثيت برقرار رکڻ جو قائل هو. ڪوبه ميمبر، ڪنهن به معاملي کي ويٽو ڪري، قانون ساز

اداري مجلس کي بيوس ڪري سگهندو هو. اها مجلس پولينڊ جو بادشاهه به چونڊيندي هئي، جيڪو گهڻو ڪري ڪونه ڪو غيرملڪي هوندو هو ۽ مجلس اهڙا اپاءَ وٺندي هئي جيئن بادشاهه وٽ ڪو اختيار نه هجي. انهي زماني ۾ مجلس جي ميمبرن جي گهڻائي پولينڊ جي تخت لاءِ ڪنهن فرانسي يا آسٽريائي اميدوار کي چونڊڻ جي ڪوشش ۾ لڳي پيئي هئي.

جڏهن 1660ع ۾ ڪجهه اميرن ۽ فوج جي گهڻائي فرانس جي حامي بادشاهه جان ڪيسيمائر جي خلاف بغاوت ڪئي، تڏهن سوبيسڪي بادشاه جو ئي وفادار رهيو. انهي وفاداري جي صلي ۾ کيس گرينڊ مارشل جو عهدو ڏنو ويو جيڪو پولينڊ ۾ سڀ کان مٿانهون فوجي عهدو ليکيو ويندو هو. ميري ڪيسيمائر سان سندس شادي ٿيڻ ڪري هو دربار ۾ فرانسي ڌر جي اڳواڻ به ويجهو ٿيو. ميري ڪيسيمائر هڪ خودغرض ۽ گمراهه فرانسي اميرياڻي هئي.

اها ڏکي گهرو لڙائي 1666ع ۾ پوري ٿي. لڙائي اڃا مس ختم ٿي هئي، جو پولينڊ جي اوڀرندي سرحد تي نون خطرن منهن ڪڍيو. سوبيسڪي اٽڪل اٺ هزار ماڻهن جي اهڙي فوج سان، جنهن جون پگهارون گهڻي ڀاڱي هو پنهنجي کيسي مان ڀريندو هو، تاتاري حملي آورن جي پاڻ کان وڏي فوج کي پوڊاجسي جي قلعي وٽ شڪست ڏني. هو جڏهن وارسا موٽيو، تڏهن هڪ سورمي طور سندس آجيان ٿي. سوبيسڪي پنهنجي سڄي فوجي زندگي دوران سياڻپ ۽ دليري ڀريل، اهڙين حڪمت عملين کان ڪم ورتو، جن کيس پاڻ کان وڌيڪ طاقتور فوجن مٿان هر ڀيري فتح ڏياري. هن جي شهرت ايتري ته وڌي، جو ترڪي فوج جا سپاهي کيس جادوگر سمجهڻ لڳا. هن جي اچڻ جو ٻڌندي ئي سندن پيرن ڊرا ٿي ويندا هئا. پر 'گهر جو پير، چلهه جو مارنگ.' هن جي ملڪ جا ماڻهو سندس جنگي ڪاميابين کي گهڻي اهميت ڏيندا هئا. اتحادين جو به ساڳيو ئي رويو هو. هن کي وري وري ٿيندڙ وڳوڙن، خاص ڪري لٿونيا جي فوجي بغاوتن کي منهن ڏيڻو پوندو هو. (لٿونيا انهي زماني ۾ پولينڊ جو ڀاڱو هو) تنهن کانسواءِ کيس خود پنهنجن جنرلن جي سياسي چالبازين جو مقابلو به ڪرڻو پوندو هو. ترڪن 1672ع کان ئي پولينڊ لاءِ خطرو پيدا ڪرڻ شروع ڪيو هو. سوبيسڪي پنهنجن ماڻهن کي بروقت انهيءَ خطري کان خبردار ڪيو، پر ڪنهن به سندس ڳالهه تي ڪن نه ڏنو. بادشاه مائيڪل ڪوريبٽ، سوبيسڪي کان نفرت ڪندو هو. هن سلطان سان ڪنڌ هيٺ ڪرائڻ جهڙو هڪ اهڙو ڳجهو معاهدو ڪيو، جنهن مطابق پولينڊ ترڪي جو زيردست ٿي پوي ها. انهي ويساه گهاتي ڪري پولينڊ جا ماڻهو آخرڪار بادشاهه جي خلاف اُٿي کڙا ٿيا. اهي سوبيسڪي جي چوڌاري گڏ ٿي ويا. هن (سوبيسڪي) تيزي سان اڳرائي ڪري ترڪن جي قبايل علائقي تي حملو ڪيو ۽ پنهنجي دشمن کي يوڪرين ۾ چوڪم جي قلعي وٽ شڪست ڏني. اها

مهم سوبيسڪي جي سمورين مهمن کان وڌيڪ هوشياري واري مهم مڃي وڃي ٿي.

بادشاه مائيڪل ٻئي سال مري ويو. بادشاهه جي مرڻ ڪري قانون ساز مجلس ۾ هميشه وانگر، وري به اقتدار جي ڇڪتاڻ شروع ٿي ويئي؛ نيٺ سوبيسڪي کي بادشاه چونڊيو ويو. سندس تاج پوشي کان پوءِ ڪجهه سالن لاءِ ملڪ ۾ امن امان رهيو، پر پوءِ ترڪ وري چرپر ۾ اچڻ لڳا. ترڪ سلطان، ظاهري طور هنگري وارن جي مدد ڪرڻ جي بهاني، جن پنهنجن هيپسبرگ آقائن خلاف بغاوت ڪئي هئي، پنهنجون فوجون ويانا تي چاڙهي موڪليون. فرانس جي بادشاه لوئيس XIV کي جيئن ته ترڪن سان واپار ڪرڻ ۾ فائدو ٿيندو هو، تنهن ڪري هن سوبيسڪي تي غيرجانبدار رهڻ لاءِ دٻاءُ وڌو، پر سوبيسڪي، جنهن کي جيتوڻيڪ آسٽريا سان ڪو پيار نه هو، چڱي طرح خبر هئي ته ويانا تي ترڪن جي قبضي ڪرڻ ڪري سڄي يورپ لاءِ خطرو پيدا ٿيندو. هن آسٽريا سان هڪ معاهدو ڪيو ۽ پولينڊ جي 18,000 ماڻهن تي ٻڌل فوج قائم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. آسٽريا ۾، سڄي مقدس رومي شهنشاهيت مان گڏ ڪيل اتحادي فوجون به اچي سانڍ مليون. سيئي گڏجي ترڪن خلاف اڳتي وڌيا.

سوبيسڪي جو ارادو هو ته دشمن جي پٺيان پئي ڪيس سڄي هنگريءَ مان ڀڄائي ڪڍجي ۽ سندس پنهنجي چواڻي ته "دشمن جي ڪڍ لڳو رهجي، تان جو ڪيس واپس ريگستان ۾ وڃي ڦٽو ڪجي ۽ ڪيس نيست ۽ نابود ڪري، سندس قتل ڪندڙن تي بازنطيني شهنشاهيت ڪڙي ڪجي." پر ڪجهه اهڙيون حالتون پيدا ٿيون، خاص ڪري سندس پنهنجي فوج ۾ بغاوت، جنهن ڪيس پولينڊ ڏانهن موٽڻ تي مجبور ڪيو. ترڪ اڃا تائين بچاءُ واري ويڙهه وڙهي رهيا هئا. وينيشين ريپبلڪ ۽ روس سميت ٻيون قومون، سوبيسڪي جي سڏ ۾ سڏ ملائينديون، ڪين اوير طرف لڳاتار ڏڪينديون رهيون.

سوبيسڪي پنهنجي باقي زندگي ۾ لڳاتار ترڪن خلاف جنگ ۽ پولينڊ جي اميرن سان جهيڙي ۾ رڌل رهيو. هن جي پنهنجي پٽن ۾ هڪ ٻئي سان رقابت پيدا ٿي پيئي، جنهن سببان سندس خاندان ٽٽي پيو. پولينڊ جي تخت تي خانداني وارثي قائم ڪرڻ واريون سندس ڪوششون ناڪام ٿي ويون. جيڪڏهن هو تخت تي موروثي جانشيني قائم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿئي ها ته شايد پولينڊ ٽڪرا ٽڪرا ٿيڻ کان بچي وڃي ها. هن جي موت کان پوءِ پولينڊ پنهنجن يورپي پاڙيسرين جو شڪار ٿي ويو.

# لوئيس XIV

## (1638-1715ع)

لوئيس XIV هڪ اهڙو بادشاهه هو جنهن سان ٻيا بادشاهه ريس ڪندا هئا. سندس ورسيلز واري دربار شان ۽ شوڪت جو هڪ نمونو سمجهي ويندي هئي. يورپ ۾ ٻين سندس دربار جو نقل ته ڪيو پر ڪڏهن به اهڙي دربار قائم ڪري نه سگهيا. هن پاڻ کي زمين تي خدا جو نمائندو سڏايو پر ڪو به ڪجي نه سگهيو. حقيقت ۾ هر روز اها دعويٰ ورجائي ويندي هئي. گهڻي محنت سان اهڙيون مذهبي رسمون ٺاهيون ويون جيڪي صبح جو سندس اٿڻ مهل ۽ رات جو سمهڻ مهل ادا ڪيون ويون ويندڙيون هيون. انهن رسمن ادا ڪرڻ وقت جيڪي دعائون گهريون وينديون هيون، تن ۾ سندس خدائي نمائندي هئڻ واري دعويٰ ورجائي ويندي هئي. انهن رسمن ادا ڪرڻ مهل سندس درباري شاهي ديول ۾ قربانگاه ڏانهن پٺي ڏيئي ويهندا هئا ۽ پنهنجو منهن ڏانهس رکندا هئا. دنيا ۾ اهڙي ڪابه دلير پارليامينٽ نه هئي، جيڪا سندس اختيارن اڳيان ٻڙڪ به ٻاهر ڪڍي سگهندي هجي. سڄو يورپ سندس خوفناڪ فوج کان ڏڪندو هو ته ڪٿي فرانس کين فتح نه ڪري وٺي. يورپ جا ماڻهو فرانس جي خوفناڪ فوج کان ته ڪؤ کائيندا هئا، پر سندس اعليٰ ثقافت سان پيار ڪندا هئا.

فرانس جو هي 'سج بادشاهه' پنهنجي عروج واري زماني ۾ جيتري شان شوڪت وارو هو، اوتروئي پنهنجي ٻالڪپڻي ۾ غيرمحفوظ رهيو هو. هو پنجن سالن جي ڄمار ۾ بادشاهه ٿيو، پر فرانس تي سندس پيءُ جي مقرر ڪيل وزيراعظم ڪارڊينل جي حڪومت جاري رهي جيڪو رشيليو جو جانشين هو. 1648ع ۾ طاقتور اميرن جي هڪ جٿي فرونڊرن نالي هڪ بغاوت مزارن ۽ بادشاهه خلاف منظم ڪئي. انهي ڪري گهرو لڙائي شروع ٿي ويئي، جيڪا پنج سال هلي. اها بغاوت هن ٻالڪ بادشاهه لاءِ ذهني توڙي جسماني طور هڪ خوفناڪ تجربو ثابت ٿي ۽ سڄي زندگي لاءِ اشرافيه تان سندس اعتبار کڄي ويو.

فرونڊرن کي شڪست کان پوءِ مزارن پنهنجي ننڍي نيٽي بادشاهه کي حڪومت ڪرڻ جا گر سيکارڻ لڳو. لوئيس به هڪ لائق شاگرد ثابت ٿيو. هن کي سخت ڪم ڪرڻ ۽ هر ڪم جي تفصيلن تي ڌيان ڏيڻ جي خاص ڏات مليل هئي. 1661ع ۾ مزارن جي موت کان پوءِ انهنَ خاصيتن کيس ڏاڍو ڪم ڏنو ۽ هو

فرانس جي حڪومت ۾ پنهنجن ملڪي مهمن جي هر پهلوءَ تي اڳواڻ نظر رکڻ جي قابل ٿي پيو. ايڏين مصروفيتن هوندي بہ هو اڪيچار درباري رسمن جي اڳواڻي ڪرڻ، هر روز عشاءِ رباني جي دعا ۾ شريڪ ٿيڻ، شڪار ڪرڻ ۾ قسمين قسمين طعام کائڻ لاءِ وقت ڪيڏي وٺندو هو. لوئيس هڪ بئي پوئتان مختصر توڙي گهڻي عرصي تائين هلندڙ عشق پڻ ڪيا، پر هن ڪڏهن بہ پنهنجي، ڪنهن حد تائين درد ڀري اسپيني راڻي مارياٿريسي کي صفا نظرانداز نہ ڪيو. هو خوش قسمت هو جو کيس مزارن جي حڪومت مان باپٽسٽ ڪولبرٽ، جهڙو لائق وزير مليو هو. ڪولبرٽ قوم جي ماليات کي مڪمل طرح نئين سر منظم ڪرڻ کان پوءِ فرانس کي پاڻيرو بنائڻ تي ڌيان ڏنو. هن صنعت ۾ واپار کي هٿي ڏيڻ لاءِ ڪيترائي اپاءَ ورتا. هن لوئيس جي زندگي جي خواب کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ ورسيلز جي عمارت ٺهرائي، جنهن ڪري فرانسي هنرن جي نمائش ۾ فرانسي مصنوعات جي وڏيڪ گهر ٿيڻ لڳي.

ورسيلز، صرف بادشاهہ جي مکيہ رهائش گاهہ جو ڪم نہ ڏنو، پر 1682ع کان پوءِ حڪومت جي گادي جو هنڌ بہ ٿي ويو. اتان جي وندرائيندڙ ۾ عياشي واري زندگي ڪيترن ئي اميرن کي ڏتاري وڌو، جنهن ڪري سوين امير اچي اتي رهيا. لوئيس جاڻي ٻجهي اها پاليسي اختيار ڪئي هئي تہ جيئن اشرافيہ کي سياست کان پري رکي سگهي. هن کين سدا ٽئڪس نہ ڀرڻ جي ڇوٽ ڏني، تہ جيئن کين حڪومت ۾ ڪا دلچسپي نہ رهي ۾ ٽيڪسن جو سڄو بار انهن تي رکي ڇڏيائين، جيڪي ٽئڪس ڀرڻ جي قابل نہ هئا. انهي پاليسي جا مستقبل ۾ خوفناڪ نتيجا نڪتا.

لوئيس پنهنجي دؤر جي شروعات ۾ فرانسي فوج جي نئين سر تنظيم ڪئي. هن کان اڳ اها فوج قسمين قسمين ماڻهن مان ٺهيل هوندي هئي، جيڪي بنيادي طور مختلف اميرن جا وفادار هوندا هئا. هن پنهنجي جنگ واري وزير لالؤ وائيس جي مدد سان هڪ متحد ۾ منظم فوج ٺاهي، جيڪا سندس ئي ضابطي هيٺ ڪم ڪندي هئي. انهي فوج جو انگ آخرڪار وڌي وڃي چار لک ماڻهن تائين پهتو.

لوئيس 1667ع کان وٺي لڳاتار جنگين ۾ رڌل رهيو هو. هن ڊچ ريپبلڪ کي فتح ڪرڻ لاءِ ڪيترين ئي ناڪام ڪوششون ڪيون، پر 1678ع ڌاري هو اسپيني نيدرلينڊس جو گهڻو ڀاڱو ۾ سوئيز سرحد ڀرسان فرانچي ڪامٽي جو صوبو فتح ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. فرانسي فوجن آلسيڪ ۾ لورين تي قبضو ڪري ورتو.

لوئيس 1685 ۾ ايڊڪٽ آف نانٽيس (نانٽيس جو شاهي فرمان جنهن مطابق پروٽيسٽنٽن کي ڪجهہ جاين يا شهرن ۾ سلامتي سان عبادت ڪرڻ جي اجازت مليل هئي) کي رد ڪري سخت غلطي ڪئي. هن مهل تائين پروٽيسٽنٽن تي جيڪي سختيون ٿيون هيون، سي سمورن پروٽيسٽنٽن جو مذهب مٽائڻ ۾

ڪامياب نہ ٿي سگهيون هيون. تنهن ڪري بادشاهہ، پروٽيسٽنٽن کي پنهنجي ملڪ جي بهتري لاءِ خطرو سمجهي فيصلو ڪيو تہ ڪانئن عبادت ڪرڻ جي آزادي کسي وڃي. انهي جي نتيجي ۾ جيڪا لڏپلاڻ ٿي، تنهن نہ صرف فرانس کي پنهنجي هزارين ڪاريگر شهرين کان محروم ڪري ڇڏيو، پر پروٽيسٽنٽن ۾ فرانس مخالف جذبا پڙڪايا.

سترهين صديءَ جي پڇاڙيءَ ۾ سڀ کان وڏو مسئلو، اسپين جي تخت جي وارثي جو هو، جنهن تي ان وقت لوئيس جو بي اولاد ۽ مرتينگ پيٽويو چارلس II ويٺل هو. لوئيس ۽ سندس پراڻي دشمن انگلينڊ جي وليم III ڪيترن ئي سفارتي چالن وسيلي صرف اهو معلوم ڪرڻ لاءِ پاڻ ۾ ناهہ ڪيو تہ چارلس جي موت ڪانپوءِ سندس وصيت مطابق هُن جي بادشاهي ۽ مالامال شهنشاهي لوئيس جي نوجوان پوٽن کي ملندي. جيڪڏهن لوئيس انهي وصيت کي مڃڻ کان انڪار ڪندو تہ چارلس جي وارثي آسٽريا جي هيپسبرگن کي ملندي. لوئيس ڏٺو تہ جيڪڏهن چارلس جي وارثي هيپسبرگن کي ملي تہ سندس ملڪ اڳي وانگر هيپسبرگ جي گهيري ۾ اچي ويندو تنهن ڪري هو مڙي ويو ۽ چارلس جي وصيت قبول ڪري ڇڏيائين.

لوئيس طرفان اسپيني تخت بابت چارلس واري وصيت قبول ڪرڻ سببان جانشيني لاءِ جنگ لڳي، جيڪا ٻارهن سالن تائين هلندي رهي ۽ انهي جهيڙي ۾ اولهہ يورپ جي ملڪن جي گهڻائي ڦاسي پيئي. لوئيس وٽ هڪ ڪمزور ٿيل فوج ۽ صرف هڪ اتحادي بويريا وڃي بچيا هئا، تنهن هوندي بہ هن اتحادين طرفان، هٿيار ڦٽا ڪرڻ جي ذلت واري آڇ کي ٺڏيندي جنگ جاري رکي. اٽريچيٽ جي معاهدي مطابق جنگ ختم ٿي. انهي معاهدي موجب لوئيس جي پوٽي فلپ V کي اسپين جو تخت مليو، پر اسپين جي قبضي هيٺ آيل ٻيا يورپي علائقا اتحادين پاڻ ۾ ورهائي ڪنيا.

فرانس جيتوڻيڪ متحد رهيو، پر جنگ کيس ٿڪائي وڌو هو. لوئيس هاڻي هڪ ٿڪل ۽ ڪراڙو ماڻهو هو، جيڪو پنهنجي ڪجهہ ياتين جي موت ڪري غمگين رهڻ لڳو. انهن مرڻ وارن ياتين ۾ گهڻا سندس مرد وارث هئا. هو ۽ سندس ٻي زال مادام دي مينٽين، جنهن سان هن 1683ع ۾ ڳجهي طرح شادي ڪئي هئي، پنهنجو اڳيون شان شوڪت ۽ مجلسي زندگي ڇڏي، هاڻي خاموشي واري زندگي گهارڻ لڳا. لوئيس جي صحت 1715ع واري اونهاري ۾ ڪرڻ لڳي. هن جي ڄنگهہ کي ماس خورو (ماس کائو مرض) لڳي ويو. هن ٽن هفتن تائين اها پيڙا مڙسي سان سٺي. مرڻ کان اڳ هن پنهنجي پڙپوٽي کي نصيحت ڪندي چيو، "مون وانگر جنگ سان محبت نہ ڪجانءِ، ان جي ابتڙ پنهنجن پاڙيسرين سان امن امان سان رهڻ جي ڪوشش ڪجانءِ... پنهنجي عوام جي حالت سڌارڻ جي ڪوشش ڪجانءِ.

# اورينج جو وليم

(1650-1702ع)

جيڪڏهن فرانس جو لوئيس XIV زيادتي نہ ڪري ها تہ ٿي سگهي ٿو تہ اورينج جو شهزادو وليم، پنهنجي زندگي، پنهنجي جاگيرن جي سار سنڀال لهندي، تصويرون گڏ ڪندي ۽ شڪار ڪندي گذاري ڇڏي ها. سندس قوم يعني نيدرلينڊس جي گڏيل صوبن، نيٺ 1648ع ۾ اسپين سان ناهہ ڪرڻ ۾ ڪاميابي حاصل ڪئي. جن جو برغرن جي حڪومت تي قبضو هو ۽ جيڪي اُتي امن امان قائم ڪرڻ جا ذميوار هئا تن هائوس آف اورينج (اورينج جي گهراڻي) کي عوامي راڄ لاءِ خطرو ٿي سمجهيو. انهي ڪان بہ وڏو خطرو لوئيس XIV پيدا ڪري ڇڏيو هو. هن ڳالهہ ڪي مجبور ٿي ڪيو تہ اهي وليم سان بہ اها ئي ڪار ڪن جيڪا سندس وڏن سان ڪئي هئائون. وليم جي زندگي جو سڀ کان وڏو مقصد فرانس جي بادشاهہ جي ملڪ گيري واري هوس کي ٻنجو ڏيڻ ٿي پيو. هن جي ماءُ هڪ اسٽوئرٽ ۽ انگلينڊ جي بادشاهہ چارلس I جي ڌي هئي. وليم اڃا ڏهن سالن جو هو تہ هوءَ مري ويئي. وليم جو پيءُ بہ سندس جمڻ کان ٿورڙو اڳي مري ويو، تنهن ڪري هو يتيم ٿي ويو هو. بي وقتائتي يتيم ٿيل هن ٻار تيزي سان گوناگون تعليم حاصل ڪري ورتي. جنهن سببان هن طاقت جي توازن بابت عملي تعليم بہ ورتي، انهي ڪري ڪيس هالينڊ ۾ هلندڙ اها ڇڪتاڻ چٽي طرح نظر اچڻ لڳي، جنهن ۾ هڪڙي پاسي سندس خاندان جا حامي ۽ ٻئي پاسي اورينج مخالف ڌر هئي. لوئيس XIV 1660ع ۾ جڏهن ڏکڻ فرانس ۾ سندس اباڻي اورينج جي ننڍڙي رياست تي قبضو ڪري ورتو، تڏهن هن کي ڪاوڙ تہ ڏاڍي لڳي پر هو لاچار هو. هن کي اهو ڏسي اڃا بہ وڌيڪ مايوسي ٿي تہ سندس چاچو انگلينڊ جو بادشاهہ چارلس II، پنهنجي حامي ٻچ پارليامينٽ جي مخالفت جي باوجود، فرانس جي حمايت واري پاليسيءَ تي هلي رهيو هو ۽ ٻچن جي عوامي راڄ کي ڇيهاڻڻ لاءِ لوئيس جي مدد ڪرڻ تي هو. وليم کي 1672ع ۾ عارضي طور هالينڊ جي خراب سکيا ورتل ۽ اڻپوري هٿياربند فوجن جي اڳواڻي ملي. فرانس جي جنگ باز فوج ساڳئي سال جڏهن ٻچ صوبن تي حملو ڪيو تڏهن انهي اڳيان سندن 10.000 فوجي بيوس ٿي پيا. ٽي صوبا حملي آورن جي قبضي ۾ اچي ويا. ٻين

صوبن کي صرف ڳوٺاڻن علائقن کي ٻوڙائڻ وسيلي بچايو ويو. انهي گھوٽالي ڪري اوررينج جي حمايت وڌي ويئي. وليم کي گڏيل صوبن جو اسٽيڊ هولڊر يعني گورنر مقرر ڪيو ويو.

ٻاويهن سالن جي انهي اسٽيڊ هولڊر پهريون ڪم اهو ڪيو، جو فرانس ۽ انگلينڊ طرفان آڇيل بيوس ڪندڙ امن جا شرط رد ڪري ڇڏيائين. انهي ڪانپوءِ هن پنهنجا اتحادي ڳاهڻ شروع ڪيا ۽ بريڊنبرگ جي اليڪٽر هيپسبرگ شهنشاهه ۽ پنهنجي اڳئين دشمن اسپين کي پنهنجو اتحادي بڻائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. هن جيڪو ٻيو قدم کنيو، سو هو پنهنجي فوج ڳاهڻ.

جيتوڻيڪ وليم فوجي معاملن جو ڪو گهڻو ماهر نه هو، تنهن هوندي به کيس جنگ سان پيار هو. عام طور هو هوڏي ۽ تنهائي پسند ماڻهو هوندو هو، پر جنگ جي ميدان ۾ جڻ ته جيئرو ٿي پوندو هو. هن جي شخصي دليري ڪري دوست توڙي دشمن سندس عزت ڪرڻ لڳا هئا.

اها جنگ نيٺ 1678ع ۾ ختم ٿي. فرانس جيتوڻيڪ ٻين هنڌن تي اهم ڪاميابيون حاصل ڪيون هيون پر مجبور ٿي کيس ڊچ صوبا خالي ڪرڻا پيا. وليم کي احساس هو ته لوئيس اهڙي سولائي سان چپ ڪري نه ويهندو. هو فرانس خلاف هڪ مضبوط اتحاد جوڙڻ لاءِ ڏينهن رات ڪم ڪندو رهيو ۽ انهي وچ ۾ انگلينڊ تي به ڪرڙي نظر رکندو آيو.

هن 1676ع ۾ پنهنجي نوجوان سؤٽ ميري اسٽوئرٽ سان شادي ڪئي، جيڪا باشاهه جي ڀاءُ جيمس جي ڌي هئي. ميري کي نيدرلينڊس جي زندگي وڻي ويئي ۽ هوءَ، پنهنجي گهٽ ڏيان ڏيندڙ مڙس سان آخرڪار پيار ڪرڻ لڳي. جڏهن ميري جو پيءُ بادشاهه ٿيو، جيڪو مذهب مٽائي ڪئٿولڪ ٿي ويو هو ۽ ملڪي قانون جي ابتڙ ڪئٿولڪن کي وڏا وڏا عهدا ڏيڻ لڳو، ته وليم کي ڳڻتي اچي ورايو، تڏهن هوءَ به انهي ڳڻتي ۾ پنهنجي مڙس سان پاڳي ڀائيوار رهي. جنهن زماني ۾ فرانس کان جلاوطن ٿي آيل هوگيوناٽ (ڪٽر پروٽيسٽنٽ) ڀاڻ سان ٿيل جُنين جون لوڻءِ ڪانداريندڙ ڪهاڻيون ٻڌائيندا پئي وتيا، تنهن ئي زماني ۾ انگريزي پارليامينٽ ۽ انگريزي چرچ سان جيمس جي اره زورائي جون خبرون به ملڻ لڳيون، جنهن ڪري انگلينڊ ۾ پاپائيت جي وري زور وٺڻ جا خطرا پيدا ٿيڻ لڳا. جيمس جي ٻي زال 1688ع ۾ پٽ ڄڻيو، جنهن مان تخت جي وارثي هڪ ڪئٿولڪ کي ملڻ جا امڪان وڌي ويا، ٿوري وقت ڪانپوءِ انگريز اميرن جي هڪ ٽولي وليم کي دعوت ڏني ته هو اچي سندن ملڪ فتح ڪري ۽ سندن آزاديون بحال ڪري.

وليم ڪيترن ئي قومين جي فوج وٺي پنجن مهينن کان پوءِ اچي ٻيون جي ڪناري تي لٿو. هو لنڊن ڏانهن وڌيو. جيمس جيڪو پنهنجن اڳين حامين ۽ خود

پنهنجي خاندان ۾ قوت پوڻ سببان وائڙو ٿي ويو هو، سو ڪو مقابلو ڪري نہ سگهيو. هن کي فرانس ڏانهن ڀڄي وڃڻ جي اجازت ڏني وئي.

نئين پارليامينٽ پنهنجي خاص سڏايل اجلاس ۾ گهڻي بحث مباحثي کانپوءِ وليم ۽ ميري کي انگلينڊ جو تخت آڇيو. انگلينڊ جي تاريخ ۾ صرف اهي ٻہ ئي گڏيل بادشاهہ ٿي گذريا آهن. وليم هاڻي فرانس خلاف پنهنجي جدوجهد جاري رکڻ لاءِ انگلينڊ جي افرادي قوت، ساموندي قوت ۽ دولت کان ڪم وٺي پئي سگهيو، پر ڪيس هڪ آئيني بادشاهہ طور حڪومت هلائڻي هئي. پارليامينٽ بل آف رائيٽس پاس ڪيو، جنهن ۾ بادشاهہ جي اختيارين تي سخت پابنديون لڳل هيون. اهڙي طرح 1688ع جو 'شاندار' انقلاب پورو ٿيو.

وليم انگريز اميرن ۾ ڪو گهڻو مقبول نہ هو. انهن اميرن کي وليم جا ڊچ صلاحڪار ۽ دوست نہ وڻندا هئا، وليم کي بہ سندن سياسي جدوجهد ڏکي لڳندي هئي. راڻي 1694ع ۾ جواني ۾ مري وئي. تنهن وقت تائين وليم گهرو معاملا سندس سپرد ڪري پاڻ فوجي مهمن پويان لڳو رهيو هو. هن پنهنجي شروعاتي دور ۾ بوائني جي فيصلائتي جنگ ۾ جيمس جي حامي آئرلينڊ جي فوج کي شڪست ڏني هئي. هن چئنل ۾ لاهوگ پريان فرانس جي ساموندي فوج کي شڪست ڏني هئي. انهي شڪست لوئيس جي انهن ڪوششن جو انت آڻي ڇڏيو هو، جيڪي هو جيمس کي انگلينڊ جو تخت وري ڏيارڻ لاءِ ڪندو ٿي آيو. پرڪنڊ (يورپ کنڊ) ۾ فرانس خلاف جنگ جاري رهي. جڏهن 1697ع ۾ صلح ٿي تہ لوئيس وليم کي انگلينڊ جو بادشاه تسليم ڪري ورتو. لوئيس کي دل ۾ انهيءَ ماڻهو لاءِ ٿوري گهڻي عزت ضرور هئي، جنهن ذري گهٽ سڄي يورپ کي ڪاميابي سان هن خلاف متحد ڪري ڇڏيو هو- ۽ جيڪو ساٺس وقفي وقفي سان پنجويهن سالن تائين جنگ جوٽيندو رهيو هو. ٻنهي بادشاهن پنهنجا ايلچي هڪ ٻئي جي ملڪ ۾ موڪليا ۽ اسپين جي تخت جي وارثي لاءِ هلندڙ ڏکي جهيڙي بابت هڪ عارضي ٺاه تي پهتا.

لوئيس 1700ع ۾ اسپين جو تاج قبول ڪيو، جنهن ڪري يورپ تي فرانس جي حاوي ٿيڻ جا امڪان وري وڌي ويا. وليم لوئيس خلاف تيزي سان هڪ نئون اتحاد گرينڊ الائينس (وڏو اتحاد) نالي جوڙيو، پر دشمنين ختم ٿيڻ کان اڳ هو فوت ٿي ويو.

هن بي اولاد بادشاه جو تاج ميريءَ جي ڀيڻ ايني کي مليو، جنهن جي هوشيار جنرل، مالبرو جي ڊيوڪ جي هٺ هيٺ اتحادين، نيٺ وليم وارو مقصد ماڻي ورتو ۽ يورپ ۾ طاقت جو توازن بحال ٿي ويو.

# پيٽر اعظم

(1672-1725ع)

روس ۾ سترهين صدي جي پڇاڙي تائين جاگيرداري نظام هلندڙ هو. پيٽراعظم پنهنجي اورچائي ۾ بي رحمي کان ڪم وٺندي روسي قوم کي، هڪ اهڙي رياست ٺاهڻ تي مجبور ڪيو جيڪا ترقي ڪيل مغربي قومن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي هلي سگهي.

پيٽر اڃا ڏهن سالن جو هو ته سندس پيءُ زار اليڪسز مري ويو. ڇهن سالن تائين سندس ماٽيجي وڏي ڀاءُ ٿيوڊور حڪومت هلائي. انهي کانپوءِ اقتدار لاءِ خونريز جدوجهد هلي، جنهن پڄاڻان پيٽر ۽ سندس هيو ماٽيجو ڀاءُ آئيون گڏيل زار مقرر ٿيا. هنن ڀاءُ نالي جا زار هئا جو ته حڪومت جون واڳون آئيون جي ڀيڻ صوفيه جي هٿ ۾ هيون، جنهن پيٽر کي پنهنجي نوڪرن ۾ رهايو، جتي هو ساٿڻ 'سپاهي سپاهي' راند کيڏندو رهندو هو. تنهن کان سواءِ هو ڊڪاٺڪو ڪم، ڌات سازي ۽ گونڊڪو (جاين ٺاهڻ جو ڪم) سکندو هو ۽ ماسڪو جي 'جرمن ڪواٽرن' ۾ گهمڻ ويندو هو. هو اتي غيرملڪي ماڻهن سان گفتگو ڪندو ۽ شراب پيئندو هو. غير ملڪي ماڻهن جي صحبت مان ئي کيس مغربي زندگي جي باري ۾ معلومات ملي.

پيٽر جي حقيقي حڪومت 1695ع ۾ ان وقت شروع ٿي، جڏهن ترڪي سان وري جنگ ڇڙي پيئي. آئيون جيڪو بيمار رهندو هو سو هنئي سال گذاري ويو. پيٽر ڪاري سمنڊ تي ترڪن جي قلعي آزو تي حملو ڪري ان تي قبضو ڪيو. هن پنهنجي قبضي پختي ڪرڻ ۽ ان مان فائدي وٺڻ خاطر اتي روس جو پهريون بحري اڏو ٺاهڻ ۽ اتي پنهنجا ماڻهن رهائڻ جو حڪم جاري ڪيو.

پيٽر کي سامونڊي سفر ڪرڻ سان گڏ پنهنجي ملڪ کي سامونڊي طاقت بنائڻ جو ڏاڍو شوق هو. انهي زماني ۾ سندس ملڪ وٽ ڪا به سامونڊي فوج نه هئي. تنهن ڪري هن اهڙي فوج ٺاهي. 1697ع ۾ هو چپ چپات ۾ هالينڊ وڃي جهاز ٺاهڻ جو ڪم سکيو. پيٽر هر شيءِ کي منڍ کان ئي سکڻ چاهيندو هو. انهي سفر کان به اڳ هن ٻاهرين ملڪن کان جهاز ساز ڪاريگر روس ۾ آڻڻ شروع

ڪيا هئا ۽ پنهنجي ملڪ جي بچاءَ لاءِ، انهن جي هٿ هيٺ ڪم سکڻ لاءِ رکي ڇڏيو هئائين. 1699ع ڌاري چوڏهن جنگي جهاز تيار ٿي چڪا هئا.

پر روس کي اڃا سوڌو بالٽڪ تائين پهچڻ جو ڏڳ ڪونہ مليو هو. ڇاڪاڻ تہ ان تي سندس پراڻي دشمن سوئيڊن جو قبضو هو. جڏهن پيٽر کي خبر پيئي تہ ترڪي سان صلح نامي تي صحيون ٿي ويون آهن، تنهن ڏينهن هن سوئيڊن خلاف جنگ جو اعلان ڪيو. انهيءَ اٻهري قدم کڻڻ ڪري جلد ئي کيس پنهنجي فوج جي ڪمزورين جي خبر پئجي ويئي. نومبر 1700ع ۾ بالٽڪ جي بندر ناروا وٽ سوئيڊن جي فقط اٺ هزار فوج، روس جي چاليهہ هزار فوج کي شڪست ڏني. پيٽر انهي شڪست ڪري چپ ڪري نہ ويٺو. هن پنهنجي فوج ۾ سڌارا آڻڻ شروع ڪيا. هن ٻاهرين ملڪن کان فوجي ماهر گهرايا ۽ هٿيار ٺاهڻ جي نئين صنعت قائم ڪري سڌريل هٿيار ٺهرايائين، جن سان پنهنجي فوج کي نئين سر هٿياربند ڪيائين. سوئيڊن جي بادشاه چارلس XII، پولينڊ ۾ پنهنجي دلچسپي وڌائي غيرارادي طور پيٽر کي هٿي ڏني. روسين ناروا ۽ انگريا جي پسگردائي وارو علائقو فتح ڪري ورتو. هن نيوا ندي جي منهن وٽ 1703ع ۾ سينٽ پيٽرسبرگ نالي هڪ شهر اڏايو (جيڪو پوءِ لينن گراڊ ٿيو).

سوئيڊن سان جنگ 1721ع تائين هلي. پيٽر يوڪرين ۾ پولٽوا واري جنگ (1709ع) سميت ٻين ڪيترين ئي جنگين ۾ پڻ حصو ورتو. پولٽوا ۾ تہ هن جي فوجن سچ پچ سوئيڊني فوجن کي نيست ۽ نابود ڪري ڇڏيو. جنگ جي پڄاڻي ڌاري روس بالٽڪ جي اوپرندي ڪناري تي قبضو ڪري چڪو هو.

جنگ ۾ رڌل رهندي بہ پيٽر روس جي اقتصادي حالت، چرچ ۽ حڪومت جي سرشتي کي صفا بدلائي نئين ڪرڻ جو ڪم بہ جاري رکيو. لوهہ ٺاهڻ جا درجنين ڪارخانا ٺهرايائين ۽ ڪپڙي ٺاهڻ جي صنعت کي بہ ڪافي وڌايائين. سندس دور جي پڄاڻي ڌاري غيرملڪي واپار ستوڻو وڌي چڪو هو. واپار کي وڌائڻ لاءِ ۽ شهري ماڻهن کي صوبائي گورنرن جي هٿان مان ڪڍي پيٽر کين پنهنجي ميونسپالٽي چونڊڻ لاءِ همٿايو. آخرڪار پيٽر جي هدايتن موجب مرڪز توڙي علائقائي حڪومتن جو سڄو سرشتو بدلجي ويو. هن روس جي ڪٽر مذهبي چرچ مان پيٽريئاڪ (بزرگ) جو عهدو ختم ڪري، ان جي جاءِ تي مقدس سنيڊ قائم ڪيو. اهو ادارو زار جي زيردستي ۾ ڪم ڪندو هو. پادرين تي ذمو رکيو ويو تہ اهي پنهنجي پوئلڳن کي ٻڌائين تہ زار جي فرمانبرداري ڪرڻ سندن فرض آهي.

حقيقت ۾ ماڻهو ٻيو ڪجهہ ڪري ئي نہ ٿي سگهيا. پيٽر جي دور ۾ هر ڳالهہ زوري مڙائي ويندي هئي. هن پنهنجن ڪيترن ئي منصوبن لاءِ وڏي پئماني تي زوري مزدور ڀرتي ڪيا هئا. هڪڙي واهہ جي کاٽي ڪندي ويهہ هزار ماڻهو مري ويا هئا. سينٽ پيٽرسبرگ جڏهن صرف هڪ سرحدي چوڪي هوندو هو تڏهن کان پيٽر کي پيارو رهيو هو. ان نئين گادي واري هنڌ جي اڏوات ڪندي پڻ

هزارين روسي مزدور مري ويا هئا.

نون قانونن مان اميرن کي فائدو پهتو. هارين جي آزادي ختم ڪري ڪين هميشہ لاءِ ساڳي زمين تي ڪم ڪرڻ جو پابند بڻايو ويو. جنهن ڪري امير مٿن حاوي ٿي ويا. ساڳئي وقت اميرن لاءِ سرڪاري نوڪري لازمي ٺهرائي وئي. انهن کي بري فوج، سامونڊي فوج يا حڪومت ۾ نوڪري ڪرڻي پوندي هئي. ٻاهرين ملڪن کان پڙهي ايندڙن کي لازمي طرح نوڪرين ۾ سبقت ملندي هئي. پيٽر عهدا ڏيڻ جو هڪ نئون سرشتو قائم ڪيو، جنهن موجب ڪنهن بہ ماڻهو کي سندس ڪارڪردگي جي بنياد تي ترقي ملندي هئي. مرتبو هاڻي موروثيت بدران عهدي جي بنياد تي ملندو هو. وچين توڙي هيٺين طبقي جو ماڻهو بہ ترقي ڪندي ڪندي جيڪڏهن اٺن اعليٰ عهدن مان ڪنهن هڪ عهدي تائين وڃي پڄندو هو تہ اهو بہ پيٽر جي اميرن ۾ شامل ٿي ويندو هو.

روس کي جديد رياست جو روپ ڏيارڻ لاءِ پيٽر جيڪا سختي ڪئي، تنهن آبادي جي سيني طبقن کي سندس خلاف ڪري ڇڏيو هو. هاڻي ماڻهن جي اميدن جو مرڪز، سندس پٽ اليڪسس هو، جيڪو پيءُ جي صفا ابتڙ، سست، جنگ ۾ دلچسپي نہ رکندڙ ۽ پيءُ جي سڌارن جي خلاف هو. پيٽر 1718ع ۾ هڪ پڌرنامو جاري ڪري اليڪسس جي ولي عهد ٿيڻ تي پابندي وجهي ڇڏي. تنهن کان پوءِ هن اليڪسس جي سنگت ساٿ خلاف جاچ شروع ڪرائي معلوم ڪرايو تہ ڪٿي هو پنهنجي پيءُ خلاف ڪنهن منصوبي ۾ تہ ملوث ناهي. اليڪسس تي تشدد ڪري ڪانئس بغاوت ڪرڻ جو ڏوهہ قبول ڪرايو ويو ۽ کيس موت جي سزا ڏني وئي. هو جيل ۾ مري ويو ۽ سندس موت جو ڪارڻ مرگهي جو دورو ڄاڻايو ويو.

پيٽر جو موت بہ بنا سوچڻ سمجهڻ جي سورمائي ڏيکارڻ سببان ٿيو. هڪ سامونڊي سفر دوران، هن پنهنجي جهاز ۾ ڏار ڏسي برف جهڙي ٿڌي پاڻي ۾ ٽپو ڏيئي پنهنجي ماڻهن کي بچائڻ جي ڪوشش ڪئي، جنهن جي نتيجي ۾ بيمار ٿي پيو ۽ ٽن مهينن کان پوءِ مري ويو.

هن پنهنجي جانشين زال ڪيٿرائين لاءِ تمام وڏي شهنشاهي ورثي ۾ ڇڏي، جيڪا بالٽڪ کان پئسفڪ وڏي سمنڊ تائين پکڙيل هئي. ايڏي وڏي شهنشاهي سندس لڳاتار اوڀر طرف ڪاهون ڪرڻ ڪري ٺهي هئي، جنهن ۾ ڪئسپين سمنڊ جا اهي صوبا بہ شامل هئا، جيڪي هن 1723ع ۾ پرشيا کان کسي ورتا هئا. هن پنهنجي دور ۾ سختي سان سڄي شهنشاهي ۾ پنهنجو راڄ اهڙي تہ مضبوطي سان قائم ڪيو، جيڪو ٽيڪنيڪي توڙي فوجي لحاظ کان مغربي يورپ سان ڪلهو هڻڻ لڳو هو. ثقافتي طور مٿانهين طبقي جا ماڻهو صفا مغربي لڳندا هئا، پر لکين روسي هاري اڳي کان وڌيڪ پنهنجي مالڪن جي مضبوط چنبن ۾ ڦاسي پيا ۽ اهي مغربي طرزِ زندگي کان صفا وانجها رهجي ويا هئا. انهن کي پنهنجي حالت بدلائڻ لاءِ اڃا بہ ڏري گهٽ بہ سو سالن تائين انتظار ڪرڻو هو.

# سر رابرٽ والپول

(1676-1745ع)

سر رابرٽ والپول کي پنهنجا همعصر 'وزيراعظم' ڪري ڪوٺيندا هئا. انهن مٿس اهو نالو سندس عهدي جي ڪري نہ رکيو هو، ڇاڪاڻ تہ ارڙهين صدي جي شروعات ۾ وزيراعظم جو عهدو هوندو ئي ڪونہ هو. مخالف ڌر جيڪا والپول جي انهي ڪري خلاف هوندي هئي، جو هن سيئي اختيار پنهنجي هٿ ۾ رکيا هئا ۽ اها ڪيس وزيراعظم جو لقب گار طور ڏيندي هئي. هو فرسٽ لارڊ آف ٽريزري، چانسلر آف ايڪسچيڪر، ۽ 1721ع کان 1742ع تائين هائوس آف ڪامنس جو اثرائتو اڳواڻ هئڻ ڪري حڪومت ۾ سڀ کان اهم ماڻهو ليکيو ويندو هو. هن پنهنجا اختيار، حڪومت کي استحڪام ڏيارڻ لاءِ استعمال ڪيا ۽ وزارت ۽ هائوس آف ڪامنس جا هڪ ٻئي سان لاڳاپا مضبوط ڪيا، جنهن سان ماڊرن برٽش پارليامينٽري سسٽم ٺاهڻ ۾ مدد ملي. والپول هڪ هوشيار سياستدان هو. هو پارليامينٽري بحث مباحثي جو ماهر هو. هو هائوس آف ڪامنس ۾ ويٺل، مختلف قسمن جي اکيچار ميمبرن کي پنهنجي پاسي ڪرڻ لاءِ ڏئونس ۽ دم دلاسن کان ڪم وٺندو هو ۽ ٻهراڙي جي ڪنهن نواب جي ڏک ڏيندو هو. ظاهري طرح هو، هو بہ اهڙوئي. هن پنهنجي خطابت جي زور تي، نہ صرف پنهنجي اڳواڻي برقرار رکي، پر بادشاهہ جو اعتماد بہ حاصل ڪري ورتائين. پنهنجين مٿي ڄاڻايل خوبين جي ڪري هن سڄي زندگي عيش عشرت ۾ گذاري. هو برابر اقتدار سان اقتدار خاطر پيار ڪندڙ ماڻهو هو، پر جي انهي ڳالهہ کي ڇڏي ٻي طرح ڏسجي تہ والپول اسان کي هڪ اهڙو ماڻهو نظر ايندو، جنهن پنهنجو اولين فرض، 1688ع واري آئيني حاصلات کي محفوظ ڪرڻ ٿي سمجهيو. انهن آئيني حاصلاتن وسيلي بادشاهہ، لارڊس ۽ ڪامنس جي اختيارين ۾ توازن پيدا ٿيو هو، تخت تي هينوور گهراڻي جي جانشيني کي محفوظ بڻايو ويو هو ۽ قوم کي خوشحالي ڏيڻ جي ڳالهہ ڪئي ويئي هئي.

والپول، 1701ع ۾ جڏهن ڪيسل رائيزنگ نارفولڪ جو ميمبر چونڊجي، هائوس آف ڪامنس ۾ آيو، تڏهن وگن (وگس) ۽ ٽورين (ٽوريز) ۾ سياسي محاذ آرائي جاري هئي. ٻنهي ڌرين 1688ع واري انقلاب آڻڻ لاءِ هڪ ٻئي سان

سهڪار ڪيو هو پر انهي بعد وگ، آپيشاهي خلاف سخت جدوجهد ڪانپوءِ حاصل ڪيل آزادين جا پاڻ کي، محافظ سمجهڻ لڳا هئا. ان جي ابتڙ ٽوري، بادشاه جي خدائي حق واري نظرئي سان ٽوري همدردي رکندا هئا ۽ انهن مان ڪن ميمبرن کي تہ جلاوطن ٿيل تخت جي ڪوڙي دعويدار استوئرٽ بادشاه سان بہ همدردي هئي. وگن جي دباءُ سببان ئي راڻي ايني جي مرڻ کان پوءِ تخت هينوور جي پروٽيسٽنٽ اليڪٽر جارج I کي مليو. هينوورن جي تخت نشيني سببان ٽورين جو اثر گهٽجي ويو هو ۽ سياسي لڙايون وگس جي ٻن ڌرين ۾ لڳڻ لڳيون هيون.

راڻي ايني جي دؤر ۾ نئين قائم ٿيندڙ ٽوري حڪومت نوجوان والپول کي نيوي جي خزانچي جي عهدي تان لاهي ڇڏيو هو ۽ مٿس بدعنواني جو الزام لڳائي ڪيس ڪجهہ وقت لاءِ ٽاور ۾ قيد ۾ رکيو، پر ڪجهہ سالن ڪانپوءِ هو وري اقتدار ۾ اچي ويو. هن پنهنجن ٽوري مخالفن ارل آف آڪسفورڊ ۽ وسڪائونٽ بولنگ بروڪ تي بغاوت جو ڏوهہ ثابت ڪري کين عهدن تان لهرائي سک جو ساهہ کنيو.

جارج I جي دؤر جي منڍ وارن سالن ۾ وگس جي اندروني سياسي اختلافن ڪري والپول کي عارضي طرح مخالف ڌر ۾ بہ ويهڻو پيو. انهي دؤر ۾ سندس سڀ کان وڏو ڪارنامو، پيئريج بل (اميرن جي درجي بابت بل) کي شڪست ڏيڻ هو. سرڪار جي انهي رٿ ڪري بادشاهہ کان نوان پيئر (امير) مقرر ڪرڻ جو اختيار کسجي وڃي ها ۽ هائوس آف لارڊس، بادشاهہ کان وڌيڪ آزاد ٿي وڃي ها، جنهن جو اُبتڙ طرح مطلب هو تہ هائوس آف لارڊس، ڪامنس کان بہ آزاد ٿي وڃي ها.

والپول 1720ع ۾ هڪ ننڍي سرڪاري عهدي تي وري مقرر ٿيو. سائوٿ سي ببل واري اسڪينڊل ڪري هڪ سال کان پوءِ هن کي هڪ وڏو وجهہ ملي ويو. سائوٿ سي ڪمپني پنهنجي مال جي شيئرن بدران، وڏي پيماني تي قومي قرض حاصل ڪيو هو، جنهن سان بازار ۾ قياسي خريداري جو هڪ جنون پيدا ٿي پيو، جنهن ڪري مال جون قيمتون پنهنجي اصلي قيمت کان گهڻا پيرا وڌي ويون هيون. اها ڳالهہ اوس ٿيڻي هئي جو اگهہ چڙهيل ڏسي ماڻهو پنهنجو مال وڪڻڻ شروع ڪن. ملڪ ۾ بيچيني پيدا ٿي پيئي. نيٺ اها ڳالهہ ظاهر ٿي تہ دربار ۽ وزارت جي ماڻهن جي گهڻائي انهن اسڪيمن ۾ شامل هئي. والپول جنهن انهيءَ اسڪيم جي مخالفت ڪئي هئي، تنهن کي فرسٽ لارڊ آف ٽريزري ۽ چانسلر مقرر ڪري انهي گهوٽالي جي حل ڳولڻ جو ڏکيو ڪم سونپيو ويو. هن پنهنجي سياسي ۽ مالي مهارت کان ڪم وٺندي، عام خونريزي کي روڪي ڇڏيو ۽ برطانيا جي ساک بحال ڪيائين.

جارج II 1727ع ۾ تخت تي ويٺو، جنهن ڪري والپول جي حيثيت مضبوط ٿي. انهي مضبوط حيثيت جي مالڪ ٿيڻ ۾ کيس پاڪدامن راڻي ڪيرولائن جي

دوستي ۽ مدد خاص طور ڪم آئي. مخالفن جي سخت اعتراض جي باوجود والپول حڪومت ۾ پنهنجا دوست ۽ مائٽ ڀري ڇڏيا. هن جي ڀيڻوئي لارڊ ٽائون شينڊ پرڏيهي معاملن جي سيڪريٽري آف اسٽيٽ طور 1730ع تائين ڪم ڪيو. انهي ڪانپوءِ والپول پرڏيهي معاملا پنهنجي هٿ ۾ ڪنيا.

جيتوڻيڪ والپول جي مخالفت سندس پاليسين ڪري ايتري نہ ٿي، جيتري سندس بي مثال طاقت جي ڪري ٿي پر سندس پرڏيهي پاليسي جي چڱي چوکي مخالفت ٿي. قوم کي خوشحالي ڏيارڻ لاءِ هن ثابت قدمي سان محصولن جو اگهہ گهٽ رکيو ۽ جنگ کان پاسو ڪيائين. هن جو نعرو هو تہ 'سمهيل ڪتن کي سمهڻ ڏيو.' مخالف ڌر جي دعويٰ هئي تہ هو برطانيا جي مفادن جي پرواهہ نٿو ڪري، ۽ ڪيس فرانس هٿان ٺڳائي رهيو آهي ۽ ڪيس انهي اسپين جو شڪار بڻائي ڇڏيو اٿائين جنهن جا ساحلي محافظ، اسپيني آمريڪا ۾ برطانيہ جي تجارتي جهازن کي ستائي رهيا آهن. جڏهن جينڪنس نالي هڪ سامونڊي ڪپتان هائوس آف ڪامنس ۾ پنهنجو ڪپيل ۽ گهنجيل ڪن پيش ڪيو ۽ دعويٰ سان چيائين تہ هن جو ڪن اسپينين ڪپيو هو، تڏهن قومي جنون ۽ جذبو قابو کان ٻاهر نڪتو: والپول ڪيبائيندي ڪيبائيندي اسپين سان جنگ ڪرڻ تي راضي ٿيو. جينڪنس ايئر واري لڙائي، برطانيہ جي وسيع يورپي جهيڙي ۾ ٽپي پوڻ جي تمهيد ثابت ٿيڻ سان گڏوگڏ والپول جي زوال جي شروعات پڻ ثابت ٿي. جنگ بدانتظامي سان هلائي ويئي، جنهن جي نتيجي ۾ والپول کي نڪتہ چيني جا ڏنبا سهڻا پيا.

والپول کي 1742ع ۾ ننڍڙن ننڍڙن مسئلن مٿان ڪامنس ۾ هڪ ٻئي پويان شڪستون مليون، جن مان ظاهر ٿيو تہ حڪومت هلائڻ لاءِ گهربل حمايت کان هو محروم ٿي ويو آهي. هن پنهنجي استعفيٰ پيش ڪئي. کيس پيئر بڻايو ويو ۽ هو ريٽائرڊ ٿي پنهنجي ڳوٺاڻي عاليشان گهر هوگهٽن هال ۾ وڃي رهيو، جتي ٽن سالن ڪانپوءِ فوت ٿي ويو.

# نادر شاهہ

(1688-1747ع)

نادر شاهہ جو اصلي نالو نادر قلي هو. نادر قلي جي معنيٰ آهي نهايت حيرت انگيز جو غلام، يعني خدا جو. پر هن ناقابل شڪست سپاهي ۾ غلامي واري ڪابہ خاصيت موجود نہ هئي. هن افغان ۽ ترڪ حملي آورن کي ايران مان ڀڄائي ڪڍيو ۽ مغل شهنشاهہ کان جواهرن سان جڙيل طائوسي تخت حاصل ڪيائين.

نادر شاهہ هڪ غريب گهراڻي ۾ پيدا ٿيو. هن جا وڏا اتر اوڀر ايران جي خراسان ۾ خانہ بدوشي جي زندگي بسر ڪندا هئا. ننڍپڻ ۾ هو رڍون چاريندو هو. نادر جي پيءُ جي وفات کانپوءِ ازبڪ نادر ۽ سندس ماءُ کي غلام بڻائي، اتر ڏانهن وٺي ويا هئا. هو اتان ڀڄي اچي ايران پهتو، جتي هن هڪ ننڍي صوبائي گورنر وٽ نوڪري ڪئي.

هن فوجي پيشو، پنهنجي عمر جي ٽيهن سالن واري ڏهاڪي ۾ اختيار ڪيو. هن گورنر جي ڌيءَ سان شادي ڪئي ۽ پوءِ پاڻ گورنر ٿيو. انهي زماني يعني 1720ع واري ڏهاڪي ۾ ايران تي افغان فاتحن جي حڪومت قائم هئي. افغانن جي نوڪري دوران نادر ازبڪ حملا آورن خلاف هڪ فوج جي اڳواڻي ڪئي. ڪامياب ٿيڻ کانپوءِ هن جڏهن وعدي ڪيل انعام يعني اعليٰ عهدو گهريو تڏهن کيس مار ڏيئي نوڪري تان لاٿو ويو.

باغي جي حيثيت ۾ نادر پنهنجي فوج ٺاهڻ شروع ڪئي. انهيءَ کانپوءِ هن افغانن هٿان تخت تان لاٿل صفوي گهراڻي جي بادشاهہ تهماسپ کي پنهنجون خدمتون آڇيون. نادر ۽ هن جي فوج، ٽن سالن تائين افغانن سان وڙهندا رهيا ۽ آخرڪار 1730ع ۾ کين ڀڄائي ڪڍيائون. شاهہ تهماسپ، پنهنجي سپہ سالارِ اعليٰ کي انعام طور خراسان ۽ ٻين ڪيترن ئي اوڀر وارن صوبن جو گورنر مقرر ڪيو، جتي نادر ئي حقيقت ۾ اچي ڪاري جو مالڪ هو. نادر کي ٻي ذميداري ترڪن کي اولهہ ايران مان ڀڄائي ڪڍڻ جي ڪري سونپي ويئي. انهي علائقي تي ترڪن، افغانن جي حڪومت دوران قبضو ڪيو هو، پر ترڪن خلاف هن جيڪي ڪاميابيون حاصل ڪيون، تن اڳيان بادشاهہ پاڻ رڪاوٽ بڻجي پيو. هن پنهنجي

فوجي مهمن ۾ ناڪام ٿي ترڪن سان هڪ اهڙو معاهدو ڪرڻ پئي چاهيو جنهن مان ايران کي نقصان ٿئي ها. نادر تمهاسپ کي تخت تان لاهي ان جي جاءِ تي سندس ننڍڙي پٽ کي ويهاريو ۽ پاڻ نائب ٿي حڪومت هلائڻ لڳو. انهي دوران هن ترڪن ڏانهن نياپو موڪليو ته، "ايران جا صوبا موٽائي ڏيو يا جنگ لاءِ تيار ٿيو."

ترڪيءَ سان جنگ 1735ع تائين هلي جنهن ۾ ايران پنهنجا ڪافي علائقا واپس وٺڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. انهي کان ٿوري ئي پوءِ نادر روس کي ڌمڪي ڏني ته پيٽر اعظم جي ڏينهن ۾ روس، ڪئسپين سمنڊ تي ايران جي جن صوبن تي قبضو ڪيو هو، سي موٽائي ڏنا وڃن، نه ته هو روس خلاف ترڪن سان ٺاهه ڪندو. انهيءَ تي روس کيس اهي صوبا موٽائي ڏنا.

1736ع ۾ صغير بادشاهه مري ويو. سندس موت کان پوءِ نادر مکيه ايراني آفيسرن کي گهرائي کين نئين حاڪم چونڊڻ جي دعوت ڏني. آفيسرن هر طرف سندس طاقت کي ڏسندي يڪراءِ ٿي کيس بادشاهه چونڊيو ۽ نادر ڄاڻي ٻجهي اها چونڊ قبول ڪئي. ايران تباهه ٿي چڪو هو، تنهن ڪري نادر پنهنجي فوج کي اوپر طرف وڌڻ جو حڪم ڏنو. هن جو مکيه مقصد اتي وڃي ڦرلٽ ڪرڻ هو. هندستان تي حملي ڪرڻ کان اڳ هن پاڙيسري ملڪ افغانستان ۾ ڪيترين ئي فتحون حاصل ڪيون. هندستان ۾ ڪنهن زماني ۾ جيڪا عظيم الشان مغل شهنشاهيت قائم هئي، سا هاڻي زوال هيٺ اچي چڪي هئي. توڙي جو مغل شهنشاهه کي پنهنجي هڪ شهزادي کان ڪافي فوجي ساهتا ملي، تنهن هوندي به هو ايرانين جو مقابلو ڪري نه سگهيو ۽ مجبور ٿي آڻ مڃائين. نادر شاهه هڪ فاتح جي حيثيت ۾ دهلي ۾ داخل ٿيو ۽ مغلن جي گڏ ڪيل دولت کي ڏاڍي فراخدلي سان قبول ڪيائين. انهي دولت ۾ مشهور طائوسي تخت به شامل هو. دهلي جي ماڻهن جڏهن بغاوت ڪئي، ته نادر جي فوج رت جون نديون وهائي، ڦرلٽ ڪئي.

هندستان مان آندل مال ۽ دولت جي ڪري ايران ڪجهه وقت لاءِ ته مالي طور خوشحال ٿيو، پر جيئن ته نادر شاهه کي انتظام هلائڻ نه ايندو هو، تنهن ڪري هو انهي نئين ڪٺيل خزاني مان، پنهنجي ملڪ جي اقتصادي حالت سڌارڻ ۾ ناڪام ٿيو. هن ٻيون به ڪيتريون ئي فتحون ماڻيون ۽ 1743ع ۾ سامونڊي فوج ٺاهڻ شروع ڪيائين. نادرشاهه انگلينڊ، پورچوگال ۽ هندستان مان جهاز ٺاهڻ جا ڪاريگر گهرايا، جن جي مدد سان هو ڪئسپين سمنڊ ۽ ايراني نار ۾ هڪ ننڍو سامونڊي ٻيڙو لاهڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو.

نادر شاهه جيئن جيئن پوڙهو ٿيندو ويو، تيئن تيئن سندس ظلم وڌڻ لڳا. ڪنهن فوجي مهم دوران ٻن افغانين لڪي مٿس حملو ڪيو، جنهن ۾ هو زخمي

ٿي پيو. نادر شاهہ کي يقين ٿي ويو تہ مٿس ٿيل خوني حملي ۾ سندس پنهنجي پٽ جو هٿ هو، تنهن ڪري هن پنهنجي پٽ جون اکيون ڪڍرائي ڇڏيون. سندس حڪومت خلاف ڪيترين ئي بغاوتون ٿيون، جن کي هن ايتري تشدد سان دٻايو جو مئلن جي مٿن سان اهرام ٺهي پيو. باغين کي سزا ڏيڻ واري هڪ مهم دوران، نادرشاهہ جنهن وقت ستو پيو هو، ان وقت هن جي پنهنجي ئي قبيلي جا ماڻهو سندس تنبو ۾ اوچتو گهڙي آيا. هن پنهنجي تلوار کڻي ٻن حملي ڪندڙن کي تہ ماري ڇڏيو پر انهن مان هڪ جڻي کيس ماري وڌو.

هي غريب خراساني خانہ بدوش، جڏهن بادشاهہ ٿيو، تہ سندس رعايا کيس 'فاتح' سڏيندي هئي. هن ايران جي طاقت کي ٻين کان مٿرايو، ايئن ئي جيئن اڄڪلهہ ايران کي هڪ طاقتور صنعتي قوم مڃيو وڃي ٿو. پر نادرشاهہ کي اندروني انتظام ۾ نہ تہ ڪا دلچسپي هئي ۽ نہ وري هن انهي معاملي ۾ ڪو امتيازي ڪم ڪري ڏيکاريو. قوم کي متحد ڪرڻ وارو هن جيڪو ڪم ڪيو هو، سو پنهنجي ڇوڏاري ڪڏ ٿيل اهڙن ماتهن جي هٿن ۾ ڇڏي ويو، جن کي حڪومت هلائڻ ايندي هئي.

# بينجامن فرينڪلن

(1706-1790ع)

بينجامن فرينڪلن ڪنهن زماني ۾ لنبن ۾ ترڻ جي سکيا لاءِ هڪ اسڪول کولڻ پئي چاهيو. جيڪڏهن هُو انهي رٿا جي پوئواري ڪري ها تہ پڪ سان انهي ۾ ڪامياب ٿي وڃي ها. جيئن تہ هُن پنهنجي زندگي ۾ ٻيا جيترا بہ اڪيچار پيشا اختيار ڪيا هئا تن ۾ هُن شاندار ڪاميابيون حاصل ڪيون هيون. فرينڪلن پرنٽر جي حيثيت ۾ ڪامياب ٿيو تہ صحافي جي حيثيت ۾ بہ ڪاميابي ماڻيائين. جتي هُو هڪ ڪامياب مؤجد هو اتي هو سوڀارو سائنسدان پڻ هو. هُن نہ صرف سول سروس ۾، پر قانون سازي ۽ سفارتڪاري ۾ بہ پاڻ ملهايو. پر هن آزادي واري جدوجهد ۾ جيڪو ڪئن ڪردار ادا ڪيو، سو سندس زندگي جو سڀ کان وڏو ڪارنامو ليکجي ٿو.

فرينڪلن لڏي آيلن جي پهرين آمريڪي پيڙهي مان هو ۽ بوسٽن ۾ ڄائو هو. هو جڏهن ٻارهن سالن جو ٿيو تڏهن پاڻ کان وڏي ڀاءُ جيمس وٽ ڪم سکڻ لڳو، جيڪو انهي زماني ۾ هڪ ڇاپخانو هلائيندو هو ۽ بينڪن جي اخبارن مان هڪڙي اخبار شايع ڪندو هو. ننڍڙي ٻين پنهنجي ڀاءُ جي اخبار ۾ 'مسز سائلينس ڊوگڊ' جي نقلي نالي سان ڪيترائي طنزيہ مضمون لکيا جنهن تي بوسٽن جي حڪومت ڏاڍي ڪاوڙي.

ٻنهي ڀائرن ۾ اٿبٺت پيدا ٿي پئي جيڪا ڏينهون ڏينهن وڌندي ويئي. جنهن ڪري فرينڪلن گهر مان ڀڄي ويو ۽ فلاڊلفيا ۾ وڃي قسمت آزمائڻ لڳو. هُن اتي ڪيترائي سال پرنٽر ٿي ڪم ڪيو ۽ پوءِ لنڊن هليو ويو، جتي بہ هن ٿوري وقت لاءِ ساڳيو ئي ڌنڌو اختيار ڪيو. هُن پنهنجي مالڪ کان 1729ع ۾ پرنٽنگ جو ڪاروبار خريد ڪري ورتو. انهي زماني ۾ مالڪ جو اهو ڌنڌو نئون هئڻ سببان لوڏن لمن ۾ هو. فرينڪلن انهي نئين اشاعت تي 'پينسلوانيا گزيٽ' جو نالو رکيو. هو آهستي آهستي پنهنجي ڌنڌي کي وڌائي شاهوڪار ٿي پيو ۽ سندس اخبار ڏاڍي ترقي ڪئي. اخبار جي ترقي ۽ مقبوليت جو ڪارڻ اهي پرمغز مقالا هئا، جيڪي پوئر رچرڊس المانڪ (ويچاري رچرڊ جي جنتري) جي عنوان سان شايع ٿيندا هئا. انهي سان گڏوگڏ سندس ڇپائي واري ڌنڌي بہ خوب ترقي ڪئي. انهي کان پوءِ

فرينڪلن سماجي معاملن تي ڌيان ڏيڻ لڳو ۽ فلاڊلفيا جي پهرين گشتي لائبرري، پهريون هٿيارن جو دڪان کوليائين. تنهن کان سواءِ هن هڪ اڪيڊمي پڻ قائم ڪئي جيڪا اڳتي هلي پينسلوانيا جي يونيورسٽي بڻي. هُن بجلي تي بہ تجربا ڪيا جنهن ڪري يورپ جي سائنسي حلقن ۾ بہ مشهور ٿي ويو.

ساڳئي زماني ۾ هن سياست ۾ دلچسپي وٺڻ شروع ڪئي ۽ 1750ع ۾ پينسلوانيا اسيمبلي جو ميمبر چونڊجي ويو. ٻن سالن کان پوءِ کيس آمريڪا جو پوسٽ ماسٽر جنرل مقرر ڪيو ويو. انهي عهدي جي ڪري سمورين ڪالونين جي مکيہ ماڻهن سان سندس ڏيڻ وٺڻ ٿي.

فرينڪلن انهن ماڻهن مان هو جن سڀ کان پهريائين بيٺڪن جي يونين ٺاهڻ جي وڪالت ڪئي. انهي يونين ٺاهڻ مان سندن مقصد آزادي وٺڻ نہ هو، ڇو تہ 1750ع واري ڏهاڪي ۾ اها ڳالهہ ڪنهن جي وهم ۽ گمان ۾ بہ نہ هئي، پر سندن مقصد فرانس خلاف برطانوي شهنشاهيت کي هٿي ڏيڻ هو. هن 1754ع ۾ ٻين سان گڏجي يونين جي رٿا تيار ڪئي. انهي رٿا جي منظوري الباني نيويارڪ ۾ سڏايل ڪنوينشن تہ ڏيئي ڇڏي پر بيٺڪن جي اسيمبلين انهي رٿ کي رد ڪري ڇڏيو.

پينسلوانيا اسيمبلي ۽ ڪالوني جي مالڪن يعني پين گهراڻي ۾ اختلاف پيدا ٿي پوڻ ڪري فرينڪلن کي 1756ع ۾ لنڊن وڃڻو پيو. پنجن سالن جي صبرآزما ڳالهين ٻولهين کان پوءِ برطانوي سرڪار کي پين گهراڻي مٿان ڍل مڙهڻ لاءِ قائل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو ۽ اهڙي طرح فرانس ۽ ريڊ انڊين جي لڙائي دوران ڪالوني جي بچاءَ ۾ هٿ ونڊايائين. (اها لڙائي سٺن سالن واري جنگ جي آمريڪي صورت هئي.)

فرينڪلن 1764ع ۾ بيٺڪ جي ڪم ڪار سان وري لنڊن ويو، جتي ڏهہ سال گذاريائين. انهي عرصي دوران برطانيہ ۽ آمريڪي ڪالونين جا لاڳاپا تيزي سان خراب ٿيا. انهي اختلاف جو مکيہ ڪارڻ اهو سوال هو تہ پارليامينٽ جنهن ۾ بيٺڪن کي ڪابہ نمائندگي مليل نہ هئي، مٿن ڪو محصول مڙهڻ جو حق رکي ٿي يا نہ. پارليامينٽ اسٽيمپ ايڪٽ پاس ڪري قانوني دستاويزن ۽ اخبارن تي محصول مڙهي ڇڏيو، جنهن جي ايڏي تہ سخت مخالفت ٿي جو پارليامينٽ کي جلدئي اهو قانون رد ڪرڻو پيو. پر ساڳئي وقت ٻيا اهڙا قانون پاس ڪيا ويا، جن ماڻهن کي ڪاوڙائي وڌو ۽ ڪجهہ ماڻهن بيٺڪن جي عوام جي ناراضگي کي ايترو تہ ڀڙڪائي ڇڏيو جو ايڪڙ ٻيڪڙ هنڌن تي فساد بہ ٿيا. بادشاهہ جارج III جي حڪومت بيٺڪن جي ماڻهن کي سيکت ڏيڻ لاءِ وڏيڪ فوجون موڪليون. فرينڪلن لنڊن ۾ رهندي پارليامينٽ ۾ پنهنجن ٻين آزاد خيال دوستن سان گڏجي ٺاهہ ڪرائڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي پر کيس ڪا ڪاميابي حاصل نہ ٿي.

فرينڪلن جڏهن 1775ع ۾ آمريڪا موٽيو ته سندس اچڻ کان اڳ ئي لڙائي شروع ٿي چڪي هئي. اچڻ شرط ئي کيس ٻي ڪانٽينينٽل ڪانگريس لاءِ چونڊيو ويو. ٻئي سال هُن آزادي جو اعلان نامو تيار ڪندڙ ڪاميٽي ۾ ڪم ڪيو هو.

هاڻي فرينڪلن 70 سالن جو ٿي چڪو هو. انهي هوندي به هن پنهنجي زندگي جو سڀ کان اهم ڪم هٿ ۾ ڪنيو، يعني برطانيه خلاف فرانس جي مدد حاصل ڪرڻ وارو ڪم. هو جڏهن پيرس پهتو ته سندس شاندار آجيان ڪئي ويئي. اتان جي فيشن ايبل حلقن کيس گهيري ورتو. سائنسدانن، فلاسافرن کيس مان ڏنو ۽ فرينڪلن فرانس ۾ چٽي طرح آمريڪا جي روش خيال جذبي جي نمائندگي ڪئي. قدرتي طور فرانس برطانوي شهنشاهيت ۾ ڏار پوڻ جي حق ۾ هو، پر برطانيه سان ٻي جنگ ڪرڻ جو جوکم نه پئي کڻڻ چاهيائين. جنگ ۾ دٻاءُ هيٺ آيل آمريڪي فوجن کي مدد ڏيارڻ لاءِ فرينڪلن فرانس جي پرڏيهي وزير سان هٿيارن ۽ گهڻا قرض وٺڻ لاءِ گهڻ گهڻ ۾ ڳالهيون هلايون. آمريڪي فوجن کي 1778ع ۾ ساراٽوگا نيويارڪ ۾ پهرين وڏي فتح حاصل ٿي، جنهن ڪري فرانس بينڪن جي کليو کلايو مدد ڪرڻ لاءِ تيار ٿيو. فرينڪلن فرانس سان ٺاهه وارو معاهدو لکيو، پر جنگ اڃا به ذري گهٽ چار سال هلندي هئي. آمريڪا کي آخرڪار جيڪا ڪاميابي نصيب ٿي، تنهن ۾ فرانس جي اها مدد به شامل هئي، جيڪا فرينڪلن جي ڪوشش سان حاصل ٿي هئي.

انهي هوندي به فرينڪلن جو ڪم اڃا پورو نه ٿيو هو. ٻن سالن کانپوءِ 1787ع ۾ ملڪ جي نئين آئين ٺاهڻ لاءِ ڪنوينشن ڪوٺايو ويو. جنهن ۾ فرينڪلن سڀ کان جهوني ميمبر جي حيثيت ۾ حصو ورتو. فرينڪلن جيتوڻيڪ ڪنوينشن جي ڪم مان پوري طرح مطمئن نه هو، تنهن هوندي به هُن پنهنجا اعتراض پاسيرا رکندي آئين جي منظوري تي زور ڏنو. جارج واشنگٽن ۽ هن جي مدد سان نيئن نئون آئين منظور ڪيو ويو جنهن سان دنيا جي سڀ کان پهرين جمهوريت قائم ٿي.

# وليم پٽ (وڏو)

## (1708ع کان 1788ع)

”مان ڄاڻان ٿو تہ مان هن ملڪ کي بچائي ٿو سگهان ۽ مونکان سواءِ ٻيو ڪو بہ ان کي بچائي نہ ٿو سگهي.“ سٽن سالن واري جنگ ڇڙڻ کان ٿورو پوءِ وليم پٽ پنهنجو پاڻ تي تمام وڏو اعتماد ظاهر ڪندي، جيڪي مٿيان لفظ چيا هئا، سي سچ ثابت ٿيا. پاري جهڙي بيقرار طبيعت رکندڙ ۽ ٻين مٿان حاوي ٿيندڙ شخصيت رکڻ واري هن ماڻهو برطانيا کي اهڙي مربوط جنگي پاليسي عطا ڪئي جنهن جي ملڪ کي سخت ضرورت هئي ۽ ان کي سوڀارو ڪيائين.

پٽ، پراڻي سارم جي ٿڙيل پکڙيل آبادي رکندڙ، ميونسپل واري علائقي مان، 1735ع ۾ پارليامينٽ جو ميمبر چونڊجي پنهنجي سياسي زندگي جي شروعات ڪئي. هن پارليامينٽ ۾ انهن وگن جو ساٿ ڏنو، جيڪي سر رابرٽ والپول جي ٻڳهي حڪومت جي انهي بنياد تي مخالفت ڪري رهيا هئا تہ هو بادشاهہ جي تڪ هينوور جي مفادن تي برطانيا جا مفاد قربان ڪري رهيو هو. جارج II ۽ سندس پٽ جي وچ ۾ سخت دشمني جو فائدو وٺندي اهي پرنس آف ويلز جي چوڌاري ڪٺا ٿي ويا هئا ۽ کين اميد هئي تہ پرنس آف ويلز جڏهن بادشاهہ ٿيندو تہ معاملو سندن حق ۾ ويندو، پر 1751ع ۾ شهزادي جي موت سبban انهن جي اميدن تي پاڻي ڦري ويو.

پٽ پنهنجي آتش بياني سان والپول ۽ بادشاهہ مٿان جيڪي حملا ڪيا، تن سببان جلدئي مشهور ٿي ويو. والپول 1742ع ۾ استعفيٰ ڏني. حڪومت کان ٻاهر وينل شهزادي جي حامين آسٽريا جي جانشيني مٿان لڳل جنگ کي چڱي طرح نہ هلائڻ ڪري نئين وزارت تي نڪتہ چيني ڪئي. پٽ حڪومت تي سخت ٺوڪ بازي ڪندي چيو تہ اها فرانس خلاف لڳل جنگ کي نظرانداز ڪري هينوور جي حفاظت لاءِ بيدردي سان خزانو لٽائي رهي هئي. ”اها ڳالهہ هاڻي پڌري ٿي چڪي آهي،“ هن هائوس آف ڪامنس اڳيان ڳالهائيندي چيو، ”هن عظيم، هن طاقتور، هن ناقابل شڪست بادشاهت کي هڪ حقير تڪ جو فقط هڪ صوبو ٿو سمجهيو وڃي.“

پٽ پنهنجي سخت حب الوطني سببان برطانيہ جي ماڻهن ۾ ڏاڍو مقبول ٿي

ويو هو. لنڊن شهر جا واپاري تہ خاص ڪري سندس ڪوڏيا هئا. هن وانگر سندن اڪيون بہ سمنڊپار وڌندڙ شهنشاهي تي ڪٽل هيون. پٽ جي مقبوليت جو ٻيو سبب سندس ايمانداري هئي. 1746ع ۾ بادشاہ کي مجبور ڪيو ويو تہ جنهن پٽ سان هو نفرت ڪندو هو، تنهن کي فوجن جي پگهار ورهائڻ وارو پي ماسٽر جو عهدو ڏئي. رواج موجب انهي عهدي تي ويٺل ماڻهو کي مختلف قسم جا تحفا ۽ ڪميشنون وٺڻ جو حق هوندو هو، پر پٽ ايئن ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. ۽ پنهنجي بنيادي پگهار مان گذارو ڪرڻ لڳو. ايندڙ نون سالن تائين پٽ حڪومت ۾ ڪڏهن ٿيندڙ تبديلين جي باوجود پي ماسٽر جي عهدي تي قائم رهيو. هن 46 سالن جي ڄمار ۾ ليڊي هيسٽر گرين وائيل سان شادي ڪئي. انهي شاديءَ جي ڪري هو، انهي بااثر سياسي خاندان کي اڃا بہ وڌيڪ ويجهو ٿيو ۽ کيس شخصي خوشي بہ حاصل ٿي.

جنگ جا 1775ع ۾ وري آثار نظر اچڻ لڳا ۽ پٽ پرڪنڊ (يورپ) تائين محدود، اختيار ڪيل پرڏيهي پاليسي تي وري حملا ڪرڻ لڳو. هن جو چوڻ هو تہ گذريل جنگ ۾ اها پاليسي پيانڪ نموني ناڪام ٿي وئي هئي. انهي نڪتہ چيني سببان کيس عهدي تان لاٿو ويو. جڏهن برطانيہ ۽ فرانس جي وچ ۾ جنگ ڇڙي تہ حڪومت جي ڪمزوري بہ ظاهر ٿي پئي. ويسٽ منسٽر جي نالائقي ڪري يونچ سمنڊ ۾ منورڪا جو ٻيٽ برطانيا جي هٿن مان نڪري ويو. عوامي احتجاج جي ڪري هڪ نئين وزارت ٺاهي وئي جنهن ۾ پٽ کي سيڪريٽري آف اسٽيٽ (وزير خارجہ) ڪري کنيو ويو. انهي عهدي تي پهچڻ ڪانپوءِ پٽ هينوور ۽ پرشيا جي فريڊرڪ II کي امدادي رقمون جاري رکي، هر ڪنهن کي حيران ڇڏيو. فريڊرڪ فرانس، آسٽريا ۽ روس جي اتحاد خلاف وڙهي رهيو هو. هن محسوس ڪيو تہ هو سمنڊ پار ملڪن ۾ فرانس کي شڪست ڏيڻ وارو پنهنجي زندگي جو مکيہ مقصد تڏهن ماڻي سگهندو، جڏهن فرانس کي يورپ ۾ رڌل رکندو. ويجهن سالن ۾ فرينچ هندستان ۽ اتر آمريڪا ۾ ڏاڍا طاقتور ٿي ويا هئا. انهن جو هاڻي گريٽ ليڪس تي قبضو ٿي ويو هو ۽ اهي لڳاتار ٻين علائقن تي قبضو ڪندا ٿي ويا. پٽ پنهنجي طاقتور سامونڊي فوج کان اثرائتيون اڳرايون ڪرائي فرينچن جو مقابلو ڪيو. برطانيہ جي سامونڊي فوج فرانسي ڪناري جي ناڪہ بندي ڪري اولهہ آفريقا ۾ ويسٽ انڊيز ۽ ٻين ڪيترين ئي فرينچ بيٺڪن تي قبضو ڪيو ۽ ايسٽ انڊيا ڪمپني کي هندستان ۾ هٿي ڏني. پٽ، اتر آمريڪا واري مهم تي خاص ڌيان ڏنو ۽ پنهنجن نون مقرر ٿيل ڪمانڊنگ آفيسرن کي هڪهڪي پوئتان تفصيلي هدايتون موڪلڻ جي ڌم مچائي ڇڏيائين. انهن نون مقرر ڪيل آفيسرن مان هڪ جنرل جيمس وولف بہ هو، جنهن دليري کان ڪم وٺندي، اوچائي تي ٺهيل شهر ڪيوبڪ مٿان راتاهو هنيو هو ۽ ٻئي ڏينهن 15 منٽن جي لڙائي ڪانپوءِ فرينچن

کي شڪست ڏنائين. ٻئي سال يعني 1760ع ڌاري برطانيا ڪئنيڊا فتح ڪري ورتو.

ساڳئي سال اڳيون بادشاهه مري ويو ۽ ان جي جاءِ تي سندس پوٽو جارج III تخت تي ويٺو. جلدئي پٽ نئين بادشاهه ۽ سندس مکيه صلاحڪار آرل آف بيوٽ جو مخالف ٿي پيو. کيس محسوس ٿيو ته اهي ٻئي جيترو جلد ٿي سگهي: جنگ بند ڪرائڻ چاهين پيا. جنگ هلائڻ جي طريقي ۽ امن لاءِ ڳالهه ٻولهه هلائڻ ڪري پٽ 1761ع ۾ استعفيٰ ڏني. پئرس جي صلح نامي، جنهن تي 1763ع ۾ صحيون ٿيون، جنهن مطابق فرانس کي ڪيترا ئي پنهنجا اڳيان علائقا واپس ملي ويا ۽ کيس ڪئنيڊا ۾ مڇي مارڻ جا حق به مليا. پٽ ڪامنس ۾، فرانس کي اهڙيون رعايتون ڏيڻ جي سختيءَ سان مخالفت ڪئي. پر اها به حقيقت آهي ته انهي معاهدي سان هندستان ۽ اتر آمريڪا ۾ برطانيه جي بالادستي مضبوطي سان قائم ٿي ويئي هئي.

پٽ جي عروج جو زمانو گذري چڪو هو تنهن هوندي به هو سياسي ميدان ۾ موجود رهيو. 1766ع ۾ جارج III کيس نئين حڪومت ٺاهڻ لاءِ چيو. هن کي ارل آف چاٿام بڻايو ويو پر هن جي وزارت ٿوري وقت لاءِ هلي ناڪام ٿي ويئي. هو سياسي پيچ- داءُ جو نه ته قائل هو ۽ نه وري ماهر. هو عام طور سنڌن جي سور جو شڪار رهڻ لڳو ۽ مٿس غمگيني جا نفسياتي دورا پوڻ لڳا. اپريل 1778ع ۾ هو آخري ڀيرو هائوس آف لارڊس ۾ آيو. هو ايترو ته بيمار هو جو مشڪل سان پيرن تي بيهي پئي سگهيو. آمريڪا ۾ بيٺڪون قائم ڪندڙن جي ڏکن سورن سان جيتوڻيڪ هو ڊگهي عرصي کان همدردي ڏيکاريندو آيو هو، تنهن هوندي به هن سندن آزادي جي سختي سان مخالفت ڪئي. بيٺڪن مان برطانوي فوجن کي واپس گهرائڻ واري رٿ تي، هن پنهنجي پراڻي ڏؤل سان نڪتہ چيني ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر ڳالهائيندي ڳالهائيندي بيهوش ٿي پنهنجي ڪرسي تي ڪري پيو ۽ هڪ مهيني کان پوءِ فوت ٿي ويو.

# روسو

(1712-1778ع)

جين روسو پنهنجي ڪتاب 'سماجي معاهدو' ۾ لکيو هو، "انسان پيدا ٿيڻ مهل آزاد هوندو آهي پر هر هنڌ کيس زنجيرن ۾ جڪڙيو ويندو آهي." اهو ڪتاب هن 1762ع ۾ شايع ڪرايو هو. انهيءَ جملي اڄ ڏينهن تائين انقلابين کي پئي اتساهه ڏياريو آهي. فيدل ڪاسترو 1950ع واري ڏهاڪي ۾ جڏهن ڪيوبا ۾ وڙهي رهيو هو تڏهن 'سماجي معاهدو' سندس کيسي ۾ پيل هوندو هو.

روسو جينيوا جي آزاد شهري رياست ۾ هڪ پورهيت جي گهر ۾ پيدا ٿيو ۽ سندس ماءُ سندس جنم کان ٿورڙو ئي پوءِ مري ويئي هئي. ڏهن سالن کان پوءِ سندس پيءُ بہ قانون جي چنبي کان بچڻ خاطر گهر ڇڏي ڀڄي ويو. جنهن ڪري کيس صرف ٻالڪ اوسٿا واري ابتدائي تعليم ئي ملي سگهي هئي. گهٽ تعليم هئڻ ڪري هن هڪ ٻئي پويان ڪيترين ئي نوڪرين ڪيون هيون، پر هن پنهنجي منهن وسيع مطالعو ڪري، پنهنجي آسپاس واري دنيا ۾ جاري ناانصافين جو مشاهدو ڪيو جنهن سندس خيالن تي گهرو اثر ڪيو هو.

روسو 16 سالن جي ڄمار ۾ جينيوا ڇڏي هليو ويو ۽ مادام ڊي وارنس نالي هڪ شاهوڪار عورت سان وڃي دوستي رکيائين، جيڪا سندس پهرين ماسترياڻي ثابت ٿي ۽ کيس علم پرائڻ ۾ مدد ڪيائين. انهيءَ عورت کيس رومن ڪئٿولڪ ٿيڻ تي آماده ڪيو، پر پوءِ هو وري ڦري ڪالونسٽ ٿيو.

تنهن کان پوءِ روسو سڄي فرانس ۽ اٽلي ۾ سفر ڪندو رهيو ۽ پنهنجو گذران گهڻو ڪري نقل ڪرڻ ۽ ڪڏهن ڪڏهن موسيقي سيکارڻ وسيلي ڪرڻ لڳو. هو ٿوري وقت لاءِ وينس ۾ فرانس جي سفير وٽ سيڪريٽري ٿي رهيو ۽ ڪنهن حد تائين لکيائين بہ.

1740ع واري ڏهاڪي ۾ روسو پنهنجو نالو ڪڍڻ شروع ڪيو ۽ مجيل اديبن جهڙوڪ ڊيڊرٽ ۽ ڊي ائلمبرٽ سان ملڻ جلڻ لڳو. ائلمبرٽ جي انسائيڪلوپيڊيا لاءِ هن موسيقي ۽ سياسي اقتصاديات تي مضمون بہ لکيا. اٽڪل ساڳئي ئي زماني ۾ هن ٿريسي ليواسيئر نالي هڪ نوجوان ڏيهاتي کي پنهنجي

سريت ڪري ويهاريو ۽ باقي سڄي زندگي ساڻس گڏ گهاريائين. انهي عورت مان ڪيس پنج ٻار ٿيا جن سڀني کي هن هڪ يتيم خاني ۾ داخل ڪرائي ڇڏيو.

روسو کي تهذيب وٺندي ٻه هئي ته ان کي ڌڪاريندو به هو. پنهنجي پهرين اهم لکڻي 'سائنس ۽ فن تي هڪ گفتگو' ۾ هن سائنس ۽ فن کي انساني بيهودگي جي پيداوار ۽ اڻبرابري قائم رکڻ جو وسيلو ڄاڻائي انهن جي نندا ڪئي. هن خاص ڪري، انهي پرنٽنگ پريس کي به نِنديو، جنهن جي وسيلي سندس مغربي خيال هين تائين پهتا هئا.

هن جي سڀ کان مقبول لکڻي بيشڪ 'لانائو ويلي هيلوائس' هئي. هي هڪ جذباتي ناول آهي جنهن ۾ ڳوٺاڻي زندگي کي مثالي زندگي ٺهرائيندي، سندس ساراه جا ڍڪ ڀريل آهن. انهيءَ ناول فطرت ڏانهن موٽڻ جو اهڙو ته فيشن وڌو جو مئري انٽنوائنٽي جهڙي عياش عورت به پنهنجن خوشامدڙين سان گڏجي ورسيلز جي هڪ نقلي ڳوٺ ۾ وڃي هارياڻي ٿي رهي.

روسو پنهنجي ٻئي ڪتاب 'ماڻهن ۾ نابرابري جي بڻ بنياد تي (مضمون)' ۾ بحث ڪندي انهي ڳالهه تي زور ڏنو آهي ته ماڻهو فطري طرح سٺا هوندا آهن پر سماج کين بدعنوان بڻائي ڇڏيندو آهي. هن پنهنجي بيان جي تائيد ۾ جيتوڻيڪ اهڙا ڪوڙ غلط نظريا پيش ڪيا آهن، جيڪي قديم ماڻهن ۾ زندگي بابت پکڙيل هئا، پر هي اهو پهريون فلسفي هو جنهن سنجيدگي سان اها ڳالهه ثابت ڪئي آهي ته ماڻهو جي هلت چلت جو دارومدار انهي ماحول تي آهي جنهن ۾ هو رهي ٿو. انهي نظريي تي ئي جديد ترين سماجي فلسفي جو بنياد رکيل آهي.

'سماجي معاهدي' مان پتو پوي ٿو ته ان جي لکڻ وقت روسو جا سماج بابت نظريا بدلجي چڪا هئا. انهيءَ ڪتاب ۾ هن ڄاڻايو آهي ته جيتوڻيڪ سماج ۾ بدعنوانيون آهن پر ان کي سڌاري سٺا ماڻهو پيدا ڪري سگهجن ٿا. هن جي نظر ۾ مثالي سماج اهو ئي آهي جنهن ۾ سڀيئي شهري پاڻ کي ۽ رياست کي هڪ ڪري سمجهن ۽ پنهنجون انفرادي مرضيون هڪ اهڙي مرضي ۾ ملائي ڇڏين جنهن کي هو 'عام مرضي' (جنرل ول) سڏي ٿو. انهي نظريي جي اجوڪين جمهوري رياستن ۾ ڪابه گنجائش ڪانهي، جن ۾ هڪ ٻئي جي ابتڙ مفاد گڏجي ڪم ڪندا رهن ٿا ۽ جن ۾ اڪثريت راءِ سان حڪومتون قائم ٿين ٿيون. روسو جو عام مرضي وارو نظريو البت سماجي قدرن جي سمجهاڻي ڏيئي ٿو. (گهٽ ۾ گهٽ سماج جي سڀ کان وڏيڪ بالغ مردن جي قدرن جو). انهي مطابق سچي پچي آزادي تڏهن ماڻي سگهجي ٿي جڏهن هر ڪو ماڻهو 'عام مرضي' مطابق هلي. عام مرضي جي ڀڃڪڙي ڪندڙن کي مجبور ڪرڻ گهرجي ته اهي پنهنجي غلطي مڃين ۽ جيڪي پنهنجي غلطي مڃڻ کان نابري وارين تن کي موت جي سزا ڏني وڃي. انهن اصولن تي جديد دنيا جي اهڙن سماجن ۾ عمل ٿي رهيو آهي جتي

آڱرين تي ڳڻڻ جيترا ماڻهو فيصلو ڪندا آهن ته ’عام مرضي‘ ڪهڙي آهي ۽ ٻئي ڪنهن کان گهٽ ڪري پيشندا به ناهن (آمرانه حڪومتون). جڏهن ته روسو اها ڳالهه زور ڏيئي چئي هئي ته ماڻهن کي پنهنجي حڪومت وڻڻ جو هر ڪو حق پهچي ٿو ۽ هو برابري جي نظريي جو پڪو حامي هو.

روسو جي زندگي ۾ ڪئٿولڪ بادشاهي واري فرانس توڙي عوامي راڄ واري پروٽيسٽنٽ جينيوا ۾ سندس لکڻين جي هڪ جهڙي ننداا ڪئي ويئي. هن جي ڪتابن تي بندش وجهي سندس گرفتاري جا وارنٽ ڪيا ويا. روسو جا پاڻ پلا هئا جو کيس لڳاتار پنهنجن بااثر دوستن کان مدد ملندي رهي، مثال طور اسڪاٽلينڊ جي فلاسافر ڊيوڊ هيوم، جارج III کي قائل ڪري کيس پينشن ڏياري. پر روسو پنهنجن دوستن کان هميشه بدگمان رهندو هو ۽ کيس وهم وڳل هو ته اهي سندس خلاف سٽون سٽيندا رهندا هئا. انهي سببان پڇاڙي ۾ سندس ڪيترائي گهٽگهرا ڪانئس ڪاوڙجي ويا. هن جو موت هڪ ننڍڙي پر خوبصورت ڳوٺاڻي گهر ۾ ٿيو جيڪو هڪ فرانسي سکر ماڻهو کيس ڏنو هو.

روسو جي موت کان 11 سال پوءِ فرانس ۾ انقلاب برپا ٿيو. انهي وقت تائين روسو جا نظريا دانشورن ۾ پنهنجي جاءِ پيدا ڪري چڪا هئا. قومي اسيمبلي 1789ع ۾ جيڪو ’ماڻهن ۽ شهري حقن جو پڌرنامو‘ ڇاپيو هو سو گهڻي ڀاڱي روسو جي سماجي معاهدي جي طرز تي لکيل هو ۽ ان جو مواد به اتان ورتو ويو هو. بيشڪ انقلاب ۾ ٻين اثرن به پنهنجو پنهنجو ڪم ڪري ڏيکاريو هو: روسيو جي جهوني دشمن ۽ بنياد پرستي جي مخالف والٽيئر جو به انقلاب ۾ ڪو گهٽ حصو نه هو. نئين حڪومت ڇاهڻ ۾ انقلابين ڪيترن ئي سياسي فلسفن کان ڪم ورتو هو.

پر ٻن موقعن تي انقلابي روسو جي نظرين کي ڪتب آڻيندا هئا: پهريون حد کان وڌيڪ آدرشي ۽ انسان دوست ٿيڻ وقت ۽ ٻيو حد کان وڌيڪ عقيدي پرستي جي آڌار تي پنهنجن مخالفن کي دٻائڻ وقت.

# فريڊرڪ اعظم

(1712-1786ع)

فريڊرڪ II جو ننڍپڻ خراب حالتن ۾ گذريو. هن جو پيءُ، بادشاه فريڊرڪ وليم I، طبيعت جو کهرو ۽ ظالم ماڻهو هوندو هو. هن کي به انگلينڊ جي بادشاه جارج III وانگر Porphria (سارڙي سان پيشاب اچڻ) جي پيدائشي بيماري لڳل هئي. بيماري جي ڪري هو سخت چيڙاڪ ۽ ڪاوڙيل ٿي پيو هو. پيءُ جي بيماري ۽ چڙ جو شڪار ننڍڙو فريڊرڪ رهندو هو. سندس پيءُ نه صرف مار ڪڍڻ مهل کيس لتون ۽ ٺڏا هڻندو هو، پر نفسياتي مار به ڏيندو هئس. فريڊرڪ جو پيءُ ايترو ته ظالم هو جو جڏهن هن ارڙهن سالن جي ڄمار ۾ انگلينڊ ڀڄي وڃڻ جي ڪوشش ڪئي ته بادشاه، ڪَٽي نالي هڪ فوجي آفيسر کي، جيڪو سندس دوست ۽ ساٿي هو ڀڄڻ جي ڪوشش ڪرڻ جي ڏوهه ۾ موت جي سزا ڏني ۽ فريڊرڪ کي زوري، پنهنجي دوست جي ڦاسيءَ جو نظارو ڏيکاريائين.

فريڊرڪ کي ڪجهه عرصي لاءِ سيڪٽ ڏيڻ کان پوءِ سندس پيءُ هن کي معاف ڪري ڇڏيو ۽ کيس برلن جي ٻاهران گهر ٺهرائي ڏنائين. نئين گهر ۾ رهڻ ڪري کيس اهو فائدو ٿيو ته هو پنهنجي اوٺتندڙ والدين جي ڪرڙين نظرن کان بچي ويو ۽ پنهنجو وقت ادب، موسيقي ۽ فلاسافي کي ارپي ڇڏيائين. ثقافتي طور فريڊرڪ فرانسي زبان ۽ ثقافت جو اُتساهي هو. هن کي جرمن زبان ڳالهائڻ ۾ ته گهٽي رنڊڪ ٿيندي هئي، پر فرانسي زبان ڏاڍي چاهه ۽ رواني سان ڳالهائيندو هو. روشن خيال لکڻين مٿس ڏاڍو اثر وڌو. روشن خيالي ارڙهين صدي جي فڪري تحريڪ جو مکيه جزو هوندي هئي ۽ ان جو بنياد عقل ۽ قدرتي قانون تي رکيل هو، تنهن ڪري اها منظم مذهب کي شڪ ۽ شبهي جي نظرن سان ڏسندي هئي. روشن خيالي جي اثر هيٺ رهڻ ڪري اڳتي هلي فريڊرڪ هڪ 'روشن خيال آمر' جو روپ اختيار ڪيو، يعني ڪُلي اختيار رکندڙ هڪ اهڙو بادشاه، جيڪو عقلمندي ۽ کليل دل سان حڪومت هلائي.

فريڊرڪ 1740ع ۾ پنهنجي بادشاه ٿيڻ جي ٿورن هفتن اندر پريس تان سنسرشپ لاهي ڇڏي. مذهبي امتياز ۽ تشدد جو خاتمو آڻي ڇڏيائين. تنهن کانپوءِ هن قانون کي گڏ ڪري ٺاهيو. موت جي سزا صرف سنگين ڏوهن لاءِ برقرار

رڪيائين ۽ اها بہ بادشاہ جي پنهنجي منظوري کان سواءِ ڪنهن کي بہ نہ ملندي هئي. بادشاہ گهڻو ڪري اهڙيون سزائون معاف ڪري ڇڏيندو هو. فريڊرڪ جي حڪومت جي هڪ خاصيت اها بہ هوندي هئي تہ هن آپيشاہ هوندي بہ فرانس جي لوئيس XIV وانگر پاڻ کي ڪڏهن بہ رياست جو درجو نہ ڏنو پر هو پاڻ کي رياست جو 'پهريون خدمتگار' سمجهندو هو. لوئيس وانگر هو بہ هڪ اورچ ماڻهو هو ۽ پڇاڙي ۾ گهڻين بيمارين جو شڪار هوندي بہ هو ڪڏهن بہ واندو ٿي نہ ويٺو. "هر ماڻهو پنهنجي جسم کان پنهنجي مرضي موجب ڪم وٺندو آهي،" هن جو چوڻ هو، "جڏهن روح جسم کي تڪڙي هلڻ جو حڪم ڏيندو آهي، تڏهن جسم سندس حڪم بجا آڻيندي تڪڙو هلڻ لڳندو آهي."

فريڊرڪ کي ورثي ۾ هڪ عمدي فوج ملي هئي هن جلدئي ثابت ڪري ڏيکاريو تہ هو انهي مان ڪم وٺي ڄاڻي. پڇاڙي ۾ تہ هن دل جي گهراين سان جنگ جي تباہ ڪارين کي محسوس ڪري ورتو هو، پر نوجواني ۾ هو شان ۽ شوڪت جو بکيو ۽ پنهنجي سلطنت جون حدون وڌائڻ ۽ ان کي خوشحال بنائڻ جو ڪوڏيو رهيو هو. ماريا ٿريسا اڃا پنهنجي تخت تي ويٺي ئي مس هئي جو فريڊرڪ پنهنجي پاڙيسري سليشيا تي ڪاهہ ڪئي. اهو علائقو هيپسبرگ جي شاهوڪار علائقن مان ليکيو ويندو هو. هُن ستن هفتن ۾ ان تي قبضو ڪري ورتو. انهي حملي ڪري 1740ع کان 1748ع تائين گهڻو ڪري سڄو يورپ جنگ ۾ وڪوڙجي ويو هو، جنهن کي آسٽريا جي وارثي واري جنگ سڏيو وڃي ٿو. جنگ ۾ هيپسبرگ شهنشاهيت کي ڍاهڻ لاءِ فرانس، بويريا ۽ ٻين قومن پرشيا جو ساٿ ڏنو هو. انهي جنگ ۾ فريڊرڪ نہ صرف جنگ جي ميدان ۾ پر سفارتڪاري جي ميدان ۾ بہ پنهنجا جوهر ڏيکاريا. جرمني تي فرانس جي قبضي روڪڻ لاءِ هن پنهنجي اتحادي جا راز آسٽريا کي ٻڌائي ڇڏيا. 1742ع ۾ برسيلائو جو معاهدو ٿيو، جنهن مطابق ذري گهٽ سڄي سليشيا تي پرشيا جو قبضو برقرار رهيو. پرشيا بعد ۾ وري جنگ شروع ڪئي ۽ ٿورين ناڪامين ڪانپوءِ پنهنجي اڳين حاصلات کي برقرار رکڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو.

1745ع واري ڊريسڊن جي معاهدي کان پوءِ فريڊرڪ کي ٻارهن سالن تائين امن جو زمانو ملي ويو. انهي زماني ۾ هن پنهنجي سانسائوسي واري شاندار محل ۾ عظيم موسيقار جوهان سيباشن باخ سميت ڪيترائي نامر ڪٺيا حاضر جواب ماڻهو، ليکڪ ۽ ٻيا موسيقار ڪٺا ڪيا. هو بانسري وڄائڻ سکيو ۽ ڪيترائي ڪتاب لکيائين. والٽيئر بہ ڪجهہ عرصو سانسائوسي ۾ رهيو پر ٿوري ئي عرصي اندر فريڊرڪ ۽ هو، هڪ ٻئي جي سخت خلاف ٿي پيا. سندن دوستي 1753ع ۾ هڪ اڻ وڻندڙ بکيڙي کان پوءِ ختم ٿي ويئي ۽ وري ڪڏهن بہ چڱي طرح قائم ٿي نہ سگهي. سانسائوسي ۾ عورتن جي اچڻ کي گهڻو پسند نہ ڪيو ويندو هو.

ڪجھ معزز عورتن کي چڙي، فريڊرڪ کي ٻين عورتن جي سنگت کان بچڻ لڳندي هئي. خود سندس پنهنجي راڻي ايلزبيٿ ڪراسٽائين کي پنهنجي جدا دربار هوندي هئي ۽ ڪيس ورلي پنهنجي مڙس کي ڏسڻ جو موقعو ملندو هو. ٻنهي کي ڪو ٻار نہ هو.

فرانس ۽ آسٽريا 1756ع ۾ هڪ عهدنامي تي صحيون ڪيون، جنهن سان يورپ ۾ ٿيندڙ اتحادن جو سڄو طور طريقو صفا بدلجي ويو. انهي عهدنامي جي هڪ شق اها بہ هئي تہ فرانس پنهنجي نئين اتحادي کي سيلشيا تي ٻيهر قبضي ڪرڻ ۾ مدد ڏيندو. روس بہ، جنهن جي اوپر پرشيا تي اک هئي، انهي اتحاد ۾ شامل ٿيو. اهڙي طرح سوئيڊن ۽ سيڪسني بہ اچي ساڻن مليا. فريڊرڪ، 'جارحيت ئي بهترين دفاع آهي' واري اصول تي عمل ڪندي، سيڪسني تي ڪاهہ ڪئي. آخرڪار سيڪسني تہ ڪجھ شرطن تي پيش پيو، پر فريڊرڪ پاڻ انهي نئين اتحاد جي مقابلي ۾ دفاعي حيثيت ۾ اچي ويو. ساڻس صرف هڪڙو ئي مضبوط اتحادي وڃي رهيو. يعني گريٽ برٽن. (برطانيا).

برطانيا جنهن جا وري فرانس سان پنهنجا جهڳڙا هئا. تنهن فريڊرڪ کي وڏيون امدادي رقمون تہ مهيا ڪيون، پر يورپ ۾ جنگ ڪرڻ جو ڪم فريڊرڪ جي پنهنجي فوج کي ڪرڻو پيو. هن پاڻ کي هڪ هوشيار حڪمت عملي ٺاهيندڙ ثابت ڪري ڏيکاريو ۽ جنگ جي شروعات ۾ ڪيترين ئي اهم فتحون حاصل ڪيائين پر وقت گذرڻ سان ايئن ٿي لڳو، تہ اهو ناقابل شڪست اتحاد هن کي ڏاڍو ڏکيو پئجي ويو هو. ايتري قدر جو هڪ موتمار لڙائي کانپوءِ هن آپگهات ڪرڻ جو پڻ سوچيو. هئي سال 1760ع ۾ آسٽريا وارن برلن تي قبضو ڪيو.

روسي مهاراڻيءَ جي 1762ع ۾ مرڻ ڪري اوچتو ئي اوچتو فريڊرڪ جي قسمت کلي پيئي. نئون شهنشاهہ پيٽر III بہ فريڊرڪ جي تائيد ڪندي، جلدي جلدي پاسا مٽائڻ لڳو. فرانس هڪ طرف تہ پرشيا سان جنگ ۾ رڌل هو ۽ ٻئي طرف سمنڊ پار ملڪن ۾ برطانيہ سان بہ جنگ ڪري رهيو هو ۽ برطانيہ هٿان پنهنجي سمنڊ پار سلطنت جو گهڻو حصو وڃائي ويٺو هو. جلدئي باقي صرف ٿڪل ٽٽل ۽ تباهہ حال آسٽريا ۽ سيڪسني وڃي بچيا، جن Statusqo Antebellum (جنگ کان پوءِ واري صورتحال) بحال رکندي صلح جا شرط مڃيا. اهڙي طرح 1763ع ۾ ستن سالن واري لڙائي پنهنجي پڄاڻي کي پهتي.

فريڊرڪ اورچائي سان، پنهنجو پورو ڌيان نہ صرف پنهنجي سرحدن وڌائڻ تي لڳايو، پر پنهنجي ملڪ جي اقتصادي حالت کي نئين سر اڏڻ لاءِ بہ اوترو ئي اورچائي سان ڪم ڪيائين. اها بہ ڳالهہ آهي تہ ڪيس پنهنجن زرعي سڌارن ۽ صنعتي منصوبن ۾ ڪا گهڻي ڪاميابي نہ ٿي. سيلشيا جي زرخيزي ۽ صنعت هڪ وڏي موڙي هئي. پولينڊ کي 1772ع ۾ ورهايو ويو، جنهن مان فريڊرڪ کي

اولهه پرشيا وارو علائقو ملي ويو. انهي علائقي ملڻ ڪري، (ڪجهه ننڍڙن ٽڙيل پکڙيل ٽڪرن کان سواءِ) سندس اوڀرندي ۽ اولهندي وارا قبضي هيٺ آيل سمورا علائقا پاڻ ۾ ملي ويا. جنگ جي امڪانن کي نظر ۾ رکندي هو هميشه هوشيار رهندو هو. هن پنهنجي فوج کي نه صرف اڳي جهڙو مضبوط ڪري ڇڏيو پر ان کي هميشه تيار به رکندو هو. هن جا سپاهي پيار وچان کيس 'جهونو فرٽز' ڪري سڏيندا هئا. انهي جهوني فرٽز مينهوڪي ۾ پنهنجي فوجن جو معائنو ٿي ڪيو جو مٿس سخت سردي جو حملو ٿيو، جنهن ڪري هو بيمار ٿي جلدئي مري ويو.

ڪانئس پوءِ سندس ڀائيٽو فريڊرڪ وليم سندس جانشين ٿيو. جنهن کي ورثي ۾ هڪ اهڙي قوم ملي جيڪا جرمني ۾ سڀ کان مضبوط قوم ٿي چڪي هئي، جنهن جي قسمت ۾ لکيل هو ته: مستقبل ۾ اڃا به وڌيڪ طاقتور بڻجي.

# ماريا ٽريسا

(1717-1780ع)

هيپسبرگ شهنشاه چارلس VI جي 1740ع ۾ وفات کان گهڻو اڳ، مقدس رومي شهنشاهيت هڪ ڪارائتي سياسي اداري جي حيثيت ۾ پنهنجو وجود وڃائي چڪي هئي پر انهي وچ ۾ هيپسبرگن هڪ ٻي شهنشاهي حاصل ڪري ورتي هئي. انهي شهنشاهي ۾ نه صرف آسٽريا پر هنگري ۽ بوهيميا جون بادشاهيون، اٽلي جا وسيع حصا ۽ اڳوٽو اسپيني نيدرليندس پڻ شامل هئا. چارلس جي وارثياڻي سندس ڌي ماريا ٽريسا ٿي، جيڪا تخت تي ويهڻ وقت ٽيويهن سالن جي هڪ نوجوان عورت هئي. عورت هئڻ ڪري هوءَ مقدس رومي شهنشاهيت جو تاج نه پئي پائي سگهي، پر چارلس پنهنجي زندگي ۾ يورپ جي ٻين حاڪمن کان واعدا ورتا هئا ته اهي ماريا جي هيپسبرگ جي علائقن تي وارثي واري حق کي مڃيندا.

ماريا کي جلدئي پتو پئجي ويو ته اهي واعدا ڪيترا نه غيرحقيقي هئا. ماريا کي تخت تي ويٺي اڃا هڪ مهينو ئي ڪونه ٿيو، جو پرشيا جي فريڊرڪ II سليشيا تي ڪاهه ڪئي. ڇهن مهينن کان پوءِ خود آسٽريا تي پهريائين فرينچن ۽ ڪانئن ٿورڙو ئي پوءِ بويريا جي اليڪٽر ڪاهه ڪئي، جيڪو اڳتي هلي مقدس رومي شهنشاهه ٿيو. اسپين، هيپسبرگ جي اٽلي وارن علائقن تي حملو ڪيو. راتي جا ڪيترائي امير وڃي حملي آورن سان مليا. سندس خزانو خالي ٿي ويو هو ۽ سندس فوج وڃي اڌ جيتري بچي هئي.

ماريا ٽريسا جي سامهون هر طرف تباهي پکڙيل هئي، پر هن همت ۽ حوصلي کان ڪم ورتو. پنهنجن جهونن وزيرن جي صلاح جي ابتڙ جن کي ٻپ هو ته جيڪڏهن هنگري وارن کي هٿياربند ٿيڻ جي اجازت ڏني ويئي ته اهي فساد برپا ڪندا، ماريا هنگري جي ڊائيٽ (قانون ساز مجلس) کي مدد جي اپيل ڪئي. هن جي تقرير واضح ۽ دليلن تي ٻڌل هئي. تنهن کان سواءِ، هڪ خوبصورت عورت کي مصيبت ۾ مبتلا ڏسي، ساٿس جيڪا همدردي پيدا ٿي هئي، تنهن هٿي هنڌ ڪيو. هنگري جي ڊائيٽ پنهنجي راڻي جي سڏ ۾ سڏ ڏنو ۽ کيس لشڪر به مهيا ڪيو. انهي مدد ۽ برطانيه ۽ ڊچ ريپبلڪ کان ملندڙ امدادي رقمن جي ڪري، ماريا ٽريسا

جون فوجون انهن سالن تائين مختلف محاذن تي وڙهنديون رهيون. هن جيتوڻيڪ هڪ جنرل جي درجي جي جنرلن جهڙوڪ پنهنجي مڙس فرانس کي اهم محاذن جي ڪمانڊ ڏيئي، کي غلطيون به ڪيون، پر جيئن ته هوءَ هڪ اتورچ ۽ خوش قسمت عورت هئي، تنهن ڪري سندس غلطيون ايتريون نقصانڪار ثابت نه ٿيون. هن جي قسمت سٺي هئي جو فرانس برطانيه جو مقابلو ڪندي ڪندي، ان مهل تائين ڪمزور ٿي چڪو هو. جڏهن اهي ٻئي قومون 1748ع ۾ صلح ڪرڻ تي راضي ٿيون ته آسٽريا جي وارثي تي لڳل لڙائي به ختم ٿي ويئي. ماريا کي جيتوڻيڪ سليشيا واپس نه ملڻ تي سخت صدمو رسيو هو پر هوءَ پنهنجي ٻي سڄي شهنشاهي برقرار رکڻ ۾ ڪامياب ٿي ويئي. جيڪڏهن صلح نه ٿئي ها ته نتيجو انهي کان به وڌيڪ خراب نڪري ها.

انهي جنگ مان هوءَ هڪ پراعتماد ۽ لائق حڪمران ٿي ابري. هاڻي سندس مڙس نالي ۾ ته مقدس رومي شهنشاهه هو، پر حقيقت ۾ هوءَ ئي حڪمران هئي. صرف وليم جي وقت ۾ سندس حڪمرانيءَ ۾ ڪڏهن ڪڏهن رخنو پوندو هو.ڪيس تيرهن ٻار هئا. هوءَ پنهنجي اوباش مڙس تي سختي سان نظر رکندي هئي ۽ پنهنجو دڳ ناهڻ لاءِ، ڳوڙهن کان ڪم وٺي پنهنجي لاءِ همدردي پيدا ڪرڻ جو هنر به کيس ايندو هو. پر اهڙن ڊرامن پويان هڪ عمل پسند ۽ تيز فهم عورت لڪيل هوندي هئي. پنهنجن نون وزيرن جي مدد سان هن بوهيميا ۽ آسٽريا جي انتظاميه کي گڏي هڪ مرڪزي انتظاميه ناهي، فوج کي جديد بنايائين ۽ هڪ نئون ۽ وڌيڪ انصاف ڀريو محصولي سرشتو لاڳو ڪيائين. هن بادشاهت جي مقابلي ۾ اميرن جا اختيار گهٽائڻ کان سواءِ پنهنجي حڪومتي دؤر ۾ اڳتي هلي هڪ ٻئي پويان اهڙا قانون به لاڳو ڪيا، جن جي ڪري هارين مٿان اميرن جو زور گهٽي ياڳي گهٽجي ويو.

ماريا ٿريسا جو قابل ترين وزير شهزادو وينزيل انٿن وون ڪانٽيز هو. هو به سليشيا واپس وٺڻ جي باري ۾ سندس هم خيال هو. هن معاهدن کي ابتي قيرائڻ جي هڪ اهڙي رٿا تيار ڪئي، جنهن سان آسٽريا پنهنجي روايتي دشمن فرانس سان ملي ويو. جڏهن 1756 ۾ وري جنگ لڳي ته اها به اڳين جنگ وانگر ڪيترن ئي محاذن تي ٿي، پر ڪي اهڙيون حالتون پيدا ٿيون، جيڪي ڪانٽيز جي وس کان ٻاهر هيون، جنهن ڪري نيٺ فرانس ۽ آسٽريا جو ٻيو طاقتور دوست روس انهي جنگ تان هٿ کڻي ويو. انهي سببان سليشيا تي وري قبضي ڪرڻ جو خواب پورو ٿي نه سگهيو.

فرانس 1765ع ۾ مري ويو، تنهن کانپوءِ ماريا ٿريسا پنهنجي پٽ جوزف II سان گڏ حڪومت هلائي. اهو ٻنهي لاءِ هڪڙو آزمائش ۾ وجهندڙ تجربو هو. جوزف روشن خيالي جي نظرين ۾ رڱيل ماڻهو هو. هن انهي سان گڏوگڏ هڪ فاتح

جو شان ۽ شوڪت به ماڻ پئي چاهيو. هن جي ابتڙ سندس ماءُ جيتوڻيڪ انسان دوست فطرت جي مالڪياڻي هئي ته به بنيادي طور، هڪ قدامت پسند عورت هئي. هوءَ، مذهبي درگذر لاءِ ڏنل جوزف جي تجويزن جي سخت مخالف هئي ۽ هن پنهنجي پرڏيهي پاليسي، هميشه اڳرائي بدران پنهنجي بچاءُ جي بنياد تي جاري رکي. جوزف سندس سخت اعتراض جي پرواهه نه ڪندي، ڪانٽيز جي پٺڀرائي سان، 1772ع ۾ پولينڊ جي پهرئين ورهاڱي ۾ حصو ورتو. انهي ورهاڱي مطابق آسٽريا کي گليشيا نالي علائقو ملي ويو.

ماريا ٿريسا پنهنجي ٻارن مان ڪيترن جون شاديون، سياسي بنيادن تي ڪرايون. انهن ۾ سڀ کان اهم، سندس سڀ کان ننڍي ڌيءَ ميري ائنٽوائني جي فرانس جي مستقبل جي بادشاه لوئيس XVI سان 1770ع ۾ ٿيل شادي هئي، پر جلدئي کيس چٽي طرح خبر پئجي ويئي ته سندس ڌي ۾ حالتن مطابق دورانديشي کان ڪم وٺڻ جي صلاحيت نه هئي. ماريا ٿريسا محسوس ڪيو ته هوءَ پنهنجي ڌي کي اڳواٽ ڏکين حالتن کي منهن ڏيڻ لاءِ تيار ڪري نه سگهي هئي. انهي کوٽ جي پورائي ڪرڻ لاءِ هن پنهنجي ڌي ڏانهن خطن جي ڌم لائي ڏني، جن ۾ ڇوڪريءَ کي سندس هلڪڙائپ ۽ هن خلاف ٿيندڙ سازشن کان خبردار ڪندي آئي. مثال طور پنهنجي ڌي ڏانهن هڪ خط ۾ هن لکيو، "... پنهنجين غلطين جي ڪري، ٿي سگهي ٿو ته تون هڪ ڏينهن بدبختي جي ڪن ۾ ڪري پئين... مونکي اميد آهي ته تنهنجي بدبختي ۾ گهيرجي وڃڻ تائين مان جيئري نه هونديس..."

هو واقعي ئي پنهنجي اڳڪٿيءَ جي پوري ٿيڻ تائين جيئري رهي نه سگهي. جڏهن سندس اڳڪٿي پوري ٿي، تڏهن کيس مئي تيرهن سال ٿي چڪا هئا. ماريا ٿريسا پنهنجي زماني جي هڪ غيرمعمولي عورت هئي. هوءَ کيڏاري سياستدانن مٿان به پنهنجي شخصيت ۽ دليلن جي زور تي حاوي ٿي ويندي هئي.

# هندستان جو ڪلائيو

(1725ع- 1774ع)

نوجوان ڪلائيو 1743ع ۾ هندستان جو سامونڊي سفر ٻئي ڪنهن جوش جذبي سبباڻ نہ پر مهم جوئي جي شوق ۾ ڪيو هو. سندس پيءُ، جيڪو هڪ غريب پر معزز ماڻهو ۽ وڪيل هو، تنهن ڪيس ترقي ڪندڙ ايسٽ انڊيا ڪمپني ۾ جونيئر ڪلارڪ جي نوڪري وٺرائي ڏني هئي. پر ڪلائيو نہ صرف پاڻ حيرت ڏياريندڙ ترقي ڪئي، پر برطانوي راڄ جا بنياد پڻ وڌائين.

چوڏهن مهينن جي سامونڊي سفر ڪانپوءِ ڪلائيو، مدراس ۾ سينٽ جارج جي قلعي وٽ اچي لٿو. جتي انهي زماني ۾ هندستان ۾ انگريزن جي واپاري ڪوٺين مان سڀ کان وڌيڪ اهميت واري واپاري ڪوٺي هئي. هندستان جي اوڀرندي ڪناري تي فرينچن ۽ ڊچن جون واپاري ڪوٺيون بہ قائم هيون. انهي زماني ۾ هندستان تي بہ سو سالن تائين حڪومت ڪندڙ مغل شهنشاهيت زوال هيٺ اچي ويئي هئي ۽ هندستان جي شهزادن ۾ ڦيٽارو پئجي چڪو هو. يورپي طاقتن انهي جهيڙي کي پنهنجن مفادن لاءِ استعمال ڪيو.

يورپ ۾ فرانس ۽ برطانيا جي پاڻ ۾ جنگ لڳل هئي. فرينچن 1746ع ۾ سينٽ جارج جو قلعو فتح ڪيو. ڪلائيو ڀڄي وڃي هڪ ٻي انگريزي بيٺڪ سينٽ ڊيوڊ جي قلعي ۾ پهتو، جتي هن ايسٽ انڊيا ڪمپني جي فوج ۾ رضاڪارانہ طور ڪم ڪرڻ شروع ڪيو. صلح ٿيڻ کان اڳ هن ڪيترين نئي ذميدارين سنڀاليون. جڏهن امن امان قائم ٿيو تڏهن مدراس 1748ع ۾ برطانيہ کي موٽي مليو. مدراس، ڪرناٽڪ جي رياست ۾ هو، جتي تخت جي وارثيءَ تي مخالف شهزادن ۾ جهيڙو متل هو. هڪ ڌر جو پاسو فرينچن ڪنيو هو ۽ ٻي جو انگريزن. جنهن ڪري فرينچن ۽ انگريزن جي جنگ جاري رهي. ڪلائيو وري فوج ۾ شامل ٿيو ۽ برطانوي اميدوار محمد علي جي حق ۾ وڙهيو. هن کي اٽڪل 800 ماڻهن جي اڳواڻي ڏني ويئي. مخالف فوجن جي پٺڀرائي فرينچ ڪري رهيا هئا، جو علي (محمد علي) ۽ سندس گادي آرڪاٽ مخالفن جي گهيري ۾ هئي. ڪلائيو، فوجي مهم جي اڳواڻي ڪندي مخالف فوجن کي اتان هڪالي ڪڍيو ۽ سولائي سان آرڪاٽ فتح ڪيائين. دشمن جي فوجن موٽي آرڪاٽ کي گهيرو

ڪيو. ڪلائيو ٻن مهينن تائين سنڌن مقابلو ڪيو ۽ آخرڪار پاڻ کان ويهوڻي فوجي دستي کي ڀڄائي ڇڏيائين. انهي غيرمعمولي ڪارنامي جي ڪري ڪلائيو جي هاڪ پري تائين پکڙجي ويئي. ٻن سالن جي ٻي لڙائي ڪانپوءِ محمد علي کي ڪرناٽڪ جو نواب يا شهزادو مقرر ڪيو ويو. هندستان ۾ فرينچن جي چيلهه ڀڄي پئي ۽ انهي ڪانپوءِ انگريز حاوي ٿي ويا.

فوجي آفيسر جي حيثيت ۾ ڪلائيو ڏاڍو نفعو ڪمايو. 1753ع ۾ جڏهن سنڌس جي شادي ٿي تڏهن وٽس چاليهه هزار پائونڊ جي رقم ڪڏ ٿي چڪي هئي. هو ۽ سنڌس ڪنوار مارگريٽ انگلينڊ موٽي آيا، جتي آرڪاٽ جي سورمي جي حيثيت ۾ سنڌس آجيان ٿي. انهيءَ هوندي بہ هو پارليامينٽ جي سيٽ کٽڻ ۾ ڪامياب ٿي نہ سگهيو. هو فورٽ سينٽ ڊيوڊ جي ڊپٽي گورنر جي حيثيت سان 1756ع ۾ هندستان موٽيو.

هن جي هندستان موٽڻ کان ٿورو پوءِ کيس ڪلڪتي واري مهم جي اڳواڻي سونپي ويئي. ڪلڪتي تي بنگال جي نئين نواب سراج الدولہ اڳرائي ڪري قبضو ڪيو هو. انهي اڳرائي دوران ئي چاليهن کان وٺي ستر تائين آبادڪارن کي بدنام بليڪ هول يعني ’اونداهي غار‘ ۾ سٽيو ويو هو، جتي اٽڪل اڌ جيترا ماٺهو مري ويا هئا. ڪلائيو ڪلڪتي تي وري قبضو ڪيو ۽ خشڪي تي بہ نواب جي پٺيان لڳو رهيو. نواب کي تخت تان لاهڻ لاءِ بنگال ۾ هڪ سازش ٿي، جنهن ڪري ڪلائيو جو ڪم وڌيڪ آسان ٿي پيو. هن جي مختصر فوج، پلاسي جي ميدان ۾ نواب جي رهيل کهيل وفادار فوج کي شڪست ڏني. انهي ڪانپوءِ بنگال جو نئون نواب مقرر ڪيو ويو.

انهي زماني ۾ نہ تہ ڪلائيو ۽ نہ وري ايسٽ انڊيا ڪمپني ۾ سنڌس ساٿين مان ڪنهن جي ذهن ۾، هندستان ۾ شهنشاهي قائم ڪرڻ جو خيال آيو هو. انهن صرف اهو ٿي چاهيو تہ مقامي ماڻهن جي ڪنهن بہ قسم جي مداخلت کان سواءِ گهٽي ۾ گهٽو نفعو ڪمائين. اهو گهٽو ڪري اتفاق ئي هو، جو انگريز آهستي آهستي هندستان تي پنهنجو قبضو ڄمائيندا ويا.(1) بنگال ۾ انگريز ئي وڃي هڪ اثرائتي طاقت بچيا هئا. ڪلائيو انهي طاقت جي اڳواڻ جي حيثيت ۾ نواب کان وڌيڪ طاقتور هو. انهي هوندي بہ هندستاني سازش ۽ ڪڏهن ڪڏهن فرينچن ۽ ڊچن جي سازش سان کيس منهن ڏيڻو پوندو هو.

ڪلائيو ٻہ سال بنگال جو گورنر رهيو. انهي کان پوءِ 1760ع ۾ هو انگلينڊ موٽيو ۽ پارليامينٽ جو ميمبر ٿيو. کيس آئرلينڊ ۾ نواب جو عهدو ڏنو ويو. ايسٽ انڊيا ڪمپني جي اندروني سياست جي ڪري ڪلائيو کي پنهنجا جهڳڙالو لاڙا ڏيکارڻ جو موقعو مليو ويو. ڪمپني جي چيئرمين جي سخت مخالفت جي باوجود هو هڪ دفعو وري 1764ع ۾ بنگال جو گورنر مقرر ٿيو.

پنهنجي انهي آخري مدي دوارن ڪلائيو مغل شهنشاهه کان ديواني وٺڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو، جنهن مطابق بنگال ۽ سندس پاڙيسري اوڌ ۽ اوڙيسا جي صوبن جي ڀل اڳاڙڻ جا حق انگريزن کي ملي ويا ۽ اهو به طئي ٿيو ته سرڪاري خرچن جي پورائي ڪرڻ کانپوءِ جيڪا بچت ٿيندي، سا ڪمپني کي ملندي. نالي ماتر مغل شهنشاهه دريا دليءَ سان مليل وظيفو وٺڻ تي راضي ٿي ويو. انهي نفعي بخش انتظام جي هڪ علامتي حيثيت به هئي. انهي سان هندستان ۾، انگريزن جي وڌندڙ طاقت کي قانوني حيثيت به ملي وئي.

ڪلائيو ٻن سالن تائين پنهنجي علائقي جو قابليت سان انتظام هلائڻ کانپوءِ 1767ع ۾ آخري ڀيرو هندستان ڇڏيو. هن هندستان ۾ ڪمپني جي ٻين ماڻهن وانگر تمام گهڻي دولت ميڙي هئي. برطانيه جي عوامي راءِ ڏينهون ڏينهن انهن "نبابن" جي خلاف ٿيندي وئي. هندستان ۾ مالي معاملن ۾ ٿيل بيقاعدگين جي جاچ لاءِ هڪ پارليامينٽري ڪاميٽي مقرر ٿي. ڪلائيو جي دشمن سندس نالي تي ڇُٽي لڳائڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي. جيئن جيئن سندن مهم زور پئي ورتو تيئن تيئن ايئن ٿي لڳو ته ڪلائيو کي اها دولت واپس ڪرڻي پوندي. ڪلائيو فصيح بياني سان پنهنجو دفاع ڪيو. آخرڪار مٿس لڳل بي قاعدي دولت حاصل ڪرڻ وارو الزام ختم ٿي ويو. انهي کانپوءِ دارالعوام هڪ ٺهراءُ پاس ڪري ڪيس، پنهنجي ملڪ لاءِ ڪيل 'عظيم ۽ ساراهه جوڳين خدمتن لاءِ زوردار آفرين' ڏني.

ڪلائيو کي ڪڏهن ڪڏهن پيٽ ۾ سور پوندو هو. هو 1773ع ۾ اتلي گهمڻ ويو، جتي سندس صحت سڌري وئي. پر ايندڙ سرءُ ۾ کيس تمام گهڻو سور پيو، جيڪو سندس سهڻ کان ٻاهر هو. هن انهيءَ پيڙا ۾ پنهنجي نڙي ڪپي آپگهات ڪيو.

# مهاراڻي ڪيٿرائين

(1729-1796ع)

سچي روس جي مهاراڻي ڪيٿرائين جو اصلي نالو اينهالٽ زربسٽ جي صوفيه آگسٽا فريڊرڪ هو. سندس پيءُ وڏيڪ غيرمعروف جرمن شهزادن مان هڪ هو. سندس ماءُ روسي تخت جي وارث گرينڊ ڊيوڪ پيٽر جي مائٽياڻي هئي، جنهن پيٽر جي چاچي مهاراڻي ايلزبيٿ سان ڪيٿرائين جي سڱابندي جي ڳالهه ٻولهه هلائي، فيصلو ڪرايو ته ٻنهي ٻارن جي شادي ضرور ٿيڻ گهرجي.

اهڙي طرح چوڏهن سالن جي ڄمار ۾ شهزادي صوفيه نئين زندگي شروع ڪرڻ لاءِ روس ۾ آئي. هن جلدئي محنت ڪري روسي زبان سکي ورتي، جنهن ڪري روسين ۾ مقبول ٿي وئي. هن رضا خوشي سان ڪٿولڪ مذهب اختيار ڪيو ۽ انهي موقعي تي پاڻ تي ڪيٿرائين نالو رکيائين، جنهن سان سندس مقبوليت اڃا به وڌي وئي. سندس مڱيندو هڪ نالائق نوجوان هو. جيتوڻيڪ هو پيٽر اعظم جو پوٽو هو، پر جرمني ۾ پيدا ٿيڻ ڪري روس سان نفرت ڪندو هو. ٻاراڻي وهيءَ ۾ هو بيمار گذاريندو هو ۽ ڪيٿرائين کي پنهنجي راند روند جو ساٿي سمجهي، سندس آجيان ڪئي هئائين. پر شادي کانپوءِ هو نامرد ثابت ٿيو، جنهن ڪري زال ۽ مڙس ۾ اڻبڻت پيدا ٿي پئي.

روس جي مهاراڻي کي شڪ هو ته ڪيٿرائين پرشيا جي جاسوس هئي، جنهن ڪري هن نوجوان جوڙي کي لڳاتار پنهنجي نظرن هيٺ رکيو، جنهن سببان ڪيٿرائين وڏيڪ مونجهارن ۾ وڪوڙجي ويئي. ڪيترن سالن کانپوءِ ڪيٿرائين هڪ پٽ کي جنم ڏنو، جيڪو ڪيس، سندس عاشق مان ٿيو هو، پر سرڪاري طور اهو پيٽر جو پٽ مڃيو ويو. ڪيٿرائين کي پنهنجي انهي پٽ ۽ صغير وارث کي ڏسڻ جو ڪڏهن ڪڏهن موقعو ملندو هو، ڇاڪاڻ ته ٻار جي پيدا ٿيندي ئي مهاراڻي ڪيس پنهنجي قبضي ۾ ورتو هو.

ڪيترن سالن پڄاڻان ڪيٿرائين پڪو پهه ڪيو ته پنهنجي نالائق مڙس بدران هوءَ هڪ ڏينهن روس تي پاڻ حڪومت هلائيندي. ايلزبيٿ 1762ع ۾ مري وئي جنهن کان پوءِ پيٽر پنهنجي ڦرندڙ گهرندڙ ۽ ڄجڪي ڪاڏل طبيعت سببان پنهنجو زوال پنهنجي هٿن سان آندو. خاص ڪري هلندڙ جنگ ۾ ڪڏهن ڪنهن جو ۽

ڪڏهن ڪنهن جو پاسو ڪٽي ۽ پنهنجي هيرو پرشيا جي فريڊرڪ اعظم جي مدد ڪري. فوج جي وڏي اڪثريت ڪيٿرائين جي حامي هئي. پيٽر جي تخت تي ويهڻ جي ڇهن مهينن ڪانپوءِ، ڪجهه آفيسرن فوجي بغاوت ڪئي، ۽ ڪيٿرائين کي پنهنجي مهاراڻي تسليم ڪندي، پيٽر کي قيد ڪيائون. پوءِ کيس زوري تخت تان لاٿائون ۽ ڪجهه عرصي کان پوءِ کيس قتل ڪري ڇڏيائون. ٿي سگهي ٿو تہ پيٽر جو قتل ڪيٿرائين جي لاعلمي ۾ ٿيو هجي.

ڪيٿرائين کي بخوبي ڄاڻ هئي تہ هوءَ نہ صرف هڪ ڌاري عورت هئي، پر هن تخت پڻ قبضو ڪيو هو. تنهن ڪري هن پنهنجون ڪافي صلاحيتون روس جي طاقت وڌائڻ ۽ پنهنجي سڃاڻپ پنهنجي نئين قوم سان ڪرائڻ ۾ لڳائي ڇڏيون. هن جي خواهش هئي تہ روس جي هٽ هيٺ، هڪ اهڙي بنياد پرست شهنشاهيت قائم ڪري، جيڪا انهن سمورن علائقن تائين پکڙيل هجي جن تي اڃا تائين عثماني ترڪن جو قبضو هو. روس 1768ع ۾ ترڪي سان جنگ ڪئي. روس کي هڪ ٻئي پوئتان لڳاتار جيڪي فتحون نصيب ٿيون، تن مان ايئن ٿي لڳو تہ ڪيٿرائين جي خواهش پوري ٿيندي. بلقان تي روس جي قبضي ٿيڻ ڪري يورپ ۾ جنگ جو خطرو وڌي ويو هو جنهن کي ٽارڻ لاءِ پرشيا جي فريڊرڪ ڪيٿرائين کي قائل ڪيو تہ هوءَ پولينڊ جو هڪ ٽُڪر وٺي صلح ڪري. هُو ۽ آسٽريا بہ پولينڊ مان پنهنجو پنهنجو حصو وٺندا. ڪيٿرائين اها ڳالهہ مڃي. انهي کان پوءِ بہ پولينڊ جا ٻہ ورهاڱا ٿيا بہ ٿيا. ڪيٿرائين انهن ورهاڱن ۾ بہ شريڪ رهي ۽ انهي بدقسمت ملڪ جو حد کان وڌيڪ ڀاڱو پنهنجي شهنشاهيت ۾ شامل ڪري ڇڏيائين. هاڻي پولينڊ جو وجود ختم ٿي ويو هو. پولينڊ مان مليل ۽ ترڪن کان حاصل ڪيل علائقن جي ڪري روس جي حدن ۾ ٻہ لک چورس ميلن جو واڌارو ٿيو.

ڪيٿرائين تمام گهڻي پڙهيل ڳڙهيل هئي ۽ پنهنجي زماني جي آزاد خيال فلاسافرن کي ساراهيندي هئي، جنهن ڪري هوءَ هڪ روشن خيال آمر ليکجڻ لڳي. ڪيٿرائين پنهنجي روشن خيالي ثابت ڪرڻ لاءِ ڪيترائي سڌارا ڪيا، جهڙوڪ وڌيڪ مذهبي درگذر کان ڪم وٺڻ ۽ ايذاءَ رسائڻ جو حقيقي خاتمو آڻڻ وغيره. هن نئين آئين ٺاهڻ لاءِ سرڙين هارين کي ڇڏي ٻين سڀني طبقن جي نمائندن تي ٻڌل هڪ ڪميشن قائم ڪئي، پر جيئن تہ اها ڳالهہ چٽي ٿي چڪي هئي، تہ ڪيٿرائين نئين آئين ۾ پاڻ وٽ مڪمل اختيار رکڻ پئي چاهي، تنهن ڪري ڪميشن جي نمائندن بيدلي سان رهيل نقطن تي بحث مباحثو ڪيو پر ڪنهن بہ نتيجي تي نہ پهچي سگهيا.

هارين جي سلسلي ۾ ڪيٿرائين پنهنجي 'روشن خيالي' جون حدون ڏيکاري ڇڏيون. مهاراڻي ٿيڻ کان اڳ هن هارين کي آزادي ڏيارڻ جي نيت ڏيکاري هئي، هاڻي اهو محسوس ڪندي تہ سندس دارومدار اميرن جي حمايت تي آهي، اهو

خيال دل مان ڪڍي ڇڏيائين. هن خاص نموني جي سخاوت ڏيکاريندي پنهنجن منظورِ نظر اميرن کي بادشاهي زمين مان وڏا حصا ڏئي ڇڏيا، جنهن ڪري انهن زمين تي رهندڙ آزاد هاري، نون زميندارن جا تابع ٿي پيا. يوڪرين جا هاري ڪنهن زماني ۾ آزاد هوندا هئا پر ڪيٿرائين قلم جي هڪڙي ئي ڌڪ سان کين غلامي جي لعنت ۾ گرفتار ڪري ڇڏيو. سندس دؤر جي پڇاڙي ڌاري، روس ۾ ورلي ڪو آزاد هاري بچيو هوندو.

اهي غلامن کان ورتل محنت مشقت ئي هئي، جنهن جي زور تي ڪيٿرائين واري روس جي عيش پرست مغربي ثقافت بيٺل هئي. سندس اڪيچار اڏاوتي ڪم به غلامن جي پگهر ۽ پورهئي سان ٿيا. ڪيٿرائين نه صرف سينٽ پيٽرسبرگ جو رنگ روپ بدلائي کيس يورپ جي خوبصورت شهرن مان هڪ شهر بڻايو، پر هن سؤ کان به وڌيڪ نوان شهر ٺهرايا. سندس انهن پائيدار ڪارنامن ۾ اهي نقلي ڳوٺ شامل ناهن جيڪي سندس عاشق، شهزادي پوٽيمڪن ان وقت ٺهرايا، جڏهن 1787ع ۾ ڪيٿرائين ڪريميا جو فاتحانه دورو ڪيو هو.

ڪيٿرائين جا گهڻا ئي محبوب هئا پر پوٽيمڪن کي خاص حيثيت حاصل هئي. هوئي اهو ماڻهو هو جنهن کي ڪيٿرائين پنهنجي اقتدار ۾ شامل رکيو. ياراڻي ختم ٿيڻ کانپوءِ به ٻئي گهڻي عرصي تائين پاڻ ۾ گهاٽا دوست رهيا. پوٽيمڪن ئي 1783ع ۾ ڪريميا کي پرامن نموني روس ۾ شامل ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿيو، جنهن سببان ڪاري سمنڊ ۾ روس جي موجودگي کي وڏي هٿي ملي هئي.

ڪيٿرائين پنهنجي ڄمار جي سٺ سالن واري ڏهاڪي تائين به هڪ تازي توانائي عورت رهي. روسي سندس پوڄا ڪندا هئا ۽ هوءَ پڻ کين ٻين قومن جي مقابلي ۾ وڌيڪ 'همت ڀريو، طاقتور ۽ عقلمند' سڏي سندن جذبن جي موٽ ڏيندي هئي. هوءَ ڌڪ لڳڻ ڪري اوچتي مري ويئي، جنهن تي هر ڪنهن کي گهرو صدمو رسيو. روس جيتوڻيڪ سندس دؤر ۾ اڳي کان وڌيڪ طاقتور ملڪ ٿي ويو هو پر هوءَ ان کي هڪ لائق وارث ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿي نه سگهي. کيس ڀپ هو ته متان سندس پٽ پال اڳواٽ ئي پنهنجي وارثي جي دعوا نه ڪري، تنهن ڪري هن کيس رياست جي معاملن کان ٻاهر رکيو، ۽ کيس فوج ۾ نوڪري ڪرڻ کان منع ڪيائين. هن کي انهن فرضن کان به لاعلم رکيائين، جيڪي مٿس آئيندي پوڻ وارا هئا، تنهن ڪري هو جڏهن بادشاهه ٿيو ته پنهنجا فرض نڀائي نه سگهيو ۽ ڪجهه سالن کان پوءِ هڪ ٻي فوجي بغاوت ذريعي کيس تخت تان لاٿو ويو.

# جارج واشنگٽن

(1732-1799ع)

جيڪڏهن جارج واشنگٽن هن زماني ۾ هجي ها ته ڪڏهن به آمريڪي صدارت لاءِ ڪو موزون اميدوار نه ليکجي ها. پلا هن جهڙو تنهائي پسند، پارٽي بازي کان پاسيرو ۽ اميراڻو مزاج رکندڙ ماڻهو انهي هل هنگامي ۽ گوڙ شور واري سياست ۾ ڪيئن ٿي پنهنجي لاءِ ڪا جاءِ پيدا ڪري سگهيو. جيڪا اڄڪلهه صدارتي اميدوار ٿاڦڻ لاءِ پارٽي ڪنوينشن ۾ ٿيندي آهي.

انهي جي ابتڙ، جڏهن 1789ع ۾ تازو وجود ۾ آيل (آمريڪا جي) گڏيل رياستن پنهنجو پهريون صدر ٿي چونڊيو، تڏهن جارج واشنگٽن ئي صدارت لاءِ ڪين سڀ کان مؤزون ماڻهو نظر آيو هو، ڇاڪاڻ ته هي ئي اهو ماڻهو هو جنهن جي مهنداري ۾ آمريڪي فوجن آزادي جي جنگ کٽي ۽ جيڪو هڪ قدرتي اڳواڻ ثابت ٿيو هو.

واشنگٽن ورجينيا جي هڪ چگيرڙي سکر هاري جو پٽ هو، جيڪو ڪيس پنهنجي ٻي زال مان پيدا ٿيو هو. هو اڃا يارهن سالن جو هو ته سندس پيءُ وفات ڪري ويو. هن جي ماءُ رعب واري هوندي هئي جنهن جي اڳيان واشنگٽن دٻيل دٻيل رهندو هو. نيٺ ماءُ جي دٻاءُ کان ڪيس ڇوٽڪارو نصيب ٿيو، ڇاڪاڻ ته سندس وڏي ماٽيجي ڀاءُ لارنس 1745ع ۾ ڪيس وٺي مائونٽ ورنن ۾ پنهنجي گهر ۾ رهايو. لارنس ساٽس ڏاڍي سٺي هلت هليو ۽ ڪيس ورجينيا جي سکر ۽ چيدن چيدن ماڻهن سان ملايائين. جارج کي جيتوڻيڪ اٿوري تعليم مليل هئي پر هن پنهنجي منهن پنهنجي تعليم ۾ ڪجهه قدر واڌارو آڻي، ڏاڍي تڪليف سان 'ماٺيپي ۽ عمدي ورتاءُ جا 110 اصول' نقل ڪيا ۽ جلدئي اتان جي مهذب سماج ۾ سمائجي ويو. واشنگٽن جيئن ته حسابن ۾ پڙ هوندو هو، تنهن ڪري هن سروي (پڙتال) کي پنهنجو پيشو بنائيندي، اتر ورجينيا جي وسيع ايراضي جي پڙتال ڪري ورتي. لارنس 1752ع ۾ وفات ڪري ويو. جنهن ڪري سندس مائونٽ ورنن وارو گهر جارج کي ورثي ۾ ملي ويو. ورثي ۾ مليل ملڪيت جيتوڻيڪ اڳئي خوبصورت هئي، تنهن هوندي به جارج پنهنجي سڄي عمر انهيءَ جي ٺاهه ٺوهه ۾ سڌارڻ ۾ لڳو رهيو، انهي ڪم ۾ ڪيس دلي سڪون ۽ آرام ملندو هو.

پر جلدئي هي نوجوان زميندار سياسي ۽ فوجي معاملن ۾ بہ دلچسپي وٺڻ لڳو. فرينچ انهي زماني ۾ ورجينيا جي علائقي تي قبضو ڪرڻ لڳا هئا تن کي چتاءَ ڏيڻ جو ڪم گورنر، جارج واشنگٽن تي رکيو. جڏهن 1754ع ۾ فرينچن ۽ انڊين جي پاڻ ۾ جنگ لڳي، تڏهن واشنگٽن کي ليفٽيننٽ ڪرنل مقرر ڪيو ويو. پوءِ هن انگريز جنرل بريڊاڪ جي هٿ هيٺ ڪم ڪيو جتي بہ پاڻ ملهايائين.

واشنگٽن 1758ع ۾ پنهنجي نوڪري تان استعفا ڏيئي ڇڏي، ڇو تہ هو ورجينيا جي قانون ساز مجلس: هائوس آف برجيسس جو ميمبر چونڊجي ويو هو. انهيءَ سال سياري ۾ هن هڪ نوجوان ۽ شاهوڪار رن زال مارٿا ڪسٽس سان شادي ڪئي. ايندڙ پندرهن سالن تائين هو هڪ ڳوٺاڻو سگهڙ ماڻهو ٿي رهيو. انهيءَ دوران هو هر سال صرف ڪجهہ هفتا وڃي قانون سازي ۾ حصو وٺندو هو، نہ تہ ٻيو مڙيو ئي خير. ورجينيا انهن رياستن مان هئي جيڪي نون برطانوي محصولن ۽ ٻين پابندي وارن قانونن جون سخت مخالف هيون. واشنگٽن 1764ع ۾ برطانوي مال جي بائيڪاٽ ڪرڻ واري مهم کي منظم ڪرڻ ۾ هٿ ونڊايو.

ڪانٽيننٽل ڪانگريس جي پهرين گڏجاڻي 1774ع ۾ فلاڊلفيا ۾ ٿي، جنهن ۾ ورجينيا جي جنهن وفد شرڪت ڪئي تنهنجو واشنگٽن بہ ميمبر هو. ٻئي سال ميساچوسٽس ۾ جڏهن انگريزن ۽ آمريڪين جي پاڻ ۾ جنگ لڳي تڏهن واشنگٽن کي سيڪڙا آمريڪي فوج جو ڪمانڊر مقرر ڪيو ويو.

انهي جنگ ۾ واشنگٽن پنهنجا جوهر ڏيکاريا. تاريخ ۾ ورلي ڪو اهڙو جنرل ٿي گذريو هوندو، جنهن واشنگٽن وانگر ڪيترين ئي اوکاين هوندي بہ جنگ ڪئي هوندي. هڪ تہ کيس کليل ميدان ۾ جنگ ڪرڻ جو ڪو تجربو نہ هو. انهي اوڻائيءَ ڪري ئي هن کي لانگ آئلينڊ نيويارڪ ۾ آگسٽ 1776ع ۾ پهرين سخت شڪست جو منهن ڏسڻو پيو. ٻيو تہ هن جي فوج ۾ اهڙا سپاهي شامل هئا جن کي ترتڪڙ ۾ صرف هڪ سال لاءِ ڀرتي ڪيو ويندو هو. انهي جو نتيجو اهو نڪرندو هو تہ اجا سپاهي پوري طرح سکيائي مس وٺندو هو جو کيس نوڪري مان ڪڍي ڇڏيندا هئا.

واشنگٽن ڪانگريس کي تمام گهڻيون منٿون ڪري اهو مدد وڌرايو. تنهن کان سواءِ کيس رسد وٺڻ ۾ بہ گهڻي ڪاميابي ٿي هئي. رسد جي راهہ ۾ ڪيتريون ئي رڪاوٽون هيون، جن مان مکيہ رنڊڪ اها هئي جو ماڻهن کي ڪاغذي ناڻي تي ويساهہ نہ ٿي آيو، جنهن ڪري ڪانگريس فوجن لاءِ ڪافي خوراڪ ۽ پوشاڪ بہ ميسر ڪرڻ ۾ ڪامياب نہ پئي ٿي. رسد جي حالت ايتري تہ خراب هئي جو کين پيرين اگهاڙو وڃي جنگ ڪرڻي پوندي هئي. واشنگٽن ۽ سندس بيمار ۽ ٽڳڙي پوش فوج کي، فوج ماٿري پينسلوانيا ۾ هڪڙو اهڙو سيارو بہ گهارڻو پيو، جنهن ۾ پارا پيا هئا. تنهن کان سواءِ کيس هٽائڻ لاءِ سازشون بہ

ٿي رهيون هيون.

انهن اڪيچار مسئلن کي واشنگٽن پنهنجي جوانمردي، عزم ۽ پنهنجي ناقابل شڪست شخصيت سان منهن ڏنو. جنهن ڪري فوج ۾ سندس مان وڌي ويو ۽ سپاهين جو مٿس اعتبار جمي ويو. واشنگٽن ڪجهه ڪاميابيون به ماڻيون. مثال طور هيسين جي پاڙيتو فوج تي ٽرينٽن وٽ هن جيڪو اوچتو حملو ڪيو ۽ نيوجرسي ۾ ڪجهه ٻيون فتحون ماڻيون هيون، تن نيويارڪ واري تباهي کان پوءِ پهريون ڀيرو آمريڪي مقصدن کي بچائي ورتو هو. پر 1781ع ڌاري ائين ٿي لڳو ته فرانس جي مدد هوندي به اهو مقصد متي ۾ ملي ويندو. تنهن کانپوءِ هيئن ٿيو جو فرانس جا 3000 فوجي ۽ بحري ٻيڙو، آمريڪا جي مدد لاءِ پهچي ويو، جنهن ڪري واشنگٽن کي دشمن کي قطعي ڌڪ هڻڻ جو موقعو ملي ويو. هن چالاڪي ڪري برطانوي ڪمانڊنگ جنرل ڪلنٽن کي اهو تاثر ڏنو ته سندس سموري فوج اتر واري علائقي ۾ ئي رڪيل هوندي، جڏهن ته حقيقت ۾ هو انهي وچ ۾ تيزي سان ڏکڻ طرف وڌي رهيو هو، جتي انگريز جنرل ڪارن والس پنهنجي فوج يارڪ ٽائون ورجينيا ۾ رهايو پيو هو. ورجينيا جي ڪناري کان پريرو جڏهن فرانسي بحري ٻيڙي کي فتح نصيب ٿي، تنهن کان پوءِ واشنگٽن پنهنجي اڳواٽي ۾ اتحادي فوجن کي يارڪ ٽائون تي گهيري ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌايو. ٻن هفتن کان پوءِ جنرل ڪارن والس هٿيار ڦٽا ڪيا. جنگ جيتوڻيڪ انهي کانپوءِ به 18 مهينن تائين جاري رهي پر جنرل ڪارن والس جي هٿيار ڦٽا ڪرڻ سان ئي آمريڪين آزادي جي جنگ سچ پچ ته کٽي ورتي هئي.

صلحنامي تي صحيح ٿيڻ کان پوءِ جارج واشنگٽن مائونٽ ورنن ڏانهن موٽي ويو. نئين نئين آزادي ماڻيندڙ رياستن هڪ ڍلي ڪنفيڊريشن ٺاهي هئي، پر ٿوري ئي وقت ۾ انهن محسوس ڪيو ته ڪين وڌيڪ مضبوط وفاق ٺاهڻ گهرجي. واشنگٽن گهڻي عرصي کان اهڙي اتحاد جو حامي رهيو هو. هن انهي ڪنوينشن ۾ نه صرف شرڪت ڪئي پر ان جي صدارت به ڪيائين، جيڪو 1787ع ۾ آئين ٺاهڻ لاءِ فلاڊلفيا ۾ ٿيو هو. ڪنوينشن ۾ ڪيس يڪراءِ صدر چونڊيو ويو. پهريائين ته هن اهو عهدو وٺڻ کان ڪيٻايو پر جلدئي فرض جي پڪار سبب هن اهو عهدو قبول ڪيو. هن کي پهرين گادي واري هنڌ نيويارڪ ۾ 1789ع ۾ صدارت تي فائز ڪيو ويو.

واشنگٽن جي صدارت به مدا رهي، جنهن ۾ سندس خزاني واري وزير هئملٽن ۽ پرڏيهي معاملن واري وزير ٿامس جيفرسن جي وچ ۾ سخت اختلاف پيدا ٿي پيا. هئملٽن مضبوط مرڪزي حڪومت جي وڪالت ٿي ڪئي جڏهن ته ٿامس جيفرسن رياستن جي حقن جو حامي هو. واشنگٽن جيتوڻيڪ ٻنهي ڌرين ۾ ٺاهه ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي پر هن جو لاڙو هئملٽن جي پاليسين ڏانهن وڌندو ويو.

هن هئملٽن جي انهي رٿا جي پٺڀرائي ڪئي، جنهن موجب رياستي قرضن کي وفاقي حڪومت جي تحويل ۾ ڏيڻ ۽ نيشنل بئنڪ جو قيام شامل هو. پرڏيهي معاملن ۾ واشنگٽن سختيءَ سان آمريڪا کي غيرجانبدار رکيو ۽ ٿامس جيفرسن طرفان پيل دٻاءُ جي ڪابہ پرواهہ نہ ڪيائين. جيڪو هن برطانيا خلاف فرانس جي انقلابي حڪومت جي پٺڀرائي ڪرڻ لاءِ وڌو هو. صدارت ڇڏڻ وقت هن جيڪا الوداعي تقرير ڪئي تنهن ۾ هن پارٽيبازيءَ جي نقصانن ۽ منجهائيندڙ اتحادن ٺاهڻ خلاف پنهنجي قوم کي چتاءُ ڏنو. واشنگٽن جا اهي ٻئي اصول رد ٿئي ڪو زمانو گذري ويو آهي، پر آمريڪا جا ماٿهو اجا تائين هڪ مضبوط ۽ آزاد قوم ٺاهڻ جي صدقي، سندس ٿورا مڃيندي کيس ياد ڪندا آهن.

# ٿامس جيفرسن

(1743-1826ع)

يونائيٽيڊ اسٽيٽس (آمريڪا) جو ٽيون صدر ٿامس جيفرسن ڪيترين ئي صلاحيتن جو مالڪ هو. نئين عوامي راڄ جي مکيه مدبر هئڻ سان گڏوگڏ، هو هڪ مڃيل اديب، معمار، موجد، سرندائي ۽ ونسپتي وگياني (نباتاتدان) پڻ هو. هيڏن سارن ميدانن ۾ پاڻ ملهائڻ مان ئي سندس عقل جي اڪابري جو اندازو ڪري سگهجي ٿو.

جيفرسن اولهندي ورجينيا جي هڪ دلير ۽ ڪامياب ڪڙمي جو پٽ هو. نوجواني ۾ هن کي سائنس پڙهڻ جو شوق هوندو هو، پر جيئن تہ انهي زماني ۾ سائنس جي ميدان ۾ ڪي ٺورڙائي پيشا اختيار ڪري سگهبا هئا، تنهن ڪري هن قانون پڙهڻ کي ترجيح ڏني. هو ڪالوني جي گادي وليمسبرگ جي وليم ۽ ميري ڪاليج ۾ پڙهڻ لڳو. شاگردي واري زماني ۾ هو ڪڏهن ڪڏهن ورجينيا جي قانون ساز مجلس، هائوس آف برجيسس ۾ وڃي تقريرون ٻڌندو هو. اتي هن کي پيٽرڪ هينري جون جوشيليون تقريرون ٻڌڻ جو موقعو مليو. پنهنجين تقريرن ۾ هينري ڪالوني جي رهاڪن کي انگريزن جي 'ظلم' خلاف مزاحمت ڪرڻ جي نصيحت ڏيندو هو. بعد ۾ جيفرسن کي برجيسس ۾ ڇهه سال نوڪري ڪرڻ جو موقعو مليو، جيڪا هن انقلاب جي آمد تائين جاري رکي.

جيفرسن 1775ع واري ٻي ڪانٽينينٽل ڪانگريس ۾ شريڪ ٿيندڙ ورجينيا جي عيوضين مان هڪ هو. هڪ سال کانپوءِ جڏهن انگريزن سان ٺاهه جون ڳالهيون ناڪام ٿيون، تڏهن ڪانگريس جيفرسن سميت هڪ ڪاميٽي ٺاهي، جنهن تي آزادي جي پڌرنامي جوڙڻ جو ڪم رکيو ويو. جيفرسن پڌرنامي جو پهريون مسودو لکيو. انهي مسودي جوڙڻ ۾ جيتوڻيڪ ٻين عيوضين بہ ساٿس هٿ ونڊايو، پر آخري دستاويز جيفرسن ئي ٺاهيو هو. انهي دستاويز جو بنيادي ٺهراءُ هو تہ "ماڻهن مٿان حڪومت انهي ڪري قائم ڪئي ويندي آهي تہ جيئن اها سندن 'جياپي، آزادي ۽ خوشي ماڻڻ' وارن نہ کسڻ جوڳن حقن جي حفاظت ڪري سگهي ۽ جڏهن بہ ڪا حڪومت انهن مقصدن تي پاڻي ڦيرڻ تي سندرو ٻڌي بيهي تہ ماڻهن کي اهڙي حڪومت بدلائڻ يا ختم ڪرڻ جو حق ٿو پهچي."

جيتوڻيڪ ان ڏهراءُ جيفرسن پاران ڏاهيل ڪنهن متي تي مدار نٿي رکيو ۽ اهو روشن خيالي جو اڳواڻ ئي مجيل هڪ متو هو. پر جنهن وضاحت سان هن انهي متي جو پرچار ڪيو، تنهن نه صرف سندس آمريڪي همعصرن پر ٻين ملڪن جي انقلابين ۾ به آزادي جو جذبو جاڳائي ڇڏيو.

جيفرسن ورجينيا موٽيو ۽ وري به قانون ساز مجلس جو ميمبر چونڊجي ويو. هن سخت مخالفت جي باوجود اتان جي قانون کي نرم ڪرڻ جي ڏاڍي ڪوشش ڪئي. هن مفت تعليم ۽ روشن خيالي تي ٻڌل فوجداري ضابطو ڏاهڻ، ۽ آهستي آهستي غلامن کي آزاد ڪرڻ واريون جيڪي رٿون پيش ڪيون، سي سڀ رد ڪيون ويون، پر سندس پيش ڪيل اهو بل منظور ٿي قانون بڻجي ويو، جنهن ۾ ڏيساور مان غلام آڻڻ تي بندش وجهڻ جي تجويز ڏنل هئي. ڏهن سالن جي سخت جدوجهد کانپوءِ هو مذهبي آزادي جو قانون پاس ڪرائڻ ۾ به ڪامياب ٿي ويو جنهن مطابق چرچ ۽ رياست کي هڪ ٻئي کان جدا ڪيو ويو.

جيفرسن کي 1779ع ۾ ورجينيا جو گورنر چونڊيو ويو. هن جي عهدي واري مدي ۾ برطانوي فوج جي ڪاهه سببان رخنو پئجي ويو. هو 1781ع ۾ رٽائرڊ ٿي پنهنجي پياري جاگير مونٽيسيلو ۾ وڃي رهيو. هو پنهنجي زال ماٺا جي موت ڪري پهريائين ته ڏاڍو دلگير ٿيو پر پوءِ ٻيهر عوامي زندگي ۾ سرگرمي سان حصو وٺڻ لڳو. هو 1784ع ۾ ساموندي رستي فرانس ويو. هن تي انهي قوم سان اهم عوامي راڄ جا واپاري ناتا وڌائڻ جو ڪم رکيو ويو هو. هو اتي پنج سال ڏاڍي مزي ۾ رهيو. انهي دوران هن يورپي تهذيب جو ڳوڙهو مطالعو ڪيو ۽ سفارتڪاري ۾ پڻ پنهنجا جوهر ڏيکاريا.

1789ع ۾ فرانس ۾ انقلاب اچي ويو، جنهن ڪري جيفرسن پنهنجي ملڪ موٽي آيو ۽ صدر واشنگٽن طرفان ڏنل پرڏيهي وزير ٿيڻ جي آڇ قبول ڪيائين. جلدئي خزاني جي وزير هيملٽن سان سندس اختلاف ٿي پيا. هيملٽن جي پارٽي اهڙي وفاق ۽ مضبوط مرڪزي حڪومت جي حامي هئي، جنهن تي مالدار ماڻهو حاوي هجن ۽ جيڪا برطانيه سان ويجهڙائي وارا ناتا رکي. جيفرسن ان جي ابتڙ مرڪزيت جو مخالف ۽ طاقت کي ننڍين اڪاين ۾ ورهائڻ جو حامي هو ۽ عوامي راڄ جي پيداواري قوتن خاص ڪري هارين ڏانهن وڌيڪ لاڙو رکندڙ هو. تنهن کان سواءِ هو انگريزن تي اعتبار ڪرڻ لاءِ بلڪل تيار نه هو. جيفرسن جي پارٽي جيڪا انهيءَ زماني ۾ ريپبلڪن پارٽي سڏبي هئي سا هاڻي ڊيموڪريٽڪ پارٽي ٿي سڏجي.

جيفرسن 1793ع ۾ ڪابينا مان استعفا ڏيئي ڇڏي. بعد ۾ هو جان ائڊم جي هيٺ نائب صدر ٿي رهيو ۽ 1800ع ۾ پاڻ صدر چونڊجي ويو. هن صدر ٿيڻ شرط خرچ گهٽائڻ شروع ڪيو. فوجي خرچ توڙي محصول ٻيئي تيزي سان

گهٽايا ويا. پر عجب جهڙي ڳالهه اها آهي تہ هن خرچ گهٽائڻ واري پنهنجي مهم ۾ مرڪزيت خلاف پنهنجن اڳئين احتجاج جي ابتڙ لائوزيانا جو وسيع علائقو خريد ڪري ورتو. اهو وسيع علائقو نيپولين 1800ع ۾ اسپين کان حاصل ڪيو هو، توڙي جو ٿوري وقت لاءِ اسپين جي هٿن ۾ رهيو هو. اها خريداري سندس صدارت واري مدي جو مکيہ واقعو ليکبي آهي. فرانس جو مداح هوندي بہ جيفرسن کي مسيسپي ۾ نيو آرلينس تي هڪ وڏي طاقت جي قبضي مان خطرو پئي لڳو، تنهن ڪري هن جيمس منرو کي سودي ڪرڻ لاءِ 1803ع ۾ فرانس موڪليو. انهي مسودي جي نتيجي ۾ مسيسپي ۽ راڪي مائونٽينس جي وچ وارو ذري گهٽ سارو علائقو آمريڪا خريد ڪري ورتو. اهو مسودو آئين مطابق هو يا نہ، پر انهي سان يونائيٽيڊ اسٽيٽس کي دولت حاصل ڪرڻ جو هڪ وڏو ذريعو ملي ويو. جيفرسن جي نظر ۾ انهي مسودي ۾ آمريڪا کي ٻيو فائدو اهو مليو هو جو کيس برطانيہ سان اتحاد قائم رکڻ جي لوڙ نہ رهي. جيڪڏهن لائوزينيا فرانس جي قبضي ۾ رهي ها تہ آمريڪا کي مجبور ٿي اهو اتحاد برقرار رکڻو پوي ها. جيفرسن جي صدارت واري ٻئي مدي ۾ فرانس يا برطانيہ مان ڪنهن هڪ سان جنگ جا امڪان وڌڻ لڳا. انهن طاقتن مان هر هڪ جي ڪوشش هئي تہ پنهنجي مخالف جي واپار کي ڪاپاري ڌڪ هڻجي. ٻنهي ملڪن اهڙا قانون ٺاهيا هئا، جن ۾ غيرجانبدار ملڪن کي مخالف ملڪ سان واپار ڪرڻ جي منع ٿيل هئي. انهن قانونن جي ڪري آمريڪي جهازراني ڏچي ۾ پئجي ويئي هئي. جيفرسن جنگ ٽارڻ جو پڪو پهہ ڪندي ڪانگريس کان ايمبارگو ائڪٽ (بندش جو قانون) منظور ڪرايو، جنهن مطابق آمريڪي ماڻهن مٿان سمنڊ پار واپار ڪرڻ تي بندش پئجي ويئي. جيفرسن جيتوڻيڪ انهي قانون وسيلي يورپي طاقتن تي اقتصادي دٻاءُ وجهڻ پئي چاهيو پر ان جو نتيجو ابتڙ نڪتو ۽ آمريڪين کي سخت مشڪلاتن مان لنگهڻو پيو، جنهن ڪري نيو انگلينڊ جون ڪيتريون ئي رياستون جدا ٿيڻ لاءِ تيار ٿي ويون. جيفرسن جي عهدي ڇڏڻ کان ٿورڙو ئي اڳي اهو قانون رد ڪيو ويو.

مونٽيسيلو موٽڻ کان پوءِ جيفرسن پنهنجي جاگير ۾ پوکي جي ڪم ۾ لڳي ويو ۽ ڪيترائي ذهني ۽ تخليقي ڪم ڪرڻ لڳو. هن جو آخري عوامي ڪارنامو، ورجينيا يونيورسٽي قائم ڪرڻ هو. اها يونيورسٽي جيفرسن جي پنهنجي ذهن جي تخليق هئي. هن نہ صرف ان جي عمارت جو نقشو، پر سندس نصاب بہ پاڻ ٺاهيو هو.

جيفرسن جي سرگرم ۽ لاپائتي زندگي 4جولاءِ 1826ع تي پنهنجي پڇاڙي تي پهتي، جڏهن آزادي جي پڌرنامي تي صحين ٿيڻ جي پنجاهين سالگره ملهائجي رهي هئي.

# جين پال مارٽ

(93 -1743ع)

جين پال مارٽ هڪ پيري پاڻ کي 'عوامي غضب' جو نالو ڏنو هو. هن جي پرجوش لکڻين ڪري ئي فرانسي انقلاب تشدد جي راهه اختيار ڪئي هئي. هو سئزرلينڊ جي وچين طبقي جي گهراڻي جو هڪ مانائتو فرزند هو. پنهنجي خانداني پس منظر جي ڪري ڪيس اهڙو پرجوش انقلابي نه ٿيڻ کپندو هو، جهڙو هو ٿي ويو هو. حقيقت به اها آهي ته گهڻي ڀاڱي پنهنجي زندگي ۾ هو هڪ آزاد خيال شاهه پرست ماڻهو رهيو هو.

مارٽ پيشي جي لحاظ کان ڊاڪٽر هو، جنهن بورڊڪس يونيورسٽي مان ميڊيسن (دوائن) ۾ ڊگري ورتي هئي ۽ ڊگري وٺڻ کان پوءِ ٻارهن سالن تائين انگلينڊ ۾ ڊاڪٽري ڪئي هئائين. اتي سندس ڊاڪٽري هلي پيئي هئي. ساڳئي وقت هن لکڻ به شروع ڪيو. هن 1774ع ۾ 'غلاميءَ جا زنجير' نالي هڪ ڪتاب شايع ڪيو، جنهن ۾ هن ظلم جي راڄ کي ننديدي اهڙن بادشاهن جي واڪاڻ ڪئي هئي جيڪي سمجهه کان ڪم وٺندي رعيت مٿان انصاف سان حڪومت ڪندا آهن ۽ پنهنجن اختيارن جو ناجائز استعمال نه ڪندا آهن.

هو 1777ع ۾ فرانس موٽي آيو، جتي بادشاهه جي ڀاءُ ڪامٽي ڊي آرٽوائس جي باڊي گارڊ جو ڊاڪٽر مقرر ٿيو. پنهنجي سودمند نوڪري دوران هن فزڪس تي اڻ ڪتاب، ٻه ناول ۽ مختلف موضوعن تي ڪيترائي مضمون لکيا. سندس سائنسي لکڻين کي فرانس توڙي ٻين ملڪن ۾ پذيرائي ملي (بينجامن فرينڪلن به سندس تجربا ڏٺا هئا). پر سندس لکڻين جي باوجود ڪيس اڪيڊمي آف سائنسز جي ميمبر ٿيڻ جو اعزاز نه مليو جنهن لاءِ هو سڪيو پئي. هن ميمبرشپ نه ملڻ کي اڪيڊمي وارن جي بدديانتي ۽ پنهنجي بيعزتي ڪري سمجهيو. ڪجهه سالن کان پوءِ هن لکيو، "اڪيڊمي جڏهن ڏٺو ته منهنجي کوجنائن کي گهوگهو ڏيئي ماري نٿي سگهي، تڏهن هن اهو ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي ته اهي کوجنائون سندس پنهنجون (اڪيڊمي جون) آهن. ساڳئي ڏينهن ٽن مختلف تعليمي ادارن مون سان رابطو قائم ڪري مونکي قائل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي

تہ مان پاڻ کي اميدوار جي حيثيت سان پيش ڪيان. منهنجين ڪارگذارين جي مشهور ٿيڻ ڪري ڪيترن ئي بادشاهن مونکي ڳولي لڌو."

فرانس جي انقلاب شروع ٿيڻ تي مارت بہ ٻين وانگر خوش فهمي جو شڪار هو. هن پنهنجي پهرين پمفليٽ ۾ اسٽيٽس جنرل جو اجلاس گهرائڻ ڪري لوئيس XVI کي بهترين بادشاهہ سڏيو. ڪجهہ مهينن کان پوءِ لوئيس جڏهن ڪجهہ سڌارن جي راهہ ۾ رنڊڪن وجهڻ جي ڪوشش ڪئي تڏهن مارت مٿس سخت نڪتہ چيني ڪندي لکيو:

"بادشاهہ جو سک پنهنجي رعيت جي دانهن ڪوڪن ۽ مايوسي وارين حالتن جي ڪري نہ ڦٽو آهي، پر سندس سک پنهنجي خزاني خالي ٿي وڃڻ ڪري ڦٽو آهي."

مارت عام ماڻهن جي سقيم حالت ڏسي ڏينهون ڏينهن بيقرار ٿيندو ويو ۽ هو عوام کي ئي اقتدار اعليٰ جو قدرتي طور مالڪ سمجهڻ لڳو ۽ سندس نئين سوچ سندس قدامت پرستي وارن لاڙن سان ٽڪرائجڻ لڳي. انهي آنڌمانڌ کان سڄي عمر هو پنهنجي جند ڇڏائي نہ سگهيو. هڪ طرف پورهيت طبقو ئي سندس نظر ۾ "اهو طبقو هو جيڪو جرائت ۽ احساس جو مالڪ هو." پر ٻئي طرف اهوئي طبقو سندس نظرن ۾ "اهڙو بيڪار، بيوقوف ۽ هيٺو طبقو هو جنهن کي بچائڻ ذري گهٽ ناممڪن هو." هڪ وقت اهڙو بہ آيو جڏهن هن انهي ڳالهہ جي وڪالت ڪرڻ شروع ڪئي تہ انصاف تي ٻڌل سماج صرف ڊڪٽيٽرشپ وسيلي ئي قائم ڪري سگهجي ٿو.

هن سيپٽمبر 1789ع ۾ 'دَ آمي ڊيول پيوپل' (عوام دوست) نالي پنهنجي اخبار ڪڍي. ٿورن ئي هفتن ۾ اها اخبار هٿئون هٿ کڄڻ لڳي. انهي اخبار جي هڪ ايڊيٽوريل اهڙي تہ باهہ ٻاري ڏني جو بکايل عوام ورسيلز تي ڪاهي ويو ۽ شاهي گهراڻي کي پئرس موٽائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. مارت کي انهي بغاوت ۾ حصي وٺڻ جو ڏوهي ٺهرايو ويو، جنهن ڪري هو مجبور ٿي روپوش ٿي ويو. انهي ۽ اهڙن ٻين موقعن تي 'عوام دوست' سان عوام بہ پنهنجي دوستي جو حق ادا ڪيو. مارت پورهيت طبقي ۾ وڃي پناهہ ورتي ۽ پنهنجي اخبار جي اشاعت جاري رکيائين.

بادشاهہ جي هوڏ، انقلاب دوران ملڪ مان ڀڄي ويل شاهہ پرستن جي سازش ۽ ڪيترن ئي انقلابين جي محتاط رويي مارت کي غضبناڪ ڪري ڇڏيو. 'عوام دوست' ڏينهون ڏينهن عوام کي وڌيڪ ڀڙڪائيندي رهي ۽ انهي ڳالهہ تي زور ڏيندي رهي تہ ملڪ کي انقلاب دشمنن کان نجات ڏيارڻ لاءِ نشترزني ڪري، سندن خون وهائڻ انتهائي ضروري ٿي پيو آهي. هن جا شڪ شبها گهڻو ڪري جيتوڻيڪ صحيح ثابت ٿيندا هئا. پر سندس دماغ ۾ اهڙو فتور ويٺل هوندو هو جو هر شيءِ مان ڪيس سازش جي بوءِ ايندي هئي ۽ هو انتقام جون رڙيون ڪرڻ

شروع ڪندو هو ۽ انهن رڙين ڪري ڪيترائي بيگناهه ماڻهو مارجي ويا هئا.

سيپٽمبر 1792ع ۾ جيڪي قتلام ٿيا، تن ۾ مارت جو هٿ هو يا نه؟ انهي ڳالهه تي تاريخدانن ۾ اختلاف آهن. ڪجهه تاريخ نويسن جي دعويٰ آهي ته پئرس ڪميون طرفان مقرر ڪيل جاچ ڪاميٽي جنهن جو مارت پڻ ميمبر هو: قتل عام جو حڪم ڏنو هو. ٻين جو چوڻ آهي ته اهي قتلام سپاهين جي هڪ اهڙي جٿي ڪيا هئا، جن کي يقين ٿي ويو هو ته ملڪي غدار ڌارين فوجن جي مدد ڪري رهيا هئا ۽ اهي انهي ڳالهه تي مچرجي پيا هئا. چا ٻه هجي پر هڪ هفتي اندر پئرس جي جيلن جا 1200 کن قيدي مارجي ويا هئا. جن ۾ گهڻو تعداد پادرين جو هو. مارت انهن قتلامن لاءِ جوابدار هو هو يا نه پر اها حقيقت آهي ته هن ۽ ڪاميٽي فرانس جي ٻين ڪاڻن ڏانهن خط لکي انهن قتلامن جي منظوري ڏني هئي ۽ کين هدايت ڪئي هئائون ته اهي ٻه ايئن ڪن.

ٿورو ئي پوءِ مارت فرانس جي نئين قائم ٿيل عوامي راڄ جي قانون ساز اداري نيشنل ڪنوينشن ۾ پئرس جي نمائندن مان هڪڙي نمائندي جي حيثيت ۾ شريڪ ٿيو. جلدئي انتهاپسند ڪابي ڏر، خاص ڪري مارت ۽ اڳوڻن پسندن (گروندنس) ۾ اقتدار جي جنگ شروع ٿي ويئي. گروندنس هاٿي وڏيڪ قدامت پرستي واري لائين اختيار ڪئي هئي. گروندنس مارت کي ڪنوينشن مان خارج ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر ڪامياب نه ٿيا. 1793ع واري بهار جي سڄي مدي دوران مارت جي اخبار گروندنس جو تختو اونڌو ڪرڻ لاءِ ماڻهن کي سڏ ڏيندي رهي. وڌندڙ قيمتن، ڪاڌ خوراڪ جي کوٽ ۽ ڌارين جي ڪاهه جي خطري سببان پئرس جو عوام ڏينهون ڏينهن وڌيڪ ويڙهاڪ ٿيندو ويو. 31 مئي تي انهن مان ڪجهه ماڻهو ڪنوينشن ۾ ڌوڪي پيا ۽ کيس گروندنس جي 31 اڳواڻن کي گرفتار ڪرڻ تي مجبور ڪيائون. ڪجهه گروندنس ڀڄي ويا پر گهڻن کي دهشتگردي واري مدي ۾ ڦاهي چاڙهيو ويو.

مارت طرفان گروندنس کي ناس ڪرڻ واري مهم سندس پنهنجي موت کي ٻه ويجهو ڪري ڇڏيو. شارلوٽي ڪاردي نالي هڪ نوجوان عورت کي يقين ٿي ويو ته مارت جي ڪري ئي انقلابي مقصدن کي ڇيهو پئي رسيو ۽ کيس مارڻ هن پنهنجو مقدس فرض ڪري جاتو. هوءَ شهري مارت کان مدد وٺڻ جي بهاني اجازت وٺي مارت جي گهر گهڙي ويئي. انهي گهر ۾ هو پنهنجي پياري زال سائمني ايوارڊ سان گڏ رهندو هو. تنهن ڪانپوءِ هوءَ انهيءَ ڪمري ۾ جنهن جي غسلخاني ۾ مارت بوٽ جي شڪل جهڙي هڪ حوض ۾ پنهنجي چمڙي جي بيماري جو علاج وٺي ڪيو. هن پنهنجو چاقو ڪڍيو ۽ سندس سيني ۾ کپائي ڇڏيائين.

# لوئيس XVI

(93- 1754ع)

فرانس ۾ ڪي اهڙا به خيال پرست انقلابي هئا، جيڪي پراڻي بادشاهي سرشتي جي پيٽ، روم جي شهنشاهي دور جي ڏاڍاين سان ڪري، ٻنهي کي هڪ جهڙو ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. اهي ڪڏهن ڪڏهن ته بادشاهه لوئيس XVI کي 'ڪاليگلا' به سڏيندا هئا. اها ڪيڏي نه فضول ڳالهه ٿيندي جو پاڻ کي ديوتا ۽ ديالو سمجهندڙ هڪ چريئي ۽ رت پياڪ شهنشاه جي پيٽ هڪ نرم سڀاءَ واري اهڙي شريف ماڻهو سان ڪجي جنهن پهريائين ته بادشاهي به قبول نه پئي ڪئي. لوئيس کي جيڪڏهن سانتيڪو زمانو مليو ها ته هوند هو وڏيڪ ڪاميابي سان حڪومت ڪري ها. هو فطري طور آزاد خيال ماڻهو هو. هن جي دور حڪومت ۾ اسپتالون ٺهيون، حڪومتي ڪمن لاءِ ماڻهن کان بيگر وٺڻ بند ڪئي ويئي ۽ پروٽيسٽنٽن کي آزادي سان عبادت ڪرڻ جي اجازت ملي. هن جيلن ۾ سڌارا آڻڻ جي رٿابندي ڪئي هئي. پر 1774ع ۾ لوئيس جي تخت تي ويهڻ کان اڳ ئي فرانس ۾ جهيڙو شروع ٿي چڪو هو، جنهن ڪري سندس نيڪ نيتي ۽ پورن سارن سڌارن جي ڪا گهڻي اهميت نه بچي هئي.

ارڙهين صدي جي پڇاڙي ۾ فرانس جاگيرداري نظام وارو هڪ اهڙو ملڪ هو جنهن ۾ امير تمام گهڻا طاقتور ٿي ويا هئا. اهي 'پارليمينٽس' يعني ملڪ جي اعليٰ قانوني ڪورٽن تي قابض ٿي ويا هئا ۽ صرف اهي ئي بادشاهه کي لغام ڏيئي سگهندا هئا. انهي زماني ۾ جاگيردار هارين کان پنهنجا قديم زماني وارا حق وٺڻ لڳا. هاري (جيڪي گهڻي ڀاڱي بي زمين پورهيت هوندا هئا) ۽ وڏندڙ شهري مزدور مهانگائي کان تنگ ٿي چڪا هئا. ڇاڪاڻ ته قيمتن جي چاڙهه جي پيٽ ۾ سندن پورهئي جي اجوري ۾ گهاٽي واڌي ٿيندي هئي. سخت اعتراض هئا، خاص ڪري وڏن سرڪاري عهدن تي جاگيردارن جو قبضو ڪين بنهه پسند نه هو.

هڪ مالي گهوٽالي سببان جهيڙو شروع ٿيو هو. انهي گهوٽالي جو ڪارڻ هي هو ته، هڪ ته لوئيس کي ورثي ۾ اڳيئي ڳاٽي ڀڳو قومي قرض مليو هو. پر

هن انهي هوندي بہ آمريڪي بينڪن جي سهائتا ڪري اهو قرض بيٺو ڪري ڇڏيو هو. هن محصولي سرشتي ۾ سڌارا آندا تہ جيئن ڪليسا ۽ امير بہ قومي قرض لاهڻ ۾ هٿ ونڊائين پر جيئن تہ اعليٰ عدالتن تي امیرن جو قبضو هو، تنهنڪري انهن عدالتن وسيلي سندس ڪوشش کي ناڪام بڻايو ويو. 1780ع واري ڏهاڪي ۾ صورتحال ابتر ٿي ويئي. سرڪار وڏيڪ قرض کڻڻ جي قابل نہ رهي هئي تنهن ڪري صرف محصولن وسيلي ئي ضروري رقمون حاصل ڪري پيون سگهجن.

لوئيس پارليمينٽس جي دٻاءُ ۾ اچي اسٽيٽس جنرل (ملڪيت ڏٽين جي مجلس) جو اجلاس ڪوٺايو تہ جيئن مالي گهوٽالي کي منهن ڏيئي سگهجي. ٽن ملڪيت ڏٽين، پادرين، اميرن ۽ ٻي سڄي آدمشماري جا نمائندا مئي 1789ع ۾ ورسيلز ۾ اچي گڏ ٿيا. ٽئين قسم وارن ملڪيت ڏٽين يعني سرمائيدارن اصرار ڪيو تہ ملڪيت ڏٽين جي هر هڪ ٽولي کان جدا جدا ووٽ وٺڻ بدران گڏيل اسيمبلي ۾ هر هڪ کان ووٽ ورتو وڃي، جتي هر هڪ جي راءِ کي هڪ جيترو وزن ڏنو وڃي. انهي طريقي سان کين ٺورڙي اڪثريت ملي وڃي ها. سرمائيدارن ڪجهہ آزاد خيال پادرين ۽ اميرن جي حمايت حاصل ڪري اعلان ڪيو تہ اها ئي قومي اسيمبلي آهي. لوئيس انهيءَ کان پوءِ سندن عمارت کي قلف هڻائي ڇڏيا پر تنهن هوندي بہ اهي نہ مڙيا ۽ وڃي ٽينس ڪورٽ ۾ گڏ ٿيا، جتي قسم کنيائون تہ جيستائين فرانس جي آئين ناهڻ جو ڪم پورو نہ ڪنداسين تيستائين اتان نہ چرنداسين. 14 جولاءِ 1789ع تي ماڻهن جي هڪ ڪاوڙيل انبوهہ بئسل جو جيل ڀڃي ڇڏيو، اهو جيل شاهي ظلم جي علامت بڻجي ويو هو. جيل جي گورنر کان زوري آڻ مڃائي ويئي. فرانس جو انقلاب شروع ٿي چڪو هو.

اميرن جو پاسو وٺي لوئيس پنهنجي حيثيت وڃائي ويٺو هو. تنهن کان سواءِ هن پنهنجي راڻي ميري انٽوائنٽي جي صلاح تي لڳي وڏي غلطي ڪئي هئي. هوءَ اڳيئي پنهنجي فضول خرچي ۽ رياستي معاملن ۾ مداخلت، خاص ڪري پنهنجي اباڻي ملڪ آسٽريا کي سندس ڏيساوري مفادن ۾ فرانس جي مدد ڏيارڻ سبب فرانسي عوام جي نفرت جو نشانو بڻجي چڪي هئي. هاڻي انهي نفرت جو نشانو لوئيس پاڻ ٿي پيو هو.

هيڏانهن قومي اسيمبلي، آئيني بادشاهت قائم ڪرڻ لاءِ آئين ناهڻ ۾ لڳي پيئي هئي تہ هوڏانهن هاري ۽ غريب شهري جلوس ڪڍي مطالبا ڪرڻ لڳا تہ سوڪهڙي سبب مٿن آيل آفت کي ٽارڻ جو جلدئي ڪو بلو ڪري کين انهيءَ مصيبت کان ڇوٽڪارو ڏياريو وڃي. پئرس ۾ ڪاڌ خوراڪ حاصل ڪرڻ لاءِ فساد برپا ٿي ويا. آڪٽومبر 1789ع ۾ هزارين عورتن جو جلوس شاهي محل ڏانهن وڌڻ لڳو. اهي عورتون اهو افواهہ ٻڌي مچرجي پيون تہ ورسيلز ۾ اتي جا

انبار لڪايا پيا وڃن. ڪجهہ ڏيڻتي بہ ساڻن گڏ هئا. انهن زوري اسيمبلي طرفان پاس ڪيل قانون جي منظوري ورتي. ٻئي ڏينهن شاهي گهراڻي کي پهري هيٺ پئرس نيو ويو، جتي کين ٽيوئلريز محل ۾ رکيو ويو تہ جيئن مٿن ڪرڙي نظر رکي سگهجي.

انقلاب سان لوئيس جي سهڪار ڪرڻ جي رهي سهي اميد بہ ان وقت ختم ٿي ويئي، جڏهن 1790ع ۾ اسيمبلي پادرين لاءِ ديواني آئين ٺاهيو، جنهن مطابق ڪليسا جي سموري ملڪيت ضبط ڪري رياست جي قبضي ۾ ڏني ويئي هئي. پوپ انهي قانون کي مڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. لوئيس پنهنجي ڪل بچائڻ لاءِ انهي قانون تي صحي ڪرڻ کان پهريائين تہ نابري واري پر 1791ع جي شروع ۾ مجبور ٿي کيس ان تي صحيح ڪرڻي پيئي.

نيٺ راڻي لوئيس کي اوڀرندي سرحد ڏانهن ڀڄي وڃڻ جي صلاح ڏني: نہ ٿي سگهي ٿو تہ اتان کيس نئين حڪومت کي ڍاهڻ لاءِ مدد ملي وڃي. هو ۽ راڻي، سندن ٻار ۽ شاهي گورنرس، مادام ڊي ڪورف نوڪرن جو لباس پائي پئرس مان کسڪي ويا، پر ٿورن ئي ڪلاڪن کان پوءِ نيشنل گارڊ کين ورنيس ۾ پڪڙي ورتو.

اسيمبلي جي ڪجهہ ميمبرن اڃا بہ بادشاهت کي بچائڻ جي پئي ڪئي پر حالتون ڏينهون ڏينهن ويون سندن وس مان نڪرنديون. جون 1792ع ۾ يعني بادشاهہ جي ورنيس ڏانهن ڀاڄ جي پوري هڪ سال کان پوءِ ماڻهن جو هڪ وڏو انبوهہ ٽيوئلريز محل ۾ زوري گهڙي ويو. لوئيس قابل تعريف تحمل جو مظاهرو ڪندي کين دريادلي سان دعوت ڏني تہ اهي پلي ڪجهہ شاهي گهرن جو نظارو ڪن. اهڙي طرح هو سندن ڪاوڙ ڪجهہ قدر ڍري ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو.

آگسٽ ڌاري پئرس ڄڻ تہ اٻري رهيو هو. ماڻهن جا ڪٽڪ ڪنهن ڌاري فوج جي اچڻ جو ٻڌي هڪ طرف تہ ڏڪي ويا هئا ۽ ٻئي پاسي برنس وِڪ جي ڊيوڪ جي پڌرنامي کين مچرائي ڇڏيو هو. انهي پڌرنامي ۾ ڊيوڪ بادشاهہ کي آزاد ڪرڻ جو حڪم ڏنو هو. مچريل ماڻهن جي ڪٽڪ ٻيهر پهريائين ٽيوئلريز جي محل تي حملو ڪيو ۽ پوءِ اسيمبلي تي حملو ڪيو، جتي بادشاهہ پاڻ بچائڻ لاءِ وڃي لڪو هو. نئين ميونسپل حڪومت يعني ڪميون زوري اسيمبلي کي ڍاهي ڇڏيو.

انهيءَ وچ ۾ شاهي گهراڻي کي ٽيمپل نالي هڪ ننڍي ۽ اونداهي قلعي ۾ قيد ڪيو ويو. انهي کان پوءِ انقلابين کي لوئيس جا ڪي خانگي ڪاغذ هٿ لڳا، جن مان کين خبر پئي تہ هو انقلاب دشمن ماڻهو هو. ان تي مقدمو هلائي کيس ڏوهاري ٺهرايو ويو ۽ سندس سسي ڌڙ کان ڌار ڪئي ويئي. ايندڙ آڪٽوبر ۾ ڏڪاريل ميري انتوائنتي کي بہ موت جو ٻڪ ٻڌايو ويو.

# رابسپيئري

(94 -1758ع)

ميڪسملين رابسپيئري تي 'رشوت کان مٿاهون' نالو پئجي ويو هو. ڇو ته هن ۾ نه دولت ميڙڻ جي هٻچ هوندي هئي ۽ نه وري ڪيس جسماني راحتن ماڻڻ جي ڪا سڌ هئي. جنهن ڪري هن کي ڪوبه خريد ڪري نه سگهندو هو. رابسپيئري وٽ صرف اقتدار جي اهميت هئي. هن کي اقتدار پنهنجي لاءِ کپندو هو يا اقتدار وسيلي نئون سماج اڏڻ وارو پنهنجو خواب پورو ڪرڻ پئي چاهيائين؟ انهي ڳالهه تي اڃا تائين اختلاف آهي. رابسپيئري جا مقصد ڪتي ڪهڙا به هئا پر هن واقعي اقتدار وٺي ڏيکاريو. اها ٻي ڳالهه آهي ته سندس اقتدار ٿورو وقت قائم رهيو. انهي اقتدار وسيلي ئي هو فرانس ۾ بدنام دهشتگردي وارو دور آڻي سگهيو.

فرانس جي ٻين انقلابين جيان رابسپيئري به شاهوڪار طبقي مان هو. هو اراس ۾ ڄائو هو جيڪو اتر فرانس ۾ آهي. سندس پيءُ هڪ وڪيل هو، جيڪو پنهنجي زال جي مرڻ کان پوءِ پنهنجي آڪهه کان جند ڇڏائي ويو هو، جنهن ڪري سندس ٻارن جي پالنا جو بار سندن ناناڻن ڪنيو.

رابسپيئري جيئن ته هڪ هوشيار شاگرد هوندو هو تنهن ڪري ڪيس پئرس ۾ قانون پڙهڻ لاءِ اسڪالرشپ ملي ويئي. جتي هن کي روسو جا ليک پڙهڻ جو موقعو مليو. روسو "نيڪي کي سڌريل سماج جو سرچشمو سڏيندو هو" انهي ڳالهه رابسپيئري کي ڏاڍو متاثر ڪيو. ۽ هو سڄي زندگي 'نيڪي' کي سڀ کان مٿانهون سمجهڻ تي زور ڀريندو رهيو. هن هڪ ڀيري نيڪي جي تشريح ڪندي چيو ته اها "اباڻي وطن ۽ سندس قانون سان پيار ۽ عالي دماغ کان ڪم وٺندي پنهنجن شخصي مفادن کي اجتماعي مفادن مٿان قربان ڪرڻ جو ٻيو نالو آهي."

رابسپيئري 8 سالن تائين اراس ۾ وڪالت ڪئي. اسٽيٽ جنرل جي 1789ع واري گڏجاڻي ۾ هو شهر جي چونڊيل نمائندي جي حيثيت سان شريڪ ٿيو. هو قومي اسيمبلي (جنهن کي پوءِ دستور ساز اسيمبلي سڏيو ويو) ۾ اڪثر تقريرون ڪندو رهندو هو. اُتي هن مطالبو ڪيو ته درياءدلي سان سڌارا آندا وڃن، جنهن ۾ هر ماڻهو کي ووٽ جو حق ڏنو وڃي ۽ ٺوڪ طور، ڦاسي جي سزا رد ڪرڻ جي

گهر بہ ڪيائين. هو Friends of Constitutions (دستورن جا دوست) يا جيڪوبن ڪلب جي باني ميمبرن مان هو.

دستورساز اسيمبلي جي جاءِ تي قانون ساز اسيمبلي قائم ٿيڻ کان پوءِ رابسپيئري پنهنجي ڪلب ۾ وچي پنهنجي وضاحت جا جوهر ڏيکاريندو رهيو، جتي هن بالادست گروندن پارٽي جي پاليسي تي حملا ڪيا، جيڪا انقلاب کي هٿيارن جي زور تي ٻين ملڪن ڏانهن موڪلڻ چاهي پيئي. هو زور ڏيئي چوندو هو: "پهريائين پنهنجو گهر سڌاريو، پوءِ پلي ٻين ملڪن ۾ بہ آزادي آڻيو." پر فرانس 1792ع جي بهار ۾ پراڻي حڪومتي سرشتي جي مکيہ حامي آسٽريا سان جنگ ڇيڙي ڇڏي.

ساڳئي سال آگسٽ ۾ بادشاهہ جي تختي اونڌي ٿيڻ ۽ قانون ساز اسيمبلي جي ٽٽڻ کان پوءِ رابسپيئري ٻيهر اهميت اختيار ڪئي. انقلابي پئرس ڪميون ۽ قومي ڪنوينشن ۾ پئرس جي مکيہ نمائندي جي حيثيت ۾ هو انتهاپسند ڪاٻي ڌر جو هڪ اڳواڻ ٿي اڀريو. هن بادشاه لوئيس XVI کي ڦاسي ڏيڻ جو مطالبو ڪيو ۽ سرگرمي سان گروندنس جي مخالفت ڪرڻ لڳو. گروندنس کي ڪنوينشن مان نيڪالي ڏيارڻ ۾ هن جو بہ هٿ هو.

نئين عوامي راڄ کي جيترو خطرو صوبن جي بغاوتن مان هو اوترو ئي خطرو ڪيس بيروني حملن مان بہ هو. ڏکڻ ۽ اولهہ ۾ گهرو لڙائي لڳل هئي. رابسپيئري جولاءِ 1793ع ۾ عوامي سلامتي جي ڪاميٽي جون واڳون وٺڻ شرط هر قسم جي انقلاب دشمن سرگرمي کي بيرحمي سان چيپياٽي ڇڏڻ جو ارادو ڏيکاريو. ڪيترائي سياسي مقدما قائم ٿيا ۽ ڪيترن ئي ماڻهن کي ڦاسيون مليون. ساڳئي سال سيپٽمبر ۾ ڪنوينشن، شڪي ماڻهن خلاف قانون پاس ڪيو، جنهن موجب حڪومت کي مقدمو هلائڻ کانسواءِ ڪنهن بہ ماڻهو کي جيل موڪلڻ جو اختيار ملي ويو. انهي سان انقلابين اتساهہ وچان دهشت جو دور شروع ڪري ڇڏيو. صوبن ۾ ڪيترن ئي ماڻهن کي ڦاسي ڏني وئي. عوام جو خيال هو تہ اميرن کي سزا ملي رهي آهي پر حقيقت ان جي ابتڙ هئي. اميرن جو ٿورو انگ دهشتگردي جو شڪار ٿيو هو، جڏهن تہ بک ٿيندڙن جو 70 سيڪڙو هاري ۽ مزدور هئا.

رابسپيئري انهي ڏاڍ ۽ ڏهڪاءُ مان صرف رياست جي مخالفت کي ختم ڪرڻ پئي چاهيو. هو هيبرٽسٽن وانگر ڪو رت پياڪ ماڻهو ڪونہ هو. اها پارٽي پاڻ کي پورهيت طبقي جي نمائنده سڏائيندي هئي. هن عيسائيت کي اکيڙي ان جي جاءِ 'عقليت' ۽ عقيدي کي ڏيارڻ ٿي چاهي ۽ انهي نشي جي بهاني ماڻهو ٿي مارايا. رابسپيئري سندن مکيہ مهندارن کي مارچ 1974ع ۾ گلوٽين ڏانهن اماڻي ڇڏيو ۽ ٿورڙو ئي پوءِ ڊانٽن ۽ سندس مهربانن (انڊلجينٽس) سان بہ ساڳيو ئي ڪيس ڪيائين.

رابسپيئري ساجي توڙي کابي ڌر جي مخالفن کي ختم ڪرڻ ڪان پوءِ هاڻي سچ پچ چڙواڪ ٿي ويو هو. هن پنهنجو ڌاڍ ۽ ڌهڪاءُ وڌائي ڇڏيو. 22 پريرئَل (انقلابي ڪئلينڊر جي نون (نوان) مهينن مان هڪ) واري قانون مطابق جوابدارن کان پنهنجي بچاءَ ۾ ڳالهائڻ جو حق به کسجي ويو. بچاءُ جي حق ۾ ڳالهائڻ کان وانجهيل انهي 'پابند انصاف' جي ڪري انقلابي ٽربيونلن مان 50 يا 60 شڪي ماڻهن کي روز سزا ملڻ لڳي ۽ گلوٽين چالو رهيو.

نيٺ ڌاڍ ۽ ڌهڪاءَ جا بهانا بي معنيٰ ٿيڻ لڳا ۽ ماڻهن جو انهن تان اعتبار کڄي ويو. رابسپيئري پهريائين ته آسٽريا سان جنگ ڪرڻ جو مخالف هو. پر اقتدار ۾ اچي جنگ کي اجا به زور وٺايائين ۽ فوج ۾ زوري ڀرتي ڪرڻ جو حڪم ڏنائين جنهن ڪري فرانس جي فوجن جو انگ اڌ لکن تائين وڃي پهتو. جون 1794ع ۾ فوج لوڪنٽريز (هيئانهين ملڪن) تي ڪاهه ڪئي. اتحادين (جن ۾ هاڻي آسٽريا، برطانيه ۽ نيدرلينڊ شامل هئا) ڪا گهڻي مزاحمت نه ڪئي. انهي دوران گهرو لڙائي جو زور به گهٽجي ويو هو.

رابسپيئري پورهيت طبقي جي حمايت وڃائي ويٺو. ڪنوينشن ۾ جتي آيل ميمبرن جي گهڻائي ڌاڍ ۽ ڌهڪاءُ کان ڊجي گونگي گانءِ ٿي چڪي هئي، هن خلاف هڪ سازش سٽجي رهي هئي. هميشه خبردار رهندڙ رابسپيئري ڪنوينشن اڳيان اچي ميمبرن کي هدايو ته ”توهان جي وچ ۾ بدمعاشن جو هڪ اهڙو ٽولو به ويٺو آهي جيڪو اجتماعي نيڪي خلاف ڪم پيو ڪري!“ هن پهريائين سندن نالا ٻڌائڻ کان انڪار ڪيو. ٻئي ڏينهن 9 ٿرميڊر (27 جولاءِ) جو سازشين اڳرائي ڪندي مٿس حملو ڪيو. انهن 'ظالم مرده باد' جا نعرا هڻندي وڃي چبوتري تي قبضو ڪيو ۽ ڪيس گرفتار ڪرڻ جو حڪم ڏنائون. پئرس ڪميون ڪنوينشن تي جوابي حملي جي تياري ڪئي پر 12 ڪلاڪن جي منجهيل صورتحال کان پوءِ، جنهن دوران رابسپيئري کي گولي هنئي ويئي هئي يا هن پاڻ پنهنجي جاڙي ۾ گولي هنئي هئي، اها 'فوجي' بغاوت ختم ٿي ويئي. رابسپيئري ۽ سندس ويجهن ساٿين کي قانوني ڌوهاري نهرائي کين گلوٽين حوالي ڪيو ويو. جنهن تيزي سان سندن ڪم پورو ڪري ڇڏيو.

رابسپيئري جي موت کان پوءِ انقلاب هڪ ٻئي مرحلي ۾ داخل ٿي ويو. جنهن کي 'ٿرميڊر وارو ردعمل' سڏجي ٿو. ڌاڍ ۽ ڌهڪاءُ ڍرو ٿي ويو ۽ ڪنوينشن عوامي سلامتي واري ڪاميٽي جا ڪنپ ڪوهي ڇڏيا. جيڪوبن ڪلب کي به بند ڪيو ويو. 'نيڪي وارو عوامي راڄ' هميشه وانگر اجا به پري هو.

# جيمس منرو

(1758-1831)

جيمس منرو ورجينيا جي هڪ امير گهراڻي مان هو ۽ ٿامس جيفرسن جو شاگرد هو. اهڙي طرح سندس قسمت ۾ لکجي ويو هو تہ هو نئين قائم ٿيل يونائيٽيڊ اسٽيٽس (آمريڪا) جي ترقي ۾ حصو وٺي. 1825ع کان جيڪي صدر ٿيا هئا تن مان هو چوٿون ورجينيائي صدر هو. هن جي صدارت وارو مدو ٻين جي ڀيٽ ۾ امن امان وارو رهيو، تنهن ڪري انهي مدي کي 'چڱن احساسن جو زمانو' سڏيندا هئا. هن جي مدي ۾ يونائيٽيڊ اسٽيٽس عالمي سياست ۾ پنهنجو مثبت آزاد ڪردار ادا ڪرڻ شروع ڪيو.

منرو، ويلس ۽ اسڪاٽليند مان آيل آبادڪارن جي اولاد مان هو، جن مان هڪڙو انگليند جي گهرو ويڙهہ دوران چارلس I جي حق ۾ وڙهيو هو. جيفرسن وانگر هن بہ ڪاليج آف وليم اينڊ ميري مان قانون جي تعليم پرائي. ورجينيا جو هي شاگرد، اجا 18 سالن جو هو، جو 1776 ۾ آزادي جي جنگ وڙهڻ لاءِ ڪيس ورجينيا جي هڪ رجمينٽ ۾ ڀرتي ڪيو ويو. بعد ۾ هن وري گورنر جيفرسن جي نظرداري هيٺ تعليم پرائڻ شروع ڪئي، جنهن سببان سياست ۾ اچڻ هن لاءِ سولو ٿي پيو.

هو هڪ ممتاز ۽ ڪامياب سياستدان هو. هن کي 1782ع ۽ 1794ع جي وچ ڌاري ڪانٽينينٽل ڪانگريس ۾ ويندڙ ورجينيا جي هائوس آف ڊيليگيٽس جو ميمبر ۽ آمريڪا جي هائوس آف ريپريزنٽيٽو جو ميمبر ۽ سينيٽر چونڊيو ويو. منرو بہ پنهنجي استاد جيفرسن وانگر هڪ ريپبلڪن ۽ فرانس جو حامي هو. فرانس کي ساراهيندو رهندو هو. جارج واشنگٽن 1794ع ۾ گهٽي ڀاڳي انهي سببان ئي کيس وزير مقرر ڪري اوڏانهن موڪليو هو.

هن کي سڀ کان اهم ڪم اهو سونپيو ويو هو تہ وڃي فرانس جي حڪومت يعني ڊاريڪٽري کي برطانيہ سان جان جي، جي ڪيل معاهدي مڃڻ لاءِ راضي ڪري. انهي معاهدي ۾ ڪيترائي اهڙا مسئلا پرامن نموني حل ٿيل هئا، جيڪي آمريڪي انقلاب کان پوءِ پيدا ٿيا هئا. منرو انهي معاهدي کي جائز ثابت ڪرڻ لاءِ

پنهنجي واٽ نہ ڇڏي. اٽلو فرانس جي حڪومت کي يقين ڏياريائين تہ جڏهن نئين ريپبلڪن حڪومت قائم ٿيندي، تڏهن انهي معاهدي کي رد ڪري ڇڏيندي. واشنگٽن منرو جي ھٽي پاليسي کان تہ بيخبر ھو، پر اھو محسوس ڪندي کيس لاءِ واپس گھرائي ورتائين تہ ھو انھي ڪم لاءِ لائق ماڻھو نہ ھو.

منرو ٿي سال ورجينيا جو گورنر رهڻ کان پوءِ 1803ع ۾ فرانس موڪليو. ھن پيري صدر جيفرسن کيس ڪل اختيار ڏيئي، انھي ڪري وزير ڪري موڪليو ھو تہ نيو آرلينس جي خريدي بابت فرانس سان ھلندڙ ڳالھين ۾، اتي رھيل وزير رابرٽ لونگسٽن جي مدد ڪري. جڏهن نيپولين جي پرڏيهي وزير ٽئلي رينڊ لوسانيا جو سمورو علائقو وڪڻڻ جي آڇ ڪئي، تڏهن آمريڪي ڏہ 12 ملين آمريڪي ڊالرن عيوض اھو سودو ڪري ڇڏيو.

منرو جيفرسن جي وزير جي حيثيت ۾ برطانيہ بہ ويو، پر انھي ملڪ سان پيدا ٿيل اختلاف، خاص ڪري جهازراني واري مسئلي تي، نبري نہ سگھيا، جنهن ڪري 1812ع واري جنگ لڳي. ھو آمريڪا موٽي آيو ۽ ورجينيا جي سياست ۾ حصو وٺڻ لڳو. ھن کي وري بہ اتان جو گورنر مقرر ڪيو ويو. انھي کان پوءِ 1718 ۾ صدر ميڊلسين پنهنجو پرڏيهي وزير مقرر ڪيو.

منرو 8 سال صدر جي عهدي تي رهيو. سندس صدارت واري دور جي خاص ڳالھ اھا آھي جو انھي ۾ ملڪ جي اندر توڙي ٻاھر گھڻو ڪري امن قائم رهيو. البت ھن جي صدارت جي پھرئين مدي ۾ فلوريڊا جي سيمينول انڊين سان ٿوري عرصي لاءِ ھڪ جنگ ضرور ٿي ھئي، پر ان جي نتيجي ۾ اسپين کان اھو علائقو خريد ڪيو ويو ھو. اولهندن علائقن ۾ غلامي جي پکڙڻ تي جيڪي جهيڙا ٿيا ھئا تن کي بہ 1820ع واري مسوري ٺاھہ وسيلي چڱي طرح ٺاريو ويو. انھي ٺاھہ سان يونين ۾ غلام ۽ آزاد رياستن جي تعداد ۾ توازن پيدا ٿيو.

منرو جي صدارت جو سڀ کان وڏو ڪم 'منرو جو متو' سمجھيو وڃي ٿو. لاطيني آمريڪا ۾ آزادي جي جنگين جو ھڪ سلسلو شروع ٿيو، جنھن ڪري 1822ع ڌاري نيون قومون پيدا ٿيون ھيون جن جي قبضي ۾ يونائيٽيڊ اسٽيٽس جي ڏکڻ وارو ذري گھڻو سمورو علائقو اچي ويو ھو. خطرو ھو تہ متان يورپ جون رجعت پسند حڪومتون ميٽرنڪ جي پاليسي تي ھلندي لاطيني آمريڪا ۾ مداخلت ڪن. انھي خطري تي برطانيہ بہ پنھنجا ڪن کڙا ڪيا ھئا، ڇاڪاڻ تہ ان جو واپار انھن ريپبلڪن سان تمام گھڻو وڌي ويو ھو، جن مان کيس ڏاڍو فائدو ٿي رهيو ھو. يونائيٽيڊ اسٽيٽس کي انھي کان بہ وڌ اونو ھو. تنھن ڪري منرو پھريائين برطانيہ جي پرڏيهي وزير ڪئننگ جي اھا رٿ قبول ڪئي تہ ٻيئي قومون گڏجي اعلان ڪن تہ اولهندو اڌ گولو يورپي مداخلت جي دائري کان ٻاھر آھي. پر منرو جي خبردار پرڏيهي وزير جان ڪيونسي ائڊمس زور ڀريو تہ

يونائيٽيڊ اسٽيٽس کي هڪ طرفو اعلان ڪري برطانيه توڙي ٻين طاقتن کي چتاءُ ڏيڻ گهرجي تہ اهي انهي علائقي کان پري رهن. انهي ڪري 2 ڊسمبر 1823ع تي هڪ بيان جاري ڪيو ويو جنهن ۾ چيل هو: ”هن کان پوءِ هر ڪنهن يورپي طاقت کي پنهنجي دماغ مان اهو ڪڍي ڇڏڻ گهرجي تہ اها آئندي آمريڪا جي کنڊن ۾ ڪا بيٺڪ قائم ڪري سگهندي.“ ۽ اهو تہ جيڪڏهن ڪنهن بہ يورپي قوم پنهنجو سياسي سرشتو ڪنهن بہ آمريڪي ريپبلڪ تي مڙهڻ جي ڪوشش ڪئي تہ انهي کي ”اسان پنهنجي امن ۽ سلامتي لاءِ خطرو سمجهنداسين.“ انهي سان گڏوگڏ منرو پڻ ڪنهن بہ يورپي جنگ ۾ مداخلت نہ ڪرڻ جو وعدو ڪيو.

انهي زماني ۾ يونائيٽيڊ اسٽيٽس جي ايڏي حيثيت نہ هئي جو پنهنجي پڌرنامي تي زوري عمل ڪرائي سگهي ها. ڪافي سالن تائين برطانيه جي بحري ٻيڙي جي پٺ ڪري ئي ڪنهن کي بہ آمريڪي ملڪن تي پنهنجو تسلط جمائڻ جي همت نہ ٿي سگهي. پر منرو آمريڪي پرڏيهي پاليسي لاءِ اهڙا بنيادي اصول قائم ڪري ويو هو، جن کي نہ صرف سندس جانشينن مڃيو، پر انهن تي ايستائين عمل بہ ڪندا رهيا، جيستائين وڊرو ولسن يونائيٽيڊ اسٽيٽس کي پهرين مهاڀاري لڙائي ۾ شريڪ نہ ڪيو.

# جارجس جيڪوئس دانٽن

(94- 1759ع)

فرانس جي انقلاب جي اختلافن، ان جي لاهين چاڙهين، ان جي خيال پرستي ۽ بيرحميءَ کي ڳڏائي، ڪو انساني روپ ڏيئي سگهجي ها ته ان جو بهترين نمونو جارجس ڊانٽن ٿئي ها، جيڪو انقلاب جي مکيه اڳواڻن مان هڪ ليکيو ويندو هو. ڪيترن ئي ماڻهن جو خيال آهي ته هو انقلابين جو سڀ کان وڌيڪ همدرد هو. هو هڪ رعبدار ۽ عياش ماڻهو هوندو هو. هن وڏي جاکوڙ ڪري ماڻهن کي نواڻ پسند خيالن جو حامي بڻايو هو. هن همت کان ڪم ورتندي، انهي زماني ۾ نؤپسندن تي وچڙي واٽ وٺڻ لاءِ زور پريو هو، جنهن زماني ۾ اهي انهي سببان ڪيس برباد ڪري ٿي سگهيا، پر ڊانٽن جي زندگي جا ڪي پاسا لڪل آهن، جنهن ڪري سندس شخصيت ڳجهارت بڻيل آهي.

هو شئمپين صوبي جو رهاڪو هو. هن جا مائٽ ته هاري هئا پر سندس پيءُ وڪالت ڪندو هو. ڊانٽن پاڻ به قانون جي تعليم ورتي. ريمز ۾ قانون جو امتحان پاس ڪرڻ کان پوءِ هو پئرس ويو، جتي بادشاهه جي ڪائونسل جي وڪيل جو عهدو خريد ڪيائين. اتيئي هن شادي به ڪئي ۽ لڏي وڃي ليفٽ بئنڪ (ڪاهي ڪناري) واري ڪارڊيليئرس ضلعي ۾ رهيو.

اهو علائقو، سياسي طور پئرس جو سڀ کان وڌيڪ سرگرم علائقو هو. ڊانٽن اتان جي اڳواڻن مان ليکجڻ لڳو. انقلاب شروع ٿيڻ کان ٿورڙوئي پوءِ هو اُمان جو صدر چونڊجي ويو ۽ ٻئي سال ڪارڊيليئرس جو ڪلب قائم ڪيائين ۽ نئين قائم ٿيل سوسائٽي آف دي فرينڊس آف ڪانسٽيٽيوشن (دستور جي دوستن جي سنگت) جي رڪنيت پڻ حاصل ڪيائين. انهي سوسائٽي جنهن کي عام طور جيڪوبن ڪلب چوندا هئا، انقلاب کي اڃا به وڌيڪ نواڻ پسندي ڏانهن ڌڪي ڇڏيو.

انقلاب جي پهرين ٽن سالن ۾ ڊانٽن پٺتي رهيو. حقيقت ۾ ڪي اهڙيون ثابتيون به ملن ٿيون، جن جي آڌار تي چئي سگهجي ٿو ته مرابيو نالي هڪ معتدل انقلابي اڳواڻ، جنهن بادشاهه لاءِ پئي ڪم ڪيو، جي خط ۾ ڄاڻايل آهي: "اهي

ٽيھ هزار (پورس) جيڪي اسان ڊانٽن کي ڏنا آهن." انهي رقم جي عيوض ڊانٽن کان ڪهڙو ڪم ورتو ويو، تنهن جو ڪو پتو نٿو پوي. ٿي سگهي ٿو تہ هو بہ هڪ مخبر هجي.

ڊانٽن 1792ع واري اونهاري ڏاري پئرس ڪميون جو ميمبر ٿي ويو هو. اعتدال پسندن جهڙوڪ مارڪئس ڊيلفائيٽ تي حملن ڪرڻ ڪري نمايان نواڻ پسند اڳواڻن ۾ ليکجڻ لڳو هو. هي بہ انهن اڳواڻن ۾ شامل هو جن عوام کي پڙڪائي 10 آگسٽ تي ٽيولريز محل تي حملو ڪرايو هو. جنهن جي نتيجي ۾ بادشاهت جو خاتمو ٿيو. انهي کان پوءِ ڊانٽن نالي ۾ تہ انصاف جو وزير مقرر ٿيو پر هو حقيقت ۾ انتظامي ڪائونسل جو سربراهہ هو. ٻن مهينن کان پوءِ اتان انهي ڪري استعفا ڏنائين جو کيس قومي ڪنوينشن ۾ سيٽ ملي ويئي هئي.

هن ۽ اعتدال پسند گروندين پارٽي ۾ گهٽي وقت کان جهيڙي جو دونهون دُکي رهيو هو. جيڪو وڏي ان وقت پنيٽ ٿيو جڏهن گروندنس سندس وزارت جو حساب ڪتاب جاچڻ جي گهر ڪئي ۽ ان ۾ وڏيون گهوٻيون لڳل ڏنائون. اينڊڙ بهار ۾ ريپبلڪن فوج جو ڪماندر جنرل ڊيوموريز پنهنجي فوج کان ڇڄي آسٽريا سان ملي ويو. ڊانٽن ۽ گورندس هڪٻئي کي ڊيوموريز سان اندرئين خاني ساز باز ڪرڻ جي تهمت هنئي پر پئرس ڪميون گروندنس کي ڏوهي ٺهرائي کين ڪنوينشن مان خارج ڪري ڇڏيو.

انهي وچ ۾ ڊانٽن انقلابي ٽربيونل ۽ عوامي سلامتي جي ڪاميٽي قائم ڪرڻ واري ڪم ۾ هٿ ونڊائيندو رهيو. انقلابي ٽربيونل هڪ اهڙو ادارو هو جنهن کي ريپبلڪ جي باغين خلاف مقدمن هلائڻ جو ڪم سونپيو ويو ۽ عوامي سلامتي جي ڪاميٽي کي ايستائين حڪومت هلائڻي هئي، جيستائين ملڪ آسٽريا سان جنگ واري مشڪل دور مان لنگهي پار نہ ٿيو؛ ڊانٽن پهريان ڪجھ مهينا انهي ڪاميٽي جو سربراهہ رهيو. ڏينهون ڏينهن وڌيڪ ويڙهاڪ ٿيندڙ پورهيت طبقي کي مائي ڪرڻ ۾ ڪاميٽي قيمتن تي ڪنٽرول ڪرڻ جا ۽ ٻيا انقلابي اپاءُ ورتا، پر ڊانٽن جي آسٽريا سان صلح ڪرڻ واري ڪوشش ناڪام ٿي.

ڊانٽن جو ڪاميٽي جي سربراهہ هئڻ وارو مدو جولاءِ 1793ع ۾ پورو ٿيو. جنهن کانپوءِ مٿس رابسپيئري جو قبضو ٿي ويو. انهي سرءُ ۾ سياسي مقدمن جو انگ وڌي ويو. ڊانٽن حڪومت جي مخالفت ڪرڻ شروع ڪئي ۽ انقلاب کي مستحڪم ڪرڻ جي گهر ڪيائين. هن نہ صرف هيبرٽسٽ پارٽي جي انهن زيادتين خلاف آواز اٿاريو، جيڪي انهي پارٽي صوبن ۾ ڪيون هيون پر انقلاب دشمن کي ختم ڪرڻ لاءِ رابسپيئري جاٽي ٻجهي ڏاڍ ۽ ڏهڪاءُ واري جيڪا واٽ ورتي هئي، تنهن خلاف بہ وڏي واڪ احتجاج ڪيائين. هن جو چوڻ تہ ڏاڍ ۽ ڏهڪاءُ ڪجھ وقت لاءِ تہ ڪنهن حد تائين فائديمند ٿي سگهي ٿو پر بيگناهہ

ماڻهو انهي جو شڪار نہ ٿيڻ گهرجن. ڪوبہ نہ ٿو چاهي تہ ڪنهن بہ ماڻهو سان صرف انهي ڪري ڏوهاري وارو ورتاءُ ڪيو وڃي ڇاڪاڻ تہ وٽس ڪافي انقلابي جذبو ڪونهي."

انهي قدري ڪمزور احتجاج ڪانپوءِ ايندڙ مهينن ۾ ڊانٽن جي دوست ڪيملي ڊيسمولنس جي اخبار لي ويوڪس ڪارڊيليئر ۾ اهڙا مضمون ڇپجڻ لڳا، جن ۾ ڪاميٽي طرفان وڌيڪ اختيار حاصل ڪرڻ تي اعتراض ڪرڻ سان گڏوگڏ پئرس جي جيلن ۾ قيد هزارين شڪي ماڻهن جي آزادي جي گهر ڪيل هوندي هئي. ڊانٽن ۽ سندس ساٿين، جن کي انڊلجنٽس سڏيندا هئا، جي اختيار ڪيل وچٿري واٽ وٺڻ واري پاليسي ڪنوينشن ۾ مقبول ٿيڻ لڳي.

ڊانٽن 1794ع جي مهڙ ۾ فيبر ڊي اگلينٽائن نالي هڪ اهڙي انقلابي جي حمايت ڪرڻ جي غلطي ڪري ويٺو، جنهن تي ايسٽ انڊيا ڪمپني واري ٺڳي ۾ شامل هئڻ جو الزام هو. رابسپيئري اڳيئي ڊانٽن ۽ سندس دوستن خلاف تهمتن جي هڪ فهرست پئي تيار ڪئي تنهن ڪي انهي فهرست ۾ هڪ ٻي تهمت ڳنڍڻ جو وجهہ بہ ملي ويو. دوستن ڊانٽن کي جيتوڻيڪ ايندڙ خطري کان خبردار رهڻ جو چيو پر تنهن هوندي بہ هو پريشان نہ ٿيو. جڏهن ڪيس فرانس ڏانهن ڀڄي وڃڻ جي صلاح ڏني ويئي تڏهن وراڻيائين، "ڪوبہ ماڻهو پنهنجو ملڪ تہ پيرن تي رکي ڀڄي نٿو سگهي." هن کي يقين هو تہ پنهنجي مقبوليت جي ڪري هو گلوٽين کان بچي ويندو. گرفتار ٿيڻ مهل هن پنهنجي زال کي خاطري ڏيندي چيو "انهن جي مجال ناهي جو ايئن ڪري (مونکي گلوٽين ڏانهن موڪلي) سگهن."

جڏهن ڪيس ٽربيونل اڳيان پيش ڪيو ويو تڏهن هن پنهنجي خلاف مڙهيل تهمتن کي مڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. انهن ۾ مکيہ تهمت ڊيوموريز سان سازباز ڪرڻ جي هئي. هن خلاف ڪابہ ثابتي پيش ڪري نہ سگهيا پر جنهن ڳالهہ جي ماڻهن اڳڪٿي پئي ڪئي سا نيٺ پوري ٿي. ثابتي نہ ملڻ جي وجود ڪيس ڏوهي ٺهرايو ويو. هن رڙ ڪندي چيو، "نيچ رابسپيئري! هڪڙي ڏينهن تون بہ ڦاسي جي تختي تي چڙهندين." ڊانٽن ۽ سندس دوست ڪجهہ ڪلاڪن کان پوءِ گلوٽن جو بک بڻجي ويا.

# وليم پٽ ننڍو

(1759ع - 1806ع)

ڪي ٿورڙا سياستدان هوندا جن وليم پٽ ننڍي کان وڌيڪ سياست "هوشيار جو فن آهي" جي نظرئي جو مثالي نمونو ثابت ڪيو هوندو. هو وڳوڙي دؤر ۾ برطانيه جو اٽڪل 20 سالن تائين وزيراعظم ٿي رهيو هو. آمريڪا ۾ شڪست کائڻ کان پوءِ سندس قوم جنهن ڏهڻ ۾ قاسي پيئي هئي، تنهن مان هو کيس ٿڌي طبيعت ۽ حقيقت پسندي واري پاليسي سان ٻاهر ڪڍي آيو. منجهس استحڪام پيدا ڪيائين ۽ ڪيترن ئي ملڪي توڙي غيرملڪي مونجهارن مان نڪري پار پوڻ ۾ سندس رهبري ڪيائين.

هو وليم پٽ وڏي ارل آف چاٿام جو وڏو پُٽ هو ۽ ننڍپڻ کان ئي پنهنجي ذهانت جا جوهر ڏيکارڻ لڳو. ننڍپڻ ۾ مٿس 'فيلسوف' جو نالو پئجي ويو هو. گهر ۾ استادن کان تعليم پرائڻ کان پوءِ 14 سالن جي ڄمار ۾ هو پڙهڻ لاءِ ڪيمبرج يونيورسٽي ويو. اتي هن جيڪا تعليم حاصل ڪئي تنهن جي بنياد تي ٻيا پيشا به اختيار ڪري سگهيو ٿي پر هن هائوس آف ڪامنس جو ميمبر ٿيڻ ٿي چاهيو. هو 1780ع ۾ هڪ اهڙي تڪ مان پارليامينٽ جو ميمبر چونڊجي ويو، جتان هميشه طاقتور ماڻهو عام ووٽر کان راءِ وٺڻ کانسواءِ ئي چونڊجي ويندا هئا. اهڙن تڪن کي انهي زماني ۾ کيسي ۾ پيل تڪ سڏيندا هئا. اها سندس سياسي زندگي جي اهڙي ڪئن شروعات هئي جنهن اڳتي هلي کيس پارليامينٽري سڌارن جو چئمپين بڻائي ڇڏيو.

پٽ پنهنجي پارليامينٽري زندگي جي شروعاتي ڪجھ سالن ۾ ئي پنهنجي آزاد حيثيت جو مظاهرو ڪري ڇڏيو. هو جيتوڻيڪ ايڊمنڊ بروڪ ۽ چارلس جيمس فاڪس جهڙن لبرل سياستدانن جو ساٿاري ٿيو، جن آمريڪا واري جنگ کي ('ناانصافي جي پيٽ ۾ پليل... بي عقلي سان نپايل ۽ وڏي ڪيل') چئي ننديو ٿي، پر سندن پارٽي ۾ شامل ٿيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيائين. انهن جڏهن بادشاهه جي قانون سازي کي ويٽو ڪرڻ ۽ وزير مقرر ڪرڻ واري حق جي مخالفت شروع ڪئي، تڏهن نه پهه ساڻن اختلاف ڪندي چيائين "مان بادشاهه

جي انهي حق کي مڃان ٿو.“

پٽ 1784ع ۾ جڏهن نئين حڪومت جو فرسٽ لارڊ آف ٽريزري ۽ چانسلر آف ايڪسچيڪر: عملي طور وزيراعظم مقرر ٿيو، تڏهن 25 سالن جو هو. هو پنهنجي جند جا مالي مسئلا تہ حل نہ ڪري سگهيو هو، پر قوم جي مالي مسئلن کي ڏاڍي مهارت سان حل ڪري ڏيکاريائين ۽ قوم تان وڏن وڏن قرضن جو بار لاهڻ لاءِ قرض ڀوڙڻ جو فنڊ قائم ڪيائين.

(نوٽ: انهي فنڊ ۾ آمدني پاسيري رکي ويندي هئي ۽ ان مان جيڪو وياج ملندو هو، سو قرض لاهڻ لاءِ ڪم ايندو هو.)

هو آزاد تجارت جو حامي هو تنهن ڪري ڪسٽم جا ڳرا محصول گهٽائي ڇڏيائين، جن جي ڪري سمگلنگ هڪ نفع بخش ڪاروبار ٿي پيو هو. انهي سان گڏوگڏ نوان ٽيڪس لڳائي انهن جي اوڳاڙيءَ جو جوڳو بندوبست ڪيائين. انهي ڪري حڪومت جي آمدني گهٽي وڌي ويئي. انهي کان پوءِ هن فرانس سان جنگ واري دور ۾ انڪم ٽيڪس لاڳو ڪيو، جنهن کي ماڻهن ڏاڍو ناپسند ڪيو. هن 1786ع ۾ فرانس سان جيڪو اقتصادي معاهدو ڪيو سو برطانيہ لاءِ ڏاڍو سودمند ثابت ٿيو.

ايسٽ انڊيا ڪمپني جي تڪراري سرگرمين وارو معاملو بہ پٽ جي انڊيا بل سان حل ٿيو. هن هندستان تي ڪمپني جي حڪومت تي نظرداري رکڻ لاءِ بورڊ آف ڪنٽرول ۽ ٻي سرڪاري مشينري ٺاهي. پٽ جو ٺاهيل سرشتو هندستاني غدر جي برپا ٿيڻ تائين يعني 60 سال قائم رهيو.

هِن دور ۾ وزيراعظم عام طور هائوس آف ڪامنس جي مضبوط ۽ لڳاتار مدد تي ڀاڙي سگهيو ٿي پر پٽ اهڙو خوش قسمت نہ هو ۽ ڪيس ڪيترائي ڀيرا پنهنجين دل گهرين پاليسين تان هٿ ڪڍڻو پوندو هو. پارليامينٽري سڌارن واري پاليسي بہ انهن مان هڪ هئي. هائوس آف ڪامنس جا ميمبر چونڊ واري سرشتي کي بدلائي ۽ صحيح معنيٰ ۾ وديڪ نمائندگي وارو بڻائي، پنهنجي سيٽ وڃائڻ جو جوکو کڻڻ لاءِ بلڪل تيار نہ هئا. پهريون ريفارم ائڪٽ 1832ع تائين منظور ٿي نہ سگهيو. پٽ پنهنجي دوست وليم ولبر فورس جي مدد سان غلامن جي تجارت جي خاتمي آڻڻ لاءِ جيڪو بل پيش ڪيو هو، تنهن کي ڪيترن ئي سالن تائين پارليامينٽ ۾ واپاري مفاد رکندڙ ميمبرن منظور ٿيڻ نہ ڏنو.

فرانس جي انقلاب جو برطانيہ تي تڪڙو اثر ٿيو ۽ اتي ان بابت مختلف رويا پيدا ٿي پيا. ڪيترن ان کي آزادي جي باک چئي سندس تعريف ڪئي. ٻين ان کي هڪ آفت سڏيو. هر ڏر حڪومت تي مثبت قدمن کڻڻ لاءِ زور پريو، پر پٽ انهي معاملي ۾ بہ ڪنهن بہ قسم جي مداخلت نہ ڪرڻ جو پڪو پهہ ڪيو هو. انقلاب جيستائين فرانس جو اندروني معاملو رهيو، تيستائين برطانيہ ڪا مداخلت نہ

ڪئي. فرانس 1792ع ۾ آسٽرين نيدرلينڊس (بيلجيم) ڏانهن وڌيو، جنهن تي برطانيہ کيس سخت چتاءُ ڏنو. فرانس 1793ع ۾ بيلجيم کي پاڻ سان ڳنڍيندي هالينڊ ۽ برطانيہ سان جنگ ڪرڻ جو اعلان ڪيو. پٽ هاڻي جنگي اڳواڻ بڻجي ويو هو.

هو ڪو قابل ترين جنگي وزير نہ هو. پهريان ڪجهہ سال تہ جنگ جا نتيجا برطانيہ جي خلاف نڪتا پر هن فرانس خلاف اتحادن ٺاهڻ لاءِ اورچائي سان ڪم ڪيو. انهيءَ ميدان ۾ کيس ڪجهہ قدر ڪاميابي حاصل ٿي. انهي وچ ۾ هڪ ٻئي گهوٽالي منهن ڪڍيو. آئرلينڊ جا ماڻهو، جيڪي ڏينهون ڏينهن هڪ اهڙي پارليامينٽ جا وڌيڪ مخالف ٿيندا پئي ويا، جيڪا نہ انهن وٽ ۽ نہ وري ويسٽ منسٽر اڳيان جوابدار هئي تن بغاوت ڪري وڌي. انهي بغاوت کي فرانس جيتوڻيڪ ڪجهہ نہ ڪجهہ هٿي ڏني هئي، تنهن هوندي بہ انهي کي ختم ڪيو ويو.

پٽ کي اميد هئي تہ هو انهيءَ ملڪ کي برطانيہ سان متحد ڪري، ۽ ڪئٿولڪ اڪثريت کي ووٽ جو حق ڏيئي اهو مسئلو حل ڪري ٿي سگهيو. هن جو پيش ڪيل يونين بل پارليامينٽ تہ منظور ڪري ڇڏيو پر ڪئٿولڪ آجپي واري نقطي تي شاهي ويٽو جو شڪار ٿي ويو. بادشاهہ جارج III جيتوڻيڪ پنهنجي وري وري ٿيندڙ دماغي مرض کان عارضي طور ڇٽي ويو هو. تنهن هوندي بہ اڳي وانگر سندس هوڏ برقرار هئي ۽ هو قائل نہ ٿي سگهيو. پٽ انهي مسئلي تي شڪست کائڻ ڪري 1801ع ۾ پنهنجي عهدي تان استعفا ڏني.

ٽن سالن کان پوءِ نيپولين جيئن ئي برطانيہ تي حملي ڪرڻ جي تياري ڪري رهيو هو تہ پٽ وري اقتدار ۾ اچي ويو. خطري کي منهن ڏيڻ لاءِ پٽ، آسٽريا ۽ روس سان اتحاد ڪيو. انهي اتحاد وسيلي هن نيپولين کي خشڪي رستي شڪست ڏيڻ پئي چاهي ۽ برطانوي بحري ٻيڙي هٿان کيس سمنڊ ۾ شڪست ڏيارڻ ٿي چاهيائين. هن جي حڪمت عملي جو فقط پويون حصو ڪامياب ٿي سگهيو. نيلسن جي ٽرافالگر واري لڙائي ۾ فتح پائڻ جي خبر ٻڌڻ کان ٿورڙوئي پوءِ پٽ کي خبر ملي تہ نيپولين آسٽريائي فوجن کي اولم وٽ شڪست ڏيئي ڇڏي هئي. انهيءَ کان ٿورو عرصو پوءِ کيس روس جي آسٽرلز واري جنگ ۾ شرمناڪ شڪست کائڻ جي خبر بہ ملي.

انهي ذهني دباءُ پٽ جي گهٽي عرصي کان خراب رهندڙ صحت کي صفا چٽ ڪري ڇڏيو. هن نيپولين کي روڪڻ جو بندوبست تہ ڪيو هو پر کيس يورپ لتاڙڻ کان روڪي نہ سگهيو هو. 1806ع جي شروع ۾ هو مري ويو. هن جا آخري لفظ هئا: "هاءِ منهنجا ملڪ! الا! مان توکي ڇڏيو ٿو وڃان."

# وليم ولبرفورس

(1759-1833)

1784ع ۾ برطانوي پارليامينٽ جو هڪ ميمبر، وزيراعظم وليم پٽ ننڍي جو دوست، وليم ولبر فورس پنهنجي ماءُ ۽ ڀيڻن سان گڏجي يورپ جي سير تي نڪتو. انهي سفر ۾ هن جو دوست آئزڪ ملر بہ ساڻس گڏ هو. سفر دوران ٻنهي دوستن پنهنجو ڪافي وقت مطالعي ۽ گفتگو ۾ گذاريو.

وليم ولبر فورس جڏهن 1785ع ۾ انگلينڊ موٽيو، تڏهن سندس خيال بدلجي چڪا هئا. هو انجيلي عيسائيت قبول ڪري پڪو پهہ ڪري آيو هو تہ پنهنجي زندگي مذهب کي ارپي ڇڏيندو. انگلينڊ ۾ اڳيئي غلامي خلاف جدوجهد هلندڙ هئي. هو پنهنجي پهہ جي پيروي ڪندي انهي جدوجهد ۾ وڃي شامل ٿيو. پارليامينٽ 1806ع ۾ ويسٽ انڊين غلامن جي واپار تي جيڪا بندش وڌي، تنهن ۾ سندس ورتل ڪوشش جو گهڻو دخل هو. انهي کان پوءِ 1833ع ۾ برطانيہ توڙي سندس شهنشاهيت ۾ خود غلامي تي ئي بندش پئجي ويئي.

ولبر فورس پنهنجن حامين توڙي مخالفن ۾ هڪ جهڙو مقبول هو. سندس اها مقبوليت غلامي تي بندش وجهرائڻ ۾ گهڻو ڪم آئي. هو ننڍپڻ ۾ هُل ۾ رهندو هو. اتي بہ پنهنجن ڪمرن ۾ هڪ وڏو سمبوسو (يارڪ شائري سمبوسو) رکي ڇڏيندو هو ۽ سيني کي کائڻ جي دعوت ڏيندو هو. ڪئمبرج کان پوءِ هن سياست ۾ حصي وٺڻ جو فيصلو ڪيو ۽ 1780ع ۾ پنهنجي ڪئمبرج واري هم ڪلاسي وليم پٽ سميت هائوس آف ڪامنس جو ميمبر چونڊجي ويو. ٻنهي کي ڪيترن ئي نواڻ پسندي وارن مقصدن جهڙوڪ پارليامينٽري سڌارا آڻڻ وغيره بابت پنهنجن خيالن ۾ هڪ جهڙائي نظر آئي. جڏهن 1784ع ۾ پٽ وزيراعظم ٿيو، تڏهن وليم ولبر فورس سندس پرجوش حامين ۾ شمار ٿيندو هو.

ولبر فورس جي عقيدي مٽائڻ کان پوءِ 1787ع ۾ غلامي جو انت آڻڻ جي ٻن مشهور حامين، گرني وائل شارپ ۽ ٿامس ڪلارڪسن ساڻس رابطو قائم ڪري، ڪيس اپيل ڪئي تہ غلامن جي واپار خلاف هلندڙ مهم جي پارليامينٽ ۾ اڳواڻي ڪري. وليم ولبر فورس ساڻن سهمت ٿيو. هو جلد ئي پنهنجي ڪامنس جي

ساٿين ۾ فصيح زبان مقرر ۽ اورچائي سان وڌ ۾ وڌ رٿون ۽ بل پيش ڪندڙ جي حيثيت ۾ مشهور ٿي ويو. انهي ڪان سواءِ هو 'ڪلافانه فرقي' جو مکيه اڳواڻ به ٿي ويو. اهو 'فرقو' نالي ماتر فرقو هوندو هو. حقيقت ۾ اهو هڪ اهڙو گروپ هو جيڪو غلامي جي خاتمي جو حامي هو. مٿس اهو نالو انهي ڪري پئجي ويو هو جو هن گروپ جا ماڻهو، ولبر فورس جي ڪلافان ڪامن واري ڪامن تي سندس ڏکڻ لنڊن واري گهر، پنهنجون گڏجاڻيون ڪندا هئا. ولبر فورس ۽ غلامي ختم ڪرائڻ جي جدوجهد ڪندڙ سندس دوست، ڪيترن ئي ماڻهن کي قيرائي، پنهنجي مقصد جا حامي ڪرڻ ۾ ته ڪامياب ٿي ويا پر ڪيترن ئي سالن تائين پنهنجي حق ۾ قانون سازي ڪرائي نه سگهيا. پارليامينٽ تي ٽورين جو قبضو هو، جن ويسٽ انڊين آبادڪارن ۽ غلامن جي واپارين جي مدد تي پاڙيو ٿي. ڪيترن ئي ميمبرن جو خيال هو ته غلامي جي خاتمي سان برطانيه جي اقتصادي حالت کي ڌڪ لڳندو. غلامي کي غيرقانوني ٺهرائڻ جو بل 1806ع کان اڳ پاس ٿي نه سگهيو. انهي وچ ۾ پٽ مري ويو ۽ ان جي جاءِ تي عارضي طور هڪ لبرل، ڪوليشن (گڏيل حڪومت) ٺهي هئي.

ذري گهٽ ويهن سالن جي سخت جاکوڙ کان پوءِ ولبر فورس کي جيڪا ڪاميابي نصيب ٿي هئي، تنهن سندس عزت وڌائي ڇڏي ۽ هر هنڌ سندس تعريف ٿيڻ لڳي. انهي ڪارنامي کان پوءِ هُن پنهنجو ڌيان ڪئنٽولڪ فرقي جي آجپي ۽ هندستان ۾ عيسائيت جي تبليغ تي لڳائي ڇڏيو. پر غلامي وارو مسئلو اڃا تائين پوري طرح ختم نه ٿيو هو. 1806ع واري ايڪٽ جيتوڻيڪ برطانيه جي باشندن تي غلامن جو واپار ڪرڻ تي پابندي لڳائي ڇڏي هئي پر انهي قانون ۾ انهن ماڻهن جي حالت سڌارڻ لاءِ ڪابه شق رکيل نه هئي جيڪي اڳ ۾ ئي غلام ٿي چڪا هئا. ولبر فورس ۽ سندس ساٿي انهي نتيجي تي پهتا ته غلامي کان مڪمل آجپو ئي انهي مسئلي جو حل آهي، جنهن کان پوءِ هُنَ غلامي خلاف قانون منظور ڪرڻ لاءِ زور ڀرڻ شروع ڪيو. انهي سلسلي ۾ ٿيندڙ پيش قدمي جي رفتار وري به تڪليف ڏيندڙ حد تائين ڍري رهي ۽ ولبر فورس ڪاميابي ماڻڻ کان اڳ ئي 1825 ۾ رٽائرڊ ٿي ويو. پر انهي هوندي به هن انٽاليش سوسائٽي، (غلامي جي خاتمي واري سوسائٽي) جي نائب صدر جي حيثيت ۾ غلامي خلاف ڳالهائڻ جاري رکيو. اها تنظيم 1823ع ۾ سندس ڪجهه نوجوان حامين ٺاهي هئي. پارليامينٽ ۾ انهي جدوجهد کي ولبر فاڪس بڪسٽن ٿامس فاول بارٽن جاري رکيو. آخرڪار 1833ع ۾ غلامي جي خاتمي جو ايڪٽ منظور ٿيو، جنهن مطابق سموري برطانوي شهنشاهيت ۾ غلامي جو خاتمو ٿيو. ولبر فورس انهي بل جي پڙهڻي ٻڌڻ تائين جيئرو رهيو، پر انهي بل کي قانون جو درجو ملڻ کان هڪ مهينو اڳ مري ويو.

اهو سچ آهي ته وليم ولبر فورس غلامي جي خاتمي جي تحريڪ شروع نه

ڪئي هئي ۽ نہ وري پارليامينٽ وسيلي غلامي جي خاتمي واري بل کي قانون جي درجي ملڻ وقت هو موجود هو، پر انهي ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ هئي ڪنهن بہ ماڻهو جي پيٽ ۾ هُن چاليهن سالن تائين انهي مقصد لاءِ پُرعزم جدوجهد ڪري برطانيہ جي ماڻهن جي ضمير کي جاڳائي ڇڏيو هو. هي ئي اهو ماڻهو هو، جنهن گريٽ برٽن ۾ سندس شهنشاهيت اندر غلامي جي خاتمي لاءِ ضروري حمايت حاصل ڪرڻ ۾ ڪاميابي ماڻي هئي. پارليامينٽ سندس بکهي جدوجهد کي خراج تحسين پيش ڪرڻ لاءِ اصرار ڪيو تہ کيس ويسٽ منسٽر ائبي ۾ دفن ڪيو وڃي ۽ هن جا ٽورا مجيندڙ قوم چندو گڏ ڪري، هن جي قبر پرسان سندس بُت ٺهرايو.

# شاھ ولي اللّه رح

جم: 1703ع ــ وفات: 1762ع

اورنگزيب 1707 عيسوي ۾ وفات ڪئي. سندس وفات کان پوءِ سياسي وڳوڙ شروع ٿي ويو، جنھن جي نتيجي ۾ آخرڪار ننڍي کنڊ ۾ مسلم اقتدار پورا پورا ٿي ويو. اھا سياسي پيچ باھ روحاني مونجھاري جو نتيجو ھئي، جيڪا سماجي ۽ اقتصادي دائرن کي بہ وڪوڙي ويئي ھئي. سيني پاسن کان بغاوتن منھن ڪڍيو ھو، جن کي منھن ڏيڻ جي قابليت اورنگزيب جي جانشينن ۾ ڪا نہ ھئي. مسلمانن جي تاريخ جي اھڙي خطرناڪ ۽ نازڪ وقت ۾ شاھ ولي اللّه جنم ورتو، جيڪو مسلم ھندستان جو ھڪ عظيم مذھبي مفڪر ھو، جنھن اسلام کي ھندستان ۾ نئين زندگي ڏيارڻ لاءِ وڏو ڪم ڪيو.

شاھ ولي اللّه 1703ع ۾، اورنگزيب جي وفات کان چار سال اڳ جائو ھو. سندس ڏاڏو شيخ وجيح الدين، شاھ جھان جي فوج جو ھڪ مکيہ عملدار ھو. ھن جو والد شاھ عبدالرحيم ھڪ صوفي ۽ مشھور عالم ھو، جنھن فتاويٰ– عالمگيري جي تاليف ۾ مدد ڪئي ھئي. فتاويٰ عالمگيري اسلامي قانون جو ھڪ وڏو ضابطو آھي. تنھن ھوندي بہ ھن شھنشاھ سان ملڻ جي دعوت ٺڪرائي ڇڏي ۽ پنھنجون سموريون شڪتيون مدرسہ– رحيميہ جي تنظيم ڪرڻ ۽ اتي پڙھائڻ ۾ لڳائي ڇڏيون ھيون. اھو ھڪ ديني مدرسو ھو، جنھن اڳتي ھلي مسلم ھندستان جي مذھبي چوٽڪاري ۾ اھم ڪردار ادا ڪيو ۽ جنھن شاھ ولي اللّه، شاھ عبدالعزيز، سيد احمد بريلوي، مولوي عبدالحي ۽ شاھ اسماعيل شھيد جھڙا مذھبي سڌارڪ ۽ مجاھد پيدا ڪيا. شاھ عبدالرحيم ۽ سندس پاءُ جي سکيا بابت مولانا عبيداللّه سنڌي لکي ٿو:

”ھنھي پائرن جي سکيا جو تت اھو ھو تہ ڪو اھڙو رستو ڳولي ڪڍجي جنھن تي مسلم فيلسوف (صوفي ۽ متڪلمين) ۽ فقيہ (قانوندان) گڏجي سفر ڪري سگھن.“

شاھ ولي اللّه پنھنجي ابتدائي تعليم پنھنجي نامور والد کان حاصل ڪئي، جيڪو سندس استاد بہ ھو تہ سندس روحاني رھبر پڻ. ھو پنھنجي جم جي اصلي وقت کان اڳ پيدا ٿيو ھو ۽ ايتري تہ تيز حافظي جو مالڪ ھو جو 7 سالن جي

جمار ۾ قرآن مجيد حفظ ڪري ڇڏيو هئائين. هو 17 سالن جو ٿيو ته سندس والد 1131ع ۾ وفات ڪري ويو. هن پنهنجي والد جي جاءِ تي مدرسه رحيميه ۾ پڙهائڻ شروع ڪيو ۽ ٻارهن سالن تائين اهو ڪم ڪندو رهيو. تنهن کان پوءِ هو وڌيڪ پڙهڻ لاءِ عربستان ويو. هو هڪ ذهين عالم هو. هو مڪي ۽ مديني ۾ چوڏهن مهينا رهيو. انهي عرصي ۾ هو حجاز جي نمايان استادن سان لهه وچڙ ۾ رهيو. هن جو دلپسند استاد مديني جو شيخ ابو طاهر بن ابراهيم هو، جنهن کان هن کي حديث ۾ سندَ عطا ٿي.

مڪي ۾ رهڻ دوران شاهه ولي الله هڪ خواب ڏٺو هو، جنهن ۾ پيغمبر پاڪ کيس حڪم ڏنو هو ته هو ننڍي کنڊ وچي مسلمانن کي منظم ڪرڻ ۽ کين چوٽڪاري ڏيارڻ جو ڪم ڪري، تنهن ڪري هو 9 جولاءِ 1732ع ۾ دهلي موٽيو ۽ ايندي ئي پنهنجي ڪم ۾ جنبي ويو. هن اهو انتهائي مشڪل ڪم ان وقت پنهنجي هٿ ۾ کنيو، جڏهن هندستان جا مسلمان پنهنجي تاريخ جي تمام ڏکئي دور مان لنگهي رهيا هئا ۽ سندن سمورو سماجي، سياسي، اقتصادي ۽ روحاني سرشتو ڀڄي پور ٿي چڪو هو. دهلي اچڻ کان پوءِ هن پنهنجن شاگردن کي اسلامي علم جي مختلف شاخن جي سکيا ڏيڻ شروع ڪئي ۽ کين اهو ڪم سونپيائين ته وڃي ماڻهن ۾ اسلام جي حقيقي روح جي تبليغ ڪن. هن اسلامي علمن تي معياري ڪتاب لکڻ جو ڪم به پنهنجن هٿن ۾ کنيو ۽ 1762ع ۾ پنهنجي وفات تائين اسلام تي وڏي تعداد ۾ ڪتاب لکيائين. جيڪي اڄ سوڌو اهم ليکجن ٿا.

شاهه ولي الله تمام گهڻو لکيو. اسلامي علمن جي ميدان ۾ هن جون لکڻيون دائمي حيثيت رکن ٿيون. هن 30 ٽيهن سالن جي عرصي ۾ عربي توڙي فارسي زبانن ۾ اعليٰ معيار جا پنجاهه ڪتاب لکيا. انهن ڪتابن مان ڪي ته اهڙا به آهن جن جي مقابلي جو ٻيو ڪو ڪتاب اسلامي ادب ۾ اڃا تائين لکجي نه سگهيو آهي. اسلامي علمن جون هن جيڪي به خدمتون ڪيون، تن مان سڀ کان وڏي خدمت اسلامي سکيا جي وسيع ذخيري کي جدا جدا عنوانن تحت آڻي، انهن جو ضابطو تيار ڪرڻ هئي. هن جا ڪتاب خيال توڙي مستقبل بيني جي لحاظ کان نمايان حيثيت رکن ٿا. هڪ سماج سڌارڪ ۽ سوشلزم بابت نظرين جي باني هئڻ جي حيثيت ۾ کيس ڪارل مارڪس جو اڳواڻ چئي سگهجي ٿو.

آزادي واري تحريڪ جي تاريخ ۾ شيخ محمد اڪرام هن جي ڪتابن جي باري ۾ لکي ٿو: ”شاهه ولي الله عالماڻا ڪتاب لکيا ۽ سگهاريون ۽ لاڀائتيون تحريڪون شروع ڪيون، پر هن جي لکڻين جون اهي پوشيدہون خاصيتون به گهڻ اهم ڪونهن جيڪي هن ننڍي کنڊ جي مسلم مذهبي نظريي کي ورثي ۾ ڏنيون، جن جي ڪري ننڍي کنڊ ۾ اهو (ماڻهن جي) وڌيڪ ويجهو ٿيو ۽ سندس آئندي جو

رستو نهيو. هن جي لکڻين ۾ علم، اندر جي سوجهي، نواڻ ۽ بردباري جون خوبيون موجود آهن. پر نظريي توڙي عمل ۾ هن جنهن ڳالهه تي سڀ کان وڌيڪ زور ڏنو، سو آهي عدل يا عدالت. هن جا ڪتاب ۽ نظريا ڪافي ثابتي ڏين ٿا ته هن انهي اصول تي عمل به ڪيو ۽ ورلي ڪو اهڙو موقعو هٿان وڃايو جنهن ۾ هن سماجي تاجي پيٽي کي برقرار رکڻ لاءِ نظرياتي طور عدل جي ڪردار تي زور نه ڏنو هجي."

هو جنهن دؤر ۾ پيدا ٿيو هو تنهن تي تصوف جو ڳوڙهو رنگ چڙهيل هو. سنڌس پيءُ هڪ مشهور صوفي هو. پنهنجي ننڍپڻ ۾ هو عظيم مذهبي سڌارڪ ابن تيميه جي اثر هيٺ هو. حجاز ۾ رهندي هن جو واسطو اهڙن عالمن سان پيو جن تي وهابيت جو اثر هو. وهابي عالمن جي صحبت ڪري تصوف تي سنڌس اندو عقيدو ته ضرور گهٽيو، پر وهابين وانگر هن تصوف کي مڪمل طور رد نه ڪيو. هن کي خبر هئي ته ننڍي کنڊ ۾ اسلام کي مقبول ڪرڻ لاءِ صوفين ڪيڏو نه ڪم ڪيو هو ۽ اهو به ڄاڻائين ٿي ته سچو پچو اسلامي تصوف ماڻهن جي روحاني ترقي لاءِ ڪيڏو نه ضروري هو. پر هو چالو ۽ زوال هيٺ آيل روايتي صوفي متي تي سخت تنقيد ڪندو هو. جيڪو سنڌس نظر ۾ دنيا تياڳڻ جي حد تائين وڃي پهتو هو ۽ سچي اسلام جي ابتڙ هو. هو پنهنجي وصيت نامي ۾ لکي ٿو: "بي وصيت اها آهي ته جيئن ته اهي صوفي ڪافي غلط ڪار آهن، تنهن ڪري ڪنهن کي به اهو نه ٿو جڳائي ته هو هن زماني جي صوفين جو پوئلڳ ٿي پنهنجا معاملا انهن جي حوالي ڪري ڇڏي."

شاهه صاحب صوفي متي کي رد ڪرڻ بدران ڪيس سڌارڻ ۽ منجهس ضابطي پيدا ڪرڻ تي زور پريو. هن انهي موضوع تي ڪافي ڪتاب لکيا، جن ۾ صوفي متي جي اوڻن ۽ ڳڻن جي ڇنڊڇاڻ ڪيائين.

مولانا مناظر احسن لکي ٿو."انصاف جي نظر سان ڏسجي ته انهن ڪتابن وسيلي عالمن ۽ صوفين ۾ پيدا ٿيل اختلاف ختم ٿي ويا. تصوف جي نظرين جي اسلامي تشريح ڪرڻ سان شاهه ولي الله اها بڇان ختم ڪري ڇڏي، جيڪا عالمن کي صوفين کان ايندي هئي." اهڙي طرح شاهه ولي الله نه فقط عالمن ۽ صوفين جي وچ ۾ پيدا ٿيل وٿي تي پل ٻڌي، پر خود صوفين جي مختلف فرقن ۾ جيڪي اختلاف پيدا ٿي پيا هئا تن کي به ختم ڪيائين. انهي موضوع تي هن جيڪي اصول ٺاهيا، تن تي عمل ڪرڻ سان ديوبند جي عظيم ديني مدرسي جو بنياد پيو، جن جي سرپرستن مان مولانا رشيد احمد گنگوهي جهڙا مشهور صوفي شامل هئا.

شاهه ولي الله پنهنجي زماني جي سماجي ۽ سياسي سرشتي کي سڌارڻ جو مقصد به پنهنجي هٿ ۾ کنيو. مسلم معاشري جي سياسي نظام ۾ جيڪي بيماريون پيدا ٿيون هيون تن کي حقيقت پسندي سان پروڙي سندن علاج ٻڌايائين.

مسلم معاشري ۾ جيڪي غيراسلامي رسمون هندو ڌرم سان لهہ وچڙ ۾ اچڻ ڪري پيدا ٿي پيون هيون، تن تي تنقيد ڪيائين. هو شادين، دعوتن ۽ رسمن تي ٿيندڙ حد کان وڌيڪ فضول خرچين جو خاص طرح مخالف هو. هن رنن زالن جي ٻيهر شادي جي وڪالت ڪئي. هن احتياط سان انهن ڪارڻن جو تجزيو ڪيو، جن جي ڪري سندس زماني ۾ مسلم معاشري جو اقتصادي زوال آيو هو. هن مسلم سماج جي اقتصاديات ۾ انقلابي تبديليون آڻڻ جي رٿ ڏني. هن سماج وادي بنيادن تي دولت جي وڌيڪ وسيع ورڇ جي وڪالت ڪئي. حجه الله البالغہ جي هڪ روشن باب ۾ هن سرمائيداري نظام جون اهي خرابيون ٻڌايون جن جي ڪري رومي ۽ ساساني سلطنتن جو زوال آيو هو. هُو غريبن جي اقتصادي ڦرلٽ تي سخت تنقيد ڪندو هو، جنهن جي ڪري ماضي ۾ ڪيترائي انقلاب اچي چڪا هئا ۽ اها ڦرلٽ ئي دنيا ۾ سڀني خرابين ۽ بي چينين جو بنيادي سبب هئي. هو هن مغل بادشاهن ۽ اميرن جي عيش و عشرت ۽ سستي واري زندگي تي بہ نقطہ چيني ڪندو هو.

شاهہ ولي الله جي راءِ هئي تہ سياسي تبديلي کان اڳ ذهني انقلاب اچڻ گهرجي. هن خوني انقلاب وسيلي سياسي يا سماجي تبديلي آڻڻ جو ڪو ارادو نہ ٿي رکيو. هن سماج ۾ پرامن طريقي سان انقلابي تبديلي آڻڻ پئي چاهي. هن جيڪو سياسي انقلاب آڻڻ پئي گهريو، تنهن تي پنهنجي مشهور ڪتاب عزله الخفا ۾ بحث ڪيو اٿس.

شهريت جي مختلف پاسن کي جيترو شاهہ ولي الله ٿي سمجهيو اوترو وچين صدي واري هندستان جو ٻيو ڪو بہ عالم نہ سمجهي سگهيو هو. هن 'پاڻ سڃاڻڻ' کي 'سياسي شعور' جو اولين شرط ٿي سمجهيو. هن پنهنجي سداحيات ڪتاب حجه الله البالغہ ۾ انهن ڪارڻن تي تفصيل سان بحث ڪيو آهي جيڪي شهري شعور جي واڌاري لاءِ ڪم ڪن ٿا.

شاهہ ولي الله وچين صديءَ واري هندستان جو شايد واحد مسلمان عالم هو، جنهن سماجي ۽ سياسي نظام ۾ اقتصاديات جي اهميت کي پرکيو. هن سماج ۾ اقتصادي توازن برقرار رکڻ جي وڪالت ڪئي ۽ دولت گڏ ڪرڻ کي سخت لفظن ۾ ننديائين. سندس چوڻ مطابق دنيا ۾ سڀئي خرابيون دولت گڏ ڪرڻ جي هيج ڪري پيدا ٿيون آهن. هن اهڙي سماجي جوڙجڪ جو سپنو پئي ڏٺو جيڪا اقتصادي برابري، برادري ۽ ڀائپي تي ٻڌل هجي. اهي ئي اصول آهن، جنهن تي خلافت راشده جي دور ۾ اسلام جي سماج وادي اصولن تي عمل ٿيندو هو.

شاهہ ولي الله زوال ۽ افراتفري واري زماني ۾ پيدا ٿيڻ جي باوجود امن ۽ خوشحالي لاءِ پاڻ پتوڙيو. هو ئي واحد ماڻهو هو، جنهن وچين صديءَ واري هندستان کي سماجي ۽ اقتصادي نظريو ڏنو ۽ هڪ اهڙو مسلم معاشرو ڏسڻ پئي

چاهيو، جنهن ۾ فرد پوري طرح آزاد هجي ۽ سندس آزادي سڀ جي ڀلائي ۾ ڪم اچي سگهي. هن جي نظر ۾ هڪ مثالي اسلامي رياست، اهڙي رياست هوندي جنهن ۾ حاڪم قرآن ۽ سنت تي هلندو. اهڙي رياست ۾ ڪنهن به قسم جي اقتصادي ڦرلٽ ڪي برداشت نه ڪيو ويندو ۽ فرد آزاد هوندو ته ايمانداري سان پنهنجو گذر سفر ڪري.

مدرسه رحيميه نالي هن جو ديني مدرسو ننڍي کنڊ ۾ اسلام جي نئين جياپي جو مرڪز ليکجڻ لڳو ۽ ملڪ جي کنڊ ڪڙڇ مان عالم اتي پهچڻ لڳا ۽ اتان سکيا وٺي ننڍي کنڊ ۾ آزادي جي تحريڪ جا مشعل بردار ٿي پيا. اهو مدرسو سچ پچ ته اسلامي ديني نظريي جي نئين سر جوڙجڪ جو مرڪز بڻجي ويو. انهي ڪيترائي پرجوش ڪارڪن پيدا ڪيا، جن پنهنجي مبلغ جو مقصد، تبليغي جوش ۽ جذبي سان هر هنڌ پهچايو. انهن ۾ سورت جو مولانا محمد عاشق، بڏانا جو مولانا نورالله، مولانا امين ڪشميري، راءِ بريلي جو شاهه ابوسعيد ۽ سندس پنهنجو پٽ شاهه عبدالعزيز شامل آهن. شاهه عبدالعزيز ته شروعات ٿي پنهنجي پيءُ جي ديني ۽ سياسي فلسفي سان ڪئي هئي.

پنهنجي سماجي ۽ اقتصادي فڪر جي اوسر جي لاءِ هن هندستان ۾ ٻه اسڪول قائم ڪيا. هڪ بريلي ۽ ٻيو ٽـنـڪي سنڌ ۾. بريلي ۾ شاهه علم الله جو تڪيو ۽ ٽـنـڪي ۾ مخدوم محمد معين ٽـنـوي جو تڪيو جي نالي انهن اسڪولن پنهنجو ڀرپور ڪردار ادا ڪيو. اڳتي هلي هندستان ۾ ديوبند مدرسو ۽ جمعيت علماءِ هند شاهه ولي الله جي ان اسڪول آف ٿاٽ جو محور بڻجي ويا.

هندستان دوست مفڪر جي حيثيت ۾ شاهه ولي الله مغلن جي زوالجنڊڙ سلطنت جو متبادل هندستان کي گهڻ قومي ملڪ قرار ڏيڻ جي صورت ۾ پيش ڪيو ۽ هندستان کي خودمختيار رياستن جي ڪنفيڊريشن مڃائڻ جي پرچار ڪئي. ليڪن ساڳي وقت هن لاءِ چيو وڃي ٿو ته مرهٽن جي زور کي ٽوڙڻ لاءِ هن افغان حاڪم احمد شاهه ابداليءَ کي هندستان تي ڪاهڻ جي دعوت ڏني، جيڪو هندستان دوستيءَ جي اصولن خلاف هو. اهو مسئلو هندستان جو مؤرخ ئي سلجهائي سگهي ٿو ته مرهٽن جي فاشسٽ نيشنلزم کي دٻائڻ لاءِ شاهه ولي الله جو ٻاهرين حاڪم کي سڏڻ ڪيستائين صحيح هو.

# نيپولين بوناپارٽ

(1769ع - 1821ع)

نيپولين بوناپارٽ جو عروج ۽ زوال تاريخ جي وڏن ۽ ڊرامائي واقعن مان هڪ ليکجي ٿو. ويهن سالن جي مختصر عرصي ۾ ڪارسيڪا جي فوج جو هي آفيسر نہ صرف فرانس جو شهنشاه بڻجي ويو پر گهڻو ڪري سڄو يورپ بہ سندس هٿ هيٺ اچي ويو. ايڏي عروج ماڻڻ کان پوءِ جڏهن زوال آيو، تڏهن سندس حياتي جي پڄاڻي ڏکڻ ائٽلانٽڪ جي هڪ ڏورانهين ٻيٽ ۾ ٿي ۽ سندس جبرو سياسي ۽ فوجي ادراڪ سندس وڏخيالي جي مقابلي ۾ اڻپورو ثابت ٿيو.

نيپولين ڪارسيڪا جي هڪ اهڙي ننڍي امير گهراڻي ۾ پيدا ٿيو هو جنهن جي وابستگي ڪارسيڪا جي فرانسي حڪومت سان هئي. هن فرانس جي فوجي اسڪولن ۾ تعليم ورتي. فرانسي انقلاب جي شروع ٿيڻ کان ٿي سال اڳ کيس فوج ۾ ڪميشن ملي هئي. هو عوامي اپار جو پرجوش حامي هو. هن جي انقلابي سرگرمين ۾ حصو وٺڻ ڪري سندس آڪهہ کي مجبور ٿي ڪارسيڪا ڇڏڻو پيو ۽ انهن وڃي فرانس ۾ پناهہ ورتي.

نيپولين ٽائون جي بندر تي، جيڪو شاهہ پرستن ۽ انگريزن جي هٿ ۾ هو، قبضو ڪري پهريون ڀيرو پنهنجو نالو ڪيو. انهي ڪارنامي ڪري هو 24 سالن جي ننڍي ڄمار ۾ ئي برگيڊيئر جنرل ٿي ويو. هو 1795ع ۾ پئرس موٽيو، جتي هن قومي ڪنوينشن کي شاهہ پرستن جي بغاوت کان بچائي ورتو ۽ ان کان پوءِ هو نئين حڪومت لاءِ لاڀائتو ثابت ٿيو جنهن کي ڊاريڪٽري سڏيندا هئا. جيڪا ان وقت لوڏن لمن ۾ هئي.

بوناپارٽ کي 1796ع ۾ اٽلي جي فوجن جي ڪمان ڏني وئي ۽ هن اتر اٽلي مان آسٽريا کي نيڪالي ڏيئي ڇڏي ۽ اتي عوامي راڄ قائم ڪيائين. انهي ڪانپوءِ هن آسٽريا جي جنڊ تي ڪاهہ ڪئي. جڏهن نيپولين کي محسوس ٿيو تہ ٺاهہ جا حامي شاهہ پرست، ملڪ گيري جي حامين کي حڪومت مان نيڪالي ڏيئي ڇڏيندا، تڏهن انهي ڳالهہ کي روڪڻ لاءِ هن هڪ فوجي جٿو پئرس موڪليو. تنهن کان پوءِ هن آسٽرنين سان ڪمپوفارميو وارو معاهدو ڪيو، جنهن مطابق فرانس

جا فتح ڪيل علائقا ڪيس ملي ويا.

نيپولين جو هيو ڪارنامو مصر تي ڪاهه ڪرڻ هو، جنهن ذريعي هن برطانيه جي هندستان سان واپار کي هاڃو رسائڻ ٿي چاهيو. انهي ملڪ، جنهن سولائي سان آڻ مڃي اوتري ئي ڏکيائي مٿس قبضو جاري رکڻ ۾ ٿي. نيل واري لڙائي ۾ ايڊمرل نيلسن برطانيه جي سامونڊي طاقت جو اهڙو مظاهرو ڪيو جنهن بعد ۾ نيپولين جو زوال اچي چڙهيو.

نيپولين فرانس موٽي ڊائريڪٽري جو تختو اونڌو ڪرڻ واري هڪ سازش ۾ شريڪ ٿيو. بروميئر جي فوجي بغاوت (10 نومبر 1799ع) کان پوءِ کيس ڪنسوليٽ نالي نئين سرڪار جو مکيه ڪائونسل بڻايو ويو. مکيه ڪائونسل جي حيثيت ۾ هو سچ پچ هڪ ڊڪٽيٽر ثابت ٿيو. هن جهڙي طرح فوجي معاملن ۾ پاڻ ملهايو هو اهڙي ئي طرح هن قوم مٿان حڪومت به هلائي ڏيکاري. جن علائقن ۾ گهرو ويڙهه ڪري تباهي مچل هئي اتي امن امان قائم ڪيائين. سڪي کي مستحڪم ڪيائين ۽ محصولي سرشتي کي سڌاري وڌيڪ انصاف پريو ۽ اثرائتو ڪيائين. هن ڪئٿولڪ ڪليسا سان ٺاهه ڪيو ۽ تعليمي سرشتي کي نئين سر منظم ڪيائين ۽ قانونن کي گڏ ڪري ضابطي جي شڪل ڏنائين. هن جو ٺاهيل ديواني قانونن جو مجموعو اڃا تائين فرانس ۾ هلي پيو، جنهن کي ڪوڊينيپولين سڏجي ٿو. انهي مجموعي انهن ملڪن جي قانوني سرشتن تي پنهنجا پختا اثر ڇڏيا آهن، جيڪي نيپولين جي حڪومت هيٺ رهيا هئا.

نيپولين کي يقين هو ته هو يورپ کي متحد ڪرڻ لاءِ پيدا ٿيو هو، جنهن ڪري هن 1804ع ۾ پاڻ کي فرانس جو شهنشاهه ٺاڻيو ۽ ٻين ملڪن کي فتح ڪرڻ وارو پروگرام جاري رکيائين. "مان ڪنهن کي به هاڃو رسائڻ نٿو چاهيان" هن هڪ ڀيري پنهنجا خيال ظاهر ڪندي چيو هو، "پر جيئن ته منهنجي پاليسي واري وڏي ڪار پنهنجو سفر شروع ڪري چڪي آهي، تنهن ڪري اها ضرور پنهنجو سفر جاري رکندي ۽ انهن ماڻهن تي مصيبت ٿي ڪڙڪندي جيڪي سندس ڦيٿن هيٺان اچي ويندا."

پر ڪي ٿورا ماڻهو انهي ڪار جي ڦيٿن هيٺان آيا. هن اسپين وارن سان وحشياڻو ورتاءُ ڪيو، جو ته انهن ارهه زورائي ڪندي نيپولين جي ڀاءُ جوزف جي بادشاهه ٿيڻ جي مزاحمت ڪئي هئي، پر انهي کان سواءِ ٻي هر هنڌ سندس ڪار سولائي سان سفر ڪندي رهي. انهي هوندي به چڱي خاصي ويڙهه ڪرڻ جي ضرورت هئي. نيپولين کي اڳتي وڌڻ کان روڪڻ لاءِ هڪ ٻئي پٺيان ڪيترائي اتحاد ٺهيا پر ايئن ٿي لڳو ته سڀ سندس زوردار حڪمت عملي ۽ 'شاندار فوج' اڳيان بيوس ٿي چڪا هئا.

نيپولين 1810ع ۾ ڪارسيڪا جي اڳئين انقلابڻ، پنهنجي زال جوزفائن کي

طلاق ڏيئي، هائوس آف هيپسبرگ جي هڪ شهزادي ميري لائوسي سان شادي ڪئي، جنهن مان ٻئي سال ڪيس پٽ ڄائو. جنهن ڪري بوناپارٽ کي پنهنجي تخت لاءِ هڪ وارث ملي ويو. هاڻي نيپولين پنهنجي اقتدار جي عروج تي پهچي چڪو هو. هن بلقان جي ملڪن کان سواءِ ٻيو سمورو يورپ ڪنڊ فتح ڪري ڇڏيو هو. فرانسي شهنشاهيت نيدرلينڊز ۽ اتر جرمني کان وٺي روم سميت اٽلي تائين پکڙجي ويئي هئي. شهنشاهيت جي چوڌاري اهي زيردست رياستون پکڙيل هيون جن مان گهڻين تي نيپولين جا مائٽ راڄ ڪري رهيا هئا. انهن کان پريان آسٽريا، پرشيا ۽ رشيا جهڙا ملڪ هئا، جن عارضي طرح ساڻس ڪونه ڪو ناهه ڪري پنهنجي جند ڇڏائي ورتي هئي.

پر اڃا گريٽ برٽن جهڙو هوڏي دشمن باقي بچيل هو. نيپولين جو منڍ ۾ ئي گريٽ برٽن کي فتح ڪرڻ جو ارادو هو. انهي لاءِ ڪيس طاقتور برطانوي بحري ٻيڙي کي دلبو ڏيئي پنهنجي ساحل کان پري رکڻو هو پر سندس اها حڪمت عملي ناڪام ٿي. نيلسن فرينچ بحري ٻيڙي کي ٽرافالگر وٽ شڪست ڏيئي فرانسي ڪاهه جو خطرو ٽاري ڇڏيو. انهي کان پوءِ نيپولين برطانيه خلاف اقتصادي جنگ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هن پنهنجي ڪانٽينينٽل سرشتي کان ڪم وٺندي 1806ع ۾ سرشتي ۾ شامل يورپ ڪنڊ کي برطانوي مال گهرائڻ کان جهلي ڇڏيو. انهي ۾ ڪيس ڪاميابي نه ٿي. برطانيه خوشحال ٿيندو ويو ۽ نيپولين جي قانون جي پڌري پيڇڪڙي ٿيندي رهي ۽ مٿس چٽرون ٿيڻ لڳيون. روس فرانسي، روسي معاهدي مان مايوس ٿي، جڏهن ڪانٽينينٽل سرشتي مان نڪري ويو، تڏهن نيپولين ڪيس سيکت ڏيڻ خاطر هڪ دفعو ٻيهر پنهنجي فوج کي اوپر طرف وڌڻ جو حڪم ڏنو. 1812ع واري روسي مهم تباهي سان پوري ٿي. نيپولين جي فوج روس جي سخت سياري جي سٽ نه سهي سگهي ۽ پاڇ ڪائيندي ٽڌ ۽ بک وگهي مري ويئي. روس ۾ گهڙڻ وقت فرانسي فوج جو انگ 611,000 هو پر انهن مان صرف ٻه لک ماڻهو، پنهنجي تباهي جو داستان ٻڌائڻ لاءِ جيئرا موٽي سگهيا هئا.

نيپولين جو پاري پٽلو هاڻي ايترو نه نازڪ ٿي ويو جو ڪيس ڏک هڻڻ سولو ٿي پيو هو. يورپ جون ٻيون طاقتون هن جي خلاف گڏ ٿي ويون. نيپولين جنگ جي ٿڪل ٽٽل فرانسين مان ٻي فوج ٺاهي ورتي ۽ لڳاتار وڙهندو رهيو پر مارچ 1814ع ۾ اتحادي فوجون پئرس پهچي ويون. نيپولين کي زوري تخت تان لاٿو ويو ۽ ڪيس جلاوطن ڪري پونوچ سمنڊ جي ايلبا نالي ٻيٽ ڏانهن موڪليو ويو.

ٻئي سال، جڏهن اتحادي اڃا يورپ جي نئين سر اڏاوت ۾ لڳا پيا هئا، تڏهن نيپولين ايلبا مان ڀڄي اچي فرانس ۾ پهتو، جتي ڏنائين ته ماڻهو بحال ٿيل بوربون بادشاهت مان خوش نه هئا ۽ وري شهنشاهيت قائم ڪرڻ لاءِ سندس مدد ڪرڻ لاءِ تيار هئا. هن حڪومت ۽ فوج جون واڳون سنڀاليندي بيلجيم تي ڪاهه ڪئي

پر اتحادي فوجن برطانوي ڊيوڪ آف ويلنگٽن جي اڳواڻي هيٺ ڪيس واٽرلوُ جي يادگار جنگ ۾ شڪست ڏني.

نيپولين کي ورِي جلاوطن ڪيو ويو. هن دفعي سندس جلاوطني دائمي ثابت ٿي. انگريزن کيس سينٽ هيلينا نالي هڪڙي ننڍڙي ٻيٽ ۾ موڪلي ڇڏيو، جتي هن پنهنجي زندگي جا آخري ڇهه سال باغباني ڪندي ۾ پنهنجي آتم ڪهاڻي لکرائيندي گذاريا.

# ويلنگٽن

(1769-1852)

مارننگٽن جي ڪائونٽيس پنهنجن ٻن وڏن پٽن رچرڊ ۽ هينري تي ته فخر ڪندي هئي، جو انهن ايٽن ۽ آڪسفورڊ ۾ نالو ڪڍيو هو پر سندس ٽئين پٽ جو معاملو مختلف هو. هن هڪ ڀيري چئي ڏنو "مان خدا جو قسم کڻي ٿي چوان ته مونکي خبر نٿي پوي ته پنهنجي اينگي پٽ آرٿر سان ڪيئن ڪيان." هن ايٽن مان ٻه ڪو سبق نه پئي پرايو، تنهن ڪري کيس انهي اميد تي فرينچ ملٽري اڪيڊمي ۾ موڪلي ڇڏيائين ته من اتي هو قبول ٿيڻ جوڳو سپاهي ٿئي. ٻار ۾ ماءُ پيءُ جو عدم اعتماد ورلي اهڙو غلط ثابت ٿيندو آهي، جهڙو ويلنگٽن جو معاملي ۾ ٿيو. اهو آرٿر ويسلي، (سندس اينگلو آئرش آڪهه ۾ پهريائين سندن نالا ائين ئي اچاريا ويندا هئا) جنهن مان سندس ماءُ پيءُ نااميد رهندا هئا، ترقي ڪندو، برطانوي فوج جو سڀ کان وڏو فوجي سورمو ۽ واٽرلو جو فاتح ثابت ٿيو. نيپولين کي هن ئي هميشه لاءِ اڳتي وڌڻ کان روڪي ڇڏيو هو.

سندس فوجي جوهر پڌرا ٿيڻ ۾ ڪجهه سال لڳا. هن کي 1787ع ۾ فوج ۾ ڪميشن ملي ۽ پنهنجي خانداني اثررسوخ جي زور تي هو آئرلينڊ جي وائسراءِ جو ايڊ- ڊي- ڪئمپ مقرر ٿيو. هو 1790ع کان آئرلينڊ جي پارليامينٽ ٽرم جي ويلسلي نشست تي پڻ ويٺو. هن سرڪاري نوڪري دوران پهريون دفعو 1974ع ۾ ان وقت پنهنجو نالو ڪڍيو، جڏهن ليفٽيننٽ ڪرنل جي حيثيت ۾ پنهنجي رجمينٽ جي اڳواڻي ڪندي فلارنڊرس ۾ ٿورين گهٽين ڪاميابيون حاصل ڪيائين.

هن جي ٻي تقرري هندستان ۾ ٿي. هندستان ۾ نوڪري وارو مدو هن لاءِ للڪاريندڙ ثابت ٿيو، خاص ڪري جڏهن سندس ڀاءُ رچرڊ 1798ع ۾ اتي گورنر جنرل ٿي آيو. ميسور جي ٽيپو سلطان تي فتح پائڻ ڪري آرٿر ويلسلي کي ميسور جو گورنر مقرر ڪيو ويو. هن جي فتحن ڪري هندستان ۾ انگريزن جو راڄ گهڻو پڪڙجي ويو. هن جي ڀاءُ سندس فتحن کي ساراهيندي چيو "مون توکان جيڪو چاهيو پئي تو ان کان به تمام وڌيڪ ڪري ڏيکاريو."

ويلسلي کي 1805ع ۾ نائٽ جو خطاب مليو تنهن کان پوءِ هو پنهنجي وطن موٽي ويو. اتي هن پنهنجي نوجواني واري دور جي جي محبوبا ڪٽي پئڪنهام سان شادي ڪئي ۽ هائوس آف ڪامنس جو ميمبر ٿيو، جتي هن پنهنجي ڀاءُ جي ملڪگيري وارين پاليسين جو بچاءُ ڪندي سندس ڪيترن ئي مخالفن جا وات بند ڪري ڇڏيا. هو وسڪائونٽ ڪئسلريگ جو گهاٽو دوست ٿي ويو، جيڪو انهي زماني ۾ جنگي وزير هو. ويلسلي سندس فوجي صلاحڪار طور ڪم ڪرڻ لڳو.

هيستائين برطانيه نيپولين خلاف جنگ ۾ صرف ساموندي طور رڌل هئڻ سان گڏوگڏ ٻين کي وڏيون امدادون ڏيڻ تائين پاڻ کي محدود رکندو آيو هو پر هندستان ۾ جنگ لڳڻ ڪري برطانوي فوج انهي معاملي ۾ وڌيڪ ملوث ٿي ويئي. اپکنڊ واري جنگ جي وڌڻ ڪري آرٿر ويلسلي اهڙا ڪارناما ڪيا جو هو 1807ع ۾ آرٿر ويلسلي مان ڦري وسڪائونٽ ويلنگٽن، يعني هڪ سورمو ٿي ويو.

هو پهريون ڀيرو نيپولين جي حڪومت خلاف پورچوگيزن جي بغاوت کي هٿي ڏين لاءِ 1808ع ۾ پورچوگال ويو، جتي هن ٻن وچولي درجي جي صلاحيت رکندڙ جنرلن سان گڏجي ڪمانڊ سنڀالي. برطانيه انهي مهم ۾ سوڀارو ٿيو پر فرينچن سان جيڪو صلحنامو ٿيو سو ايترو نرم هو جو ٽنهي جنرلن کي ڪورٽ مارشل ڪرڻ لاءِ وطن واپس گهرايو ويو. انهي ڪورٽ مارشل مان ويلسلي نه صرف پنهنجي ساک بچائي سوڀارو ٿي نڪتو پر سندس ساک اچا به وڌي ويئي، ڇاڪاڻ ته هن جي زبردست ڪورٽ مارشل دوران سندس ڏاڍي واکاڻ ڪئي هئي.

برطانوي ڪابينا اپکنڊ (هندستان) ۾ جنگ جاري رکڻ جو فيصلو بنيادي طرح ويلسلي جي زور ڀرڻ ڪري ڪيو. هو 1809 ۾ پورچوگال موٽيو، جتي نئين سر جنگ کي اپاريائين جيڪا پوءِ 5 سال هلي. انهي جنگ جو نتيجو اهو نڪتو جو برطانيه پورچوگيزن ۽ اسپيني گوريلن جي مدد سان فرينچن کي اتان هڪالي ڪڍيو. پهريان ڪجهه سال ته ويلنگٽن فقط پنهنجي بچاءُ ۾ وڙهيو. نيپولين کي جيڪا فوج ڪنهن ٻئي هنڌ گهربي هئي سا برطانيه کي اپکنڊ مان نيڪالي ڏيڻ جي ناڪام ڪوشش ڪندي هندستان ۾ ڪم آتي ڇڏيائين. نيپولين کي 1812ع ۾ جڏهن روس ۾ تباهي جو منهن ڏسڻو پيو، تڏهن ساڳئي وقت ويلنگٽن به پنهنجون اڳرائي واريون ڪارروايون شروع ڪيون. ايئن ڪرڻ سان نه فقط اتحادي مقصدن کي هٿي، پر تيز رفتاري به ملي. آخرڪار ويلنگٽن 1814ع ۾ اسپين مان نيپولن جي حڪومت جو خاتمو آڻي ڇڏيو. تنهن کان پوءِ هو خود فرانس ۾ دشمن جي پٺيان پيو، جتي کيس نيپولين جي تخت ڇڏڻ جي خبر ملي.

ويلنگٽن ٻئي سال اتحادي فوج جي ڪمانڊر جي حيثيت ۾ دلير ڪارسيڪاني (نيپولين) کي واٽرلو جي لڙائي ۾ آخري شڪست ڏني پر سندس

فتح ۾ لونءِ ڪانداريندڙ حد تائين انساني جانيون ڪم آيون. ويلنگٽن جنهن تي ناانصافي وچان 'فولادي ماڻهو' جو نالو پئجي ويو هو سو انساني جانين جي ايڏي وڏي زيان تي روئي ويٺو. هن اميد ڏيکاري ته اها سندس آخري جنگ ثابت ٿيندي.

پر صلح جي زماني ۾ هو ان قسم جي جنگين ۾ وڃي ڦاٿو جن سندس فوجي فتحن واري تيج کي جهڪو ڪري ڇڏيو. فرانس جي قبضي دوران ڪمانڊر جي حيثيت ۾ ڪاميابي سان ڪم ڪرڻ کان پوءِ هو انگلينڊ جي سياسي زندگي ۾ موٽي ويو. هو ٽوري ڪابينه ۾ 1818ع کان 1827ع تائين هڪ ننڍي عهدي تي رهيو ۽ 1828ع ۾ وزيراعظم ٿيو.

ويلنگٽن سياسي چنبا- پٽ کي سخت ناپسند ڪندو هو، ڇو ته انهي ڪري ماضي ۾ جنگ جي ميدان ۾ رڪاوٽون پيون هيون. تنهن کان سواءِ هو آزادخيالي کان به ڏايو ٻجندو هو. هن جو خيال هو ته آزادخيالي ۾ انقلاب جي ڇيندڙ ڇهنب لڪل هوندي آهي ۽ اها برطانوي ادارن کي ناس ڪري ڇڏيندي. انهي سببان هن انهن پارليامينٽري سڌارن جي سخت مخالفت ڪئي جيڪي انهي زماني ۾ هڪ وڏو مسئلو بڻيل هئا. تنهن ڪري هو عوامي نڪته چيني جو نشانو بڻجي پيو. ٻئي وڏي مسئلي يعني ڪئٿولڪن جي آجپي تي، هن ديوڪ وڏيڪ ترقي پسندي واري واٽ ورتي. هن جو خيال هو ته ڪئٿولڪن کي مذهبي آزادي ڏيئي آئرلينڊ جي گهرو لڙائي کي روڪي سگهجي ٿو. هن مذهبي آزادي ڏيڻ واري معاملي ۾، پنهنجن ٽوري ساٿين توڙي جارج IV جي مخالفت ختم ڪرائڻ لاءِ ڏايا حيلا هلايا. آخرڪار 1829ع ۾ هو هڪ اهڙو بل منظور ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو، جنهن مطابق ڪئٿولڪن کي مذهبي آزادي ملي وئي.

ويلنگٽن زندگي ۾ ڪڏهن به رٽائرڊ نه ٿيو. هن سر رابرٽ پيل جي حڪومت ۾ پرڏيهي وزير طور ڪم ڪيو ۽ بنا کاتي وزير پڻ رهيو. پنهنجي زندگي جي آخري ڏهن سالن ۾ هو فوج جو ڪمانڊر انچيف ٿي رهيو. هن عهدي تي به هن اهڙي ئي فرض شناسي سان ڪم ڪيو، جهڙو پنهنجي سرگرم زماني ۾ ڪندو هو. ويلنگٽن پنهنجي سياسي زندگي ۾ اهڙو نالو نه ڪڍي سگهيو جيترو فوجي زندگي ۾ ڪڍيو هئائين ڇو ته هو دنيا جي ٿيڻ واري پهرين صنعتي قوم جي بدليل سماجي حالتن سان ساٿ ڏيڻ لاءِ پاڻ کي بدلائي نه سگهيو هو.

# ميٽرنڪ

## (1773-1859)

فرانس جي انقلاب ۽ نيپولين جي جنگين کان پوءِ سڄي يورپ مٿان رجعت پسندي جو ڀوت سوار ٿي ويو هو. انقلاب سماجي انصاف جي جن مثالي نظرين کي جنم ڏنو هو، سي جيتوڻيڪ اڃا تائين ڏاڍا جاندار هئا. پر واڳ ڌڻين پڪو پهه ڪيو هو ته پنهنجي وس آهر پراڻي نظام کي بحال ڪرڻ لاءِ جيڪو ڪجهه سگهندن سو ڪندا. انهي پراڻ پسندي جو شخصي روپ آسٽريا جو پرڏيهي وزير شهزادو ڪليمنس وون ميٽرنڪ هو.

ميٽرنڪ رائن لينڊ جي شهر ڪوبلينز ۾ هڪ معزز گهراڻي ۾ پيدا ٿيو. هو پندرهن سالن جي عمر ۾ سفارتڪاري پڙهڻ لاءِ يونيورسٽي آف اسٽريسبرگ ۾ داخل ٿيو. 1789ع جي انقلابي جذبي ساٿس گڏ پڙهندڙ ڪيترن ئي شاگردن کي متاثر ڪري ڇڏيو هو پر ميٽرنڪ تي اُن جو ڪوبه اثر نه پيو. فرانس ۾ جڏهن اميرن جي زندگي لاءِ خطرو پيدا ٿيو تڏهن هو جرمني موٽي آيو ۽ پنهنجي تعليم مئنز يونيورسٽي ۾ مڪمل ڪيائين.

هن کي سفارتڪاري جا پهريان ڪم برسيلز ۾ مليا، جتي سندس پيءُ آسٽريا جو ڪلي اختيار رکندڙ وزير هوندو هو ۽ هيو هيگ ۾. تنهن کان پوءِ جڏهن فرانس جي اڳتي وڌندڙ انقلابي فوجن سندس خاندان کي نيدرلينڊ ڏانهن ڀڄي وڃڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو ته ميٽرنڪ جو خاندان ويانا هليو ويو. جتي ڪليمنس جي شادي شهزادي ايلين نور ڪائنٽز سان ٿي، جيڪا ماريا ٿريسا جي پرڏيهي وزير جي پڙپوٽي هئي. ميٽرنڪ ڊرسيڊن ۽ برلن ۾ نوڪري ڪرڻ کان پوءِ 1806ع ۾ فرانس لاءِ آسٽريا جو ايلچي مقرر ٿيو.

ميٽرنڪ مُنڍ کان ئي نيپولين کي راضي رکڻ واري آسٽريا جي پاليسي جو مخالف هو. ڪيترن ئي سالن جي تجربي کيس سيکاري ڇڏيو هو ته بوناپارٽ جي اڳرائي کي سهٽي نموني منهن ڪيئن ڏجي. فرانس کي 1809ع ۾ اسپين ۾ جيڪي شڪستون مليون هيون. تن ميٽرنڪ جي همت وڌائي ڇڏي هئي. هُن پنهنجي حڪومت تي زور ڀريو ته وقت اچي ويو آهي جو وري جنگ کي جيئارجي

پر آسٽريا جتي ڪٽي شڪست کاڌي ۽ ميٽرنڪ جيڪو هاڻي پرڏيهي وزير هو، کي هڪ شرمناڪ صلح نامي تي مجبور ٿي صحي ڪرڻي پئي. انهي کان پوءِ هن هميشه خبرداري کان ڪم ورتو. ميٽرنڪ نيپولين ۽ هيپسبرگ جي شهزادي ماريا لئسي جي شادي جي ڳالهه ٻولهه هلائي. انهي ڳالهه ٻولهه جي ڪري آسٽريا کي ساهي پٽڻ جو موقعو مليو. جنهن وقت تياري پئي ڪئي، تڏهن ميٽرنڪ ساڻس هڪ معاهدو ڪري ڪيس فوجي مدد ڏيڻ جو واعدو ڪيو. هن کي اميد هئي ته جيڪڏهن فرانس ڪٽيو ته آسٽريا کي ڪافي فائدو ملندو. ساڳي ئي وقت هن ڳجهه ڳوهه ۾ روس، پرشيا ۽ گريٽ برٽن کي آسٽريا جي دوستي جو يقين ڏياريندي اڳوڻي اتحاد کي جيئارڻ جو ارادو ڏيکاريو. نيپولين جي روس ۾ شرمناڪ شڪست کان پوءِ ميٽرنڪ آسٽريا کي انهي معاهدي مان ڪڍي آيو ۽ 1813ع ۾ آسٽريا کي ڳجهه ڳوهه ۾ هٿياربند ڪري نيپولين کي شڪست ڏيڻ لاءِ چوٿين اتحاد ۾ شامل ٿيو.

هميشه کان ميٽرنڪ جو بنيادي اصول هو طاقت جي توازن کي برقرار رکڻ. فرانس کي بيوس ڪرڻ جو ڪيس ڪو ارادو نه هو. پئرس جي معاهدي (1814ع) مان سندس خيالن تي روشني پوي ٿي، جنهن ۾ هن پنهنجي اڳوڻي دشمن سان وهنوار ڪرڻ ۾ انصاف کان ڪم ورتو هو.

معاهدي تي صحيون ٿيڻ کان ٿورڙو ئي پوءِ سمورين يورپي قومن جا نمائندا ويانا جي ڪانگريس ۾ گڏ ٿيا، جتي انهن سڀ ڏنو ته يورپ ۾ توازن بحال ڪرڻ جي ڪوشش ٿيڻ گهرجي. ڪانگريس جيڪي اڪيچار حل پيش ڪيا تن جي ٺاهڻ ۾ ميٽرنڪ جو ڪردار اهم هو. انهن ۾ اُهي ٻه ٺاهه سڀ کان وڌيڪ اهم هئا جيڪي جرمني ۽ اٽلي جي باري ۾ هئا. معدوم مقدس رومن شهنشاهيت جي جاءِ تي ميٽرنڪ اٽلي ۾ به آسٽريا جي بالادستي هيٺ هڪ اهڙي ئي ڪنفيڊريشن ٺاهڻ پئي چاهي پر انهي مان ڪو ڪرٽيل نه نڪتو. انهي هوندي به تسڪني کي نئين سر ورهائڻ ۽ آسٽريائي شهنشاهيت جي حدن ۾ لومبارڊو وينيشيا جي بادشاهت قائم ڪرڻ وسيلي هن اٽلي مٿان آسٽريا جي بالادستي برقرار رکي. ميٽرنڪ عارضي طرح نيپلس جو تخت نيپولين جي سالي جوئيڪم مُرات وٽ رهڻ ڏنو. پر جڏهن ڪجهه سالن کان پوءِ جوئيڪم اٽلي جي اتحاد ۽ آزادي لاءِ تحريڪ هلائڻ جي ڪوشش ڪئي، تڏهن ميٽرنڪ پنهنجي اتحادين جي مدد سان انهي تحريڪ کي چيپاٽي ڇڏيو ۽ جوئيڪم جي جاءِ تي بورين گهراڻي جو بادشاهه ويهاريائين.

ميٽرنڪ کي قوم پرستي جي نون لاڙن لاءِ ڪا گهڻي همدردي نه هئي. جڏهن ڪجهه جرمن شاگردن جرمني جي اتحاد لاءِ نرمي سان مهم هلائي تڏهن به ميٽرنڪ جا ڪَن کڙا ٿي ويا. ڪارلس باد ۾ 1819 ۾ هڪ ڪانفرنس ٿي.

جنهن ۾ هن ٻين جرمن رياستن کي اهڙن گروپن خلاف قدم کڻڻ لاءِ راضي ڪري ورتو. ڪارلس باد ڪانفرنس جي فرمانن هيٺ شاگردن جي سياسي حقن کي ختم ڪيو ويو ۽ پريس تي سنسرشپ لاڳو ڪئي وئي. ويانا جي ڪانگريس کان پوءِ امن برقرار رکڻ لاءِ اهي طاقتون انهي ڳالهه تي سهمت ٿيون ته ڪنهن به مسئلي کي منڍ کان ئي منهن ڏيڻ لاءِ تڪڙيون تڪڙيون گڏجاڻيون ڪجن. ڪيترين ئي اهڙين ڪانگريسون ٿيون، جن مان آخري 1822ع ۾ ورنا ۾ ٿي. اُهي ڪجهه اطمينان جوڳا ناهه ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿيون. ميٽرنڪ رٽ ڏني ته جڏهن به ڪنهن حڪومت کي انقلاب جو خطرو ٿئي ته ٻيون سموريون حڪومتون ملي ان ۾ مداخلت ڪن. پر فرانس ۽ برطانيه سندس رٽ کي ٺڏي ڇڏيو. انهي ناهه ۾ صرف روس ۽ پرشيا جهڙين آمر طاقتن آسٽريا جو ساٿ ڏنو. آسٽريائي شهنشاهيت-’خاموشي جي سرزمين‘ ۾ پنهنجين حدن اندر سماج جي سيني طبقن ۾ پکڙيل بيچيني ظاهر ٿيڻ لڳي. انهن طبقن ۾ سلاوز، هنگرين، هاري ناري، اٽلي جا ريپبلڪن، پولينڊ جا امير ۽ جرمن دانشور شامل هئا. ميٽرنڪ حڪومتي ڍانچي کي سڌارڻ لاءِ محتاط قدم کڻڻ تي چاهيا پر انتهائي رجعت پرست شهنشاهه فرانس II سندس ڪوششن تي پاڻي ڦيري ڇڏيو. فرانس 1835ع ۾ مري ويو جنهن کان پوءِ ميٽرنڪ، قائم مقام بادشاهه ۽ ٻين وزيرن ۾ اقتدار جي جنگ شروع ٿي وئي، جنهن ڪري ايندڙ ڳهوٽالي کي منهن ڏين لاءِ ڪو به مثبت قدم کڻڻ ناممڪن ٿي پيو.

1848ع واري فرانسي انقلاب انهي ڳهوٽالي کي اجا به وڌائي ڇڏيو. پئرس مان ايندڙ خبرن، هنگري جي نواڻ پسندن کي دلير ڪري ڇڏيو ۽ اهي آسٽريا مان مطلق العناني جي خاتمي جو مطالبو ڪرڻ لڳا. ٿورن ئي ڏينهن اندر ويانا جي يورهيتن ۽ شاگردن بغاوت ڪري ڇڏي. انهن ميٽرنڪ کي مطلق العناني جي علامت ٺهرائيندي، ڪيس پنهنجي حملن جو خاص نشانو بڻايو. حڪومت ۾ شامل سندس مخالفن، جيڪي هِن جهڙائي مطلق العنان هئا، ڪيس قرباني جي ٻڪرو بڻائيندي، استعيفا ڏيڻ لاءِ مجبور ڪيو. ميٽرنڪ ڪيترائي سال انگلينڊ ۽ بيلجيم ۾ جلاوطن ٿي رهيو. جڏهن انقلاب ماٺو ٿيو ۽ رجعت پرست قوتون وري حاوي ٿي ويون، تڏهن هن پوڙهي ملڪي مدبر کي ويانا موٽي اچڻ جي دعوت ڏني وئي، جتي هن ٻيا به اٺ سال هڪ قابل احترام شخص جي حيثيت ۾ گذاريا. هن سان نوجوان شهنشاهه فرانس جوزف رياستي معاملن تي وري وري صلاح مصلحت ڪندو هو پر هاڻي ميٽرنڪ واري طرزِ حڪومت ماضي جي شيءِ بڻجي چڪي هئي.

# جوزي ڊي سئن مارٽن

(1778 -1850ع)

جوزي ڊي سئن مارٽن ارجنٽائين ۾ ڄائو هو، جنهن کي انهي زماني ۾ لاپلاٽا جا گڏيل صوبا سڏيو ويندو هو. هن پنهنجو ننڍپڻ اسپين ۾ گذاريو ۽ جوان ٿيڻ تي نيپولين خلاف پنهنجي ماتر ڀومي جي حق ۾ جنگ ۾ ڪئي هئائين. پر حقيقت ۾ هن کي پنهنجي ڪريئول هئڻ جو احساس رهندو هو ۽ سندس ملڪ انهي زماني ۾ پهريون ڀيرو آزادي ڏانهن وک وڌائڻ جي آزمائش مان گذري رهيو هو. سئن مارٽن آزادي جي انهي جنگ ۾ قطعي ڪردار ادا ڪيو.

سئن مارٽن اسپيني فوج مان 1811ع ۾ رٽائرڊ ٿيو. جنهن کان پوءِ کيس پيرو جي شهر ليما ۾ رهڻ جي اجازت ملي، پر هو پيرو وڃڻ بدران لنڊن هليو ويو، جتي سندس ملاقات ٻين ڏکڻ آمريڪين سان ٿي، جيڪي اتي پنهنجن ملڪن جي آزاديءَ جي رٿابنديءَ ۾ رڌل هئا.

سئن مارٽن ڪجهه ٻين انقلابين سميت بيونس آئرس موٽيو، جتي گڏيل صوبن جي ٽه- ڏري حڪومت کيس گهوڙي سوار سپاهين جو هڪ جٿو ٺاهڻ جو اختيار ڏنو. اها حڪومت تخت تان لاٿل بادشاهه فرڊيننڊ VII جي نالي ماتر وفادار ته هئي پر اندر ۾ مڪمل آزادي وٺڻ جو پڪو پهه ڪري چڪي هئي.

سئن مارٽن هڪ اهڙو طاقتور فوجي جٿو تيار ڪيو جيڪو ڪيترين ئي لڙاين ۾ شاهه پرستن مٿان سوڀارو ٿيو. جنهن کان پوءِ کيس اتر جي انهي تباهه حال فوج جي ڪمانڊ سونپي وئي، جيڪا پيرو جي سرحد ڀرسان رڪيل هئي. اتي پهچي کيس يڪدم احساس ٿيو ته صرف بچاءُ واري ويڙهه سان ڪم نه هلندو ۽ پيرو ۾ شاهه پرستن جي مضبوط ڳڙهه کي تباهه ڪرڻ تمام ضروري آهي. انهي مقصد لاءِ هن اڳرائيءَ جي رٿا تيار ڪئي. پيرو جي جاگرافيائي بيهڪ اهڙي هئي جو مٿس زميني ڪاهه ناممڪن ٿي لڳي، تنهن ڪري هو پنهنجي فوج اولهه طرف وٺي ويو ۽ انڊيس کان ٿيندو وڃي چلي ۾ پهتو، جتي انهي زماني ۾ هڪ سگهاري انقلابي هلچل هلندڙ هئي. هاڻي هو آزاد ٿيل چليءَ مان پيرو تي سمنڊ وسيلي ڪاهه ڪري ٿي سگهيو.

سئن مارٽن پنهنجا منصوبا بيونس آئرس جي حڪومت کان ڳجها رکندي ڪيس درخواست ڏني تہ هن کي اولهندي صوبن جو گورنر مقرر ڪيو وڃي، جيڪا منظور ٿي. هن 1814ع کان 1817ع تائين ڪيويو صوبي تي قابليت سان حڪومت هلائي. انهي وچ ۾ هن نہ صرف 5200 ماڻهن جي فوج تيار ڪري ورتي پر چليءَ ۾ پنهنجا ايجنٽ بہ چيڙي ڏنائين، جن تي ڪم رکيائين تہ چلي ۾ انقلابي جذبن کي جيئرو رکندا اچن.

ارجنٽائين رسمي طرح سن 1816ع ۾ پنهنجي آزادي جو اعلان ڪيو ۽ اتي جيڪا نئين حڪومت قائم ٿي، سا جرئتمند پاليسين جي حق ۾ هئي، جنهن ڪري سئن مارٽن جو ڪم سولو ٿي پيو. سرڪاري رضامندي ملڻ ڪري هو جفاڪشي سان پنهنجي تياريءَ ۾ جنبي ويو. جنوري 1817ع ۾ يعني اتان جي ويڪرائي ڦاڪن مطابق اونهاري جي وچ ۾ هو اهڙي طرح تہ چالاڪي سان انڊيس ٽپيو، جو چليءَ جا شاهہ پرست دوکي ۾ رهجي ويا. انهن سمجهيو هو تہ هو ڏکڻ طرف وڌندو. شاهہ پرستن جي گهٽائي ڪنهن بہ هنڌ هئي، تنهن ڪري هن تيزي سان وڌي وڃي گادي جي هنڌ سانتياگو تي قبضو ڪيو. چلي جو انقلابي برنارڊو اوهگنس، جيڪو هن تباهي آڻيندڙ ڪاهہ ۾ سئن مارٽن سان گڏ هو، تنهن کي نئين حڪومت جو سپريم ڊائريڪٽر مقرر ڪيو ويو. هڪ سال کان پوءِ چلي جي آزادي مستحڪم ٿي وئي.

انهي کان پوءِ سئن مارٽن سامونڊي فوج ٺاهي. چلي جي انهي سامونڊي فوج اسڪاٽلينڊ جي دلير آفيسر لارڊ ڪوڪرين جي هٿ هيٺ، وال پرئسو تي شاهہ پرستن جي ناڪہ بندي ٽوڙي وڌي ۽ پيرو جي ڪناري تي ڪاهہ ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌندي رهي. ساڳئي وقت مقامي ماڻهن ۾ پرچار بہ ڪندي رهي.

1820ع ڌاري ڪوڪرين جي ڪاهن، پيرو جي سامونڊي فوج کي ڪافي هيسائي ڇڏيو هو، جنهن ڪري سئن مارٽن ڪناري تي پنهنجون فوجون لاهڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. سندس منصوبو هو تہ وائسراءِ جي فوج جي سامهون ٿيڻ کان اڳ خبرداري سان اڳتي وڌجي ۽ ماڻهن کي پنهنجو حمايتي ڪندو هلجي. انهي وچ ۾ اسپيني سرڪار پنهنجين بيٺڪن سان وڌيڪ مفاهمت پريو رويو اختيار ڪري رهي هئي. پيرو جو وائسراءِ ٺاهہ جا شرط طيءِ ڪرڻ لاءِ سئن مارٽن سان ملڻ ويو. جيئن تہ سئن مارٽن کي ٺاهہ ڪرڻ سان ڪا دلچسپي نہ هئي تنهن ڪري ڪو ٺاهہ ٿي نہ سگهيو. هن پيرو جي مکيہ بندر جي ناڪہ بندي ڪئي ۽ پنهنجي پرچاري جنگ بہ جاري رکيائين. وائسراءِ پنهنجي فوج سميت پٺي وڃي جبلن ۾ لڪو. ليما جي عوام پنهنجي آزادي جي خواهش جو اعلان ڪندي سئن مارٽن کي شهر ۾ گهڙڻ جي دعوت ڏني. هن اعلان ڪيو تہ شاهہ پرستن کي هڪالي ڪيڻ تائين هو ملڪ جو محافظ ٿي رهندو.

انهي ڪان پوءِ سئن مارٽن جي بخت ابتو ڦيرو کاڌو. شاهه پرست فوج کي پنهنجي هنڌان چورڻ جو ڪم ڏکيو ثابت ٿيڻ لڳو. سئن مارٽن پاڻ به هڪ نالائق حڪمران ثابت ٿيو. هن جا آفيسر ڦورو ۽ ظالم هئا. تنهن ڪري هو ڏينهون ڏينهن وڌيو عوام ۾ غيرمقبول ٿيندو. هن 1822ع ۾ سائمن بوليور سان جيڪا ملاقات ڪئي سا به ڪامياب نه ٿي سگهي. ملاقات کان اڳ سئن مارٽن کي اميد هئي ته هو پيرو مان اسپين کي هڪالي ڪيڻ لاءِ بوليور جي مدد حاصل ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو. پر ملاقات کان پوءِ جڏهن هو ليما موٽيو ته کيس يقين ٿي چڪو هو ته اهڙي مدد ملڻ ناممڪن ڳالهه هئي. ليما ۾ کيس خبر پيئي ته اتان جي شهرين سندس بدعنوان چيف ليفٽيننٽ مونٽيگيوڊو کي پنهنجي عهدي تان لاهي ڇڏيو هو. هو دلشڪستو ۽ بيمار ٿي پيو جنهن ڪري استعفا ڏيئي ڇڏيائين. پيرو کي 1824ع ۾ بوليور وسيلي نيٺ آزادي نصيب ٿي.

ساڳئي ئي سال چلي ۽ ارجنٽائين ۾ جتي سندس گهڻا ئي دشمن هئا. ٿورو وقت رهڻ کان پوءِ هو سمنڊ رستي يورپ هليو ويو. هاتي هو رنڙ ٿي چڪو هو. رنڙ جي حيثيت ۾ هو 27 سال بيا به جيئرو رهيو. انهي زماني ۾ اهو ڏسي کيس اطمينان ٿيڻ لڳو ته ڏکڻ آمريڪا جي عوام ۾ سندس ساک وري وڌي رهي هئي. هو 72 سالن جي ڄمار ۾ وفات ڪري ويو اڳتي هلي کيس ارجنٽائين جو سڀ کان وڏيڪ عزت ڀريو سورمو مڃيو ويو.

# سائمن بوليور

## (1783-1830)

21 سالن جي جمار وارو سائمن بوليور پنهنجي استاد سان اٽليءَ جي هڪ ٽڪري تي بيٺو هو. اتي هن قسم کڻي چيو "مان توهان جي اڳيان پنهنجن ابن ڏاڏن جي خدا ۽ پنهنجي ملڪ جي مان جو قسم ٿو کڻان ته: جيستائين اسپين جا وڌل زنجير ڀڃي پورا نه ڪندس تيستائين منهنجو جسم ۽ روح سک جي ننڊ نه سمهندا."

بوليور پنهنجو قسم پورو ڪري ڏيکاريو ۽ اسپين کي نه صرف پنهنجي ملڪ وينزويلا کان، پر انهن ملڪن مان به هڪالي ڪييائين جن کي هاڻي ڪولمبيا، ايڪيوڊر، پيرو ۽ بوليويا سڏجي ٿو. پوئين ملڪ تي اهو نالو سندس مان ۾ ئي رکيو ويو هو.

بوليور، ڪريئول هو يعني هڪ اهڙو اسپيني جيڪو اسپين ۾ پيدا نه ٿيو هجي. جيتوڻيڪ هو امير خاندان مان هو، تنهن هوندي به ڪريئول هئڻ ڪري کيس ٻي درجي جو شهري سمجهيو ويندو هو. اسپين جي بيٺڪي حڪومت جون واڳون انهن ماڻهن جي هٿ ۾ هيون جيڪي اسپين ۾ ڄاوا نپيا هئا. انهي ڪري ڪيترن ئي سالن کان ڪريئولن ۾ مزاحمت جو جذبو دکندو ٿي آيو، جيڪو اوڻويهين صدي ۾ ان وقت ڀنيٽ ٿي ٻري پيو، جڏهن اسپين نيپولين خلاف جدوجهد ۾ رڌل هو.

وينزويلا وارن 1810ع ۾ فوجي بغاوت ڪئي، جيڪا ظاهري طور اسپين مٿان بوناپارٽ جي حڪومت خلاف هئي. انهي بغاوت جي اڳواڻن منڍ ۾ ته اسپين جي قانوني حقدار بادشاه فرڊيننڊ VIIسان پنهنجي وفاداري جو اظهار ڪيو، پر سٽت ئي جمهوريت پسندن بوليور سميت پنهنجي جدا واٽ وٺندي وينزويلا جي آزادي جو اعلان ڪيو. اهو بوليور ئي هو جنهن جي رٿ تي جلاوطن جرنل فرانسسڪو مرانڊا وينزويلا موٽي آيو ۽ اچي ريپبلڪ فوج جون واڳون سنڀاليون هئائين. جمهوريت پسندن کي وينزويلا جي ٿورڙي ئي حصي مان موٽ ملي، جنهن ۾ سندس ڳادي وارو هنڌ ڪراڪاس به شامل هو. ٻيا شهر ڪهڻي ڀاڱي شاه

پرست ئي رهيا ۽ ايندڙ ڪيترن سالن تائين بادشاهه سان وفاداري ڪندا رهيا. مرانڊا جي سربراهي ۾ هڪ جمهوري حڪومت قائم ٿي پر ڊومنگوڊي مونٽيورڊ جي اڳواڻي هيٺ، شاهي فوجن مٿس حملو ڪيو ۽ انهي وڌندڙ جمهوري حڪومت جو خاتمو آڻي ڇڏيائون. مرانڊا جنهن هٿيار ڦٽي ڪري وطن پرستن کي غضبناڪ ڪري ڇڏيو هو. تنهن پڄڻ جي ڪوشش ڪئي پر ڪاوڙيل بوليور جي مدد سان پڪڙجي پيو. بوليور مونٽيورڊ کي ٻڌايو، "مان جنرل مرانڊا کي اسپين جي خدمت ڪرڻ خاطر گرفتار نه ڪرايو هو پر مون پنهنجي ملڪ جي هڪ غدار کي سزا ڏيڻ ٿي چاهي!" ايئن چوڻ ڪري ذري گهٽ سندس پاسپورٽ ضبط ٿيڻ تي هو، پر مونيٽورڊ کيس وينزويلا ڇڏي وڃڻ جي اجازت ڏئي ڇڏي. ان وقت جرنل جي خواب ۽ خيال ۾ ئي نه هو ته اهو ڪاوڙيل نوجوان، جنهن هن مهل تائين ڪا خاص فوجي مهارت نه ڏيکاري هئي، سو اڳتي هلي اسپين جو سڀ کان وڌيڪ مضبوط دشمن ثابت ٿيندو.

بوليور اتان پاڙيسري بيٺڪ نيو گريناڊا (ڪولمبيا) ويو، اتان جي انقلابي اڳواڻن ڪيهائينڊي ڪيهائينڊي کيس ڪجهه فوج جي ڪمانڊ ڏئي ڇڏي. بوليور انهن جي حڪمن جي پڇڪڙي ڪندي شاه پرستن جي مضبوط ڳڙهه ٽينيرائف تي حملو ڪري مٿس قبضو ڪري ورتو. انهي کان پوءِ هو فتحن مٿان فتحون حاصل ڪندي وري وينزويلا ۾ داخل ٿيو ۽ وطن يا ڪفن جو نعرو هڻندي شاه پرستن خلاف جنگ جاري رکيائين. جنهن به ماڻهو شاه پرستن جي مدد ڪئي هئي سو سندس غضب کان بچي نه سگهيو. بوليور جا گوريلا حملا لاڀائتا ثابت ٿيا ۽ هن ماڻهن ۾ وطن سان وفاداري جا جذبا جاڳائي ڇڏيا، جنهن ڪري ڪيترائي ماڻهو اچي ساڻس مليا. ڪراڪاس ۾ هڪ نئين ريپبلڪ 1813ع ۾ قائم ٿي وئي جنهن ۾ بوليور وٽ سڄ پچ ته آمراڻا اختيار هئا.

ايندڙ سترهن سالن ۾ جتي کيس اثرائتيون فتحون نصيب ٿيون اتي شڪستن جو منهن به ڏسڻو پيس. هڪ وقت اهڙو به آيو جڏهن 1815-16ع ۾ بوليور جميڪا ۽ هيائتي ۾ هڪ جلاوطن جي زندگي گذاري رهيو هو ۽ وٽس هڪ پائي به نه هئي. اتان جي صدر پيشن، وينزويلا، جيڪو هڪ دفعو ٻيهر اسپين جي قبضي ۾ اچي ويو، تي ڪاهه ڪرڻ لاءِ وطن پرستن جي مدد پئي ڪئي. ٽن سالن کان پوءِ هو هڪ لشڪر وٺي اينڊز جي خطرناڪ لڪن کان لنگهي نيو گريناڊا جي اسپنين تي اچي ڪڙڪيو. نيوگرميناڊا آزاد ٿيندي ئي بوليور کي پنهنجو صدر چونڊيو.

هڪ وقت اهڙو به آيو جڏهن بوليور نه فقط ڪولمبيا (نيوگرايناڊا)، پر پيرو ۽ بوليويا جو صدر به ٿي ويو هو. هو انتظامي فرض ادا ڪرڻ پسند نه ڪندو هو ۽ هن حڪومت هلائڻ جو ڪم پنهنجي نائب صدر کي ڏئي ڇڏيو هو پر سندس

سياسي مقصدن ۾ صرف آزادي وٺڻ شامل نہ هو، بيو ڪجھ بہ هو. هن بوليويا کي جيڪو آئين ڏنو تنهن ۾ صدر، سڄي ڄمار صدر رهڻو هو. گهريلو ملازمن کان سواءِ هر انهي شهري کي ووٽ ڏيڻ جو حق مليل هو جيڪو پڙهي سگهيو ٿي ۽ غلامي کي غيرقانوني ٺهرايو ويو هو. بوليور جي زندگي جو وڏو خواب هو تہ ڏکڻ آمريڪا جي سڀني رياستن جي هڪ ڪامن ويلٿ ٺاهي.

پر گهڻا انقلابي سندس انهي مقصد سان سهمت نہ هئا. اهي پنهنجي ڪوتاهہ نظري جي ڪري پنهنجي ملڪن کان ٻاهر ڏسي نہ ٿي سگهيا ۽ ڪي تہ اهڙا بہ هئا جن کي صرف پنهنجا صوبا نظر ايندا هئا. وينزويلا جنهن کي بوليور 1812ع ۾ دائمي طرح آزاد ڪرائي ڇڏيو، هو سو گرين ڪولمبيا جي نئين رياست جو هڪ حصو ٿي پيو. گرين ڪولمبيا ۾ ڪولمبيا ۽ ايڪيوڊر پڻ شامل هئا پر وينزويلا جي ڪيترن ئي رهاڪن گرين ڪولمبيا کان آزادي وٺڻ جي هلچل شروع ڪري ڇڏي هئي، انهن مان ڪي تہ بوليور کي غدار بہ سمجهندا هئا.

خود بوليور جو پنهنجو نائب صدر سنيتادر سندس مرڪزيت وارين پاليسين جي خلاف هو. ڏينهون ڏينهن ماٺهو ويا ٿي سنيتادر جي پاسي ٿيندا. بوليور تي خوني حملي ۾ ملوث هئڻ ڪري سنيتادر کي ملڪ نيڪالي ڏني وئي پر نون رياستن ۾ حالتون ڏينهون ڏينهن ويون ٿي بوليور جي وس کان ٻاهر نڪرنديون. هوڏانهن سلھ جي مرض بہ سندس حال هيڻو ڪري ڇڏيو هو. تنهن ڪري هن 1830ع ۾ صدارت تان استعفيٰ ڏني ۽ پنهنجي سريت مينوويلا سان گڏجي يورپ وڃڻ جي تياري ڪيائين. هو ڪارٽ جينا ۾ اڃان مس پهتو هو جو موت اچي مٿس ڪڙڪيو.

# بيلجيم جو ليوپولڊ I

(1790- 1865ع)

راڻي وڪٽوريا جي نظر ۾ 'چاچو' ليوپولڊ سندس ننڍپڻ جو قابل اعتماد مشير هو. پر ٻين ڪيترن ئي بادشاهن جي نظر ۾ هو صرف هڪ پوءِ ڀائو ماڻهو ۽ هڪ غيراهم ننڍڙي ملڪ جو چونڊيل بادشاهه هو. حقيقت ۾ ليوپولڊ هڪ اهڙو قابل حڪمران هو جنهن پاڻ کي صلح ڪرائڻ لاءِ ارپي ڇڏيو هو ۽ جنهن جي ڪري نئين قائم ٿيل بيلجيم جي رياست کي خوشحالي ۽ سلامتي نصيب ٿي هئي.

هو پيدائشي طور جرمن هو ۽ سندس تعلق حڪمران گهراڻي ساڪسي ڪوبرگ سان هو. راڻي وڪٽوريا جي ماءُ، سندس مڙس البرٽ ۽ شاهي گهراڻي جا ٻيا ڪافي ماڻهو به ساڳئي گهراڻي مان هئا. نوجواني ۾ هو روسي فوج ۾ هڪ آفيسر ٿي رهيو. (فوج ۾ ڪميشن کيس پنهنجي خانداني اثررسوخ ڪري ملي هئي) هو 1814ع ۾ جڏهن ليفٽيننٽ جنرل هو تڏهن پئرس ۾ فاتح روسي زار ۽ پرشيا جي بادشاهه جو محافظ به ٿي رهيو هو.

انهي ۾ سوپاري ٿيڻ کان ٿورڙو ئي پوءِ هن انگلينڊ جي ريجنٽ شهزادي جي سڪيلڊي ڌي چارلوٽي جو سڱ گهريو. منڍ ۾ ته هن اهو سڱ انهي ڪري گهريو هو ته شايد ڪنهن ڏينهن انهي شادي وسيلي کيس انگلينڊ جي راڻي سان اقتدار ۾ ڀاڱي ڀائيوار ٿيڻ جو موقعو ملي وڃي، پر پوءِ آهستي آهستي هو واقعي ويو چارلوٽي جي عشق ۾ گرفتار ٿيندو ۽ هوءَ به سندس محبت ۾ گرفتار ٿي وئي. 1817ع ۾ سندن شادي ٿي وئي. شادي کان پوءِ انهن ٻه سال مثالي خوشي ۾ گذاريا.

چارلوٽي ويم ۾ مري وئي. سندس موت جو ليوپولڊ کي ايترو گهرو صدمو رسيو جو هو اهاڻڪو اهاڻڪو رهڻ لڳو ۽ ڪنهن به ڪم ڪرڻ تي سندس دل نٿي وري. واندڪائي جا ڏهه سال هن يورپ جي چوڌاري مسافري ڪندي گذاري ڇڏيا، پر ساڳئي وقت هو موقعي جي تاڙ ۾ به رهيو. 1830ع ۾ هن لاءِ اهڙو موقعو پيدا به ٿيو. يونان جيڪو تازو ئي ترڪي کان آزاد ٿيو هو، تنهن جي تخت جي کيس آڇ ملي. پهريائين ته انهي آڇ کيس هرڪايو، پر پوءِ هن اها آڇ ٺڪرائي

ڇڏي. آچ نڪرائڻ جو هڪ سبب اهو به هو جو هن سمجهيو ٿي ته جڏهن سندس ڀائٽي وڪٽوريا راڻي ٿيندي، تڏهن شايد قائم مقام راڄ هلائيندڙ جي ضرورت پئجي وڃي.

1830ع واري انقلاب، بحال ٿيل بوربون گهراڻي جي بادشاهي جو خاتمو آڻي ڇڏيو هو ۽ ان جي جاءِ تي لوئيس فلپ ڊي اورلينس 'شهري بادشاه' جي لقب سان تخت تي ويٺو هو. انهي سببان بيلجيم جي اترين سرحد لرزش ۾ اچي ويئي هئي. بيلجيم ڪي ٿي سؤ سالن جي، پهريائين اسپين، پوءِ آسٽريا ۽ بعد ۾ فرانس جي غلامي ڪان پوءِ ڊچ نيدرلينڊ سان ملائي 1815ع ۾ نيدرلينڊ جي بادشاهت قائم ڪئي ويئي هئي. بيلجيم جي عوام ڊچ بادشاه وليم I جي مرڪزيت پسند پاليسين جي سخت مخالفت ڪئي ۽ بيلجيم جي نيشنل ڪانگريس 1830ع ۾ هالينڊ ڪان پنهنجي آزادي جو اعلان ڪري ڇڏيو. ڪيترائي بيلجيمي فرانس سان ڳنڍجڻ جي حق ۾ هئا پر ٻين وڏين طاقتن کي اها ڳالهه پسند نه هئي. لنڊن ۾ هڪ ڪانفرنس ٿي جنهن ۾ انگريزن ۽ فرينچن آزاد ۽ غيرجانبدار بيلجيم قائم ڪرڻ لاءِ ڳالهايون هلايون. ٻئي طاقتون ليوپولڊ کي انهي نئين قوم جو بادشاهه بنائڻ تي متفق ٿيون ۽ ڪائنس انهي ڳالهه جي منظوري به ورتائون. انهي ڪان پوءِ انهن طاقتن نيشنل ڪانگريس کي به قائل ڪري ڪيس بادشاهه تسليم ڪرايو. بيلجيم جو نئون بادشاهه 21 جولاءِ 1831 ۾ برسيلز ۾ داخل ٿيو ۽ پنهنجي ملڪ جي آئين کي سربلند رکڻ جو قسم کنيائين.

پر بادشاهه وليم، اڏ بادشاهي اهڙي سولائي سان هٿان وڃائڻ نٿي چاهي. سندس فوج بيلجيم ۾ ڪاهي آئي. بيلجيم جي مدد لاءِ جيتوڻيڪ گهٽي فرينچ فوج آئي تنهن هوندي به وليم ڪان انٽورپ جو قبضو ڇڏائي نه سگهي. هالينڊ جو اهو قبضو 1839 تائين برقرار رهيو. انهي سال 34 شرطن واري معاهدي تي بادشاهه وليم صحي ڪري بيلجيم جي آزادي تسليم ڪئي ۽ انٽورپ موٽائي ڏنائين.

بادشاهه ليوپولڊ جنهن سولائي سان بيلجيم جي باري ۾ هر ممڪن معلومات حاصل ڪري ورتي تنهن کي سندس خاص خوبي سڏي سگهجي ٿو. هن بيلجيم ۾ قومي فخر جو شعور وڌائڻ وارن ڳالهين کي همٿايو ۽ ٻن ڌرين، ڪئٿولڪن ۽ لبرلن جي جهيڙي کي ماٺو ڪيو. هو جيتوڻيڪ هڪ آئيني بادشاهه هو، تنهن هوندي به ڪيس حڪومت ڪرڻ، خاص ڪري پرڏيهي معاملن ۾ هدايتون ڏيڻ جي ڪافي گنجائش ملي ويئي. هن تيزي سان بيلجيم جي صنعت ۾ واڌ آندي، تنهن ڪري بيلجيم سندس دور ۾ خوشحال ملڪ ٿي پيو.

بيلجيم واسي پنهنجي بادشاهه جي هٺ هيٺ ايترا ته مطمئن هئا، جو هڪ جهوني ريپبلڪن سياستدان شڪايتي انداز ۾ چيو ته "بيلجيم ۾ ايتري ته خوشي ۽ خوشحالي آئي جو ٻئي انقلاب جي اميد ئي ڪري نٿي سگهجي." 1848ع ۾

جڏهن هئي سڄي يورپ ۾ انقلاب ڪڪائين باهہ وانگر پکڙجي ويو هو، تڏهن بہ بيلجيم جي حڪومت انهي باهہ کان محفوظ رهي. ليوپولڊ سياسي جلاوطنن کي پنهنجي ملڪ ۾ پناهہ ڏني، جن ۾ ڪارل مارڪس ۽ ليوپولڊ جي پراڻي دوست ۽ مٽس لڳاتار نڪتہ چيني ڪندڙ شهزادي ميٽرنڪ جهڙيون هڪ هئي جي ابتڙ شخصيتون بہ شامل هيون.

ليوپولڊ کي بخوبي ڄاڻ هئي تہ سندس قوم جي جياپي جو دارومدار وڏين طاقتن جي رضامندي تي آهي، تنهن ڪري هو اورچائي سان جنگ کي ٽارڻ لاءِ ڪم ڪندو رهيو. ڪٿي بہ ڪيس جنگ جو امڪان نظر ايندو هو تہ هو بردباري سان ڳالهيون هلائي اهو خطرو ٽاري ڇڏيندو هو. هن جي سفارتي حمڪت عملين ۾ شاديون ڪرائڻ بہ گهڻي ڀاڱي شامل هو. انهن شادين ۾ سندس ڌي چارلوٽي (جيڪا ڪيس فرينچ راڻي لوئيسي ڊي اورلينس مان هئي) جي آسٽريا جي آرچ ڊيوڪ ميڪسيملين سان شادي بہ شامل هئي. ليوپولڊ نيپولين III کي هميشہ شڪ جي نگاهہ سان ڏسندو هو ۽ سمجهندو هو تہ هو بيلجيم کي ڳڙڪائڻ ٿو چاهي، پر جڏهن فرانس جي انهي شهنشاهہ ميڪسيملين کي ميڪسيڪو جو حڪمران بنائڻ جو خيال ڏيکاريو، تڏهن ليوپولڊ کي پنهنجي شهنشاهي قائم ڪرڻ وارو ٽٽل خواب پورو ٿيندي نظر آيو ۽ هو بهتر فيصلو نہ ڪري سگهيو. هن پنهنجي نائي کي اها ڳالهہ قبول ڪرڻ تي آماده ڪيو. اها سندس خوش قسمتي هئي جو هو انهي مهم جوئي جا ڏکدائڪ نتيجا ڏسڻ کان اڳ مري ويو. بيلجيم جي علائقائي سالميت کي پنهنجن وڏيڪ طاقتور پاڙيسرين کان محفوظ رکڻ ليوپولڊ جو ڪارنامو ليکجي ٿو.

# لوئيس ڪوسٿ

(94 -1802ع)

هنگري 1848ع ۾ اڄوڪي هنگري کان ڪافي وڏي هئي، پر اها ڪا حقيقي قوم نہ هئي. ان ۾ ڪيترائي نسلي گروھ رهندا هئا جن مٿان ميگيار اميرن (هنگيرين) جي بالادستي قائم هئي. ارڙهين صديءَ جي شروعات تائين ان جي گهڻي ڀاڱي تي جيتوٿيڪ هيپسبرگن جي حڪومت هئي، پر مغرور ميگيار اميرن ۾ بہ قوم پرستي جو جذبو جيئرو هو. هنگرين جي آزادي جي جدوجهد ڪندڙ اڳواڻن مان سڀ کان وڌيڪ اهم اڳوان لوئيس ڪوسٿ نالي هڪ جوشيلو وطن پرست ماڻهو هو.

ڪوسٿ اصل ۾ هنگيرين نہ هو. هن جو پيءُ سلوواڪ جي ننڍن اميرن مان هو ۽ ماڻس جرمن هئي، تنهن هوندي بہ هن ميگيارن جي مقصد جي نہ صرف آسٽريا پر ڪروٽس، ٽرانسلوانين ۽ ٻين اقليتن جي مقابلي ۾ بہ حمايت ڪئي. ڪوسٿ وڪالت جي تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ هڪ ڪائونٽيس جو ايجنٽ ٿيو، جيڪا هڪ شاهوڪار زميندارڻ هئي. هن 1832ع ۾ پنهنجي بدران ڪوسٿ کي هنگيرين ڊائيٽ ۾ موڪلي، سياسي پيشي جو آغاز ڪيو.

ڪوسٿ جا سياسي نظريا، ڊائيٽ وارن چئن سالن دوران وڌيا. ٻين نوابن پسندن خاص ڪري ڪائونٽ استوان زيڪنيي، اقتصادي ۽ سماجي سڌارن تي زور ڀئي ڏنو، پر انهن جي ابتڙ ڪوسٿ جو خيال هو تہ سڀ کان پهريائين آسٽريا کان سياسي آزادي وٺڻ گهرجي. ڊائيٽ ۾ جيئن تہ ٻين جي عيوض ۾ آيلن کي ڳالهائڻ جي اجازت نہ هوندي هئي، تنهن ڪري ڪوسٿ ڊائيٽ جي اجلاسن جون رپورٽون لکڻ شروع ڪيون. ظاهر آهي تہ اهي رپوٽون سندس ئي خيالن جي عڪاسي ڪنديون هيون. هن جي دوستن انهن رپوٽن جا نقل ڪرائي سڄي ملڪ ۾ ورهايا، جنهن ڪري ڪافي ماڻهو سندس پوئلڳ ٿي پيا، پر حڪومت ناراض ٿي ويئي. 1837ع ۾ کيس گرفتار ڪيو ويو ۽ تخريب ڪاري جي ڏوھ ۾ سزا

ڏني ويئي.

هو 1840ع ۾ آزاد ٿيڻ کان پوءِ هڪ سياسي روزنامي جو ايڊيٽر ٿيو ۽ هنگري جي آزادي لاءِ پنهنجي هلچل جاري رکيائين. 1847ع ۾ هن کي نئين ڊائيٽ ۾ پيسٽ جي ڪائونٽي جي نمائندگي لاءِ چونڊيو ويو، جتي هن تيزي سان نواڻ پسند پارٽي جي اڳواڻي حاصل ڪري ورتي.

نواڻ پسند جيتوڻيڪ پاڻ ۾ ورهايل هئا، تنهن هوندي به انهن جڏهن پئرس ۾ 1848ع واري انقلاب جون خبرون ٻڌيون، تڏهن ڪي ننڍڙا سڌارا ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. ڪوسٽ انهي موقعي جو فائدو وٺندي آسٽريا جي ظلم ۽ ستم جي خاتمي جو مطالبو ڪيو. سندس تقرير جرمن زبان ۾ ڇپي ۽ ويانا ۾ ورهائي وئي. انهي سان آسٽريا جي خلاف بغاوت شروع ٿي ويئي، جنهن نه صرف آسٽريا جي حڪومت کي ڏوڏي ڇڏيو، پر سڄي يورپ ۾ بغاوت جي باهه به ٻاري ڇڏي. هنگري جي ڊائيٽ خود پنهنجي ملڪ ۾ عوامي اپار کي ڏسي ڪن ڪڙا ڪيا ۽ ڪي قانون پاس ڪيا، جن کي مارچ وارا قانون سڏجي ٿو. انهن قانونن وسيلي هڪ نئون وڌيڪ جمهوري، قانون ساز ادارو قائم ٿيو ۽ عوام کي نيون آزاديون نصيب ٿيون، جن ۾ پريس ۽ مذهب جي آزادي به شامل هئي.

ڪوسٽ کي نئين حڪومت ۾ خزاني جو وزير مقرر ڪيو ويو. هن جي سخت رويي هنگري وارن ۽ ويانا حڪومت، جنهن کي اڃا تائين هنگري تي ڪجهه ڪنٽرول حاصل هو، جي وچ ۾ اختلاف وڌائي ڇڏيا. ڪوسٽ جڏهن ميگيار زبان کي ٻين سيني غيرميگيارن، جن جي آدمشماري اڌ کان به مٿي هئي، تن تي مڙهڻ جو اعلان ڪيو، تڏهن هنگري جون اقليتون اٿي کڙيون ٿيون. ڪيروٽ جي فوج آسٽريا جي مدد سان سيپٽمبر 1848ع ۾ هنگري تي ڪاهه ڪئي جنهن سان گهرو لڙائي ڇڙي پيئي. وزيراعظم بيٿياني استعفيٰ ڏني. ڪوسٽ، جيڪو هاڻي قومي بچاءُ جي ڪاميٽي جو سربراهه ٿي ويو هو، سو هر طرح هڪ آمر ٿي پيو.

1849ع جي شروعات ۾ هيپسبرگ جي حڪومت بحال ۽ مضبوط ٿي چڪي هئي. انهي حڪومت ميگيار آئين کي رد ڪندي روس جي زار کي انقلاب کي چيپاڻڻ لاءِ اپيل ڪئي. انهي سال آگسٽ ۾ روس جي هڪ لک فوج هنگري تي ڪاهه ڪئي. هنگيرين ڏاڍي بهادري سان وڙهيا پر نيٺ شڪست کاڌائون. انهي شڪست کان پوءِ ڪوسٽ ترڪي ڏانهن ڀڄي ويو.

هن هنگري کان مدد حاصل ڪرڻ لاءِ 1851ع ۾ يونائيٽڊ اسٽيٽس ۽ انگلينڊ جو دؤرو ڪيو. ٻنهي ملڪن ۾ جيتوڻيڪ هڪ سورمي طور هن جو آدرڀاءُ ٿيو، تنهن هوندي به کيس ڪا سرڪاري مدد نه ملي سگهي. ڪوسٽ پنهنجي باقي زندگي لنڊن ۽ ٽيورن ۾ جلاوطن ٿي گذاري. هو پنهنجي ملڪ تي فاتح آسٽريا جي حڪومت جي ظلمي ڪارروائين تي ڪڙهندو رهندو هو. هن فرانس جي نيپولين III

جي سهائتا سان 1859ع ۾ هنگري ۾ هڪ اهڙي بغاوت جو منصوبو تيار ڪيو، جيڪو آسٽريا خلاف فرانس جي پيدا مونٽ واري ويڙهه سان ٺهڪندڙ هو. پر نيپولين عارضي صلح ڪري سندس منصوبن تي پاڻي ڦيري ڇڏيو. ڪجهه سالن ڪان پوءِ 1867 ۾ ٻٽي بادشاهت قائم ٿي جنهن ۾ هنگري کي هيپسبرگ جي بادشاهه جي هٿ هيٺ رکي، ذري گهٽ مڪمل اندروني خودمختياري ڏني وئي. ڪوسٿ انهي ٺاهه جي سختي سان مخالفت ڪئي، پر اهو ٺاهه پهرئين مهاڀاري لڙائي تائين برقرار رهيو.

# بينيٽو جيوآرز

(72- 1806ع)

بينيٽو جيوآرز غريب گهراڻي مان هوندي به صدر ٿيو. لنڪن وانگر هو به پنهنجي ملڪ کي سخت ترين بحراني دور مان ڪڍي آيو پر يونائيٽيڊ اسٽيٽس جي ڀيٽ ۾ جيوآرز جو ملڪ ميڪسيڪو، وڌيڪ ڪمزور هو. اهو نه صرف اندروني طور ورهايل هو، پر مٿس هڪ غيرملڪي طاقت به ڪاهه ڪئي هئي. پنهنجي صدارت جي ٽن سالن تائين جيوآرز ڪنهن نه ڪنهن صوبائي شهر ۾ لڪندو وتندو هو. فرانس جي بادشاهه نيپولين III جو مقرر ڪيل ڪٺ پتلي حڪمران، سندس ملڪ تي حڪومت ڪرڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو.

جيوآرز اوڪساڪا جي رياست ۾ پيدا ٿيو. سندس جنم کان پندرهن سال اڳ ميڪسيڪو اسپين کان آزادي حاصل ڪري چڪو هو. ننڍپڻ ۾ هو يتيم ٿي پيو، جنهنڪري سندس هڪ چاچي کيس پاليو هو. انهي چاچي کيس پڙهڻ سيکاريو، جيئن ته کيس پنهنجي تعليم مڪمل ڪرڻ جو شوق هو، تنهن ڪري هو 12 سالن جي ڄمار ۾ پنهنجي چاچي جي گهران ڀڄي نڪتو.

اوڪساڪا جي شهر ۾ هي ننڍڙو انڊين وڃي هڪ رحمدل جلدساز وٽ نوڪري ۾ بيٺو، جنهن پڙهڻ لاءِ کيس همٿايو. جيوآرز جو پهريائين پادري ٿيڻ جو ارادو هو، پر اوڪساڪا ۾ انسٽيٽيوٽ آف سائنسز اينڊ آرٽس جي ڪلڻ ڪري هن قانون ۾ داخلا ورتي.

جنهن زماني ۾ جيوآرز پنهنجي وڪالت جمائڻ ۽ پنهنجي آکهه جي پرگهور لهڻ ۾ رڌل هو، تنهن زماني ۾ ميڪسيڪو جي ريپبلڪ هڪ ٻئي پويتان فوجي بغاوتن ۽ فسادن ڪري لوڏن لمن ۾ هئي. 1846ع ۾ سندس ملڪ يونائيٽڊ اسٽيٽس سان جنگ ۾ ڦاسي پيو، جنهن کيس تباهه ڪري ڇڏيو. انهي جنگ ۾ ميڪسيڪو پنهنجو اڌ علائقو وڃائي ويٺو، هر نئين حڪومت ڳرن غيرملڪي قرضن سان پنهنجو ڪم هلائڻ لڳي. انهي وچ ۾ چرچ ۽ زميندار طبقو انڊينس جي تمام وڏي اڪثريت جو استحصال ڪري، ڏينهون ڏينهن شاهوڪار ٿيندو ويو ۽ ملڪ جي اها عظيم اڪثريت اڻ پڙهيل ۽ مفلس رهجي ويئي. 1840ع واري

ڏهاڪي جي پڇاڙي وارن سالن ۾ سڌارن لاءِ عوامي دٻاءُ وڌي ويو. 1847ع ۾ جيوآرز جيڪو هڪ پڪو سڌارڪ هو، سو اوڪساڪا جو گورنر چونڊيو ويو. هن پنهنجي گورنري دوران سوين اسڪول ٺهرايا، فوج کي نئين سر منظم ڪيو ۽ رياست جي مالي حالت کي سڌاريو.

جنرل سافتاانا 1853ع ۾ پهرئين صدر ٿيو پر پوءِ ڦري آمر ٿي پيو. جيوآرز سميت ٻيا سڌارڪ مجبور ٿي، وڃي يونائيٽڊ اسٽيٽس (آمريڪا) ۾ جلاوطن ٿي رهيا. پر ميڪسيڪو جي سياست جي لاهين چاڙهين سببان جلدئي موٽي آيا. 1857ع ۾ هڪ نئين آزادي پسند آئين ۽ ميڪسيڪو شهر ۾ قائم ٿيل نئين حڪومت جو، جيوآرز وزير داخلا ٿيو. هن اچا پنهنجا فرض مس سنڀاليا هئا، جو هڪ ٻي فوجي بغاوت ٿي پيئي. جنهن ڪري آزاد خيالن سببان مجبور ٿي وري ٻه ملڪ ڇڏڻو پيو. جلاوطن صدر جي قانوني جانشين جي حيثيت ۾ جيوآرز آئيني حڪومت جون واڳون پنهنجي هٿ ۾ ڪنيون ۽ غاصبن خلاف ٽن سالن تائين جنگ ڪندو رهيو. نيٺ هو صدر جي حيثيت ۾ ميڪسيڪو سٽي ۾ داخل ٿيو.

هن کان اڳ وارين حڪومتن جيڪي ڳرا غيرملڪي قرض پنهنجي پويان ڇڏيا هئا، هن پهريائين انهن کي منهن ڏنو. جيوآرز ۽ سندس وزارت پنهنجي تباهه ٿيل ملڪ کي متحد رکڻ لاءِ غيرملڪي قرضن جي ادائيگي معطل ڪري ڇڏي. هن پنهنجي بيان ۾ چيو ته جيئن ئي ملڪ پاڻ پرو ٿيندو تيئن ئي اهي قرض موٽائي ڏنا ويندا پر انهي بيان تي فرينچ، انگريز ۽ اسپيني مطمئن نه ٿيا، انهن سيني زوري قرض اوڳاڙڻ لاءِ ميڪسيڪو ڏانهن پنهنجا سامونڊي جهاز ۽ فوجون موڪليون، پر فرانس جي اتحادين کي جڏهن اها خبر پئي ته نيپولين III جا اصل مقصد صرف قرض اوڳاڙڻ نه، پر ٻيا ڪجهه به آهن، تڏهن انهن، پنهنجون فوجون واپس گهرائي ورتيون.

نيپولين ميڪسيڪو جي جلاوطن شاه پرستن جي هستي تي نئين دنيا ۾ فرانس جي هٿ هيٺ شهنشاهيت قائم ڪرڻ جو منصوبو ٺاهيو. جيئن ته يونائيٽيڊ اسٽيٽس انهي زماني ۾ گهرو ويڙهه جي ڪري، ٻئي هر معاملي کان الڳ پئي رهي، تنهن ڪري نيپولين کي اهو موقعو غنيمت لڳو. هن ميڪسيڪو ڏانهن 28,000 فرينچ فوج موڪلي، جنهن جيوآرز ۽ سندس مددگارن کي گادي واري هنڌ کان هڪالي ڪڍيو ۽ نئين بادشاهه يعني هيپسبرگ جي آرچ ڊيوڪ ميڪسيملين ۽ سندس زال ڪارلوٽا جي حڪومت قائم ڪرڻ لاءِ دڳ ٺاهي ڇڏيو.

ميڪسيملين هڪ آدرشي ماڻهو هو ۽ سندس ڪجهه آزادي پسند متا جيوآرز جي متن سان ملندڙ جلندڙ هئا. مثال طور هن چرچ جي ملڪيت کي قومي ملڪيت ۾ وٺڻ ۽ مذهبي آزادي ڏيڻ ٿي چاهي. اهڙن خيالن ڪري سندس لاڳاپا ويٽيڪن

سان جلدئي خراب ٿي پيا. ميڪسيملين جي نيت ڪٽي ڪيتري ب نيڪ هجي، پر هو انتظامي صلاحيتن يا سياسي پختگي کان وانجهيل ماڻهو هو. سندس حڪومت پنهنجا ڪيسا گرم ڪرڻ کان سواءِ ٻئي ڪنهن ب ميدان ۾ ڪا خاص ڪاميابي حاصل ڪري ن سگهي.

1867ع ڌاري حالتون جيوآرز جي حامين جي حق ۾ ڦرڻ لڳيون. آمريڪا جي گهرو لڙائي ختم ٿي وئي ۽ آمريڪي جيوآرز جي مدد ڪرڻ لاءِ فنڊ ڪٺا ڪرڻ لڳا. انهي وچ ۾ يونائيٽڊ اسٽيٽس جي حڪومت نيپولين تي دٻاءُ وڌو. فرانس تي انهي کان ب خطرناڪ دٻاءُ جرمنن وڌو. نيپولين پنهنجون اهي فوجون واپس گهرائڻ شروع ڪيون، جيڪي جيوآرز جي فوجن کي (جيڪي هاڻي اٽڪل چاليهه هزار جي انگ کي وڃي پهتيون هيون) اپسمنڊ وٽ روڪيو بيٺيون هيون. نيپولين ميڪسيملين کي تخت تان هٿ ڪڍڻ جي صلاح ڏني، پر هن اها صلاح ن مڃيندي، آخري گهڙي تائين جنگ جاري رکڻ جو فيصلو ڪيو. ڪيس پنهنجي ڪجهه بچيل وفادار فوج سميت، ڪيوري تارو وٽ گرفتار ڪيو ويو. مئي 1867ع ۾ جيوآرز فائرنگ اسڪواڊ هٿان ڪيس مارائڻ جو حڪم ڏيئي ڇڏيو.

جيوآرز هڪ دفعو وري فاتح جي حيثيت ۾ ميڪسيڪو سٽي ۾ موٽي آيو. هاڻي هو پنهنجا ڪي سڌارا لاڳو ڪري ٿي سگهيو، پر هن جي حڪومت مختلف مفاد رکندڙن جي اتحاد سان ٺهي هئي ۽ هن پاڻ ب ڪي اهڙا قدم کنيا، جنهن سان سندس دوست ڦري دشمن ٿي پيا. انهن مان هڪ جنرل پورفيريو ڊياز ب هو، جنهن جي اڳواڻي ۾ جيوآرز خلاف هڪ ناڪام بغاوت ٿي. جيوآرز پنجن سالن کان پوءِ 1872ع ۾ جڏهن دل جي دوري سببان مري ويو، تڏهن ڊياز ميڪسيڪو جو آمر ٿيو. هن 1911ع ۾ حڪومت تان هٿ کنيو ۽ چئن سالن کان پوءِ مري ويو.

# گيري بالدي

(1807 -1882ع)

اٽلي جي وطن پرست سپاهي گيئسپ گيري بالدي 1864ع ۾ جڏهن انگلينڊ جو چوٽون دورو ڪيو ۽ جنهن گهر ۾ هو ٽڪيل هو تنهن جي باهمت نوڪرن سندن تڙ ڪرڻ واري حوض مان صابڻ جي جهڳ جون الائي ڪيتريون بوتلون ڀري وڪيون هيون ۽ وڏ- گهراڻين عورتن ڪيس پنهنجن وارن جون چڳون ڏيڻ لاءِ ليلايو. سسلي ۾ هن جي تصويرن جا اهڙا رنگين پوسٽر لڳايا ويا هئا. جن ۾ ڪيس يسوع ميسح جي روپ ۾ پنهنجن پوئلڳن کي دعائون ڏيندي ڏيکاريو ويو هو. هن جي حقيقي قدر شناسي، صدر ابراهام لنڪن ڪيس 1816ع ۾ يونين فوج جي هڪ حصي جي ڪمانڊ آڇي ڪئي هئي، پر گيري بالدي اها آڇ نہ قبولي.

گيري بالدي يونوچ سمنڊ جي بندر نائيس ۾ پيدا ٿيو هو. هن جو پيءُ ۽ ڏاڏو بيئي ملاح هئا. سندس مائٽن جي مرضي هئي تہ هو يا تہ دين جو دڳ وٺي يا وري قانون پڙهي پر سمنڊ، گير بالدي کي اهڙو تہ موهي ڇڏيو هو، جو سندن ٻيئي خواهشون پوريون ٿي نہ سگهيون. هن پنهنجي جواني يونوچ ۽ ڪاري سمنڊ ۾ جهازراني ۾ گذاري ڇڏي، جتي ڪڏهن ڪڏهن ڪيس سامونڊي ڌاڙيلن سان بہ وڙهڻو پوندو هو. هن جي ملاقات 1833ع ۾ عوامي راڄ جي حامي ۽ انقلابي ميزيني سان مارسيلز ۾ ٿي، جيڪو ان وقت جلاوطني جي زندگي گهاري رهيو هو، تنهن کان پوءِ هن پاڻ کي اٽليءَ جي اتحاد واري جدوجهد لاءِ ارپي ڇڏيو، ٻئي سال جينيوا ۾ هڪ ناڪام بغاوت ٿي. گيري بالدي بہ انهي بغاوت جي اڳواڻن مان هو، تنهن ڪري پيڊ مونٽ حڪومت جي نظرن ۾ اڻ وڻندڙ شخصيت ٿي پيو، جنهن ڪيس جلاوطن ڪري ڇڏيو.

گيري بالدي اتان يحي ڏکڻ آمريڪا هليو ويو، جتي هن ريوگراندي جي برازيل کان آزادي واري جدوجهد جو ساٿ ڏنو. انهي کانپوءِ هو ارجنٽائن خلاف يوراگوا جي حق ۾ وڙهيو. ٻنهي لڙاين، منجهس گوريلا جنگ جون چالون ڪيڏڻ ۽ نُهہ پهہ قدم کڻڻ جون خاصيتون پيدا ڪري ڇڏيون.

گيري بالدي 1848ع ۾ اٽلي موٽيو ۽ پنهنجون خدمتون پيڊ مونٽ جي

بادشاهہ چارلس البرٽ کي آڇيائين، جنهن آسٽريا خلاف جنگ جو اعلان ڪري ڇڏيو هو، پر سندس آڇ قبول نہ پئي ڇو تہ بادشاهہ ۽ سندس حڪومت سندس رعيتي راڄ وارن لاڙن کي شڪ جي نگاهہ سان پئي ڏٺو. گيري بالڊي انهي تاڙ ۾ رهيو تہ ڪنهن بہ هنڌ ڪيس آزادي جي حق ۾ وڙهڻ جو موقعو ملي. نيٺ هو ۽ سندس مختصر فوج روم پهچي ويا، جنهن تي انقلابين قبضو ڪري رعيتي راڄ قائم ڪرڻ جو اعلان ڪري ڇڏيو هو. گيري بالڊي کي روم جي نئين رعيتي راڄ جي اسيمبلي لاءِ چونڊيو ويو. جلدئي هن کي نيپولين III جي فوج سان جنگ جوٽڻ لاءِ، پنهنجي دل گهرئي پيشي ڏانهن موٽڻ جو موقعو ملي ويو، پر ڪاميابي نہ ٿيس. فرينچن روم تي قبضو ڪري پوپ جي حيثيت بحال ڪري ڇڏي. سڄي اٽلي تي انقلاب مخالف ڇانئجي ويا، تنهن ڪري گيري بالڊي کي وري جلاوطن ٿيڻو پيو.

انهي کانپوءِ ايندڙ پنجن سال گيري بالڊي نئين توڙي پراڻي دنيا ۾ گهمندو رهيو ۽ ٿورو وقت نيويارڪ شهر ۾ بہ گذاريائين. هن 1855ع ۾ اٽلي موٽڻ کان پوءِ ڪيپريرا جي ننڍڙي ٻيٽ جو اڌ خريد ڪيو. جيڪو سندس باقي زندگي لاءِ ڪڏهن گهر ۽ ڪڏهن قيدخانو ثابت ٿيو. هن اتي کيتي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر ان ۾ ڪيس ڪا گهڻي ڪاميابي نہ ٿي سگهي ۽ پنهنجي آڪهہ سان گڏ سادي زندگي گذارڻ لڳو.

گيري بالڊي جيئن تہ هڪ وطن پرست ۽ عوام جي سڄڻ طور مشهور ٿي چڪو هو، تنهن ڪري پيڊ مونٽ جو وزيراعظم ڪئور ساڻس لهہ وچڙ ۾ آيو، ڇو تہ ڪئور کي محسوس ٿيو تہ جڏهن آسٽريا سان سندس رٿيل جنگ لڳندي، تڏهن گيري بالڊي ڪم جو ماڻهو ثابت ٿيندو. گيري بالڊي جيتوڻيڪ گهڻي زماني کان رعيتي راڄ وارا خيال رکندو آيو هو، تنهن هوندي بہ سندس سياسي نظريا ڪنهن حد تائين هڪ ٻئي سان ميل نہ رکندا هئا. هن جي دل ۾ پارليامينٽ لاءِ ڪا گهڻي عزت نہ هئي ۽ هو ٻاجهاري آمريت واري نظريي جي حق ۾ هو. هن جو فقط هڪڙو ئي مقصد هو: يعني اٽلي کي متحد ڪرڻ. سندس خيال هو تہ جيڪڏهن اهو مقصد پيڊ مونٽ جي شاهي گهراڻي جي اڳواڻي ۾ سولائي سان ملي ٿو وڃي تہ هو بادشاهہ جي مدد ڪرڻ لاءِ بہ تيار هوندو.

جڏهن 1859ع ۾ جنگ لڳي تہ گيري بالڊي ڪيترين ئي مهمن ۽ پنهنجن رضاڪارن جي لومبارڊي ۾ مهنداري ڪري اهو علائقو آسٽريا کان فتح ڪرڻ ۾ مدد ڏني. انهي کان پوءِ فرانس طرفان عارضي صلح مڙهڻ ۽ نائيس ۽ ساووئي تان پيڊ مائونٽ جي هٿ کڻڻ ڪري هو پريشان ٿي پيو ۽ اڪيلي سر اها جدوجهد جاري رکڻ جو فيصلو ڪيائين. هن اٽڪل هڪ هزار رضاڪار ڀرتي ڪيا جن کي سندن وردين ڪري ريڊ شرٽس (ڳاڙهين قميصن وارا) ڪري سڏيندا هئا. هو انهن کي وٺي سمنڊ رستي سسلي ويو ۽ پوءِ نيپلز جي بادشاهت جي هڪ حصي ۾

وڃي پهتو. مارسلا ۾ ڪيس تيزي سان عوامي حمايت حاصل ٿي وئي. سنڌس ڳاڙهي وردين وارن رضاڪارن، سسلي مان پرتي ٿيل اٽڪل ٻه هزار ماڻهن سان گڏجي، وقفي وقفي سان ٿيندڙ لڙاين وسيلي بوربون جي پنجويهه هزار فوجين کان، پالرمو وٽ هٿيار ڦٽا ڪرائي، معجزو ڪري ڏيکاريو.

گيري بالڊي هاڻي سسلي ۾ پنهنجي آمريت قائم ڪئي ۽ وڌيڪ علائقا فتح ڪرڻ کان اڳ هتي ڪجهه سماجي ۽ اقتصادي سڌارا لاڳو ڪيائين. آگسٽ 1860ع ۾ هن جي فوج، جيڪا هاڻي اڳي جي ڀيٽ ۾ ڪافي وڌي ٿي چڪي هئي، ميسينا جو ڳچي سمنڊ پار ڪري نيپلز تي حملو ڪيو. جيئن ته بوربون حڪومت جي فوجن جو حوصلو پست ٿي چڪو هو، تنهن ڪري گيري بالڊي جو ڪم وڌيڪ آسان ٿي پيو ۽ ٽن هفتن اندر نيپلز سنڌس قبضي ۾ اچي ويو.

گيري بالڊي جو هاڻي جيتوڻيڪ ڪئور تان اعتماد ختم ٿي چڪو هو، تنهن هوندي به هن بادشاه جي حمايت پئي ڪئي. ٻن مهينن کان پوءِ جڏهن پيڊ مائونٽ جي فوج ڏکڻ طرف وڌي، تڏهن هن پنهنجي فتحن کي اٽلي جي اتحاد خاطر وڪٽر امانويل جي حوالي ڪري ڇڏيو. پر گيري بالڊي جو ڪم اڃا ختم نه ٿيو هو. هو ٿوري وقت لاءِ اٽلي جي نئين پارليامينٽ ۾ ويٺو. انهي تجربي ڪيس عوامي نمائندگي واري جمهوريت جو اڳي کان به وڌيڪ منڪر ڪري ڇڏيو. هن روم ۽ وينيشا کي آزاد ڪرائڻ لاءِ ڪيترين ئي ناڪام ڪوششون ڪيون. اٽلي جي حڪومت، پيچيدي ۽ منجهيل پرڏيهي پاليسي تي هلندي ڪڏهن ته سنڌس مدد ڪندي هئي ۽ ڪڏهن وري سنڌس ڪوششن تي پاڻي ڦيري ڇڏيندي هئي. گيري بالڊي کي ٻه دفعا گرفتار ڪيو ويو ۽ ڪيس مجبور ڪيو ويو ته هو رٽائرڊ ٿي ڪيپريرا ۾ وڃي رهي، فرانس، پرشيا ۽ آسٽريا جي وچ ۾ جنگين لڳڻ ڪري روم ۽ وينيشيا پرامن نموني اٽلي کي ملي ويا.

جنهن اٽلي کي قائم ڪرڻ لاءِ گيري بالڊي سڄي جمار ايڏي وڏي جاکوڙ ڪئي هئي. مرڻ وقت انهي ئي اٽلي جي باري ۾ سنڌس سنڌر سپنو ٽٽي چڪو هو. اٽلي جي حڪومت بدعنوانين جو شڪار ٿي ويئي هئي ۽ سنڌس سماجي ۽ اقتصادي بيمارين ساڳي طرح قائم هيون. هن وصيت ڪئي ته سنڌس مڙهه ساڙيو وڃي پر حڪومت ايئن ڪرڻ نه ڏنو ۽ ڪيس شاناڻتي نموني دفن ڪرايائين.

# نيپولين III

(1808 -1873ع)

فرانس جي نواڻ پسندن 1830ع ۾ جيڪا بغاوت ڪئي، تنهن جيتوڻيڪ 'شهري بادشاهه' جي اچڻ جو دڳ ٺاهي ڇڏيو هو، پر انهن اجا تائين فرانس ۾ رعيتي راڄ قائم ٿيڻ جي اميد نه ڇڏي هئي. خود آئيني بادشاهت جا حامي به ووٽ جو حق وڌائڻ جي وڪالت ڪري رهيا هئا. فرانس جو عوام به حڪومت جي وچٿرين پاليسين کان ڪڪ ٿي ويو هو ۽ نيپولين واري شاندار دؤر کي ياد ڪري، اُن جي واپسي لاءِ سڪي رهيو هو. 1848ع واري انقلاب سان هڪ اهڙو ماڻهو اڳيان آيو، جنهن نيپولين جي جادوئي نالي جو فائدو وٺي حالتون پنهنجي حق ۾ ڦيرائي ڇڏيون. تاريخ ۾ اهو ماڻهو نيپولين III جي نالي سان مشهور ٿيو.

نيپولين جي ڀاءُ لوئيس جي جلاوطن زال هارٽينسي بوناپارٽ جي گهر ۾ نيپولين جي شاندار ڪارنامن جو ذڪر ٿيندو رهندو هو، جنهن سندن پٽ شهزادي لوئيس نيپولين کي ڏاڍو متاثر ڪيو. شهنشاهه جو پٽ 1832ع ۾ وفات ڪري ويو، جنهن کان پوءِ لوئيس کي ئي بونا پارٽي جو وارث ۽ فرانس جي تخت جو دعويدار سمجهيو پئي ويو.

لوئيس پنهنجي فوجي سکيا ته پوري ڪري ورتي، پوءِ هو ڪو سٺو فوجي نه ليکيو ويندو هو. هن اسٽراسبرگ گيريزن جي آفيسرن جي مدد سان فوجي بغاوت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، جيڪا مڪمل طرح ناڪام ٿي ويئي ۽ کيس زوري جلاوطن ڪيو ويو. هو ٿورو وقت آمريڪا ۾ رهڻ کان پوءِ ڪجهه وقت لاءِ وچي انگلينڊ ۾ رهيو. اتي هن پمفليٽ لکيا. هڪ ۾ 'نيپوليني نظريو' پيش ڪندي ڄاڻايائين ته انهي انسان دوست ۽ سماجي ترقي ڏيارڻ واري نظريي تي هلي، 'خدا جي مقرر ڪيل نيڪ انسان' جي اڳواڻي ۾، آزادي ۽ امن امان واري زندگي ماڻي سگهجي ٿي.

لوئيس نيپولين 1840ع ۾ ٻيهر فوجي بغاوت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر اها به پهرين بغاوت وانگر ناڪام ٿي ويئي، جنهن ڪري فرانس جي حڪومت کيس جنم ٽيپ جي سزا ڏني. هو ڇهه سال هڪ ننڍي قلعي ۾ قيد رهيو، جتي

پنهنجو پڙهڻ لکڻ جاري رکيائين. هو اتان کنهن نه کنهن نموني ڀڄي نڪتو ۽ انگلينڊ هليو ويو.

1848ع واري انقلاب ڪري هن کي فرانس موٽڻ جو وجهه ملي ويو. اتان جي انقلابين جيتوڻيڪ کيس شڪ جي نظرن سان ٿي ڏٺو، تنهن هوندي به هو پنهنجي حامين جي مدد سان نئين دستور ساز اسيمبلي جو ميمبر چونڊجي ويو. نئين دستور مطابق عوام جي ووٽن وسيلي صدر جي چونڊ ٿيڻي هئي. لوئيس نيپولين صدارتي چونڊ ۾ اميدوار بيٺو ۽ کيس پنهنجي ويجهي مخالف اميدوار جي مقابلي ۾ چووڻجاهه لک ووٽ مليا، جڏهن ته سندس مخالف اميدوار فقط پندرهن لک ووٽ کڻي سگهيو هو.

لوئيس نيپولين ٻي جمهوريه جو صدر هو، پر کيس رعيتي راڄ واري نظريي سان ڪا خاص همدردي نه هئي. هن ڏاڍي ڏکيائي سان شاهه پرستن سان اتحاد قائم ڪيو جيڪي اسيمبلي مٿان حاوي هئا ۽ اسيمبلي مان 33 سوشلسٽن جي نيڪالي جي حمايت ڪيائين. تنهن کان سواءِ نه صرف پريس تي پابنديون وڌائين، پر ووٽ جو حق به محدود ڪري ڇڏيائين. هن بين الاقوامي ميدان ۾ جيڪي پهريان قدم کنيا تن ۾ پوپ جي بحالي لاءِ روم ڏانهن فوج موڪلڻ به شامل هو. جنهن کي ان شهر جي نئين عوامي حڪومت اتان تڙي ڪڍيو هو.

نيپولين جڏهن ڏٺو ته انهن حالتن ۾ هو ٻئي مدي لاءِ صدر ٿي نه سگهندو ۽ کيس اسيمبلي ۾ ايتري حمايت حاصل ناهي جو آئين بدلائي سگهي، تڏهن ڊسمبر 1851ع ۾ فوجي بغاوت ڪري اسيمبلي ٽوڙي ڇڏيائين ۽ عام ووٽ جو حق وري بحال ڪيائين. قوم پنهنجو فرض سمجهندي ايندڙ 10 سالن لاءِ کيس پنهنجو صدر چونڊيو. هن صدر ٿيندي ئي شهنشاهيت قائم ڪرڻ جو اعلان ڪري ڇڏيو.

هو شهنشاهه ٿيڻ کان پوءِ پنهنجي مرحوم سوٽ جو ادب ڪندي، پاڻ کي نيپولين III سڏائڻ لڳو. ڇو ته جيڪڏهن سندس سوٽ جيئرو هجي ها ته پاڻ کي نيپولين II سڏائي ها. هن شهنشاهه جي حيثيت ۾ فرانس تي ڏاڍي مضبوطي سان حڪومت ڪئي ۽ قانون ساز اداري وٽ ڪي ٿورڙا اختيار رهڻ ڏنائين. قانون ساز اداري جي ميمبرن جي چونڊ به حڪومت جي خبرداري سان مقرر ڪيل ضابطي هيٺ ٿيندي هئي. هن سنسرشپ ۽ پوليس جي ماتهن مٿان ڪرڙي نظر رکڻ جهڙن غيرمقبول نظرين کي رومال ۾ ويڙهي لاڳو ڪيو.

نيپولين جي حڪومت جو مثبت پهلو اهو هو جو هن پنهنجو وعدو پاڙيندي قوم جي مادي خوشحالي وڌائي. هن ريل جون پٽڙيون وڇرايون ۽ ٻين اڏاوتي ڪمن کي هٿي ڏنائين. صنعت ۽ زراعت جي واڌاري لاءِ سيڙپ واريون بئنڪون قائم ڪيائين، جنهن سان ڪافي ماڻهو خوشحال ٿيا. پورهيت طبقي کي به انهي خوشحالي جو لاڀ مليو. هن ملڪ جي ترقي لاءِ ڪي اهڙا اپاءَ پڻ ورتا، جن جي

ڪري ڪٽر قدامت پسند ڪيس ’سوشلسٽ‘ سڏڻ لڳا. انهن اپائن ۾ نيون اسپتالون ۽ عام ماڻهن لاءِ گهر ٺهرائڻ ۽ ليبر يونين کي قانوني درجو ڏيڻ جهڙا اپاءَ شامل هئا.

نيپولين 1852ع ۾ اعلان ڪندي چيو هو ”سلطنت جو مطلب آهي امن“ پر نيپولين I جي وارث لاءِ امن واري پاليسي اختيار ڪرڻ ڏکي ڳالهه هئي. ويجهڙي اوير ۾ جڏهن ترڪي ۾ روس جي اڳتي وڌڻ ڪري، فرانس جي واپار لاءِ خطرو پيدا ٿيو، تڏهن نيپولين ترڪن جي مدد لاءِ پنهنجي فوج موڪلي. برطانيه به ائين ئي ڪيو. ڪريميا واري جنگ (56- 1854ع) روس ۾ يونوچ ۾ اڳتي وڌڻ کي ڪجهه وقت لاءِ روڪي ڇڏيو.

نيپولين جي نظرن ۾ اٽلي هڪ خاص جاءِ تي والاري. هو پنهنجي نوجواني ۾ اٽلي جي هڪ بغاوت ۾ حصو وٺي چڪو هو ۽ اندر جي اونهاين سان اٽلي کي آسٽريا کان آزادي ڏيارڻ پئي چاهيائين، پر ساڳئي وقت ڪيس هڪ متحد قوم جي حيثيت ۾ به ڏسڻ نه پئي چاهيائين. هن جي ڏنل مدد ڪري ئي 1859ع واري مختصر جنگ ۾ لومبارڊي آزاد ٿيو هو، پر هن آسٽريا سان جدا معاهدو ڪري ڪجهه وقت لاءِ اٽلي کي متحد ٿيڻ کان روڪي ڇڏيو. اٽلي جي باري ۾ هن جي اختيار ڪيل اڻ چٽي پاليسي جو پتو، سندس روم مٿان قبضي مان پوي ٿو، جيڪو فرانس ۽ پرشيا جي وچ ۾ جنگ لڳڻ تائين جاري رهيو. هن پنهنجي زال مهاراڻي يوجيني ۽ ڪٽر ڪيٿولڪ پارٽي جي اثر ۾ اچي پوپ جي دنيوي اختيارن کي ٽيڪو ڏنو هو.

نيپولين ميڪسيڪو واري تباهي آڻيندڙ مهم جوئي به مهاراڻي جي اثر هيٺ ڪئي هئي، جنهن ۾ هن جي فوج اتان جي صدر بينيتو جيوآرز کي هٽائي هيپسبرگ آرچ ڊيوڪ ميڪسيملين کي ميڪسيڪو جو شهنشاهه ڪري ويهاريو. ميڪسيڪو جي اها ’سلطنت‘ حقيقت ۾ فرانس جي ئي بيٺڪ هئي، جيڪا 1867ع ۾ ڀڃي پٽ تي پيئي.

جرمني ۾ پرشيا جيڪا اڳرائي ڪئي هئي تنهن جي باري ۾ نيپولين دريادلي کان ڪم وٺندي غيرجانبدار رهيو هو. انهي غيرجانبداري جي بدلي هن فرانس جي پکيڙ وڌائڻ جي ڪوشش ڪئي پر انهي ۾ ناڪام ٿيو. جيئن سندس شهنشاهي فرانس جي عوام ۾ وڃي ٿي ڏينهون ڏينهن غيرمقبول ٿيندي، تنهن ڪري سندس صلاحڪارن کيس پرشيا سان جنگ ڪرڻ جي صلاح ڏني ته جيئن هڪ ته عوام جو اعتماد بحال ڪري سگهجي ۽ ٻيو ته ائين ڪرڻ سان فرانس کي ڪجهه علائقا ملڻ جو امڪان به هو. 1870ع ۾ جنگ ڇيڙڻ جو هڪ مناسب بهانو به پيدا ٿي پيو. پرشيا جي هوهنزولرن گهراڻي جي هڪ شخص کي اسپين جي تخت جي آڇ ٿي، جيڪا هن عارضي طرح قبول ڪئي. انهي تي فرانس مچرجي پيو. پرشيا جي

چانسلر بسمارڪ چالاڪي سان انهي موقعي جو فائدو ورتو.

جڏهن جولاءِ 1870ع ۾ جنگ لڳي تہ پرشيا جي فوج جي، فرانس جي فوج مٿان برتري چٽي ٿي پيئي. ٻن مهينن کان پوءِ فرانس کي سيڊن وٽ اهڙي تہ شڪست ملي جو جنگ جو بہ فيصلو ٿي ويو. پرشيا نيپولين کي قيد ڪيو ۽ پئرس ۾ انقلابين نئون رعيتي راڄ قائم ڪرڻ جو اعلان ڪري ڇڏيو. هو ۽ سندس مهاراڻي، اينڊرٿ بهار ۾ آزاد ٿي انگلينڊ هليا ويا، جتي ٻن سالن کان پوءِ هو پاڻ تہ مري ويو پر سندس زال 1920ع تائين جيئري رهي.

# ابراهام لنڪن

(1809 -1965ع)

ابراهام لنڪن مقبول آمريڪي چوڻي ’ڳوڏڙي ۾ لعل لڪل‘ جو عملي نمونو هو. هو انڊيانا جي هڪ فارم جي رهاڪو ۽ غريبي ماريل اڻ پڙهيل آڪهه ۾ پيدا ٿيو هو. هو اسڪول ۾ فقط 12 مهينا پڙهيو هو، پر ڪيس نڍپڻ کان ئي پڙهڻ جو شوق هوندو هو ۽ هر ڪنهن کي سندس ڪاميابي جي اميد هوندي هئي، انڊيانا ۾ ان جي معنيٰ هئي سياست.

هن ڪيترين ئي نوڪرين ڪيون جهڙوڪ ريل جا سليپر وڇائڻ، سپاهي، دوڪانداري ۽ پوسٽ ماسٽري وغيره. تنهن کان پوءِ هو 1834ع ۾ الينوائس جي قانون ساز اسيمبلي لاءِ اميدوار بيٺو ۽ ڪامياب ٿي ويو. قانون ساز اسيمبلي جي ميمبري دوران هن قانون جي تعليم حاصل ڪئي ۽ 1837ع ۾ بار جو ميمبر ٿيو. نوجواني ۾ ئي سندس ترقي جا امڪان چٽا ٿي چڪا هئا، تنهن ڪري ميري ٽوڊ نالي هڪ وڏ- گهراڻي، پر جاهه طلب عورت جو ڌيان ڏانهس ڇڪجي ويو. لنڪن پهريائين ته ڪجهه نٽايو پر نيٺ سندن شادي ٿي ويئي، انهي شادي مان ڪيس ڪا خوشي نصيب نه ٿي. لنڪن جي طبيعت ۾ جيتري اهاٽڪائي هوندي هئي ايتري ئي سندس زال جهيڙاڪ هئي، ٻين لفظن ۾ ائين ڪٿي چئجي ته سندس دماغي توازن ٺيڪ نه هو، جنهن ڪري سندن لاڳاپن تي خراب اثر پيو. لڳو ٿي ته شادي جي پهرين ڏهن سالن ۾ ئي لنڪن اميدن تي پاڻي ڦري ويندو. ڪانگريس ۾ ٻن سالن اندر هن ميڪسيڪو واري جنگ جي مخالفت ڪري پنهنجي پارٽي يعني وگس کي ناراض ڪري ڇڏيو هو جنهن ڪري ڪيس ڪوبه سرڪاري عهدو نه ڏنو ويو. هن بنا ڪنهن شوق جي وڪالت شروع ڪئي.

انهي وچ ۾ آمريڪي قوم هڪ وڏي گهوٽالي طرف وڌي رهي هئي. غلامي جي پکيڙ اختلافي مسئلو بڻجي ويئي هئي. حڪومت ڪيترن ئي سالن کان غلام رکندڙ رياستن ۽ غلام نه رکندڙ رياستن جي تعداد ۾ توازن برقرار رکڻ جي ڪوشش ڪندي پئي آئي. هڪ طرف اتر واريون رياستون هيون جن جو اصرار

هو تہ غلامي جي پکيڙ کي روڪيو وڃي. ان جي ابتڙ، ہئي طرف ڏکڻ وارين رياستون هيون جن غلامي جي پکيڙ کي هڪ مقدس فرض سمجهي سندس واڌ جو اتساه پئي رکيو.

1854ع ۾ ريپبلڪن پارٽي جي نالي سان غلامي خلاف هڪ نئين پارٽي ٺهي. چئن سالن کان پوءِ الينوائس جي ريپبلڪن ڊيموڪريٽڪ پارٽي جي اميدوار سينيٽر اسٽيفن ڊگلس جي مقابلي ۾ لنڪن کي اميدوار نامزد ڪيو ويو. انهي گوءِ ۾ ٻنهي اميدوارن ڪافي بحث مباحثا ڪيا. انهن تاريخي بحثن ۾ لنڪن ثابت ڪيو تہ هو پنهنجي زبري مخالف ڊگلس جهڙو ئي سنئو مقرر هو. هن ورجائي ورجائي پنهنجي پختي عزم جو اظهار ڪيو تہ قوم 'اڌ غلامي ۽ اڌ آزادي' کي گڏوگڏ هلائي نہ سگهندي ۽ اهو بہ چيائين تہ غلامي غلط هئي ۽ انهي جو وقت سر خاتمو ضروري هو.

لنڪن اها چونڊ هارائي، پر چونڊ واري مهم کيس قومي سطح تي مشهور ڪري ڇڏيو. ٻن سالن کان پوءِ کيس صدارتي اميدوار ٺاقيو ويو. ڊيموڪريٽس جي اختلافن سندس چونڊ کي يقيني بڻائي ڇڏيو، ڇو تہ انهن مان غلامي جي ڪٽر حامين پنهنجو جدا اميدوار بيهاريو هو.

لنڪن جي چونڊجي وڃڻ ڪري ڏکڻ وارين رياستن کي اهو قدم کڻڻ جو موقعو ملي ويو، جنهن جي باري ۾ انهن ڊگهي عرصي کان سوچيو پئي، يعني ڇڇي ڌار ٿيڻ. هن اچا صدارت جو عهدو سنڀاليو ئي نہ هو جو ستن رياستن پنهنجي آزادي جو اعلان ڪندي ڪنفيڊريٽ اسٽيٽس آف آمريڪا ٺاهي ڇڏي. بعد ۾ ٻيون چار رياستون بہ انهي ۾ شامل ٿي ويون. يونين ۽ انهي ڪنفيڊريسي وچ ۾ 1861ع هڪ گهرو لڙائي ڇڙي پيئي.

جنگ جي پهرين ٻن سالن ۾ اتر جي ڪارڪردگي خراب رهي ۽ ڏکڻ جي حڪمت عملين کي هر ڀيري ڪاميابي ٿيندي رهي. اتر وٽ وسيلا بہ وڌيڪ هئا ۽ هن ڏاکڻين ڪناري جي ناڪ بندي بہ ڪئي هئي، پر انهن ڳالهين جا اثر ظاهر ٿيڻ ۾ اچا دير هئي. جنگ جيئن جيئن اينگهندي وئي، تيئن لنڪن جي حڪمت عملي جا جوهر کلڻ لڳا. لنڪن گهرو لڙائي جي سڀ کان نازڪ گهڙي يعني سيپٽمبر 1862ع ۾ جنرل رابرٽ اِي لي جي ميري لينڊ تي ڪاهہ وقت، پنهنجن صلاحڪارن جي صلاح کي نہ مڃيندي، هوشيار پر ڏکئي جنرل ميڪ ڪليلان کي گهرائي ورتو ۽ کيس پوٽو ميڪ جي فوج جي اڳواڻي سونپيائين. ميڪ ڪليلان کي ڏاڍي ڏکيائي سان اينٽي ٽام ۾ فتح نصيب ٿي، جنهن ڪري ڪنفيڊريٽ جو اڳتي وڌڻ بند ٿي ويو ۽ يورپ جا ملڪ ڪنفيڊريسي کي مڃڻ کان مڙي ويا. لنڪن، اينٽي ٽام واري فتح کان پوءِ سنت ئي غلامي ختم ڪرڻ جو پڌرنامو جاري ڪيو، جنهن سان غلامن کي آزادي ملي وئي. اهو برابر آهي تہ ان وقت اها

آزادي صرف نظرياتي حد تائين هئي، پر انهي پڌرنامي سان يونين جي مقصد کي اهڙي اخلاقي هٿي ملي ويئي هئي، خاص ڪري ٻين ملڪن جي نظرن ۾ جنهن کان اڳ ۾ هوءَ محروم هئي.

اِها جدوجهد ايائي سال ٻيا به هلي. ڏکڻ ڏاڍي بهادري سان وڙهيو. پر اتر تي سنڌس ٻي ڪاهه کي گيٽسبرگ وٽ روڪيو ويو. مسيسپي واري علائقي ۾ دلير جنرل ليوليسز ايس-گرانٽ يونين کي ڪيترين ئي اهم فتحون ڏياريون. لنڪن گرانٽ کي يونين جي سموري فوج جي ڪمانڊ سونپي ڇڏي. آخرڪار جنرل لِي اپريل 1865ع ۾ جنرل گرانٽ اڳيان پيش پيو.

انهي فتح کي اڃا هڪ هفتو به نه ٿيو هو جو جان ولڪس بُوٿ نالي ڏکڻ جي هڪ انتها پسند لنڪن کي مٿي ۾ ان وقت گولي هڻي، جڏهن هُو هڪ ناٽڪ منڊلي ۾ ناٽڪ ڏسي رهيو هو. ٻي صبح جو لنڪن فوت ٿي ويو.

لنڪن جو موت ڏکڻ توڙي اُتر لاءِ هڪ جهڙو ئي نقصانڪار هو. لڳي ٿو ته انهي کان پوءِ نئين سر اڏاوت جا جيڪي سخت سال گذريا تن ۾ ٿورڙن ماڻهن کي لنڪن جا اهي لفظ ياد هوندا جيڪي هن پنهنجي ٻي صدارت جي افتتاحي تقرير ۾ چيا هئا:

”ڪنهن سان به بغض رکڻ کان سواءِ، سڀ لاءِ نيڪ جذبا رکندي، سچائي تي ثابت قدم رهندي... اچو ته اُهو ڪم پورو ڪريون جيڪو اسان پنهنجن هٿن ۾ کنيو آهي: قوم جي زخمن تي مرهم رکون، جنهن به ماڻهو جنگ ۾ سٺو آهي تنهن جي ۽ سندس رن زال جي ۽ سندس يتيم ٻار جي سار سنڀال لهون، اهو سڀ ڪجهه ڪريون جنهن سان اسان هڪ انصاف ڀريو ۽ پائيدار امن قائم ڪري سگهون.“

# ڪئميلو بينسودي ڪئور

(1810 -61ع)

1850ع واري ڏهاڪي ۾ اٽلي ۾ ڪيترين ئي رياستون هيون. انهن مان فقط پيدمونٽ ساردينا واري رياست ئي اهڙي حيثيت ۾ هئي جو سيني کي گڏي هڪ ڪري پئي سگهي، جو تہ اها رياست لومبارڊي وينيشيا وانگر ڌارين جي غلام نہ هئي ۽ نہ وري نيپلز وانگر هئي، جتي ظالم بوربون گهراڻي جو راڄ قائم هو، جنهن کي عوام 'سرڪاري سرشتي جي روپ ۾ خدا جي نفي' ڪري ڪوٺيندا هئا. نيپلز جي مقابلي ۾ لومباردو- وينيشيا جي عوام کي ڪجھ نہ ڪجھ سياسي آزديون مليل هيون. لومباردو- وينيشيا ۾ ساووئي گهراڻي جي آئيني بادشاهت قائم هئي ۽ خوش قسمتي سان وزيراعظم ڪائونٽ ڪئور هڪ وطن پرست ۽ قابل ماڻهو هو. هن جي باري ۾ جيتوڻيڪ مشهور هو تہ هو پنهنجيون حڪمت عمليون ٿڌي دل ۽ دماغ سان ٺاهيندو هو، پر ڪڏهن ڪڏهن جذباتي بہ ٿي ويندو هو. هو جڏهن نوجوان هوندو هو تہ ملٽري اڪيڊمي ۾ زبردستي قبول نہ ڪندو هو، جنهن ڪري سندس امير گهراڻي جا ڀيا ڀاتي ڏاڍا پريشان رهندا هئا. انهي ڪان پوءِ واري زندگي ۾ هو کليو کلايو عوامي راڄ جي حق ۾ ڳالهائيندو هو، جنهن ڪري پوليس جي نظرن ۾ رهندو هو.

ڪئور جڏهن بادشاهہ چارلس البرٽ ڪان ڇڄي ڌار ٿيو، تڏهن ڀهريائين تہ ڪيس سمجھ ۾ نہ ٿي آيو تہ ڪيئن پنهنجي دل گهرئي سياسي پيشي جي شروعات ڪري. هن 1831ع ۾ فوج جي ڪميشن تان استعفا ڏني ۽ ڪجھ سال سفر ۾ وڃائي ڇڏيائين. هن کي خاص ڪري انگلينڊ ۽ فرانس وڻندا هئا ۽ سندن صنعتي ترقي ۽ آئيني حڪومتن جي ساراهہ ڪندي، ڍاپندو ئي ڪين هو.

ڪئور نيٺ پنهنجي مسافري پوري ڪري پيڊ مونٽ موٽي آيو، جتي ڪاميابي سان پنهنجي وسيع خانداني جاگير جو انتظام هلايائين ۽ ڪافي دولتمند ٿي پيو. پيڊ مونٽ حڪومت ۾ 1847ع ۾ آزادي پسند لاڙا پيدا ٿيا، جنهن ڪري هو پنهنجي هڪ ترقي پسند اخبار ال ريسورجي مينٽو (نئون جياپو) ڪيڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. اٽلي جي آزادي ۽ اتحاد جي جدوجهد کي بہ انهي نالي سان

سڏيندا هئا.

ڪئور آخرڪار 1848ع واري گردشي سال ۾ سياست ۾ گهريو. انهي سال پيڊ مونٽ، لومبارڊي کي آسٽريا جي غلامي مان ڇڏائڻ جي ناڪام ڪوشش ڪئي. پارليامينٽ ۾ ٻه سال رهڻ کان پوءِ ڪئور وزير زراعت جي حيثيت ۾ وزارت ۾ شامل ٿيو، جتي هو سڄو وقت ساڄي ۽ کاٻي ڌر خلاف اعتدال پسندن جي هڏي قائم ڪرائڻ لاءِ ڪم ڪندو رهيو. بادشاهه وڪٽر ايمانوئل 1852ع ۾ کيس حڪومت ٺاهڻ جي دعوت ڏني. ڪئور وزيراعظم جي حيثيت ۾ پيڊ مونٽ جي صنعت جي واڌاري کي همٿايو، ريلوي لائينون وڇرايائين ۽ واپار تان پابنديون لاهي ڇڏيائين، تنهن کان سواءِ آزادخيال سڌارا آندائين، جن ۾ خاص ڪري ڪليسا تي پابنديون وجهڻ شامل هو.

ڪئور کي احساس هو تہ ڪنهن ٻي وڏي طاقت جي مدد بنا آسٽريا کان نہ تہ جند ڇڏائي ٿي سگهجي ۽ نہ وري اٽلي کي متحد ڪري ٿو سگهجي. هن 1854ع ۾ پيڊ مونٽ جي فوج کي ڪريميا واري جنگ ۾ انگلينڊ ۽ فرانس جي مدد لاءِ موڪليو، جنهن ڪري امن لاءِ ٿيندڙ ڪانفرنس ۾ هو اٽلي جي آزادي جو مقدمو پيش ڪري سگهيو، پر اولهہ يورپ جون طاقتون آسٽريا خلاف ڪافي جذبا رکندي بہ، ان تي ڪو قدم کڻڻ کان لهرائينديون هيون.

ڪئور انهي کان پوءِ ڏاڍي هوشياري سان نيپولين III کي هرڪائڻ جي ڪوشش ڪندي کيس ٻڌايو تہ، جيڪڏهن اٽلي جي جند آسٽريا کان آجي ڪرائبي تہ اها فرانس جي هٿ هيٺ رهڻ لاءِ تيار هوندي. هن هڪ مضبوط، متحد ۽ آزاد اٽلي قائم ڪرڻ وارا پنهنجا اصلي ارادا ڪانئس چڱي طرح لڪايا. انهي رٽ نيپولين کي هرڪائي وڌو ۽ هن 1859ع ۾ ڪئور سان هڪ ڳجهي گڏجاڻي ڪري کيس ٻڌايو تہ جيڪڏهن پيڊ مونٽ آسٽريا کي ڀڙڪائي ڪانئس اڳرائي ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو تہ فرانس پنهنجي فوج پيڊ مونٽ جي مدد لاءِ موڪليندو.

ڪئور پيڊ مونٽ جي باقاعدي فوج قائم ڪري گيري بالڊي کي سڄي اٽلي مان رضاڪار ڀرتي ڪرڻ جو ڪم سونپيو، جنهن اٽلي جي انهن علائقن مان بہ رضاڪار ڀرتي ڪيا، جيڪي آسٽريا جي قبضي ۾ هئا. انهي ڳالهہ آسٽريا کي ڀڙڪائي ڇڏيو ۽ ان پيڊ مونٽ خلاف جنگ جو اعلان ڪيو. آسٽريا طرفان جنگ جو اعلان ٿيندي ئي فرينچ فوجون آلپس جبل کان لنگهي آيون.

اها جنگ صرف ٻہ مهينا هلي. اتحادين کي اتر ۾ اهم ڪاميابيون حاصل ٿيون. اٽلي جي ٻين هنڌن تي انقلابين ڪئور جي همٿائڻ تي پيڊ مونٽ سان اتحاد ڪرڻ جو اعلان ڪندي بغاوتون ڪيون. نيپولين پرشيا طرفان دباءُ پوڻ ڪري آسٽريا سان هڪ جدا امن معاهدو ڪيو، جنهن مطابق لومبارڊي پيڊ مونٽ ۾

شامل ٿيو، پر وينشيا کي آسٽريا جي قبضي ۾ رهڻ ڏنو ويو. بادشاهه جنهن سولائي سان اهو معاهدو قبول ڪيو هو، تنهن تي ڪئور ڪاوڙجي پنهنجي عهدي تان استعفا ڏني.

ڪئور ٻئي سال بادشاهه سان صلح ڪري، وري وزيراعظم ٿيو ۽ ڏاڍي خبرداري سان اٽلي جي اتحاد قائم ڪرڻ لاءِ وري پنهنجين اڳين اٽڪلن ۾ لڳي ويو. هن نائيس ۽ ساووئي فرانس کي ڏيئي اٽلي جا ڪيترائي علائقا پنهنجي ملڪ سان ملائي ڇڏيا، پر فرانس جي مدد کان سواءِ هو گهڻو اڳتي نه وڌي سگهيو. انهي وچ ۾ گيري بالڊي پنهنجي منهن سمنڊ رستي سلي وڃي پهتو ۽ سمورو ڏکڻ اٽلي فتح ڪرڻ شروع ڪيائين.

گيري بالڊي جي نيپلز تي آمريت قائم ٿيڻ ڪري ڪئور کي سنڌائتو ڏڪ هڻڻ جو موقعو ملي ويو. هن گيري بالڊ جي انقلابين کي اڳتي وڌڻ کان روڪڻ جو بهانو ڪري پيڊ مونٽ جي فوج ڏکڻ طرف اماڻي. انهي فوج روم کي ته هٿ نه لاتو، جو اتي پوپ جي حفاظت لاءِ نيپولين جون فوجون رهيل هيون، پر ڦيرو کائي پوپ جي ڪيتري ئي علائقي سان گڏ رستي ۾ ايندڙ علائقا به پنهنجي قبضي ڪيا. گيري بالڊي جنهن دريادلي سان بادشاهه جي حق ۾ هٿ کنيو، تنهن اتر ۽ ڏکڻ اٽلي جي اتحاد کي ممڪن بڻائي ڇڏيو. انهي اتحاد سان هڪ اهڙي اٽلي قائم ٿي، جيڪا ذري گهٽ اڄوڪي اٽلي جيتري ئي هئي. فقط روم ۽ وينيشا سنڌس حدن کان ٻاهر رهجي ويا. ڪئور کي زندگي ايتري مهلت نه ڏني جو هو انهن علائقن کي اٽلي ۾ شامل ٿيندي ڏسي سگهي ها.

اٽلي جي پهرين پارليامينٽ جي گڏجاڻي فيبروي 1861ع ۾ ٽيورن ۾ ٿي، جنهن ۾ مختلف علائقن کان آيل ميمبرن پنهنجي ڇڙوڇڙ ملڪ جو سياسي اتحاد قائم ڪرڻ وارو ڏکيو ڪم شروع ڪيو.

# بسمارڪ

## (1815 -1898ع)

ويانا جي ڪانگريس 1815ع ۾ يورپ جون سرحدون صاف نموني مقرر ڪرڻ ۾ لڳي پئي هئي ۽ آئندي جي امن لاءِ حالتن کي جيئن جو تيئن سانڍي رکڻ کي پنهنجو مقدس فرض پئي سمجهيائين. ساڳئي سال پرشيا جي هڪ زميندار جي زال اهڙي پٽ کي جنم ڏنو، جنهن وڏو ٿي نئين جرمن شهنشاهيت قائم ڪرڻ لاءِ ڪيترين ئي سرحدن کي ڀڃي ڀورا ڪري ڇڏيو.

انهي ٻار جو نالو هواوٽو ون بسمارڪ. سندس زندگي تي نظر وجهڻ سان خبر پوي ٿي ته منڍ ۾ هن ڪنهن خاص ذهانت جو مظاهرو نه ڪيو هو. گاٽنگن يونيورسٽي ۾ پڙهڻ دوران هو پنهنجو گهڻو وقت، گهڻو شراب پيئڻ ۽ ڊوئيل وڙهڻ ۾ گذاريندو هو. (نون مهينن ۾ پنجويهه ڊوئيل). انهي هوندي به هو برلن مان قانون جو امتحان پاس ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. هن پنهنجي اباڻي ملڪيت جو انتظام اهڙي طرح هلايو، جهڙي طرح ڪو جٽ زميندار هلائيندو آهي. هن جا پاڙيسري کيس 'وحشي ماڻهو' سڏيندا هئا.

پر نوجواني ۾ سندس دوستي ڪجهه ديندار ۽ دانشور ماڻهن سان ٿي، جن ۾ سندس ٿيڻ واري زال جوهانا به شامل هئي. انهن جي صحبت ۾ هو به تهذيب يافته ٿي ويو. بسمارڪ جا اهي دوست ساڃي ڏر وارا لاڙا رکندا هئا ۽ سندن متو هو ته هيءَ دنيا هڪ سپنو آهي. بسمارڪ به انهي متي کان ڏاڍو متاثر ٿيو.

1848ع واري انقلاب کان پوءِ جيڪي نواڻ پسند لاڙا پيدا ٿيا، تن بسمارڪ کي ڪجهه وقت لاءِ سياست کان ٻاهر رکيو. پر 1850ع ۾ قدامت پسند آئين لاڳو ٿيڻ ڪري هن سياست جي ميدان ۾ قدم رکيو ۽ نئين پارليامينٽ جو ميمبر چونڊجي ويو. ٿورڙو ئي پوءِ بادشاهه کيس فرينڪفرٽ ڊائيٽ ۾ پرشيا جي نمائندگي لاءِ موڪليو. اها ڊائيٽ ميٽرنخ جي جرمن ڪنفيڊريشن لاءِ سوچ ويچار ڪندڙ ادارو هئي. هو فرينڪفرٽ ۾ 8 سال رهيو، جنهن دوران کيس يقين ٿي ويو ته آسٽريا ڪڏهن به پرشيا کي پنهنجو مَٽ مڃڻ لاءِ تيار نه ٿيندي، جنهن ڪري پڪو پهه ڪيائين ته پرشيا جي زيردستي ۾ هڪ اهڙي جرمني قائم ڪندو، جنهن مان آسٽريا نڪتل هوندي.

بسمارڪ کي اميد هئي تہ حڪومت ۾ کيس وڏو عهدو ملندو، پر جڏهن 1859ع ۾ کيس روس جو سفير مقرر ڪري 'سرد خاني' ۾ وڌو ويو، تڏهن سخت مايوس ٿيو. انهي کان پوءِ کيس ٿوري وقت لاءِ نيپولين III جي فرانس جو سفير مقرر ڪيو ويو. پر پرشيا ۾ بادشاهہ وليم I ۽ پارليامينٽ جي وچ ۾ بجيٽ تان اختلاف پيدا ٿي پيا، جنهن حڪومت کي بحران ۾ وجهي ڇڏيو ۽ بسمارڪ کي واپس گهرايو ويو. وليم بسمارڪ کي پنهنجو وزيراعظم مقرر ڪيو. هن وزير اعظم ٿيندي ئي ڪاميابي سان سرڪار جو اهو حق مڃائي ورتو تہ ان کي جيئن وڻي تيئن محصول اوڳاڙي ۽ خرچ ڪري سگهي ٿي. هن پارليامينٽ ۾ پنهنجي تقرير دوران هي مشهور لفظ چيا: "اسان پنهنجي زماني جا وڏا وڏا مسئلا تقريرن ڪرڻ ۾ اڪثريت جي ووٽن وسيلي نبيري نہ ٿا سگهون... پر اِهي مسئلا رت وهائڻ ۽ طاقت جي زور تي ئي حل ٿي سگهندا."

بسمارڪ هاتي پرڏيهي پاليسي ئاهڻ جي حيثيت ۾ اچي ويو هو ۽ جرمني ۾ آسٽريا جي چڙهت کي گهٽائڻ جو ڪم شروع ڪري ڇڏيو هئائين. انهي مقصد ماڻڻ لاءِ هن جيڪي حڪمت عمليون اختيار ڪيون هيون، تن سببان ڪڏهن ڪڏهن بادشاهہ جي مخالفت جو منهن بہ ڏسڻو پوندو هئس.

هن کان اڳ شيلزوگ ۽ هولسٽين جا جرمن علائقا ڊينمارڪ جي حوالي ڪيا ويا هئا. جيڪي بسمارڪ وري جرمني ۾ شامل ڪرائڻ ٿي چاهيا. انهي سوال تي آسٽريا سان سندس اختلاف پيدا ٿي پيا، جن اڳتي هلي جنگ جي صورت اختيار ڪئي. بسمارڪ پهريائين ڊينمارڪ خلاف پنهنجي فوج آسٽريا جي مدد لاءِ موڪلي. هڪ مختصر جنگ کان پوءِ جڏهن هي علائقا واپس ورتا ويا، تڏهن آسٽريا ۽ پرشيا ٻنهي انهن علائقن تي پنهنجي حڪومت قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. بسمارڪ ڳجهہ ڳوهہ ۾ انهي جهيڙي کي همٿائيندو رهيو ۽ ساڳئي وقت ٻين طاقتن کان غيرجانبداري جي خاطري بہ وٺي ڇڏيائين.

آسٽريا ۽ پرشيا جي وچ ۾ 1866ع ۾ جنگ لڳي جيڪا تمام ٿوري عرصي ۾ ختم ويئي. انهي جنگ ۾ پرشيا جي فتح ٿي. صلح نامي جي شرطن مطابق پرشيا، اتر جرمني جون ڪيتريون ئي رياستون سنئون سڌيون پاڻ سان ملائي ڇڏيون ۽ مئن ندي جي اتر ۾ جيڪي ٻيون رياستون هيون تن جي نئين اتر جرمن ڪنفيڊريشن ٺاهيائين. بسمارڪ انهي ڪنفيڊريشن مٿان هڪ آمراڻو آئين مڙهي ڇڏيو. جنهن مطابق سمورا اختيار پرشيا جي بادشاهہ ۽ وزيراعظم جي هٿ ۾ رکيا ويا هئا.

1870ع ۾ فرانس ۽ پرشيا جي وچ ۾ جنگ لڳي، پر انهي جنگ جو ڪارڻ بسمارڪ نہ، پر فرانس جو جنگي جنون هو. فرانس هميشہ کان متحد جرمني کان خوف کائيندو رهيو هو. بسمارڪ کي جڏهن محسوس ٿيو تہ جنگ جا امڪان وڌي ويا آهن ۽ انهي جنگ جي نتيجي ۾ ڏکڻ جرمني وارين رياستن کي پرشيا

سان ملائي سگهجي ٿو. تڏهن هُن چالاڪي ڪري جنگ جي امڪانن کي اجا به وڌائي ڇڏيو. هن اسپينن کي اپاريو ته پنهنجو تخت هوئن زولرن جي شهزادي کي آڇين. هن کي خاطري هئي ته ايئن ڪرڻ سان فرانس ڪاوڙجي پوندو. پر جڏهن سندس اهو منصوبو ناڪام ٿيو، تڏهن هن چالاڪي سان وليم I جي انهي تار کان ڪم ورتو جنهن ۾ جاثايل هو ته فرينچ سفير سان سردمهري وارو ورتاءُ ڪيو وڃي پر ساڳئي وقت ساڻس فضيلت سان به ڳالهايو وڃي. بسمارڪ انهي تار ۾ 'فضيلت' بدران 'بيعزتي' جو لفظ وجهي ڇڏيو. انهي تار جو مخفف (ايمس ڊسپيچ) سڏجي ٿو. اِها تار جڏهن جرمني ۽ فرانس جي اخبارن ۾ شايع ٿي ته جنگ ڇڙي پيئي.

انهي جنگ ۾ پرشيا وري به سوڀارو ٿيو. بسمارڪ جنهن خبرداري سان سفارتي ميدان ۾ ڪم ڪيو هو، تنهن فرانس کي اڪيلو ڪري ڇڏيو. ڪجهه مهينن جي اندر پرشيا ورسيلز ۾ پنهنجو هيڊڪوارٽر قائم ڪري ڇڏيو. بسمارڪ کي پنهنجي زندگي جي سڀ کان وڏي فتح حاصل ٿي چڪي هئي. هن جرمن شهنشاهيت قائم ڪرڻ جو اعلان ڪيو. ڏکڻ جرمن رياستن جي حڪمرانن کي به شهنشاهيت ۾ شامل ٿيڻ لاءِ قائل ڪيائين. آلسڪ ۽ لورين حاصل ڪرڻ کان پوءِ انهي شهنشاهيت جون حدون اجا به وڌي ويون.

هاڻي هو بسمارڪ مان ڦري شهزادو ون بسمارڪ سڏجڻ لڳو هو. هن انهي شهنشاهت تي اوڻويهه سال هيا به حڪومت هلائي ۽ 'فولادي چانسلر' سڏجڻ لڳو. هن کي هميشه بنيادي طرح پرڏيهي پاليسي جو اونو رهندو هو. هُن امڙا معاهدا ڪرائڻ لاءِ ڏينهن رات ڪم ڪيو جن سان يورپ ۾ يقيني استحڪام قائم ٿيو. هُن ويجهڙي اوپر ۾ روس برطانيه جي جنگ ٽارڻ لاءِ ٽن سالن تائين 'ايماندار دلال' ٿي ڪم ڪيو ۽ جنگ ٽارڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو.

هو پرڏيهي معاملن ۾ جيترو ڪامياب رهيو هو، داخلي معاملن ۾ اوترو ڪامياب ٿي نه سگهيو. هن رومن ڪئٿولڪ چرچ سان سخت مهاڏو اٽڪايو ۽ انهي کان پوءِ اوتري ئي سنگدلي سان سوشلزم خلاف به وڙهيو.

وليم II 1888ع ۾ شهنشاهه ٿيو، جنهن سان بسمارڪ جا اختلاف ٿي پيا. بسمارڪ جي جهيڙائي طبيعت جو به انهن اختلافن ۾ ڪجهه نه ڪجهه هٿ هو. نئين شهنشاهه هڪ هٿ ۾ ترار رکڻ پئي چاهي ۽ ٻئي هٿ سان گهرو معاملن ۾ نسبتاً آزاد پاليسيون اختيار ڪرڻ پئي چاهيائين. شهنشاهه جي انهي ٻنٽي پاليسي چانسلر کي ڪاوڙائي ڇڏيو. شهنشاهه 1890ع ۾ هڪ بين الاقوامي پورهيت ڪانفرنس ڪوٺائڻ جا سانباها پئي ڪيا. بسمارڪ اجائي تڪڙ ڪندي سندس منصوبن تي پاڻي ڦيرڻ جي ڪوشش ڪئي جنهن سان هميشه لاءِ ٻنهي جو پاڻ ۾ تعلق ٽٽي ويو.

# مارڪس

(1818 -1883ع)

ڪارل مارڪس ”هڪ اهڙو ماڻهو هو جنهن جي رڳ رڳ ۾ طاقت ڀريل هئي ۽... جنهن ڪي وارن جون ڪاريون ڳهاٽيون ڇڳون هيون،... هو هڪ اهڙو ماڻهو هو جيڪو هر طرح مان لهڻي ۽ پنهنجو مان ڪرائي ڄاڻي،... هڪ اهڙو ماڻهو جنهن کي يقين هو تہ هو جيڪو مقصد کڻي اڳتي وڌيو هو سو ماڻهن تي ايترو تہ حاوي ٿي ويندو جو اهي سندس پوئلڳ بڻجي پوندا.“ هن جو فلسفو اڄ تائين انساني سوچ جي تاريخ ۾ مکيہ جاءِ والاري ٿو. اهو انساني تاريخ جو هڪ اهڙو فلسفو آهي جيڪو سماجي انقلاب برپا ڪرڻ جو نظريو پيش ڪري ٿو ۽ ٻڌائي ٿو تہ سماجي انقلاب برپا ڪرڻ لاءِ ڪهڙي عملي حڪمت اختيار ڪجي. انهي فلسفي جي پويان هي تصور ڪم ڪري ٿو: ”ڪميونزم سچو سارو انساني فطرت سان ٺهڪيل آهي ۽ انسان لاءِ ئي آهي. جيڪو بہ ماڻهو صحيح معنيٰ ۾ انسان آهي تنهن لاءِ ڪميونزم هڪ اهڙي شيءِ آهي جيڪا هو پنهنجو پاڻ کي هڪ سماجڪ جي حيثيت ۾ موٽائي ڏئي ٿو.“

مارڪس جو پيءُ هڪ وڪيل هو جنهن يهودي مذهب ڇڏي عيسائي مذهب اختيار ڪيو هو. هن نوجوان قانون جي تعليم حاصل ڪئي ۽ فلسفي ۾ گريجوئيشن ڪيائين. هو 1842ع ۾ رائين لينڊ جي هڪ اخبار جو ايڊيٽر ٿيو پر سندس ڇيندڙ ايڊيٽوريلن جي ڪري ہي سال ئي اخبار بند ٿي وئي. مارڪس لڏي وڃي پئرس ۾ رهيو. جتي سندس ملاقات فريڊرڪ اينگلس سان ٿي ۽ ٻئي سڄي زندگي هڪ ٻئي جا دوست رهيا. هو سوشلسٽ بہ هئي ئي ٿيو. ٻئي دوست 1847ع ۾ ڪميونسٽ ليگ ۾ شامل ٿيا. اها ليگ ”سڀ ماڻهو پاڻ ۾ ڀائر آهن،“ جي نعري سان انصاف قائم ڪرڻ لاءِ ٺهي هئي ۽ انهن سوشل گروپن مان هڪ هئي، جيڪي پئرس، برسيلز ۽ لنڊن ۾ جرمني جي جلاوطن ماڻهن قائم ڪيا هئا. مارڪس ۽ اينگلس انهي ليگ لاءِ مشهور ڪميونسٽ ميني فيسٽو لکيو جنهن ۾ خيالي ڀائپي واري نظريي کي وڌائي ”هلندڙ سڄي سماجي سرشتي کي زوري ڊاهڻ جو پروگرام ڏنل هو“ اتفاق سان ڪميونسٽ ميني فيسٽو بہ فيبروري

1848ع جي پئرس انقلاب واري زماني ۾ ظاهر ٿيو. ويهن سالن جي عرصي ۾ ميني فيسٽو جو اثر سڄي يورپ ۾ پکڙجي ويو.

1848ع وارن انقلابن جي ناڪامي مارڪس کي قائل ڪري ڇڏيو تہ اهڙين سياسي جماعتن جي ضرورت هئي جيڪي پاڻ کي انقلاب لاءِ ارپي ڇڏين. جيئن تہ مارڪس تي يورپ جي گهڻن ملڪن بندش وجهي ڇڏي هئي، تنهن ڪري هو 1849ع کان پوءِ گهڻو ڪري لنڊن ۾ رهيو، جتي پاڻ کي برٽش ميوزيم لائبريري ۾ وچي مطالعي ڪرڻ لاءِ ارپي ڇڏيائين. انهي جو نتيجو اهو نڪتو، جو هو پاڻ ۽ سندس آڪهہ ايڏا تہ غريب ٿي ويا جو سندن هڪڙو ٻار علاج نہ ٿيڻ ڪري مري ويو. هن کي اخبار نيويارڪ ٽربيون ۾ خاطو ڪري رکيو ويو، جنهن جو ڪيس تمام ٿورو پتو ملندو هو. پر اينگلس پنهنجي خانداني ٽيڪسٽائل واري ڪاروبار مان سندس مالي سهائتا ڪندو رهندو هو.

مارڪس 1866ع ۾ ورڪنگ مينز ايسوسيئيشن (پورهيت ماڻهن جون انجمنون) جي پهرين انٽرنيشنل جينيوا ۾ قائم ڪرڻ ۾ هٿ ونڊايو. هن 1870ع واري پئرس ڪميون جي تعريف ڪندي چيو تہ اهو پورهيت طبقي جي انقلاب جو اڳواڻ آهي. پر پئرس ڪميون وارن (ڪميونارڊن) جو ڪميونزم سان گهٽ واسطو هو. مارڪس ۽ انارڪسٽن (اراجڪ وادين) ۾ اختلاف پوڻ ڪري پهرين انٽرنيشنل جلد ئي ٽٽي پئي ۽ 1876ع ۾ ڇڙوڇڙ ٿي وئي.

مارڪس جي تاريخي ۽ يادگار ڪم داس ڪئپيٽل (سرمايو) جو پهريون جلد 1867ع ۾ ڇپرو ٿيو. ٻئي جلد 1885ع ۾ ۽ ٽيون جلد 1894ع ۾ ڇپرو ٿيو. پوين ٻنهي جلدن جو ايڊيٽر اينگلس هو. مارڪس تي پهريائين هيگل جي فلسفي جو اثر هو، پر لُڊ وگ فيورباخ جي ماديت وسيلي هن انهي فلسفي ۾ ترميم آندي. 1840ع واري ڏهاڪي ۾، هن آدم سمٿ کان وٺي رڪارڊو تائين جيڪي بہ اقتصادي ماهر ٿي گذريا هئا، تن سڀني جي لکڻين ۽ فرانس جي سينٽ سائمن لوئس بلانڪ ۽ پروڌان جي نظرين تي عبور حاصل ڪري ورتو. مارڪس 'قدرتي قانون' ۽ ماڻهو جي حقن واري روايتي نظريي کي رد ڪري ڇڏيو. ان جي بدران هن زور ڏنو تہ تاريخ جي ارتقا کي روڪي نہ ٿو سگهجي. هن اهو نظريو پنهنجي جدلياتي ماديت جي نالي سان پيش ڪيو.

جدلياتي ماديت مطابق هڪ ٻئي جي ابتڙ شين جو پاڻ ۾ ٽڪر ٿئي ٿو، اها هڪ تاريخي حقيقت آهي تہ هر سماجي سرشتي يعني ٿيسز مان سندس مخالف يعني ائنٽي ٿيسز پيدا ٿئي ٿو. ٻنهي جي ٽڪر سان ارتقا يعني سينٿيسز پيدا ٿئي ٿو. مارڪس پنهنجي زماني جي "ٻن وڏين مخالف ڌرين" مان هڪ کي بورجوائي يعني سرمائيدار طبقو (ٿيسز) ۽ ٻي کي پرولتاريہ يعني پورهيت طبقو (ائنٽي ٿيسز) جو نالو ڏنو. انهن مان پهريون طبقو صنعتي پيداوار جي ذريعن تي

قابض ٿي، دنيا جي وسيلن ۾ پورهيت طبقي جو استحصال ڪري ٿو. جيئن ته آزاد جمهوري رياست، سرمائيدارن جا مفاد پورا ڪرڻ لاءِ ٺاهي ويئي آهي، تنهن ڪري اها هڪ ڪوڙي ۽ بناوٽي جمهوريت آهي ۽ پارلياماني حڪومت سرمائيدار طبقي جي حڪومت جو ٻيو نالو آهي. اهڙي طرح قومي رياستن جون رقابتون پورهيت طبقي جي سچن پچن مفادن جي خلاف آهن. وطن پرستي کي انهي ڪري زور وٺرايو ويندو آهي ته جيئن پورهيتن جي بين الاقوامي ٻڌي کي روڪي سگهجي. 'پورهيتن جي آمريت' قائم ڪرڻ لاءِ ضروري آهي ته پورهيتن جو عالمي سطح تي انقلاب آڻجي. (تاريخي سينٿيسز). جڏهن اقتدار پورهيت طبقي جي هٿ ۾ ايندو تڏهن استحصال به ختم ٿي ويندو، ڇاڪاڻ ته پورهيت طبقو ڇنبو ٿي انهي طبقي کي آهي، جنهن وٽ ملڪيت نه هجي. جيئن ته پورهيت طبقي وٽ ملڪيت نه هوندي تنهن ڪري اهو ڪنهن جو به استحصال نه ڪري سگهندو. ٻين لفظن ۾ چئي سگهجي ٿو ته پورهيت طبقي جي اقتدار ۾ اچڻ ڪري هڪ سچو پچو غيرطبقاتي سماج قائم ٿيندو.

اهو نظريو ته شخصي ملڪيت سماجي ناانصافي جي پاڙ آهي، ڪو نئون نظريو نه هو. پروڌان اڳ ۾ ئي چيندڙ لفظن ۾ لکي چڪو هو "ملڪيت چوري آهي." پر، مارڪس لکيو، "فلسفين دنيا جي فقط تشريح ڪئي آهي، مسئلو دنيا کي بدلائڻ جو آهي." اها تبديلي صرف انقلاب وسيلي ئي آڻي سگهجي ٿي: "ڇاڪاڻ ته حڪمران طبقي جو ٻئي ڪنهن به طريقي سان تختو اونڌو ڪري نه ٿو سگهجي، تنهن ڪان سواءِ فقط انقلاب ئي انقلابي طبقي کي ماضي جي گڏ ٿيل گندگي کان نجات ڏياري سگهي ٿو ۽ کيس نئين سماج اڏڻ جي لائق بڻائي سگهي ٿو."

مارڪس جي انهي طاقتور ڪارنامي تي جيتوڻيڪ ڪميونسٽ دنيا کان ٻاهر، سخت نڪتہ چيني ٿيندي رهي آهي پر انهيءَ بعد وارن گهڻو ڪري سيني تاريخي ۽ اقتصادي نظرين تي پنهنجو اثر ڇڏيو آهي. ڪميونسٽ دانشورن بدليل حالتن کي منهن ڏيڻ لاءِ انهي نظريي ۾ تبديليون آڻي کيس نئين سر سنواريو آهي ۽ دنيا جي اڌ آبادي جي حاڪمن انهي نظريي مان ڦٽي نڪرندڙ اڪيچار نمونن کي پنهنجو سرڪاري نظريو ٺهرايو آهي، پر ڪيترن ئي مغربي مارڪسسٽن جو اصرار آهي ته 'ڪميونسٽ' قومن ۾ هلندڙ سماج کي 'رياستي سرمائيداري' سڏڻ بهتر ٿيندو.

# راڻي وڪٽوريا

## (1819 -1901ع)

”اڄوڪي ڏينهن کي مان پنهنجي زندگي جي سڀ کان وڌيڪ قابل فخر ڏينهن جي حيثيت ۾ هميشه ياد رکنديس.“ اهي لفظ 19 سالن جي راڻي وڪٽوريا پنهنجي تاجپوشي واري ڏينهن 28 جون 1838ع ۾ پنهنجي روزنامي ۾ لکيا هئا. ابئي ۾ جيڪي ماڻهو تاجپوشي جو جشن ڏسڻ ويا هوندا، تن کي راڻي جا ڪراڙا چاچا ڪُل ٽرڙيل وليم IV ۽ بيو بدڪار جارج IV ضرور ياد اچي ويا هوندا ۽ تجليدار نئين راڻي کي تخت تي ويٺل ڏسي، منجهن نواڻ جو عمدو احساس به ضرور جاڳيو هوندو، جو اُهي هڪ نئين زماني جو سج ايرندي ڏسي رهيا هئا. وڪٽوريا جي ڏينهن ۾ برطانيه پنهنجي طاقت جي عروج تي وڃي پهتو ۽ دنيا جي چوٿائي ماڻهن تي سندس حڪومت قائم ٿي ويئي هئي.

راڻي وڪٽوريا جو خيال ايندي ئي ذهن ۾ جيڪو خاڪو اُڀري ٿو، تنهن مطابق اها هڪ هوڏي ۽ جانٺيءَ زال هئي، ”جيڪا ڪنهن به ڳالهه تي خوش نه ٿيندي هئي. پر حقيقت، اها آهي ته هن ڪيترن ئي موقعن تي يوڳ چرچي ۾ خوشي جو اظهار ڪيو هو.“ هن جي حڪومت جي اوائلي دؤر ۾ سندس وزيراعظم لارڊ ميلبورن، نه صرف سندس پدرانه رهبري ڪئي، پر کيس همٿايائين به. جيئن ته وڪٽوريا جو پيءُ سندس ٻالپڻ ۾ ئي گذاري ويو هو، تنهن ڪري هوءَ ميلبورن جي صلاح کي ڄڻ ته پنهنجي پيءُ جي صلاح سمجهندي هئي. ميلبورن جي سرپرستي ۾ هوءَ وگ پارٽي جي هڪ اتساهي حمايتي ٿي پيئي. انهي کان پوءِ جڏهن ٽوري پارٽي جي حڪومت قائم ٿي، ته هوءَ بينجامن ڊسرائيلي جي اثر ۾ اچي، اوتري ئي اُتساهي ٽوري ٿي پيئي جيتري اڳ وگ هئي.

غيرسياسي بادشاهي قائم ٿيڻ ۾ جيتوڻيڪ اڃا ڪو زمانو پيو هو، پر وڪٽوريا جي دؤر ۾ بادشاهه جا سياسي اختيار ڪافي حد تائين گهٽجي ويا هئا. هن جي حڪومت جي پڇاڙي تائين ملڪ جي مرداڻي آدمشماري جي مُني حصي کي ووٽ جو حق ملي چڪو هو. انهي هوندي به راڻي ڪافي حد تائين پنهنجو اثر استعمال ڪندي رهي.

پهريائين هن پنهنجي پياري مڙس شهزادي البرٽ کي کيهائيندي کيهائيندي پنهنجين ذميدارين ۾ هٿ ونڊائڻ جي اجازت ڏني. البرٽ شاهي گهراڻي جي انتظامن جي نئين سر جوڙجڪ ڪئي. هو جلد ئي وزيرن ۽ راڻي جي ڳالهين ۾ شريڪ ٿيڻ لڳو ۽ راڻي جي نالي تي آيل خط پڻ ڪيس پڙهي ٻڌائڻ لڳو. 1851ع واري عظيم نمائش بہ البرٽ جي رٿا هئي. هو ڪڏهن ڪڏهن پرڏيهي پاليسي هلائڻ ۾ پڻ دلچسپي وٺندو هو، جيڪا اڃا بہ ڪنهن حد تائين شاهي حق سمجهي ويندي هئي. هُن وزيراعظم پالمرسٽن جي ڪاوڙ سان پريل خط جا لفظ اهڙي تہ مهارت سان ڦيرايا جو يونائيٽيڊ اسٽيٽس (آمريڪا) سان جنگ جو خطرو ٽري ويو. پالمرسٽن اهو خط برطانوي جهاز تي ٻن ساٿي ايجنٽن جي گرفتاري تي ڪاوڙجي، آمريڪي حڪومت ڏانهن موڪلڻ پئي چاهيو.

البرٽ 1861ع ۾ مدي جي بخار وگهي مري ويو، جنهن جو وڪٽوريا کي گهرو صدمو رسيو. هوءَ سڄي عمر انهيءَ ڏک جو شڪار رهي ۽ سرڪاري ڪمن ڪارين کان پاسيري ٿي ويئي. هن کي تنهائي مان ڪڍڻ جي جيڪا بہ ڪوشش ڪئي ويئي تنهن کي پنهنجي ضد سان ناڪام بڻائي ڇڏيائين، انهي ڪري سندس مقبوليت کي ڌڪ لڳو. نيٺ ڪنزرويٽو پارٽي جي ليڊر ۽ 1874ع کان 1878ع تائين وزيراعظم رهندڙ بينجامن ڊسرائيلي سندس فرض جي احساس کي جاڳائي وڌو. 1857ع واري هندستاني بلوي کان پوءِ، جنهن ۾ هندستاني فوجن، برطانيہ خلاف بغاوت ڪئي هئي، حڪومت ايسٽ انڊيا ڪمپني ۽ ڪٺ پتلي مغل شهنشاهيت، ٻنهي جو خاتمو آڻي ڇڏيو ۽ ننڍي کنڊ جو ڪنٽرول سنئون سڌو پنهنجي هٿ ۾ ڪنيو. راڻي حقيقت ۾ جنهن حيثيت جي مالڪياڻي هئي، ڊسرائيلي هاڻي ڪيس اهڙو لقب ڏيڻ جا بہ انتظام ڪيا، يعني هندستان جي مهاراڻي. 1876ع ۾ هن مصر جي خديوِ کان سوئز ڪئنال ڪمپني جا 44% سيڪڙو شيئر خريد ڪيا، جنهن ڪري برطانيہ هن نئين ۽ پاڻي جي اهم رستي جو مکيہ حصيدار بڻجي ويو.

ڊسرائيلي جو مکيہ مخالف، وليم ايورٽ گليڊ اسٽون راڻي کي نہ وڻندو هو. گليڊ اسٽون 1868ع ۽ 1894ع جي وچ ۾ 4 ڀيرا وزيراعظم ٿيو. هو انهن لبرل ٿورين مان هو، جن وگ سان ملي لبرل پارٽي ٺاهي هئي. هن پنهنجي زماني جي حساب سان ڪافي ترقي پسند قدم کنيا، جن ۾ ڳجهو ووٽ، رياست جي مدد سان تعليمي سرشتو، ليبر يونين کي قانوني درجو ڏيارڻ ۽ آڪسفورڊ ۽ ڪيمبرج مان مذهبي متيپد جو خاتمو شامل آهن. پر هو هڪڙي مسئلي يعني عورتن جي حقن جي باري ۾ رجعت پسند ثابت ٿيو. انهي معاملي ۾ راڻي وڪٽوريا بہ ساڻس سهمت هئي. هوءَ انهي کي "هيءَ چريائپ واري ظالم بي عقلي" چوندي هئي. انهي کان سواءِ ٻئي هر معاملي ۾ هن کي گليڊ اسٽون ۽ سندس اصولن کان بچاڻ

لڳندي هئي.

آئرش سوال ٻنهي ۾ جهيڙي جو مکيه ڪارڻ هو. راڻي کي آئرلينڊ جي هارين جي انهن تڪليفن جي تمام گهٽ خبر هئي، جيڪي کين پنهنجن سنگدل زميندارن هٿان ملي رهيون هيون. هن وٽ صرف هڪڙو ئي احساس هو ته آئرش "دهشتگردن خلاف سخت قدم کڻڻ جي ضرورت هئي". گليڊ اسٽون جڏهن آئرلينڊ ۾ اينگليڪان چرچ کي ختم ڪرڻ جو بل پيش ڪيو ته جيئن ڪيٿولڪ مالي طور ان جي ڪا مدد نه ڪري سگهن، ته راڻي انهي تي سخت اعتراض ورتو. پر بعد ۾ جڏهن اهو بل هائوس آف لارڊس ۾ وڃي پهتو تڏهن هُن اِهو منظور ڪرائڻ لاءِ پنهنجو ذاتي اثررسوخ استعمال ڪري پارليامينٽري جهيڙي کي ٺاري ڇڏيو. ساڳي طرح هن 1881ع ۾ گليڊ اسٽون جي لينڊ بل جي منظوري جو رستو به هموار ڪيو، جنهن مطابق هارين سان ٿيندڙ ڪجهه ناانصافين کي ختم ڪيو ويو هو. انهي زماني ۾ آئرش مقامي حڪومت وٺڻ لاءِ دٻاءُ وجهي رهيا هئا. نيٺ گليڊ اسٽون سندن حمايت ڪئي. هُن آئرلينڊ لاءِ مقامي حڪومت جي جيڪا وڪالت ڪئي، تنهن نه صرف کيس راڻي کان وڇيڪ پري ڪري ڇڏيو پر لبرل پارٽي ۾ به ڦوٽ پئجي ويئي.

وڪٽوريا گليڊ اسٽون کي انهي ڪري به ناپسند ڪندي هئي ڇاڪاڻ ته سندس خيال مطابق گليڊ اسٽون برطانيه جي ڏيساوري مفادن کي بچائڻ لاءِ اڻپورا اُپاءُ ورتا هئا. گليڊ اسٽون جنرل گورڊن کي مدد موڪلڻ ۾ دير ڪري ڇڏي هئي، جيڪو سوڊان ۾ خرطوم وٽ گهيري ۾ اچي ويو هو ۽ پوءِ سوڊاني دهشت پسندن جي هٿان مارجي ويو هو. انهي ڳالهه تي راڻي ڪاوڙجي کيس تار موڪلي. گورڊن شهنشاهي اڏڻ واري جذبي جو هڪ مثالي نمونو هو. هُن کي سوڊان انهي ڪري موڪليو ويو هو ته برطانيه ۽ مصر جي فوجن کي اُتان ڪڍي اچي پر هُن اُتي جوابي حملي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. وڪٽوريا سندس سورمائي جي گهٽي تعريف ڪئي پر سندس ڪم کي غليظ ڪوشش به سڏيائين. 1897ع ۾ وڪٽوريا جي ڊائمنڊ جوبلي ملهائي ويئي، جنهن مان سندس شهنشاهيت جي شان شوڪت جو اظهار ٿي ٿيو. انهي سان عوام ۾ وطن دوستي ۽ پنهنجي راڻي سان پيار جا جذبا اٿلي پيا. هوءَ پنهنجي قوم جي گهڻ پاسائن ڪارنامن ۽ سڄي دنيا ۾ سندس طاقت ۽ اثررسوخ جي علامت بڻجي پيئي. حقيقت به اِها آهي ته وڪٽوريا جي دؤر ۾ برطانيه واقعي دنيا جي مکيه طاقت بڻجي ويو هو.

# پال ڪروگر

(1825 -1904ع)

آفريڪي مهاجرن (آفريڪانرس) جي تاريخ جو سڀ کان نمايان واقعو عظيم هجرت ليکجي ٿو، جيڪو سندن ڏندڪٿائن ۾ شامل ٿي چڪو آهي. نوجوان پال ڪروگر بہ انهي هجرت ۾ حصو ورتو هو. هن جا ماٿهو گهڻو ڪري ٻچ نسل جا هاري هئا، جيڪي ڪيپ ڪالوني مٿان برطانيہ جي راڄ مان مطمئن نہ هئا. انهن فيصلو ڪيو تہ ڪي نوان علائقا هٿ ڪري اتي وڃي رهندا، جتي سندن پنهنجي حڪومت هوندي تہ جيئن پنهنجي طرز زندگي کي بچائي سگهن. انهي لڏپلاڻ ۾ هزارين آڪهون شامل ٿيون، جن پنهنجا گهوڙا، ڍور ڍڳا ۽ ريڍون ڪاهي اتر طرف رخ رکيو. ڪروگر جي آڪهہ آخرڪار ٽرانسوال ۾ وڃي آباد ٿي. پال ڪروگر ۽ لڏپلاڻ جا ٻيا اڳواڻ جيئن تہ سخت مذهبي ماڻهو هئا، تنهن ڪري انهن کي يقين ٿي ويو هو تہ ٽرانسوال ئي اها سرزمين هئي، جيڪا خدا آفريڪانرس لاءِ مقرر ڪري ڇڏي هئي. پوءِ جڏهن ڪروگر ڏکڻ آفريڪا جي رعيتي راڄ يعني ٽرانسوال جو صدر ٿيو تڏهن هن آفريڪا جي هن حصي تي برطانيہ جي سامراجي مقصدن جي سخت مخالفت ڪئي.

ائنڊريس پريٽوريس انهي ريپبلڪ جو پهريون صدر ٿيو. ڪروگر ريپبلڪ جي شروعاتي سالن ۾ صدر ائنڊريس پريٽوريس جي هٿ هيٺ سول توڙي فوجي عهدن تي ڪم ڪيو. پريٽوريس 1852ع ۾ جڏهن سينڊروز ڪنوينشن پورو ڪيو تڏهن ڪروگر بہ انهي موقعي تي موجود هو. برطانيہ هن نئين ملڪ جي آزادي کي تسلم ڪيو، ٻي آفريڪانر قوم آرينج فري اسٽيٽ کي، انهي کان پوءِ مڃتا ملي.

برطانيہ سرڪار 1870ع ۾ ڏکڻ آفريڪا جي ڪالونين ۽ رياستن جي ڪنفيڊريشن ٺاهڻ لاءِ ڏاڍا وڄهڻ شروع ڪيو ۽ دليل ڏنائين تہ ائين ڪرڻ سان مقامي قبيلن جي مقابلي ۾ ڪين هڪ جهڙي پاليسي اختيار ڪرڻ ۾ سولائي ٿيندي ۽ سندن گڏيل سلامتي کي هٿي ملندي. پر آفريڪانرس اهڙيءَ ڪنهن بہ ڪنفيڊريشن ۾ شامل ٿيڻ لاءِ تيار نہ هئا. برطانيہ 1870ع ۾ دعويٰ ڪئي تہ

ريپبلڪ جي حڪومت هر طرح ناڪام ٿي چڪي آهي ۽ صدر ڪان زوري استعفا ورتي وئي. ان جي جاءِ تي برطانيہ پنهنجي حڪومت قائم ڪئي.

ڪروگر هاٿي مزاحمتي مهم جو اڳواڻ ٿي اڀريو. پنهنجي ملڪ جو مقدمو پيش ڪرڻ لاءِ بہ پيرا لنڊن ويو، پر ڪو ڪڙتيل نہ نڪتو. هو موٽي پنهنجي ملڪ آيو ۽ اتي احتجاجي گڏجاڻيون ڪري مزاحمتي مهم شروع ڪيائين. اهڙي هڪ گڏجاڻي ۾ 2000 بوئرن اعلان ڪيو تہ اهي پنهنجي ملڪ جي آزادي واپس وٺڻ لاءِ پنهنجيون زندگيون قربان ڪرڻ لاءِ تيار آهن.

هڪ هاري طرفان ڪجهہ محصول پرڻ ڪان انڪار ڪرڻ ڪري جلد ئي جنگ شروع ٿي وئي، جيڪا ٽن مهينن ڪان بہ گهٽ عرصي تائين هلي. انهي جنگ ۾ بوئرن ڏاڍي بهادري سان وڙهيا. پريٽوريا ڪنوينشن نالي هڪ امن معاهدو ٿيو، جنهن وسيلي ريپبلڪ جي آزادي اثرائتي نموني بحال ٿي وئي. پر اڻ چٽي طرح برطانيہ جي 'بالادستي' بہ برقرار رکي وئي. ڪروگر جيتوڻيڪ هڪ اڻ گهڙيو ڪاڻ هو تنهن هوندي بہ ڳالهہ ٻولهہ هلائڻ جو ماهر هو. هن پنهنجي مهارت سان گهڻيون رعايتون حاصل ڪري ورتيون پر اجا بہ ڪي اهڙا نقطا رهيل هئا، جن تي بوئر مطمئن نہ هئا. ڪروگر 1883ع ۾ ٻيهر لنڊن ويو ۽ امن معاهدي تي نظرثاني ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو.

ڪروگر 1883ع ڪان 1902ع تائين ريپبلڪ جو صدر رهيو. هن جو نہ صرف انتظاميہ تي ڪنٽرول هو پر قانون ساز ادارو يا وولڪسراڊ بہ سندس مُٺ ۾ هو. هن عام طور پنهنجو دڳ فقط پنهنجي قوت ارادي ۽ زور زور سان ڳالهائڻ مان ڪم وٺي ڏاهيو. صدر ڪروگر جي حڪومت جيتوڻيڪ اڌوگابري آمراڻي حڪومت هئي، پر هو هر ڪنهن جي ڳالهہ ٻڌندو هو ۽ هر روز پنهنجي ورانڊي ۾ ويهي ڪجهہ وقت عام ماڻهن سان ڪچهري ڪرڻ ۾ گذاريندو هو. انهي دوران سندس زال ڪافي جا ڪوپ موڪلڻ ۾ پوري هوندي هئي.

ڪروگر جنهن ديندار ۽ هڪ جهڙن ماڻهن تي ٻڌل زرعي سماج جو صدر هو، تنهن کي جلد ئي ڌارين جي لوڏن اچڻ سببان خطرو پيدا ٿي پيو. انهن ڌارين مان گهڻي ڀاڱي انگريز هئا، جن کي سون جي کاڻين جي ڪشش ڇڪي آئي هئي. سون جون اهي کاڻيون، ملڪ جي ڏاکڻين ڀاڱي ۾ هيون. ڪروگر انهن ڌارين کي مڪمل شڪ جي نگاهن سان ڏسندو هو ۽ ساڻن اهڙو ئي ورتاءُ ڪندو هو جنهن جا هو حقدار هئا. ڌارين ڪان مِلندڙ محصولن مان جيتوڻيڪ رياست کي گهڻي آمدني ٿيندي هئي، تنهن هوندي بہ کين اوائلي زماني واريون سهولتون ڏنيون هئائين. هن ڌارين لاءِ شهريت جا حق حاصل ڪرڻ جو رهائشي مدو 14 سال رکي، سندن سياسي اثر کي هنجو ڏيئي ڇڏيو هو. ڪروگر جي اقتصادي پاليسين بہ انهن ۾ بيچيني پکيڙي ڇڏي هئي.

ڊارين 1895ع ۾ ڪيپ ڪالوني جي وزيراعظم سيسل رهوڊس جي همٿائڻ تي بغاوت ڪرڻ جو منصوبو ٺاهيو. جنهن جي مدد روڊيشيا جي ائڊمنسٽريٽر ڊاڪٽر جئمسن جي سربراهي ۾ برطانوي فوجن ڪي ڪرڻي هئي. ڪروگر ڪي انهي منصوبي جي ڪڙڪ پئجي ويئي ۽ هن ڪي رعايتون ڏيڻ جي آڇ ڪئي، جنهن ڪري بغاوت جو منصوبو ختم ڪيو ويو. منصوبي مطابق اڳتي وڌيا، پر شڪست کاڌائون. ڪروگر انهي مسئلي کي ڏاڍي مهارت سان منهن ڏنو. هن سازش ڪندڙن کي عام معافي ڏني ۽ جئمسن کي آزاد ڪري ڇڏيائين. برطانيہ سرڪار مجبور ٿي جئمسن جي ڪنيل قدم سان پنهنجي لاتعلقي ڏيکاري.

پر انهي ڪاهہ سان بوئرن کي وري خطرو ٿيڻ لڳو تہ برطانيہ سندن ملڪ تي قبضو ڪندو. حڪومت نوان قانون ٺاهيا، جن مطابق پريس جي آزادي ۽ ماڻهن جي گڏ ٿيڻ تي پابنديون پئجي ويون. حڪومت تمام گهڻا هٿيار بہ خريد ڪرڻ شروع ڪيا. ڪنهن ٺاهہ تي پهچڻ لاءِ مئي 1899ع ۾ بلوئم فونٽين آرينج فري اسٽيٽ ۾ هڪ ڪانفرنس ڪوٺائي ويئي، جيڪا ناڪام ٿي. ڪروگر عام ووٽ واري مکيہ مسئلي تي ڪي رعايتون ڏنيون، پر اهي برطانيہ کي مطمئن ڪرڻ لاءِ ڪافي نہ هيون.

هاڻي ٻنهي ڌريون جنگ لاءِ تيار ٿي ويون. ڪروگر آڪٽومبر 1899ع ۾ مطالبو ڪيو تہ ريپبلڪ جي سرحدن تي گڏ ٿيل برطانوي فوجون واپس گهرايون وڃن پر سندس چتاءُ کي صفا رد ڪيو ويو. ٻن ڏينهن کان پوءِ بوئر جنگ شروع ٿي ويئي.

ڪروگر کي پنهنجي ملڪ جي خاتمي جو تلخ تجربو پنهنجي اکين سان ڏسڻو پيو. برطانوي فوجن جڏهن ملڪ جي گادي پريٽوريا تي قبضو ڪري ورتو، تڏهن هو پاڻ تہ جلاوطن ٿي ويو، پر بوئر گوريلن پنهنجي جدوجهد جاري رکي. هو يورپ هليو ويو جتي ڪيترن ئي ملڪن ۾ سندس هڪ سورمي جي حيثيت ۾ پذيرائي تہ ٿي پر هو ڪنهن بہ ملڪ جي حڪومت کان مدد وٺڻ ۾ ڪامياب نہ ٿي سگهيو. ريپبلڪ ۽ آرينج فري اسٽيٽ، ٻنهي کي 1902ع ۾ برطانوي سلطنت ۾ شامل ڪيو ويو.

ٻن سالن کان پوءِ ڪروگر سئزرلينڊ ۾ مري ويو ۽ سندس لاش دفنائڻ لاءِ پريٽوريا نيو ويو.

# جارجس ڪليمنڪيو

(1841-1929)

جنهن جارجس ڪليمنڪيو کي 'چيتو' سڏيو ويندو هو ۽ جنهن جي سڄي ڄمار هُل بکيڙي ۾ گذري ۽ جنهن کي عام چونڊبيندڙ توڙي سياسي مخالف ڏڪاريندا هئا سو 76 سالن جي ڄمار ۾ فرانس جو سورمو ٿي ويو. ڪليمنڪيو کي نومبر 1917ع ۾ وزيراعظم مقرر ڪيو ويو ۽ هُن پهرين مهاڀاري لڙائي ۾ فرانس کي سوڀارو ڪيو. فرانس کي سوڀاري ڪرڻ کان پوءِ هُو 1919ع ۾ ورسيلز ۾ سڏايل امن ڪانفرنس دوران جرمني کان فرانس جا ڳاٽي ڀڳا مطالبا مڃرائڻ لاءِ بي رحمي سان وڙهندو رهيو. سر ونسٽن چرچل جي چوڻ مطابق ڪليمنڪيو، "پنهنجي عجيب نموني جي ٽوپي، پنهنجين اڇين مُڇن ۽ غضبناڪ اکين سان... ڄڻ تہ فرانس کي پاڻ ۾ سمائي سندس آواز ٿي پيو هو."

ڪليمنڪيو فرانس جي اهڙي علائقي ۾ پيدا ٿيو هو جيڪو قديم زماني کان ڪئٿولڪ ۽ شاهہ پرست علائقو ليکبو هو. پر هُن جنهن آکهہ ۾ اک کولي هئي سا ڳڀي زماني کان پادريت مخالف هئڻ ڪري ۽ پنهنجن نواڻ پسند لاڙن سببان مشهور رهندي آئي هئي، هُن پنهنجي عمر جي ويهن سالن واري ڏهاڪي ۾ فرانس ڇڏيو ۽ يونائيٽيڊ اسٽيٽس ۾ وڃي ڪجهہ عرصو ماستر ۽ صحافي ٿي رهيو. فرانس موٽڻ کان پوءِ هو پئرسي سياست ۾ ڪاهي ڏر جو اهم ماٿهو ليکجڻ لڳو. جرمن فوج 1870ع ۾ پئرس کي گهيرو ڪيو. ڪليمنڪيو انهي گهيري دوران نواڻ پسند پئرس ڪميون ۽ نئين قومي اسيمبلي جي وچ ۾ ٺاهہ ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي. اسيمبلي جڏهن ڪميون تي حملي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو، تڏهن هُن ميمبريءَ تان استعيفيٰ ڏني. هُو جڏهن چيمبر آف ڊيپٽيز ۾ داخل ٿيو تہ پنهنجن گوريلا سياسي ڪيڏن، جوشيلين تقريرن ۽ زهريلين اخباري لکڻين ڪري گهڻن کي پنهنجو دشمن بڻائي ڇڏيائين. هُو ڊوئيل وڙهڻ جو ماهر هوندو هو ۽ انهي لاءِ هميشہ تيار رهندو هو، تنهن ڪري ڪوبہ کيس نہ ڀائيندو هو. ڪليمنڪيو جيئن تہ ڪاهي ڏر جو هڪ نامر ڪٺيو ماٿهو هو، تنهن ڪري 1823ع ۾ مٿس بدعنوانين جا الزام ڏري کيس عوامي زندگي مان ڏِڪڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي.

پر هو بس ڪري نہ ويٺو ۽ سياسي رڻ پٽ کي پنهنجي صحافت سان ريج ڏيندو رهيو. هُن 'ل' آرورا لاءِ لکيو. ناول لکندڙ ايمائيل زولا سندس کليل خط 1898ع ۾ اڪيوز 'ايف' جي نالي ساڳي اخبار ۾ شايع ڪيو. حڪومت جنهن نموني يهودي فوجي آفيسر الفريڊ ڊريفس جو مقدمو هلائي رهي هئي، تنهن تي ڪليمنڪيو پنهنجي کليل خط ۾ سخت چوهہ چنڊيا هئا. هُن رجعت پرست حڪومت خلاف ڊريفس جي حامي قوتن جو ساٿ ڏنو هو.

ڪليمنڪيو 1902ع کان سينيٽ جو ميمبر ٿيو ۽ چئن سالن کان پوءِ پنهنجي پهرين حڪومت ٺاهيائين. انهي حڪومت دليري سان سڌارن جو پروگرام پيش ڪيو، پر ٽن سالن جي مدي ۾ هُو صرف پنهنجن ڪجهہ اُپائن کي قانون جو درجو ڏياري سگهيو. بدقسمتي سان ڪابي ڏر جي حڪومت ناڪام ٿي، چاڪاڻ تہ ان، هڙتالن جي هڪ سلسلي کي بي رحمي سان دبائي ڇڏيو هو.

هُو جرمني کي هميشہ شڪ جي نگاهہ سان ڏسندو ۽ کيس ڌڪاريندو هو. هُن 1908ع ۾ جرمني خلاف پنهنجي اندر جو اوبر ڪيندي هڪ انٽرويو ۾ چيو هو، 'فرانس تي جرمني جي ڪاهہ جو حقيقي خطرو موجود آهي. اسان جاٺون ٺا تہ جنگ ڇڙڻ سان... جرمن فوجون بيلجيم رستي فرانس تي ڪاهہ ڪنديون.' عهدي ڇڏڻ کان پوءِ هُن پنهنجي اخبار 'دي فري مئن (آزاد ماڻهو)' ۾ جرمني تي حملا جاري رکيا ۽ فرانس جي حڪومت، جنهن نموني جنگ هلائي رهي هئي، تنهن تي 1914ع کان ئي حملا ڪندو رهيو هو. اخبار تي سرڪاري سنسر پئجي ويو. ڪليمنڪيو اخبار جو نالو ڦيرائي 'دي چئنڊ مئن (زنجيرن ۾ جڪڙيل ماڻهو)' رکيو.

فرينچ فوج ۾ 1917ع ڌاري بغاوتون جاڳيون. سياستدان ڳالهہ ٻولهہ وسيلي امن قائم ڪرڻ بابت ويچاري رهيا هئا. فرانس جي صدر پوائن ڪيئر، ڪليمنڪيو کي فرانسي عوام جي محب وطن 'مقدس يونين' بحال ڪرڻ لاءِ پنهنجي آفيس ۾ گهرايو. هي 'ڪراڙو چيتو' جيڪو هاڻي 75 سالن جو ٿي چڪو هو، هار ڪاڏلن تي ٽپي ٻاهہ ٿي ويو. فوج کي اتحادي فوجن جو سپريم ڪمانڊر مقرر ڪيو ويو. فرانس جي ماڻهن جي وڏي اڪثريت جنرل جي حيثيت ۾ فوج جي سپ کان گهڻي عزت ڪندي هئي. ڪليمنڪيو طرفان پڪي مدد ملڻ ڪري، هن جنرل ڏاڍي بهادري سان جرمني جي وڏين وڏين اڳراين جو مقابلو ڪيو. فوج 18 جولاءِ 1918ع ۾ جوابي حملا شروع ڪيا جن جي ڪري نومبر ۾ فرانس کي فتح نصيب ٿي.

جرمني کان صلح جا شرط مڃرائڻ لاءِ ورسيلز ۾ هڪ ڪانفرنس ڪوٺائي وئي، جنهن جي صدارت ڪليمنڪيو ڪئي. انهي ڪانفرنس ۾ ڪليمنڪيو، فوج ۽ فرينچ قوم پرستن جي زور پرڻ تي، اولهہ جرمني جي وسيع علائقن تي فرانس

جي فوجي قبضي جو مطالبو ڪيو. پر ڪيس اهو چئي مطمئن ڪيو ويو تہ جرمني جي رائن لينڊ واري علائقي کي فوجن کان پاڪ رکيو ويندو. آمريڪا ۽ برطانيہ ڪيس انهي ڪم لاءِ فوجي خاطريون بہ ڏياريون جيڪي سنت ئي بيڪار ثابت ٿيون. پر آلسيڪ ۽ لورين جا صوبا، جيڪي جرمني 1870ع واري فرئنڪو-پرشين جنگ ۾ ڦهايا هئا، فرانس کي واپس ملي ويا. ڪليمنڪيو جرمني جي هٿيار بند فوجن ۾ چڱي موچاري گهٽتائي ڪرائڻ ۽ جرمني تي ڳرو جنگي تاوان وجهرائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو.

هي چيتو پنهنجي جواني ۾ 'هڪ ايڪسپريس ٽرين جي طاقت ۽ رفتار سان' ڳالهائيندو هو. ورسيلز ۾ انهي ايڪسپريس ٽرين جي رفتار تہ گهٽ ٿي وئي هئي، پر ڪليمنڪيو جرمني کي لچائيندڙ آخري رسم تي چانيل رهيو، جنهن ۾ جرمن نمائندن اڻ مجڻ واري معاهدي تي صحيون ڪيون هيون. "ڪليمنڪيو دربانن کي اشارو ڪيو. مڪمل خاموشي ڇانيل هئي. ريپبلڪن محافظن پنهنجيون تلوارون وڏي آواز سان ٺڪ ٺڪ ڪري وڌيون. "جرمنن کي اندر اچڻ ڏيو." ڪليمنڪيو چيو. هن جو آواز جيتوڻيڪ پري کان اچي رهيو هو، پر انهي آواز هر ڪنهن جي دل تي ڌاڪو جمائي ڇڏيو هو. رسم جي پڇاڙي تي هُن ڏند ڪرٽيندي چيو، "اجلاس پورو ٿيو." واهہ جو اجلاس هو. اهڙو اجلاس وري ڪڏهن بہ نہ ٿيندو." هڪڙي نمائندي جهڪندي کيس مبارڪ ڏني. "خير مبارڪ" ڪلمنڪيو چيو، "اڄ واقعي خوبصورت ڏينهن آهي."

# سيسل رهوڊس

(1853-1902ع)

سيسل رهوڊس اڪيلي سر پڪو پهه ڪيو هو تہ هو ڪيئن بہ ڪري برطانوي سلطنت جي پکيڙ ڪي وڌائيندو. هو طبيعت جو سخت، مغروري جي حد تائين پراعتماد ۽ تمام طاقتور ماڻهو هو. هن کي يقين هو تہ دولت صرف، طاقت وسيلي ئي حاصل ڪري سگهجي ٿي. هو 35 سالن جي عمر ۾ پنهنجي بي بيئرس ڪمپني وسيلي ڏکڻ آفريڪا جي هيرن جي صنعت تي قابض ٿي چڪو هو. هن آفريڪا ۾ برطانوي سلطنت کي ذري گهٽ يارهن لک چورس ميلن تائين پکيڙي ڇڏيو هو ۽ تعليمي مقصدن لاءِ تمام گهڻي دولت ڇڏي ويو. پر ٽرانسوال جي صدر پال ڪروگر سان سندس اختلافن، انگريزن ۽ آفريڪانرس جي وچ ۾ دشمني وڌائي ڇڏي هئي.

هو هڪ ڳوٺاڻي پادري جو پٽ هو ۽ ننڍپڻ ۾ بيمار رهندو هو. اڃا سورهن سالن جو مس هو، جو کيس پنهنجي ڀاءُ جي ڀرسان ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ نٽال موڪليو ويو. ڪمبرلي ۾ جڏهن هيرا دريافت ٿيا تڏهن ڀنهي ڀائرن پاڻ ۾ ملڪيت ورهائي. اهڙي طرح 19 سالن جي ڄمار ۾ ئي سيسل رهوڊس مالي طور خودمختيار ٿي ويو ۽ آڪسفورڊ ۾ پڙهڻ لاءِ انگلينڊ موٽي ويو. گريجوئيشن ڪرڻ واري عرصي ۾ سندس تعليم ۾ لڳاتار رخنا پوندا رهيا، ڇاڪاڻ تہ کيس پنهنجي ڏکڻ آفريڪا واري ڪاروبار جي نظرداري ڪرڻ لاءِ اوڏانهن وڃڻو پوندو هو. اهو ڪاروبار ايئن وڌي رهيو هو، جيئن مينهوڳي ۾ ڪنڀيون وڌنديون آهن.

آڪسفورڊ مان فارغ ٿيڻ کان پوءِ سيسل رهوڊس 1881ع ۾ ڪيپ ڪالوني جي قانون ساز اداري جو ميمبر چونڊجي ويو. هن جي هڪ ساٿي ميمبر سندس باري ۾ راءِ ڏيندي چيو، ”هي ڏکڻ آفريڪا يا اڃا بہ ڪٿي چئجي تہ دنيا جي مستقبل جو ماڻهو آهي.“

ڊچ ايسٽ انڊيا ڪمپني 1650ع واري ڏهاڪي ۾ رسد جي اڏي طور ڪيپ ڪالوني جو بنياد وڌو هو. 1800ع جي شروعاتي ڏينهن کان ئي اها ڪالوني برطانيہ جي قبضي ۾ اچي ويئي هئي. ان جي اتر اوڀر ۾ آرينج فري اسٽيٽ ۽

ٽرانسوال جي ريپبلڪ هيون. اهي ٻيئي رياستون ڊچ مهاجر هارين يعني بوئرن قائم ڪيون هيون. انهي علائقي مٿان ڊچن ۽ انگريزن جي وچ ۾ ڪافي ڇڪتاڻ هلندڙ هئي، جڏهن تہ آفريڪي ماڻهو نبٽو ۽ زولو، ڌارين جي ٻنهي ڌرين خلاف جدوجهد ۾ رڌل هئا. رهوڊس بيڪوئانالينڊ (هاڻي بوٽسوانا) رستي اتر پاسي برطانوي سلطنت کي وڌائڻ جو منصوبو ٺاهيو هو. هن اهو خواب پئي ڏٺو تہ هو آخرڪار آفريڪا مان ’قاهره کان وٺي ڪيپ ٽائين‘ برطانيہ لاءِ هڪ اهڙي پٽي هٿ ڪري وٺندو جيڪا برطانوي تابعدار ملڪ مصر کي ڏکڻ آفريڪا سان ڳنڍي ڇڏيندي. اهو مفاصلو 4.500 ملين کان بہ مٿي آهي.

رهوڊس ڏاکڻين بيڪوئالينڊ ۾ بينڪون قائم لاءِ سرمايو سيڙايو ۽ 1889ع ۾ پنهنجي برٽس سائوٿ آفريڪا ڪمپني لاءِ زمبيسي ندي تائين واپار ۽ کاڻين کوٽڻ جا حق وٺڻ لاءِ ماتابيلي جي سردار لوبينگولا سان ڳالهيون هلايائين. هڪ برطانوي شاهي پڌرنامي (برٽش رائل چارٽر) وسيلي ڪمپني کي انهي علائقي تي حڪومت ڪرڻ جو حق ملي ويو. رهوڊس اڃا بہ وڌيڪ علائقا قبضي ۾ وٺڻ لاءِ اڳواڻ موڪليا ۽ چارٽر جون حدون زمبيسي جي اترين علائقن (اتر رهوڊيشيا هاڻي زمبيا) تائين وڌائي ڇڏيائين. واپار جي هاڻي معنيٰ هئي برطانوي سلطنت ۾ علائقا شامل ڪرڻ. رهوڊس هڪ ڀيري چيو: ”منهنجو وس پڄي تہ جيڪر ٻيا گره ۽ تارا بہ (برطانوي سلطنت سان) ڳنڍي ڇڏيان“ هن پنهنجو ڏوهہ باسيندي چيو هو، ”مخالفت کي ختم ڪرڻ لاءِ، ڪڏهن ڪڏهن مونکي جيڪو بہ طريقو سولو لڳندو هو، تنهن کان ڪم وٺندو هئس“ هار کاڌل ماتابيلي کي 1896ع ۾ اڇن ماڻهن جون بينڪون قبول ڪرڻ لاءِ مجبور ڪيو ويو.

رهوڊس 1890ع کان وٺي ڪيپ ڪالوني جو وزيراعظم رهيو ۽ مٿس آمراڻي طريقي سان حڪومت هلايائين. هن ووٽ ڏيڻ جي حق لاءِ تعليم ۽ آمدني جا شرط لاڳو ڪري ووٽ جي حق جون حدون گهٽائي ڇڏيون ۽ آفريڪا جي ماڻهن کي ڪجهہ حقن جي ضمانت ڏيئي اڇن ماڻهن جي عام راءِ کي پنهنجي خلاف ڪري ڇڏيائين.

هن جي زندگي جو خواب هو تہ سلطنت جي اندر بوئر ۽ انگريز رياستن جي فيڊريشن ٺاهي، جيڪا اندروني طور خودمختيار هجي. هو پنهنجي انهي خواب جي تعبير لهڻ لاءِ ڏاڍو اُتاولو رهندو هو. رهوڊس جي حڪومت ۾ ڪالوني ۽ ڪمپنيءَ جا جيڪي علائقا شامل هئا تن گهڻو ڪري بوئر ريپبلڪس کي گهيري ڇڏيو هو.

اهو ٽرانسوال جيڪو ڪنهن زماني ۾ غريب هوندو هو، سو 1884ع ۾ وِٽ واٽرسينڊ تي سون لڀڻ ڪري شاهوڪار ٿي پيو. انهي مان فائدي وٺڻ لاءِ جيڪي ڌاريا ماڻهو آيا تن مان گهڻو تعداد انگريزن جو هو. انهن تي سخت

قانون سازي ڪري ۽ ووٽ جو حق محدود ڪري ڪنٽرول ڪيو ويو. هُن ٽرانسوال جي ڪروگر حڪومت خلاف منصوبا ٺاهڻ شروع ڪيا ۽ رهوڊس سان رابطو قائم ڪيائون، جنهن جا رئنڊ ۾ پنهنجا بہ کاڻين جا ڪافي مفاد هئا. رهوڊس جي ساٿي ۽ دوست ڊاڪٽر لينڊر اسٽار جيمسن جي سربراهي ۾ برطانوي هٿياربند رضاڪارن 1895ع جي پڇاڙي ۾ ٽرانسوال تي حملو ڪيو. اهو حملو جيمس ريڊ جي نالي سان مشهور آهي.

هڪ همعصر انگريز جي لفظن ۾ اهو حملو "ٻاراڻي مهم جُوئي هئي جيڪا اينگي نموني هلائي ويئي جنهن جي نتيجي ۾ ذلت واري ناڪامي نصيب ٿي." ڪاهہ ڪندڙ گرفتار ٿيا ۽ صدر ڪُروگر کين شهنشاهہ جي اختياري وارن جي حوالي ڪري ڇڏيو. جيمسن تي مقدمي هلائڻ لاءِ کيس لنڊن موڪليو ويو، جتي کيس ارڙهن مهينا قيد جي سزا ملي. رهوڊس استعفيٰ ڏني ۽ گهٽي ذلت کان رڳو مشهور 'ڪروگر ٽيلي گرام' جي ڪري بچي ويو. انهي تار ۾ جرمني جي قيصر وليم II بوئر صدر کي مبارڪ ڏني هئي. برطانيہ جي عام راءِ انهي 'مداخلت' تي ڪاوڙجي پيئي، جنهن سلطنت جي سُورمي تي مقدمو هلائڻ نہ ڏنو.

رهوڊس پنهنجي باقي زندگي رهوڊيشيا کي ترقي ڏيارڻ لاءِ ارپي ڇڏي جيتوڻيڪ هو بيرحم ۽ اڪرائي ڪندڙ ماڻهو هو، تنهن هوندي بہ سندس عقيدو هو تہ "برطانوي سلطنت جيئن جيئن وڌندو تئين تئين امن امان، صنعت ۽ آزادي بہ وڌندي." ۽ رهوڊس وٽ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ هر طريقو آزمائڻ جائز هو.

# ودرو ولسن

(1856-1924ع)

ٿامس ودرو ولسن کي سنڌس دشمن، آپيشاهہ سمجهندا هئا. هو آمريڪا جو اٺاويهون صدر هو. هن پاڻ کي صرف انتظامي سربراهہ نہ، پر قومي اڳواڻ ٿي سمجهيو، جنهن ڪري حڪومت جي صدارتي سرشتي کي اهڙو روپ ڏيڻ جي شروعات ڪئي هئائين، جو اهو ويهين صدي ۾ سنڌس قائم ڪيل روايتن تي هلي پيو.

هن پنهنجي ملڪ ۾ آمريڪي سماج ۽ انتظاميہ جي نئين سر جوڙجڪ ڪئي. ولسن آمريڪا جو پهريون صدر هو جنهن عالمي معاملن ۾ فيصلائتو ڪردار ادا ڪيو. هن جي نظر ۾ پهرين مهاڀاري لڙائي، هڪ اهڙي لڙائي هئي جيڪا "دنيا ۾ جمهوريت کي محفوظ ڪرڻ لاءِ لڳي هئي." ۽ "دنيا جي ماڻهن لاءِ آزادي جو پيغام کڻي آئي هئي." هو پاڻ جينوئيڪ ليگ آف نيشنس جو باني هو، تنهن هوندي بہ پنهنجي ملڪ کي انهي ۾ شامل ڪرائي نہ سگهيو.

هو اسٽانٽن ورجينيا ۾ پيدا ٿيو ۽ اسڪاٽليند جي پريسبٽيرين نسل مان هو. هو پرنسٽن يونيورسٽي ۾ پڙهڻ دوران هڪ هوشيار ۽ لائق شاگرد ليکيو ويندو هو. تعليم کان فارغ ٿي، هو ڊيموڪريٽڪ پارٽي طرفان 1910ع ۾ نيوجرسي جو گورنر مقرر ٿيو. گورنر جي حيثيت ۾ هن اهم سڌارا آڻڻ لاءِ قانون منظور ڪيا ۽ جوشيلين پر مانائتين تقريرون ڪيائين، جنهن ڪري سڄي قوم سنڌس عزت ڪرڻ لڳي. هن 1912ع واري صدارتي چونڊ ۾ آمريڪا جي پيپلزپارٽي طرفان وڏن سرمائيدارن سان ريپبلڪن پارٽي جي ناتن خلاف مهم هلائي ڪاميابي حاصل ڪئي.

پنهنجي صدارت جي پهرئين سال هن هڪڙو اهم قانون پاس ڪرايو، جنهن سان فيڊرل ريزرو سسٽم (وفاقي خزاني جو سرشتو) قائم ٿيو، خانگي بئنڪن ۽ وقفن جا اختيار گهٽ ٿيا ۽ پورهيتن جي مفادن جو تحفظ ٿيو. انهي کان پوءِ سنڌس صدارت واري مدي ۾ ئي ڪانگريس آئين ۾ هڪ ترميم ڪري عورتن کي ووٽ جو حق ڏياريو ۽ وري ٻي ترميم ڪري شراب تي بندش وجهڻ جو قانون ٺاهيو.

جڏهن 1914ع ۾ جنگ سڄي يورپ کي وڪوڙي ويئي، تڏهن ولسن آمريڪا ۾ رهندڙ مختلف قوميتن جي ماڻهن کي نظر ۾ رکندي پنهنجي ملڪ کي غيرجانبدار رکيو، پر هڪ جرمن يو- بوٽ 1915ع ۾ لوسيتانيا نالي مسافر جهاز کي غرق ڪري ڇڏيو، جنهن ۾ 100 کان به مٿي آمريڪي مسافر ٻڏي مئا، انهيءَ بعد ولسن جي غيرجانبدار پاليسي عوام ۾ غيرمقبول ٿي ويئي. جرمني پنهنجي آبدوزن واري مهم کي گهٽائڻ جو وعدو ڪيو. ولسن 1916ع ۾ ٻئي مدي لاءِ وري صدر ٿيو. سندس خواهش هئي ته هو يورپ ۾ امن ڪرائيندڙ جو ڪردار ڪري، تنهن ڪري 1917ع ۾ ليگ آف نيشنس جو بنيادي خاڪو تيار ڪيائين. پر جرمني جنگ ۾ وري پنهنجيون سموريون آبدوزون ڪم آڻڻ لڳو. ولسن اپريل ۾ ڪانگريس کي جنگ جي اعلان لاءِ چيو، جنگ جي ذميداري کڻڻ کان پوءِ هن پنهنجو پورو ڌيان انهي تي لڳائي ڇڏيو. هن ملڪ ۾ مرڪزيت قائم ڪرڻ جا اپاءَ ورتا، جن جو ڊگهي عرصي تائين آمريڪي صنعت تي اثر پيو. ملڪ کان ٻاهر هن جنرل پرشنگ کي فرانس ۾ فوجي ڪارروائي ڪرڻ جا مڪمل اختيار ڏيئي ڇڏيا.

ولسن جنوري 1918ع ۾ امن قائم ڪرائڻ لاءِ پنهنجا مشهور چوڏهن نقطا پيش ڪيا جن ۾ هي ڳالهيون شامل هيون: لکيل عهدناما کليل نموني ڪيا وڃن، سمنڊن کي آزاد رکيو وڃي، هٿيارن ۾ گهٽتائي آندي وڃي، بين الاقوامي سطح تي محصولن جي قيمتن جون رڪاوٽون گهٽايون وڃن، يورپي ملڪن جي مختلف بيٺڪن تي دعوائن ۾ سوٽ پيدا ڪئي وڃي، وچ يورپ جي ملڪن جون سرحدون قومي بنيادن تي وري مقرر ڪيون وڃن ۽ بيلجيم کي خودمختياري جي خاطري ڏني وڃي.

محوري طاقتن ته اهي نقطا مڃيا پر اتحادين منډ ۾ مڃڻ کان پئي ڪيٻايو. انهن جرمني کي مڪمل طور ذليل ڪرڻ پئي چاهيو. گهڻن آمريڪن جو به ساڳيو ئي خيال هو: ۽ ڪين هڪ بين الاقوامي ليگ ۾ آمريڪا جو شامل ٿيڻ نه پئي وڻيو. ولسن جي سياسي مخالفن کي 1918ع ۾ ڪانگريس جي اهم ڪاميٽي، پرڏيهي لاڳاپن جي ڪاميٽي ۾ اڪثريت ملي ويئي. انهي هوندي به صدر، سمورين آمريڪي روايتن جي ابتڙ پنهنجي مُنهن، ورسيلز ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيندڙ وفد جي اڳواڻي ڪئي. هن کي ڀپ هو ته سندس غيرموجودگي ۾ اها ڪانفرنس ناهه ڪرڻ بدران جرمني کان بدلو وٺندي.

ولسن ڪانفرنس کان ليگ آف نيشنس جو اصول مڃرائي ڇڏيو. هن ليگ آف نيشنس قائم ڪرڻ لاءِ عهدنامي جو جيڪو مسودو ناهيو هو، ڪانفرنس ان جي به منظوري ڏني، پر ڪيس اتحادين جا مطالبا به مڃڻا پيا، جن مطابق هنن مختلف علائقن تي پنهنجا پنهنجا حق ثي جاتايا ۽ جرمني کان جنگي نقصان جو تاوان به ٿي گهريائون. ورسيلز ۾ جيڪو معاهدو ٿيو سو جرمني لاءِ ذلت ڀريو ۽ تمام

سخت هو. انهي معاهدي مستقبل ۾ ٿيندڙ عالمگير تباهي جا ٻج ڇٽي ڇڏيا.

ولسن پرچاءُ ڪرڻ وسيلي امن قائم ڪرڻ واري پنهنجي مقصد ۾ جيئن ته ناڪام ٿي ويو هو، تنهن ڪري آمريڪي ووٽرن جي نظرن ۾ ڪري پيو. انهي جاڪوڙ کيس ٿڪائي به ڇڏيو هو. پرڏيهي لاڳاپن واري ڪاميٽي به ليگ واري معاهدي جي اهڙين ترميمن ڪرڻ کان سواءِ توثيق ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو، جيڪي ان کي بي اثر ڪرڻ لاءِ ڪافي هيون. ولسن ليگ قائم ڪرڻ جي حمايت حاصل ڪرڻ لاءِ سڄي ملڪ جو دورو شروع ڪيو، پر آڪٽوبر 1919ع ۾ هو ذهني توڙي جسماني طور صفا ٿڪجي پيو. ڪانگريس ڪن شرطن تي انهي عهدنامي جي توثيق ڪرڻ لاءِ راضي ٿي، پر اهي شرط ولسن کي منظور نه هئا. هن ڊيموڪريٽن تي زور ڀريو ته اهي ڪانگريس جي حمايت ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏين. کيس اميد هئي ته 1920ع وارين چونڊن ۾ عوامي راءِ، مڪمل معاهدي جي حق ۾ ويندي پر ڊيموڪريٽڪ اميدوار کي وارن گيميليل هارڊنگ وڏي اڪثريت سان هارائي ڇڏيو.

ولسن کي 1920ع ۾ نوبل امن انعام مليو پر هو سياست کان رٽائرڊ ٿي ويو. هن آمريڪا جي ڏکي ۾ ڏکي جنگ ۾ کيس فتح ڏياري هئي، جنهن تي سڄي دنيا ۾ کيس ساراهيو ويو، تنهن هوندي به سندس پنهنجي ئي ملڪ کيس رد ڪري ڇڏيو هو. خانگي طور هو هڪ رلتو ملتو ۽ پرڪشش شخص هو پر عوامي زندگي ۾ هو ڀين کان پري رهندو هو، جنهن ڪري کيس آپيشاهه سمجهيو ويندو هو. اهو ئي سبب هو جو هو ووٽرن ۾ غيرمقبول ٿي ويو. تنهن کان سواءِ هن آمريڪا کي بين الاقوامي ذميدارين کڻائڻ جون جيڪي ڪوششون ڪيون سي جنگ کان پوءِ واري ٿڏائي سان نٿي ٺهڪيون. ماڻهن هارڊنگ طرفان 'عام رواجي حالتن ڏانهن موٽڻ' جي سڏ جي آجيان ڪئي. جنهن جو مطلب هو ته ماڻهن پرڏيهي معاملن ۾ لاتعلق رهڻ ۽ 1920ع واري ڏهاڪي ۾ پاڻ کي ڀنيلائي خوش رکڻ ٿي چاهيو.

# هينري پيٽئن

(1856-1951ع)

مارشل پيٽئن 1914-18 واري مهاڀاري لڙائي جي وڏن فرينچ سورمن مان هڪ هو پر جون 1940ع کان پوءِ جڏهن فرانس جي 'وچي' حڪومت جي سربراهه جي حيثيت ۾ نازين سان سهڪار ڪيائين، تڏهن سندس سڄي شهرت مٽيءَ ۾ ملي ويئي. هو 1916ع ۾ فرانسي فوج جي هڪ آفيسر جي حيثيت ۾ وردن جو بچاءُ ڪري سڄي يورپ ۾ مشهور ٿي ويو هو. انهي زماني ۾ فوج ۾ 'گاٽ' جو نظريو هلندڙ هو، جنهن جو مطلب هو ته جيترو پڇي سگهي، دشمن جا ماڻهو مارجن پر اڳتي نه وڌجي. فتح انهي قوم کي نصيب ٿيندي، جنهن جي آدمشماري سڀ کان گهڻي هوندي ڇاڪاڻ ته اها قوم پنهنجا گهڻي ۾ گهڻا ماڻهو مارائڻ کان پوءِ به بچيل هوندي.

جرمن ڪمانڊر، وون فالڪنهين، حملي ڪرڻ لاءِ وردن کي انهي ڪري چونڊيو هو ڇاڪاڻ ته کيس خبر هئي ته فرانس هر قيمت تي ان جو بچاءُ ڪندو. وردن 1870-71 واري فرانڪو- رشين جنگ واري زماني کان جرمني خلاف فرانس جو مکيه مورچو رهيو هو ۽ هر حالت ۾ سندس بچاءُ ڪرڻ ضروري هو. وردن جيئن ته مٿي وارو مکيه سرحدي قلعو هو تنهن ڪري مٿس حملو ڪرڻ به آسان هو. انهي حملي دوران فيبروري ۽ جولائي جي وچ ۾ فرانس جا اٽڪل ٽي لک ماڻهو مارجي ويا پر جرمني جو به ذري گهٽ اوترو ئي نقصان ٿيو هو. پيٽئن ۽ سندس ماڻهن "اهي هتان لنگهي نه سگهندا." جو نعرو هڻي وردن جو بچاءُ ڪيو هو، جنهن ڪري فرانس جو عوام کين پنهنجو سورمو سمجهڻ لڳو.

اُتي ايڏي وڏي ڪوس ٿيڻ کان پوءِ به فرانس جي سرحد پنهنجي جاءِ تي برقرار هئي. نه صرف اهو پر سموري جنگي پٽي ۾ به ساڳي صورتحال برقرار رهي. انهي کان پوءِ 1916ع ۾ فرينچ ڪمانڊر ان چيف جوفري جي جاءِ تي جنرل رابرٽ نائيويل ڪمانڊر ان چيف مقرر ٿيو. هو جيتوڻيڪ پيٽئن کان جونيئر هو، تنهن هوندي به کيس پيٽئن کان وڌيڪ سياستدانن کي ھلائڻ ايندو هو. هن 'جنگ ختم ڪرڻ' جو منصوبو پڻ ٺاهيو هو پر سندس ساٿين، خاص ڪري وزير جنگ

پئن ليو ۽ پيٽئن کي انهي منصوبي جي ناڪامي جو اڳ ۾ ئي يقين هو. جرمن جاسوسن کي بہ انهي منصوبي جي تفصيلن جي ڄاڻ پئجي ويئي هئي. اهو منصوبو واقعي ناڪام ٿيو ۽ انهي جي ناڪامي ڪري جنهن بيرحمي سان ڪوس ٿيو، تنهن فرانسي فوج ۾ بغاوت جي باهہ پڙڪائي ڇڏي. ايڪيهہ هزار سپاهي فوج ڇڏي هليا ويا. پئرس جي محاذ کي سڄيون رجمنٽون ڇڏي ويون. جن آفيسرن کين روڪڻ جي ڪوشش ڪئي تن کي مارڪٽ ڪيائون يا اڌٽ ماري ڇڏيائون. فرانسي فوج کي ڌهڻ کان بچائڻ لاءِ پيٽئن کي ڪمانڊر ان چيف مقرر ڪيو ويو.

هو هڪ سرد مزاج ۽ جمهوري طريقن کان نفرت ڪندڙ ماڻهو هو، پر کيس فوجين جي ڏکن ڏولاون سان دلي همدردي هئي. بغاوت جي مهندارن مان ڪن کي گولي سان اڏايو ويو ۽ ڪن کي جلاوطن ڪيو ويو. پيٽئن، سرحد سان لڳو لڳو هڪ سؤ کان بہ وڌيڪ ڊويزنن جا دورا ڪري آفيسرن ۽ سپاهين کي يقين ڏياريو تہ ماضي ۾ ٿيل اجايو ڪوس وري ٿيڻ نہ ڏبو. انهن دورن فوج جي حوصلي وڌائڻ ۾ مکيہ ڪردار ادا ڪيو. پيٽئن ۾ جيئن تہ اڳرائي ڪرڻ جو حوصلو گهٽ هو، تنهن ڪري سندس جاءِ تي فوچ کي ڪمانڊر ان چيف مقرر ڪيو ويو.

پيٽئن 1934ع ۾ وزير جنگ مقرر ٿيو. جنگ ۾ پنهنجي بچاءُ واري پاليسي کي برقرار رکندي هن اوڀرندي پاسي بچاءُ جو وڏو سرشتو ٺاهڻ شروع ڪيو، جيڪو ميگي ناٽ لائين جي نالي سان مشهور آهي. انهي سرشتي کي اجيت سمجهيو ويو، پر ان ۾ ٽي خاميون هيون: هڪ تہ ان جي ڪري فرانس جي فوج ۾ بچاءُ ڪرڻ واري ذهنيت پختي ٿي ويئي، ٻيو تہ جيڪي وسيلا ٽينڪن ۽ هوائي جهازن تي خرچ ٿيڻ کپندا هئا، سي انهي سرشتي اڏڻ تي لڳي ويا ۽ ٽيون تہ اهو تمام ننڍو هو. جرمن 1940ع ۾ رستو مٽائي اڳتي نڪري ويا ۽ آرڊينس ٻيلن مان فرانس تي حملو ڪيائون.

1915ع ڌاري مي يوز جي باقي بچيل فرينچ فوج هر هنڌ ڀاڄ کائي رهي هئي، پيٽئن انهي زماني ۾ فرانڪو جي اسپين ۾ سفير هو. فرانس جي وزيراعظم پال ريناڊ کيس اتان گهرائي پنهنجو مکيہ فوجي صلاحڪار مقرر ڪيو. جنرل ويگنڊ تي فرانس جي بچاءُ جو ڪم رکيل هو. پيٽئن جنرل ويگنڊ تي جرمن سان عارضي صلاح ڪرڻ لاءِ زور ڀريو. جرمن 14 جون تي پئرس ۾ داخل ٿيا. ريناڊ 16 تاريخ استعفيٰ ڏني ۽ پيٽئن نئين حڪومت ٺاهي. انهي حڪومت 22 جون تي هٽلر سان ريلوي جي ساڳئي گاڏي ۾ هڪ ذلت ڀرئي عارضي ٺاهہ تي صحيح ڪئي، جنهن گاڏي ۾ فوچ 1918ع ۾ جرمني کان پيش پوڻ جا شرط زوري مڃرايا هئا. جرمن فوجن اتر ۽ اولهہ فرانس تي قبضو ڪيو. پيٽئن جي حڪومت وچي کي پنهنجي گادي جو هنڌ بڻايو. هاڻي صرف سندس حڪومت فرانس جي وچ ۽ ڏاکڻي ڪمربند تائين وڃي بچي هئي. اهڙي طرح جرمني جي مقابلي ۾ برطانيہ

صفا اڪيلو رهجي ويو.

لڳي ٿو تہ فرانس جي ذلت جو پيٽن تي ڪو گهٽو اثر نہ ٿيو هو. هو ۽ ان جهڙا هزارين ساجي ڌر جا ڪٽر مذهبي ۽ جمهوريت مخالف ماڻهو انهي شڪست کي روشن خيالي جي تختي اونڌي ڪرڻ جو هڪ موقعو سمجهي رهيا هئا. پيٽن کي يقين هو تہ هن انهي نموني قوم کي انقلاب ۽ سماجي افراتفري کان بچائي ورتو هو. ليان جي آرچ بشپ ڪيس 'مصيبت ماريل فرانس جو اوتار' سڏي سبندس ساراهہ ڪئي. فرانس جي عوام، پيٽن جي اختيار کي مڃي ورتو هو. چارلس ديگال لندن مان ريڊئي تي جيڪي تقريرون ڪيون تن تي ڪو خاص ڌيان نہ ڏنو ويو. جرمنن خلاف مزاحمت ٿلهي وڌي، جڏهن انهن پيٽن ۽ سندس وزيراعظم پيئري لاول کي نظرانداز ڪندي پنهنجا ظلم حد کان وڌائي ڇڏيا. جرمن جڏهن شڪست کائي پوئتي هٽي رهيا هئا، تڏهن اهي پاڻ سان گڏ پيٽن کي بہ وٺي ويا، پر هو پنهنجي مٿان قائم ٿيل غداري جي مقدمي کي منهن ڏيڻ لاءِ رضاڪارانا طور موٽي آيو. هن کي قومي سطح تي بي آبرو ڪرڻ سان گڏوگڏ موت جي سزا ٻڌائي وئي؛ ڇو تہ فرانس جنهن اتساهہ سان 1940ع ۾ پنهنجي شڪست جي آجيان ڪئي هئي، ان جو داغ مٽائڻ لاءِ ڪيس صدقي جي ڪا نہ ڪا ٻڪري گهربي هئي. ديگال سندس موت جي سزا کي بدلائي جنم ٽيپ ڪري ڇڏيو.

ٻنهي مهاڀاري لڙاين جي وچ واري دور ۾ فرانس جي اخلاقي حالت ۽ سياسي خوداعتمادي ۾ جيڪو زوال آيو. پيٽن جو دڪدائڪ شخصي دؤر، انهي زوال جو تت هو.

# ٿيوڊور روزويلٽ

(1858 -1919ع)

وائيٽ هائوس ۾ هن مهل تائين جيڪي ٻه صدر رهيا آهن، ٿيوڊور روز ويلٽ انهن سينني کان وڌيڪ برجستو صدر ٿي گذريو آهي. هن، انهي عهدي تي پهچڻ لاءِ، جنهن اتساه سان جاکوڙيو هو، سو انساني وت کان ٻاهر هو. هي ئي اهو ماڻهو هو جنهن صدارتي عهدي جو سياءَ ئي مٽائي ڇڏيو. هن جي دور کان ئي صدر جو عهدو فقط انتظامي عهدو نه رهيو هو، پر اهڙيون مثبت ذميداريون پاڻ تي کڻيون هئائين جيڪي اڄ ڏينهن تائين نڀائيندو رهي ٿو.

روز ويلٽ هڪ شاهوڪار گهراڻي ۾ پيدا ٿيو. هن کي نه صرف اُيساهي جي بيماري لڳل هئي پر ٻيون بيماريون به هيس. ممڪن هو ته هو انهن بيمارين وگهي بيڪار ۽ سست زندگي گذاري مري وڃي ها، پر هو هڪ اهڙو نوجوان هو، جنهن ۾ مقابلي ڪرڻ جي صلاحيت موجود هئي، جنهن ڪري کيس سياست پاڻ ڏانهن ڇڪي ورتو ۽ هو 1880ع ۾ هارورڊ مان گريجوئيشن ڪرڻ کان پوءِ ستت ئي هڪ ريپبلڪن ميمبر جي حيثيت ۾ نيويارڪ اسٽيٽ اسيمبلي جو ميمبر چونڊجي ويو. ايساهي جي دوري پوڻ ڪري هو اولهه هليو ويو، جتي هن ٻه سال چوپايو مال چاريو. انهي تجربي منجهس کليل هوا ۾ رهڻ جو شوق وڌائي ڇڏيو ۽ انهي سان گڏوگڏ، هو قدرتي ماحول کي بچائڻ جو به پرجوش حامي ٿي پيو.

روز ويلٽ جڏهن اوير ڏانهن موٽي آيو، تڏهن سول سروس ۾ ڪيترين ئي نوڪريون ڪيائين، جن ۾ نيوي جي اسسٽنٽ سيڪريٽري جي نوڪري به شامل هئي. آمريڪا ۽ اسپين جي وچ ۾ 1898ع واري جنگ لڳڻ ڪري هن اها نوڪري ڇڏي، وڌيڪ 'سخت زندگي' اختيار ڪئي ۽ ڪيوبا ۾ رضاڪار سوارن جي هڪ جنگي جٿي جو ڪمانڊر ٿيو. روز ويلٽ ۽ سندس سخت جان سوارن اهڙا ته ڪارناما ڪري ڏيکاريا جو هو آمريڪي سورمو ليکجڻ لڳو. انهي کان پوءِ روز ويلٽ سياسي لڙاين ۾ دلچسپي وٺڻ لڳو. نيويارڪ جي گورنر چونڊجڻ کان پوءِ، هن سياسي بدعنوانين خلاف هڪ مهم هلائي. انهي تي ريپبلڪن پارٽي جي وڏن جا ڪن کڙا ٿيا ۽ انهن کيس صدر ميڪ ڪنلي جي نائب صدر طور چونڊڻ ۾

بيهاريو. انهن جو خيال هو تہ نائب صدارت جهڙو وساريل عهدو کيس بي ضرر بڻائي ڇڏيندو. ميڪ ڪنلي 1901ع ۾ صدارت جي عهدي جو قسم کنيو پر ڇهن مهينن کان پوءِ هڪ قاتل جي گولي سندس خاتمو آڻي ڇڏيو. تہ هو انهن ماڻهن کي اشڪنجي ۾ جڪڙڻ ٿو چاهي، جيڪي عوام جي دولت تي تمام گهڻا شاهوڪار ٿي رهيا هئا. انهي ڪري سندس پنهنجي ئي پارٽي جي اڳواڻن ۾ ڦڙڦوٽ پئجي ويئي ڇو تہ اهي روايتي طور وڏن وڏن سرمائيدارن جا حامي هئا. هن جو مکيہ نشانو ٽرسٽ هئا. اهي سپر ڪارپوريشنون جن جو خاص صنعتن تي قبضو هو ۽ گهڻين حالتن ۾ انهن هٽرادو طرح قيمتون وڌائي ڇڏيون هيون. هن ڪامرس اينڊ ليبر ڊپارٽمينٽ قائم ڪيو، جنهن کي انگ اکر ڪٺا ڪرڻ جا اختيار ڏئي ڇڏيائين. تہ جيئن موجود، پر نظرانداز ٿيل ٽرسٽ مخالف قانونن هيٺ سولائي سان گرفتاريون ڪري سگهجن. روز ويلٽ وٽ جيئن تہ انگ اکر هئا تنهن ڪري هن ڪاميابي سان غيرقانوني ڪمن ۾ ملوث ٽرسٽن خلاف قانوني مقدما قائم ڪرايا.

روز ويلٽ 1904ع ۾ وڏي اڪثريت سان ٻيهر صدر چونڊجڻ کان پوءِ، ريلوي جي ڀاڙن ۾ باقاعدگي پيدا ڪرڻ لاءِ قانون سازي ڪرائي. هن جي ٻي اهم قانون سازي پيورفوڊ اينڊ ڊرگ ائڪٽ جي منظوري هئي، اهو سرڪار طرفان شيون واپرائيندڙن جي حقن کي بچائڻ لاءِ پهريون قدم هو. روز ويلٽ سرڪار جو اهو حق بہ مڃرائي ورتو تہ اها مزدورن ۽ انتظاميہ جي وچ ۾ امين ٿي سگهي ٿي. کاڻين جي مزدورن پنهنجي پگهار ۾ ٿورڙي واڌاري ڪرائڻ لاءِ 1902ع ۾ هڙتال ڪئي، هن جي مداخلت ڪري جتي مزدورن جي پگهارن ۾ ڪجهہ واڌارو ٿيو، اتي عوام ۾ سندس عزت بہ وڌي. روز ويلٽ کي جيتوڻيڪ منظم پورهيت طبقي جي باري ۾ غلط فهميون هيون ۽ هو ڪليل دڪان جو حامي هو، تنهن هوندي بہ هن يونين طرفان بهتر پگهار ۽ گهٽ ڪلاڪ ڪم ڪرڻ وارن مطالبن جي حمايت ڪئي. اهي مطالبا 'اسڪوائر ڊيل' جو هڪ حصو هئا جن جو هن سڀني ملڪ سان واعدو ڪيو هو.

روز ويلٽ ۾ اهڙا لڇڻ بہ هئا جيڪي اڄڪلهہ ورلي ڪنهن ۾ نظر ايندا. هو ملڪ اندر تہ ترقي پسند هو پر ملڪ کان ٻاهر هڪ نِرجو سامراجي هو. هن جو پختو عقيدو هو تہ ڌرتي جي اولهندي اڌگولي تي امن امان برقرار رکڻ آمريڪا جو فرض هو. منرو ڊاڪٽرائين (ٻين قومن جي معاملن ۾ دخل نہ ڏيڻ جو نظريو). جو حامي هوندي بہ هن ان ۾ اهو واڌارو ڪيو تہ "جيڪڏهن ڪابہ ٻي آمريڪي قوم غلط ڪم ڪرڻ کان نہ مڙندي تہ يونائيٽڊ اسٽيٽس کي بين الاقوامي پوليس پاور بڻجي ڪم ڪرڻ جو هر ڪو حق حاصل هوندو." منرو ڊاڪٽرائين جي اها "روز ويلٽي تشريح (جنهن تان بعد ۾ هٿ کنيو ويو) ڊومينيڪن ريپبلڪ جي انهن

مالي بدعنوانين جي جواب ۾ هئي جن جي ڪري يورپي قرض خواهن مداخلت ڪرڻ لاءِ هل مچائي ڏنو هو. روز ويلٽ يورپي قرض خواهن بدران پاڻ انهي ۾ مداخلت ڪئي. آمريڪي ڪمشنرن ريپبلڪ جي ماليات جي چنبڇاڻ ڪري ٻاهرين ملڪن جي قرضن جي ادائيگي جو بندوبست ڪرائي ڇڏيو. جڏهن هڪ ٻئي پوئتان انقلاب آيا تڏهن يو- ايس- جي فوج امن امان بحال ڪرائڻ لاءِ اڳتي وڌي ۽ 1924ع تائين اتي رهي.

روز ويلٽ ڪولمبيا سان جيڪو ورتاءُ ڪيو، تنهن کي ارهه زورائي کان سواءِ ٻيو ڪو نالو ڏيئي نه ٿو سگهجي. پاناما جي ڳچي ڊرتي جي آرپار هڪ واه کوٽڻ جا حق حاصل ڪرڻ لاءِ، ڪولمبيا سان هلندڙ ڳالهيون 1903ع ۾ بند ٿي ويون. هاڻي اهو امڪان پيدا ٿي ويو هو ته جيڪڏهن پاناما جي صوبي جي ڪولمبيا کان علحدگي جي حمايت ڪجي ته واه کوٽڻ جو حق پاناما کان حاصل ڪري سگهجي ٿو. روز ويلٽ انهي ڳالهه جي منظوري ڏني. پاناما کي ٿن آمريڪي جنگي جهازن جي موجودگي جو سهارو ملي ويو، جنهن ڪري هن بغير رت وهائڻ جي هڪ انقلاب وسيلي آزادي حاصل ڪري ورتي. يونائيٽڊ اسٽيٽس ڳچي ڊرتي کي آرپار ڪٽڻ لاءِ پاناما کان ڏهه ميل ويڪري پٽي ليز تي ورتي اتي واهه کوٽرايو، جيڪو 1914ع ۾ اچ وڃ لاءِ کوليو ويو.

روز ويلٽ جي اڳواٽي هيٺ يونائيٽڊ اسٽيٽس ٻين طاقتن جي وچ ۾ اختلافن جو نبيرو ڪرائڻ لاءِ حصو وٺڻ شروع ڪيو. هن پورٽس مائوٿ نيو هئمپشائر وارين ڳالهين ٻولهين جي پنهنجي سر رهبري ڪئي، جنهن سان روس ۽ جاپان جي 1905ع واري جنگ ختم ٿي ويئي. جنگ جي ٻئي سال هن فرانس ۽ جرمني جي وچ ۾ مراڪش جي سوال تي پيدا ٿيندڙ گهوٽالي کي منهن ڏيڻ لاءِ جيڪا ڪانفرنس ٿي رهي هئي، تنهن ۾ پنهنجو نمائندو موڪليو. آمريڪا جي مدد سان جيڪو ٺاهه ٿيو، انهي يورپي معاملن ۾ آمريڪا جي غيرجانبداري ختم ڪري ڇڏي ۽ سندس سمنڊ پار معاملن ۾ مداخلت ڪرڻ لاءِ هڪ مثال قائم ڪري ڇڏيو.

وائيٽ هائوس ۾ روز ويلٽ جا پويان ٻه سال قدامت پسند ۽ ترقي پسند ريپبلڪن ۾ اختلاف پوڻ جا سال هئا. عهدي ڇڏڻ کان پوءِ هو پنهنجي نئين ٺاهيل پروگريسو پارٽي جي صدارتي اميدوار طور 1912ع ۾ وري سياست ۾ آيو. هن جي اميدوار بيهڻ جو فائدو ڊيموڪريٽڪ پارٽي کي مليو. اها ڪيڏي نه تاريخي ستم ظريفي چئجي جو روز ويلٽ جي ٺاهيل پيچري تي ڊيموڪريٽ پاڻ به هلڻ لڳا، جن هڪ 'نيوڊيل،' هڪ 'فيئرڊيل،' هڪ 'نيوفرنٽيئر،' ۽ هڪ 'گريٽ سوسائٽي' ڳنڍي ڇڏيا، جنهن سرڪار کي عوام اڳيان جوابدار بڻائي ڇڏيو هو. يعني جن ڊيموڪريٽس روز ويلٽ کي چونڊن ۾ شڪست ڏني هئي، تن به سندس پيروي ڪندي عوامي ذميداريون پنهنجن ڪلهن تي کنيون.

# وليم II

(1859 -1941ع)

ڪئيل جرمني جي تنين ۾ آخري بادشاهه وليم II جي دشمن دنيا ۾ هُلائي ڇڏيو هو تہ پهرين مهاڀاري لڙائي ڇيڙائڻ ۾ سندس بدمعاشي جو بہ ڪنهن حد تائين دخل هو. پر اڄ هر ڪنهن کي خبر پئجي ويئي آهي تہ اها جنگ سامراجي ملڪن جي رقابتن سببان لڳي هئي. برطانيہ کي جرمني جي وڌندڙ صنعتي ۽ سامونڊي طاقت کان ڊپ ٿي لڳو. جرمني، آسٽريا، هنگري ۽ روس جي شهنشاهي گهراڻن، دنيا تي پنهنجي حڪمراني قائم ڪرڻ جا جيڪي خواب پئي ڏٺا، تن جو بہ انهي جنگ ڇيڙائڻ ۾ حصو هو. جيڪڏهن مٿيون سڀ ڳالهيون نظر ۾ رکجن تہ انهي عالمگير تباهي ۾ وليم جو صرف ايترو هٿ نظر ايندو تہ جيڪا جنگ ٿورو پوءِ لڳڻي هئي، سا سندس جوشيلي ۽ هٺيلي طبيعت ڪري ٿورو اڳ ۾ ڇڙي پيئي.

جڏهن وليم ڄائو هو، تڏهن پرشيا صرف انهن گهڻ اهميت وارين جرمن رياستن ۾ سڀ کان طاقتور ملڪ ليکبو هو، جن گڏجي آزاد واپاري علائقو قائم ڪيو هو. پر وليم جي ڏاڏي بادشاهہ وليم I 'فولادي چانسلر' بسمارڪ جي هٿ هيٺ اهو ملڪ 1862ع کان سڄي يورپ کنڊ جو سڀ کان طاقتور ملڪ بڻجي ويو هو ۽ سندس بادشاهہ اڪوٽي جرمن وفاق جو شهنشاهہ ٿي ويو هو. وليم پنهنجي مرٽينگ پيءُ فريڊرڪ III جي ٽن مهينن واري مختصر دور کان پوءِ 1888ع ۾ تخت تي ويٺو هو. فريڊرڪ پنهنجي زال وڪٽوريا جيڪا انگريز مهاراڻي جي ڌيءُ هئي، جي اثر ڪري آزاد خيال ماڻهو هوندو هو. پر سندس پٽ پنهنجي ڏاڏي واري دور جي ڪاميابين تي موهت هو ۽ سندس ذهن ۾ اهي اجايا خيال ويٺل هئا تہ بادشاهہ کي خدائي اختيار مليل هئا ۽ جرمني جي قسمت ۾ لکيل هو تہ ٻين تي حڪومت ڪري.

وليم کي جرمن رياست جي سربراهہ جي حيثيت ۾ ڪافي آئيني اختيار مليل هئا. هُن بسمارڪ جي سرپرستي وارن اختيارن جي مخالفت ڪئي ۽ 1890ع ۾ ڪائنس اهي اختيار ڦري ورتا. يورپي سفارتڪارن کي هن ذهين پر ڦرندڙ گهرندڙ طبيعت واري نوجوان حڪمران کان انديشا ٿيڻ لڳا هئا. سندس ماءُ، هڪ پيري

هن جي باري ۾ چيو هو، ”منهنجو پٽ صرف آڪڙجي جاتي.“ ڪيترن ئي ماڻهن سهي ڪري ورتو هو تہ ڪيس پنهنجي چسائپ ۾ غيرمحفوظ هئڻ جو احساس هو. انهي احساس کي لڪائڻ لاءِ هو مغروري ڏيکاريندو هو. هن جي ڪاٻي ٻانهن سڪل هئي، جنهن جي باري ۾ هو ڏاڍو حساس هوندو هو. تي سگهي ٿو تہ انهي ڪري هو پاڻ کي غيرمحفوظ سمجهندو هجي. هن ملڪ اندر سماجي سڌارن واريون پاليسيون انهي ڪري اختيار ڪيون هيون، جيئن ماڻهن کي احساس ٿئي تہ سندن شهنشاهہ ڪين پدري شفقت جي نظر سان ڏسي ٿو. ملڪ کان ٻاهر هن جرمني کي عالمي ڪردار ڏيارڻ لاءِ رٿابندي ڪئي، جنهن جو بنياد، پنهنجي اندر جي سوجهي ۾ شاهي دوستين خاص ڪري ’نڪي‘ يعني روس جي زار نڪولس II جي دوستي تي رکيو هئائين.

پر وليم نہ صرف مغرور هو، پر غلطين مٿان غلطيون بہ ڪندو ويو. هن جاپان خلاف روسي پاليسين جي حمايت ڪئي. پر ساڳي طرح بلقان جي علائقن ۾ روس خلاف آسٽريا جي ملڪگيري جي هٻچ جي بہ حمايت ڪيائين. فرانس مراڪش کي پنهنجي مفادن جي دائري ۾ آيل ملڪ سمجهندو هو. هن مراڪش ۾ مداخلتون ڪري فرانس کي ڪاوڙائي ڇڏيو. وليم برطانيہ سان دوستي جي هام هڻندو هو، انهي هوندي بہ ٽرانسوال جي صدر ڪروڊگر کي مبارڪباد جو پيغام موڪليائين، جيڪو ڏکڻ آفريڪا ۾ برطانيہ جو سخت دشمن هو.

هن جرمني جي سامونڊي طاقت کي تمام گهڻو وڌائڻ شروع ڪيو. برطانيہ، جيڪا انهي زماني ۾ دنيا جي سڀ کان وڏي سامونڊي طاقت هئي تنهن انهي واڌاري کي، ٻئي ڪنهن جي نہ، پر صرف پنهنجي خلاف سمجهيو . هن 1908ع ۾ انگريز ۽ جرمن عام راءِ کي هڪ ٻئي جي خلاف اڀارڻ جي حرفت بہ هلائي. هڪ پريس انٽرويو ۾ هن اعلان ڪيو تہ هو پاڻ تہ انگلينڊ جو دوست آهي پر جرمني جي عام راءِ انگلينڊ جي خلاف آهي. انهي ڳالهہ تي ٻين تہ ڇڏيو پر خود رجعت پسند حلقن بہ ڪانئس ”وڌيڪ خبرداري کان ڪم وٺڻ“ جي گهر ڪئي.

آسٽريا 1914ع ۾ سربيا خلاف جنگ جو اعلان ڪيو. وليم اهو سمجهندي تہ سندس شخصي مداخلت ڪري ’نڪي‘ سربيا جي مدد ۾ روسي فوجون نہ موڪليندو، آسٽريا کي جرمني جي حمايت جو يقين ڏياريو.

سندس چاچي انگلينڊ جي بادشاهہ ايڊورڊ VII (وفات 1911ع) هڪ ڀيري لکيو هو ”منهنجو ڀائيٽو پنهنجي مرضي سان نہ پر پنهنجي ڪمزوري سببان جنگ ڇيڙائي وجهندو.“ وليم 1 آگسٽ 1914 تي جڏهن جرمني جي جنگي تياري متعلق صحي پئي ڪئي، تڏهن پنهنجن جنرلن کي چيو هئائين: ”توهان مون کان جيڪو ڪم ڪرايو آهي، تنهن تي هڪ ڏينهن پاڻ بہ پڇتائيندؤ.“

هائيڊنبرگ ۾ لڊينڊورف جي هٿ هيٺ فوجي هاءِ ڪمانڊ جيتوڻيڪ سياسي

طرح جرمني تي قابض ٿي چڪي هئي، تنهن هوندي بہ اتحادين آڪٽومبر 1918ع ڌاري امن قائم ڪرڻ کان اڳ وليم کي تخت تان لاهڻ جي گهر ڪئي هئي. انهي مان ئي اندازو ڪري سگهجي ٿو تہ هين ملڪن جنگ جو ڪارڻ وليم کي ئي پئي سمجهيو. خود جرمني ۾ بہ انقلاب جو خطرو پيدا ٿي ويو هو. لڊينڊورف ڏٺو تہ شڪست کان بچي نہ ٿو سگهجي. هن حڪومتي سرشتي کي جمهوري بنايو ۽ رٽائر ٿي ويو. بودان جو شهزادو ميڪس جيڪو پارليامينٽ طرفان تازو ئي چانسلر مقرر ٿيو هو، تنهن نومبر جي 9 تاريخ منجهند جو شهنشاهہ کان پڇڻ بنا، سندس تخت تان دستبرداري جو اعلان ڪري ڇڏيو. انهي کان پوءِ هن چانسلر جي عهدي تان استعفيٰ ڏئي ڇڏي. ٻن ڪلاڪن کان پوءِ برلن جي ماڻهن جا ميڙ جرمني ۾ جمهوري راڄ قائم ٿيڻ جي خوشي ۾ گهٽين ۾ نڪري آيا. جرمني 11 نومبر 1918ع تي هڪ عارضي صلح نامي تي صحي ڪئي.

وليم غيرجانبدار هالينڊ ڏانهن ڀڄي ويو. ٻچن ڪيس ڊُورن محل ۾ رهايو، هو جون 1941ع ۾ مري ويو ۽ ايڊولف هٽلر جي حڪم تي کيس فوجي اعزاز سان دفنايو ويو.

هن جنهن نموني سان حڪومت ڪئي هئي، اهڙي ئي نموني وفات بہ ڪيائين... جرمني جي فوجي اڳرائي جي علامت بڻجي- پر وليم کي يقين هو تہ هن جنگ نہ پئي چاهي. سندس چانسلر وون بلو هڪ ڀيري چيو هو، "اسان پاڻ کي اس ۾ رکڻ لاءِ هٿي ڪنهن کي ڇانءُ ۾ رکڻ نٿا چاهيون." هڪ بيٺڪي شهنشاهي، هڪ طاقتور ساموندي فوج، يورپ ۾ اثر وڌائڻ- انهن مان هر هڪ مقصد حاصل ٿيڻ جهڙو مقصد هو پر انهي مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ وليم ۽ سندس وزيرن جنهن موڪائي ۽ اشتعال ڏياريندڙ طريقي سان ڪم ڪيو، تنهن جو اوس اهوئي نتيجو نڪتو جو جرمني جا مخالف مجبور ٿي پاڻ ۾ متحد ٿي ويا.

# ڊيوڊ لائيڊ- جارج

(1863 -1945ع)

ڊيوڊ لائيڊ جارج برطانيہ جو، 1908ع کان چانسلر آف دي ايڪس چيڪر ۽ 1916ع کان 1922ع تائين وزيراعظم ٿي رهيو. هي اهو ماڻهو هو جنهن برطانيہ کي سماجي ڀلائي واري رياست بڻائڻ لاءِ سڀ کان پهريائين قانون سازي ڪرائي. هو هڪ اهڙو اڳواڻ هو، جنهن پهرين مهاڀاري لڙائي واري هيبتناڪ زماني ۾ پنهنجي ملڪ جي، نہ صرف اقتصادي معاملن ۾ رهبري ڪئي هئي، پر سندس حوصلو بہ بحال رکيائين. هو برطانيہ جي وڏن فصيح زبان مقررن مان هڪ هو ۽ ويهين صدي جي مها حرفتي سياستدانن مان پڻ ليکجي ٿو.

ڊيوڊ اجا فقط هڪ سال جو هو جو سندس پيءُ گذاري ويو، جنهن ڪري سندس آڪهہ هن جي هڪ چاچي رچرڊ لائيڊ سان ڪائر نارون ويلس ۾ گڏ رهڻ لڳي. رچرڊ لائيڊ جيڪو برطانيہ کي عظيم طاقت بڻائڻ جو، هڪ مقامي پرچارڪ هو، تنهن ڊيوڊ کي ساليسيٽر (وڪيل) جي سکيا ڏيارڻ جو خرچ پريو. لائيڊ جارج 1884ع ۾ وڪالت جو امتحان پاس ڪيو ۽ چئن سالن کان پوءِ مارگريٽ اوون سان شادي ڪيائين. هو 1890ع ۾ ڪائر نارون جي تڪ مان لبرل ايم- پي (ميمبر پارليامينٽ) جي حيثيت ۾ چونڊجي ويو. اها سيٽ وٽس 1945ع تائين رهي تنهن کان پوءِ کيس ارل لائيڊ جارج آف ڊائيفر بڻايو ويو.

هو ٽن سببن ڪري مقامي توڙي قومي سطح تي غيرمقبول ٿي پيو. هڪ تہ هو ويلس جي قومي امنگن جو جوشيلو اڳواڻ هو، ٻيو تہ مذهب کان ڦريل ماڻهو هو، ۽ ٽيون تہ هن بوئر جنگ جي خلاف زوردار تقريرون ڪيو هيون، تنهن کان سواءِ هر ڪنهن کي سندس غيراخلاقي زندگي جي خبر هئي، پر هو پنهنجي شڪتي، پنهنجي شخصي ڪشش ۽ ذهانت جي زور تي وڃي مٿانهين درجي تي پهتو.

جڏهن 1905ع ۾ لبرل پارٽي اقتدار ۾ آئي تہ لائيڊ جارج بورڊ آف ٽريڊ (واپاري بورڊ) جي صدر جي حيثيت ۾ حڪومت ۾ شامل ٿيو. انهي عهدي تي رهندي هن صنعتي جهيڙن کي نبيرڻ لاءِ امين جي حيثيت ۾ پنهنجي جبلي قوتِ امتياز کان ڪم وٺي پنهنجي اهميت مڃائي ورتي. ٽن سالن کان پوءِ نيئن لبرل

وزيراعظم هربرٽ اسڪيوٿ ڪيس چانسلر مقرر ڪيو.

انهي زماني ۾ هن کي هڪ دکدائڪ حادثو ڏسڻو پيو. لائيڊ جارج جي پياري ڌي مائر فقط سترهن سالن جي ڄمار 1907ع ۾ گذاري ويئي. ساڳئي وقت لبرل به سياسي مشڪل ۾ ڦاسي پيا هئا. ابرنڊڙ ليبر پارٽي سماج سڌار پارٽي جي حيثيت ۾ لبرل پارٽي جي معتبري کي للڪاريو هو. لائيڊ جارج 1909ع ۾ 'پيپلز بجٽ' (عوامي بجٽ) پيش ڪري لبرل جي ڳجگوڙ کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. اها بجٽ رعايتون ماڻيندڙ طبقن جي خلاف هئي، جنهن ۾ ورثي ۾ مليل ملڪيت تي ڳرا محصول ۽ سپر ٽيڪس مڙهڻ جو تجويزون شامل هيون. اها بجٽ هائوس آف ڪامنز ته منظور ڪئي پر 1910ع ۽ 1911ع ۾ ٻه عام چونڊون ٿيڻ کان پوءِ به هائوس آف لارڊز ۾ ٽڙجي ويئي. لائيڊ جارج امير طبقي خلاف هڪ جوشيلي مهم هلائي، جنهن ۾ چيائين، "هڪ مڪمل ڊيوڪ تيار ڪرڻ تي ايترو ئي خرچ ايندو آهي، جيترو ٻن وڏن جنگي جهازن رکڻ تي ۽ ڊيوڪ ڪنهن وڏي دهشت کان گهٽ ناهن." آخرڪار اسڪيوٿ نئين بادشاه جارج پنجين کي گذارش ڪري، گهربل تعداد ۾ جڏهن نوان لارڊ مقرر ڪرايا، تڏهن هائوس آف لارڊز مجبور ٿي بجٽ منظور ڪئي. هائوس آف لارڊز کي ڪنهن به بل کي ويٽو ڪرڻ جو حق مليل هو. پارليامينٽ جي 1911ع واري بل وسيلي سندن اهو حق کسجي ويو. هاڻي اهي ڪنهن به بل کي روڪي نٿي سگهيا. وڌ ۾ وڌ بل کي صرف دير سان منظور ڪرڻ جي طاقت وٽن بچي هئي.

ساڳئي سال لائيڊ جارج پنهنجو نيشنل انشورنس ايڪٽ پارليامينٽ ۾ پيش ڪيو، جنهن برطانيه جي سماجي ڀلائي واري رياست جو بنياد وڌو. پهرين مهاڀاري لڙائي ڇڙڻ کان پوءِ هن کي جنگي سامان جو وزير مقرر ڪيو ويو. هن جي ٻَل ۽ هن طرفان غيرمذهبي طريقا اختيار ڪرڻ ڪري سول نوڪر شاهي ڪاوڙجي پيئي، پر هن جنگي سامان جي رٿابندي واري تنظيم ۾ واپاري طبقي کي آڻي، ۽ ٽريڊ يونين جو سهڪار حاصل ڪري تيزي سان جنگي سامان جي پيداوار وڌائي ڇڏي. هو جون 1916ع کان جنگ جو وزير رهيو، جنهن دوران فوج جي اعليٰ عملدارن سان گهڻو ڪري سندس جهيڙو رهندو هو، ڇو ته هڪ ته هو سندن فوجي خرچن تي اعتبار نه ڪندو هو ۽ ٻيو ته اهي ٻين ماڻهن جي زندگين جي قيمت تي جيڪي بدڪاريون ڪندا هئا، تن کي نفرت جي نگاهه سان ڏسندو هو. اسڪيوٿ جي استعفيٰ کان پوءِ ڊسمبر 1916ع ۾ ڪنزرويٽن ۽ لبرلن جي جيڪا گڏيل حڪومت ٺهي، تنهن جو هو وزيراعظم مقرر ٿيو. گهڻن لبرلن جو خيال هو ته اسڪيوٿ جي استعفيٰ ۾ لائيڊ جارج جي چالاڪين جو هٿ هو، جنهن ڪري پارٽي ۾ ڦوٽ پئجي ويئي، ۽ اها 1920ع ۽ 1930ع وارن ڏهاڪن ۾ تيزي سان زوال هيٺ اچي وئي. لائيڊ جارج جنگ جي انتظاميه کي سخت ڪيو. هن

عوام جو حوصلو وڌايو ۽ بحري ڪاتي کي مسافري ۾ بچاءُ لاءِ فوج موڪلڻ تي مجبور ڪيائين، جنهن سان ائٽلانٽڪ ۾ جرمن يو (U) ٻوٽن جي ڪاميابين ۾ ڊرامائي انداز ۾ گهٽتائي اچي ويئي.

هن 1918ع واري عارضي صلح ڪان پوءِ چونڊن ۾ شاندار فتح حاصل ڪئي. جنگ ڪان پوءِ 1919ع ۾ ورسيلز جو عهدنامو ٿيو، جنهن جي ٺاهڻ ۾ هن فرانس جي وزيراعظم ڪليمنڪيو ۽ آمريڪا جي صدر ووڊرو ولسن سان گڏجي ڪم ڪيو.

انهي ڪان پوءِ هن آئرلينڊ ڏانهن ڌيان ڏنو. مخالفت کي چيپاٽڻ لاءِ هن پهريائين ته برطانيه جا بدنام، 'بليڪ اينڊ ٽن' دهشت پسند ٽولا ٺاهڻ جي اجازت ڏني، پر ٻڌهين ۽ منجهيل ڳالهين ڪان پوءِ آئرش مسئلي تي ٺاهه ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو، جنهن سان 1921ع ۾ آئرش فري اسٽيٽ قائم ٿي.

ٻئي سال مٿس تهمت مڙهي ويئي ته هن پارٽي جا فنڊ وڌائڻ لاءِ اعزاز وڪيا هئا. انهي ڪان پوءِ هن ترڪي ۽ يونان جي جنگ ۾، يونان جو پاسو ڪٽي ترڪي سان ويڙهه واري پاليسي اختيار ڪئي، جنهن سان گڏيل حڪومت ٽٽي پيئي ۽ هن وزيراعظم جي عهدي تان استعفيٰ ڏني. انهي ڪان پوءِ جيڪي چونڊون ٿيون سي ڪنزرويٽن کٽيون. ڪنزرويٽن جي اقتدار ۾ اچڻ ڪري لائيڊ جارج پنهنجي مزاج جي خلاف ناڪام ٿيل لبرل پارٽي جو 1926ع ڪان 1931ع تائين اڳواڻ رهيو ۽ انهي دوران 'جنگ جون يادگيريون' ۽ 'صلح جي معاهدن بابت سچ' نالي ٻه ڪتاب لکيائين، پويون ڪتاب انتهائي شخصي هو، جنهن ۾ زهريليون ڳالهيون لکيل هيون.

ڊيوڊ لائيڊ جارج جيتوڻيڪ چڙواڳ ذهن جو مالڪ هو ۽ دشمنن جي نظر ۾ بي پروسي ماڻهو لکيو ويندو هو، تنهن هوندي به هو شايد واحد ماڻهو هو جيڪو جنگ هلندي برطانيه جي وچٽري ۽ افسوسناڪ سياست کي بامقصد بڻائي ڪيس قد ۽ قامت ڏيئي پئي سگهيو، پر هن پارٽي ڪان آزاد رهي جنهن چڙواڳي سان ڪم ڪيو هو، تنهن ڪيس انهي قابل نه ڇڏيو هو جو اقتدار وڃائڻ ڪان پوءِ وري پارٽي جي تنظيم کي بحال ڪري سگهي ها.

# سن ياتسين

(1866-1925)

سن ياتسين چين جو پهريون جمهوري نموني چونڊيل صدر هو، جيڪو 1911ع ۾ منچو چنگ گهراڻي جي حڪومت جي تختي اونڌي ٿيڻ کان پوءِ چونڊيو ويو. هو مغربي ثقافت جي رنگ ۾ رڱيل، ۽ غيراثرائتو انقلابي هوندو هو. انهي هوندي بہ کيس انقلابي چين جو پايو وجهندڙ ۽ ابو سمجهندي، ڪميونسٽ توڙي قومپرست هڪ جهڙو مان ڏيندا هئا.

سن پنهنجي خوش بياني، پنهنجي عظيم شخصي ڪشش ۽ پنهنجي مجيل ايمانداري سببان مٿي چڙهيو. هن جي ڪومنتانگ نيشنل پارٽي چين جي پهرين سياسي تحريڪ هئي. هن ڏيساور ۾ رهندڙ چينين جي گهڻين برادرين کي انقلاب جو حامي بڻائي، چرپر ۾ آندو، جنهن ڪري بين الاقوامي سطح تي اهميت رکندڙ شخصيت بڻجي ويو. سن سڄي زندگي جنهن نموني ڪم ڪندو رهيو هو، تنهن مان انهي زماني ۾ ئي پڌرو ٿي چڪو هو تہ نئون چين هڪ عوامي ملڪ هوندو، جڏهن تہ ڪيترائي سڌارڪ جاپان جي نموني تي کيس آئيني شهنشاهيت بڻائڻ جي حق ۾ هئا. جنهن زماني ۾ هو ڪئنٽن جي غريباڻي فارم تي ڄائو هو، تنهن زماني ۾ ٽن هزارن سالن کان قائم چين جي شهنشاهيت، جيڪا اوير جي عظيم ترين طاقت ليکبي هئي، ٻهڻ واري هئي. يورپي طاقتن شهنشاهي گهراڻي کان زوري ڪاٺي يڳيون واپاري رعايتون وٺي ڇڏيون هيون. تنهن کان سواءِ انهن کي پنهنجي ملڪ کان ٻاهر يعني چين ۾ پنهنجو قانون هلائڻ جي اجازت بہ مليل هئي، جنهن مطابق چين ۾ رهندڙ يورپي باشندن تي چين جو نہ، پر پنهنجي ملڪ جو قانون لاڳو ٿيندو هو. هزارين چيني هنرمند ۽ واپاري ڏيساور ۾ ڪمائڻ لاءِ وڃي چڪا هئا.

سن 13 سالن جي ڄمار ۾، پنهنجي ڀاءُ سان گڏ رهڻ لاءِ هوائي هليو ويو. اتي هن انگلش مشن اسڪول ۾ تعليم پرائي ۽ پوءِ ڪئنٽن ۾ ڊاڪٽري پڙهيو. هو 1894ع ۾ هوائي موٽي آيو، جتي ريوائيوِ چائنا سوسائٽي (چين کي ٻيهر زور وٺرائڻ جي سوسائٽي) ڳجهي نموني قائم ڪيائين. اڃا انهي سوسائٽي کي قائم ٿئي کو گهڻو عرصو نہ گذريو هو جو چين- جاپان جنگ لڳي. جاپان گذريل ٽيهن

سالن کان مغربي طرز تي جديد ٿيندو رهيو هو. جهوني چنگ گهراڻي جي حڪومت پنهنجي خاتمي جي ڪنڌي تي پهچي ويئي هئي. سن ڪئنٽن ۾ بغاوت ڪي هٿي ڏيڻ لاءِ موٽي آيو. اها بغاوت ناڪام ٿي، جنهن ڪري هو يورپ ڀڄي ويو. سندس سر جي قيمت رکي ويئي. ڪيس واپس ملڪ موڪلڻ لاءِ، لنڊن ۾ چين جي سفارتخاني ۾ زوري رکيو ويو، جنهن تي پريس مانڊاڻ مچائي ڇڏيو. جنهن جي نتيجي ۾ اختياري وارن کي جتي مجبور ٿي ڪيس ڇڏڻو پيو. ان معاملي سبب ڪيس بين الاقوامي سطح تي اهميت ملي ويئي.

سن، 1897ع ۾ سمنڊ رستي ٽوڪيو ويو. هن يورپ ۾ پنهنجي قيام دوران مغربي سياسي ۽ اقتصادي نظرين جو وسيع مطالعو ڪيو. جنهن ۾ ڪارل مارڪس ۽ آمريڪا جي هينري جارج جي لکتين جو مطالعو قابل ذڪر آهي.

ٽوڪيو ۾ چيني انقلابي ڪافي تعداد ۾ رهيل هئا. ٽوڪيو ۾ رهندي سن پنهنجي ملڪ جي اندر قائم ٿيل ڳجهين سوسائٽين سان رابطو رکيو ۽ 1905ع ۾ انقلابي اتحاد نالي هڪ نئين پارٽي قائم ڪيائين. انهي پارٽي جا ٽي اصول هئا:

1- قوميت- يعني منچوئن ۽ مغربي مفادن جي ملڪ نيڪالي 2- عوامي اقتدار- يعني عوامي راڄ ۽ 3- روزگار يعني زمين جي انصاف ڀري ورڇ، جيڪا اڳتي هلي سوشلزم جي برابر ٿيندي.

انهي پارٽي ۾ جيڪي ماڻهو منڍ ۾ شامل ٿيا تن ۾ نوجوان چيانگ ڪائي شيڪ به هو. هڪ سال جي اندر اندر ڏکڻ اوڀر ايشيا ۾ انقلابي اتحاد جي ميمبرن جو تعداد 10000 ٿي ويو. سن کي 1907ع ۾ جاپان مان نيڪالي ڏني ويئي جنهن کان پوءِ هن ايشيا، يورپ ۽ آمريڪا ۾ رهندڙ چيني نياتن جو دورو ڪيو.

انقلاب چيني عوام ۾ ڏينهون ڏينهن وڌيڪ مقبول ٿيندو. شهنشاهي حڪومت، جيڪا اڳ ۾ ئي رشوت خور هئڻ سان گڏوگڏ ڪم ڪار هلائڻ جي قابل نه هئي، يو آن شيهه ڪائي جي هٿ هيٺ ڪم ڪندڙ فوج کي ڏار ڪري ڇڏيو. آڪٽوبر 1911ع ۾ ووهان ۾ بغاوت ٿي پيئي جيڪا تيزي سان پکڙجي ويئي. يو آن باغين کي چيپاٽڻ بدران جمهوريت جي حامين سان ڳالهه ٻولهه هلائي. سن ياتسين فتحيابي سان چين موٽيو. 1جنوري 1912ع تي ڪيس نانڪنگ ۾ قائم ٿيل عارضي جمهوري حڪومت جو سربراهه بڻائڻ جو اعلان ڪيو ويو. ڇهن هفتن کان پوءِ هن يو آن تي ڀروسو رکندي، پنهنجي عهدي تان استعفا ڏني ۽ ڪيس پنهنجي جاءِ تي سربراه بڻايائين ۽ قومي اسمبلي جي چونڊن لاءِ پنهنجي نئين ڪومنتانگ پارٽي کي تيار ڪرڻ لڳو. يو آن، شهنشاهه ٿيڻ جي سازش ڪندي 1913ع ۾ سن جي پارٽي کي دٻائي ڇڏيو. سن وري به جاپان موٽي ويو. يو آن 1916ع ۾ مري ويو. 1912ع واري اسيمبلي جا ويڪائو ميمبر سستن اگهن تي وڪامڻ لاءِ تيار هئا. انهن خرابين مغربي جمهوريت کي چيني عوام جي نظرن ۾ ڪيرائي ڇڏيو هو. سن

جي پنهنجي چوڻ مطابق، ”چين نہ فقط مغربي جمهوريت کان ڪجھ پرائي نہ سگهيو آهي پر انهي ڪيس ڪاري بہ ڇڏيو آهي.“ سن ڏهن سالن تائين پيڪنگ جي مخالف حڪومت ڪئنٽن ۾ قائم ڪرڻ لاءِ جاکوڙيندو رهيو.

انهي وچ ۾ چين ڏينهون ڏينهن فقط هڪ جاگرافيائي نالو ٿيندو پئي ويو. مغربي ملڪ زوري پنهنجون رعايتون ماڻيندا رهيا. ورسيلز جي 1919ع واري معاهدي جرمني کي مليل رعايتون جاپان جي حوالي ڪيون، جاپاني چين ۾ گهڙي آيا هئا. هئي سڄي چين ۾ جنرلن غيرحاضر زميندارن سان سازباز ڪري ڀاڙ کي 'جنگي جوڌو' سڏائي زوري پنهنجيون آزاد شرطي جاگيرون قائم ڪري ڇڏيون هو.

کوانتنگ صوبي جي جنگي جوڌي 1921ع ۾ سن کي ڪئنٽن ۾ پنهنجو اڏو قائم ڪرڻ ۾ تہ مدد ڪئي پر اتر جي جنگي جوڌن جي حڪومتن خلاف مهم هلائڻ کان انڪار ڪري ڇڏيائين. نہ صرف اهو پر هن کوانتنگ کي ڦرڻ بہ شروع ڪيو. سن وري بہ ڀڄي ويو. هن ڀيري هو شنگهائي هليو ويو، جتي ايڊولف جوف نالي هڪ روسي ڪميونسٽ ايجنٽ ڪيس ڳولهي لڌو. ڪيترائي چيني روسين کي انقلابي حڪمت عملي جو ماهر سمجهندا هئا. تنهن کان سواءِ ماسڪو جي بالشويڪ حڪومت چين جي سرحدي علائقن تي راز جي دعويٰ جي ڇڙ بہ ڦٽي ڪئي هئي. بالشويڪ، پنهنجي پر ۾ چين کي عالمي انقلاب جو هڪ قدرتي محاذ سمجهندا هئا. سن جنهن 1917ع ۾ لينن کي مبارڪ جي تار موڪلي هئي ۽ جيڪو چين جو مشهور جمهوريت پسند هو، تنهن کي انقلابي مقصدن جو بهترين ۽ قابل اعتبار اڳواڻ سمجهيو ويندو هو. سن کي بہ اتحادين جي ضرورت هئي. هُن وٽ ڪا فوج نہ هئي ۽ ڪومنتانگ گهڻو پکڙيل هوندي بہ منظم نہ هو. چيانگ ڪائي شيڪ کي جيڪو هاڻي سندس پروسي جوڳو فوجي مددگار هو، فني تعليم لاءِ ماسڪو موڪليو ويو.

ڪئنٽن پرسان وهامپوئا فوجي اڪيڊمي قائم ڪئي وئي. روسي صلاحڪارن، ڪومنتانگ کي چڱي ضابطي هيٺ هلندڙ گروهن جي سرشتي ۾ منظم ڪيو ۽ سندس پرچاري سرشتي کي مضبوط ڪيائون. نئين قائم ٿيل چيني ڪميونسٽ پارٽي جا ميمبر انفرادي طور ميمبر ٿي سگهيا ٿي پر سن ياتسين کي سڄي زندگي لاءِ چيئرمين بڻايو ويو. سن کي 1923ع ۾ وري ڪئنٽن ۾ عهدي تي قائم ڪيو ويو. چو اين لائي ۽ ٻيا ڪميونسٽ بہ ان سان شامل ٿيا. جنگي جوڌن جي پيڪنگ واري حڪومت 1925ع ۾ ڪيس گڏيل ڳالهين ٻولين ڪرڻ جو دعوت ڏني. پنهنجي ساٿين جي تنقيد جي باوجود هُو اُتي ويو پر ڳالهين ٻولين شروع ٿيڻ کان اڳ ۾ مري ويو.

وفات وقت بہ سندس حيثيت يقيني نہ هئي ۽ چين افراتفري جو شڪار هو پر سن پنهنجي پُرڪشش شخصيت ۽ ڀاڙ ارپڻ وسيلي انقلابين جي هڪ پيڙهي پيدا ڪري ويو هو. سن اهو ماڻهو هو جنهن جديد چين جي اڳواڻن کي اُتساهہ ڏياريو هو.

# ڪارل گستاو مئنرهيئم

(1867-1951)

ڪارل گستاو مئنرهيئم اهو ماڻهو هو جنهن فن لينڊ کي آزاد قومن جي صف ۾ آڻي بيهاريو هو. هو پنجاهه سالن جي عمر کان پوءِ منظر عام تي آيو هو. گهڻن فينن وانگر هو به سوئيڊش نسل مان هو ۽ منجهس اهڙي ڪابه ڳالهه نظر نه ايندي هئي جنهن سان پنهنجي هم وطنن ۾ ڪو جوش جذبو جاڳائي سگهي. ڪرڙو پڻ ٺيٺ تائين نه ڪيس فنش زبان ڳالهائڻ به نه ايندي هئي، ۽ جي ايندي به هئس ته به ٿوري گهڻي. هو آخر تائين اها ٻولي چڱي طرح ڳالهائي نه سگهيو. انهي هوندي به مئنرهيئم ئي اهو ماڻهو هو، جنهن جي مهنداري ۾ فن لينڊ آزاد قومن ۾ پنهنجي جاءِ والاري سگهيو. اڄڪلهه اهو سوويت يونين جو واحد پاڙيسري ملڪ آهي، جتي مغربي طرز جا جمهوري ادارا قائم آهن.

فن لينڊ گهڻو ڪري يورپ جو آخري ملڪ هو جيڪو قومي درجي تي پهتو هو. صدين کان ڏيڍن ۽ هيلن جي اها سرزمين فقط هڪ صوبو رهي هئي، پهريائين سوئيڊن جو ۽ 1818ع کان پوءِ روس جو. 1917ع واري بالشويڪ انقلاب دوران فن لينڊ جي عوام کي پنهنجي آزادي جي اعلان ڪرڻ جو وجهه ملي ويو. اهو مئنرهيئم ئي هو جنهن انهي مهم کي ڪاميابي جي منزل تائين پهچائي ڇڏيو.

مئنرهيئم 22 سالن جي عمر ۾ روس جي فوج ۾ ڀرتي ٿيو. انهي زماني ۾ فن لينڊ روس جو صوبو هوندو هو. هو پهرين مهاڀاري لڙائي ۾ ڪور ڪمانڊر ٿيو. 1917ع ۾ فن لينڊ موٽيو، جنهن 6ڊسمبر تي پنهنجي آزادي جو اعلان ڪيو هو ۽ مٿس 40000 روسي فوجين جو قبضو هو. مئنرهيئم هڪ اهڙي فنشن فوج سان 4 مهينا روسين خلاف خونريز لڙايون ڪندو رهيو، جيڪا سچ پچ ته سڪيا ورتل به نه هئي. نيٺ ڪيس ڪاميابي ٿي. انهن کي جرمني جي فقط ٻارهن هزار فوجين جي مدد حاصل هئي. ٻئي سال هن جي ملڪ سندس خواهشن جي ابتڙ جڏهن بادشاهت بدران عوامي راڄ قائم ڪيو، تڏهن هن رٽائرڊ ٿي خانگي زندگي اختيار ڪئي.

فن لينڊ کي 1931ع ۾ سوويت اڳرائي جو خطرو پيدا ٿيو. قومي بچاءَ جي

چيئرمين، مئنرهيئم کي واپس گهرائي ورتو. جنهن ايندڙ ڏکين ائن سالن ۾ فن لينڊ ۽ روس جي وچ ۾ ڪئريلين جي ڳچي سمنڊ واري ٻڪهائي تي 90 ميل دفاعي لائين ٺاهي ڇڏي جنهن کي مئنرهيئم لائين جو نالو ڏنو ويو. انهي لائين تي فقط زميني مورچا، کاهيون ۽ ڪنڪريٽ سان 66 مشين گن واريون چوڪيون ٺاهيون ويون هيون. اهو سمورو دفاعي بوتو ريڊ آرمي جي طاقت اڳيان ڪجهه به نه هو.
1930ع واري ڏهاڪي ۾ جڏهن هيو سڄو يورپ هٽلر جي ملڪ گيري واري هبچ کي سفارتي ذريعن سان روڪڻ ۾ رڌل هو، تڏهن فن لينڊ کان اسٽالن وسيع علائقا گهري رهيو هو. مئنرهيئم کي پنهنجي ملڪ جي ڪمزوري جي پلي پٽ ڄاڻ هئي. انهي ڪري هُن ٺاهه ڪرڻ لاءِ چيو. اسٽالن 1939ع ۾ هڪ فنش وفد کي چتاءُ ڏيندي چيو: "مان چڱي طرح ڄاڻان ٿو ته توهان غيرجانبدار رهڻ چاهيو ٿا. پر مان توهان کي پڪ ڏياري سگهان ٿو ته ائين ڪرڻ ناممڪن آهي. وڏيون طاقتون توهان کي سولائي سان ائين ڪرڻ نه ڏينديون." هن ۽ هٽلر جڏهن آگسٽ 1939ع ۾ مشهور نازي- سوويت اڳرائي نه ڪرڻ وارو ٺاهه ڪيو، تڏهن هُن پنهنجي چتاءُ جي هيٺان ليڪ پائي ڇڏي. ڊسمبر ۾ سوويت فوجن حملو ڪيو ۽ سموري اٺ سؤ ميل فنش سرحد لاءِ خطرو پيدا ٿي پيو.
فن لينڊ هيهر پنهنجي قومي سورمي کي گهرايو ۽ مئنرهيئم 72 سالن جي عُمر ۾ ڪمانڊر ان چيف ٿيو. اهو سندس زندگي جو سڀ کان سهڻو زمانو هو. 'ونٽر وار' (سياري واري جنگ) ۾ سخت جدوجهد دوران گهٽ نموني هٿياربند ٿيل 9 فنش ڊويزنن، پاڻ کان وڏين 27 اهڙين سوويت ڊويزنن جو مقابلو ڪيو، جن وٽ وڏو توپخانو ۽ ٽئنڪ هئا. مئنرهيئم لائين پنهنجي جاءِ تي برقرار رهي. برف تي هلندڙ سفيدي ۾ ويڙهيل فوجي سوارن جي جٿن اتر ۾ سوويت فوجن کي پريشان ڪري ڇڏيو. فنش شهرن تي بمباري دوران هڪ هزار سوويت جهاز تباهه ڪيا ويا. اهو هڪ سورمائي وارو بچاءُ هو. جنهن خود مئنرهيئم کي به حيرت ۾ وجهي ڇڏيو. هن تبصرو ڪندي چيو، "مون کي يقين نه ٿي آيو ته منهنجا پنهنجا ماٺهو ايترا سٺا ثابت ٿيندا يا اهو ته روسي ايترا خراب ثابت ٿيندا."
پر فوجن جي گهٽائي نيٺ پاڻ کي مجرائڻ شروع ڪيو ۽ مئنرهيئم لائين ٽٽڻ لڳي. فين کي اميد هئي ته برطانيه، فرانس، جيڪي فيبروري 1940ع ڌاري هيئي اسٽالن جي اتحادي جرمني سان جنگ ۾ رڌ هئا، سندن مدد لاءِ ايندا. پر سوئيڊن ۽ ناروي جيڪي پنهنجي غيرجانبداري برقرار رکڻ لاءِ آتا هئا، ڇهين مارچ تي اتحادي فوجن کي فن لينڊ تائين پهچڻ لاءِ پنهنجن ملڪن مان لنگهڻ جي اجازت ڏيڻ کان انڪار ڪيو. مئنرهيئم لائين ٽٽي پئي. فن لينڊ 13 مارچ تي معاهدي جا شرط قبول ڪيا، جنهن مطابق سوويت يونين کي اهو سمورو علائقو ملي ويو، جيڪو اسٽالن گهريو هو. فين جيتوڻيڪ شڪست کاڌي هئي. تنهن هوندي به هُو

پنهنجي مٿان فخر ڪري پئي سگهيا. خروشچيف بعد ۾ مڃيو ته جنگ ۾ ڏهه لک سوويت فوجي مارجي ويا هئا. چرچل پنهنجي روايتي وضاحت سان ڳالهائيندي چيو: "فن لينڊ اڪيلي سر- موت جي منهن ۾ وينل شانائتو ۽ اوچو فن لينڊ- ڏيکاري ٿو ته آزاد ماڻهو ڇا ڇا ڪري سگهن ٿا. فن لينڊ انسان ذات جي جيڪا خدمت ڪئي آهي سا شاندار آهي."

فن لينڊ جي همت ڀري مزاحمت جا اثر پري پري تائين پيا. ملڪ سوويت قبضي ۾ وڃڻ کان بچي ويو. روسي طاقت جو خوف اسڪينڊينيويا تائين پکڙجي ويو، جنهن جي آثار تي اپريل 1940ع ۾ هٽلر ڊينمارڪ ۽ ناروي تي حملو ڪيو. سڀ کان اهم ڳالهه اها ٿي جو سياري واري جنگ جي ڪري هٽلر سوويت يونين جي فوجي طاقت کي گهٽ سمجهڻ لڳو ۽ پنهنجي اڳوڻي اتحادي تي جون 1941ع ۾ حملو ڪيائين. اها سندس سڀ کان وڏي ڀيانڪ غلطي ثابت ٿي.

فن لينڊ 1941ع ۾، جرمني جي اتحادي جي حيثيت ۾ سوويت يونين تي، وڃايل علائقا واپس وٺڻ جي اميد تي حملو ڪيو. مئنرهيئم اڃان تائين ڪمانڊر انچيف هو. هن کي منڍ ۾ ڪي ڪاميابيون به ٿيون پر اوپر ۾ جنگ جو نقشو بدلجي ويو. جرمن جيئن جيئن پوئتي هٽندا ويا تيئن تيئن سوويت فوجون تيزي سان لڳاتار اڳتي وڌنديون ويون. مئنر هيئم، جيڪو 1944ع ۾ فن لينڊ جو صدر ٿي ويو هو، مجبور ٿي انهي سال سيپٽمبر ۾ اسٽالن سان عارضي صلح ڪيو. امن جي معاهدي ڪري سوويت يونين کي فن لينڊ جا اڃان به وڌيڪ علائقا ملي ويا ۽ هن نئين قوم تي ڳرو جنگي تاوان پئجي ويو. مئنر هيئم ٻه سال ٻيا به پنهنجي ملڪ جو اڳواڻ رهيو، پر خراب صحت کيس رٽائرڊ ٿيڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو.

# گانڌي

(1869-1948)

موھنداس ڪي- گانڌي جي نظرين ۽ طريقن گھڻ ۾ گھڻ ٻن قومن لاءِ تہ تاريخ جو رخ موڙي ڇڏيو. ھن ڪمزور ۽ سلجھيل ماڻھو ھندستانين ۾ آزادي لاءِ وڙھڻ جو اتساھہ پيدا ڪيو. انھي مقصد لاءِ ھن جنھن ھٿيار کان ڪم ورتو ڪي ترجيح ڏني سو ھو اھنسا ۽ سول نافرمانيءَ جو ھٿيار. ھن برطانيہ کي پنھنجي شھنشاھي جي جواھر تان ھٿ کڻڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو.

گانڌي جي نظرين جون پاڙون سندس پنھنجي ھندو ڌرم ۾ کتل ھيون. ھو جيئڻ جيئڻ وڏو ٿيندو ويو، تيئن تيئن اھنسا، درگذر ۽ سيني ساھوارين شين جي عزت ڪرڻ ۾ سندس اعتقاد وڌندو ويو. گھڻن ئي ھندن وانگر ھو بہ سچ جو ڳولائو ھو، پر ٻين جي ابتڙ، ھن سماجي ۽ سياسي عمل وسيلي سچائي جي ڳولا ڪئي.

گانڌي جو انھي ڳالھہ ۾ ويساھہ ھو تہ ھندستان جو عوام آزادي ماڻڻ بنا انصاف ڀري زندگي گذاري نٿو سگھي. پر انگريز 300 سالن کان ھندستان ۾ موجود ھئا ۽ پنھنجي شاھوڪار بيٺڪ تان ھٿ کڻڻ لاءِ تيار نہ ھئا. گانڌي ڪين انھي مسئلي تي وري سوچڻ تي مجبور ڪرڻ لاءِ، ستياگره (سچائي جي طاقت) جو نظريو 1919ع ۾ پيش ڪيو. ھن جي تجويز تي ھزارين ھندستانين برطانوي مال خريد ڪرڻ، انگريزي اسڪولن ۾ پڙھڻ ۽ انگريزي ڪورٽن کان انصاف گھرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. انھن انگريزي قانونن خلاف نہ صرف احتجاجي مظاھرا ڪيا پر برطانوي گاڏين اڳيان گھٽين ۾ ليٽي بہ پيا. انھي تي انگريزن جون وايون بتال ٿي ويون. ھنن کي گانڌي ۽ سندس پوئلڳن سان وڙھڻ جو ڪو طريقو نہ آيو. سواءِ ڪين جيل ۾ وجھڻ جي، پر ھندستاني جيلن ۾ وڃڻ کي بہ سول نافرماني جو ئي حصو سمجھندا ھئا. اھي فخر سان لڳاتار گرفتاريون پيش ڪرڻ لڳا. انھي ھوندي بہ انگريزن کي ھندستان مان ڪڍڻ ۾ گانڌي ۽ سندس پوئلڳن کي 28 سال لڳي ويا. نيٺ 1947ع ۾ ھندستان کي آزادي ملي.

گانڌي پھريائين ستياگره کي ھڪ مقصد لاءِ ڪتب آندو. ڪيس لنڊن مان قانون جي ڊگري وٺي کانپوءِ، 1893ع ۾ ڏکڻ آفريڪا وڃڻو پيو، جتي ھڪ سال لاءِ

ڪيس ڪا قانوني ذميداري سونپي ويئي هئي. اتي هن کي هندستانين سان ذلت ڀريو ورتاءُ ٿيندي نظر آيو. انهي ڳالهه جو احساس، ڪيس ڏکڻ آفريڪا ۾ پهچڻ کان ٿورڙو ئي پوءِ، ان وقت ٿيو، جڏهن هو ڊربن کان پريٽوريا وڃي رهيو هو. رستي ۾ ڪيس مشڪلاتن سان منهن ڏيڻو پيو. انهي مسافري دوران هن کي سرڪاري گاڏي جي هڪ ڊرائيور مار ڪڍي، ريلوي جي فرسٽ ڪلاس گاڏي مان نيڪالي مليس ۽ ڪيس هڪ هوٽل ۾ گهرڻ نه ڏنو ويو. ڇاڪاڻ ته هو هڪ انڊين (ڪارو) هو. گانڌي جو انقلاب ڀريو شعور ڀڙڪي اٿيو. هن پنهنجي دل ۾ انهي ناانصافي خلاف وڙهڻ جو پڪو پهه ڪيو. هو ڪارن جي برادري ۾، برابري واري ورتاءُ جو احساس جاڳائڻ ۽ انهي مقصد لاءِ ڪين جدوجهد تي اپارڻ لاءِ ويهن سالن کان وڌيڪ عرصو ڏکڻ آفريڪا ۾ رهي پيو.

شروعات ۾ گانڌي مقامي قانون ساز اداري نٽال ۽ برطانيه جي بيٺڪي حڪومت کي درخواستون لکي موڪليون، ورهايون ۽ پيش ڪيون. هن 'ڪارن جي راءِ' نالي هڪڙي هفتيوار اخبار جاري ڪئي ۽ نٽال انڊين ڪانگريس قائم ڪئي. جيڪا هندستاني مفادن جي نمائندگي ڪندڙ هڪ سياسي تنظيم هئي. ٽرانسوال سرڪار 1909ع ۾ سيني هندستانين کي پنهنجا نالا ۽ آڱرين جا نشان درج ڪرائڻ جو حڪم ڏنو. گانڌي پنهنجن پوئلڳن کي انهي حڪم جي خلاف ورزي ڪرڻ جي صلاح ڏني، جن سندس صلاح مڃي ايئن ئي ڪيو. اها ڳالهه گانڌي جي اهنسائي سول نافرماني واري پهرئين مهم جي شروعات هئي. ڏکڻ آفريڪا جي اڳواڻ جان ڪرشچن سمٽس آخرڪار مجبور ٿي اها ڳالهه قبول ڪئي ته ڏکڻ آفريڪا ۾ ڪارن سان اڳتي بهتر سلوڪ ڪيو ويندو. گانڌي پهرئين مهاڀاري لڙائي دوران هڪ سورمي جي حيثيت ۾ هندستان موٽيو. انهي زماني ۾ هندستاني فوجي، انگريزن سان گڏجي دنيا جي ڪيترن ئي حصن ۾ وڙهي ۽ مري رهيا هئا. ڪين اميد هئي ته جنگ ختم ٿيڻ کان پوءِ ڪين مقامي خود حڪومت جو ڪجهه نه ڪجهه حق ضرور ملندو. اهڙو ڪو حق ڏيڻ بدران برطانيه 1919ع ۾ رولٽ ايڪٽ منظور ڪيا، جن ۾ جاٿايل هو ته سياسي احتجاج ڪرڻ تي هندستانين کي مقدمي هلائڻ بنا جيل ۾ وجهي سگهجي ٿو. ساڳئي ئي سال بعد ۾ امرتسر جي مقامي انگريز ڪمانڊر جنرل ڊائر بي هٿيار شهرين جي هڪ وڏي ميڙ تي، جيڪو هڪ گڏجاڻي ڪرڻ لاءِ اتي ڪٺو ٿيو هو، پنهنجي فوجين کي گولي هلائڻ جو حڪم ڏنو. سپاهين اٽڪل چار سو هندستانين کي ماري ڇڏيو ۽ وڌيڪ 1200 ماڻهن کي زخمي ڪري ڇڏيائون. اها ڪارروائي امرتسر ڪوس جي نالي سان مشهور ٿي. گانڌي رولٽ ايڪٽ ۽ انهي ڪوس جي جواب ۾ پنهنجي پهرئين اهنسائي سول نافرماني واري مهم شروع ڪئي، جنهن کان پوءِ به هن ڪيترائي ڀيرا اها مهم هلائي. هن نه فقط احتجاجي مظاهرن جي اڳواڻي

ڪئي پر بک هڙتال بہ ڪيائين. گانڌي سميت هزارين هندستانين کي گرفتار ڪري جيل موڪليو ويو. گانڌي 1920ع واري ڏهاڪي جي شروعات ۾ انڊين نيشنل ڪانگريس جو اڳواڻ ٿيو. اها تنظيم هندستاني راءِ کي ظاهر ڪرڻ لاءِ، هڪ فورم جي حيثيت ۾ قائم تہ 1885ع ۾ ٿي هئي، پر هن وقت تائين خود حڪومت لاءِ ٿيندڙ هندستاني مطالبن جو مرڪز ٿي چڪي هئي. گانڌي نيٺ ڪانگريس کي هڪ اهڙي اثرائتي سياسي هٿيار ۾ بدلائي ڇڏيو، جنهن کي گهڻو ڪري انڊيا جي هر ڪُنڊ ۾ حمايت حاصل هئي. بعد ۾ اها ڪانگريس پارٽي سڏجڻ لڳي.

گانڌي، فقط هندستان جي آزادي نہ ٿي چاهي، پر کيس ٻيو ڪجهہ بہ گهربل هو. هن هڪ اهڙو گڏيل هندستان ٿي چاهيو، جنهن ۾ ملڪ جا سڀئي مذهبي، ثقافتي ۽ لساني گروپ، گڏجي امن ۽ رواداري سان رهن، انهي حد تائين جو هندستان جي نيچ ذات وارن اڇوتن سان بہ هڪ جهڙو ورتاءُ ٿيڻ گهرجي. هن نئين رياست لاءِ سماجي مقصد بہ رکيا ٿي. گانڌي جديد سماجن جي پيچيدگين جي خلاف هو. ان بدران هو هندستاني عوام لاءِ، هڪ اهڙي سادي ۽ سخت زندگي جي حق ۾ هو، جنهن جو بنياد اهڙين گهريلو صنعتن تي هجي، جيڪي ماڻهن کي بامعنيٰ ڪم ڏئي سگهن ۽ ضروري ڪاپي جون شيون جهڙوڪ ڪپڙو وغيره تيار ڪري سگهن. هندستان جا ٻيا قومپرست، انهن مان ڪن مقصدن تي گانڌي جا مخالف هئا.

ڪليمينٽ ائٽلي جي اڳواڻي هيٺ 1945ع ۾ ليبر پارٽي اقتدار ۾ آئي ۽ ٻي مهاڀاري لڙائي ۾ ڪيل وعدي موجب هندستان کي جلد آزادي ڏيارڻ لاءِ ڪم شروع ڪيائين پر انهي ڪم ۾ انڊين نيشنل ڪانگريس سان مسلم ليگ جي اختلافن ڪري رنڊڪ پئجي ويئي. ليگ کي هندستاني مسلمانن لاءِ جدا رياست کپندي هئي. نيٺ مسلمانن جي جيت ٿي ۽ هندستان کي 1947ع ۾ آزادي ملي، هندستان ۽ پاڪستان جون جدا جدا رياستون ٺهيون. هندستان جي ورهاڱي ۽ ان جي نتيجي ۾ پيدا ٿيل تشدد جي ڪريءَ لکين مسلمان هندستان مان لڏي پاڪستان ۽ لکين هندو پاڪستان مان لڏي هندستان هليا ويا. گانڌي فساد وارن علائقن جو دورو ڪيو، بک هڙتال ڪيائين ۽ آخرڪار، ڪلڪتي ۽ دهلي ۾ تشدد بند ڪرائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ هڪ هندو جنوني کيس ان وقت رستي تي گولي هڻي ماري ڇڏيو، جڏهن هو پرارٿنا لاءِ وڃي رهيو هو. اهو جنوني هندو، گانڌي جي مسلمانن سان رواداري واري هلت جي خلاف هو. گانڌي جي موت تي سندس جانشين جواهر لعل نهرو ڏک وچان چيو: ”اسان جي زندگين مان روشني هلي ويئي آهي ۽ جتي ڪٿي انڌارو آهي.“

# لينن

(1870-1924ع)

لينن بالشوزم جو باني ۽ سوويت روس جو ابو آهي. هو تاريخ جي ڪامياب ترين انقلابي اڳواڻن مان ھڪ آهي. هو ويهين صدي جي تاريخ جي مکيه شخصيت آهي. سندس لکڻين ڪارل مارڪس جي لکڻين سان گڏجي مارڪسسٽ لينن ازم کي عالمي ڪميونزم جو نظريو بڻائي ڇڏيو. سندس اصلي نالو ولاديمير ايليچ اُليانوف هو. هُن منڍ کان ئي انقلابي جي حيثيت ۾ لينن جو فرضي نالو پاڻ تي رکيو. لينن جا والدين اسڪول ۾ استاد هئا. هُن جي ڀاءُ اليگزينڊر کي زار III کي قتل ڪرڻ جو منصوبو ٺاهڻ ڪري 1887ع ۾ ڦاسي ڏني ويئي. لينن تي انهي واقعي گهرو اثر ڇڏيو ۽ ڪيس ورتي ۾ اليگزينڊر وٽان مارڪس جي 'ڪئپيٽل' جي ڪاپي ملي.

انقلابي سرگرمين ۾ حصي وٺڻ ڪري هن جي تعليم ۾ رڪاوٽون ته پيون، پر هن سينٽ پيٽرسبرگ يونيورسٽي مان قانون جو امتحان نمايان حيثيت سان پاس ڪيو. انهي کان پوءِ لينن پاڻ کي مارڪسي مطالعي ۾ غرق ڪري ڇڏيو ۽ پورهيتن جي جٿن ۾ وڃي ڪروپسڪايا سان گڏجي مارڪسزم جي تبليغ ڪرڻ لڳو. اڳتي هلي هو ڪروپسڪايا سان پرڻيو. هُو 1895ع ۾ ڪجھ مهينا جينيوا ۾ وڃي رهيو، جتي سندس ملاقات مارڪسسٽ جلاوطن خاص ڪري پليخانوف سان ٿي. هُو بندش پيل سياسي ادب سميت روس موٽيو، جتي کيس جلاوطن ڪري سائبيريا موڪليو ويو. سائبيريا ۾ هن پنهنجو مطالعو جاري رکيو جنهن جي نتيجي ۾ پنهنجو مکيه ڪتاب 'روس ۾ سرمائيداري جي ترقي' لکيائين. انهي کان سواءِ هن مخالف انقلابين خلاف حجت اٿاريندڙ لکتيون به لکيون. لينن 1900ع ۾ آزاد ٿي جينيوا موٽيو جتي هن پليخانوف ۽ ٻين سان گڏجي انقلابي اخبار اسڪرا (چڻنگ) جاري ڪئي. هُن 1902ع ۾ 'نيٺ ڇا ڪجي'؟ نالي هڪ پمفليٽ لکيو جنهن ۾ اريبل انقلابين جي خاص پارٽي ٺاهڻ جي وڪالت ڪيائين. انهي مسئلي تي 1903ع ۾ روسي سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽي جي برسيلز ۽ لندن ۾ گڏجاڻي ٿي ۽ پارٽي ۾ ڦوٽ پئجي ويئي. لينن جي حمايتين کي مرڪزي ڪاميٽي ۾

اڪثريت ملي ويئي، جنهن ڪري اُهي پاڻ کي بالشويڪ سڏائڻ لڳا. بالشويڪ روسي زبان ۾ 'اڪثريت' کي چئبو آهي. مئنشوڪ (اقليت) عوامي پارٽي جي حق ۾ هئا. اُهي ايندڙ سال مرڪزي ڪاميٽي تي قابض ٿي ويا. لينن استعفيٰ ڏني ۽ تحريڪ ۾ قوت پئجي ويئي.

لينن 1907ع کان وٺي ملڪ کان ٻاهر رهيو. پيٽروگراڊ ۾ بغاوت ٿيڻ ڪري جڏهن زار نڪولس II کي مارچ 1917ع ۾ زوري تخت تان لاٿو ويو تڏهن لينن زيورچ ۾ هو. پيٽروگراڊ، ماسڪو ۽ ٻين شهرن ۾ عوام جي ووٽ سان سوويتون قائم ٿي چڪيون هيون. لينن انهي سال جنوري ۾ چيو: "ٿي سگهي ٿو تہ ايندڙ انقلاب جون فيصلائتيون جنگيون اسان پراڻي نسل جا ماڻهو ڏسي نہ سگهون." هاڻي هُو جرمني رستي هڪ مهربند ٽرين ۾ ٻين انقلابين سان گڏ سفر ڪري رهيو هو. اِها ٽرين جرمني جي شهنشاهي حڪومت جي اختياري وارن انقلابين کي مهيا ڪئي هئي، جو تہ جرمن روس جي جنگي صلاحيت کي مڪمل طور تباهہ ڪرڻ لاءِ آتا هئا.

رفنليند اسٽيٽس پيٽروگراڊ ۾ عوام هڪ وجد جي عالم ۾ سندس آجيان ڪئي پر بالشويڪ انقلاب اجا نہ آيو هو. ليون ٽراٽسڪي مسولني جي خانگاهہ مان پيٽروگراڊ جي فوجي بغاوت کي هدايتون ڏيندو رهيو. نيٺ اِها بغاوت 7-6 نومبر (پراڻي ڪئلينڊر مطابق 25-24 آڪٽوبر) تي ٿي. ڪنهن بہ خون خرابي ڪرڻ کان سواءِ خوراڪ جي ذخيرن ۽ مکيہ ڪاڻن تي قبضو ڪيو ويو ۽ عارضي حڪومت جو خاتمو آندو ويو.

لينن نئين قائم ٿيل عوامي ڪميسارن جي ڪائونسل جي صدر جي حيثيت ۾ جرمني خلاف جنگ تان هٿ ڪڻ ۽ ڪنهن بہ معاوضي ڏيڻ بدران زمين کي قومي ملڪيت ۾ وٺڻ جو پختو عزم ظاهر ڪيو. چونڊون ڪرايون ويون پر بالشويڪن کي ست سؤ مان صرف 175 سيٽون مليون. سرخ فوج 1918ع ڌاري اسيمبلي کي چڙوچڙ ڪري ڇڏيو. لينن هاڻي مرڪزي روس جو سچ پچ تہ هڪ آمر هو. ٽراٽسڪي ۽ جوزف اسٽالن سندس مکيہ ساٿاري هئا. چيڪا سيڪيورٽي آرگنائيزيشن سرخ دهشت شروع ڪري مخالفن جا حوصلا خطا ڪري ڇڏيا. پر ملڪ، پارٽي جي جاهہ طلب علائقائي آفيسرن ۽ مهم جُو ماڻهن جي ور چڙهي ويو. فوج جي اڇن (انقلاب دشمن) ۽ سرخ (انقلاب دوستن) حصن ۾ گهرو لڙائي ڇڙي پيئي. مغربي ملڪن انقلاب جو تختو اونڌو ڪرڻ لاءِ پنهنجون فوجون موڪليون. آگسٽ 1918ع ڌاري روس جي سرزمين تي هڪ ٻئي جا رقيب اٺڪل ٽيهہ حڪمران ٽولا ڪم ڪري رهيا هئا.

بريسٽ لٽوويسڪ جو معاهدو ڪري جرمني سان صلح ڪئي وئي. انهي صلح جي روس کي وڏي قيمت ڀرڻي پئي. روس جي زرعي زمين ۽ آدم شماري جو

ٽيون حصو، ڪوئلي جو چار ڀاڱي پنج حصو ۽ صنعت جو اڌ سندس هٿ مان نڪري ويو. بالشويڪن خلاف بغاوتون ڀڙڪي اُٿيون ۽ گهرو ويڙهه جاري رهي. ٽراٽسڪي جي هٿ هيٺ ڪميونسٽن پنهنجي جنگ جاري رکي ۽ 1921ع ۾ نيٺ سوڀارا ٿي ويا. لينن کي يقين هو ته عالمي انقلاب ايندو، عالمي انقلاب آڻڻ لاءِ هُن گهرو ويڙهه هلندي 1919ع ۾ ڪومنٽرن ٺاهي.

صنعت کي قومي ملڪيت ۾ ورتو ويو ۽ اناج تي قبضو ڪيو ويو. جنگي ڪميونزم جي پاليسي هارين ۾ سخت مخالفت کي جنم ڏنو، جن جاگيردارن کي فقط انهي ڪري بي دخل نه ڪيو هو، جو پنهنجون حاصل ڪيل زمينون ڪميونسٽن جي حوالي ڪري ڇڏين. پيٽروگراڊ پرسان ڪرونسٽادٽ ساموندي گيريسن ۾ خطرناڪ بلوا ٿيا، جن کي ٽراٽسڪي چيڀاٽي ڇڏيو.

لينن مارچ 1921ع ۾ نئين اقتصادي پاليسي جاري ڪئي، جنهن مطابق رياستي مرڪزيت ۾ نرمي آندي ويئي. خانگي ادارن کي ڪم ڪرڻ جي موڪل ڏني ويئي ۽ ڪنهن حد تائين هارين کي ڍڳو ڪيو ويو. تنهن هوندي به پارٽي جي تنظيم پنهنجي گرفت سخت ڪئي ۽ پارٽي جي جنرل سيڪريٽري اسٽالن پنهنجو اثر رسوخ وڌائي ڇڏيو. لينن خطري کي تاڙي ورتو پر تمام گهڻي محنت ڪرڻ ڪري هو ڪيترائي ڀيرا بيمار ٿي پيو ۽ فالج جي حملي ۾ مري ويو.

لينن کان اڳ پراڻي مارڪسي نظريي روسي انقلابين کي مونجهاري ۾ وجهي ڇڏيو هو. انهي نظريي ۾ چيل هو ته ’انقلاب تڏهن ايندو جڏهن ملڪ صنعتي سرمائيداري جي ڏاڪي تان لنگهندو.‘ روس گهڻي ڀاڱي پنٽي پيل زرعي ملڪ هو. لينن جي لکڻين ثابت ڪيو ته سوشلسٽ انقلاب روس جهڙي پنٽي پيل ملڪ ۾ به اچي سگهي ٿو. انهي جي ابتڙ مئنشويڪن جو چوڻ هو ته خالص مارڪسي نظريي مطابق روس کي سرمائيداري جي منزل مان آهستي آهستي گذري انقلاب جي منزل تي پهچڻ گهرجي.

لينن اِهو ڏيکارڻ جي ڪوشش ڪئي ته جنگ سرمائيداري جو لازمي نتيجو آهي ۽ سامراج سندس آخري منزل. هُن بالشويڪن کي ٻڌايو ته ٻين ملڪن ۾ سرگرمي سان انقلاب کي همٿائڻ سندس فرض هو. هُو انقلاب جي ضرورت ۾ پختو يقين رکندو هو. ”هڪ سوشل ڊيموڪريٽ کي ڪڏهن به وسارڻ نه گهرجي ته پرولتاري کي سوشلزم آڻڻ لاءِ بورجوازي خلاف طبقاتي جدوجهد آخرڪار هلائڻي پوندي، پوءِ ڪٽي بورجوا ڪيڏو به جمهوريت پسند ۽ جمهوري راڄ جو حامي ڇو نه هجي.“

# مولانا عبيدالله سنڌي

## 1872-1944ع

مولانا عبيدالله سنڌيءَ کي هند ۽ سنڌ ۾ جديد قومي فڪر جو باني سمجهيو وڃي ٿو. هن ان جديد قومي فڪر جي بنياد تي هندستان کي آزادي ڏيارڻ جي لاءِ سموري عمر پاڻ پتوڙيو. هن سموري هندستان ۾ آزاديءَ لاءِ وڙهندڙ ماڻهن جا جٿا تيار ڪيا ۽ ملڪ کان ٻاهر وڃي ڪري به آزادي ۽ انقلاب جي لاءِ سخت جدوجهد ڪئي. هن ٻاهر وڃي انگريزن جي لاءِ اهڙيون ڏکيون حالتون پيدا ڪيون جو ٻي مهاڀاري لڙائي جي موقعي تي انگريزن کي هندستان ڇڏي وڃڻ جو واعدو ڪرڻو پيو. مولانا عبيدالله سنڌي گڏيل هندستان ۾ جنهن انقلابي طريقي سان قومي ۽ طبقاتي بنيادن تي هندستان کي آزادي ڏيارڻ پئي گهري، انگريزن سندس اهو مقصد پورو ٿيڻ نه ڏنو ۽ پوءِ مولانا سنڌي ملڪ واپس اچي عوام ۾ اهو روح ڦوڪڻ جي ڪوشش ڪئي ته اهي دين ۽ دنيا جي گڏيل ڀلائي حاصل ڪرڻ لاءِ قرآن جي اخلاقي ۽ قانوني فڪر ۽ يورپ جي سائنسي ترقيءَ کي ملائي هڪ مثالي معاشرو قائم ڪرڻ جي ڪوشش ڪن.

مولانا عبيدالله سنڌي پنجاب جي ديري غازي ضلعي جي چيانوالي ڳوٺ ۾ سک گهراڻي ۾ 10- مارچ 1872ع تي جائو. هن ابهم ٻار جڏهن علم سان چاهه رکيو ته ننيڙائپ ۾ ئي کيس حق ۽ سچ جو رستو ڏسڻ ۾ آيو. جڏهن پاڻ ٽئين درجي ۾ پهتو ته کيس اسلامي ڪتاب پڙهڻ جو شوق ٿيو. کيس دين اسلام بابت جيڪو به ڪتاب ملندو هو، سو پڙهي وٺندو هو. مولانا عبيدالله سنڌي جڏهن مسلمان ٿيو، ته ديني تعليم حاصل ڪرڻ جي ارادي سان سنڌ ۾ پهتو، هتي سڀ کان پهريان سندس ملاقات ڀرچونڊيءَ جي بزرگ مولانا حافظ محمد صديق سان ٿي، جيڪو تنهن زماني جي ڪاملن عالمن مان هڪ هو. انهيءَ ڀلاري بزرگ جڏهن هن نوجوان جي دين جي لاءِ جذبي کي ڏٺو، تڏهن وڏي پيار ۽ پاٻوهه سان کيس چيائين ته: "اي عبيدالله! تو اسلام واسطي پنهنجا عزيز ڇڏيا آهن، اڄ کان وٺي آءٌ توکي پنهنجي پٽن جهڙو درجو ڏيان ٿو." نوجوان عبيدالله تي انهن لفظن اهڙو ته اثر ڪيو، جو هن پنهنجي نالي پٺيان 'سنڌي' لفظ جو اضافو ڪيو. ان

ڪان پوءِ ئي عبيدالله سنڌي سڏائڻ لڳو.

ڳچ عرصو پرچونديءَ ۾ رهڻ کانپوءِ مولانا عبيدالله سنڌي وڌيڪ تعليم جي لاءِ ديوبند ۽ دهليءَ جي مدرسن ۾ پڙهيو. اتي هندستان جي هڪ وڏي انقلابي شيخ الهند جي شاگردي حاصل ڪيس. پاڻ 1889ع ۾ علم حاصل ڪرڻ لاءِ سنڌ ڇڏي هئائين ۽ 1891ع ۾ وري موٽي آيو. انوقت امروٽ شريف سنڌ جي اندر آزاديءَ جي تحريڪ ۽ ديني تعليم جو مرڪز بڻيل هو. انڪري پاڻ اتي اچي اسهيو. مولانا عبيدالله سنڌي پنهنجي وقت جو ناميارو عالم ۽ اسلام جو سچو سپاهي بڻجي چڪو هو. ڪجهه وقت امروٽ ۾ رهڻ کانپوءِ مولانا سنڌي اچي ڳوٺ پير جهنڊي ضلعي حيدرآباد ۾ 'دارالارشاد' نالي هڪ مدرسو قائم ڪيو.

اٺ نو سال مولانا سنڌي اتي انقلابي انسان پيدا ڪندو رهيو. 1909ع ۾ مولانا عبيدالله سنڌي کي سندس استاد حضرت شيخ الهند ديوبند گهرائي ورتو ۽ کيس چيو تہ هاڻي آزاديءَ جي لاءِ انقلابي تحريڪ شروع ڪرڻ جو وقت اچي ويو آهي. اُتي پنهنجي استاد جي صلاح سان 'جمعيت الانصار' نالي هڪ جماعت قائم ڪيائين، جنهن جو پاڻ سيڪريٽري مقرر ڪيو ويو. 1913ع ۾ دهليءَ وچي 'نظارة المعارف' نالي هڪ ادارو قائم ڪيو. ان اداري ۾ ديني عالمن ۽ انگريزي پڙهيل شخصن کي گڏي هندستان ۾ هڪ مضبوط انقلاب تياري ۽ اتان تيار ٿيل انقلابين جي ذريعي بعد ۾ ملڪ جي ماڻهن ۾ سجاڳي پيدا ڪرڻ جو مقصد اڳيان رکيو. انهيءَ دوران سندس استاد شيخ الهند کيس حڪم ڪيو تہ هو ملڪ کان ٻاهر نڪري وڃي ۽ ٻاهرين ملڪن جي مدد سان هندستان کي تڪڙي آزادي وٺي ڏيڻ لاءِ ڪوششون ڪري. ان وقت ڪابل دنيا ۾ سياسي تبديلين ۽ پيچ تاب جو مرڪز بڻيل هو، ان ڪري مولانا سنڌي اوڏانهن روانو ٿيو.

سڀ کان پهرين هن ڪوشش وٺي ٻاهر رهندڙ ملڪي ماڻهن تي مشتمل انڊين نيشنل ڪانگريس جي ڪابل برانچ قائم ڪئي، جنهن جو پاڻ صدر مقرر ٿيو. ان کان پوءِ مولانا سنڌي پنهنجي دوستن سان گڏجي هڪ 'جلاوطن حڪومت' قائم ڪئي. راجا مهندر پرتاب ان جلاوطن حڪومت جو صدر ۽ مولانا سنڌي وزيراعظم مقرر ٿيو.

'آزاد هند جلاوطن حڪومت' جي قائم ٿيڻ کان پوءِ مولانا عبيدالله جو ڪم ڪجهه حد تائين سولو ٿي پيو. هڪ طرف دنيا جي حق پسند حڪومتن هندستان جي مسئلي طرف توجهه ڏنو ۽ ٻئي طرف وري سنڌ توڙي هند جي عوام جا حوصلا بلند ٿيڻ لڳا.

مولانا عبيدالله سنڌيءَ ٻيو مکيہ ڪم هي ڪيو جو 'جنود ربانيہ' جي نالي سان هڪ فوج جوڙيائين. هن فوج ۾ سنڌ مان مولانا تاج محمود امروٽي، مولوي محمد صادق کڏي وارو، شيخ عبدالرحيم حيدرآبادي ۽ علامہ اسدالله شاهه ٽکڙائي

۾ ٻين کي خاص عهدا ڏنائين. مولانا سنڌي، سندس استاد مولانا محمودالحسن ۾ سندن ساٿين جي اِها مرضي هئي تہ هڪ طرف هندستان اندر انگريز سرڪار خلاف بغاوتون ڪرايون وڃن ۽ ٻئي طرف ٻاهران ترڪي ۽ افغانستان کان هندستان تي حملو ڪرايو وڃي. اهڙين حالتن ۾ انگريز سرڪار مجبور ٿي پوندي ۽ ملڪ مان ڀڄي ويندي.

انهيءَ سلسلي ۾ مولانا عبيدالله سنڌي ۽ سندس ٻين ساٿين روس، ترڪي ۽ جرمنيءَ جي حڪومتن سان رابطو قائم ڪيو. پر جيئن تہ پهرين مهاڀاري لڙائي ۾ ترڪيءَ کي شڪست آئي هئي، ان ڪري اِها ڳالهہ ڏکي ٿي پئي تہ ترڪي هندستان تي حملو ڪري.

ڪابل مان وقت بہ وقت پنهنجي هندستاني ساٿين کي پنهنجي منصوبن کان واقف ڪرائڻ لاءِ پاڻ ۾ هڪ ماڻهو تيار ڪيو هئائين، جيڪو افغانستان مان ريشمي رومال ڪڇي هندستان ويندو هو. مولانا سنڌي اُنهن رومالن تي پنهنجو پيغام اُڻائي ڇڏيندو هو. سندس ماڻهو واسطيدار ڏر تائين اُهي خاص رومال پهچائيندو هو. جڏهن مولانا عبيدالله سنڌي هندستان تي حملي ڪرڻ لاءِ نقشا تيار ڪيا ۽ سنڌ توڙي هند ۾ بغاوت جا مرڪز مقرر ڪيا، تڏهن حملي ۽ بغاوت جي هڪڙي تاريخ مقرر ڪري اُنهيءَ کي ريشمي رومال تي اُڻائي هندستان ۾ پنهنجي ساٿين ڏانهن ڏياري موڪليائين. انهن ريشمي رومالن جي ڪري ان تحريڪ جو نالو ئي ”ريشمي رومال“ تحريڪ پئجي ويو.

اُهو ماڻهو، جيڪو خاص رومال ڪڇي اچي رهيو هو، سو جڏهن پنجاب ۾ پهتو، تڏهن حڪومت کي ڪنهن مخبري ڪئي. راز فاش ٿي وڃڻ ڪانپوءِ مولانا عبيدالله سنڌيءَ جا سمورا هندستاني ساٿي گرفتار ٿي ويا. مولانا سنڌيءَ ڪابل ۾ ست سال رهڻ کان پوءِ روس وڃڻ جو فيصلو ڪيو. پاڻ روس ملڪ جي چونڊ اِن ڪري ڪيائين جو 1917ع ۾ انهيءَ ملڪ ۾ نئون ۽ ڪامياب انقلاب جو تجربو ڪيو ويو هو. روس ۾ مولانا سنڌيءَ جي اسٽالن سان تفصيلي ملاقات ٿي ۽ لينن جي بيمار هئڻ ڪري مولانا جي ساڻس ملاقات نہ ٿي سگهي. مولانا سنڌي اسٽالن کي انقلابي عمل دوران پنهنجن روين ۽ طريقي ڪار ۾ لچڪ رکڻ تي ڀرپور بحث ڪيو، جنهنجو تفصيل سندس جلاوطنيءَ جي هڪ ساٿيءَ ظفر حسن ايبڪ پنهنجي ڊائريءَ ۾ ڪيو آهي. روس ۾ رهڻ دوران سندس ڏيٺ ويٺ ترڪيءَ جي سفير سان ٿي، ان جي مدد سان هن ترڪيءَ جي دوري جي اجازت حاصل ڪري ورتي.

ترڪيءَ ۾ بہ مولانا عبيدالله سنڌيءَ جي مانائتي نموني سان آجيان ڪئي وئي. هن کي اُتي، اتان جي قوم جي اَبي ڪمال اتاترڪ سان ملڻ ۽ خيالن جي ڏي وٺ ڪرڻ جو بہ موقعو مليو. روس جي ڀيٽ ۾ مولانا عبيدالله سنڌي ترڪي ۾

گهڻو وقت گذاريو ۽ پريا ٽي سال اتي رهيو. پاڻ ترڪيءَ ۾ سرو راجيه پارٽي جو بنياد وجهي هندستان جي لاءِ گهڻ قومي وطن جو منشور جاري ڪيو. جيڪو هندستان جي لاءِ قومي ۽ طبقاتي بنيادن تي پهريون آئيني خاڪو هو.

تنهن زماني ۾ دنيا جون سامراجي قوتون ملي جلي مسلمانن کي ستائي رهيون هيون. اسلامي دنيا جو حال ڏسي دنيا جا مسلمان مجبور ٿيا ته هو هڪ هنڌ گڏ ٿين ۽ پنهنجي مسئلن جو حل تلاش ڪن. آخرڪار 1926ع ۾ دنيا جي مسلمانن جي هڪ ميڙ ٿيڻ جو فيصلو ٿيو. جنهن ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ مولانا عبيدالله سنڌي ترڪي مان مڪي شريف ڏي روانو ٿيو. مڪي شريف ۾ مولانا سنڌي پريا ٻارنهن سال اسلام جي انقلابي پيغام جي تبليغ ڪني ۽ تعليم ڏني. هن ڪيترن شاگردن کي قرآن شريف جي ترجمي ۽ تفسير جا تفصيلي نوٽ لکرايا جن ۾ قرآن جي فڪر تي انقلاب آڻڻ جي لاءِ ماڻهن کي اتساهيو. سنڌ، هند، انڊونيشيا، تاشقند ۽ ٻي اسلامي دنيا جي ڪيترن عالمن اُتي وڃي ڪانئس تعليم پرائي.

آخرڪار مولانا سنڌي چوويهن سالن جي جلاوطنيءَ بعد 4- مارچ 1939ع تي پنهنجي مٺڙيءَ سنڌ ۾ قدم رکيو. هن بزرگ انسان وقت وڃائڻ کان سواءِ ڊسمبر 1939ع ۾ 'جمنا نربدا سنڌ ساگر پارٽي' نالي جو اعلان ڪيو ۽ قوم کي هي پيغام ڏنو ته:

"هندستان هڪ واحد ملڪ نه سمجهيو وڃي، پر جيئن يورپ گهڻن خودمختيار قومن ۾ ورهايل آهي، تيئن هندستان به گهڻ قومي ملڪ آهي ۽ هر ملڪ کي پنهنجي زبان آهي. هندستان کي هڪ ملڪ طور آزادي نه ڏني وڃي، پر هرهڪ ٻولي ۽ ثقافت جي وحدت کي الڳ الڳ آزادي ڏني وڃي."

مولانا عبيدالله سنڌي هتي اچڻ کانپوءِ هتان جي نوجوانن کي پنهنجي تحريڪ جو مرڪز بڻايو. هن اپريل 1944ع ۾ حيدرآباد ۾ 'جمعيت طلباءِ سنڌ' ناهي. ان موقعي تي پڪي قلعي حيدرآباد ۾ سنڌ جي شاگردن کي ڪيل پنهنجي تاريخي خطاب ۾ ڪين چيائين ته:

"هن موقعي تي آءٌ اوهان شاگردن کي ٻڌائيندس ته اوهان انگريزي پڙهو، مغربي سائنس جو مطالعو ڪيو. علم ۽ ڄاڻ حاصل ڪيو ته جيئن ان انقلاب کي سمجهي سگهو، جيڪو سموري يورپ کي پنهنجي لپيٽ ۾ آڻي چڪو آهي. توهان هندستان ۾ ان انقلاب لاءِ تيار رهو!"

ان موقعي تي وڏيڪ تقرير ڪندي چيائين" اسان سنڌ کي هڪ مستقل ملڪ سمجهئون ٿا ۽ ان سلسلي ۾ ڪوبه مذهبي سوال پيدا ٿيڻ نه ڏيندا سين. هندستان جي ٻين ملڪن سان ان جو ڪنفيڊريشن ذريعي تعلق رکندا سين. سنڌ جي قومي ۽ سرڪاري ٻولي سنڌي هوندي."

سخت جدوجهد ۽ محنت جي ڪري آخرڪار سندس طبيعت ناچاڪ رهڻ لڳي، اهڙين حالتن ۾ به هن سنڌ جو تفصيلي دؤرو ڪري سنڌين کي بيدار ٿيڻ ۽ زماني جي ايندڙ حالتن سان منهن ڏيڻ جا حيلا هلايا. پر موت کيس وڌيڪ مهلت نه ڏني ۽ 22- آگسٽ 1944ع تي وفات ڪيائين.

مولانا عبيدالله سنڌي جيئن سڄي عمر عملي جدوجهد ڪري هندستان جي هيڏي ساري انساني سوسائٽي کي غلامي کان نجات ڏيارڻ لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهيو تيئن علمي طرح به قرآن جي تفسير ۽ انقلابي تحريرن ذريعي ان جهدوجهد کي دائمي حيثيت ڏيڻ لاءِ وڏا جتن ڪيا. سندس عملي جدوجهد ۽ علمي ڪاوشون سموري گڏيل هندستان جي انقلابين ۽ عالمن لاءِ منير ڪان وٺي وڏي وٿ رهيون آهن ۽ ايندڙ ڪيتري عرصي تائين انهن جي حوصلي ۽ جذبي کي گرمائينديون رهنديون.

مرتب: نور احمد ميمڻ

# ڪيئم وِيئزمين

(1874-1952)

ڊاڪٽر ويئزمين جيتوڻيڪ روس ۾ ڄائو هو پر پنهنجي حياتي گهڻي ڀاڱي برطانوي شهري جي حيثيت ۾ گهاريائين. هو هڪ نامور سائنسدان هو ۽ 50 سالن تائين عالمي يهودي تحريڪ جي مکيه شخصيت ليکيو هو. هن پنهنجي نوجواني واري زماني کان ئي پاڻ کي انهي اعتقاد لاءِ ارپي ڇڏيو هو ته يهودي هڪ قوم آهن ۽ کين فلسطين ۾ پنهنجي رياست ڻاهڻ جو هر حق حاصل آهي. هن ڊيوڊ بن گوريان سان گڏجي اسرائيل جي جديد رياست قائم ڪئي ۽ 1948ع ۾ ان جو پهريون صدر بڻيو.

جنهن يهوديت يا صيهونيت جي نظريي جون پاڙون هر هڪ يهودي جي شعور ۾ کتل هيون، تنهن کي 19 صدي واري روس ۾ نئين طاقت ملي. وائنيز يهودي ٿيوڊر هرزل 1896ع ۾ 'يهودي رياست' شايع ڪيو. يهودين جي سيني قوميتن ۽ سماجي طبقن مان اٽڪل ٻه سؤ يهودين باسل سوئزرلينڊ ۾ 1879ع ۾ ڪانفرنس ڪوٺائڻ لاءِ هرزل جي سڏ جي موٽ ڏني. انهي ڪانفرنس "سرڪاري قانون وسيلي، فلسطين ۾ يهودين جي محفوظ وطن" جو پروگرام تيار ڪيو. انهي زماني ۾ فلسطين ترڪي شهنشاهيت جو حصو هو. ترڪي سلطنت فلسطين ۾ مڪمل طور يهودين کي ورسائڻ کان انڪار ڪيو. برطانيه انهي مقصد لاءِ هرزل کي يوگيندا ۾ علائقي ڏيڻ جي آڇ ڪئي جيڪا اهو چئي هُن قبول ڪئي ته: "اسان کي ڌرتي جي گولي جي ڪنهن به ايتري وڏي ٽڪر تي اقتدار اعليٰ ڏنو وڃي جتي اسان قوم جون جائز ضرورتون پوريون ڪري سگهون. باقي ڪم اسان پاڻ ڪنداسين." پر 1903ع واري صيهوني ڪانفرنس ۾ آيل وفدن خاص ڪري روسين فلسطين کان ٻاهر ٻئي ڪنهن به هنڌ تي يهودي رياست قائم ڪرڻ جي نظريي کي رد ڪري ڇڏيو.

انهي کان ٻه سال اڳ ويئزمين فلسطين ۾ زمين خريد ڪرڻ لاءِ يهودين جو قومي فنڊ قائم ڪري چڪو هو. جنهن سان يهودين جي آبادڪاري جو ڪم جاري رهيو. بئرن ايڊمنڊ- ڊي- روٿس چائلڊ آبادڪاري جي ڪم لاءِ وڏي پيماني

تي ناڻو خرچ ڪيو. اهو ادارو 1914ع ڌاري 'قومي' ذميداري جا ٻج ڪڻا ڪري چڪو هو.

ويئزمين جيڪو مانچيسٽر يونيورسٽي ۾ ڪيمسٽري جو ليڪچرار هو سو پهرين مهاڀاري لڙائي دوران برطانوي بحري ٻيڙي جي ليبارٽرين جو ڊائريڪٽر مقرر ٿيو. انهن ليبارٽرين ۾ بارودي شيون ٺاهڻ لاءِ مختلف شين کي ڳڍائڻ جو ڪم ٿيندو هو. تنهن کان سواءِ هُو برطانيه جي صيهوني فيڊريشن جو صدر ۽ لائيڊ جارج، آرٿر بالفور، ونسٽن چرچل ۽ روٿس چائلڊ خاندان جو دوست به هو. هن جا بين الاقوامي سطح تي به لاڳاپا هئا، جن ۾ صدر وڊرولسن جو دوست آمريڪي جج لوئيس براندين به شامل هو. ويئزمين جي لابي ڪري، 1917ع ۾ برطانيه جي پرڏيهي سيڪريٽري بالفور، برطانوي يهودين جي مکيه شخصيت لارڊ روٿس چائلڊ ڏانهن هڪ خط لکيو، جنهن ۾ لکيل هو "هز مئجسٽي جي حڪومت فلسطين ۾ يهودين جي قومي رياست قائم ڪرڻ جي حق ۾ آهي ۽ انهي مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجون بهترين صلاحيتون ڪم آڻيندي. اسان چڱي طرح سمجهي چڏيو آهي ته اهڙو ڪوبه ڪم نه ڪيو ويندو، جنهن سان فلسطين ۾ رهندڙ غيريهودي برادرين جا شهري توڙي مذهبي حق متاثر ٿين يا ٻي ڪنهن به ملڪ ۾ رهندڙ يهودين جا حق، ۽ اُتي کين جيڪو سياسي درجو مليل آهي سو متاثر ٿئي."

مشهور 'بالفور پڌرنامي' جا تضاد پنهنجي جاءِ تي، پر انهي کان ٻه سال اڳ برطانيه، عرب اڳواڻ شريف حسين کي خاطري ڏياري چڪو هو ته ترڪي سلطنت جي اُتر- اُولهندي ڪناري واري شام کي ڇڏي برطانيه "ٻين سڀني علائقن ۾ عربن جي آزادي کي تسليم ڪرڻ ۾ مدد ڪرڻ لاءِ تيار هو." شام واري ساموڊي علائقي کي برطانيه جي سامراجي اتحادي فرانس کي مطمئن ڪرڻ لاءِ انهي رٿا کان ٻاهر رکيو ويو. اُسرندڙ قومي امنگن ۽ بين الاقوامي طاقتن واري سياست جي منجهيل صورتحال ۾ ويئزمين حسين جي پٽ امير فيصل جي معرفت عربن سان ڪنهن ٺاهه تي پڄڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. تعجب جي ڪابه ڳالهه ناهي ته هو پنهنجين ڪوشش ۾ مڪمل طرح ڪامياب ٿي نه سگهيو.

ويئزمين کي 1920ع واري ڏهاڪي ۾ عالمي صيهوني تنظيم جي اڳواڻي ملي ويئي. انهي زماني ۾ ليگ آف نيشنس جي فرمان هيٺ، برطانيه فلسطين جو انتظام هلائي رهيو هو. يهودين جي آدمشماري لڏپلاڻ جي ڪري 1924ع ۽ 1940ع جي وچ واري عرصي ۾ چوڻي ٿي چڪي هئي. يهودين جو انتظام يهودين جي ايجنسي جي هٿ ۾ هو، جنهن جو سربراهه ڊيوڊ بن گوريان هو. يهودين جي لڏپلاڻ خلاف عربن ۾ ڏينهون ڏينهن مزاحمت وڌي رهي هئي ۽ يهودي آبادين خلاف تشدد ۾ واڌارو ٿي رهيو هو. يهودين انهي تشدد جي جواب ۾ هاگاناهه نالي پنهنجي دفاعي تنظيم قائم ڪئي. يورپ تي جيئن ئي جنگ جا ڪڪر ڇانئجڻ لڳا تيئن

ئي برطانيہ عربن کي خوش ڪرڻ لاءِ پنهنجون فوجون فلسطين مان گهرائي ورتيون.
1939ع واري ڪچي چٺي فلسطين ۾ يهودين جي لڏي اچڻ ۽ زمين خريد ڪرڻ تي تمام گهڻيون پابنديون وجهي ڇڏيون. ڪچي چٺي کي ليگ ۾ عربن ٻنهي رد ڪري ڇڏيو. عرب مڪمل آزادي جو مطالبو ڪري رهيا هئا ۽ ڪچي چٺي کي، هڪ ننڍي قوم کي ڏاڪي بہ ڏاڪي وڪڻ جو مثالي نمونو ٺهرائيندي ويئزمين بہ رد ڪري ڇڏيو هو. انهي هوندي بہ هُو مهاڀاري لڙائي دوران برطانيہ جي سائنسي مشير جي حيثيت ۾ ڪم ڪندو رهيو.

جڏهن ٻي مهاڀاري لڙائي پوري ٿي تہ هو اسرائيل جي نئين رياست قائم ڪرڻ لاءِ سرگرمي سان سفارتي تياريون ڪرڻ لڳو. اسرائيلي رياست جي قيام جو اعلان 14 مئي 1948ع تي ٿيو. ويئزمين انسٽيٽيوٽ آف سائنس اڄا تائين سندس نالي جي يادگيري ڏياري ٿو.

# ڊينيل مَلن

(1874 -1959ع)

ڊينيل ملن ڊچ ريفارمڊ چرچ (ڊچن جي سڌاريل ڪليسا) جي وزير جي حيثيت ۾ پنهنجي پيشي جي شروعات ڪئي. هن ڏکڻ آفريڪا جي ٽرانسوال ۾ ڪيپ صوبن جي آفريڪا نرس (يورپ خاص ڪري اسڪاٽليند مان لڏي آفريڪا ۾ رهندڙن) ۾ ڏهه سال تبليغ ڪندي، نسبتي گمنامي ۾ گذاريا. بعد ۾ هو سياست ۾ گهريو ۽ ڏکڻ آفريڪا جي وزيراعظم جي حيثيت ۾ نسل پرستي وارا اهڙا قانون منظور ڪرايائين جن جي ڪري نسلي متڀيد ۽ اڇن ماڻهن جي فوقيت کي قانوني درجو ملي ويو.

ڏکڻ آفريڪا ۾ نسلي متڀيد، جيتوڻيڪ ملن جي وزيراعظم ٿيڻ کان به گهڻو اڳ ۾ هلندڙ هئي. پر هن جي اڳواڻي ۾ ان کي سرڪاري پاليسي جي حيثيت ملي ويئي. نسلي امتياز جي قانونن، نه فقط اڇن کان ڪارن کي، پر ٻين رنگدار ماڻهن کان به ڪارن کي جدا ڪري ڇڏيو. نه صرف ايترو پر ڪارن کي به ڪارن کان جدا ڪيو ويو. ملن جي ٺاهيل قانون هيٺ وڏن شهرن ۾ رهندڙ هزارين ماڻهو پنهنجن گهرن کان ترڙجي، انهن ننڍن شهرن ۾ وڃي رهڻ تي مجبور ٿي ويا جيڪي خاص ڪري هنن لاءِ ٺاهيا ويا هئا. اهي ماڻهو اتان ڪهي، شهرن ۾ گهٽ درجي وارين نوڪريون ڪرڻ ايندا هئا. انهن کي رات جي وقت شهرن ۾ گهمڻ جي اجازت به نه هوندي هئي ۽ کين پاڻ سان پاس بوڪ (راهداري جا ڪتاب) رکڻا پوندا هئا. جيڪڏهن ڪنهن وٽ اهڙو ڪتاب نه هجي ته پوليس کي ڪيس گرفتار ڪرڻ جو اختيار هوندو هو ۽ پوليس کين گهڻو ڪري گرفتار ئي ڪندي هئي.

هڪڙي لحاظ کان نسلي متڀيد ڏکڻ آفريڪا جي آفريڪانرس (گورن) جي ڊگهي عرصي کان هلندڙ انهن ڪوششن جي هڪ ڪڙي هئي، جيڪي اهي پنهنجي طرز زندگي ۽ سڃاڻپ کي برقرار ڪرڻ لاءِ ڪندا ٿي آيا. اهي آڳاٽي زماني ۾ لڏي ايندڙ انهن ڊچ آبادڪارن جو اولاد هئا، جن 17 ۽ 18 صدي ۾ اچي ڪيپ آف گڊ هوپ ۾ ججهي پيداوار ڏيندڙ ٻنيون ۽ انگورن جا باغ قائم ڪيا هئا. اهي اوير ۽ اولهه آفريڪا توڙي ملايا ۾ آندل غلامن کان پورهيو ڪرائيندا

هئا. انهن وڏيڪ علائقو حاصل ڪرڻ لاءِ انهي ڪنڌ جي ڏکڻ اوڀر واري حصي ۾ رهندڙ ايڪسهوسا قبيلي جي آفريڪين سان گهڻي عرصي تائين جنگيون ڪيون هيون. ويانا جي 1814ع واري ڪانفرنس، ڏکڻ آفريڪا جي آفريڪانرس جون زمينون، برطانيه کي بيٺڪ طور ڏيئي ڇڏيون هيون. انگريز اتي پهچي آفريڪانرس جي سوچ ۽ طرز زندگي کان پاسيرو رهيا. برطانيه 1833ع ۾ غلامي کي غيرقانوني ٺهرايو، جنهن ڪري ڪيترائي آفريڪانرس (بوئر) لڏي ملڪ جي انهن اندرين علائقن ۾ وڃي رهيا جن کي اڄ ڪلهه ٽرانسوال ۽ آرينج فري اسٽيٽ سڏجي ٿو. انهن اتي آزاد رياستون قائم ڪيون ۽ پنهنجين ڪمند وارين هنين تي ڪم ڪرڻ لاءِ هندستاني 'هنائين' (شرطن تي ڪم ڪندڙ مزدور) گهرايا. پر آفريڪانرس جي علائقي ۾ سون ۽ هيرا لڌا تہ برطانيه سندن هڪ علائقي کي پاڻ سان ملائي ڇڏيو ۽ ٻئي علائقي ۾ بغاوت کي همٿايو. نيٺ بوئرن 1899ع ۾ برطانيه خلاف جنگ ڇيڙي، جنهن کي بوئر جنگ سڏجي ٿو. پر انهي جنگ ۾ کين شڪست ملي ۽ سندن علائقي کي ڏکڻ آفريڪا جي يونين ۾ شامل ڪيو ويو، جيڪا برطانيه جي زيردست رياست هئي.

ملن، برطانيه جي زيردست ڪيپ ڪالوني ۾ انهي زماني ۾ پيدا ٿيو، جڏهن ڪيترائي ٻيا آفريڪانرس ڏکڻ آفريڪا جي اندرين علائقن ۾ قائم پنهنجين پنهنجين رياستن ۾ رهندا ۽ پنهنجي آزادي برقرار رکڻ جي جدوجهد ۾ رڌل هوندا هئا. ملن انهي جدوجهد ۾ سندن پاسو ورتو. هو سڄي زندگي آفريڪانرس جي ٻولي ۽ تهذيب جو حمايتي رهيو. اسٽيلنبوڪ يونيورسٽي ۾ گريجوئيشن ڪرڻ کان پوءِ هو اتريچٽ يونيورسٽي مان مذهبي تعليم وٺڻ لاءِ نيدرلينڊس ويو. جتان بوئر جنگ جي خاتمي کان ٿورڙو ئي پوءِ موٽي آيو ۽ چرچ ۾ پنهنجو پيشو شروع ڪيائين.

پهرين مهاڀاري لڙائي جي شروعات ۾ جڏهن حڪومت اتحادين جي مدد ڪرڻ جو فيصلو ڪيو، تڏهن ڪيترائي بوئر انهي فيصلي جي مخالفت ڪرڻ لڳا. انهي زماني ۾ ملن وزارت ڇڏي، ڪيپ ٽائون جي هڪ اهڙي اخبار جو ايڊيٽر ٿيو، جيڪا نئين ٺاهيل آفريڪانرس نيشنلسٽ پارٽي جي حمايتي هئي. هو نيشنلسٽ پارٽي جي اميدوار جي حيثيت ۾ 1918ع ۾ پارليامينٽ جو اميدوار بيٺو ۽ کٽي ويو. هو 1924ع ڌاري هڪ قابل سياستدان ۽ مقرر ثابت ٿي چڪو هو. ڪيس نئين نيشنلسٽ وزيراعظم جيمس بي ايم هرٽ زگ، پنهنجي وزارت ۾ اندروني معاملن جو وزير مقرر ڪيو.

ملن 1934ع تائين وزارت ۾ رهيو. انهيءَ سال هرٽ زگ، نيشنلسٽ پارٽي کي جان سي سمٽس جي سائوٿ آفريڪن پارٽي ۾ ملائي يونائيٽيڊ پارٽي ٺاهي. هن انهي ميلاپ ۾ ڌر ٻڌجڻ کان انڪار ڪيو ۽ پيوريفائيڊ نيشنلسٽ پارٽي جي نالي سان هڪ نئين پارٽي ٺاهيائين. اِها پارٽي اڳتي هلي يونائيٽيڊ پارٽي جي

حڪومت جي مکيه مخالف پارٽي ٿي.

هي مهاڀاري لڙائي شروع ٿي ته هرڻ زگ، اتحادين سان سائوٿ آفريڪا جي شامل ٿيڻ جي مخالفت ڪئي، جنهن تي يونائيٽڊ پارٽي جي اڳواڻي سمٽس پنهنجي هٿ ۾ ڪئي. هرڻ زگ ۽ ملن پنهنجي گڏجي هيهر نئين نيشنلسٽ پارٽي ٺاهي. انهي پارٽي جو اڳواڻ ملن ٿيو. اِها پارٽي نسلي فرق، اڇن ماڻهن کي برتري ۽ اعليٰ سرڪاري عهديدارن کي آفريڪانر زبان استعمال ڪرڻ جو حق ڏيارڻ جي خواهشمند هئي. انهي پارٽي 1948ع ۾ پارليامينٽري سيٽن تي اڪثريت سان کٽيو. ملن وزيراعظم ٿيو. پارٽي 1953ع وارين چونڊن ۾ پنهنجي طاقت اڃا به وڌائي ڇڏي. ملن 1954ع ۾ استعفيٰ ڏني پر پارٽي اڃا تائين اقتدار ۾ آهي.

ملن کان پوءِ جيڪي به نيشنلسٽ وزيراعظم ٿيا، تن نسلي وڇوٽي کي اڃا به وڌايو. هينرڪ ورويرڊ جي حڪومت هيٺ نسلي امتياز هڪ نئون روپ ورتو، جنهن مطابق مختلف نسلن جا ماڻهو، مختلف علائقن ۾ رهايا ويا. ملڪ ۾ 9 بنتو گروپ رهيل هئا، جن مان هر گروپ کي جدا قوم ٺهرائي، ڪيس جدا علائقو يا بنتوستان ڏنو ويو. بنتوستانن کي اهڙا ٻاهريان علائقا ڏنا ويا، جيڪي گهٽو ڪري پوک جي لائق نه هئا ۽ نه ورري ٻي ڪنهن به قسم جي اقتصادي سرگرمي لاءِ ڪين ڪا ترقي وڌائي ويئي هئي. ملڪ جو گهڻو حصو، جنهن ۾ شهر، سون ۽ هيرن جي کاڻين وارا علائقا اچي ٿي ويا سي گوري اقليت لاءِ مخصوص ڪيا ويا. ڪارن جون 'قومون' جيتوڻيڪ غريبي جون ماريل هيون ۽ ڪين ٻي ڪابه اهميت نه هئي. تنهن هوندي به اِهو سمجهيو ويندو هو ته ڪين پنهنجن پنهنجن علائقن ۾ آزادي حاصل هئي. اهي ڪارا، جيڪي گورن جي علائقي ۾ ڪم ڪندا ۽ رهندا هئا، تن کي ڌاريو سمجهيو ويندو هو ۽ مٿن سخت پابنديون هونديون هيون.

ڏکڻ آفريڪا ۾ نسلي متڀيد جي پاليسي کي نه فقط سڄي دنيا جي قومن ۾ تنظيمن ننديو آهي پر ملڪ جي اندر انهي خلاف احتجاجي تحريڪون به هليون آهن. جيئن ته ذري گهٽ ٻئي سڄي آفريڪي کنڊ تي ڪارن جون حڪومتون قائم ٿي چڪيون آهن، تنهن ڪري ڏکڻ آفريڪا اڪيلو رهجي ويو آهي. گهڻائي ماڻهو سمجهن ٿا ته اڄ جتي سڄي دنيا ۾ ماڻهن جا مختلف گروپ، هڪ ٻئي کي برابر مڃڻ ۽ گڏ رهڻ سکي رهيا آهن اُتي ڊينيل ملن ۽ سندس نيشنلسٽ جانشينن جي اختيار ڪيل پاليسي، نه صرف ناانصافي تي ٻڌل آهي، پر حقيقت پسندي کان به گهڻو ڏور آهي. تنهن هوندي به آفريڪانرس اڃا تائين پنهنجي هوڏ تي قائم آهن ۽ نسلي متڀيد کي پنهنجي ملڪ جي رهاڪن لاءِ درست ۽ بهترين طرز زندگي سمجهندي، ڪيس اڃا تائين ڇهنيا پيا آهن. بين الاقوامي دٻاءُ جي باوجود انهن پنهنجو رويو نه بدلايو آهي جنهن سان ٿي سگهي ٿو ته اڳتي هلي نسلي جنگ ڇڙي پوي.

# چرچل

(1874-1965)

ونسٽن چرچل اهو ماڻهو هو جيڪو چاليهن سالن تائين برطانوي سياست ۾ سڀ کان وڌيڪ تڪراري شخصيتن مان هڪ ليکيو ويندو هو. هن ٻي مهاڀاري لڙائي ۾ برطانوي اڳواڻ ۽ يورپي مزاحمت جي علامتي سربراهه جي حيثيت ۾ نازي جرمني کي جنهن مزّسي سان منهن ڏنو، تنهن کيس عظيم ڪري ڇڏيو.

چرچل، لارڊ نيدولف چرچل ۽ آمريڪا جي هڪ وڏي ڪاروباري ماڻهو جي نياڻي جيني جيروم جو پٽ ۽ انگريز جنرل مالبرو جي ڊيوڪ جي نسل مان هو. هو فوج ۾ ڀرتي ٿيو ۽ هندستان، سوڊان ۽ بوئر جنگ ۾ خدمتون سر انجام ڏنائين. هو انهي جنگ ۾ پنهنجي گرفتاري ۽ گرفتاري کان پوءِ ڀڄي نڪرڻ جو احوال لکي سڄي ملڪ ۾ مشهور ٿي ويو. هو 1900ع ۾ ڪنزرويٽو پارٽي جي ميمبر جي حيثيت ۾ چونڊجي پارليامينٽ ۾ ويو، پر 1906ع ۾ ڪنزرويٽو پارٽي کي ڇڏي لبرل حڪومت ۾ شامل ٿيو. هو 1910ع کان 1911ع تائين هوم سيڪريٽري ٿي رهيو ۽ پوءِ فرسٽ لارڊ آف دي ايڊمرلٽي مقرر ٿيو.

هن 1915ع ۾ تباهي آڻيندڙ پهرين مهاڀاري لڙائي دوران دره دانيال ۾ گئليپولي وٽ ترڪي خلاف مهم تيز ڪري ڇڏي، جنهن ڪري وقتي طور سندس بيعزتي ٿي، پر هو فرانس ۾ فوجي خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو. 1917ع ۾ هن پنهنجو وڃايل عهدو وري ماڻيو. انهي زماني ۾ لبرل پارٽي جي وزيراعظم لائيڊ جارج جي حڪومت هئي. پهريائين هو جنگي سامان جو وزيراعظم مقرر ٿيو، پوءِ جنگ جو وزير ۽ 1921ع کان بيٺڪن جو وزير ٿي رهيو. جنگ جي وزير جي حيثيت ۾ هن روس جي بالشويڪ حڪومت خلاف فوجي مداخلت ڪرڻ جي ڏاڍي اتساه سان حمايت ڪئي.

چرچل ٻيهر ڪنزرويٽو پارٽي ۾ شامل ٿيو ۽ 1924ع کان 1929ع تائين چانسلر آف دي ايڪسچيڪر ٿي رهيو. هن پائونڊ جي قيمت وري مقرر ڪئي. سندس اهو فيصلو سڀ کان وڌيڪ اختلافي فيصلو ليکجي ٿو. ڪيترن نقادن کي

يقين هو تہ انهي فيصلي سببان بيروزگاري ۾ واڌارو ٿيو هو. چرچل 1926ع واري جنرل اسٽرائيڪ دوران برٽش گزيٽ نالي سرڪاري ترجمان پرچي جو ايڊيٽر ٿيو. انهي پرچي ۾ هن پورهيتن کي 'اهڙو دشمن' ٺهرايو جنهن کان بنا ڪنهن شرط جي زوري هٿيار ڦٽا ڪرائڻ ضروري هو.

چرچل 1928ع ۾ ووٽ ڏيڻ لاءِ عورتن جي عمر گهٽائي 21 سال ڪرڻ جي مخالفت ڪئي. هو برطانوي شهنشاهيت کي بدلائي ڪامن ويلٿ ڪرڻ جي پڻ خلاف هو. هن هندستاني قومپرستي سان ٺاهہ ڪرڻ جي بہ مخالفت ڪئي. انهي پوئين مسئلي تي هن ڪنزرويٽو پارٽي جي اڳواڻي بہ ڇڏي ڏني ۽ ڏهن سالن تائين سياسي ريگستان ۾ ڀٽڪندو رهيو.

هٽلر جي عروج خلاف چرچل اڳيئي چتائڻ شروع ڪيو. برطانوي حڪومت جڏهن هٽلر کي راضي رکڻ لاءِ يورپ جي باري ۾ سندس مطالبا مڃڻ لڳي، تڏهن چرچل ذري گهٽ اڪيلو هوندي بہ حڪومت جي اهڙي پاليسي جي نندا ڪئي. وزيراعظم نيويل چيمبرلين، هٽلر سان ميونخ وارو جيڪو ٺاهہ ڪيو، تنهن جي باري ۾ چرچل جو چوڻ هو, "اسان کي جنگ کان سواءِ شڪست ملي آهي." چيمبرلين 3 سيپٽمبر 1939ع تي جرمني خلاف جنگ جو اعلان ڪرڻ کان پوءِ چرچل کي فرسٽ لارڊ آف دي ايڊمرلٽي مقرر ڪيو.

جرمني، مئي 1940ع ۾ هالينڊ بيلجيم تي حملو ڪيو. جنهن ڪري چيمبرلين استعفيٰ ڏني. چرچل وزيراعظم ٿيو. ٽئين ڏينهن هن ڪامنس کي ٻڌايو: "مان توهان کي سواءِ رت، ڪشالي، ڳوڙهن ۽ پگهر جي، ٻي ڪا شيءِ آڇي نٿو سگهان". ٻي مهاڀاري لڙائي جي خاتمي کان پوءِ ساڳيو ئي چرچل هو، جنهن لکيو هو: "مون محسوس ڪيو ڄڻ تہ مان تقدير سان گڏ هلندو هجان ۽ منهنجي گذريل جمار ٻئي ڪنهن ڪم ۾ نہ، پر هن گهڙي ۽ هن آزمائش کي منهن ڏيڻ جي تيارين ۾ لڳي هجي... گذريل ڇهن سالن کان مان ايڏن تفصيلن سان ايڏا تہ اڪيچار چتاءَ ڏيندو رهيو آهيان ۽ اهي ايڏي تہ خوفائتي نموني اکين آڏو آيا آهن جو هاڻي ڪوبہ انهن کي رد ڪري نٿو سگهي."

جنگي اڳواڻ جي حيثيت ۾ چرچل جو هڪڙوئي مقصد هو: نازي جرمني کي مڪمل شڪست ڏيئي، ڪانئس بنا شرط هٿيار ڦٽا ڪرائڻ. برطانيہ فرانس وانگر آڻ مڃي فاشزم کي يورپ جو مڃيل مالڪ ڏسڻ نہ پئي چاهيو. چرچل ريڊيو تان جيڪي بي مثل اتساهيندڙ تقريرون ڪيون، جنهن قابليت سان پارليامينٽ جي رهبري ڪيائين ۽ جنهن اورچائي سان جنگ هلايائين، تنهن برطانيہ کي انهي مقصد ماڻڻ ۾ ڪاميابي ڏياري. گڏيل جنگي ڪابينا بہ انهي مقصد لاءِ سندس پٺڀرائي ڪئي ۽ ڪامن ويلٿ جي حڪومت بہ وفاداري سان سندس ساٿ نڀايو.

هٽلر جون 1941ع ۾ جڏهن روس تي ڪاهہ ڪئي، تڏهن چرچل جنگ

شريڪ ساٿي جي حيثيت ۾ جوزف اسٽالن جي آجيان ڪئي. ساڳئي سال ڊسمبر ۾ هٽلر آمريڪا خلاف جنگ جو اعلان ڪيو. چرچل، جيڪو برطانيا جي فوجي پاليسين ۾ گهڙي گهڙي ٽنگ اڙائيندو آيو هو پر گهڻو ڪري ناڪامي ٿي هيس، سو صدر فرينڪلن ڊي روزويلٽ سان ويجها لاڳاپا رکندي ٻه آمريڪين کي قائل ڪري نه سگهيو هو ته اهي ڏکڻ واري پاسي کان جرمني تي وڏو حملو ڪن. انهي کان پوءِ هن آمريڪين تي زور ڀريو ته اهي تيزي سان اوڀر يورپ ۾ اڳتي وڌي ڪميونسٽن کي روڪين پر انهي ۾ به ناڪام ٿيو.

برطانيه جي ماڻهن چرچل کي جنگي سورمو ته مڃيو ٿي پر اهي کيس جنگ کان پوءِ امن واري زماني ۾ سماج جي نئين جوڙجڪ ڪرڻ جي قابل سمجهڻ لاءِ تيار نه هئا. هو جنهن زماني ۾ يالٽا ڪانفرنس ۾ اسٽالن ۽ روز ويلٽ سان ڳالهين ٻولهين ڪرڻ ۾ رڌل هو، ان وقت سندس پارٽي کي چونڊن ۾ ڳاٽي ڀڳي شڪست ملي. ۽ ليبر پارٽي جو اڳواڻ ڪليمينٽ ائٽلي وزيراعظم ٿيو. چرچل 1951ع ۾ جڏهن وري وزيراعظم ٿيو، ته برطانيه ۾ سماجي بهبود واري رياست مضبوطي ٿي چڪي هئي. هو يورپ کي متحد ڪرڻ جي باري ۾ وضاحت سان ته ڳالهائيندو رهيو پر انهي سلسلي ۾ جيڪي يورپي ادارا نئين سر قائم ٿي رهيا هئا تن کي زور وٺرائڻ لاءِ هُن ڪو به ڪم نه ڪيو. نئين راڻي ايلزبيٿ II 1953ع ۾ کيس آرڊر آف دي نائٽ آف دي گارٽر جو اعزاز ڏنو. انهي سال کيس ادب لاءِ نوبل پرائز به مليو. هُو وزيراعظم جي حيثيت ۾ 1955ع ۾ رٽائرڊ ٿيو پر پارليامينٽ جو ميمبر رهيو. هو 1965ع ۾ فوت ٿي ويو. سندس جنازي ۾ سڄي دنيا جا نمائندا شامل ٿيا ۽ کيس پنهنجي وصيت مطابق سندس ڳوٺ بلاڊن جي چرچ جي حاطي ۾ سرڪاري اعزاز سان دفنايو ويو جيڪو آڪسفورڊ شائر ۾ آهي. اهو ڳوٺ سندس اباڻي گهر مالبرو جي پرسان آهي. چرچل جي ڪتابن مان مالبرو، جنهن ۾ سندس مالبرو واري زندگي جو ذڪر ٿيل آهي، انگريزي ڳالهائيندڙ ماڻهن جي تاريخ ۽ ٻي مهاڀاري لڙائي تي لکيل ڇهه جلد مشهور آهن. انهن ڪتابن مان خبر پوي ٿي ته چرچل تاريخ جو ڳوڙهو مطالعو ڪيو هو، جنهن منجهس پنهنجي ملڪ لاءِ پيار جو جذبو جاڳائي ڇڏيو هو. اهي ڪتاب ٻڌائين ٿا ته هُو انگريزي نثر لکڻ جو به وڏو ماهر هو.

# ڪونارڊ ايڊنائير

(1876 - 1967ع)

'ڪراڙو' ڪونارڊ ايڊنائير 73 سالن جي عمر ۾ 1949ع ۾ اولهه جرمني جو چانسلر ٿيو. هُو انهي عهدي تي 87 ورهين جي ڄمار تائين رهيو. پنهنجي وڏي ڄمار جي باوجود هو ٻيءَ مهاڀاري لڙائيءَ جي پڄاڻي تي، دونهانتيل ۽ وڏي پئماني تي تباهه ٿيل اولهه جرمني کي نئين سر اڏڻ ۽ کيس اهڙو خودمختيار ملڪ بڻائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو جيڪو سياسي ۽ اقتصادي طور تي ايترو مضبوط ٿي ويو، جو مغربي برادريءَ جو هڪ باعزت ۽ اهم ملڪ ليکجڻ لڳو.

ايڊنائير کي جنگ کان پوءِ ملندڙ چانسلرشپ، سندس ٻيو پيشو هئي. انهي کان گهڻو اڳي، هن پنهنجي اباڻي شهر ڪولون جي مقامي حڪومت ۾ ڪم ڪيو هو. هن فرائيبرگ، ميونخ ۽ بون يونيورسٽين مان قانون ۽ پوليٽيڪل سائنس پڙهڻ کان پوءِ، ڪولون سٽي ڪائونسل ۾ ڪئٿولڪ سينٽرل پارٽي جي اڳواڻ جي سربراهي ۾ هلندڙ قانوني فرم ۾ شموليت اختيار ڪئي. اها پارٽي، حڪومت ۾ شامل پروٽيسٽنٽن جي خلاف ڪئٿولڪن پنهنجا حق بچائڻ لاءِ ٺاهي هئي. ايڊنائير هڪ پڪي ڪئٿولڪ جي حيثيت ۾ انهي پارٽي جو سرگرم ميمبر ٿيو. هُن پنهنجي مالڪ جي مدد سان، 1906ع ۾ چيف ميئر جي انتظامي مددگار جو عهدو حاصل ڪيو. ڇهن سالن کان پوءِ کيس ڊپٽي چيف ميئر چونڊيو ويو. پهرين مهاڀاري لڙائيءَ دوران، پنهنجي شهري حيثيت جي ڪري جيئن تہ مٿس جنگي فرض معاف هئا، تنهن ڪري هن چيف ميئر جي چونڊ ۾ حصو ورتو ۽ چونڊجي ويو. کيس 1917ع ۾ ٻارهن سالن جي مدي لاءِ چيف ميئر چونڊيو ويو.

ايڊنائير جي ميئري وارو مدو، شهر توڙي ان جي پسگردائي جي واڌاري جو بيمثال مدو هو. سندس دؤر ۾ شهر جون حدون وڌيون، نيون پسگردايون ٺهيون. موٽرن جو پهريون هٽو رستو ٺهيو. بندر کي وري ٺاهيو ويو ۽ صنعت ۾ واڌ ٿي. هن 1929ع ۾ ٻيهر چونڊجي، پنهنجي ڪم کي جاري رکڻ جو منصوبو ٺاهيو، پر هن کليو کلايو نازين جي مخالفت ڪئي، جنهن ڪري کيس 1933ع ۾ عهدي مان لاٿو ويو.

ايڊنائير هٽلر جي دور جو گھڻو حصو خاموشي سان ڪولون پرسان رھونڊورف واري پنهنجي گھر ۾ گذاريو، جتي هو پنهنجي گلابن جي باغ ۾ ڪم ڪندو هو، پر نازي لڳاتار مٿس شڪ ڪندا رهيا. هُن هڪ ڀيرو سوئٽزرلينڊ جو سفر ڪري، پاڻ کي گرفتاري کان بچايو. ٻئي ڀيري کيس گرفتار ڪيو ويو. جولاءِ 1944ع ۾ ڪلاس وون اسٽافنبرگ هٽلر تي حملو ڪيو. انهي حملي کان پوءِ هن سميت ٻين ڪيترن ئي شڪي ماڻهن کي هڪ ڪئمپ ۾ نظربند ڪيو ويو، پر هو تر جيتري وٿي تي موت کان بچي ويو. ايڊنائير کي مارڻ واري ڪئمپ ڏانهن موڪلڻ تي هئا، جو هُو دل جو نقلي دورو پوڻ سببان اسپتال ۾ داخل ڪيو ويو. هُو اتان ڀڄي نڪتو، گسٽاپو کيسَ گرفتار ڪري جيل موڪلي ڇڏيو. پر ان وقت تائين اتحادي ويجها پهچندا پئي ويا. ايڊنائير جي پٽ، جيڪو هڪ فوجي آفيسر هو، مداخلت ڪري کيس جيل مان آزاد ڪرايو. اتحادي مارچ 1945ع ۾ ڪولون ۾ داخل ٿيا ۽ آمريڪي ڪمانڊر ايڊنائير کي پنهنجي چيف ميئر واري عهدي تي واپس اچڻ لاءِ چيو. پر شهر برطانوي قبضي واري ڪمربند ۾ اچي ويو ۽ انگريزن کيس عهدي تان لاهي ڇڏيو.

اهڙي عمل ايڊنائير ڏنگي وڏو پر ان ڪري کيس قومي سياست ۾ ڀاڱو وٺڻ لاءِ ڇوٽڪارو بہ ملي ويو. هُن ڪرسچين ڊيموڪريٽڪ يونين (سي- ڊي- يو) نالي هڪ نئين سياسي پارٽي ٺاهي. اها هڪ عيسائي پارٽي هئي، جنهن ۾ اهڙا ڪئٿولڪ توڙي پروٽيسٽنٽ شامل هئا، جن پاڻ کي قانون جي حڪمراني وسيلي، انفراديت جي حفاظت ڪرڻ لاءِ ارپي ڇڏيو هو. ان جي مکيہ مخالف، سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽي هئي. ايڊنائير جو خيال هو تہ سوشلزم برابري کي وڌائي ٿو، جنهن سببان قدرتي اڳواڻ اُڀري نہ ٿا سگھن.

سي- ڊي- يو، آهستي آهستي مقامي چونڊن ۾ زور وٺندي وئي. ايڊنائير هڪ چاتل سٺ اٿل شخصيت بڻجي پيو. ٽن مغربي قابض طاقتن برطانيہ، فرانس ۽ آمريڪا خود حڪومت جي تياري ڪندي، هڪ عارضي آئين ٺاهڻ لاءِ پارليامينٽري ڪائونسل ڪوٺائي. ايڊنائير کي بہ ميمبر جي حيثيت ۾ انهي ڪائونسل ۾ شامل ڪيو ويو پر هُن چالاڪي سان اهڙي تہ حڪمت عملي اختيار ڪئي جو ان جو چيئرمين ٿي ويو. انهي آئين کي 1949ع ۾ قبول ڪيو ويو. انهي سال بعد ۾ جڏهن پارليامينٽ جون چونڊون ٿيون تہ سي- ڊي- يو ٿورڙي اڪثريت سان کٽيو ۽ ايڊنائير چانسلر ٿيو.

منڍ کان ئي ايڊنائير پاڻ ۾ ۽ پنهنجي انهي پختي عقيدي ۾ اعتماد رکي حڪومت هلائي تہ هڪ مضبوط متحد اولهہ يورپ ۾ اولهہ جرمني جو اهم مقام ضرور بحال ٿيڻ گھرجي. ڪجھہ مهينن اندر هُن اتحادين کي قائل ڪري ورتو تہ قبضي وارا سخت قانون نرم ڪن ۽ جرمن ڪارخانا نہ ڊاهين. اِهو قبضو

1952ع ڌاري ختم ٿي ويو هو ۽ اولهه جرمني مغربي معاهدي جو ميمبر ٿي ويو هو. اولهه جرمني کي 1955ع ۾ پنهنجو اقتدار اعليٰ واپس مليو ۽ ملڪ ناٽو ۾ شامل ٿيو. 1957ع ۾ اولهه جرمني روم جي معاهدي تي صحي ڪري يورپي اقتصادي برادري (يورپين ايڪانامڪ ڪميونٽي يعني اي اي سي) جو ميمبر ٿيو.

ايڊنائير تي لڳاتار اها تنقيد ٿيندي رهي ته هو جرمني کي ٻيهر متحد ڪرڻ لاءِ وڏيڪ مضبوطي سان ڪوششون نه پيو ڪري پر سوويت يونين جي سخت مخالف هئڻ جي حيثيت ۾ هُن کي يقين هو ته روسي انهي جي قيمت طور جرمني جي غيرجانبداري جو مطالبو ڪندا. هن جو خيال هو ته فوجي طاقت جي پٺڀرائي سان ٿيل اولهه جو اتحاد، سوويت يونين کي ٻيجاري يورپ ۾ اڳتي وڌڻ کان روڪيندو ۽ سندس مرضي هئي ته جرمني، پنهنجي سلامتي لاءِ انهي ٻڀ جو حصو رهي. هُن 1952ع ۾ ماسڪو جو دورو ڪيو، پر اُتي سندس ڳالهيون ناڪام ٿيون ۽ هُن وري اهڙي ڪابه ڪوشش نه ڪئي. هُن 1952ع ۾ عالمي صيهوني تنظيم جي صدر ناهُم گولڊ مئن سان ملاقات ڪئي، جيڪا تمام گهڻي ڪامياب ثابت ٿي. ايڊنائير ڪفاري ۽ ٺاهه جي پاليسي اختيار ڪندي، اسرائيل ۽ عالمي صيهوني برادري کي انهن نازي ڏوهن جو عيوضو ڀري ڏيڻ قبول ڪيو، جيڪي نازين پنهنجي دور ۾ يهودين خلاف ڪيا هئا. هن جي ان قدم کي ڏاڍو ساراهيو ويو ۽ انهي قدم جرمن عوام جي نيڪ خواهشن بابت ايڏو اعتماد بحال ڪرايو، جيڪو ٻي ڪابه شيءِ نه ڪري سگهي ها.

ايڊنائير ٻئي جذباتي ۽ اهم ٺاهه ڪرڻ لاءِ 1961ع ۾ پئرس جو دورو ڪيو، جتي جرمني جي پراڻي دشمن جنرل چارلس ڊيگال سندس گرمجوشيءَ سان استقبال ڪيو. جڏهن ڊيگال انهي جي موٽ ۾ جرمني جو دورو ڪيو تڏهن ماڻهن جي تمام وڏي انبوهه، خوشي وچان سندس آجيان ڪئي.

ايڊنائير ڊگهي مدي کان چانسلر رهيو هو. ڊيگال سان ٺاهه ڪرڻ سندس عروج تي پهچڻ جي برابر هو. انهي کان پوءِ سي- ڊي- يو جا ٻيا اڳواڻ، استعفيٰ ڏيڻ لاءِ ڏينهون ڏينهن مٿس وڌيڪ دٻاءُ وجهڻ لڳا. هن جي ڪيترن ئي ساٿين ۽ ٻين کي يقين هو ته هُو تمام گهڻو عرصو عهدي تي رهيو هو ۽ عمر وڌڻ سان هُن مان لچڪ ختم ٿي ويئي هئي، جنهن ڪري نون خيالن جو دڳ بند ٿي ويو ۽ ترقي رڪجي ويئي هئي. هن 1963ع ۾ سندن ڳالهه مڃيندي استيعفيٰ ڏني، پر 1966ع تائين پارٽي جو سربراهه رهيو.

# محمد علي جناح

(1876-1948)

محمد علي جناح کي هڪ اهڙي ماڻهوءَ جي حيثيت ۾ ڄاتو سڃاتو ويندو هو، جيڪو هندستان ۾ برطانوي راڄ جي آخري ڏينهن ۾ هر هڪ حل لاءِ ڪوڙ ڪو مسئلو پيدا ڪري ڇڏيندو هو. جناح اهو مسلمان هو جنهن ڏاڍي پڪائي سان اصرار ڪيو ته هندستان جي مسلم اقليت کي پنهنجي الڳ رياست هئڻ گهرجي. هُن جو چوڻ هو ته انهي مسئلي تي ڪو ٻاهه نه ٿو ڪري سگهجي، ننڍي کنڊ جو ورهاڱو ئي مسلمانن کي هندن جي بالادستي کان بچائي سگهي ٿو. نيٺ هندن توڙي انگريزن اهو مطالبو مڃيو. پاڪستان جي مسلم رياست قائم ٿي ۽ سندس باني محمد علي جناح حڪومت جو پهريون سربراهه ٿيو.

آزادي کان ٿورو اڳ تائين مسلمان هندستان جي آدمشماري جو اٽڪل 25 سيڪڙو هئا. اُهي عربن، ترڪن، ٻين ڪاهي ايندڙ ۽ مغل دؤر ۾ پنهنجو مذهب مٽائي اسلام اختيار ڪندڙن جي نسل مان هئا. انهن جي گهڻائي ديني مدرسن مان علم پرايو هو، جڏهن ته هندو انگريزن جي قائم ڪيل اسڪولن ۾ پڙهيا هئا. انهي جو نتيجو اهو نڪتو ته هندو جيڪي پنهنجي گهڻائي جي ڪري اڳيئي وڌيڪ طاقتور هئا، سي ڪاروبار توڙي حڪومت جي نوڪرين ۾ گهڻي ڀاڱي ڇانئجي ويا. مسلمان گهٽو ڪري يا ته هاري، يا وري پورهيت رهجي ويا.

پر جناح جو تعلق هڪ شاهوڪار مسلمان گهراڻي سان هو. هُو برطانيه ۾ وڪالت پڙهيو هو ۽ 1905ع ۾ قومي هلچل ۾ شامل ٿيڻ کان اڳ بمبئي ۾ ڪاميابي سان وڪالت ڪندو هو.

عجب جهڙي ڳالهه آهي ته جناح شروعات ۾ هندستان جي ٻڌي جو پڪو حامي هو. هو انڊين نيشنل ڪانگريس ۾ شامل ٿيو ۽ ان ۾ رهي هندستاني ماڻهن ۾ قومي شعور وڌائڻ لاءِ ڪم ڪرڻ لڳو پر هڪ ته مسلمانن جي مسئلن ۽ مفادن سان هندن جي ظاهري لاتعلقي ڏسي ۽ ٻيو ته نيشنل ڪانگريس ۾ مٿي چڙهڻ ۾ ناڪام ٿيڻ ڪري جلدي مايوس ٿي ويو.

جناح جيتوڻيڪ اڃا تائين ڪانگريس جو ميمبر هو، پر 1913ع ۾ مسلم ليگ

۾ شامل ٿيو. مسلمانن جا حق بچائڻ لاءِ ليگ ست سال اڳ ۾ قائم ٿي هئي. ان جناح کي خاطري ڏياري تہ اها بہ هندستان جي اتحاد لاءِ اوترو ئي اتساهہ رکي ٿي، جيترو ڪانگريس. انهي زماني ۾ ٻئي تنظيمون گڏجي ڪم ڪري رهيون هيون. جناح 1916ع ڌاري ليگ جو صدر ٿي ويو. هن ڪانگريس ۽ ليگ ۾ لکنؤ پيڪٽ ڪرائڻ ۾ وڏو ڪردار ادا ڪيو. انهي ٺاهہ مطابق، مستقبل جي هندستاني قانون ساز اسمبلي ۾، مسلمانن جي نمائندگي کي يقيني بنائڻ لاءِ، مسلمانن کي جدا ووٽ ڪرڻ جو حق ڏنو ويو. پر ٻنهي تنظيمن ۾ اهو سهڪار گهڻو وقت نہ هلي سگهيو ۽ ڪانگريس ٺاهہ تان هٿ ڪڍي ويئي. جناح 1930ع ۾ ڪانگريس تان استعفيٰ ڏني، پر 1937ع تائين هندو مسلم اتحاد لاءِ ڪم ڪندو رهيو. انهي سال ڪانگريس صوبن ۾ مسلمانن سان گڏجي حڪومت ٺاهڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو.

ڪانگريس کان مايوس ٿي، جناح پنهنجون سموريون صلاحيتون ليگ ۾ ڪم آڻڻ لڳو. هن جي اڳواڻيءَ ۾ ليگ ترقي ڪئي، ۽ سندس اثر رسوخ وڌيو. 1940ع ۾ ليگ مسلم رياست پاڪستان قائم ڪرڻ جو مطالبو ڪيو، جيڪا هندستان جي مسلم اڪثريت وارن علائقن ۾ قائم ٿيڻي هئي. انگريز سرڪار توڙي هندو اڳواڻن، منڍ ۾ انهي مطالبي تي غور ڪرڻ کان انڪار ڪيو، پر مسلم ليگ آئين ساز اسيمبلي لاءِ 1946ع ۾ ٿيندڙ چونڊن ۾ مسلمانن جون سڀ سيٽون کٽي ثابت ڪري ڏيکاريو تہ کيس هندستان جي مسلمانن جي اڪثريت جي حمايت حاصل هئي. مسلمانن ۽ هندن ۾ خونريز فساد ٿيڻ ڪري دٻاءُ وڌي ويو. جناح ثابت قدم رهيو.

آگسٽ 1947ع ۾، برطانوي ڪامن ويلٿ اندر، پاڪستان جي آزاد حڪومت جو اعلان ڪيو ويو. جناح گورنر جنرل ٿيو ۽ بعد ۾ کيس آئين ساز اسيمبلي جو صدر چونڊيو ويو. نئين رياست ٻن علائقن تي ٻڌل هئي، اولهہ پاڪستان، جيڪو سنڌي ڪنڊ جي اتر اولهہ ۾ آهي ۽ اوڀر پاڪستان، جيڪو اتر اوڀر ۾ آهي. ٻنهي علائقن جي وچ ۾ هڪ هزار ميلن کان وڌيڪ هندستاني علائقو هو. مسلم مذهب کان سواءِ ٻنهي ۾ ٻي هڪ جهڙائي گهٽ هئي، جنهنڪري آهستي آهستي ٻنهي ۾ اختلاف وڌڻ لڳا. اوڀر پاڪستان 1971ع ۾ بنگلاديش نالي جدا رياست قائم ڪئي.

هندستان ۽ پاڪستان کي آزادي ملڻ کان پوءِ ننڍي ڪنڊ جي ڪيترين رياستن مان ڪي پاڪستان ۾ شامل ٿيون تہ ڪي هندستان ۾. آزادي کان اڳ انهن رياستن تي انگريز سرڪار جي سهڪار سان هندستاني شهزادا حڪومت ڪندا هئا. آزادي کان پوءِ جن رياستن ۾ هندن جي آدمشماري وڌيڪ هئي سي هندستان ۾ شامل ٿيون ۽ جن ۾ مسلمان گهڻائي ۾ هئا سي پاڪستان ۾ شامل ٿيون. انهن

مان هڪڙي وڏي رياست ڪشمير ۾ مسلمانن جي گهڻائي هئي، پر ان جو هندو راجا هندستان ۾ شامل ٿيو. پاڪستان ۽ هندستان وچ ۾ جنگ لڳي جيڪا اوستائين جاري رهي، جيستائين گڏيل قومن 1949ع ۾ جنگندي جو انتظام نه ڪيو. جنگبندي جي ڪري ڪشمير جو گهڻو حصو هندستان جي قبضي ۾ هليو ويو. ٻنهي مان ڪابه قوم انهي صورتحال مان مطمئن نه هئي ۽ ڪشمير جو مسئلو حل ٿي نه سگهيو.

جناح 1948ع ۾ وفات ڪئي. هو پنهنجي پوئتان اهڙو ملڪ ڇڏي ويو، جنهن جا مسئلا ته گهڻا هئا پر حل ٿورا. انهي جي باوجود پاڪستان باقي رهيو ۽ جناح جي هم وطن کيس پورو پورو مان ڏنو. انهن کيس قائداعظم يعني سڀ کان عظيم اڳواڻ جو لقب ڏنو.

# ٽراٽسڪي

(1879-1940)

لينن پاڻ هوشياري سان ايڏا انقلابي ڪارناما نہ ڪيا هئا جيترا ليون ٽراٽسڪي. هن صدي جي پهرين چاليهن سالن واري عرصي ۾ هُن مارڪسزم جي هر پهلو تي لکيو ۽ ان جي اوسر ڪئي. هُن اهڙيون انقلابي چالون ڪيڏيون جن جي ڪري بالشويڪ آڪٽوبر 1917ع ۾ اقتدار ۾ اچي ويا. هُو سرخ فوج جو باني هو ۽ منڍ وارن سالن ۾ انقلاب کي بچايو هئائين.

ٽراٽسڪي جو پورو نالو ليو ڊيوڊ ووچ برانسٽين ٽراٽسڪي هو. هُو هڪ خوشحال هاري جو پٽ هو. هُو اسڪول ۾ هوشيار شاگرد ليکيو ويندو هو ۽ 17 سالن جي ڄمار ۾ هڪ مارڪسي گروپ ۾ شامل ٿي ويو هو. ٻن سالن کان پوءِ هُو پهريون دفعو گرفتار ٿيو. هو ٽراٽسڪي نالي پنهنجي هڪڙي جيلر جا نقلي ڪاغذ تيار ڪري 1902ع ۾ سائيبيريا جي جلاوطني مان ڀڄي نڪتو ۽ لنڊن هليو ويو، جتي هُن انقلابي اخبار 'اسڪرا' شايع ڪرائڻ ۾ لينن جو هٿ ونڊايو.

ٽراٽسڪي 1905ع ۾ روس موٽيو. هُن سينٽ پيٽرسبرگ سوويت جي چيئرمين جي حيثيت ۾ انهي سال واري انقلاب ۾ حصو ورتو. انهي انقلاب جي ڪري زار جي حڪومت مجبور ٿي عوام کي ڪجهہ رعايتون ڏنيون. ٽراٽسڪي انهن سوشل ڊيموڪريٽن مان هو، جن انقلابي هڙتال کي جاري رکڻ جي ڪوشش ڪئي. جڏهن سوويت کي ڇيپاٽيو ويو، تڏهن ڪيس بہ گرفتار ڪيو ويو. هُو ٻئي ڀيري بہ سائبيريا جي جلاوطني مان ڀڄي نڪتو ۽ 1907ع کان 1914ع تائين صحافي ٿي ويانا ۾ ڪم ڪيائين. پهرين مهاڀاري لڙائي ڇڙڻ وقت هُو هڪ سرگرم انقلابي جي حيثيت ۾ پهريائين پيرس ۽ پوءِ نيويارڪ ۾ وڃي ٽڪيو. فيبروري 1917ع ۾ انقلاب وسيلي زار جي حڪومت جو تختو اونڌو ٿيڻ کان پوءِ هُو پيٽروگراڊ موٽي آيو. انهي سال آڪٽوبر ۾ بالشويڪن جيڪا فوجي بغاوت ڪئي ٽراٽسڪي انهي جي مکيہ اڳواڻن مان هو.

انقلاب کان پوءِ ٽراٽسڪي پرڏيهي معاملن جو ڪميسار (اعليٰ آفيسر) مقرر ٿيو. هن کي 1918ع ۾ بريسٽ لٽووسڪ جو ٺاهہ ڪرڻ لاءِ جرمني سان ڳالهہ

ٻولھ ھلائڻ جو ڪم سونپيو ويو. انھي معاھدي جي ڪري سوويت روس پھرين مھاڀاري لڙائي تان ھٿ ڪڍي ويو ۽ جرمني کي امن جي قيمت طور پنھنجا وسيع علائقا ڏيڻا پيا.

انقلاب کان پوءِ وائيٽس (اڇن) گھرو لڙائي ڇيڙي ڇڏي ۽ مغربي ملڪن فوجي مداخلت ڪئي. ٽراٽسڪي تي، ھنھي سان منھن ڏيڻ جو ڪم رکيو ويو. ھُن زار جي رھيل کھيل فوج ۽ ٻين ڇڙوڇڙ ماڻھن کي گڏي سرخ فوج ٺاھي ۽ اُن کي اھڙي تہ ويڙھاڪ فوج بڻائي ڇڏيائين جو انھي انقلاب کي بچائي ورتو.

پر انقلاب کي اندروني طور سخت خطري سان منھن ڏيڻو پيو. مارچ 1921ع ۾ ھارين مان نئين ليکي پرتي ٿيل خلاصين، لينن گراڊ پرسان ڪرونسٽادٽ واري ساموندي اڏي ۾ بالشويڪن جي اقتدار تي ھڪ ھٿي خلاف احتجاج ڪندي بلوو ڪيو. ٽراٽسڪي برف جي ھُن پار يڪدم حملي ڪرڻ جو حڪم ڏنو. برف صاف ڪرڻ ۾ ڏھہ ڏينھن لڳي ويا.

ٽراٽسڪي گھرو ويڙھہ دوران لينن کان پوءِ پارٽي جي سڀ کان وڏي شخصيت ليکيو ويندو ھو پر ھُن ۽ اسٽالن ۾ ڏينھون ڏينھن شڪ شبھا وڌڻ لڳا. اسٽالن جيتوڻيڪ ثانوي حيثيت جو مالڪ ھو پر ھُو بہ اھم شخصيت ليکيو ويندو ھو. ھنھي ۾ بي اعتمادي وڌڻ ڪري ٽراٽسڪي جي حيثيت ڏڪجڻ لڳي. انھي کان پوءِ لينن سان سندس ٽڪر ٿيو. اسٽالن کي پارٽي جو جنرل سيڪريٽري ٺاھيو ويو. لينن 1924ع ۾ وفات ڪئي تہ اسٽالن ٽراٽسڪي کي سندس جانشين ٿيڻ نہ ڏنو. ھنھي جي دشمني نظرياتي روپ ورتو ۽ انھي ڳالھہ تي سخت بحث مباحثا ٿيڻ لڳا تہ انقلاب کي روس تائين محدود رکجي يا سڄي دنيا ۾ انقلاب آڻڻ جو پرچار ڪجي. اسٽالن انقلاب کي روس تائين محدود رکڻ پئي چاھيو جڏھن تہ ٽراٽسڪي سڄي دنيا ۾ انقلاب کي پکيڙڻ تي زور ڏنو. نيٺ اسٽالن جو پارٽي جي تنظيم تي قبضو ٿي ويو. ٽراٽسڪي کي ڪميسار واري عھدي تان لاٿو ويو، ڪيس پولٽ بيورو مان نيڪالي ڏني وئي ۽ 1925ع ۾ ڪيس پارٽي مان بہ ڪڍيو ويو. نيٺ 1929ع ۾ ھُن کي يو- ايس- ايس- آر مان بہ جلاوطن ڪيو ويو. ھُو پھريائين ترڪي، پوءِ فرانس ۽ انھي کان پوءِ 1935ع ڌاري ناروي ۾ وڃي رھيو، پر اسٽالن ناروي جي حڪومت تي، ڪيس ملڪ مان ڪڍڻ لاءِ دٻاءُ وڌو، جنھن ڪري ھو 1973ع کان وڃي ميڪسيڪو ۾ رھيو.

پنھنجي جلاوطني دوران ٽراٽسڪي ڏاڍي ذھانت سان اسٽالن تي سخت ٽيڪا ٽپڻي ڪندو رھيو. انھي جي جواب ۾ اسٽالن اِھو ھُلايو تہ ٽراٽسڪي جا حامي انقلاب خلاف سازشون ڪري رھيا ھئا. انھيءَ شڪ جي بنياد تي اسٽالن ھزارين ماڻھو مارائي ڇڏيا ۽ 1936ع، 1937ع ۽ 1938ع ۾ نمائشي مقدمن جو سلسلو جاري رکيائين. اھي مقدما لينن جي دوستن ۽ 1917ع واري بالشويڪ

انقلاب جي اڳواڻن تي هلايا ويا. اهي اڳواڻ پارٽي اندر مانائتا ليکبا هئا. ڪيس هلندي گهڻو ڪري انهن اڳواڻن ترتيبوار غداري ۽ تخريب ڪاري جو 'ڏوهه' قبول ڪيو. خود ٽراٽسڪي کي بہ مئي 1940ع ۾ ميڪسيڪو شهر اندر هڪ برف ڪٽڻي ڪهاڙي سان قتل ڪيو ويو.

ٽراٽسڪي ۽ لينن جي لکڻين گڏجي مارڪس جي انقلابي حڪمت عملي واري فلسفي کي ڏاڍي ذهانت سان نئون روپ ڏنو. مارڪس جو نظريو صنعتي سماج ۾ انقلاب آڻڻ جو هو پر انهن ٻنهي گڏجي انهن کي زار واري روس جهڙي پٺتي پيل زرعي ملڪ ۾ انقلاب آڻڻ جو فلسفو بڻائي ڇڏيو. مئنشويڪن ۽ بالشويڪون ۾ جيڪي ٻگها بحث مباحثا ٿيندا هئا تن ۾ ٽراٽسڪي جيتوڻيڪ ڪڏهن بہ پوري طرح انهي ڳالهہ جو اظهار نہ ڪيو هو پر کيس صاف نظر اچي رهيو هُو تہ لينن آمراڻي پارٽي جو جيڪو نظريو ڏنو هو، تنهن جو نتيجو آمريت جي شڪل ۾ ظاهر ٿيندو. هُن جي لکڻين ۾ 'روسي انقلاب جي تاريخ،' 'اسٽالن جي سوانح عمري' ۽ 'دائمي انقلاب' شامل آهن. پهريون ڪتاب هن صدي جو عظيم ادبي ڪم ليکيو وڃي ٿو. ٻيو ڪتاب ڏاڍي ذهانت سان لکيل آهي ۽ ٽئين ڪتاب ۾ ٻڌايل آهي تہ مارڪسي 'دائمي انقلاب' اهو آهي جيڪو "طبقاتي حڪومت جي ڪنهن بہ سرشتي سان ڪو ناهہ ناهي ڪندو... ۽ اهو انقلاب تڏهن پورو ٿيندو جڏهن سمورو طبقاتي سماج مڪمل طور ٻهي پٽ پوندو." ٽراٽسڪي جا اهڙا فقرا ۽ 'بلوي ڪرڻ جو فن' تي لکيل سندس نوٽ، انقلابي نظرئيدانن ۾ کيس سڀ کان وڌيڪ اثرائتو نظرئيدان بڻائن ٿا. ٽراٽسڪي جا عقيدا سڄي دنيا جي سوشلسٽن کي اڄ ڏينهن تائين اُتساهہ ڏيارين ٿا.

# اسٽالن

## (1879-1953)

جديد تاريخ ۾ ورلي ڪا اهڙي شخصيت هوندي جنهن جي باري ۾ مختلف ماڻهن جا ايڏا مختلف رايا هجن، جيترا جوزف وساريونوِ اسٽالن جي باري ۾ هئا. ڪن هن کي پارٽي مشين جو بيوروڪريٽ ٿي سڏيو ته ڪن کيس راڪاس جهڙو ظالم. ڪن جي نظر ۾ هُو ڪرشمي ساز جنگي اڳواڻ هو ۽ ڪي کيس پنهنجي قوم جو ابو ڪري ليکيندا هئا ۽ ڪن ماڻهن کيس اهڙو بيرحم ۽ رت پياڪ خبطي ٿي سمجهيو، جنهن تي وڏن ڪارنامن ڪرڻ جو ڀوت سوار هجي. هن فولادي هٿن سان پنجويهن سالن تائين سوويت روس تي حڪومت هلائي، جنهن دوران پنهنجن سمورن مخالفن جو خاتمو آڻي ڇڏيائين.

اسٽالن ينگاشولي نالي هڪ موچي جو پٽ هو. هُو پنهنجي اباڻي ملڪ جارجيا ۾ پادري ٿيڻ لاءِ طفلس جي هڪ مذهبي مدرسي ۾ پڙهيو. جتان نافرماني ڪرڻ سبب کيس ڪڍيو ويو ۽ هُو 1903ع ۾ ڪاڪاسس جي سوشل ڊيموڪريٽ پارٽي ۾ شامل ٿيو. پارٽي جڏهن بالشويڪن ۽ مئنشويڪن ۾ ورهائجي وئي تڏهن هن لينن جي بالشويڪ ڌر سان ساٿ ڏنو. هن پنهنجو نالو بدلائي 'اسٽالن' يعني فولادي ماڻهو رکيو. انقلابي ڪم ڪرڻ ڪري هو ڪيترا دفعا گرفتار ٿيو ۽ 1905ع ۾ ڦهريون پيرو فن لينڊ ۾ ٽيندڙ ڪانفرنس ۾ سندس ملاقات لينن سان ٿي. ستن سالن کان پوءِ هو سينٽ پيٽرسبرگ ويو جتي پراودا جو ايڊيٽر ٿيو. پراودا انهي زماني ۾ پارٽي جو نظرياتي پرچو هو. اسٽالن کي 1913ع ۾ سڄي زندگي لاءِ سائيبيريا ڏانهن جلاوطن ڪري موڪليو ويو پر 1917ع ۾ زار جي حڪومت ڀڃي پوڻ ڪري کيس عام معافي ملي.

آڪٽوبر واري بالشويڪ انقلاب کان پوءِ اسٽالن قوميتن جو ڪميسار، پولٽ بيورو جو ميمبر ٿيو. پولٽ بيورو پارٽي جو پاليسي ساز ادارو هو. اسٽالن کي 1919ع ۾ انسپيڪٽوريٽ جو ڪميسار مقرر ڪيو ويو. اِها انسپيڪٽوريٽ نئين سول سروس جي ڪم ڪار تي نظرداري رکڻ لاءِ قائم ڪئي وئي هئي. هُن پولٽ بيورو ۽ تنظيمي بيورو جي وچ ۾ رابطي آفيسر جو به ڪم ڪيو ۽ 1922ع ۾

ڪميونسٽ پارٽي جي سينٽرل ڪاميٽي جو جنرل سيڪريٽري ٿيو. هاڻي ملڪ جو گهڻي ڀاڱي اقتدار وٽس هو ۽ ڏينهون ڏينهن پارٽي جي تنظيم تي سندس قبضو وڌڻ لڳو.

لينن پنهنجي موت کان ٿورو اڳي پنهنجي 'آخري وصيت' ۾ اسٽالن جي غيرجمهوري لاڙن ڏانهن ڌيان ڇڪائيندي سفارش ڪئي ته کيس ڪڍيو وڃي پر لينن جي اها وصيت دٻائي ويئي. اقتدار ٽه- ڌري ٽولي کي مليو، جنهن ۾ اسٽالن، زائنو ويف ۽ ڪامن نيف شامل هئا. اهي سڀئي پراڻا بالشويڪ هئا جن پڪو پهه ڪيو هو ته پنهنجي ذهين مخالف ليون ٽراٽسڪي کي خارج ڪري ڇڏيندا، پر ڊسمبر 1947ع تائين اسٽالن ٽنهي کي پارٽي مان ڪڍي ڇڏيو، جيڪا هاڻي سندس قبضي ۾ هئي. پارٽي ۾ وڏي پئماني تي نوان ميمبر ڀرتي ڪيا ويا جنهن ڪري پراڻن بالشويڪن جو اثر گهٽ ٿي ويو. هاڻي اها انقلابين بدران ايڊمنسٽريٽرن ۽ بيوروڪريٽن جي پارٽي ٿي پئي. گهڻا ماڻهو ان ۾ انهي ڪري شامل ٿيا جيئن سٺي پگهار واريون سوليون نوڪريون وٺي يا برقرار رکي سگهن. ٽراٽسڪي انهي باري ۾ پنهنجو خيال ڏيکاريندي چيو ته اها "پارٽي جي وچٽري حالت ٿي هئي جنهن اسٽالن کي ايڏي اوج تي رسايو هو."

پر اسٽالن پارٽي ۾ هڪ نئون تصور به آندو. لينن جو نظريو چوي ٿو ته سوشلزم کي محفوظ رکڻ جو فقط هڪڙو ئي طريقو آهي ته سڄي سرمائيدار دنيا ۾ انقلاب کي پکيڙجي پر جيئن ته انقلاب سڄي دنيا ۾ نه آيو هو، تنهن ڪري وڏو نظرياتي بحث مباحثو شروع ٿي ويو. ٽراٽسڪي زور ڏنو ته عالمي انقلاب کي اڳتي وڌائڻ لاءِ ٻين ملڪن جي انقلابن ۾ روس کي مداخلت ڪرڻ گهرجي، پر اسٽالن لينن جي نظريي کي ابتو ڪري ڇڏيو ۽ 'هڪ ملڪ ۾ سوشلزم' جي رٿ پيش ڪئي.

اسٽالن 1925ع واري پارٽي ڪانگريس ۾ چيو، "اسان جي پارٽي جو مکيه مقصد يو- ايس- ايس- آر ۾ سوشلسٽ اڏاوت جي ڪاميابي لاءِ وڙهڻ آهي." انهي جو ٻيو مطلب هو صنعتڪاري. 1927ع واري ڪانگريس رياستي رٿابندي واري ڪميشن کي پنج سالي اقتصادي رٿا تيار ڪرڻ جي هدايت ڪئي. انهي رٿا جي رفتار ڇيلهه ڇني ڪندڙ هئي. "ڪڏهن ڪڏهن پڇيو ويندو آهي ته انهي رفتار کي ٿورو گهٽائي نه ٿو سگهجي؟" اسٽالن پنهنجي هڪ مشهور تقرير ۾ مڃيندي چيو، پر تقرير جاري رکندي اهو به چيائين، "نه سائيو ايئن ڪرڻ ممڪن ناهي... اسان ترقي ڪيل ملڪن کان پنجاهه يا سؤ سال پوئتي آهيون اسان کي اها وٿي ڏهن سالن ۾ پوري ڪرڻي آهي. جيڪڏهن اسان اِها وٿي پوري نه ڪئي ته اُهي اسان کي چيڀاٽي ڇڏيندا."

1927ع واري ڪانگريس 'ڪولاڪن خلاف اڳرائي جاري رکڻ' جو پڻ پڪو

پھ ڪيو. ڪولاڪ خوشحال هاري هئا جن کي لينن جي نئين اقتصادي پاليسي دوران چڱو نفعو ٿيو هو پر صنعتي پروگرام جي تقاضا هئي تہ فئڪٽري جي پورهيتن کي سستو کاڌو مهيا ڪجي. انهي ڪانسواءِ جيڪڏهن روس کي زرعي ملڪ مان ڦيرائي اهڙو صنعتي ملڪ ڪرڻو هو جنهن کي سرمائيدار دنيا 'چيپاٽي' نہ سگهي تہ ڪولاڪن جي طبقي جو وجود ختم ٿي ٿيو ۽ لکين ننڍن ڪاتيدارن جي زمينن کي وڏن ۽ وڏيڪ ڪارائتن گڏيل فارمن ۾ شامل ٿيڻو ٿي پيو. انهي پاليسي جي لاڳو ٿيڻ ڪري پوائتي سرڪشي پيدا ٿي پئي. رياست طرفان چرير ۾ آيل ٽولن سڄي ملڪ ۾ ظلم جي باهہ ٻاري ڏني. ڪولاڪن آڻ مڃڻ بدران مشينري کي تباهہ ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجا ڍور ڪُهي ڇڏيا. لکين ڪولاڪن کي جبري ڪئمپن ڏانهن منتقل ڪيو ويو ۽ لکين مري ويا. اهي يا تہ قتل ٿي ويا يا زراعت جي تباهہ ٿيڻ ڪري بک وگهي مري ويا. 1928ع ۽ 1933ع جي وچ واري عرصي ۾ سگهائتن ڍورن جو قومي سطح تي تعداد 7 ڪروڙ مان گهٽجي 3 ڪروڙ چاليھ لک وڃي بچيو.

پر اها بہ حقيقت آهي تہ انهن ئي سالن دوران، جڏهن مغربي دنيا پنهنجي جمار جي بدترين اقتصادي سرد بازاري مان لنگهي رهي هئي، تڏهن سوويت ڳري صنعت کي ڪنهن بہ غيرملڪي سرمائي کان سواءِ ڪنهن بہ غيرملڪي ٽيڪنيڪي ماهر جي مدد کان سواءِ انقلابي نموني ترقي ملي هئي. انهي ۾ شڪ ڪونهي تہ زندگي جو معيار ڪري پيو هو ۽ ھڙي کان بہ هيٺئين پد تي فئڪٽريون ٺاهيندي هزارين ماڻهو مري ويا هئا. پر ڳري صنعتي پيداوار ڊرامائي انداز ۾ وڌي هئي. آمراڻي حڪومت پنهنجي گرفت مضبوط ڪري ورتي هئي ۽ اسٽالن جي شخصيت کي زور وٺايو هو. اسٽالن جي ساٿي ڪروف کي 1934ع ۾ قتل ڪيو ويو. انهي سان عدالتي قتلن جو هڪ سلسلو شروع ٿي ويو. جيڪو پوائتي ڳجهي پوليس او- جي- پي- يو شروع ڪرايو. لينن جي پولٽ بيورو جا ٻچيل ميمبر سينيئر چيف، هزارين گهٽ درجي جا 'غدار' ۽ 'تخريبڪار' ماريا ويا. پراڻن بالشويڪن جو مڪمل خاتمو آندو ويو.

هاڻي نازي جرمني مان خطرو هو. اسٽالن آگسٽ 1939ع ۾ هٽلر سان هڪ ٺاهہ ڪيو پر جرمني جون 1941ع ۾ روس تي ڪاهہ ڪئي. چرچ جي پراڻن اڳواڻن کي خاص طرح بحال ڪرڻ ۽ اسٽالن جي شخصيت پرستي وسيلي روسي وطن پرستي جا جذبا جاڳايا ويا. جڏهن امن قائم ٿيو تڏهن سڄي سوويت ملڪيت جي چوٿين پتي تباهہ ٿي چڪي هئي ۽ ٻہ ڪروڙ سوويت شهري مارجي ويا هئا. اسٽالن اتحادي اڳواڻن روز ويلٽ ۽ چرچل سان جنگ کان پوءِ جيڪو وهنوار ڪيو، تنهن مان ثابت ٿيو تہ هو هڪ چالاڪ سفارتڪار بہ هو. پر ملڪ اندر مڪمل ثقافتي ڏهڙدوڙنس جاري رهي. صفائي جي ٻي مهمن جي رٿابندي ٿي

رهي هئي جو دماغ جي رڳ ڦاٽڻ ڪري اسٽالن مري ويو.

اسٽالن جي دؤر جو ڏهڪاءُ مشهور ۽ سندس ڪارناما عجب جهڙا آهن. اهو انقلاب جيڪو 1920ع ۾ پنهنجي زندگي بچائڻ لاءِ وڙهي رهيو هو، سو جرمني کان جنگي زخم سهڻ جي باوجود 1945ع ۾ سوويت روس کي دنيا جي ٻن عظيم طاقتن مان هڪ بڻائي چڪو هو. ”تاريخ ۾ اهڙا مثال گهٽ ملندا ته قوم جي لڪيل صلاحيت مان اهڙي قابليت سان ڪم وٺي سگهجي، جهڙي قابليت سان انقلاب دوران ورتو ويو.“ پر اسٽالن جيڪي ظلم ڪيا، جنهن نموني سان هر قسم جي مخالفت ختم ڪيائين ۽ جيڪا پوائتي ’پوليس رياست‘ ٺاهيائين، تنهن روس جي پاڻ کي سوشلسٽ سڏائڻ واري دعويٰ کي تباهه ڪري ڇڏيو.

# عبدل ابنِ سعود

(1880 -1953ع)

سعودي عرب جي بادشاهہ ابنِ سعود وڏهي اقتدار ورتو. هُو هڪ جلاوطن اڳوڻي حاڪم جو پٽ هو، جيڪو 1901ع ۾ پنهنجي وطن موٽيو. سعود اڙانگو سفر ڪري سڄو ريگستان اُڪريو ۽ ڏاڪڻ وسيلي ڳادي جي هنڌ رياض جي ڀتين چيتن تان رڙهندو رڙهندو وڃي گورنر جي محل تائين پهتو. گورنر جڏهن صبح جو هوا خوري لاءِ ٻاهر نڪتو، تڏهن سعود مٿس ٽپو ڏيئي حملو ڪري، کيس دسي ماري ڇڏيو. هن جي پوئلڳن شهر جا در ڀڃي ڇڏيا ۽ مقامي فوجي جٿي کي قابو ڪيائون. جڏهن ڏنڌ صاف ٿي ته سعود شهر تي قبضو ڪري چڪو هو.

ايندڙ ٽيهن سالن تائين، هُو سڄو وچ عربستان فتح ڪرڻ لاءِ اڳتي وڌندو رهيو ۽ کيس پنهنجي حڪومت هيٺ متحد ڪري، سندس نالو قيرائي سعودي عرب جي بادشاهت رکيائين. بعد ۾ هُن تيل جي ڳولا ڪرڻ جي اجازت ڏني. انهي جي نتيجي ۾ تيل جي آمدني جي جڻ ته ٻوڏ اچي وئي، جنهن کيس شاهوڪار ته ڪري ڇڏيو پر ساڳئي ئي وقت جنهن نموني جي سادي ۽ سخت زندگي گذارڻ ۾ هن جو يقين هو، تنهن کي ڌڪ لڳو ۽ اها هئي اسلامي شريعت واري زندگي.

سعود، عربستانَ جي قبائلين تي پنهنج ضابطو ڄمائڻ لاءِ وهابيت جي جهنڊي هيٺ وڙهيو. وهابيت، اسلام جو هڪ سخت ۽ خالص فرقو هو، جنهن جي سندس خاندان روايتي پنيرائي ڪندو آيو هو. هُن پنهنجي پوئلڳن کي مذهبي جوش ۽ جذبي سان ڀري، مومن توڙي غيرمومن کي فتح ڪري، پنهنجي زبردست ٻڌائڻ لاءِ موڪليو. 1914ع ۾ پهرين مهاڀاري لڙائي جي شروع ٿيڻ تائين، سواءِ ڏکڻ جي ڪجهہ ننڍڙين بادشاهتن ۽ حجاز جي، ٻيو سڄو عرب اُڀپيٽ سندس قبضي ۾ اچي ويو هو. حجاز ڳاڙهي سمنڊ سان لڳولڳ اُهو علائقو آهي، جنهن ۾ مڪي ۽ مديني جا ٻئي مقدس شهر اچي وڃن ٿا . اهو علائقو عثماني سلطنت جو حصو هو، جنهن تي حسين ابنِ علي حڪومت ڪندو هو. جنگ دوران برطانيہ حسين ۽ سعود ٻنهي سان معاهدا ڪيا ۽ کين امدادي رقمون ڏيندو رهيو. سعود ته پاسيرو رهيو پر حسين ۽ سندس پٽ، ٽِي- اِي لارينس آف عريبيا جي مدد سان، عثماني تُرڪن

خلاف عربن جي هڪ بغاوت جي منهنداري ڪئي. پهرين مهاڀاري لڙائي کان پوءِ حسين جو پٽ عبدالله، اردن جي هُن پر واري علائقي جو امير ٿيو ۽ سندس پٽ فيصل، عراق جو بادشاهه ٿيو. اِهي ٻئي علائقا جنگ دوران ترڪي حڪومت کان کسيا ويا هئا ۽ ليگ آف نيشنس جي فرمان هيٺ برطانيه جي نظرداري ۾ ڏنا ويا هئا. سعود حسيني خاندان جي گهيري کان بچي، پنهنجي جنوني پوئلڳن کي حجاز خلاف کولي ڇڏيو ۽ برطانيه کي تار ڪَري ٻڌايائين تہ اُهي جنوني سندس حڪمن خلاف اِها ڪارروائي ڪري رهيا هئا. انهن حسين کي شڪست ڏيئي جلاوطن ڪري ڇڏيو ۽ حجاز کي سعود جي قبضي ۾ ڏيئي ڇڏيائون. انهي کان پوءِ انهن عراق جو رخ ڪيو. سعود کين جنگ بند ڪرڻ جو حڪم ڏنو، پر انهن جڏهن سندس حڪم مڃڻ کان انڪار ڪيو تہ کين 1929ع ۾ سبيلا جي جنگ ۾ شڪست ڏني.

پنهنجن بزرگن جي گهڻو ڪري سموري علائقي تي قبضي ڪرڻ کان پوءِ، سعود وڙهڻ بدران حڪومت ڪرڻ تي پنهنجو پورو پورو ڌيان ڏنو. هُن پنهنجي وڏي پٽ سعود کي رياض جي پر پاسي واري علائقي جو حاڪم بڻايو ۽ پنهنجي ٻئي پٽ فيصل کي حجاز جي حڪومت ڏيڻ سان گڏوگڏ، کيس پرڏيهي وزير بہ مقرر ڪيائين. عربن جي روايتي انداز ۾ سعود پنهنجي بادشاهت جو دورو ڪيو، جنهن دوران هر هڪ علائقي ۾ وڃي اتان جا مسئلا ٻڌائين، ڏوهن جو فيصلو ڪيائين ۽ ماڻهن کي مدد ڏنائين. هن ڪيترن ئي بدوئن (خانہ بدوشن) کي کوهن جي چوڌاري آباد ٿيڻ جي ترغيب ڏني ۽ مڪي ڏانهن ويندڙ حاجين کي ڦرڻ جي قديم رسم بند ڪرائڻ لاءِ، انهي ڏوهہ جي سزا هٿ ڪپڻ مقرر ڪيائين، جنهن سان اها ڦر بند ٿي ويئي.

پنهنجي سڄي بادشاهت ۾ لڳاتار دورن ڪرڻ وقت سعود ريشمي پٽن واري اهڙي تنبو ۾ رهندو هو، جنهن ۾ چار ڪمرا هوندا هئا. انهن تنبُن ۾ سعود، مشرقي غاليچن سان ڍڪيل نرم گدين تي ويهندو هو، جنهن جي چوڌاري سون ۽ چاندي مان ٺهيل خنجرن سان محافظ بيٺا هوندا هئا. هُو مقامي اڳواڻن سان ملندو هو ۽ سندن عاليشان دعوتون ڪندو هو، جنهن ۾ سڄي ٿيل پوريون رڍون ۽ اُٺ شامل هوندا هئا.

سعود 1930ع ۾ هڪ آمريڪي فرم کي نيل جون رعايتون ڏنيون. وڏي مقدار ۾ تيل مليو، پر تيل ڪڍڻ جو ڪم مڪمل ٿيڻ کان اڳ، ٻي مهاڀاي لڙائي جي ڪري ڪم روڪي ۾ پئجي ويو. سعود جنگ جي دوران سرڪاري طور غيرجانبدار رهندي بہ اتحادين ۽ محوري طاقتن (جرمني ۽ اٽلي) جي وچ ۾ رابطي جو ڪم ڏنو. جنگ ختم ٿيڻ کان پوءِ تيل جي آمدني پلٽجڻ لڳي. سعود اهڙا ناهہ ڪيا، جن مان کيس تمام گهڻو فائدو ٿيو. تيل مان ٿيندڙ آمدني جيڪا 1950ع

۾ ڇهه ڪروڙ ڊالر هئي سا 1952ع ۾ وڌي ويهه ڪروڙ ڊالر ٿي ويئي. بادشاهه انهي آمدني جو وڏو حصو پاڻ تي ۽ پنهنجي وڏي ڪٽنب (اٽڪل هڪ سؤ چاليهه ٻارن) تي خرچ ڪرڻ لڳو، پر پوءِ بہ وٽس ايتري رقم بچيل هوندي هئي، جو پنهنجي رعيت جي ماڻهن کي وڏيون وڏيون رقمون ڏيئي سگهي. هُن رستا، ريلوي لائينون، بندر، هوائي اڏا، آبپاشي جا سرشتا، اسڪول ۽ اسپتالون تعمير ڪرائڻ جا منصوبا پڻ ٺاهيا.

انهي دولت بادشاهه ۽ سندس رعايا کي ڪافي مالي فائدا ڏنا، پر ساڳئي وقت اُهي سمورا مسئلا بہ پيدا ڪري ڇڏيا، جيڪي جديديت جي اوچتي اچڻ سان پيدا ٿيندا آهن. دولت جي پالوٽ ريگستاني ماڻهن کي ڏارين نظرين سان بہ روشناس ڪرايو. ڇيو وڃي ٿو تہ پنهنجي مرڻ وقت سعود، انهي ڳالهہ تي دلشڪستو ۽ منجهيل ٿي پيو هو تہ تيل جي وِير گهڻيون اهڙيون شيون پاڻ سان گڏ لوڙهيندي پئي ويئي، جن تي سندس اعتقاد هو. جيڪي پٽ سندس جانشين ٿيا تن کي بہ ورثي ۾ ساڳيو ئي مسئلو مليو ۽ اُهي زندگي گذارڻ جي پراڻي طريقي ۽ جديد دنيا جي سهولتن جي وچ مان ڪو رستو ڪڍڻ جي ڳولا ۾ رهيا. سعودي عرب تيل پيدا ڪندڙ عرب رياستن مان اڄ بہ هڪ امير ترين رياست آهي ۽ ساڳين روايتي ۽ خالص نظرين سان چنبڙي پيئي آهي، جن جي آڌار تي سعود اهو ملڪ ٺاهيو هو. اها جديد دنيا کي پراڻن قدرن سان پرکڻ جي غلطي چئجي تہ وڌاءُ نہ ٿيندو.

# جارج سي- مارشل

(1880-1959)

جرنل جارج سي- مارشل انهن اٿلي ماڻهن مان هو جن ڪامياب فوجي زندگي گذارڻ کان پوءِ سياسي ميدان ۾ پڻ نمايان ڪاميابي ماڻي. هو يورپ جي بحالي واري انهي پروگرام جو معمار هو، جيڪو سندس نالي پٺيان مارشل پلان سڏجي ٿو. ٻي مهاڀاري لڙائي کان پوءِ يورپ جي اقتصادي بحالي ۾ انهي پلان جي جيڪا اهميت آهي تنهن ۾ وڌاءُ ڪرڻ جي ورلي ڪا گنجائش هوندي.

مارشل جيڪو پهرين مهاڀاري لڙائي ۾ نمايان اسٽاف آفيسر رهيو هو، تنهن 1924ع ۽ 1927ع جي وچ واري عرصي ۾ چين ۾ خدمتون سرانجام ڏنيون. مارشل کي ڊسمبر 1944ع ۾ جنرل مقرر ڪيو ويو ۽ هو 1939ع کان 1945ع تائين فوج جو چيف آف اسٽاف ٿي رهيو. مارشل 1942ع کان جرمني جي قبضي هيٺ آيل فرانس تي سڌو حملو ڪرڻ لاءِ زور پريو ۽ سر ونسٽن چرچل پاران اتر آفريڪا ۾ محاذ کولڻ جي مخالفت ڪيائين، پر صدر روز ويلٽ سندس تجويز کي رد ڪري ڇڏيو. آخرڪار جون 1944ع جي 'ڊِي ڊي' تي فوجون لاهي يورپ ۾ ٻيو محاذ قائم ڪيو ويو. ڊِي ڊي معنيٰ ٻنا نالي وارو ڏينهن. هتي ٻي مهاڀاري لڙائي ۾ يورپ تي اتحادين جي ڪاهه واري پهرئين ڏينهن.* آمريڪن کي اتر يورپ ۾ يونوچ لاءِ هڪڙوئي سپريم ڪمانڊر کپندو هو. هر ڪنهن سمجهيو ٿي ته اهو عهدو مارشل کي ملندو. پر ٻنهي هنڌن تي جدا جدا ڪمانڊر ان چيف مقرر ڪيو ويو. جنگ جي ڏينهن ۾ مارشل جي ذميدارين ۾ ڪافي سفارتي سرگرميون به شامل هيون. جڏهن هن چيف آف اسٽاف جي عهدي تان استعفا ڏني ته صدر ٽرومين کيس چين ۾ پنهنجن جنگ واري زماني جي اتحادين: مائوزي تنگ جي ڪميونسٽن ۽ چيانگ ڪائي جي قوميرستن وچ ۾ ٺاهه ڪرائڻ جو ڪم سونپيو.

ٻي مهاڀاري لڙائي دوران، آمريڪا ٻنهي ڌرين کي جاپان خلاف پنهنجو اتحادي سمجهندي، سندن پٺڀرائي ڪئي، پر انهي ڳالهه جا چٽا اهڃاڻ نظر اچي رهيا هئا ته 1930ع واري ڏهاڪي ۾ جيڪا گهرو لڙائي ملتوي ٿي وئي هئي سا وري ڇڙي پوندي. آمريڪن ٻنهي ۾ ٺاهه ڪرائڻ جي ڪوشش ڪئي. مارشل

ڪي ڀرپائين پنهنجي مقصد ۾ چڱي موچاري ڪاميابي ٿي. ٻنهي ڌرين جي وچ ۾ هڪ ڪانفرنس ڪرائڻ جو بندوبست ڪيو ويو، پر انهي مان ڪو ڪڙتيل نہ نڪتو. مارشل کي چيانگ ڪائي شيڪ جي حڪومت ڪريل نظر آئي، تنهن ڪري هن پنهنجي حڪومت کي سفارش ڪئي تہ ڪميونسٽن جي پٺڀرائي ڪرڻ تي غور ڪري، پر آمريڪا جنگ جي زماني ۾ چيانگ سان جيڪي ناتا ڳنڍيا هئا، تن سان پاڻ کي ٻڌل ٿي سمجهيو. مارشل پنهنجي ملڪ موٽيو، جتي جنوري 1947ع ۾ صدر ٽرومين کيس سيڪريٽري آف اسٽيٽ (پرڏيهي وزير) مقرر ڪيو. هن وزير ٿيندي ئي يورپ جي تباهہ حال معيشت طرف ڌيان ڏنو. هڪ مهيني جي اندر اندر هن يونان ۽ ترڪي کي آمريڪا جي فوري امداد ڏيارڻ جو بندوبست ڪيو. انهي کان پوءِ هن يورپ جي عام بحالي لاءِ، پنهنجي انقلابي رٿا تيار ڪرڻ شروع ڪئي.

مارشل جون 1947ع ۾ هارورڊ ۾ تقرير ڪندي پنهنجي رٿا جو مقصد پيش ڪيو. هن راءِ ڏيکاري تہ جنگ کان پوءِ وارو يورپ ڪيترن سالن تائين پنهنجي وسيلن مان نئين سر پنهنجي اڏاوت ڪرڻ جي قابل ٿي نہ سگهندو. هن پنهنجي تقرير جاري رکندي چيو: "انهيءَ ڳالهہ جو منطقي نتيجو اهو ٿو نڪري، تہ دنيا جي عام رواجي اقتصادي صحت بحال ڪرائڻ لاءِ، آمريڪا کي ضرور مدد ڪرڻ گهرجي، جو تہ انهي کان سواءِ نہ سياسي استحڪام پيدا ٿي سگهندو ۽ نہ وري خاطري جهڙو امن قائم ٿيندو." برطانيہ ۽ فرانس جي حڪومتن اها آڇ قبولي ۽ سوويت يونين کي بہ دعوت ڏنائون تہ يورپ جي ضرورتن جي فهرست تيار ڪرڻ لاءِ، انهي مهيني پئرس ۾ پرڏيهي وزيرن جي جيڪا گڏجاڻي ٿي رهي هئي، تنهن ۾ شريڪ ٿئي، پر روسي لنوائي ويا. برطانيہ ۽ فرانس جڏهن يورپ جي ٻاويهن ٻين رياستن کي انهي رٿا تي بحث ڪرڻ جي دعوت ڏني، تڏهن انهن پنهنجي زيردست ملڪن کي بہ شريڪ ٿيڻ کان روڪيو.

انهن ابتدائي گڏجاڻين جي ڪري يورپي سهڪار جون ڪيتريون نئي ايجنسيون قائم ٿيون. انهن مان اهم ترين ايجنسي او- اِي- سي، يعني آرگنائيزيشن آف يورپين اڪانامڪ ڪوآپريشن (يورپي اقتصادي سهڪار جي تنظيم) هئي. اها تنظيم 1948ع ۾ بيلجيم، ڊينمارڪ، فرانس، يونان، آئس لينڊ، آئرلينڊ، اٽلي، لڪسمبرگ، دي نيدرلينڊس، ناروي، پورچوگال، سوئيڊن، سوئزرلينڊ، ترڪي ۽ برطانيہ قائم ڪئي هئي. جرمن فيڊرل ريپبلڪ (وفاقي جمهوريہ جرمني) بہ آڪٽوبر 1949ع ۾ انهي ۾ شامل ٿيو. آمريڪا ۽ ڪئناڊا دوست ميمبرن جي حيثيت ۾ 1950ع ۾ شامل ٿيا. جيئن تہ انهي تنظيم ۾ هڪ ٻئي جا اڳوڻا دشمن توڙي غيرجانبدار ملڪ شامل ٿيا هئا، تنهن ڪري اها ايجنسي يورپ کي ملائڻ جو مکيہ ذريعو ثابت ٿي. انهي جو فوري ڪم هو: آمريڪي ڪانگريس

پاران ڏنل فنڊن جو استعمال ڪرائڻ.

ڪانگريس 1948ع کان 1950ع تائين مارشل پلان لاءِ 10.9 ارب ڊالر ڏنا. انهي پلان تي آمريڪي حڪومت پاران اڪانامڪ ڪوآپريشن ايڊمنسٽريشن (اقتصادي سهڪار جي انتظاميا) پال جي هوف مين جي سربراهي ۾ عمل ڪرايو ۽ اهو شرط وڌائين تہ امداد وٺندڙ هر هڪ ملڪ کي ملندڙ امداد جيترو فنڊ پنهنجي طرفان بہ ڏيڻ گهرجي ۽ امداد وٺندڙ ملڪن جا اهي فنڊ صرف آمريڪي منظوري سان ئي خرچ ٿي سگهندا. ڪجهہ نقادن نشاندهي ڪئي آهي تہ اهڙا شرط وجهي امداد وٺندڙ ملڪن کي آمريڪي پرڏيهي پاليسي جي پٺيرائي ڪرڻ تي مجبور ڪيو ويو.

مارشل خراب صحت سببان پرڏيهي وزير جي عهدي تان پهرين جنوري 1949ع تي استعفيٰ ڏني. هُو 1950-51ع ۾ ٿوري عرصي لاءِ سيڪريٽري آف ڊفينس (بچاءَ جو وزير) رهيو. هن جي شروع ڪرايل عظيم امدادي پروگرام جي ڪري، جنهن تي سندس نالو پيل هو، کيس 1953ع ۾ نوبل امن انعام ڏنو ويو.

# نيدرلينڊس جي ولهيلمينا

(1880-1962)

ولهيلمينا 60 سالن تائين هالينڊ جي راڻي رهي. هوءَ ڏاڍي مقبول هوندي هئي. هالينڊ جي صفا اونداهي دور ۾ عوام مٿس ويساهه رکندو هو. هوءَ ظلم خلاف پنهنجي قوم جي مزاحمتي جذبي جي سچي پچي تصوير هئي.

ولهيلمينا اڃا فقط ڏهن سالن جي هئي جو سندس پيءُ بادشاهه وليم III فوت ٿي ويو. هن جي ماءُ ايما پنهنجي ڌي جي نائبياڻي ٿي ڪم هلائڻ لڳي. نوجوان راڻي جي تاجپوشي 1898ع ۾ نيووي ڪرڪ ۾ ٿي. ٽن سالن کان پوءِ هوءَ ميڪلنبرگ شورن جي جرمن ڊيوڪ هينري سان پرڻي. سندن ڌي جوليانا 1909ع ۾ ڄائي.

ٿورڙي ئي عرصي ۾ پڌرو ٿيو ته ولهيلمينا غالب شخصيت جي مالڪ، ڪاروبار ڏانهن سنجيدگي سان ڌيان ڏيندڙ ۽ پاليسي ساز معاملن تي سخت مؤقف رکندڙ عورت هئي. انهن خاصيتن سان گڏوگڏ کيس پنهنجن معزز ۽ شاهي بزرگن جي جوڙيل روايتن سان به هڪ قسم جو غيبي پيار هو. انهي هوندي به هن راڻي پاڻ تي پيل آئيني بندش جي ڏاڍي خبرداري سان پوئواري ڪئي.

پهرين مهاڀاري لڙائي ۾ نيدرلينڊ پنهنجي غيرجانبداري برقرار رکي پر پاڙيسري ملڪ بيلجيم کي جرمنن لتاڙي ڇڏيو. جنگ کان پوءِ يورپ ۾ جيڪو مونجهارو پيدا ٿيو، تنهن جرمنيءَ ۾ انقلاب آندو ۽ لڳي رهيو هو ته اهو انقلاب هالينڊ کي به لوڙهي ڇڏيندو، پر ائين نه ٿيو. هالينڊ کي انقلاب کان بچائڻ ۾ هين ڳالهين سان گڏ ولهيلمينا جو به هٿ هو. ڊچ حڪومت قيصر وليم II کي سياسي پناهه ڏيڻ ۽ کيس جنگي ڏوهاري جي حيثيت ۾ مقدمي هلائڻ لاءِ جرمني جي حوالي نه ڪرڻ جو جيڪو فيصلو ڪيو هو، تنهن ۾ هوءَ به شامل هئي. راڻي يو- ايس- ايس- آر (سوويت يونين) سان سفارتي لاڳاپا قائم ڪرڻ جي به مخالفت ڪئي پر هوءَ ملڪي اقتصاديات کي هالينڊ جي دفاعي خرچن تي لڳائڻ کان روڪي نه سگهي ۽ نه وري 1930ع واري ڏهاڪي جي سردبازاري جي دور ۾ هينڊرڪ ڪولن جي حڪومت کي 'مطابقت' واري پاليسي کان موڙي سگهي.

سڪي جي قيمت گهٽائڻ ۾ دير ڪئي وئي ۽ اقتصاديات ڪي زوري لاڳو ويو، جنهن جي نتيجي ۾ معيار زندگي ڪري پيو ۽ بيروزگاري وڌي وئي. راڻي پنهنجي ملڪ جي ٻين ملڪن جي پيٺ ۾ ڪمزوري ۽ ملڪ اندر خراب صورتحال ڪان ٻڃي ڪيترائي ڀيرا تخت ڇڏڻ تي غور ڪيو. هن فيصلو ڪيو ته 1938ع جي جوبلي واري سال ۾، جڏهن سندس تخت نشيني کي چاليهه سال پورا ٿيندا ته هوءَ تخت ڇڏي ڏيندي. شهزادي جوليانا ۽ سندس مڙس شهزادي برنارڊ کي ڪيس انهي ارادي کان باز رکڻ ۾ ڏاڍي ڏکيائي ٿي. اهو سال شاهي گهراڻي لاءِ خوشين جو پيغام کڻي آيو. جوليانا ۽ برنارڊ کي جنوري ۾ شهزادي بيٽرڪس نالي ڌي ڄائي. سيپٽمبر جو پهريون هفتو قومي جشن ملهائڻ ۾ گذريو. هالينڊ جي وزيراعظم ڪجهه قدر خودپسندي ڏيکاريندي چيو ته سڄي يورپ ۾ پارلياماني جمهوريت صرف انهن ملڪن ۾ سلامت لڳي ٿي جن پنهنجون آئيني بادشاهتون برقرار رکيون آهن.

ولهيلمينا جا وزير هٽلر جي خطري کان ظاهر ظهور اکيون بند رکيو ويٺا هئا. وزيرن جي اهڙي روش ڪيس ڪاوڙائي ڇڏيو. هن پنهنجن وزيرن کان مٿان ئي مٿان ڏيساور ۾ رهندڙ ڊچ اتاشين کي حڪم ڏنو ته هٽلر جي جنگي تيارين بابت ڪيس سڌي رپورٽ موڪلين. هوءَ سينيئر فوجي آفيسرن سان ڪانفرنسون ڪري هالينڊ جي دفاعي صلاحيتن بابت تازيون رپورٽون وٺڻ لڳي. انهن خانگي رپورٽن جي آڌار تي هن جو، پنهنجي وزيرن توڙي فوجي اڳواڻ وان ريندرس تي ڪو خاص اعتماد نه رهيو.

نيدرلينڊ کي اميد هئي ته پهرين مهاڀاري لڙائي وانگر هن ڀيري به اهو پنهنجي غيرجانبداري برقرار رکڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو. ڪجهه سرحدي علائقن کي ٻوڙيو ويو، تنهن هوندي به هالينڊ جو دفاع ايترو ته ڪمزور هو، جو هٽلر کي حملي ڪرڻ لاءِ اُتساهه ڏياري پئي سگهيو. نيٺ 10 مئي 1940ع تي جڏهن هالينڊ تي حملو ٿيو، تڏهن اهم پليون اڃان سلامت بيٺيون هيون. پنهنجن وزيرن جي صلاح تي ولهيلمينا، ٽن ڏينهن کان پوءِ لنڊن ڀڄي وئي. ڊچ فوج اڃا ميدان ۾ موجود هئي، پر 15 مئي تي جرمني جي هوائي فوج بچاءَ کان وانجهيل شهر روٽندو تي بمباري ڪئي. شهر جو تاريخي مرڪز مليا ميٽ ٿي ويو ۽ ٽيهه هزار ماڻهو مارجي ويا. ڊچ حڪومت وٽ آڻ مڃڻ يا پنهنجي ملڪ کي برباد ٿيندو ڏسڻ کان سواءِ ٻيو ڪو چارو ئي نه هو. انهي هوندي به ڊچ ساموندي فوج ۽ هوائي فوج برطانيه ۽ ايسٽ انڊين نيوي سان ملي پئسفڪ ۾ جنگ جاري رکي. ٻئي فوجون لنڊن ۾ جلاوطن نيدرلينڊ جي حڪومت جي هدايتن هيٺ ڪم ڪري رهيون. ٻنهي فوجن جي خرچ جي پورائي جو هڪ ذريعو آمريڪا ۾ ڊچ حڪومت جي ملڪيت به هو. ولهيلمينا لنڊن مان ريڊيو تان تقريرون نشر ڪرڻ لڳي، جنهن ۾ فتح جي بشارت ڏيندي رهي.

هالينڊ جي ماڻهن لاءِ اهو ئي واحد اميد پريو آواز هو، جنهن سندن حوصلو برقرار رکيو ۽ اهي پنهنجي راڻي کي دل جي گهراين سان پيار ڪرڻ لڳا.

هن جون 1942ع ۾ پنهنجي ڌي جوليانا سان اوٽاوا ڪئناڊا ۾ ملاقات ڪئي. انهي کان پوءِ هو هوائي جهاز رستي واشنگٽن ڊي سي ويئي، جتي آگسٽ ۾ آمريڪا ۽ نيدرلينڊ جي وچ ۾ لينڊليز واري معاهدي ٿيڻ جي موقعي تي ڪانگريس کي خطاب ڪيائين. ولهيلمينا جلاوطني واري دور ۾ پارليامينٽ جي ڏهاءُ کان آجي هئي، تنهن ڪري وزيرن جي بحث تي وڌيڪ اثرانداز ٿيڻ لڳي. هوءَ نيدرلينڊ جي آزادي کان پوءِ 13 مارچ 1945ع تي پنهنجي ملڪ موٽي آئي جتي سندس رعايا وفاداري ۽ اتساهه سان سندس آجيان ڪئي، پر جلدئي راڻي مايوس ٿي ويئي. ڪيس اميد هئي تہ جنگ کان پوءِ جيڪا جوڙجڪ ٿيندي تنهن ۾ تاج کي وڌيڪ اختيار ملندا. هن 1948ع ۾ خراب صحت جو بهانو ڪندي، پنهنجي ڌيءَ جي حق ۾ تخت تان هٽ ڪنيو. هن جي تاجپوشي جي پنجاهين سالگره تي جيڪو جشن ٿيو، تنهن مان سندس مقبوليت چٽي طرح ظاهر ٿي رهي هئي.

# اتاترڪ

(1881-1938)

جديد ترڪي جو باني مصطفيٰ ڪمال اتاترڪ زوال پذير آخري عثماني سلطنت جي ايام ڪاري ۾ وڏو ٿيو. عثماني سلطنت جي حڪومت اڃا تائين بلقان جي علائقن، شام، عراق ۽ اُتر آفريڪا ۾ قائم هئي. هُو فوجي اڪيڊمي ۾ داخلا وٺڻ خاطر اسڪول مان پڇي ويو. انهي ڪان پوءِ هو ڪيترن ئي ٻين نوجوان آفيسرن وانگر نوجوان ترڪ نالي مخالف تحريڪ ۾ شامل ٿيو.

ڪمال ڪجھ وقت تحريڪ جي ليڊر انور پاشا جو مکيہ ٻانهن ٻيلي بہ رهيو. انور پاشا 1919ع ۾ وڏيڪ روشن خيال سلطان کي تخت تي ويهارڻ جي ڳهر زوري ميرائي. ترڪي جي دشمن انهي بغاوت جو فائدو وٺندي سلطنت جي علائقي تي قبضو ڪيو. بلقان جا ڪيترائي علائقا سلطنت جي قبضي مان نڪري ويا ۽ 1912ع ۾ اٽلي لبيا کي فتح ڪيو. انور پاشا جرمني جي امداد جي آجيان ڪئي. جڏهن 1914ع ۾ پهرين مهاڀاري لڙائي لڳي تڏهن ترڪي اتحادين خلاف محوري طاقتن جو ساٿ ڏنو. ڪمال ترڪي جي مختلف جنگين ۾ نمايان ڪاميابيون حاصل ڪيون پر انور پاشا کي ڏينهون ڏينهن سلطاني معاملن لاءِ فڪرمند ٿيندو ڏسي ڪانئس نااميد ٿي ويو. ڪمال 1919ع ۾ ترڪي جي قومي پارٽي ٺاهي. انهي ڪان پوءِ ساڳئي ئي سال ترڪي جي اولهندي ڪناري تي سمرنا (ازمير) جي شهر تي يوناني فوجن قبضو ڪيو. انهي قبضي خلاف ترڪ قوم غضبناڪ ٿي ويئي. مصطفيٰ ڪمال قوم جي طبيعت کي ڏسندي ارزرم ۾ قومي ڪانگريس سڏائي. انهي تي سلطان محمد VI کيس باغي ٺهرايو.

پهرين مهاڀاري لڙائي ۾ ترڪي کي شڪست ملي. سلطان محمد VI مجبور ٿي سيوريس واري ذلت ڀريئي امن معاهدي تي صحي ڪئي ۽ اتحادي فوجن قسطنطنيہ تي قبضو ڪيو. سيوريس واري معاهدي مطابق سمرنا تي يونان جي قبضي کي مڃيو ويو. آرمينيا کي جدا ريپبلڪ ٺهرايو ويو ۽ يورپي ترڪي کي قسطنطنيہ ۽ سندس پسگردائي تائين محدود ڪيو ويو. عثماني سلطنت ٽٽي پئي ۽ ترڪي جو اقتدار اعليٰ سچ پچ تہ ختم ٿي ويو، انهي حد تائين جو ترڪن وٽ

جيڪي علائقا وڃي بچيا هئا تن تي بہ حقيقت ۾ سندن اقتدار باقي نہ رهيو هو. معاهدي تي عمل ڪرائڻ لاءِ 1921ع ۾ وڏي تعداد ۾ يوناني فوجون اچي سمرنا ۾ لٿيون.

انقره اسيمبلي سلطان سان پنهنجي وفاداري ختم ڪرڻ جو اعلان ڪيو ۽ قومي مزاحمت کي منظم ڪيو. ڪمال ڪيترين ئي مهم جوئين کان پوءِ آرمينيا تي وري قبضو ڪيو ۽ يونانين کي اُتان هڪالي ڪيڍيائين. لاسين ۾ 1923ع ۾ هڪ ڪانگريس ٿي، جنهن ۾ ترڪي سان ڪيل معاهدي کي نرم ڪرڻ لاءِ اتحادي تيار ٿي ويا. اوپرندو ٿريس، سمرنا ۽ ٻيا علائقا ترڪي کي موٽي مليا ۽ سندس اندروني اقتدار اعليٰ کي مڃيو ويو. اِها نہ صرف هڪ علامتي پر سچي پچي ڪاميابي بہ هئي. سلطان جي ايام ڪاري ۾ جنهن ترڪي شڪست کاڌي هئي، تنهن جي قوم پرست ريپبلڪن اتحادين کي هوش کان ڪم وٺڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو هو.

ڪمال کي ريپبلڪ جو صدر چونڊيو ويو. سلطنت کي 1922ع ۾ ختم ڪيو ويو. ٻن سالن کان پوءِ خلافت بہ ختم ڪئي ويئي. انهي ڳالھ تي سڄي بنيادپرست اسلامي دنيا ۾ مخالفت جي باھ ڀڙڪي اُٿي. سلطان هن مهل تائين اسلام جا روحاني پيشوا رهيا هئا ۽ خليفا پيغمبر جا جانشين سمجهيا ويندا هئا. سوال اٿاريو ويو تہ ڇا ترڪي جي حڪومت کي اهڙي اداري ۽ سندس سياسي ڪردار کي ختم ڪرڻ جو ڪو جائز حق هو. انقره اسيمبلي ۾ مذهبي قانوندانن دليل ڏنا تہ سچي خليفي ٿيڻ جي شرطن جي پورائي فقط پهرين چئن خليفن ٿي ڪئي. سندن جانشينن ڪوڙي طرح پاڻ کي اهو لقب ڏنو هو ۽ جديد اسلامي برادري کي حق هو تہ جيڪو وٽيس سو حڪومتي سرشتو اختيار ڪري. اهڙي قسم جو سياسي نظريو پيش ڪرڻ ضروري هو. ڇو تہ ڪمال چئي چڪو هو تہ خلافت کي هر صورت ۾ ختم ٿيڻو پوندو، ڇاڪاڻ تہ انهي جي ڪري ترڪي جا ماڻهو پنهنجي فوجي مفادن جي ابتڙ، خلافت جي سامراجي مقصدن جي خدمت ڪرڻ لاءِ مجبور ٿي پيا هئا.

ڪمال يوگوسلاويا، رومانيا ۽ يونان سان بہ معاهدا ڪري ترڪي جون سرحدون محفوظ ڪري ڇڏيون. هن سوويت روس سان بہ دوستي جا لاڳاپا قائم ڪي ۽ ڌارين اثرن کي ترڪي مان ڌڪي ڪڍيو. ملڪ کي جيئوتيڪ غيرملڪي ناٿي جي تمام گهڻي ضرورت هئي پر ترڪي کي ڌارين اثرن کان بچائڻ لاءِ غيرملڪي ناٿي جي آڇ بہ ٺڏي ڇڏيائين. ڪمال هڪ پارٽي واري هن رياست جو سچ پچ تہ هڪ آمر هو. هن اهڙي تہ طاقت سان سڌارا لاڳو ڪيا، جن جو ڪنهن بہ حڪومت جي تاريخ ۾ مثال نہ ٿو ملي.

سندس حڪومت اڳوڻا سمورا مذهبي توڙي غيرمذهبي لقب ختم ڪري

چڏيا. قومي اسيمبلي جون چونڊون بالغ مردن جي ووٽ جي بنياد تي ڪرايون. مذهبي حڪمن کي دٻايو ويو. اسلامي قانون ۾ هڪ کان وڌيڪ شادين جي جيڪا اجازت مليل هئي، تنهن تي ترڪي جي قانون هيٺ بندش وڌي وئي. عورتن کي 1934ع ۾ مڪمل آزادي عطا ٿي ۽ کين ووٽ جو حق ڏنو ويو. اسلام 1928ع ۾ رياست جو مذهب نہ رهيو، سمورو روايتي قانوني سرشتو ختم ڪري، ان جي جاءِ وري يورپي قانوني ضابطو لاڳو ڪيو ويو، ايتري حد تائين جو ترڪي ٽوپي پائڻ تي بہ بندش وڌي وئي. اسلامي صورتخطي جي جاءِ تي لاطيني صورتخطي لاڳو ٿي ۽ 40 سالن کان گهٽ عمر وارن سيني ترڪن لاءِ اسڪولن ۾ اها الف- ب سکڻ لازمي قرار ڏني وئي. قسطنطنيہ بدران انقره کي گاديءَ جو هنڌ بڻايو ويو.

ڪمال عظيم اصولن کان وٺي ننڍن پر علامتي تفصيلن جي حد تائين ترڪي کي تمام تيزي سان ۽ بنيادي طرح مغربي رنگ ڏيڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو. هُن مخالفتن ۽ بغاوتن کي بيرحمي سان چيڀاٽي ڇڏيو. پر اها بہ حقيقت آهي تہ 1934ع ۾ جڏهن ڪمال کي اتاترڪ، 'ترڪن جو ابو' لقب مليو، تڏهن ڪن ٿورڙن ماڻهن کان سواءِ هر ڪنهن کيس انهي لقب جو حقدار پئي سمجهيو.

# ٽيٽو

## (ڄم 1882ع)

ٽيٽو جديد يوگوسلاويا جو ابو آهي. هن 1950ع واري ڏهاڪي ۾ سوويت روس کان يوگوسلاويه جي آزادي بچائي ۽ ٽين دنيا ۾ پنهنجي ملڪ کي مٿيري حيثيت ڏياري.

ٽيٽو جو اصلي نالو جوزف بروز هو. هن جو پيءُ ڪروٽ ۽ ماءُ سالوين هئي. ٽيٽو جمڻ وقت آسٽرو هنگيرين سلطنت جي رعايا هو. هن ڌاتسازي ۾ مزدور ٿي ڪم ڪيو. ٽريڊ يونين ۾ شامل ٿيو ۽ ڪروشيا جي سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽي جو ميمبر بڻيو. هو پهرين مهاڀاري لڙائيءَ دوران جڏهن آسٽرو هنگيرين سلطنت جي فوج سان گڏ روسي محاذ تي وڙهي رهيو هو، تڏهن روسين کيس گرفتار ڪيو. روس جي 1917ع واري انقلاب کان پوءِ هو روس جي گهرو ويڙهه دوران سرخ فوج سان گڏ وڙهيو. هو 1920ع ۾ ڪروشيا موٽيو ته سندس ملڪ سربيا جي بادشاهه پيٽر جي هٿ هيٺ قائم ٿيل سربين، ڪروٽن ۽ سالون جي نئين بادشاهت جو حصو بڻجي چڪو هو. انهي زماني ۾ چڪتاڻ وڌي رهي هئي. انهي چڪتاڻ دوران پرنسب نالي هڪ سربيائي قومپرست، بوسنيا ۽ هرزي گووينا کي آسٽريا ۾ شامل ڪرڻ خلاف احتجاج ڪندي، سارائيوو ۾ آسٽرين آرچ ڊيوڪ فرڊيننڊ کي قتل ڪري ڇڏيو، جنهن ڪري پهرين مهاڀاري لڙائي ڇڙي پيئي. سربيا کي آسٽريائي فوجن تباهه ڪري ڇڏيو ۽ اتان جي حڪومت ڀڄي وڃي يونان جي هيٺ ڪورفو ۾ پناهه ورتي، جتي ڪروشيا، سالوينيا ۽ مونٽينيگرو جي نمائندن گڏجي نئين بادشاهت قائم ڪرڻ جو اعلان ڪيو، جنهن جي گادي جو هنڌ سربيا جي بلغراد ۾ مقرر ڪيائون.

اها هڪ ناپائيدار رياست هئي. ڏاڪڻي سليو جا ماڻهو مذهبي طور پاڻ بنياد پرست ۽ ڪئٿولڪ عيسائين ۽ مسلمانن ۾ ورهايل هئا. سندن ٻوليون به جدا جدا هيون ته رسم رواج به هڪ ٻئي کان مختلف هئا. ڪروشيا 1928ع ۾ پنهنجي جدا پارليامينٽ زگرب ۾ قائم ڪئي. سربيا جي شاهي حڪومت انهي پارليامينٽ جو خاتمو آڻي ڇڏيو ۽ رياست جو نالو بدلائي يوگوسلاويه (ڏاکڻيون سلاويه) رکي

چڙهيو. ڪروشين ۽ مقدوني قومپرستن 1934ع ۾ بادشاهه کي قتل ڪري ڇڏيو ۽ هن جي جاءِ تي سندس پٽ پيٽر II تخت تي ويٺو.

انهي سال بروبز پنج سال ٽيپ ڪاٽي جيل مان ٻاهر نڪتو. هاڻي هو ڪروٽ- سالوين ڪميونسٽ پارٽي تي ڇانئجي ويو ۽ مختلف نالن سان انقلابي تحريڪ هلائڻ لڳو. انهن نقلي نالن مان هڪڙو نالو 'ٽيٽو' به هو. هن 1935ع ۾ ماسڪو ۾ ڪومنٽرن جي بلقان واري ڊر ۾ شموليت اختيار ڪئي، پارٽي ۾ اسٽالن جي ڪرايل صفائي کان بچي نڪتو ۽ ڪومنٽرن جي ايگزيڪيوٽو ڪائونسل جو جنرل سيڪريٽري ٿي ويو. هو يوگوسلاويا ۾ موٽي آيو، جتي ڪميونسٽ پارٽي کي نئين سر منظم ڪيائين. جنهن اسپيني گهرو لڙائيءَ ۾ جمهوري طرف وڙهڻ لاءِ 1937ع ۾ رضاڪارن جي فوج موڪلي.

ٻي مهاڀاري لڙائي ۾ يوگوسلاوي مزاحمت تي پهريائين ساجي ڌر جون شاهه پرست چيٽنڪ قوتون ڇانيل هيون جن جي اڳواڻي ڊارازا مهيلووڪ ٿي ڪئي. پر ٽيٽو جا جبلن ۾ وڙهندڙ ساٿي جلدئي وڏيڪ اهميت وارا ثابت ٿيا. انهن ستن جرمن حملن کي مزّسي سان منهن ڏنو ۽ ستت ئي سندن مقابلو مهيلووڪ سان ٿيو، جيڪو جلاوطن بادشاهه پيٽر جو پڻ نمائندو هو. ٽيٽو ماسڪو جي مخالفت کي نظرانداز ڪندي، پنهنجي قبضي هيٺ آيل علائقن ۾ پنهنجي انقلابي انتظاميه قائم ڪئي. انهي کان پوءِ هن پارٽيزن (ساٿين) جي اسيمبلي ڪوٺائي، جنهن يوگوسلاويا جي عارضي حڪومت قائم ڪئي. سوويت يونين ۽ مغربي اتحادي مٿس شاهه پرستن کي به حڪومت ۾ شريڪ ڪرڻ لاءِ دٻاءُ وجهي رهيا هئا پر هن ٻنهي سان اهڙي ڪيڏ ڪيڏي جو سندن دٻاءُ مان ڪاميابي سان بچي نڪتو.

هو 1945ع ۾ يوگوسلاويا جو وزيراعظم چونڊيو ويو. نومبر ۾ سندس پارٽي آئين ساز اسيمبلي جون چونڊون کٽيون ۽ يوگوسلاويا کي وفاقي جمهوريه ٺهرايو، جنهن ۾ سربيا، ڪروشيا، بوسنيا، هرزيگووينا، ميڪيڊونيا، سالوينيا ۽ مونٽينگرو جون سوويت سوشلسٽ جمهوريتون شامل هيون.

ٽيٽو کي قومي سطح تي ناموري حاصل هئي. ڪميونسٽ هوندي به کيس مغرب جي پذيرائي مليل هئي. هن آزاد رهڻ جو پڪو پهه ڪندي يونان ۾ ڪميونسٽن جي بغاوت کي مدد ڏني، ٽريسٽي کي يوگوسلاويا ۾ شامل ڪرڻ لاءِ ويڙهه ڪئي ۽ ڪيٿولڪ چرچ تي حملو ڪيائين. مغربي ملڪن جي ڪاوڙ وڌي. اسٽالن 1948ع ۾ انهي اميد تي يوگوسلاويا کي ڪومنٽرن مان ڪڍي ڇڏيو ته اڪيلو ٿيڻ ڪري اهو ملڪ مجبور ٿي سوويت بلاڪ ۾ شامل ٿيندو پر نتيجو ابتڙ نڪتو. سڄي قوم پنهنجي اڳواڻ جي پٺيان ڪڏ ٿي ويئي ۽ 1953ع ۾ کيس صدر چونڊيائين. روس ۽ يوگوسلاويا جي وچ ۾ مفاهمت ڪرڻ لاءِ نئين سر ڪوششون ٿيون، پر اهي ڪوششون، هنگري تي 1956ع ۾ سوويت يونين جي

ڪاهه ڪرڻ سببان ڪامياب ٿي نه سگهيون. صدر ٽيٽو 1960ع واري ڏهاڪي ۾ ايشيا، آفريڪا ۽ لاطيني آمريڪا جو دورو ڪري عالمي سطح تي اهميت اختيار ڪري ويو. هن هندستان جي وزيراعظم نهرو ۽ مصر جي ناصر سان گڏجي 'غير جانبدار' ملڪن جي هڪ اهم ڪانفرنس ڪوٺائي.

يوگوسلاويا، چيڪوسلواڪيا تي سوويت يونين جي ڪاهڻ تي تپي باهه ويو. ٽيٽو انهي ڪاهه کي 'هڪ سوشلسٽ ملڪ جي اقتدار اعليٰ جي ڀڃڪڙي ۽ سڄي دنيا ۾ سوشلسٽ ۽ ترقي پسند قوتن کي ڌڪ' سڏي ان جي مذمت ڪئي. هن يوگوسلاويا جي فوجن کي پڻ تيار رهڻ جو حڪم ڏنو. هن پنهنجي ملڪ ۾ 'عدم مرڪزيت وارو سوشلزم' لاڳو ڪيو جنهن ۾ پورهيتن کي فيصلن ۾ شامل ڪرڻ سان گڏوگڏ سرمائيداري سرشتي جا ڪي جزا بحال رکيائين. اهو سوويت بنيادپرستي کي چيڙائڻ جي برابر هو. تنهن ڪان سواءِ ٽيٽو آزاد خارجه پاليسي اختيار ڪري ماسڪو جي يورپي ڪميونزم جي سامهون ٿيو.

پر يوگوسلاويا جون قوميتون وفاق مان مطمئن نه هيون. ٽيٽو 1970ع ۾ جيتوڻيڪ ڪراڙو ٿي ويو هو، تنهن هوندي به اڃا تائين يورپ جو سڀ کان ڏاهوڪو ۽ هوشيار مدبر ليکبو هو. پر انهي زماني کان ئي اهڙيون رٿون تيار ٿيڻ لڳيون، جن مطابق ڪانئس پوءِ اڳواڻن کي ملي جلي ملڪ هلائڻو هو. پر هن جي اڳواڻي برقرار رهي. شايد هو ملڪ جو واحد اڳواڻ هو، جيڪو پنهنجي گهڻ قومي ملڪ کي متحد رکي ٿي سگهيو.

# ايمن دي وليرا

(1882 -1975ع)

ايمن دي وليرا جديد آئرش تاريخ جي هڪ مٿانهين شخصيت آهي. هو نيويارڪ ۾ پيدا ٿيو. سندس ماءُ آئرش ۽ پيءُ اسپيني هو پر هو لمرڪ ڪائونٽي ۾ پنهنجن ناناڻن ۾ پلجي وڏو ٿيو. دي وليرا ڊبلن جي نيشنل يونيورسٽي ۾ تعليم حاصل ڪئي ۽ پرجوش قوم پرست ٿي پيو. هو آئرش رضاڪارن ۾ شامل ٿي ويو ۽ برطانيه خلاف 1916ع ۾ ٿيل ايسٽر واري بغاوت کيس قومي سطح تي اهميت ڏياري ڇڏي.

اها بغاوت جرمني جي مدد سان سجي ملڪ ۾ ٿيڻي هئي، پر جرمن پنهنجي واعدي تان ڦري ويا ۽ آئرش اڳواڻن پنهنجا منصوبا ترڪ ڪري ڇڏيا. تنهن هوندي به ڊبلن جي ڪجهه جٿن، جن مان هڪڙي جي اڳواڻي دي وليرا ڪري رهيو هو، مرڪزي ٽپال گهر تي قبضو ڪري ورتو، جيڪو چار ڏينهن برقرار رهيو. انهي ۾ 150 رضاڪار ۽ 100 برطانوي فوجي مارجي ويا. منڍ ۾ آئرلينڊ جي عوامي راءِ انقلابين جي خلاف هئي، پر جڏهن برطانوي فوجي ڪمانڊر بغاوت جي مکيه اڳواڻن کي ڦاسي ڏياري ڇڏي، تڏهن هو شهيد ليکجڻ لڳا. دي وليرا کي سندس آمريڪي قوميت جي ڪري ڦاسي جي نه، پر قيد جي سزا ٻڌائي وئي انهي زماني ۾ انگريز جرمني سان جنگ ۾ رڌل هئا ۽ انقلابين کي پڪو غدار سمجهندا هئا.

دي وليرا 1917ع ۾ عام معافي جي اعلان ڪري آزاد ٿيو ۽ فينافيل 'خدا جا فوجي' نالي پارٽي ٺاهيائين. هن کي غيرقانوني ٺهرايل مين فين (اسان پاڻ) پارٽي 'آئرش ريپبلڪ جو صدر' بڻايو. کيس وري قيد ۾ وڌو ويو، پر 1918ع ۾ قيد مان ڀڄي ويو ۽ وڃي آمريڪا پهتو، جتي•ريپبلڪ واري مقصد لاءِ فنڊ ڪٺا ڪيائين. پهرئين مهاڀاري لڙائي جي پڄاڻي تي هو آمريڪا مان موٽي آيو ۽ ڊائر (آئرش پارليامينٽ) جو ميمبر ٿيو، جيڪا برطانيه سان آزادي جا شرط طئي ڪرائڻ لاءِ ڳالهه ٻولهه هلائي رهي هئي. آئرلينڊ جون ڇهه اتريون ڪائونٽيون جن ۾ گهڻي ڀاڱي پروٽيسٽنٽ اڪثريت هئي، سي يونائيٽيڊ ڪنگڊم جو هڪ اڻٽٽ

حصو ٿي رهڻيون هيون ۽ کين پنهنجي صوبائي حڪومت ملڻي هئي، اها السٽر جي جديد رياست ٿيڻي هئي. باقي 26 ڪائونٽين ڪائونٽين کي نئين آزاد آئرش رياست (آئرش فري اسٽيٽ) ٺاهڻي هئي جيڪا برطانوي شهنشاهيءَ جي حدن اندر خودمختيار رهڻي هئي پر ساڳئي وقت ڪيس برطانوي تاج سان به وفادار رهڻو هو. ڊائل جي اڪثريت اهي شرط مڃيا، پر ڊي ويليرا شرط نه مڃيندڙن جي اڳواڻي ڪئي. انهن برطانوي تاج سان وفاداري جو قسم کڻڻ کان انڪار ڪيو ۽ آءِ- آر- اي (آئرش ريپبلڪ آرمي) کي هڪ پرتشدد مهم هلائڻ جي اجازت ڏني. آئرلينڊ ۾ گهرو جنگ شروع ٿي وئي ۽ ڊي ويليرا کي ورري قيد ڪيو ويو. هن پيري ڪيس ليام ڪاسگريو جي اڳواڻي ۾ قائم ٿيل آئرش حڪومت گرفتار ڪيو. هن آءِ- آر- اي جي مهم بند ڪرائڻ جو حڪم ڏنو. تنهنڪري ڪيس 1924ع ۾ آزاد ڪيو ويو.

گهٽين ۾ تشدد جاري رهيو. وزير انصاف ڪيو. اوهيگنس کي 1927ع ۾ قتل ڪيو ويو، جنهن جي جواب ۾ ڪاسگريو هڪ سخت پبلڪ سيفٽي ايڪٽ (عوامي سلامتي جو قانون) لاڳو ڪيو. انهي قانون مطابق ٻين ڳالهين سان گڏ ڊائل جي ميمبرن لاءِ تاج سان وفادار رهڻ جو قسم کڻڻ لازمي ٺهرايو ويو. ٻي صورت ۾ کين پنهنجي ميمبري تان هٿ ڌوئڻا ٿي پيا. ڊي ويليرا انهي قانون جي پيروي ڪئي ۽ ڊائل ۾ مخالف ڌر جو اڳواڻ ٿيو.

مخالف ڌر ساليانين ڍل پرڻ جي مخالفت ڪئي. انهن ساليانين ڍلن وسيلي لنڊن جي ڏوڪڙ مارڪيٽ ۾ فنڊ وڌاياجن جي آڌار تي اڳوڻن برطانوي زميندارن جون زمينون خريد ڪيائون.

ڊي ويليرا 1932ع ۾ گڏيل حڪومت جو وزيراعظم ٿيو. ايندڙ سال چونڊن ۾ ٻين سيني پارٽين جي مقابلي ۾ ڪيس هڪ ميمبر جي اڪثريت ملي وئي. هن 1930ع واري ڏهاڪي جي پڇاڙيءَ ۾ آئرلينڊ جي مٿئين ايوان سينيٽ کي ٽوڙي ڇڏيو. آءِ- آر- اي کي دٻايو ويو. جيڪا اڃا تنظيم لڳاتار تشدد واريون ڪارروايون ڪري رهي هئي. ڊي ويليرا جي دور ۾ آئرلينڊ انگلينڊ سان پنهنجا رهيل کهيل ناتا به ٽوڙي ڇڏيا. هن ساليانين ڍل ڏيڻ بند ڪئي ۽ هڪ نئون آئين ٺاهيائين جنهن کي 1937ع ۾ عوامي راءِ وٺي منظور ڪيو ويو. انهي آئين ۾ تاج سان وفاداري وارو قسم رد ڪيو ويو ۽ آئرش ٻولي کي آئري جو نالو ڏئي رياست جي سرڪاري زبان بڻايو ويو. آئرلينڊ جي سڄي ٻيٽ کي قومي علائقو ٺهرائڻ جو اعلان ڪيو ويو. صدر جو عهدو قائم ڪيو ويو پر هن ڪڏهن به سرڪاري طور ملڪ کي ريپبلڪ ڪرڻ جو اعلان نه ڪيو.

ڊي ويليرا ٻي مهاڀاري لڙائي ۾ آئرلينڊ کي غيرجانبدار رکيو. انهي هوندي به آئرلينڊ جي ڪيترن ئي ماڻهن پاڻ کي برطانيه جي هٿياربند فوجن ۾ ڀرتي ٿيڻ لاءِ رضاڪارانه طور پيش ڪيو. ڊي ويليرا جي حڪومت ملڪ جي صنعتي ترقي کي

تيز ڪرڻ ۾ ناڪام ٿي، برطانيه لاڳاپلا ڪري ايندڙن جي سيلاب کي روڪڻ يا زراعت کي سڌاري نه سگهڻ يا انهن مان ڪن سببن جي ڪري ڪيس جي– ڪرسٽيلو جي اڳواڻي ۾ نهيل ڪڏيل ڏر هٿان 1948ع وارين چونڊن ۾ شڪست ملي. نئين حڪومت آئرلينڊ کي هڪ مڪمل ريپبلڪ ڪرڻ جو اعلان ڪيو. ٻيو ڀيرو 1951ع کان وٺي 1954ع تائين ۽ 1957ع ۾ ٻيهر وزيراعظم ٿيو. پر ٻن سالن کان پوءِ، 1959ع ۾ سين ليماس جي حق ۾ استعفيٰ ڏيئي پاڻ صدر ٿيو. هو 1973ع تائين ان عهدي تي رهيو.

# فرانڪو

(1883-1945)

فرانسسڪو فرانڪو بهاموندي اسپين جو 36 سالن تائين آمر رهيو. اسپيني گهرو لڙائي ۾ جڏهن ريپبلڪن حڪومت جي فوجن کي باغي فوج آخرڪار شڪست ڏني، ته هو اقتدار ۾ آيو. فرانڪو جيڪو 1939ع ۾ اقتدار ۾ اچڻ کان پوءِ پنهنجي حياتي جي آخري سال تائين اسپين جو اڻ پڇيو آمر رهيو، سو پنهنجي حياتي جي آخري سال ۾ بيماري هٿان شڪست کائي ويو.

هو گئليشيا ۾ جائو ۽ سندس آڪهه جا ماڻهو چئن پيڙهين کان بحري فوج ۾ آفيسر رهندا آيا هئا. فرانڪو، ٽوليڊو ۾ قائم بري فوج جي انفينٽري اڪيڊمي ۾ داخلا وٺي اها روايت ختم ڪري ڇڏي. هن 17 سالن جي ڄمار ۾ گريجوئيشن ڪئي. اسپين انهي زماني ۾ مراڪش کي پنهنجي بيٺڪ بڻائڻ جي ڪوشش ۾ رڌل هو. هن پنهنجي مرضي سان انهي مهم ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ پنهنجون خدمتون آڇيون.

هو قابل ۽ اڪيلائي پسند ماڻهو هو. غيرملڪين کي فتح ڪرڻ لاءِ ٿورو وقت اڳي هڪ فوج ٺاهي وئي هئي. هو پنهنجي قابليت جي زور تي 1923ع ۾ انهي فوج جو مڪمل ڪمانڊر ٿي ويو. مراڪش جي گوريلا اڳواڻ عبدالڪريم جي فوجن اسپين جو حال هيٺو ڪري ڇڏيو هو ۽ خود اسپين ۾ به انهي جنگ جي مخالفت ڏينهون ڏينهن وڌي رهي هئي. حقيقت ۾ اسپين افراتفري ڏانهن وڌي رهيو هو. اها صورتحال اسپين جي بادشاهه الفاسو XIII جي آپيشاهي سببان پيدا ٿي هئي. حڪومتي معاملن ۾ سندس ٽنگ اڙائڻ ڪري، 1902ع ۾ سندس تاجپوشي کان پوءِ هڪ ٻئي پوئتان 33 حڪومتون ٺهيون ۽ ڊهيون. تان جو 1923ع ۾ بادشاهه جي اجازت سان مائيگوئل پرائيو ڊي رِوَرا حقيقي آمر جي حيثيت ۾ حڪومت جون واڳون سنڀاليون.

اسپين جي غيرملڪن لاءِ ٺاهيل فوج 1926ع ۾ مراڪشي باغين کي شڪست ڏني. فرانڪو انهي جنگ ۾ مکيه ڪردار ادا ڪيو، جنهن ڪري قومي سطح تي اهميت مليس. هن کي ترقي ڏيئي برگيڊيئر جنرل مقرر ڪيو ويو ۽

1928ع ۾ کيس زاراگوسا جي فوجي اڪيڊمي جو ڊائريڪٽر بڻايو ويو.

پر 1931ع ۾ رووراجي حڪومت ۾ انهي سان گڏ خود بادشاهت جو بہ تختو اونڌو ٿي ويو ۽ ان جي جاءِ تي عوامي راڄ قائم ٿيو. فرانڪو جيئن تہ ساڄي ڌر جو شاهہ پرست ماڻهو هو، تنهن ڪري کيس رٽائرڊ ڪري رزرو فوج ۾ رکيو ويو ۽ زاراگوسا اڪيڊمي بند ڪئي ويئي. ٻن سالن کان پوءِ ساڄي ڌر جي نئين عوامي حڪومت، کيس فوج جي ڪمان ڏيئي استوريا علائقي ۾ کاڻ مزدورن جي بغاوت کي دٻائڻ لاءِ موڪليو، جنهن ڪري هو ہيهر منظر عام تي اچي ويو. انهي کان پوءِ هو فوج جو چيف آف جنرل اسٽاف مقرر ٿيو.

هو ڪجهہ مهينا انهي طاقتور عهدي تي رهيو، جنهن دوران فوج ۾ سخت ضابطو لاڳو ڪرڻ سان گڏوگڏ سينيئر آفيسرن سان دوستي بہ وڌايائين. پر 1936ع ۾ کاٻي ڌر جي پاپولر فرنٽ جي پارٽين چوندون کٽيون. هڙتالن ۽ گهٽين ۾ تشدد جو سلسلو وڌي ويو. فرانڪو، حڪومت کي هنگامي حالتن جي اعلان ڪرڻ جي اپيل ڪئي پر حڪومت سندس اپيل کي نظرانداز ڪري ڇڏيو. کيس ڪئنيري ٻيٽن جو فوجي ڪمانڊر ڪري موڪليو ويو، جتي سچ پچ تہ هن پاڻ کي جلاوطن محسوس ڪيو.

ساڄي ڌر جي آفيسرن جولاءِ 1936ع ۾ عوامي راڄ خلاف بغاوت جو اعلان ڪيو. فرانڪو بغاوت جي چارج وٺڻ لاءِ هوائي جهاز رستي مراڪش ويو. کيس سيپٽمبر ۾ اسپيني رياست جو سربراهہ ۽ سپريم ڪمانڊر ٺاهيو ويو. اتر ۾ جنرل ايميليو مولا فوج جو ڪمانڊر مقرر ٿيو. فرانڪو جون فوجون تيزي سان اتر طرف وڌيون ۽ ميڊرڊ جو گهيرو ڪرڻ شروع ڪيائون. لڳو ٿي تہ گهرو لڙائي جي پڄاڻي ٿيڻ تي آهي پر حڪومت جون فوجون مارچ 1939ع تائين وڙهنديون رهيون.

رضاڪارن جا بين الاقوامي جٿا عوامي راڄ جي مدد ڪرڻ لاءِ آيا. هٿيار ۽ ساز و سامان سوويت يونين کان آيو. فرانڪو کي هٽلر ۽ مسوليني فوجون، هٿيار ۽ هوائي جهاز ڏنا. هن جڏهن عام شهرن، خاص ڪري جرنيڪا تي بمباري ڪرڻ جي اجازت ڏني تہ بين الاقوامي سطح تي عوامي راءِ سندس سخت مخالفت ڪئي. فرانڪو بنا ڪنهن شرط تي هٿيار ڦٽي ڪرڻ تي زور ڏنو. هن فيلينج (اسپين جي فاشسٽ پارٽي) کي نئين سر منظم ڪري کيس پنهنجو سياسي هٿيو بڻايو ۽ مخالفن جي خاتمي ڪرڻ ۾ لڳي ويو. انهي مهم ۾ سندس هزارين مخالف مارجي ويا.

اقتدار ۾ اچڻ کان پوءِ هن هر قسم جي مخالفت ۽ تنقيد تي بندش وجهي ڇڏي. هن کي جيتوڻيڪ يورپ جي ٻين فاشسٽ آمرن سان همدردي هئي، تنهن هوندي بہ ٻي مهاڀاري لڙائي جي سموري عرصي دوران اسپين کي غيرجانبدار رکيائين. هن 1940ع ۾ هينڊي ۾ هٽلر سان ملاقات ڪئي. انهي گڏجاڻي مان

هٽلر کي ڪو خاص فائدو نہ ٿيو پر هو هٽلر کان اها خاطري وٺڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو تہ، فرانس تي قابض جرمن فوجون اسپين تي ڪاهہ نہ ڪنديون. جنگ کان پوءِ پهريائين تہ اسپين کي بين الاقوامي برادري کان نيڪالي ڏني ويئي، پر 1953ع ۾ يونائيٽيڊ اسٽيٽس اسپين سان هڪ معاهدو ڪيو، جنهن مطابق اسپين کي آمريڪا کان فوجي ۽ اقتصادي امداد ملي ۽ اسپين موٽ ۾ آمريڪا کي فوجي اڏا ڏنا. ساڳئي سال فرانڪو ويٽيڪن سان هڪ ناهہ تي صحي ڪئي، جنهن ۾ ڄاڻايل اسپين ۾ ڪليسا ۽ رياست هڪ ٻئي سان ويجهو سهڪار رکنديون. اسپين 1960ع تائين مراڪش ۾ پنهنجي بيشتر ڪي راڄ تان هٿ کڻي ويو هو. گڏيل قومن جي اداري ۽ يورپي اقتصادي سهڪاري برادري ۾ شامل ٿي چڪو هو ۽ انهي سال آمريڪي صدر آئزن هاور پڻ اسپين جو سرڪاري دورو ڪيو هو. ملڪ جي اقتصادي حالت 1860ع واري ڏهاڪي ۾ سياحت ۾ وڌندڙ صنعتڪاري ڪري سڌري چڪي هئي.

فرانڪو 1947ع ۾ اسپين کي بادشاهي ملڪ ٺهرايو ۽ پاڻ کي سڄي ڄمار لاءِ نائب مقرر ڪيو. هن 1954ع ۾ الفاسو تيرهين جي پوٽي، ڊان جيوئن جي پٽ ڊان جيوئن ڪارلس کي پنهنجو جانشين ٺاڦيو. ٻارنهن سالن کان پوءِ ريفرنڊم وسيلي هڪ قانون منظور ٿيڻ ڪري، اسپين جو 1939ع کان پوءِ پهريون وزيراعظم مقرر ٿيو ۽ حڪومت پنهنجي سختي ٿوري گهٽ ڪئي. بعد ۾ ساڄي ڌر جي فلانجسٽن ۽ نواڻ پسندن ۾ ڇڪتاڻ وڌي ويئي، پر فرانڪو جي وفات پڄاڻان، ڊان جيوئن ڪارلس جڏهن تخت تي ويٺو تہ سندس تمام گهڻ مخالفت ٿي.

# مسولني

(1883-1945)

بينيٽو مسولني سڪر ماٺهن جي سوشلسٽ مخالف قوم پرست سياست جو ڪڏيل روپ هو. 1919ع ۽ 1930ع وارن ڏهاڪن ۾ ڪميونزم کي مکيه دشمن ۽ روشن خيال جمهوريت کي مکيه شڪار سمجهيو ويندو هو. 1939ع ۾ روم- برلن وارو جيڪو محور ٺهيو، تنهن ۾ هن جرمني جي ايڊولف هٽلر جو ساٿ ڏنو ۽ جون 1940ع ۾ جنگ ۾ شامل ٿي ويو. مسولني جي جاه طلبي ڪري نه فقط يورپ گهوٽالي جو شڪار ٿيو، پر جنگ جي ڪري سندس پنهنجي حڪومت به ختم ٿي وئي.

اٽلي جيتوڻيڪ پهرين مهاڀاري لڙائي ۾ سوڀ ماڻيندڙ اتحادين مان هو، تنهن هوندي به 1919ع واري ورسيلز امن معاهدي جي شرطن مان مطمئن نه هو، ڇو ته ڪيس جرمني جي قبضي علائقن مان ڪو حصو ۽ فيوم جو ايڊرياٽڪ بندر نه مليو هو، جنهن کي اٽلي بين الاقوامي بندر ٿي سمجهيو. فيوم تي خيالي پلاءُ پچائيندڙ قوم پرستن جي هڪ جٿي سيپٽمبر 1919ع ۾ قبضو ڪيو. اُهي انهي علائقي ۾ هوائي جهاز هلائيندا گبريل ڊي اننزيو جي منهنداري ۾ هوائي جهاز رستي اتي پهتا پر عوامي مزاحمت جي ڪري اٽلي جي فوجن اهو شهر بين الاقوامي قبضي ۾ ڏيئي ڇڏيو هو.

ساڳئي زماني ۾ سماجي بيچيني قوم کي تباهه ڪري ڇڏيو هو. ڪميونسٽ پورهيتن جون سوويتون، ڪميونسٽ مخالف آزمودگار ۽ هٿياربند سپاهين سان ٽڪرائجي پيون، جن مان مکيه جٿو گهٽين ۾ وڙهندڙ انهن ماٺهن جو هو، جنهن جي اڳواڻي اڳوڻي ڪارپورل بينيٽو مسولني ٿي ڪئي، جيڪو ڪنهن زماني ۾ سوشلسٽ صحافي ٿي رهيو هو. اهو جٿو ڊي اننزيو جي آسماني حملي آورن وانگر ڪارين قميصون پائيندو هو، جن تي شيخن ۾ ٻڌل ڪهاڙي جو نشان لڳل هوندو هو. اهو نشان جنهن کي فاشس چوندا هئا ۽ قديم رومي حاڪميت جي علامت سمجهيو ويندو هو، انهي ڪري انهي جٿي تي فاشسٽ نالو پئجي ويو. فاشسٽن کي 1921ع وارين چونڊن ۾ ڪل 35 سيٽون مليون پر 1922ع ۾

حڪومت استعفيٰ ڏيئي ڇڏي. مسوليني بااثر حمايتين جي خاطري ڏيارڻ تي فوجي بغاوت ڪئي. اٽڪل 30 هزار ڪاري وردي وارن ميلان کان روم تي ڪاهه ڪئي. بادشاهه وڪٽر ايمانوئيل III مسوليني کي حڪومت ٺاهڻ جي دعوت ڏني ۽ چار سؤ غيرفاشسٽ ڊپٽين به ڪيس هڪ سال لاءِ آمرانا اختيار ڏين جي حق ۾ ووٽ ڏنو. سوشلسٽ اڳواڻ ميتوتي جي قتل ٿيڻ تي جڏهن سندس قاتلن کي 1924ع ۾ جڏهن نالي ماتر سزائون مليون، تڏهن خبر پئي ته هُو اڻ جاٺايل مدي تائين آمر ٿي رهندو.

فاشسٽ پارٽي جي تنظيم ڪميونسٽ پارٽي جي سيل واري سرشتي جي نموني تي ڪئي ويئي هئي ۽ سندس اڳواٽي 'روم تي ڪاهه ڪندڙ' بزرگن جي هٿ ۾ هئي. تنهن کان سواءِ پوليس هٿان ماڻهن کي دهايو ويندو هو. انهن سڀني ڪري فاشزم جي فتح يقيني ٿي ويئي هئي. فاشزم ۾ جاٺايل هو ته فرد رياست جي رعيت هوندو آهي ۽ رياست اعليٰ ترين اڳواڻ يا 'ڊيوس' جي هٿ هيٺ هوندي آهي. مسوليني فاشسٽ رياست جي مقصدن جو مجسم ۽ سندس قسمت جو مالڪ هو. فاشزم جي نظريي مطابق جنگ وسيلي رياست کي مضبوط ۽ شهرين کي سخت جان ڪري پيو سگهجي. وڏهڻ کان عاري قومون نيٺ هارائينديون، ڇاڪاڻ ته اهي 'زوال پذير قومون' هونديون.

مسوليني جي حڪومت اٽلي کي آمراتي رياست بڻائي ڇڏيو. هڙتالن تي پابندي وڌي ويئي ۽ آزاد ٽريڊ يونين جي جاءِ تي رياست جي ضابطي هيٺ هلندڙ پورهيت تنظيمون قائم ڪيون ويون. جيڪي پورهيتن جي قومي ڪنفيڊريشن ۾ شامل هونديون هيون، ڪمپني بورڊن تي پارٽي جا ميمبر مسلط ڪيا ويا. ڪيترن سالن تائين مسوليني ڪارپوريشن جو پاڻ وزير ٿي رهيو. سماجي ۽ تفريحي سرگرمين تي به پارٽي ڪرڙي نظر رکڻ لڳي. پوليس جو دهاءُ وڌايو ويو ۽ هر قسم جي مخالفت ختم ڪئي ويئي. سياسي قتل جي بهاني هڪ اهڙي سرشتي جي تصوير مڪمل ڪئي ويئي، جتي فرد هميشه رياست جي مفادن جو تابع رهي يا اڃا به اهو چاوڻ وڌيڪ صحيح ٿيندو ته فرد پارٽي جي مفادن جو تابع رهي.

مسوليني جي ڏينهن ۾ ملڪ جي اقتصاديات سڌري. روم جي پرسان وسيع علائقي ۾ ڏُهٽيون هيون جن کي پونـٽائين ڏهٽيون سڏيو ويندو هو. انهن ڏهٽين ڪري علائقي ۾ مليريا پکڙيل رهندي هئي. قديم روم جي انجنيئرن جي بهترين ڪوشش جي باوجود اهي ڏهٽيون سڪي نه سگهيون هيون. مسوليني جي حڪومت کين سڪائي وڏو ڪارنامو سرانجام ڏنو پر ڏکڻ اٽلي جي غريبي واري روڳ تي ڪو خاص ڌيان نه ڏنو ويو. حڪومت مافيا جي غيرقانوني سرگرمين کي هنجو ڏيڻ ۾ به ناڪام ٿي.

مسوليني 1934ع جي پڇاڙي ۾ ائبيسينيا (حبشا) تي حملي ڪرڻ جو فيصلو

ڪيو. اهو ملڪ اٽلي جي اوڀر آفريڪا وارين ڪالونين اريٽيريا ۽ اٽلي واري سومالي لينڊ جي وچ ۾ هو. قومن جي انجمن اٽلي کي آڪٽوبر 1936ع ۾ اڳرائي ڪندڙ ٺهرايو ۽ ڪوئلي ۽ تيل جهڙين ضروري شين کان سواءِ ساٽس هٿي هر قسم جي واپار ڪرڻ تي پابنديون لڳائي ڇڏيون. انگريزن ۽ فرينچن جي پرڏيهي وزيرن هوئر ۽ لاول حبشہ جي قيمت تي اٽلي کان رعايتون وٺڻ جو ٺاهہ تيار ڪيو. پر انهي ٺاهہ جي اخبارن کي خبر پئجي ويئي ۽ برطانيہ ۾ عوامي احتجاج ٿيڻ ڪري انهي منصوبي تي عمل ٿي نہ سگهيو. ليگ جون وڌل پابنديون غيرمؤثر ثابت ٿيون. مسولني حبشا کي اٽلي جي سلطنت ۾ شامل ڪري ڇڏيو. جنهن ڪري ليگ جي رهيل کهيل عزت بہ ختم ٿي ويئي.

انهي کان پوءِ مسولني اسپين ۾ فرانڪو جي بغاوت کي هٿي ڏيڻ لاءِ اٽلي جون فوجون موڪليون. شايد کيس اميد هوندي تہ فرانڪو سندس ٿورا مڃيندي يونوچ مٿان سندس بالادستي قائم ڪرڻ ۾ کيس مدد ڏيندو. اٽلي جي سرمائي ۽ هٿياربند مداخلت اسپين جي مستقبل ۾ ٿيندڙ آمر کي يقيني هٿي ڏني. اٽلي 1939ع واري ايسٽر جي موقعي تي البانيا کي پاڻ سان ڳنڍي ڇڏيو. البانيہ حفاظت هيٺ آيل دوست ملڪ سمجهيو ويندو هو. اٽلي کي اهي فتحون جيتوڻيڪ سولائي سان مليون، تنهن هوندي بہ عوام ۾ غيرمقبول رهيون. مسولني جي حڪومت بہ مهاياري لڙائي ۾ تباهي آڻيندڙ مداخلت ڪئي، جنهن ڪري سموري عوامي حمايت کان محروم ٿي ويئي.

هٽلر وڏي عرصي کان مسولني کي ساراهيندو هو، ڇو تہ هن جمهوري حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ کان پوءِ بہ نواڻ پسند جمهوريت کي مجبور ڪري ڇڏيو هو تہ کيس پنهنجي برابر سمجهن. هٽلر جي انهي ساراهہ ڪري 1939ع وارو روم- برلن 'محور' مضبوط ٿيو. ورسيلز واري معاهدي کان پوءِ يورپ جون جيڪي سرحدون قائم ٿيون هيون، تن جي خاطري ڏيارڻ لاءِ 1925ع ۾ لوڪانو پيڪٽ ٿيو. مسولني بہ انهي معاهدي ۾ فرانس ۽ انگلينڊ جو ساٿ ڏنو. ٿورڙو ئي اڳ هٽلر آسٽريا کي جڏهن پنهنجي ملڪ ۾ ڳنڍي ڇڏيو هو تہ مسولني سندس پاسو ڪنيو هو. جنهن ڪري هٽلر بيوس سان دائمي دوستي نباهڻ جو قسم کنيو هو. انهي هوندي بہ فرانس ۽ انگلينڊ 1938ع واري ميونخ ٺاهہ ڪرائڻ لاءِ مسولني کي امين مقرر ڪيو. انهي ٺاهہ مطابق چيڪوسلواڪيہ کي جرمني جي حق ۾ ٽوڙيو ويو.

هٽلر سان دوستي هوندي بہ مسولني فقط تڏهن جنگ ۾ ٽپيو، جڏهن جون 1940ع ۾ جرمني فرانس کي مڪمل شڪست ڏني. ٽن سالن کان پوءِ بيوس کي پنهنجي ئي فاشسٽ گرينڊ ڪائونسل عهدي تان لاهي قيد ڪري ڇڏيو. هٽلر دليري سان سندس مدد ڪئي ۽ کيس ڪٺ پتلي حڪومت جي سربراهہ طور ٻيهر مقرر

ڪيائين. جرمني جي شڪست کان پوءِ مسولني کي پنهنجي ئي طرفدارن گرفتار ڪيو ۽ گولي هڻي ماري ڇڏيو.

مسوليني ايڪيهن سالن تائين حڪومت ڪئي. هن جي حڪومت ۾ اٽلي هڪ عظيم طاقت جي ڏِک ڏيندو هو، جنهن ڪري ڪيترائي يورپي مدبر دوکو کائي ويا. اٽلي جي رياست ۽ سندس سوال طلب شريڪ رومن ڪيٿولڪ ڪليسا جي وچ ۾ ٽيل 1929ع وارو ليٽرن معاهدو جيتوڻيڪ اجا تائين قائم آهي پر اٽلي جا ماڻهو پنهنجين زندگين ۾ چرچ جي مداخلت جا مخالف آهن.

# ايف- دي- روز ويلٽ

(1884-1945)

آمريڪا جو ٻٽيهون صدر، پهريون آمريڪي سياستدان هو ايف- ڊي روزويلٽ جنهن بيروزگاري جي مسئلي کي سنجيدگي سان منهن ڏنو. هن 1930ع واري ڏهاڪي جي سردبازاري ۾ اهڙيون پاليسيون اختيار ڪيون جن لکين ماڻهن کي ساهتا ڏني. انهن پاليسين کي 'نيوڊيل' سڏجي ٿو. هن جو پورو نالو فرينڪلن ڊيلانو روز ويلٽ هو. هي ئي اهو ماڻهو هو جيڪو 1940ع واري ڏهاڪي ۾ ٻي مهاڀاري لڙائي دوران اتحادين تي ڇانيل رهيو.

روز ويلٽ هڪ خوشحال گهراڻي مان هو. هو 1910ع ۾ نيويارڪ جي سينيٽ جي ميمبر جي حيثيت ۾ سياست ۾ گهڙيو. هو هڪ سڌارڪ ڊيموڪريٽ هو ۽ 1912ع وارين چونڊن ۾ صدر وُڊرو ولسن جي حق ۾ مهم هلائي هئائين. هو 1913ع کان 1920ع تائين نيوي جو اسسٽنٽ سيڪريٽري پڻ ٿي رهيو. ريپبلڪن پارٽي 1920ع وارين چونڊن ۾ جڏهن سندس پارٽي کي منهن ٽوڙ شڪست ڏني، تڏهن هو ٻه پارٽي پاران نائب صدر جي عهدي لاءِ ٿاڦيل اميدوار جي حيثيت ۾ ساڳي طرح شڪست کائي ويو. هو 1920ع وارين چونڊن ۾ ڊيموڪريٽڪ پارٽي طرفان نائب صدر جي عهدي لاءِ اميدوار بيٺو، پر ريپبلڪن پارٽي هٿان سندس پارٽي کي منهن ٽوڙ شڪست ملڻ ڪري ڪامياب ٿي نه سگهيو.

مٿس 1921ع ۾ پوليو مائيليٽيز جو حملو ٿيو، جنهن سببان سندس هيٺيون ڌڙ سڪي ويو. هن انهي بيماري ۾ ورتل ٻين ماڻهن جي علاج لاءِ جارجيا ۾ وارم اسپرنگ فائونڊيشن (ڪوسي چشمي جو ادارو) قائم ڪيو. ان وقت تائين هو سياست ۾ وري قدم رکي چڪو هو. هو 1928ع ۾ نيويارڪ جو گورنر چونڊجي ويو. گورنر ٿيندي ئي هن سماجي بهبود جو هڪ زوردار پروگرام شروع ڪيو. سندس سربراهي ۾ 1932ع ۾ بدعنوان 'ٽيميني هال' انتظاميہ خلاف نيويارڪ شهر ۾ جاچ شروع ٿي، جنهن جي نتيجي ۾ ميئر جيمس واڪر کي استعفا ڏيڻي پيئي.

قومي سطح تي انهي ڪان بہ وڌيڪ اهم ڪم روز ويلٽ طرفان 'برين ٽرسٽ' (عالي دماغ ماڻهن جي تنظيم) قائم ڪرڻ هو. هن اهو ٽرسٽ وال اسٽريٽ جي 1929ع واري سردبازاري جي ڪري نيويارڪ شهر تي پيل اٿرن کي ختم ڪرڻ لاءِ قائم ڪيو هو. هو نومبر 1932ع ۾ صدارتي اميدوار طور بيٺو ۽ سهٽي نموني کٽيائين.

هن صدر ٿيڻ وقت جيڪا افتتاحي تقرير ڪئي، تنهن ماڻهن ۾ سندس ساک وڌائي ڇڏي. هن اعلان ڪندي پنهنجي پختي عزم جو اظهار ڪيو تہ: "اسان کي صرف ڀؤ کان ئي ڀؤ ٿيڻ گهرجي". روز ويلٽ هاڻي پنهنجو 'نيوڊيل' (نئون وهنوار) شروع ڪيو، جنهن مطابق هن صنعت ۽ زراعت تي سرڪاري ضابطو وڌائي ڇڏيو ۽ عوامي فنڊن مان وڏي پيماني تي اقتصادي حالتن کي هٿي ڏنائين.

سرڪار، نيون ايجنسيون قائم ڪري عوام کي روزگار ڏيڻ جي رٿن تي ڪم ڪرڻ لڳي. بئنڪن ۽ اسٽاڪ ايجنسين جي ڪمن ۾ باقاعدگي پيدا ڪئي ويئي. بجلي جي پيداوار واري ميدان ۾ خانگي ڪمپنين جي قبضي کي للڪاريو ويو ۽ وسيع ٽينيسي وئلي اٿارٽي قائم ڪري آبپاشي کي وڌايو ويو. وفاقي حڪومت خانگي شعبي ۾ پنهنجي مداخلت ايتري تہ وڌائي ڇڏي، جنهن جو اڳ ۾ ڪو مثال نٿو ملي. برين ٽرسٽ ۽ روز ويلٽ جي ٻين صلاحڪارن جيڪي رٿون تيار ڪيون هيون تن کي نقاد عام طور فضول سڏيندا هئا. قدامت پرست ڪليو ڪلايو چوندا وتندا هئا تہ 'وائيٽ هائوس ۾ رهندڙ اهو ماڻهو' پنهنجي ئي طبقي جو غدار آهي. سپريم ڪورٽ 'نيوڊيل' جي ڪيترن ئي اپائن کي ناجائز ٺهرايو. صدر سپريم ڪورٽ جي نئين سر جوڙجڪ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر ڪيس ڪاميابي نہ ٿي. هن 'هڪڙي ماڻهو' جنهن نموني 1930ع واري ڏهاڪي جي سرد بازاري کي منهن ڏنو، تنهن بين الاقوامي سطح تي سندس عزت وڌائي ڇڏي هئي. روز ويلٽ کي 1936ع وارين چونڊن ۾ شاندار فتح نصيب ٿي، جنهن مان پڌرو ٿيو تہ سندس 'نيوڊيل' مان جن ماڻهن کي فائدو مليو هو، تن کي سندس پاليسيون پسند هيون. جڏهن تہ وڏن واپارين کي اهي پاليسيون نٿي وڻيون.

پرڏيهي معاملن ۾ روز ويلٽ لاطيني آمريڪا سان 'سٺي پاڙيسري' واري پاليسي اختيار ڪئي، هٽلر ۽ مسولني کي امن قائم ڪرڻ جي اپيل ڪيائين ۽ جاپان سان سٺا لاڳاپا قائم ڪيائين. جڏهن 1939ع ۾ يورپ ۾ جنگ ڇڙي، تڏهن ڊيموڪريٽن ۽ ريپبلڪن گڏجي جنگ ۾ شامل ٿيڻ جي مخالفت ڪئي پر برطانيہ سان دوستاڻي غيرجانبداري واري هلت هلڻ جي حمايت ڪيائون. ملڪي سياست اندر جڏهن روز ويلٽ ٽئين صدارتي مدي لاءِ بہ اميدوار ٿيڻ چاهيو، تڏهن سندس پنهنجي پارٽي سميت ڪيترن ئي انهي تي اعتراض اٿاريا، ڇو تہ اهو غيررواجي فيصلو هو. پر 1940ع وارين چونڊن ۾ وري بہ ڪيس فيصلائتي فتح

نصيب ٿي. چونڊن جي مهم دوران هن ووٽرن سان وعدو ڪيو تہ "توهان جي ٻارن کي ڪنهن بہ غيرملڪي لڙائي ۾ نہ موڪليو ويندو."

انهي هوندي بہ روز ويلٽ جي حڪومت جرمني خلاف هلندڙ جنگي سرگرمين جي پٺڀرائي ڪئي. ڪانگريس مارچ 1941ع ۾ لينڊ ليز ائڪٽ منظور ڪيو، جنهن مطابق "صدر پنهنجي سمجهہ موجب جن قومن جي دفاع کي آمريڪا جي سلامتي لاءِ ضروري سمجهندو، تن کي امداد ڏيندو." نومبر تائين فقط برطانيہ کي ئي آمريڪي ملي سگهي. انهي کان پوءِ روس کي بہ امداد ملي.

روز ويلٽ آگسٽ ۾ چرچل سان ملاقات ڪئي. اها ملاقات نيو فائونڊلينڊ جي ڪناري کان پرتي هڪ جنگي سامونڊي جهاز ۾ ٿي. انهي ملاقات ۾ ٻنهي گڏيل مقصدن حاصل ڪرڻ لاءِ ائٽلانٽڪ چارٽر تي صحيون ڪيون. اهو پڌرنامو گڏيل قومن جي پڌرنامي جو بنياد بڻيو جنهن تي 1جنوري 1942ع ۾ جنگ ۾ حصو وٺندڙ 26 ملڪن صحيون ڪيون. انهي وقت تائين آمريڪا بہ جاپان جي پرل هاربر تي 7 ڊسمبر 1941ع واري حملي کان ذري گهٽ هڪ مهينو پوءِ جنگ ۾ شريڪ ٿي چڪو هو.

روز ويلٽ جنگي ڪارروايون فوج کي سونپي پاڻ اتحادي اڳواڻن سان سفارتي سطح تي سرگرمي سان لهہ وچڙ رکي ۽ ڪيترين ئي ڪانفرنسن ۾ شريڪ ٿيو. هن، 1944ع ۾ چوٿين مدي لاءِ صدارتي چونڊون کٽي دنيا کي حيرت ۾ وجهي ڇڏيو. هن پيري نائب صدر لاءِ هيري ايس- ٽرومين چونڊيو. فيبروري 1945ع ۾ روز ويلٽ بيمار هوندي بہ يالٽا ڪانفرنس ۾ چرچل ۽ اسٽالن سان شريڪ ٿيو. انهي ڪانفرنس ۾ جنگ کان پوءِ واري يورپ بابت اهم فيصلا ڪيا ويا. جرمني جا قبضي هيٺ آيل چار ڀاڱا تسليم ڪيا ويا ۽ روس سان ايشيا جي علائقن بابت ناهہ ٿيا. ٻن مهينن کان پوءِ روز ويلٽ وفات ڪري ويو.

روز ويلٽ آمريڪي حڪومت ۾ انقلاب آڻي ڇڏيو، ٻي مهاڀاري لڙائي دوران دنيا جي سڀ کان طاقتور قوم جي اڳواڻي ڪيائين ۽ جنگ کان پوءِ جيڪو بندوبست ٿيو تنهن ۾ فيصلائتو ڪردار ادا ڪيائين.

# ايڊيوئرڊ بينس

(1884-1948)

جديد چيڪوسلواڪيا جو باني ايڊيوئرڊبينس ٻنهي جنگين جي وچ واري سڄي عرصي ۾ ڦيرائين پنهنجي ملڪ جو پرڏيهي وزير ۽ پوءِ صدر رهيو. فرانس، برطانيه ۽ هٽلر واري جرمني ۾ 1938ع ۾ جيڪو ميونخ وارو ٺاهه ٿيو، تنهن چيڪوسلواڪيا تي جرمني جي قبضي جو در کولي ڇڏيو. بينس کي هٽلر جي مطالبن مڃڻ کان سواءِ ٻيو ڪو چارو نظر نه آيو. هن ٺاهه جي توثيق ڪرڻ کان پوءِ صدارت تان استعفيٰ ڏني. فرانس ۽ برطانيه جيتوڻيڪ ميونخ وارو ٺاهه ڪري چيڪن کي دوکو ڏنو هو، تنهن هوندي به هٽلر جي علائقائي هٻچ پوري نه ٿي هئي ۽ يورپ ڪنورتا سان ٻي مهاڀاري لڙائي طرف وڌي رهيو هو.

ويهين صدي جي شروعات کان ئي چيڪ هيپسبرگن جي آمراڻي حڪومت هيٺ هلندڙ آسٽرو- هنگرين سلطنت کان آزادي وٺڻ لاءِ تڙپي رهيا هئا. يونيورسٽي جو هڪ پروفيسر ٿامس مساريڪ. آسٽريا جي ڊائيٽ (قانون ساز اسيمبلي) ۾ 1907ع کان آزادي واري پارٽي جو اڳواڻ هو. پهرين مهاڀاري لڙائي دوران هُن ۽ بينس جيڪو پڻ تعليمدان هو، گڏجي چيڪ قومي ڪائونسل جو پئرس ۾ بنياد رکيو. انهي ڪائونسل آڪٽوبر 1918ع ۾ چيڪ جي آزادي جو اعلان ڪيو. نومبر ۾ مساريڪ کي پراگ ۾ صدر مقرر ڪيو ويو. بينس پرڏيهي وزير جي حيثيت ۾ ورسيلز واري امن ڪانفرنس ۾ چيڪ مفادن جي نمائندگي ڪئي.

نئين رياست مختلف قوميتن جي هڪ ڳنڍي وفاق تي ٻڌل هئي. جنهن ۾ چيڪن جا بوهيميا ۽ موراويا وارا صنعتي علائقا، سلوواڪيا جي اهڙن زرعي علائقن سان ملايا ويا هئا، جن کي نه صرف پنهنجي ٻولي هئي، پر اهي پاڻ به آزادي جي تحريڪ هلائي رهيا هئا. مذهبي اختلاف به موجود هئا. قومي ٻڌي کي، قلمي اقليتن خاص ڪري پولن، هنگرين ۽ اولهه واري سوويت علائقي ۾ رهندڙ ٽيهه لک جرمنن کان به خطرو هو. حڪومت تي اڳوڻي آسٽرو- هنگيرين صوبائي حڪومت جي چيڪ آفيسرن جو قبضو هئڻ ڪري سلوواڪي ڪاوڙيل هئا. سوويتن جرمنن جا اهي طبقا، جيڪي 1918ع تائين رعايتون ماڻيندڙ رهيا هئا،

سي انهي کان بہ وڌيڪ ناراض هئا. انهي هوندي بہ بينس جڏهن 1935ع ۾ ميسارڪ جي جاءِ تي صدر ٿيو ۽ هڪ سلوويڪ کي پنهنجو وزيراعظم ڪيائين، تڏهن ملڪ گهڻن مسئلن کي منهن ڏيڻ جي قابل نظر اچڻ لڳو. جرمني ورسيلز واري معاهدي جا شرط ڦيرائڻ جي جيڪا بہ ڪوشش ڪئي، تنهن کان پنهنجي ملڪ کي محفوظ رکڻ لاءِ، بينس 1920ع واري ڏاڪي جي منڍ ۾ رومانيا، يوگوسلاويا ۽ فرانس سان ڪيترائي معاهدا ڪيا. هٽلر 1937ع کان ئي چيڪوسلواڪيا کي بي اثر ڪرڻ لاءِ آتو هو. اهو ملڪ جرمني ۽ آسٽريا جي وچ ۾ ڄڻ تہ ٿنبيل هو ۽ سنڌس سرحدون سوويٽن ۽ ٻين جابلو سلسلن سان گهيريل هيون. انهن سرحدن تي مضبوط دفاعي سرشتي جو جار وڇايل هو، جنهن ۾ بندوق رکڻ جا چبوترا ۽ ڪنڪريٽ جا مورچا ٺهيل هئا. چوٿيهن ٻوين‌زنن تي ٻڌل چيڪ آرمي سٺي طرح سکيا ورتل هئي ۽ عظيم اسڪواڊ فئڪٽري جي ٺاهيل هٿيارن جي ڪري ناقابل شڪست ٿي پئي هئي. جرمن فيوهرر جي جنرلن کي چيڪ دفاعي صلاحيتن جي باري ۾ ڪابہ غلط فهمي نہ هئي پر هڪ تہ هٽلر موقعي پرستي واري ڊپلوميسي کان ڪم ورتو. ٻيو تہ فرانس چيڪوسلواڪيا جي پر وڻڻ لاءِ راضي نہ هو. ٿيون تہ برطانيہ جرمني جا مطالبا مڃي کيس خوش رکڻ ٿي چاهيو ۽ چوٿون تہ بينس پڪو پهہ ڪيو هو تہ پنهنجي ملڪ کي جنگ ۾ نہ گهليندو. جنهن ڪري اهو سمورو دفاعي سرشتو بنا ڪنهن جنگ جي ڊهي اچي پٽ پيو.

1938ع واري گهوٽالي جا ٻج 1919ع ۾ پوکيا ويا هئا. آسٽرو- هنگيرين سلطنت کي ٽوڙڻ لاءِ ورسيلز جي معاهدي قومي حق خوداراديت جي اصول کي جنم ڏنو هو. چيڪ جي نين سرحدن اندر سلوواڪين مڪمل آزادي لاءِ پنهنجي جدوجهد جاري رکي ۽ آسٽريا سان رت ۽ روايتن جي لاڳاپن ۾ ٻڌل جرمن، پاڻ سان ٿيندڙ ناانصافين جي باري ۾ شڪايتون ڪرڻ لڳا جيڪي ظاهر ۾ سچيون لڳنديون هيون. بينس جڏهن ڏٺو تہ فرانس جرمني خلاف کيس ڪابہ خاطري ڏيارڻ کان ڪيبائي رهيو هو، تڏهن هُن پريشان ٿي ڪونارڊ هينلين جي انتهاپسند سوڊيٽن جرمن پارٽي سان انهي اميد تي ڳالهہ ٻولهہ هلائي تہ انهي پارٽي جي ملڪ ٽوڙڻ وارن مطالبن کان مجبور ٿي برطانيہ ۽ فرانس جرمني خلاف جنگ جو اعلان ڪندا. هينلين فقط 'برابري' واري ورتاءُ جو مطالبو جاري رکيو. پر هٽلر سان ڪانفرنس ڪندي، هُن چيو، "اسان کي هميشہ ايڏو ئي مطالبو ڪرڻ گهرجي جو اسان ڪڏهن بہ مطمئن ٿي نہ سگهون."

برطانيا جي وزيراعظم نيولي چيمبرلين کي ڀپ لڳو تہ ڪٿي انهي گهوٽالي جي ڪري جنگ نہ ڇڙي پئي. هُن کي سوويٽن جي دعويٰ ۾ مجرد انصاف نظر اچڻ لڳو ۽ ناداني وچان سوچيائين تہ جيڪڏهن اِهي مطالبا مڃيا ويا تہ هٽلر

مطمئن ٿي ويندو. پر بينس کان رعايتون وٺڻ کان پوءِ بہ هٽلر ۽ هينلين پنهنجا مطالبا وڌائيندا رهيا. چيمبرلين ۽ فرينچ وزيراعظم ولاديئر چيڪوسلواڪيا جي گھوٽالي جي حل لاءِ هٽلر سان 19سيپٽمبر 1938ع تي ميونخ ۾ ناهہ ڪيو. انهي ناهہ سان سوڊيٽن وارا علائقا ۽ ان جي نتيجي ۾ سندن جابلو حصن جو در جرمني لاءِ کلي پيو. بينس وٽ جيئن تہ ٻيو ڪو چارو نہ هو، تنهن ڪري هن اهو ناهہ قبول ڪيو ۽ پوءِ صدارت تان استعفيٰ ڏنائين. اپريل 1939ع تائين هنگري ۽ پولينڊ چيڪوسلواڪيا جا سرحدي علائقا پاڻ ۾ ملائي چڪا هئا ۽ سلوواڪن ٽين ريخ جي حفاظت هيٺ آيل رياست جي حيثيت ۾ آزادي حاصل ڪري ورتي هئي.

بينس ٻي مهاڀاري لڙائي وارو زمانو لنڊن ۾ قائم جلاوطن چيڪ حڪومت جي صدر جي حيثيت ۾ گذاريو. هُن جو پرڏيهي وزير ٿامس جو پٽ جان ميسارڪ هو.

بينس 1945ع ۾ پراگ جي صدارتي محل کان هڪ دفعو وري پراگ جو معائنو ڪندي تبصرو ڪيو: "ڇا اهو (شهر) خوبصورت نہ ٿو لڳي؟ وچ يورپ جو اهو واحد شهر آهي جيڪو تباهہ نہ ٿيو آهي ۽ اهو منهنجو ئي ڪارنامو آهي." ۽ ميسارڪ فيبروري 1948ع واري ڪميونسٽ فوجي بغاوت تائين پنهنجي عهدي تي قائم رهيو. ڪجھہ ڏينهن کان پوءِ خبر پئي تہ ميسارڪ آپگھات ڪيو آهي. بينس آئين تي صحي ڪرڻ کان انڪار ڪيو. جنهن ڪري کيس جون ۾ استعفيٰ ڏيڻي پئي. انهي کان ٿورڙو عرصو پوءِ هو فوت ٿي ويو.

# هيري ايس- ٽرومين

(1884-1972)

آمريڪا جي ٽيٽيهين صدر، هيري ايس- ٽرومين جنگ کان پوءِ واري پنهنجي دور ۾ سماجي سڌارا آڻڻ لاءِ ڪجهه اهم ترين قانون سازي ڪرائي. جنگ کان پوءِ يورپ جي بحالي لاءِ مارشل پلان هن جي ڏينهن ۾ ٿيو، ته نارٿ ائٽلانٽڪ ٽريٽي آرگنائزيشن (ناٽو) جو پايو به هن جي ئي دور ۾ پيو. هن جي حڪم تي ئي آمريڪا ٻين گڏيل قومن جي فوجن سان گڏجي ڪوريا واري جنگ ۾ مداخلت ڪئي.

ٽرومين هڪ هاري جو پٽ هو. هن پهرين مهاڀاري لڙائي دوران فرانس ۾ فوج ۾ نوڪري ڪئي. هو مقامي سياست ۾ 1922ع ۾ گهريو ۽ 1934ع ۾ فرينڪلن ڊي روز ويلٽ جي نيوڊيل (نئين وهنوار) جي پڪي حامي جي حيثيت ۾ ميمبر چونڊجي ويو. بعد ۾ هن روز ويلٽ جي ٽئين مدي لاءِ صدر ٿيڻ جي مخالفت ڪئي. ڪيس قومي سطح تي اهميت تڏهن ملي جڏهن جنگي خرچن جي ڇنڊڇاڻ ڪرڻ واري سينيٽ جي مقرر ڪيل ڪاميٽي جو چيئرمين ٿيو. انهي ڪاميٽي جنگي ٺيڪن ۾ هنيل وڏيون وڏيون گهوٻيون ظاهر ڪري ڏيکاريون. ٽرومين ڪي پنهنجي پارٽي ۾ پورهيتن جي طاقتور گروپن جي حمايت حاصل ٿي وئي، جنهنڪري هو 1944ع ۾ صدر روز ويلٽ جي چوٿين مدي لاءِ صدارت واري چونڊ ۾ نائب صدر طور اميدوار بيٺو ۽ کٽي ويو.

روز ويلٽ اپريل 1945ع ۾ وفات ڪئي، ٽرومين ٻي مهاڀاري لڙائي جي آخري ڏکين هفتن ۾ صدر ٿيو. ڪيس ڊپ ٿيو ته جيڪڏهن جاپان آمريڪا تي ڪاهه ڪئي ته هزارين آمريڪين جون حياتيون زيان ٿينديون، تنهن ڪري جنگ کي ختم ڪرڻ لاءِ ٽرومين هيروشيما ۽ ناگاساڪي تي ائٽم بم ڪيرائڻ جي اجازت ڏيئي ڇڏي.

ٻي مهاڀاري لڙائي کان پوءِ ٽرومين هٿياربند فوجن جي جدا جدا سيڪريٽرين کي ملائي پنهنجي مقرر ڪيل هڪڙي ئي بچاءُ جي سيڪريٽري جي هٿ هيٺ رکيو. هن ائٽمي ڌماڪن کي پهريائين شهري انتظاميه ۽ آخرڪار

صدارتي ضابطي هيٺ آندو. اها ڳالهه اڳ ۾ ئي چٽي ٿي چڪي هئي تہ سوويت يونين سان ڪيل اتحاد، امن واري دور ۾ برقرار رهي نہ سگهندو، تنهن ڪري آمريڪا جي فوجي صلاحيت کي برقرار رکڻ ضروري ٿي پيو. آمريڪا باروچ پلان نالي هڪ منصوبو پيش ڪيو، جنهن ۾ ائٽم جي تباهہ ڪاري واري سامان مٿان ضابطي رکڻ لاءِ، هڪ بين الاقوامي ايجنسي قائم ڪرڻ جي رٿ ڏني ويئي هئي، پر سوويت يونين اها رٿ رد ڪري ڇڏي. ٻنهي عظيم طاقتن کي هار کاڌل جرمني جي قبضي هيٺ آيل علائقن کي ملائي هڪ ڪرڻ، هٿيارن ۾ عام گهٽتائي آڻڻ ۽ نئين قائم ٿيل گڏيل قومن جي اداري لاءِ هٿياربند فوج ٺاهڻ وارن مسئلن تي هڪ ٻئي سان اختلاف هو.

ٽرومين يورپ ۽ وچ اوڀر ۾ ڪميونزم کي اڳتي وڌڻ کان روڪڻ جو پڪو پهہ ڪيو هو. هن اهڙن ملڪن کي اقتصادي ۽ فوجي مدد ڏيڻ شروع ڪئي جن کي ڪميونسٽن جي اٿل پُٿل يا حملي جو خطرو هو. سيڪريٽري آف اسٽيٽ (پرڏيهي وزير) جارج سي مارشل کي 1947ع ۾ ترڪي ۽ يونان موڪليو ويو. انهي دوري جي نتيجي ۾ يورپ کي وڏي پئماني تي امداد ڏيڻ جو پروگرام تيار ڪيو ويو. انهي پروگرام کي مارشل پلان سڏجي ٿو. ڪانگريس پرڏيهي معاملن ۾ تہ اهڙا اپاءَ وٺڻ لاءِ ٽرومين جي مڪمل حمايت ڪئي پر سندس گهرو معاملن ۾ 'فيئرڊيل' پاليسين جي حمايت نہ ڪيائين.

ڪانگريس، جنهن تي ريپبلڪن ڇانيل هئا، تنهن سماجي ڀهبود ۽ شهري حقن بابت قانون سازي جي مخالفت ڪئي. ڏاکڻين علائقي جا ڊيموڪريٽ بہ انهي مسئلي تي پنهنجي پارٽي کي ڇڏي ويا ۽ 1948ع واري صدارتي' چونڊن لاءِ پنهنجو اميدوار ٺاقيائون. ڊيموڪريٽن جي هڪ ٻئي ڌار ٿيل گروپ بہ ٽرومين جي سوويت مخالف پاليسي تي احتجاج ڪندي سندس مخالفت ۾ چونڊ وڙهي. سيني مبصرن جو رايو هو تہ ريپبلڪن اميدوار ٿامس اي ڊيوي ڪيس وڏي شڪست ڏيندو. پر ريپبلڪن، ڪانگريس خلاف زوردار مهم هلائي ويئي تہ اها سماجي قانون سازي ۾ 'ڪجهہ ڪرڻ نہ ٿي ڏئي'، جنهن ڪري ٽرومين چونڊن ۾ کٽي ويو، ۽ ڪانگريس ۾ ڊيموڪريٽن جي اڪثريت ٿي ويئي.

ٽرومين جن ميدانن ۾ سڌارن آڻڻ جا اپاءُ ورتا تن مان ڪي هي هئا: سرڪاري گهر اڏائڻ، سماجي تحفظ، گهٽ ۾ گهٽ پگهار مقرر ڪرڻ ۽ حڪومت جي ضابطي هيٺ هلندڙ هٿياربند فوجن ۾ نسلي برابري قائم ڪرائڻ لاءِ قانون سازي ڪرڻ، پر هيءَ ڪانگريس بہ پابندي وجهندڙ ٽافٽ- هارٽلي ليبر ايڪٽ کي رد ڪري نہ سگهي، جيڪو 1947ع ۾ ٽرومين جي ويٽو کي نظرانداز ڪري پاس ڪيو ويو هو، ۽ نہ وري شهري حقن بابت سندس پروگرام کي پورو ڪري سگهي.

ٽرومين پنهنجي ٻئي صدارتي مدي دوران بين الاقوامي ميدان ۾ يورپ- آمريڪا جي گڏيل بچاءُ جو اتحاد 'نارٿ ائٽلانٽڪ ٽريٽي آرگنائيزيشن' (ناٽو) ٺاهڻ شروع ڪيو. سوويت يونين 1948ع ۾ مغربي طاقتن جي زميني لنگهہ کي بند ڪرڻ لاءِ برلن جي ناڪابندي ڪئي تہ جيئن اُهي مجبور ٿي پنهنجي حيثيت تان هٿ کڻي وڃن پر انهن هٿ ڪڻ بدران هوائي جهازن کان ڪم ورتو. اها ناڪابندي مئي 1949ع ۾ ختم ڪئي وئي. ناٽو جي بنياد وجهندڙ دستاويز تي اپريل 1949ع ۾ واشنگٽن ۾ صحيون ڪيون ويون. انهي دستاويز سان مغربي بچاءُ جو نمونو شروع ٿيو.

ڪميونسٽن ڏور اوڀر ۾ اڳرائي ڪئي. ٻي مهاڀاري لڙائي جي پڇاڙي تي ڪوريا کي اُتر ڪوريا (سوويت) ۽ ڏکڻ ڪوريا (آمريڪا) جي قبضي هيٺ آڻي ڪمربندن ۾ ورهايو ويو هو. ٻنهي حصن تي هڪ ٻئي جون مخالف حڪومتون قائم ڪيون ويون هيون. اُتر ڪوريا جي فوجن، جون 1948ع ۾ ڏکڻ ڪوريا تي ڪاهہ ڪئي. سوويت يونين جو نمائندو گڏيل قومن مان انهي موقعي تي چوغيرحاضر رهيو. اها ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ ٿي آئي. سوويت نمائندي جي غيرحاضري ۾، گڏيل قومن، پنهنجي ميمبر رياستن کي ڏکڻ ڪوريا جي طرفان مداخلت ڪرڻ جي اجازت ڏيئي ڇڏي. ٽرومين جنرل ڊوگلس ميڪ آرٿر جي اڳواڻي ۾ آمريڪا جي وڏي فوج موڪلي. منڍ ۾ انهي فوج کي سخت شڪستون آيون، جنهن ڪري ميڪ آرٿر ڪميونسٽ چين تي ڪاهہ ڪرڻ ۽ اُتر تي اڳرائي ڪرڻ جو فيصلو ڪيو. ميڪ آرٿر کي جاپان خلاف جنگي سورمي هئڻ ڪري وڏي مقبوليت حاصل هئي. انهي هوندي بہ ٽرومين کائنس اپريل 1951ع ۾ ڪمانڊ واپس ورتي. اهو قدم کڻي ٽرومين پنهنجي سياسي جرئتمندي ڏيکاري ڇڏي هئي چو تہ انهي زماني ۾ سينيٽر ميڪارٿي بدنيتي وچان قومي سطح تي مهم هلائي حڪومت ۾ ڪميونسٽن جي گهري اچڻ جو الزام هڻي رهيو هو ۽ سچو آمريڪا انهي مهم جي جڪڙ ۾ هو.

ٽرومين ٽئين مدي لاءِ اميدوار ٿيڻ کان انڪار ڪيو. رٽائر ٿيڻ کان پوءِ کيس قومي توڙي بين الاقوامي سياست جو اهم مبصر ليکيو ويندو هو. هن جي اباڻي شهر انڊيپينڊنس مسوري ۾ 1959ع ۾ سندس نالي تي هيري ايس ٽرومين لائبرري کولي وئي.

# ڊيوڊ بن گوريان

(1886-1973)

ڊيوڊ بن گوريان اسرائيل جي نئين رياست جو پهريون وزيراعظم هو. عيسائي ڳڻپ مطابق 1886ع ۾ ڊيوڊ گوريان پولينڊ ۾ پيدا ٿيو، جڏهن اوڀر يورپ ۾ توراتي يهودين جي سرزمين تي يهودي رياست قائم ڪرڻ جا سپنا جوش پيدا ڪري رهيا هئا. ڊيوڊ جو پيءُ زيون (يروشلم جي هڪ ٽڪري) جي عاشقن جو مقامي اڳواڻ هو. يورپ جا شاهوڪار يهودي فلسطين ۾ زمينون خريد ڪري رهيا هئا. فلسطين انهي زماني ۾ ترڪي جي عثماني سلطنت جو حصو هو. ڊيوڊ ويهن سالن جي ڄمار ۾ يهودين جي ٻنين ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ فلسطين ويو. هُن پاڻ تي بن گوريان جو عبراني نالو رکيو ۽ صيهوني سوشلسٽ پارٽي ٺاهيائين. انهي پارٽي کي هن سرزمين ۾ يهودي قوم جي سياسي آزادي لاءِ ارپي ڇڏيو هو.

پهرين مهاڀاري لڙائي جي شروعات ۾ ترڪ اختياري وارن بن گوريان کي فلسطين مان ڪڍي ڇڏيو، جنهن کان پوءِ هو ڪجهه وقت نيويارڪ ۾ رهيو. فلسطين کي ٽي- اِي لارنس (لارينس آف عريبيا) جي اڳواڻي ۾ ڪم ڪندڙ عرب فوجن برطانوي فوج جي مدد سان جڏهن آزاد ڪرايو تڏهن هو به فلسطين موٽي آيو.

جنگ کان پوءِ فلسطين جو انتظام ليگ آف نيشنس جي فرمان هيٺ هلڻ لڳو. صيهوني تنظيم 'سڄي دنيا جي يهودين' پاران ڳالهائڻ جي دعويٰ ڪندي مطالبو ڪيو ته "برطانيه کي ليگ آف نيشنس جي فرمان (مينڊيٽ) تي عمل ڪرائڻ گهرجي." مينڊيٽ مطابق برطانيه کي "ملڪ کي اهڙين سياسي، انتظامي ۽ اقتصادي حالتن ۾ رکڻو هو جيڪي يهودين جي قومي رياست ٺاهڻ کي يقيني بڻائي سگهن." برطانيه 1917ع واري 'بالفور پڌرنامي' مطابق اڳي ئي اهڙي پاليسي تي هلڻ جي جوابداري کڻي چڪو هو پر هُن عربن جي آزادي جي پُٺڀرائي ڪرڻ جو به واعدو ڪيو هو. اِهي ٻئي واعدا هڪ ٻئي جي ابتڙ هئا جو ٻنهي جي گڏوگڏ پورائي ڪرڻ هڪ اڻ ٿيڻي ڳالهه هئي. برطانيه جي حڪومت 1939ع ۾ ڪچو چٺو جاري ڪري بالفور پڌرنامي تان هٿ کڻڻ جو اعلان ڪيو،

جنهن بن گوريان کي غضبناڪ ڪري ڇڏيو.

هن وقت تائين بن گوريان عالمي صيهوني انتظاميہ جو نہ صرف چيئرمين ٿي چڪو هو پر فلسطين جي يهودين جي اثرائتي شخصيت بہ ٿي ويو هو. هو يهودي پورهيتن جي استادرت ڪنفيڊريشن بہ قائم ڪري چڪو هو. اها يهودين جي مکيہ تنظيم هئي جنهن هاگاناهہ هٿياربند فوجن سان گڏجي عرب رهاڪن جي تشدد کان يهودي آبادڪارن کي بچايو. بن گوريان ماپاني اسرائيل ورڪرس پارٽي جو اڳواڻ هئڻ سان گڏ انهي يهودي ايجنسي جو سربراهہ بہ بڻجي ويو هو، جنهن فلسطين ۾ يهودين جا معاملا هلائڻ ۾ برطانيہ جي مدد ڪئي.

ونسٽن چرچل جيتوڻيڪ صيهوني مقصدن سان همدردي رکندو هو، تنهن هوندي بہ هُو سندن گهڻي مدد ڪري نہ پئي سگهيو، ڇاڪاڻ تہ وچ- اوڀر ۾ برطانيہ کي پنهنجي جنگي حڪمت عملين لاءِ عربن جي خوشنودي تي تمام گهڻو ڀاڙڻو ٿي پيو. بن گوريان آمريڪي صيهوني تنظيم کي ڀرتي ڪرڻ جو پڪو پهہ ڪيو. نيويارڪ ۾ مئي 1942ع ۾ هڪ گڏجاڻي ٿي جنهن بلٽمور نهراءُ منظور ڪيو. انهي نهراءُ ۾ چيل هو تہ "فلسطين جا در لڏي اپندڙن لاءِ کوليا وڃن ۽ فلسطين ۾ يهودي ڪامن ويلٿ قائم ڪئي و ي." ٻي مهاياري لڙائي کان پوءِ هٽلر واري يورپ جي ظلمن کان ڀڄل يهودي پناهگيرن جا جيڪي جهاز ڀرجي آيا سي برطانيہ جي شاهي بحري فوج پنهنجي حڪومت پاران لڏپلاڻ تي پيل بندش تي عمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي واپس ڪري ڇڏيا. انهي تي فلسطين ۾ يهودين جي ارگن تنظيم ۽ اسٽرن گينگ، دهشتگردي وسيلي 'سطين ۾ رهيل برطانوي فوج ۽ اختياري وارن تي وڏيڪ دباءُ وجهڻ شروع ڪيو.

گڏيل قومن عربن جي اعتراض کي نظرانداز ڪندي 1947ع ۾ فلسطين جي ورهاڱي جو اعلان ڪيو. انهي اعلان مطابق فلسطين کي عرب ۽ يهودي رياستن ۾ ورهايو ويو هو. انهي اعلان سان تشدد اچا بہ وڌيو. بن گوريان 14 مئي 1948ع تي رسمي طور پنهنجي ملڪ جي آزادي جو پڌرنامو پڙهيو. عربن ۽ يهودين ۾ باقاعدي لڙايون شروع ٿي ويون ۽ رٿابندي سان دهشتگردي ٿيڻ لڳي.

عربن جي بي قاعدي فوجن ۽ عرب ميڙن جو ارگن، اسٽرن گينگ ۽ هاگاناهہ جي گڏيل فوجن سان مقابلو ٿيو. اُهي (عرب) تعداد ۾ ٿورا هئا ۽ لڙاين ۾ لڳاتار شڪست کاڌائون. جڏهن 1949ع ۾ عارضي صلح جي شرطن تي صحيون ٿيون، ان وقت تائين اسرائيل گڏيل قومن جي ورهاڱي واري رٿا ۾ جاتايل علائقي کان بہ اٽڪل ٽيون حصو وڌيڪ ايراضي تي پڪڙجي چڪو هو. ايندڙ سالن ۾ اجان بہ وڌيڪ علائقو ڳڙڪائي ويو.

نئين رياست کي هڪ طرف پنهنجي پاڙيسرين جي دشمني سان منهن ڏيڻو پيو تہ ٻئي طرف لڏي ايندڙن جو سيلاب بہ سندس سامهون هو. بن گوريان ريگستاني

علائقن ۾ ٻہ وسنديون قائم ڪيون ۽ گڏيل فارم (ڪِمبر) قائم ڪرڻ ڪي هٿي ڏنائين. قومي ٻڌي کي وڌائڻ لاءِ سرڪاري تعليم جو هڪ ڪرو سرشتو لاڳو ڪيائين ۽ عربن جي حملن جي جواب ۾ سخت جوابي حملا ٿيا. اسرائيل 1956ع ۾ سوئز واهہ واري گهوٽالي جي موقعي تي برطانيہ ۽ فرانس سان گڏجي مصر خلاف قدم کنيو ۽ غزا تي قبضو ڪيو. بن گوريان، جيڪو 1948ع کان وٺي هن مهل تائين فقط ٿوري عرصي لاءِ عهدي تان لٿل رهيو هو، تنهن 1963ع ۾ وزيراعظم جي عهدي تان استعفيٰ ڏني. هن پنهنجي قتل پارٽي جي زور تي وري اقتدار وٺڻ جي ڪوشش ڪئي پر ناڪام ٿيو ۽ رٽائرڊ ٿي 1970ع ۾ نجيو ريگستان ۾ قائم ڪنبر ڏانهن هليو ويو.

هن پنهنجي ڪتاب 'دي ريبرٿ آف اسرائيل' (اسرائيل جو نئون جنم) ۾ پنهنجي زندگي جو احوال لکيو. ڪيم ويئزمين جيڪڏهن صيهونيت جي فلسفي کي اُتساهہ ڏياريو تہ بن گوريان اهو حاصل ڪري ڏيکاريو هو.

# چيانگ ڪائي- شيڪ

(1887-1975)

جنراليسيمو چيانگ ڪائي شيڪ ، ٻي مهاڀاري لڙائي ۾ جاپانين خلاف آزاد چين جي اڳواڻ جي حيثيت ۾ اولهه ۾ مشهور ٿيو. هُو چين جي عظيم انقلابي اڳواڻ سن ياتسين جو سالو هو ۽ 1925ع ۾ سن جي وفات ڪري وڃڻ کان پوءِ سندس ڪومنتانگ (قوم پرست) پارٽي جو سربراهه ٿيو. هُو چين جي سربراهي لاءِ ويهن سالن تائين ڪميونسٽن سان وڙهندو رهيو هو. نيدرلينڊ ۽ برطانيه جهڙن ملڪن جيتوڻيڪ 1950ع کان پيڪنگ جي ڪميونسٽ حڪومت کي مڃي ورتو هو، تنهن هوندي به تائيوان (اڳوڻي فارموسا) ۾ قائم ٿيل چيانگ جي جلاوطن حڪومت گڏيل قومن ۾ چين جي نمائندگي ڪندي آئي.

سن يات سين 1923ع ۾ چيانگ کي هڪ مشن تي ماسڪو موڪليو. بعد ۾ هُن کي ڪئنٽن ۾ روسين جي مدد سان قائم ٿيل وهاميوئا فوجي اڪيڊمي جو ڪمانڊنٽ مقرر ڪيو ويو. جو اين لائي اُتي سياسي ڪميسار هو. پر چيانگ روايتي زميندارن ۽ ڪاروباري ماڻهن جي مفادن جو پاسو ڪنيو ۽ ڪميونزم سان سهڪار ڪرڻ ڇڏي ڏنائين.

سن ڏکهي عرصي کان اتر چين جي جنگي جوڌن خلاف مهم هلائڻ جي رٿ رٿي هئي، جنهن جي پورائي لاءِ چيانگ 1926ع ۾ ڪئنٽن کان ڪومنتانگ فوج وٺي ويو. هُن هونان صوبي تي قبضو ڪري ورتو، جيڪو اڳ ۾ ئي مائوزي تنگ جي ڪميونسٽن هٿان ڪمزور ٿي چڪو هو. نان ڪنگ ۽ شنگهائي تي به قبضو ڪيو ويو- وري به ڪميونسٽن جي مدد سان. پر اپريل 1927ع ۾ چيانگ نانڪنگ ۾ ڪومنتانگ جي نئين حڪومت قائم ڪرڻ جي اعلان کان اڳ، شنگهائي جي ڪميونسٽن جي قتل عام جو حڪم جاري ڪيو. نيٺ سندس فوجن پيڪنگ ۽ ان جو صوبو، منچوريا جي جنگي جوڌي کان کسي ورتو. اهو جوڌو جاپانين جو سهڪاري هو. انهي هوندي به جاپان جڏهن 1931ع ۾ منچوريا کي پنهنجي حڪومت ۾ شامل ڪري ڇڏيو تڏهن چيانگ ڪجهه به نه ڪري سگهيو.

سندس خيال مطابق جاپان چين لاءِ 'چمڙي جي بيماري' هو ۽ ڪميونسٽ 'دل

جي بيماري' هئا. چيانگ ڏکڻ واري علائقي کي ڪيانگ سي صوبي ۾ قائم مائو جي ڪميونسٽ ريپبلڪ جي خلاف ڪري ڇڏيو. هن نازي جرمن فوجي ماهرن جي صلاح تي لڳي 1934ع ۾ انهي ريپبلڪ جي سخت ناڪا بندي ڪري ڇڏي، پر مائو جون فوجون اها ناڪا بندي ٽوڙيندي 1935ع جي اونهاري ۾ يينان تائين وڃي پهتيون، جيڪو اترئين صوبي شين سي ۾ هو. انهن اتي جاپانين خلاف قومي محاذ قائم ڪرڻ جو سڏ ڏنو. چيانگ، شين سي صوبي جي سيان شهر ۾ رهيل پنهنجي فوج کي يينان تي ڪاهه ڪرڻ جو حڪم ڏنو.

پر سيان فوج منچوئن جي ٺهيل هئي جنهن سندس حڪم مڃڻ کان انڪار ڪيو. چيانگ جڏهن هوائي رستي سيان پهتو ته زبردستي سندس راهون بند ڪيون ويون. چيانگ جي حياتي جيتوڻيڪ خطري ۾ هئي، تنهن هوندي به هن ڪنهن به قسم جي ٺاهه ڪرڻ کان انڪار ڪيو. جيئن ته چيانگ جي مرڻ ڪري چين اڃا به ڪمزور ٿي پئي ها تنهن ڪري مائو، چو اين لائي کي سيان موڪليو، جنهن چيانگ کي پڪي خاطري ڏياري ته جيڪڏهن هو (چيانگ) جاپانين خلاف گڏيل فوجن جي اڳواڻي ڪندو ته ڪميونسٽ سندس پورو پورو ساٿ ڏيندا. چيانگ ڪيهائيندي ڪيهائيندي اها آڇ قبول ڪئي. ڇهن مهينن کان پوءِ جاپانين هڪ اهڙي وحشي جنگ شروع ڪئي جنهن جو هن کان اڳ ڪو مثال نه ٿو ملي. اُهي 1937ع جي پڇاڙي تائين اُويرندي چين جو گهڻو حصو فتح ڪري چڪا هئا. ڪومنتانگ جي گاديءَ جو هنڌ ڦيرائي چُنگ ڪنگ ۾ رکيو ويو، جيڪو يانگسي جي مُهڙ واري ڏاکڻين علائقي ۾ هو. چيانگ 1938ع ۾ ڪومنتانگ جو اڳواڻ ٿيندي ئي سخت بچاءُ شروع ڪيو.

ٻي مهاڀاري لڙائي ۾ مغربي اتحادين چيانگ ڪائي شيڪ کي چيني ريپبلڪ جو صدر ۽ چين جو ڪمانڊر ان چيف تسليم ڪيو. چيانگ جو خيال هو ته 1941ع ۾ جنگ ۾ آمريڪا جي شموليت جاپان جي شڪست تي مهر هڻي ڇڏي هئي، تنهن ڪري هو چنگ ڪنگ ۾ پنهنجي حيثيت مضبوط ڪرڻ ۾ لڳو رهيو. هُن جنگ کان پوءِ ڪميونسٽن کي حڪومت مان ڪڍڻ جو پڪو پهه ڪيو هو ۽ مغربي اتحادين انهن لاءِ جيڪي هٿيار موڪليا هئا سي به ڦهايائين، پر ڪميونسٽن انهن علائقن تي قبضو ڪري ورتو جيڪي اتر ۽ ڏکڻ جي وڏن شهرن جي پسگردائي ۾ هئا. آمريڪا 1945ع ۾ هيروشيما ۽ ناگاساڪي تي ائٽم بم ڪيرايا جنهنڪري جاپان کي آڻ مڃڻي پيئي. جاپان جي آڻ مڃڻ کان پوءِ اهي جاپاني گيريسن کان هٿيار ڦٽا ڪرائڻ لاءِ تيار ٿي ويا. چيانگ، چين جي جنگي علائقي جي ڪمانڊر جي حيثيت ۾ پنهنجا اختيار استعمال ڪندي حڪم ڏنو ته آمريڪا جا جهاز هن جي فوجن کي ڪٽي جاپانين جي آڻ مڃڻ وارن هنڌن تي پهچائين. اهڙي طرح هُن ڪميونسٽن کي ٻاهر رکڻ ٿي چاهيو. آمريڪا جنگ جي

زماني وارن پنهنجن اتحادين ۾ نُاهه ڪرائڻ پئي چاهيو. تنهن ڪري هن جنرل جارج مارشل جي هٿ هيٺ انهي مقصد لاءِ هڪ مشن موڪليو پر چيانگ اوچتو ئي اوچتو ڳالهه ٻولهه ختم ڪري ڇڏي.

نان ڪنگ ۾ هن جي قائم ٿيل ڪومنتانگ حڪومت اچا تائين پاڻ کي چين جي واحد قانوني حڪومت ٿي سڏيو، پر ڪميونسٽن لڳاتار جنگين ۾ شاندار فتح حاصل ڪئي، جنهن جي نتيجي ۾ ڪومنتانگ کي ڊسمبر 1948ع ۾ هوئائي هائي ۾ اهڙي شڪست ملي جنهن کيس چيپاٽي ڇڏيو. ڪميونسٽ جنوري 1949ع ۾ پيڪنگ ۾ داخل ٿيا، سندن داخلا گهرو ويڙهه جي پڄاڻي جي هڪ رسمي تقريب هئي. چيانگ 1950ع ۾ تائيوان (فارموسا) ۾ تائپي تي ڪومنتانگ حڪومت قائم ڪئي. انهي سال ڪوريا واري جنگ لڳي، جنهن ڪري صدر هيري ايس- ٽرومين ڪومنتانگ حڪومت کي سندس علائقائي سلامتي جي خاطري ڏياري.

چيانگ چين جي مکيه سرزمين کي وري فتح ڪرڻ جي ارادي تي قائم رهيو ۽ مقامي تائيوانين جي مخالفت کي نظرانداز ڪندي ذري گهٽ آمراڻي حڪومت قائم ڪيائين. تائيوان 1970ع واري ڏهاڪي جي منڍ تائين اقتصادي طور خوشحال ٿي رهيو هو پر ڪميونسٽ چين سان آمريڪا جي ديتانت (هڪ ٻئي خلاف اڳرائي نه ڪرڻ) واري پاليسي سندس سياسي مستقبل کي غيريقيني بڻائي ڇڏيو. پيڪنگ 1971ع ۾ گڏيل قومن ۾ چين جي جاءِ والاري. تائيوان ڇڙواڳ سرمائيداري سرشتو رکندڙ ٻيٽ جي حيثيت ۾ اچا تائين قائم آهي.

# لارنس آف عربيا

(1888-1935)

انگريز ٽي- اِي- لارنس ٽيهن سالن جي ڄمار تي پهچڻ کان اڳ ئي عثماني سلطنت خلاف عربن جي آزادي واري جدوجهد جو سورمو ٿي چڪو هو. لارنس جيڪي اٽڪلون هلايون سي ريگستاني گوريلا جدوجهد جو نمونو بڻجي چڪيون هيون. هُن انهي جدوجهد جو ذڪر پنهنجي ڪتاب 'عقلمندي جا ست ٿنيا' ۾ ڪيو آهي. اِهو ڪتاب ماڻهو تي جنگ جي اثرن بابت لکيل آهي ۽ اهو ڪتاب انهيءَ موضوع تي مهاپارت واري حيثيت رکي ٿو. لارنس جي ڊپلوميسي ڪري عراق ۽ اُردن جون جديد رياستون قائم ٿيون. پر هو هڪ جذباتي ماڻهو هو ۽ سندس جيون مارڳ تڪرارن تي ختم ٿيو.

لارنس هڪ شاهوڪار زميندار جي پنجن ناجائز پٽن مان ٻيو نمبر پٽ هو. ماٿس جي شرمناڪ زندگي جو اثر اڳتي هلي سندس زندگي تي بہ پيو. لارنس آڪسفورڊ ۾ تاريخ پڙهڻ کان پوءِ پنج سال شام ۽ ميسوپوٽيما (عراق) ۾ گذاريا، جتي هُن قديم آثارن جي ماهر جي حيثيت ۾ صليبي قلعن جو مطالعو ڪيو. انهي دوران هُو رواني سان عربي ڳالهائڻ سکي ويو ۽ ڏينهون ڏينهن ويو انهن ملڪن جي ثقافت جي رنگ ۾ رچندو.

پهرين مهاپاري لڙائيءَ ۾ برطانيا ترڪي جي خلاف عرب باغين کي مدد ڏيڻ جي آڇ ڪئي. مڪي جي شريف حسين جون 1916ع ۾ ترڪن کي مڪي ۾ ڳاڙهي سمنڊ جي ڏاکڻين بندرن تان هڪالي ڪڍيو. انهي سال ڊسمبر ۾ برطانيا ناجائز طرح لارنس کي شريف جي پٽ فيصل جو آفيسر مقرر ڪيو. عربن آزادي حاصل ڪرڻ جا جيڪي خواب پئي ڏٺا، لارنس بہ انهن ۾ شريڪ رهيو، پر برطانيا ۽ فرانس سائيڪس- پيڪٽ وارو ڳجهو ناهہ ڪيو، جنهن مطابق جنگ کانپوءِ شام جو ڪجهہ پاڱو فرانس کي ۽ ميسوپوٽيميا برطانيا کي ملڻا هئا.

فيصل، لارنس جي آجيان ڪئي، جنهن 'وسيع ۽ اڻ ڄاتل ريگستان جي خاموش خطري وسيلي ترڪن کي روڪڻ' جون چالبازيون اختيار ڪيون هيون. مديني ۾ جيڪو فوجي جٿو رهيل هو، سو انهن چالبازين جي ڪري ڪنهن بہ

چرپر ڪرڻ کان قاصر رهجي ويو. انهي جٿي کي حجاز ريلوي وسيلي رسد ملندي هئي. ريلوي لائين کي اُڏايو ويو، جنهن ڪري مديني واري فوجي جٿي کي رسد ملڻ بند ٿي ويئي. لارنس عقبه جي بندر تي زميني حملي جي رٿا تيار ڪئي. عقبه تي دليري سان حملو ڪيو ويو ۽ جولاءِ 1917ع ۾ اهو بندر فتح ٿي ويو. هنُ ٻوائتي ريگستان ۾ ٻه سؤ ميلن تائين پيش قدمي ڪئي. انهي دوران هن جنهن شڪتي، پاڻ تي ضابطي رکڻ ۽ اچرج جهڙي برداشت جي قوت ڏيکاري تنهن ’ال- يورنيز‘ جي قصي کي جنم ڏنو. هُو عربي لباس پائيندو هو ۽ جڏهن جنگ جي باري ۾ ڳالهائيندو هو ته ٻين وانگر ”اُگهاڙي پيرين پلٿي ماري ويهندو هو ۽ سندس چيلهه ۾ سونو خنجر ٻڌل هوندو هو.“

نومبر 1917ع ۾ لارنس کي اُن وقت گرفتار ڪيو ويو، جڏهن هُو ترڪي جي قبضي هيٺ آيل شهر ديرا ۾ جاسوسي ڪري رهيو هو. سندس سر جي قيمت ويهه هزار پائونڊ مقرر ٿيل هئي پر ڪنهن به کيس نه سُڃاتو. انهي رات مٿس حملو ٿيو. هُو اتان ڀڄي نڪتو ۽ جنوري 1918ع ۾ طافيله جي ڪليل جنگ ۾ ترڪن مٿان عربن کي فيصلائتي فتح ڏيارائين. لارنس فرانس ۽ برطانيا کان تمغا وٺڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو.

هُو ٻين قومن جي رت ۽ اميد مان ناجائز فائدو‘ وٺڻ تي هريل هو، پر پوءِ شايد انهي اميد تي استعفيٰ نه ڏنائين ۽ ويڙهه جاري رکيائين جو کيس اميد هئي ته عرب جنهن تيزي سان ڪاميابيون ماڻي رهيا هئا سي سائيڪس- پيڪٽ رٿا جو ٽوڙ ثابت ٿينديون. هُو ۽ فيصل آڪٽوبر 1918ع ۾ فتحمندي سان دمشق ۾ داخل ٿيا. جنرل ايلن باءِ جي هٺ هيٺ برطانوي فوج جي پهچڻ کان ڪجهه ڏينهن اڳ فيصل کي فرانس ۽ برطانيا جي ٺاهه جي خبر پئجي ويئي هئي. انهي جي مقابلي ۾ نومبر 1917ع وارو برطانيا جو، ’بالفور پڌرنامو‘ ثانوي حيثيت جو ٿي لڳو جنهن موجب ’فلسطين ۾ يهودين جي قومي رياست قائم ڪرڻ جي حق ۾‘ فيصلي جو اعلان ڪيو ويو هو. فيصل لارنس جي سيڪارڻ تي، جنوري 1919ع ۾ يهودي اڳواڻ ڪئم وزمين سان هڪ ٺاهه ڪيو لارنس عربن کي پنهنجي ڪيس وڙهڻ ۾ مدد ڏيڻ لاءِ ورسيلز جي امن ڪانفرنس ۾ ويو.

ونسٽن چرچل جو سندس باري ۾ خيال هو ته هُو ”قدرت جي عظيم ترين شهزادن مان هڪ هو... هن جا سهڻا مهانڊا ۽ باهه جهڙيون تجليدار ۽ عقل سان ڀريل اکيون بازاري مال ۾ نمايان طور چمڪنديون رهنديون هيون.“ پر ڪانفرنس ۾ لارنس جون ڪوششون ناڪام ٿيون ۽ فرانس فيصل کي دمشق مان هڪالي ڪڍيو. چرچل جيڪو هاڻي بيٺڪن جو سيڪريٽري هو، تنهن لارنس تي زور ڏنو ته هو ڳالهين ٻولهين ۾ حصو وٺي. لارنس سندس چوڻ تي انهن ڳالهين ٻولين ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو، جن وسيلي جولاءِ 1921ع ۾ فيصل کي عراق جو بادشاهه

تسليم ڪيو ويو ۽ سندس ياءُ عبدالله کي برطانيا جي فرمان هيٺ اُردن جي هُن پار جو حاڪم مجيو ويو.

پر لارنس ڏاڍو دل شڪستو ٿي پيو. هن کي عرب مهمن ۾ پنهنجي 'ڏوکيبازي' ۽ پنهنجي ناجائز ڀار هئڻ جو احساس ستائڻ لڳو. ديرا ۾ ساٿس ۽ وحشي پڻي سان جيڪا انسانيت کان ڪريل جٺ ڪئي ويئي هئي. تنهن ڪري کيس پاڻ کان نفرت ٿي ويئي. هُن 'ذهني خودڪشي' ڪرڻ لاءِ سخت پورهيو ڪرڻ شروع ڪيو. هو پاڻ تي راس جو نالو رکي رائل ايئرفورس ۾ وچي مستري جي حيثيت ۾ ڀرتي ٿيو. ڪجهه هفتن اندر پريس کي انهي ڳالهه جي خبر پئجي ويئي. لارنس گمنامي جي زندگي اختيار ڪرڻ لاءِ 'ٽي- اِي- شا' جي نالي سان ٽئنڪ ڪارپس ۾ ڀرتي ٿيو. هُو 1925ع ۾ دماغي توازن وڃائڻ تي هو جو کيس وري رائل ايئرفورس ۾ بدلي ڪري موڪليو ويو. هُن 1928ع ۾ 'دي منٽ' نالي ڪتاب لکي پورو ڪيو جنهن ۾ هٿياربند فوجين جي ڏکي زندگيءَ جو احوال لکيائين. هُن جي ڪِلائوڊس هِل واري ڊورسيٽ شاير جهوپڙي کيس اهڙو اجهو مهيا ڪيو، جتي هُو ڊراما نگار جارج برنارڊ شا جهڙن دوستن ۽ پنهنجي زال شالوٽي سان ملندو رهندو هو. طاقتور موٽر سائيڪلن هلائڻ سان سڀ کان وڌيڪ ذهني سڪون ملندو هوس. هو 1935ع ۾ هڪ حادثي ۾ مري ويو. لارنس جي شخصيت اڄ ڏينهن تائين هڪ ڳجهارت بڻيل آهي.

# فرحت عباس

## (ڄم 1899ع)

الجزائر جو سياسي اڳواڻ فرحت عباس سڄي زندگي پنهنجا خيال مٽائيندو رهيو. ڪنهن زماني ۾ هو الجزائر جي فرينچ بيٺڪي حاڪمن جو دوست هو ۽ فرينچ آبادڪارن سان برابري جي بنياد تي الجزائرين کي فرينچ ثقافت ۾ ملائي هڪ ڪري ڇڏڻ جو حامي هو. جڏهن فرينچن سندس انهي خيال کي رد ڪري ڇڏيو ته عباس اهو نظريو اختيار ڪيو ته الجزائري ۽ فرينچ اهڙي نموني پاڻ ۾ گڏجي سڏجي رهن، جيئن الجزائري پنهنجي ثقافت ۽ ٻولي برقرار رکي سگهن، پر فرينچن سندس انهي نظريي کي به ٺڏي ڇڏيو. نيٺ هن اهڙي اندروني خودمختياري جي گهر ڪئي، جنهن ۾ فرانس سان دوستي به برقرار رهي سگهي. جڏهن فرينچن انهي ڳالهه تان به نابري واري، ته هو ايف- ايل- اين ۾ شامل ٿيو. اهو هڪ ويڙهاڪ قوم پرست گروپ هو، جيڪو مڪمل آزادي لاءِ وڙهي رهيو هو. اٺڪل اٺن سالن جي خونريز لڙائيءَ کان پوءِ فرينچن نيٺ الجزائر تان هٿ ڪنيو. عباس نئين آزاد ملڪ جو صدر ٿيو.

عباس فرينچن سان برابري واري پنهنجي شخصي جدوجهد انهي زماني ۾ شروع ڪئي جڏهن هو اسڪولي شاگرد هو. سندس پيءُ الجزائر جي سول سروس ۾ آفيسر هو. جيئن ته هو فرانسي ثقافت جو حامي هو تنهن ڪري کيس سرڪاري فرينچ سيڪنڊري اسڪول ۾ پڙهڻ لاءِ موڪليائين. اتي هن کي خبر پئي ته فرينچ زوري الجزائرين کي پنهنجو زيردست رکندا هئا. عباس اهڙا طريقا ڳولڻ لڳو جن سان حالتن کي بدلائي سگهجي. بڪالريٽ (يونيورسٽي يا ڪاليج مان مليل گهٽ درجي جي ڊگري يا ڊپلوما) ملڻ کان پوءِ هن ٻه سال فرينچ فوج ۾ ڪم ڪيو. تنهن کان پوءِ فارميسي پڙهڻ لاءِ الجيئرس يونيورسٽي ۾ داخلا ورتائين. سيتف ۾ ڪانسٽنٽائين جي ڪاٽي ۾ آباد ٿيڻ کان پوءِ، هن فارميسي کولي ۽ مقامي معاملن ۾ حصو وٺڻ لڳو. هن مقامي اخبار ۾ ايڊيٽوريل لکيا ۽ ميونسپل ڪائونسل جي چونڊ ۾ اميدوار بيٺو، جنهن ۾ کٽيائين. پوءِ هو ڪانسٽنٽائين جي ڪائونسل جي چونڊ ۾ ڪامياب ٿيو. هن 1930ع ۾ هڪ

ڪتاب لکيو، جنهن ۾ الجزائر ۾ فرينچن جي حڪومت جي ناانصافين تي حملا ڪيائين. ٽن سالن کان پوءِ، جڏهن الجزائرين کي برابري وارا حق ڏيارڻ جي جدوجهد ڪرڻ لاءِ الجيئرين پيپلز يونين ٺهي تہ هن ان ۾ هٿ ونڊايو.

ٻي مهاڀاري لڙائي هلندي عباس رضاڪاراڻه طور پنهنجون خدمتون فرينچ ميڊيڪل ڪور کي آڇيون. هن فرينچ فوج تي زور ڏنو تہ جنهن جنگ کي اهي "آزادي جي جنگ چئي رهيا هئا، تنهن ۾ برابري جي بنياد تي ٻين الجزائرين کي بہ ڀرتي ڪن" فرينچن جي انڪار ڪرڻ تي کيس صدمو رسيو. هن 1943ع ۾ الجزائري عوام جو مينيفيسٽو جاري ڪري حق خوداراديت جي گهر ڪئي. بعد ۾ هن اهڙي مهم هلائڻ لاءِ اهنسا جي بنياد تي سياسي پارٽي ٺاهي. پر پوءِ بہ فرينچن سان سهڪار ڪندو رهيو ۽ 1946ع ۾ پئرس ۾ فرينچ آئين ساز اسيمبلي ۽ 1947ع کان 1955ع تائين الجزائري اسيمبلي ۾ ڪم ڪيائين.

عباس جي ابتڙ، گهڻا ئي الجزائري فرينچ حڪومت جي خلاف ٿيندا پئي ويا. سيتف ۾ 1945ع ۾ قوم پرستن بغاوت ڪئي، جنهن ۾ نوي يورپي مري ويا. فرينچن بدلي ۾ 1500 الجزائري ماري ڇڏيا. فرينچ حڪومت، الجزائرين کي حڪومت ۾ وڌيڪ حصي ڏيڻ لاءِ سڌارن آڻڻ جي ڪوشش ڪئي. پر الجزائر جي فرينچ آبادڪارن 'ڪولنس' انهن مان گهڻن کي لاڳو ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو ۽ قوم پرستي واري تحريڪ کي دٻائڻ جي ڪوشش ڪئي. آخرڪار انقلابي قوم پرستن جي هڪ گروپ 1954ع ۾ نيشنل لبريشن فرنٽ (ايف- ايل- اين) ٺاهي گهر ڪئي تہ الجزائر کي مڪمل آزادي ڏيئي، اتي اهڙي حڪومت قائم ڪئي وڃي، جنهن ۾ الجزائرين کي بالادستي حاصل هجي. پنهنجي پيغام کي پڪي طرح حڪومت وٽ پهچائڻ لاءِ اهي اتر الجزائر ۾ سرڪاري آفيسن ۽ ٿاڻن تي حملا ڪرڻ لڳا. اها بغاوت سڄي ملڪ ۾ پکڙجي ويئي ۽ گهڻو ڪري ٻين سيني قوم پرستن کي ڇڪڪائي ويئي.

عباس پهريائين تہ ايف- ايل- اين کان پاسيرو رهيو، ڇاڪاڻ تہ هو تشدد جو مخالف هو، پر 1956ع ۾ هو سندس اڳواڻن سان قاهره ۾ مليو ۽ فرنٽ جو سرگرم ميمبر ٿي پيو. هن حمايت حاصل ڪرڻ لاءِ وڏا وڏا دورا ڪيا. کيس 1958ع ۾ الجزائر جي عارضي حڪومت جو سربراهہ چونڊيو ويو. انهي وچ ۾ ايف- ايل- اين جي فوجن، الجزائر جي ڳوٺاڻن علائقن تي گهڻي ڀاڱي قبضو ڪري ورتو هو. انهن کي پنج لک فرانسي فوج ئي فقط شهرن کان ٻاهر رکي سگهي هئي. چارلس ڊيگال جي اڳواڻي هيٺ فرينچ حڪومت 1960ع ڌاري الجزائر جي آزادي کي اٽڪر مڃيو، پر فرينچ فوج ۽ ڪولنس اها ڳالهہ نہ مڃي. فرانس جي ايويان- ليس- بئينس ۾ فرينچن ۽ الجزائرين پاڻ ۾ ڳالهيون هلايون، جن جي نتيجي ۾ 1962ع جي شروعات ۾ هڪ ٺاهہ ٿيو. انهي ٺاهہ جي منظوري، اپريل ۾ هڪ

عام راءِ شماري وسيلي، فرينچ عوام جي وڏي اڪثريت ڏني. الجيئرس ۾ فرانس جا جيڪي فوجي آفيسر هئا، تن انهي صورتحال کي تسليم ڪرڻ کان انڪار ڪيو ۽ آزادي جي مخالفت ڪرڻ لاءِ او- اي- ايس نالي هڪ ڏهڪاءُ پکيڙيندڙ تنظيم ٺاهيائون. جون ۾ او- اي- ايس جو اڳواڻ گرفتار ٿيو، جنهن کان پوءِ اها بغاوت پنهنجو موت پاڻ مري ويئي. جولائي ۾ الجزائرين گهڻو ڪري يڪراءِ ٿي انهي ٺاهه جي حق ۾ ووٽ ڏنو. ٻن ڏينهن بعد، 3جولائي تي ڊيگال، اقتدار اعليٰ نئين قوم کي منتقل ڪيو.

الجزائري قومي اسيمبلي جو اجلاس سيپٽمبر ۾ ٿيو، جنهن ۾ عباس کي صدر ۽ ڪابي ڏر جي هڪ انقلابي احمد بيلا کي وزيراعظم مقرر ڪيو. انهن اڳواڻن هڪ اهڙي نئين قوم جي حڪومت سنڀالي هئي، جنهن کي جنگ ٽڪائي وڌو هو ۽ جيڪا اقتصادي طور تباهه ٿي چڪي هئي. الجزائر جا مسئلا، بن بيلا سوشلزم ۽ انقلابي قدمن وسيلي حل ڪرڻ ٿي چاهيا، جڏهن ته عباس انهن مسئلن جي حل لاءِ پارليامينٽري بحث مباحثي ۽ فيصلن تي زور ٿي ڏنو. نيٺ بن بيلا ڪٽي ويو. عباس استعفيٰ ڏني ۽ عوامي زندگي تان رٽائرڊ ٿي ويو. بن بيلا نئين آئين هيٺ، جنهن ۾ مضبوط مرڪزي حڪومت ڏنل هئي، صنعت کي قومي ملڪيت ۾ ورتو ۽ ڪولون جي مالڪي واري زمين ڪسي ورتائين، پر هن تمام تيزي سان قدم کنيا هئا ۽ فوج کي نظرانداز ڪري ڇڏيو هئائين.

هن جي بچاءُ واري وزير حواري بومدين 1965ع ۾ ڪيس حڪومت مان تڙي، پاڻ سندس جاءِ سنڀالي. هن نئين آئين کي معطل ڪري ڇڏيو ۽ هڪ انقلابي ڪائونسل وسيلي حڪومت هلائڻ لڳو.

آزادي، الجزائرين کي اهو وقار بخشيو ۽ اها برابري ڏني، جنهن لاءِ عباس گهڻو ڪري سڄي عمر ڪم ڪيو هو. بومدين جي هٿ هيٺ به سندن ملڪ کي استحڪام ۽ ڪجهه اقتصادي ترقي ملي، پر عباس جيڪا سچي پچي جمهوري حڪومت پئي چاهي ۽ اهڙي حڪومت الجزائري قوم کي جيڪا سياسي طاقت ملي سگهي سا اجا تائين هڪ ڏورانهين منزل لڳي ٿي.

# داگ هيمرشولڊ

(1905 -61ع)

داگ هيمرشولڊ جو اڳيون جانشين، ٽرائيگولي پنهنجي ڪم کي دنيا جو ناممڪن ترين ڪم چوندو هو ۽ سوويت يونين جي دٻاءُ پوڻ ڪري استعفيٰ ڏني هئائين. هيمرشولڊ تي سوويت يونين جو دٻاءُ اچا بہ وڌيڪ پيو، پر هن تڏائي سان پنهنجو ڪم جاري رکيو. هو پنهنجي مهارت ۽ عزم ڪان ڪم وٺي گڏيل قومن جو اهڙو اثرائتو ۽ طاقتور سيڪريٽري جنرل ثابت ٿيو، جنهن جهڙو سيڪريٽري هن کان اڳ ڪڏهن بہ گڏيل قومن کي نہ مليو هو. هيمرشولڊ جي اڳواڻي ۾ گڏيل قومن جي اداري بين الاقوامي جهيڙن نبيرڻ ۾ پروقار ۽ اثرائتو ڪردار ادا ڪيو. ان جو سيڪريٽري جنرل ڪنهن بہ ملڪ جي قومي مفادن جي پٺڀرائي ڪرڻ بدارن، هڪ آزاد امين جي حيثيت ۾ امن، انصاف ۽ استحڪام قائم ڪرڻ ۾ وڌيڪ دلچسپي رکندڙ هو.

هيمرشولڊ سڄي دنيا جي جهيڙن ۾ پاڻ کي سرگرمي سان واڳي رکيو. مثال طور هن 1955ع ۾ اهڙن ٻن ملڪن يعني آمريڪا ۽ ڪميونسٽ چين جي وچ ۾ رابطي جو ذريعو پيدا ڪيو جن جا پاڻ ۾ سفارتي لاڳاپا نہ هئا. هن چين جو دورو ڪري انهن 15 آمريڪي هوابازن کي ڳالهين ٻولهين وسيلي آزادي ڏياري، جيڪي اتي قيد هئا. مصر طرفان 1956ع ۾ سوئيز واهہ کي قومي ملڪيت ۾ وٺڻ جي فيصلي ڪري اسرائيل، فرانس ۽ برطانيہ مصر تي ڪاهہ ڪئي تہ سيني ڏرين کيس ڏاهو صلاحڪار سمجهي مٿس ويساهہ رکيو. هن آمريڪا ۽ گڏيل قومن جي پٺڀرائي سان ڪاهيندڙن کي موٽڻ تي قائل ڪري ڇڏيو ۽ اسرائيل جيڪي علائقا مصر کي موٽائي ڏنا، تن تي گڏيل قومن جي فوج جو پهرو بيهارڻ جو انتظام ڪيائين.

هيمرشولڊ 1960ع ۾ سڄي آفريڪا جو دورو ڪيو. هو اتي قوم پرست اڳواڻن سان مليو ۽ نين قومن جي مالي ضرورتن ۽ مسئلن بابت ڄاڻ ڪٺي ڪري، اهڙي رپورٽ گڏيل قومن اڳيان پيش ڪيائين. ٻئي سال هن ڪانگو جي وزيراعظم پيٽرائس لوممبا جي گذارش تي، ڪانگو جي ريپبلڪ ۾ امن امان بحال ڪرائڻ

لاءِ، گڏيل قومن جي فوج موڪلي. ڪانگو جي مسئلن ۾ ڪٽنگا صوبي جي علحدگي جو مسئلو بہ شامل هو. هيمرشولڊ ڪٽنگا جي صدر موائسي شومبي سان ملڻ لاءِ وڃي رهيو هو تہ هوائي حادثي ۾ مري ويو.

هوائي حادثي دنيا کي ڏوڏي ڇڏيو. انهي حادثي هڪ اهڙي ماڻهو جي جان ورتي هئي جنهن تي عالمي گهوٽالن کي حل ڪرڻ لاءِ گهڻا ملڪ اعتماد ڪرڻ لڳا هئا. انهي عهدي لاءِ هميرشولڊ جهڙي سگهيا ورتل ماڻهو جو مٽ ثاني جي ملڻ جو امڪان ڏور ڏور تائين نظر نٿي آيو. هيمرشولڊ هڪ امير سوئيڊش گهراڻي مان هو. جنهن اپسلا يونيورسٽي مان قانون، پوليٽڪل سائنس ۽ اقتصاديات ۾ تعليم پرائي هئي ۽ بي- اي، ايم- اي ۽ قانون جون ڊگريون ورتيون هئائين. بعد ۾ اسٽاڪ هوم يونيورسٽي کيس سياسي اقتصاديات ۾ ڊاڪٽريٽ عطا ڪئي.

هن 'بئنڪ آف سوئيڊن' (سوئيڊن جي بئنڪ) ۾ پهريائين سيڪريٽري طور ۽ پوءِ چيئرمين آف دي بورڊ (بورڊ جي چيئرمين). سوئيڊش وزارت جي مالي صلاحڪار ۽ مالي کاتي جي انڊر سيڪريٽري جي حيثيت ۾ خدمتون سرانجام ڏنيون. هو هڪ مالي ماهر جي حيثيت ۾ 1946ع ۾ فارين آفيس (پرڏيهي آفيس) ۾ شامل ٿيو ۽ 1949ع ۾ مددگار پرڏيهي وزير ٿي ويو. ٻن سالن کان پوءِ هو نائب پرڏيهي وزير جي حيثيت ۾ وزارت ۾ شامل ٿيو. سوئيڊش پرڏيهي آفيس جي ميمبر جي حيثيت ۾ هيمرشولڊ ڪيترين ئي بين الاقوامي گڏجاڻين ۾ پنهنجي ملڪ جي نمائندگي ڪئي ۽ ٻين ملڪن سان ڳالهيون هلايون. هو جلدئي هڪ اهڙي ماهر ڳالهيون هلائيندڙ جي حيثيت ۾ مشهور ٿي ويو، جنهن کي ڪوڙ ساريون ٻوليون ايندڀون هيون ۽ هر قسم جي ماڻهن سان هلي سگهندو هو.

هن 1952ع ۾ گڏيل قومن ۾ سوئيڊش وفد جي وائيس چيئرمين جي حيثيت ۾ خدمتون سرانجام ڏنيون ۽ ٻئي سال کيس چيئرمين ڪيو ويو. گڏيل قومن جي سلامتيءَ ڪائونسل، سندس صلاحيتن کان بي خبر هئڻ جي باوجود، اهو سوچي کيس ٽرائيگولي جي جاءِ تي آخري گهڙي ۾ اڪيون پوري چونڊيو تہ هو سيڪريٽريٽ جي انتظامي مسئلن کي منهن ڏيئي ويندو ۽ لِي جن اختلافن جو شڪار ٿيو هو، تن کان پاسو ڪندو. هن کي اپريل 1953ع ۾ جنرل اسيمبلي قبول ڪيو ۽ هو سيڪريٽري جنرل ٿيو. سيڪريٽري جنرل ٿيو.

ڪوريا جي لڙائي ختم ٿيڻ واري هئي جو هيمرشولڊ گڏيل قومن جو عهدو سنڀاليو. ايندڙ ڪجهه سالن ۾ جيڪا نسبتي ٺاپر رهي، تنهن ۾ هن گڏيل قومن جي اسٽاف جي نئين سر تنظيم ڪندي کيس مضبوط ڪرڻ تي پنهنجو ڌيان ڏنو. انهي وچ ۾ هو خاموشي سان پاڻ ۾ ۽ جنهن تنظيم جو سربراهہ هو، تنهن ۾ اعتماد وڌائڻ ۾ لڳو رهيو. هو ٿڌي طبيعت وارو ماڻهو هو ۽ جنهن دلچسپي، ايمانداري ۽ قابليت سان ڪم ڪيائين، تنهن نہ فقط سندس عملي پر گڏيل قومن

جي ميمبرن کي بہ متاثر ڪيو. آهستي آهستي طاقتور ميمبر پاليسي ساز فيصلا ڪرڻ وقت ڪيس اعتماد ۾ وٺڻ لڳا. اڳي اهي اهڙن معاملن ۾ ڪنهن تي بہ اعتماد نہ ڪندا هئا. ڪمزور قومون بہ پنهنجا مسئلا حل ڪرڻ لاءِ سندس صلاح ۽ مدد وٺڻ لڳيون.

ڪجھ ماڻھو سندس اڪيلائپ واري طبيعت ۽ ڪم ٻين جي سپرد نہ ڪرڻ واري عادت تي تنقيد ڪندا هئا. انهن جو چوڻ هو تہ هو پنهنجي مٿان حد کان وڌيڪ اعتماد ڪرڻ لڳو هو پر گھڻن جو خيال هو تہ هو هڪ هوشيار ايلچي هو، جنهن امن قائم رکڻ ۽ غريب قومن جي حالت بهتر بنائڻ لاءِ پاڻ ارپي ڇڏيو هو. فقط سوويت يونين هن کي هٽائڻ جو مطالبو ڪيو، جنهن سندس طاقت ۽ آزادي جي مخالفت ڪئي، مٿس مغرب جي حامي هئڻ جو الزام هنيو ۽ سندس جاءِ تي ٽروئيڪا* قائم ڪرڻ جو مطالبو ڪيو، جنهن ۾ اولھ جي ملڪن، ڪميونسٽ ملڪن ۽ ٽين دنيا جي ملڪن جا نمائندا شامل ٿي سگھن.

هيمرشولڊ جي وفات پڄاڻان سوويت يونين ٽروئيڪا جو خيال لاهي ڇڏيو ۽ برما جي يوٿانٽ کي نئون سيڪريٽري جنرل چونڊيو ويو. يوٿانٽ وڳوڙ وارن هنڌن جهڙوڪ قبرص وغيره ۾ گڏيل قومن جي فوج رکڻ جو ڪم جاري رکيو پر هو اهڙو وقار ۽ طاقت ڪڏهن بہ حاصل ڪري نہ سگھيو، جيڪو هيمرشولڊ کي حاصل هو. انهي جو هڪڙو سبب اهو بہ هو تہ هن هيمرشولڊ جي مقابلي ۾ گھٽ آزادي سان ڪم ڪيو. انهي کان بہ وڌيڪ اهم سبب هي هو تہ گڏيل قومن جو ادارو پاڻ بہ بدلجي چڪو هو ۽ انهي تبديلي سيڪريٽري جنرل جي ڪردار کي بہ متاثر ڪيو. اداري ۾ 1960ع واري ڏهاڪي اندر نوان ميمبر شامل ٿيا هئا، جن مان گھڻائي ايشيائي ۽ آفريڪي قومن جي هئي. جلدئي جنرل اسيمبلي ۾ ٽن وڏين طاقتن ۽ سندن اتحادين کان نون ميمبرن جا ووٽ وڌي ويا. اهي هاڻي ڪين پنهنجن ووٽن جي اڪثريت سان لاچار ڪري سگھيا ٿي. مغرب، جنهن جو رستو سلامتي ڪائونسل ۾ پهريائين سوويت يونين روڪيندو هو، تنهن کي هاڻي جنرل اسيمبلي ۾ ٽين دنيا جي اڪثريت بہ روڪڻ لڳي، تنهن ڪري مغربي ملڪن گڏيل قومن کان منهن موڙي ڇڏيو. انهن 1967ع ۽ 1973ع وارين عرب- اسرائيل جنگين ۽ 1971ع واري هندستان- پاڪستان جي جهيڙن ۾، گڏيل قومن جي سيڪريٽري جنرل تي ڀاڙڻ بدران، جهيڙيندڙ ملڪن سان پنهنجي منهن معاملا هلايا. گڏيل قومن جي اداري 1970ع واري ڏهاڪي ڏاري، ٽين دنيا جي اقتصادي ۽ سماجي مسئلن کي وڌيڪ اثرائتي نموني منهن تہ ڏنو، پر ايئن ٿي لڳو تہ امن قائم ڪرڻ وارو ڪم، جيڪو ڪنهن زماني ۾ هيمرشولڊ ايتري اثرائتي نموني ڪيو هو، سو

* نوٽ: ٽروئيڪا هڪ روسي گاڏي جو نالو آهي جنهن ۾ ٽي گھوڙا گڏ جوٽيا ويندا آهن.

هاٺي ھئي نمبر تي اچي ويو ھو.

جيئن جيئن وقت گذرندو پيو وڃي تيئن تيئن امن قائم ڪرڻ جي باري ۾ گڏيل قومن جو ادارو وڌيڪ بيوس ۽ لاچار ٿيندو پيو وڃي ۽ جنگ ۽ خونريزي کي پاسيرو بيھي ڏسندو ٿو رھي. ھيمرشولڊ گھڻ ۾ گھٽ ايترو ته ڪيو ھو جو جنگ بند ڪرائڻ لاءِ ڪافي اخلاقي طاقت کان ڪم وٺي سگھندو ھو.

# سلوادور آلندي

(1908 -1973ع)

چلي جي 1970ع وارين صدارتي چونڊن جي موقعي تي پاپولر يونٽي جي اميدوار سلوادور آلندي، جنهن کي سوشلسٽن، ڪميونسٽن، نواڻ پسندن ۽ ٻين جي حمايت حاصل هئي، پريس سان ڳالهايو. هن کان اڳ هو ٽي دفعا چونڊون هارائي چڪو هو. ڪنهن ماڻهو هن کان پڇيو ته جيڪڏهن هو هي چونڊ به هارائي ويو ته ڇا ڪندو؟ "مان مرڻ گهڙي تائين پنهنجي ڪوشش جاري رکندس" هن کيس ورندي ڏيندي چيو، "۽ جيڪڏهن مان ڪڏهن به ڪامياب ٿي نه سگهيس ته منهنجي قبر جي تختي تي لکيل هوندو، "هتي چلي جي مستقبل جو صدر سلوادور آلندي ليٽيل آهي."" قبر جو اهو رٿيل ڪتبو بيڪار ثابت ٿيو. آلندي انهي چونڊ ۾ کٽي ويو ۽ دنيا جي اولهندي اڌ گولي ۾، رياست جو پهريون اهڙو مارڪسي صدر ٿيو، جنهن کي آزاد چونڊن وسيلي چونڊيو ويو هو. پر هن جيڪي سماجي ۽ اقتصادي تبديليون آنديون، تن ملڪ ۾ ناتي جي کهٽائي، عام واهپي جي شين جي کوٽ، هڙتالن، ۽ وڏي پيماني تي پڪڙيل مخالفت کي جنم ڏنو. هڪ فوجي بغاوت وسيلي 1973ع ۾ سندس حڪومت جو تختو اونڌو ڪيو ويو. چيو وڃي ٿو ته گرفتار ٿيڻ کان اڳ هن آپگهات ڪيو هو.

فوجي بغاوت آلندي جو سوشلسٽ چلي وارو خواب پڇي پورا ڪري ڇڏيو، هڪ اهڙو خواب جيڪو سندس شاگردي واري زماني کان شروع ٿيو هو. آلندي جيڪو والپيرائيسو جي هڪ شاهوڪار مٿانهين وچولي طبقي ۽ آزاد خيال آکهه مان هو، سو اڃا ميڊيڪل اسڪول ۾ پڙهندو هو، سو سياسي طور سرگرم ٿي ويو هو. انقلابي سرگرمين ۾ حصي وٺڻ ڪري کيس به دفعا جيل وڃڻو پيو. هن 1932ع ۾ گريجوئيشن ڪرڻ کان پوءِ ٻين شاگرد اڳواڻن ۽ مارڪسسٽن سان ملي چليءَ جي سوشلسٽ پارٽي ٺاهي. پنج سال ڊاڪٽري ڪرڻ کان پوءِ هن 1937ع ۾ قومي ڪانگريس جي هيٺين ايوان هائوس آف ڊپٽيز جي هڪ سيٽ تي چونڊ وڙهي ۽ ڪامياب ٿيو. ٻئي سال هن ڪاميابي سان پيڊرو آگيوئري سرڊو جي صدارتي مهم هلائي، جنهن ڪري کيس آگيوئري جي پاپولر فرنٽ ڪابينا ۾

صحت جو وزير مقرر ڪيو ويو. هن 1939ع واري زلزلي کان پوءِ عام ماڻهن جي بحالي لاءِ جنهن ريت جاکوڙيو، تنهن کيس مقبول شخصيت بنائي ڇڏيو. 1945ع ۾ ڪانگريس جي مٿئين ايوان سينيٽ ۾ چونڊجي ويو. هو 1970ع ۾ صدر چونڊجڻ تائين سينيٽ ۾ رهيو ۽ ان جي اڳواڻن مان هڪ ليکجڻ لڳو.

آلندي سياست ۾ ايندي ئي پنهنجو سمورو ڌيان چلي جي اقتصادي سماجي مسئلن تي لڳائي ڇڏيو. ملڪ جي هارين ۽ پورهيتن جي غريبي لاءِ هن امير حڪمران طبقي ۽ سندس حامي آزاد معيشت واري سرشتي کي ڏوهي ٺهرايو ۽ کيس انهن مسئلن جو حل سوشلزم ۾ نظر آيو. صحت واري وزير جي حيثيت ۾ هن هڪڙو ڪتاب لکي سرمائيداري کي ننديو ۽ تبديلين جي رڙ ڏني. هڪ قانون ساز جي حيثيت ۾ هن سؤ کان وڌيڪ بل پيش ڪيا، جن ۾ گهٽ پگهارن، خراب صحت، خراب رهائش ۽ مٿيئين وارن مسئلن تي حملا ڪيائين. سوويت يونين، چين، اتر ڪوريا ۽ ويٽنام جي دورن ۽ ڪيوبا جي مارڪسي اڳواڻ فيڊل ڪاسترو سان دوستي جي ڪري سندس خيالن ۾ پختگي آئي.

آلندي پهريون ڀيرو 1952ع ۾ صدارت لاءِ اميدوار بيٺو ۽ تمام وڏي وٿي سان هارايائين. هن جڏهن 1958ع ۽ 1964ع ۾ وري اهڙي ڪوشش ڪئي، تہ چونڊون تہ ڪٽي هارايائين پر سندس هارائڻ واري وٿي گهٽ ٿي وئي هئي. 1970ع ۾ صدارتي اميدوارن جي گهٽائي ڪامياب ٿي هئي. چلي جي قانون مطابق ان جو مطلب هو تہ هاڻي ڪانگريس صدارتي اميدوارن مان ڪنهن هڪ اميدوار کي صدر چونڊيندي. ڪانگريس ۾ ساڄي ڌر جي قدامت پسندن آلندي جي مخالفت ڪئي پر هن جڏهن سياسي پارٽين، پريس، يونين جي آزادي ۽ تعليم ۾ سرڪاري مداخلت بند ڪرڻ جي خاطري ڏياري تہ ڪرسچن ڊيموڪريٽن کيس چونڊن ۾ ڀرپور مدد ڏني.

چونڊن جي مهم هلندي آلندي تيز رفتار تبديليون آڻڻ جو واعدو ڪيو، جن ۾ سماجي ۽ اقتصادي رٿابندي، ملڪ جون ڀرپور ٽامي واريون کاڻيون ۽ ٻيون صنعتون قومي ملڪيت ۾ وٺڻ ۽ زمين جي نئين سر ورهاست ڪرڻ شامل هو. اڳئين حڪومت ۾ جيڪا قانون سازي ٿي هئي، تنهن کي ڪندي، هن وڏن زميندارن کان 25,00000 (پنجويهہ لک) ايڪڙن کان بہ وڌيڪ زمين کسي ورتي، ۽ اها هارين جي زرعي سهڪاري انجمن کي ڏيئي ڇڏيائين. هن ڪانگريس جي پٺڀرائي سان ٽامي جون کاڻيون بہ کسي ورتيون ۽ ٻين ڪيترين ئي صنعتن کي قومي ملڪيت ۾ وٺي ڇڏيائين. ڪانگريس جڏهن بئنڪن کي قومي ملڪيت ۾ وٺڻ ۾ رنڊڪ وڌي، تہ آلندي سرڪاري ٻانڊ استعمال ڪري بئنڪن جا ايترا حصا خريد ڪري ورتا جو مٿن سرڪاري ضابطو قائم ٿي ويو. پر هن جي صدارت ۾ جيترا مسئلا حل ٿيا، اوترائي ٻيا مسئلا بہ پيدا ٿي پيا هئا. چليءَ جي

ڪيترن شاهوڪارن کي ٻيجارڻ لاءِ فقط هن جو چوندجي وڃڻ ئي ڪافي هو. اهي پنهنجو ناٺو ڪٽي ملڪ مان ڀڄي ويا. هن جي زرعي سڌارن ڪري، انقلابي شاگرد ۽ چليءَ جا غريب ڪارا، زمين غيرقانوني طرح ڦٻائڻ لڳا. هن ڪانئن زوري زمين جو قبضو ڇڏايو، پر ناٽي جي گهٽائيءَ جو مسئلو سندس حقيقي دشمن ثابت ٿيو. زرعي ۽ صنعتي پيداوار ۾ گهٽتائي ٿيڻ ڪري شين جي کوٽ پيدا ٿي پيئي ۽ بازار ۾ جيڪا بہ شيءِ ميسر هئي، تنهن جي قيمت آسمان تائين وڃي پهتي. آهستي آهستي چليءَ جا ڪيترائي ماڻهو آلندي جي خلاف ٿي پيا. ڊاڪٽر، پيشيور پورهيت، ننڍو ڪاروبار ڪندڙ گهريلو عورتون ۽ دڪاندار، 1973ع جي سرءُ واري موسم ڏاري هن خلاف مظاهرا ڪرڻ لڳا. ٽرڪ ڊرائيورن جي ڊگهي عرصي تائين هلندڙ هڙتال ملڪ ۾ سامان جي گهڻي ڀاڱي آمد و رفت بند ڪري ڇڏي. ڪارخانن جا پورهيت پنهنجيون خانگي فوجون ٺاهڻ لڳا. فوج جيڪا روايتي طرح چلي ۾ چونڊيل حڪومت جي تابع رهندي آئي هئي سا بہ آلندي کي نظرانداز ڪري، ڪنهن حد تائين پنهنجي منهن امن امان قائم ڪرڻ لڳي.

بري، بحري، هوائي فوجن ۽ قومي پوليس جي ڪمانڊرن سيپٽمبر ۾ هڪ چتاءُ جاري ڪندي اولهندي کي استعفيٰ ڏيڻ جو مطالبو ڪيو ۽ سندس انڪار ڪرڻ تي صدارتي محل تي حملو ڪيائون. اها جنگ فقط 20 منٽ هلي. فوج جڏهن عمارت ۾ داخل ٿي تہ ڪين الندي جو جسم هڪ صوفي تي ڪريل نظر آيو.

فوجي اڳواڻن اعلان ڪيو تہ اهي چلي کي 'مارڪسزم جي غلامي' کان آزاد ڪري رهيا هئا. انهن چئن ماڻهن جي جنتا ٺاهي، جنهن جو سربراهہ بري فوج جو ڪمانڊر جرنل آگسٽو پينوڪيٽ يوگارتي ٿيو. پينوڪيٽ جي اڳواڻي ۾ ڪانگريس ٽوڙي وئي ۽ سمورين سياسي سرگرمين تي پابندي وڌي وئي. اهڙي طرح جديد دنيا جي ظالم ترين حڪومتن مان هڪ حڪومت چلي ۾ قائم ٿي وئي. چلي جا هزارين رهاڪو گرفتار ڪيا ويا. ڀاڱي ڀلا تن جا جن کي ملڪ نيڪالي ڏني وئي يا ڪين قائل ڪيو ويو تہ ملڪ ڇڏڻ ۾ ئي سندن بهتري هئي. ٻين مان ڪن تي تشدد ڪيو ويو، ڪي جيل ۾ وڌا ويا ۽ ڪن کي ڦاسي ڏني وئي. جنتا قومي ملڪيت ۾ ورتل ڪجهہ صنعتون اڳوڻن مالڪن کي موٽائي ڏنيون ۽ ٻين جي مالڪن کي معاوضو ڀري ڏنو. انهي هوندي بہ اقتصادي حالت ڏينهون ڏينهن وڌيڪ خراب ٿيندي وئي.

فوجي بغاوت، آلندي جي سوشلسٽ چلي واري خواب کي آمراڻي دهڙڌونس واري ڀوائتي خواب ۾ بدلائي ڇڏيو. چلي جيڪو ڊگهي عرصي کان لاطيني آمريڪا جو سڀ کان وڏيڪ جمهوري ملڪ ليکبو هو، سو بہ پنهنجن پاڙيسرين وانگر فوجي آمريت وارو ملڪ ٿي پيو. هاڻي هو هڪ اهڙو ملڪ آهي، جيڪو ڀرپور اقتصادي وسيلا رکندي بہ اقتصادي طور زبون حالت ۾ آهي. ٻين لفظن ۾ تہ چلي شاهوڪار هوندي بہ مفلس آهي.

# ڪوامي نڪروما

(1909 -1972ع)

ڪوامي نڪروما پينسلوانيا جي لنڪن يونيورسٽي مان فن ۾ تعليم حاصل ڪئي. هن جي ڪلاسين برطانوي بيٺڪ گولڊ ڪوسٽ کان ايندڙ هن غيرملڪي شاگرد جو ذڪر هيٺين لفظن ۾ ڪيو: "آفريڪا سندس خوابن ۾ رهندڙ پريتما آهي. هو هڪ فيلسوف ۽ اهڙو سوچيندڙ ماڻهو آهي جنهن وٽ سگهارا منصوبا آهن." انهن ڪلاسين ضرور دلچسپي ۽ ڪنهن حد تائين اطمينان سان ڪيس ڪاميابي سان ترقي جا ڏاڪا چڙهندي، آفريڪي قومپرستي جو اثرائتو نظرئيدان ٿيندي، آزادي جي انهي ڪامياب هلچل جو اڳواڻ ٿيندي، جنهن وسيلي گولڊ ڪوسٽ آزادي ماڻي گهانا ٿيو ۽ گهانا جو اهڙو وزيراعظم ٿيندي ڏٺو هوندو جيڪو سڄي کنڊ ۾ اهڙي حڪومت جو سربراهه ٿيو هو جيڪا سموري ڪارن ماڻهن ٺاهي هئي، پر اهي سوچي به نه سگهيا هوندا ته ڪو ڏينهن اهڙو به ايندو جو سندن ڪلاسي اقتدار ۾ اچڻ کان پوءِ آمر ٿي، پنهنجي شخصيت پرستي ڪرائيندو ۽ گهانا کي بدعنوانين ۽ قرضن جي ڏهڻ ۾ ڦاسائي ڇڏيندو، جنهن جي نتيجي ۾ سندس زوال ايندو ۽ هو جلاوطن ٿي ويندو.

نڪروما جو ڪيريئر گولڊ ڪوسٽ جي هڪ ڳوٺ مان شروع ٿيو، جتي هو مقامي مشن اسڪولن مان پڙهي اڪيموٽا ڪاليج ۾ ماستري جي سکيا وٺڻ لاءِ داخل ٿيو. پر ماستري هن جي ولولي جي پورائي ڪري نه سگهي ۽ 1935ع ۾ ڪجهه مقامي آفريڪي قومپرستن ڪيس آمريڪا وڃي پنهنجي تعليم جاري رکڻ لاءِ قائل ڪيو. ايندڙ ڏهن سالن ۾ هن لنڪن ۽ پينسلوانيا يونيورسٽين مان ٻي ڊگريون حاصل ڪري ورتيون. هن ڪارل مارڪس ۽ مارڪس گاروي جا ڪتاب پڙهيا جيڪو آفريڪا ۾ اچڻ جي بالادستي کان آجي ڪارن جي خودمختيار رياست قائم ڪرڻ جو حامي هو. نيويارڪ شهر ۾ ڪارن ماڻهن جيڪا ڪٺن زندگي پئي گذاري، تنهن کي پنهنجين اکين سان ڏسڻ لاءِ نڪروما هارليم جو پڻ دورو ڪيو. هو 1945ع ۾ لنڊن ويو، جتي لنڊن اسڪول آف اڪنامڪس ۾ پڙهڻ لڳو. اتي رهندي نڪروما اولهه آفريڪن شاگرد يونين جي نائب جي حيثيت

۾ ڪم ڪيو ۽ 'دي سرڪل' جي اڳواڻي ڪيائين. سرڪل هڪ اهڙو گروپ هو جيڪو سياسي تنظيم جي سيل سرشتي جي تجربي مان لنگهي رهيو هو. اتي هن پنهنجو پهريون ڪتاب 'بيٺڪي آزادي ڏانهن' پڻ شايع ڪيو.

نڪروما ڪي ملڪ کان ٻاهر رهندي 12 سال ٿيا هئا جو کيس يونائيٽڊ گولڊ ڪوسٽ ڪنوينشن (يو- جي- سي- سي) جي جنرل سيڪريٽري ٿيڻ لاءِ گهرايو ويو. يونائيٽڊ گولڊ ڪوسٽ ڪنوينشن هڪ قومپرست پارٽي هئي، جنهن آئيني ذريعن سان خود حڪومت حاصل ڪرڻ لاءِ پاڻ ارپي ڇڏيو هو. نڪروما آمريڪا ۾ رهندي ڪارن پرچارڪن کان تقرير ڪرڻ جو جيڪو فن سکيو هو، تنهن مان ڀرپور فائدو وٺندي، هن سڄي گولڊ ڪوسٽ ۾ تقريرون ڪيون، ۽ تمام گهڻ ماڻهن کي پنهنجو پوئلڳ ڪري ڇڏيائين. جلد ئي جوشيلي نڪروما جا پنهنجي پارٽي جي وڏيڪ پراڻ پسندن سان اختلاف ٿي پيا، جنهن ڪري هن 1949ع ڪنوينشن پيپلز پارٽي (سي پي پي) ٺاهي. انهي پارٽي جو مقصد يڪدم خود حڪومت حاصل ڪرڻ هو. سي پي پي 'مثبت عمل' واري پروگرام تي عمل ڪندي 'سامراجي طاقتن کي جڏو ڪرڻ لاءِ' هڙتالون ۽ بائيڪاٽ ڪرائي سڄي ملڪ کي ڊانوانڊول ڪري ڇڏيو. نڪروما کي گرفتار ڪيو ويو ۽ کيس هڪ سال سخت پورهئي سان قيد ڪاٽڻ جي سزا ڏني وئي. انهي سزا ملڻ ڪري هو هڪ سورمو ليکجڻ لڳو ۽ سندس مقصد کي هٿي ملي وئي.

انگريزن جڏهن ڏٺو ته گولڊ ڪوسٽ ۾ بي چيني پکڙجي وئي هئي ۽ مقامي بيٺڪ انتظاميه، آفريڪين کي حڪومت ۾ ڪو آواز ڏيڻ ۾ ناڪام ٿي وئي هئي ته هنن هڪ اهڙي نئين آئين جو بندوبست ڪيو، جيڪو آفريڪين جو ئي لکيل هجي ۽ 1951ع ۾ چونڊن ڪرائڻ جو پروگرام ٺاهيو. انهن چونڊن جا جڏهن نتيجا ظاهر ٿيا ته نئين پارليامينٽ ۾ سي- پي- پي 80 سيڪڙو سيٽون کٽي چڪي هئي. نڪروما ٻه چونڊجي ويو هو، جنهن ڪري کيس جيل مان آزاد ڪيو ويو. هو 1952ع ۾ وزيراعظم ٿيو ۽ پنهنجي ڪابينا ٺاهيائين، جنهن ۾ اٺ ڪارا شامل هئا، پر انگريزن ٽي مکيه کاتا پرڏيهي معاملا، بچاءُ ۽ ماليات پاڻ وٽ رکيا. انگريزن 1954ع ۾ گولڊ ڪوسٽ کي مڪمل اندروني خودمختياري ڏيئي ڇڏي. اهڙي طرح برطانيه جي پوري بيٺڪي تاريخ ۾ پهريون ڀيرو اهڙي حڪومت ٺهي، جيڪا سڄي ڪارن ماڻهن تي ٻڌل هئي. ٽن سالن کان پوءِ سندس نالو گهانا رکيو ويو. 1960ع ۾ هڪ عام راءِ جي آڌار تي گهانا ۾ نئون آئين لاڳو ڪري کيس ريپبلڪ بڻايو ويو. نئين آئين هيٺ نڪروما کي صدر جي حيثيت ۾ وسيع انتظامي ۽ قانون سازي جا اختيار ملي ويا.

نڪروما 1958ع ۾ جڏهن اهڙو قانون ٺاهيو، جنهن مطابق ملڪي سلامتي کي جوکي رسڻ جي انديشي هيٺ ماڻهن کي بنا ڪيس هلائڻ جي قيد رکي پيو

سگهجي، تہ ڪجھ ماڻهن کي شڪ پيو تہ هو آمر ٿيڻ ٿو چاهي. هن 19961ع ۾ جڏهن حڪومت توڙي سي- پي- پي تي پنهنجو مڪمل ضابطو قائم ڪيو تہ اهو شڪ يقين ۾ بدلجي ويو. گهانا 1964ع ۾ سرڪاريءَ طور هڪ پارٽي واري رياست ٿي وئي، جنهن ۾ نڪروما کي سڄي زندگي لاءِ صدر ۽ پارٽي جو اڳواڻ بڻايو ويو. نڪروما جيئن ئي پنهنجن اختيارن جي آڌار تي ملڪ کي ترقي ڏيارڻ لاءِ شاهراهون، اسڪول، اسپتالون، رانديون جو هڪ اسٽيڊيم ۽ وڏو وولٽا بيم ٺهرائڻ لڳو تہ ڪجهہ ماڻهن انهي ڳالهہ جي مخالفت ڪئي. ساڳئي زماني ۾ هن آفريڪي اتحاد جي حمايت ۾ ڪتاب لکي ۽ وسيع دورا ڪري جن ۾ سوويت يونين، چين ۽ مصر جهڙن ملڪن جا دورا بہ شامل هئا، عالمي حيثيت اختيار ڪري ورتي. هن 1961ع ۾ آمريڪي صدر جان ايف ڪينيڊي سان ملاقات ڪئي ۽ گڏيل قومن جي اداري ۾ تقرير ڪيائين. ٻئي سال هن بلغراد ۾ ٿيل غيرجانبدار ملڪن جي ڪانفرنس ۾ شرڪت ڪئي.

گهانا تي 1965ع جي پڇاڙي تائين 60 ڪروڙ ڊالرن جو قرض چڙهي ويو هو. انهي قرض جو هڪڙو سبب تہ حڪومت ۾ پکڙيل بدعنوانيون هيون. ٻيو سبب هو تعميري ڪمن تي گهڻو خرچ ڪرڻ ۽ ٽيون سبب هو ڪوڪو جي قيمتن ۾ لاٿ، جيڪو ڏيساور وينڊڙ گهانا جو مکيہ اسم هو. تنهن کان سواءِ نڪروما سپريم ڪورٽ کي ٻسمس ڪري ڇڏيو هو. چونڊن ۾ ڌانڌليون ڪرايون هئائين ۽ پنهنجن هزارين مخالفن کي جيل ۾ وجهي ڇڏيائين. گهانا جا گهڻا ماڻهو سندس مخالف ٿي ويا ۽ ڪيس قتل ڪرڻ لاءِ ڪيترائي ڀيرا مٿس حملا ٿي چڪا هئا. نڪروما پنهنجي سرڪاري رهائش ۾ وڃي رهيو، جنهن کي هن هڪ قلعو بڻائي ڇڏيو ۽ پنهنجي قوم لاءِ 'ريڊيو مان ايندڙ آواز' وڃي بڇيو. يعني هاڻي سندس آواز فقط ريڊيو تان ئي نشر ٿيندو هو.

نڪروما جڏهن فيبروري 1966ع ۾ ويٽنامي امن منصوبي تي هوچي منهہ سان خيالن جي ڏي وٺ ڪرڻ لاءِ اتر ويٽنام ويو تہ فوجي آفيسرن جي هڪ جٿي حڪومت تي قبضو ڪري ۽ سي- پي- پي کي غيرقانوني ٺهرائي اعلان ڪيو تہ، "ڪوامي نڪروما جي ڏندڪٿا هميشہ لاءِ ختم ٿي وئي آهي." نڪروما اقتدار وري حاصل ڪرڻ لاءِ حمايت حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي پر ڪامياب ٿي نہ سگهيو. هو نيٺ اڪيلي سر جلاوطن ٿي وڃي گني ۾ رهيو. هن 1972ع ڪئنسر وگهي نجارسٽ رومانيا ۾ وفات ڪئي. ڪوامي نڪروما، جنهن ڪنهن زماني ۾ فقط آزاد گهانا ڏسڻ جي خواهش پئي رکي، تنهن پنهنجو ڪيريئر هڪ شڪي مزاج ۽ مغرور آمر جي حيثيت ۾ پورو ڪري ڇڏيو.

# ولي برانڊت

(ڄم 1913ع)

ولي برانڊت، برلن جي طبعي ورهاڱي جي مخالفت ڪري، پهريون ڀيرو عالمي شهرت حاصل ڪئي. اوڀر جرمني جي حڪومت برلن کي اڌو اڌ ڪري 1961ع ۾ هڪ ڀت ٺهرائي. اولهه برلن جي ميئر جي حيثيت ۾ برانڊت ڪيءَ انهي ڀت جو ٺهڻ، اوڀر ۽ اولهه جرمني کي دائمي طرح ورهائڻ جي برابر لڳو ۽ هُن اِها ڀت هٽائڻ جو مطالبو ڪيو. اوڀر جرمني انڪار ڪيو. اولهه برلن کي اولهندي جرمني ۾ شامل رکڻ ۽ سندس جياپي لاءِ ثابت قدمي سان هلايل هڪ ڪامياب جدوجهد ۾، برانڊت اولهه برلن وارن جي اڳواڻي ڪئي، جيتوڻيڪ اهو شهر اولهندي جرمني جي سرحد تي، هڪ سؤ ميل اوڀر ۾ هو.

انهي معاملي کي اڃا ڏهه سال به نه ٿيا هئا، جو برانڊت اولهه جرمني جي پرڏيهي وزير جي حيثيت ۾ انهي ڪان به وڏي روڪ، يعني لوهي پردي جو معاملو هٿ ۾ کنيو. هُن ان (لوهي پردي) کي گهٽي ياڳي ڪيراڻي ڇڏيو. اوڀر ۽ اولهه جرمني جي سرحد سميت، سمورين موجود سرحدن کي مڃي واپاري لاڳاپا قائم ڪري، هن اوڀر يورپ سان اولهه جرمني جا ناتا سڌاري ڇڏيا ۽ اوڀر– اولهه ڇڪتاڻ ۾ وڏي حد تائين گهٽتائي آندائين. ولي برانڊت پنهنجي 'اوسٽ– پاليٽڪ' (اوڀر يورپ جي ڪميونسٽ ملڪن سان نارمل واپاري ۽ سفارتي لاڳاپا قائم ڪرڻ جي اولهه جرمني واري پاليسي) جي مدد سان 1969ع ۾ اولهه جرمني جو پهريون سوشلسٽ چانسلر ٿيو ۽ 1971ع ۾ نوبل امن انعام کٽيائين.

هو يورپ جي ايڪتا ۾ پختو يقين رکندو هو، جنهن ڪري اڪيلي رهڻ واري سياست کيس نه وڻندي هئي. هُو هڪڙي دڪاندار ڇوڪري ۽ اڻ ڄاتل پيءُ جو ناجائز پٽ هو ۽ پنهنجي ناني جي اثر هيٺ يوبيڪ ۾ وڏو ٿيو هو. هن جو نانو هڪ ٽرڪ ڊرائيور ۽ سوشلسٽ هو. پنهنجي ناني جي همٿائڻ تي، برانڊت سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽي جي نوجوانن واري تحريڪ ۾ شامل ٿيو ۽ پارٽي جي اخبار لاءِ مضمون لکڻ شروع ڪيائين. انهن مضمونن ايڊيٽر کي ايترو ته متاثر ڪيو جو هُن پارٽي اڳواڻن کي قائل ڪري برانڊت کي سورهن سالن جي عمر ۾ پارٽي جو

مڪمل ميمبر ڪرايو. پارٽي ۾ داخل ٿيڻ لاءِ گهٽ ۾ گهٽ، جيڪا عمر گهربل هئي، تنهن کان اها عمر ٻه سال گهٽ هئي. جڏهن بعد ۾ ڪجهه سالن لاءِ نازي اقتدار ۾ آيا، تہ براندت پنهنجي پارٽي لاڳاپن جي ڪري گرفتاري کان بچڻ لاءِ پنهنجو ملڪ ڇڏيو ۽ ناروي ۾ وڃي رهيو، جتي صحافي طور ڪم ڪرڻ سان گڏوگڏ اوسلو يونيورسٽي ۾ تاريخ ۽ فلسفو بہ پڙهندو رهيو ۽ سڄي يورپ ۾ فاشزم جي مخالفت وڌائڻ لاءِ ڪم بہ ڪندو رهيو. نازين 1940ع ۾ ناروي تي ڪاهہ ڪئي. براندت سوئيڊن ڀڄي ويو، جتي هُن پنهنجو صحافتي پيشو جاري رکيو ۽ انهي سان گڏوگڏ قبايل يورپ ۾ زيرزمين ڪم ڪندڙ تحريڪن سان پڻ لاڳاپيل رهيو.

براندت 1947ع ۾ جرمني موٽڻ ۽ ملڪ کي نئين سر اڏڻ لاءِ سوشل ڊيموڪريٽن سان گڏجي ڪم ڪرڻ خاطر، صحافت ۽ 1940ع ۾ ورتل ناروي جي شهريت ڇڏي ڏني. برلن ۾ آباد ٿيڻ کان پوءِ براندت کي 1949ع ۾ جرمني جي قانون ساز اداري جي هيٺين ايوان يعني بنديستاگ ۾ اولهہ برلن جو نمائندي طور چونڊي موڪليو ويو. اها سيٽ هُن وٽ 1957ع تائين رهي. هو برلن جي قانون ساز اداري ۾ پڻ وينو ۽ 1955ع کان 1957ع تائين اُن جو چيئرمين رهيو. سوويت يونين 1956ع ۾ جڏهن هنگري تي ڪاهہ ڪئي تہ براندت جي تڪ جي ڪاوڙيل ووٽرن، سندس اڳواڻي ۾ هڪ احتجاجي جلوس ڪڍي اوڀر برلن جو رخ ڪيو. انهيءَ سان براندت ڪيترن ئي چوٽڪاري پاتل اولهہ برلن وارن جو سورمو بڻجي پيو. کيس 1957ع ۾ شهر جو ميئر چونڊيو ويو.

برلن جي ميئر جي حيثيت ۾ براندت، جرمني جي سوشل ڊيموڪريٽڪ پارٽي جو مکيہ ميمبر ليکجڻ لڳو. هن 1959ع ۾ پارٽي اڳواڻن جي هڪ ميٽنگ ۾ حصو ورتو. انهن اڳواڻن مارڪسزم جا رهيل کهيل نشان مٽائي، پنهنجي پارٽي جون پاليسيون بدلائي ڇڏيون ۽ ان جي بدران آزاد مارڪيٽ واري معيشت ۽ خانگي ملڪيت جي حمايت واري پاليسي اختيار ڪيائون. براندت 1964ع ۾ پارٽي جو چيئرمين ٿيو. هُن پنهنجي پارٽي جي اڳواڻي ڪندي، اڪثريتي ڪرسچين ڊيموڪريٽن سان گڏجي 1966ع ۾ هڪ 'عاليشان گڏيل حڪومت' ٺهرائي، جنهن ۾ کيس پرڏيهي وزير مقرر ڪيو ويو. سوشل ڊيموڪريٽ پارٽي 1969ع وارين چونڊن ۾ پاڻ کان ننڍي فري ڊيموڪريٽڪ پارٽي جي مدد سان، بنديستاگ جون گهڻيون سيٽون کٽي ورتيون. براندت چانسلر ٿيو.

براندت پرڏيهي وزير جي حيثيت ۾ يورپ جي اتحاد لاءِ جيڪي ڪوششون شروع ڪيون هيون، سي پنهنجي چانسلري واري پهرين مدي ۾ بہ جاري رکيائين. هُن يورپين اڪانامڪ ڪميونٽي (يورپي اقتصادي برادري) ۾ شموليت لاءِ برطانيہ جي ڏنل درخواست جي حمايت ڪئي، پر فرانس جي صدر چارلس ڊيگال پنهنجي

ويٽو سان اها درخواست رد ڪري ڇڏي. هُن 'ملٽي ليٽرل نيوڪليئر نان پروليفريشن ٽريٽي' (گهٽ پاسائين جوهري پکيڙ کي روڪيندڙ معاهدي) تي صحي ڪئي. هن اوڀر يورپ جي ملڪن سان جيڪي ڳالهيون هلايون، تن جي نتيجي ۾ پولينڊ سان عام رواجي لاڳاپا قائم ٿيا. سوويت يونين سان اگرائي نه ڪرڻ جو معاهدو ٿيو. جنهن مطابق ٻي مهاڀاري لڙائي جي پڄاڻي تي، جرمني جون جيڪي اختلافي سرحدون قائم ٿيون هيون، سي اولهه جرمني تسليم ڪيون. برلن وارا معاهدا ٿيا جن مطابق اولهه جرمني ۽ اولهه برلن جي وچ ۾ آزادي سان اچڻ وڃڻ شروع ٿيو. آخر ۾ هڪ معاهدو ٿيو جنهن مطابق اوڀر ۽ اولهه جرمني جي وچ ۾ عام رواجي لاڳاپا قائم ٿيا، پر انهي ۾ مستقبل ۾ ٻنهي جرمنين جي امڪاني اتحاد جو در کليل رکيو ويو.

سوشل ڊيموڪريٽن 1972ع وارين چونڊن ۾ وري به فري ڊيموڪريٽن کي پاڻ سان ملايو ۽ ٻنهي گڏجي، بنڊيستاگ جي سيٽن جي وڏي اڪثريت کٽي ورتي. براندت ٻئي مدي واري چانسلري ۾ پنهنجي 'اوسٽ پاليٽڪ' جاري رکي. هن سوويت يونين ۽ رومانيه سان اقتصادي معاهدا ڪيا. هُو پهريون جرمن چانسلر هو جنهن اسرائيل جو دورو ڪيو. هُن ملڪ جي اندروني مسئلن جهڙوڪ ٽئڪسن ۾ سڌارا آڻڻ تي گهٽو ڌيان ڏنو پر ڪيس گهرو معاملن ۾ گهٽ ڪاميابي ٿي، جاڪاڻ ته سندس پارٽي ۽ گڏيل حڪومت ۾ ڦوٽ پئجي ويئي هئي. براندت مئي 1974ع ۾ اڌ رات جو ڊرامائي انداز ۾ پنهنجي عهدي تان استعفيٰ ڏيڻ جو اعلان ڪيو، جاڪاڻ ته سندس هڪ ساٿي تي اوڀر جرمني جي جاسوس هئڻ جو الزام هو. ڪجهه ڏينهن کان پوءِ سندس جاءِ تي هيلمٽ شمٽ چانسلر ٿيو.

براندت جي استعفيٰ قوم کي لوڏي ڇڏيو. ڪيترن ماڻهن جو خيال هو ته هُو جاسوسي واري معاملي کان پوءِ به عهدي تي برقرار رهي پئي سگهيو، تنهن ڪري انهن ڪيس پنهنجي استعفيٰ واپس وٺڻ لاءِ همٿايو. پر هُن انڪار ڪري ڇڏيو. هي ئي اهو ماڻهو هو جنهن، ٻنهي جرمنين ۽ سندن اتحادين کي، حالتن کي جيئڻ جو تيئن رکڻ لاءِ قائل ڪري نئين يورپ ۾ سرد جنگ ختم ڪري ڇڏي هئي، ٻي جنگ جا امڪان گهٽائي ڇڏيا ۽ يورپين کي پنهنجا اقتصادي ۽ سماجي مسئلا پاڻ حل ڪرڻ لاءِ آزاد ڪرايو.

# مسز اندرا گانڌي

## (ڄم 1917ع)

لال بهادر شاستري جي موت کان پوءِ هندستاني ڪانگريس پارٽي جي اڳواڻن، 1965ع ۾ وزيراعظم ٿيڻ لاءِ اندرا گانڌي جو نالو انهي ڪري نہ ڏنو هو تہ هوءَ جواهر لال نهرو جي ڌيءَ هئي. هندستان جو پهريون وزيراعظم نهرو ملڪ جي انهن اڳواڻن مان هو، جن کي سڀ کان گهٽ مان ڏنو ويندو هو. اندرا کي وزيراعظم ڪندڙن جو خيال هو تہ نهروءَ جي نياڻي ووٽ کٽي سگهندي پر انهي جو هڪ ٻيو سبب بہ هو. انهن جو خيال هو تہ هوءَ سندن هٿن ۾ ڪيڏندي ۽ اهي جيئن چاهيندا تيئن سنديس آڙ ۾ حڪومت هلائيندا رهندا، پر اهي ڀليل هئا. اندرا سنئون سڌو عوام کان حمايت گهري ۽ سڀني هندستانين کي وڏيڪ اقتصادي ۽ سماجي انصاف ڏيارڻ لاءِ، وڏي پئماني تي سڌارا ڪرڻ جو واعدو ڪيائين. هن جي ڪاهي ڌر واري لاڙي، پارٽي جي ساڄي ڌر وارن اڳواڻن کي ناراض ڪري ڇڏيو. اهي پارٽي کان ڌار ٿي ويا ۽ گهٽين ٿي ننڍين قدامت پسند پارٽين کي ملائي گڏيل مخالف ڌر ٺاهيائون، پر مسز گانڌي جڏهن 1971ع ۾ عام چونڊون ڪرايون تہ عوام هن جي ۽ سنديس پارٽي جي پٺڀرائي ڪئي. چونڊن ۾ شاندار فتح ملڻ ڪري سنديس حيثيت مضبوط ٿي ويئي.

مسز گانڌي پنهنجي پراڻي دشمن پاڪستان کي شڪست ڏيڻ کان پوءِ، 1972ع وارين صوبائي چونڊن ۾ انهي کان بہ وڏي فتح حاصل ڪري پنهنجي حيثيت کي اڃا بہ مضبوط ڪري ڇڏيو. هندستان، اوڀر پاڪستان (هاڻي بنگلاديش) ۾ پاڪستاني فوجن خلاف ٿيل بغاوت جي پٺڀرائي ڪئي هئي، جيڪي اتي بغاوت کي ختم ڪرڻ ويون هيون. پاڪستان جي ٻن ملڪن ۾ ورهائجڻ ڪري هندستان، هندستاني ننڍي کنڊ جي اڻ ڀڇي طاقت ٿي ويو.

هندستاني عوام مسز گانڌي کي ٻن چونڊن ۾ شاندار فتح ڏياري ثابت ڪري ڇڏيو هو تہ اهي سنديس مجموعي سڌارن جا حامي هئا، پر ملڪ کي سخت اقتصادي مسئلا درپيش هئا، جن جو هڪڙو سبب تہ خشڪ سالي ۽ حد کان وڌيل آدمشماري هو. ٻيو سبب بدعنوانيون ۽ نااهلي هو. جنهن حالتن کي اڃا بہ

خراب ڪري ڇڏيو هو. هڪ طرف قيمتن ۾ واڌ ٿي رهي هئي ته ٻئي طرح بيروزگاري وڌي رهي هئي. هندستان جي تاريخ ۾ سڀ کان وڏي پارليامينٽري اڪثريت رکندي به اندرا گانڌي انهن مسئلن کي حل ڪرڻ يا عوام کي گهربل سڌارا ڏيڻ ۾ ناڪام ٿي ويئي. هن جا ڪيترائي حامي سنديس ساٿ ڇڏي ويا ۽ مخالف ڌر وڌڻ لڳي.

مسز گانڌي جي خلاف، هڪ مقامي ڪورٽ ۾ 1972ع کان ئي چونڊن ۾ ڪي ننڍڙيون بي قاعدگيون ڪرڻ جو ڪيس هلندڙ هو. انهيءَ ڪورٽ 1975ع ۾ ڪيس کي سزا ڏيندي ٻن سالن تائين پارليامينٽ ۾ ويهڻ کان روڪي ڇڏيو. مسز گانڌي انهي فيصلي خلاف سپريم ڪورٽ ۾ اپيل ڪئي، پر سپريم ڪورٽ اڃا اهو مقدمو هلائي ئي هلائي، هن ملڪ ۾ هنگامي حالتون لاڳو ڪري ڇڏيو. هن جو چوڻ هو ته هنگامي حالتون لاڳو ڪرڻ انهي ڪري ضروري ٿي پيون هيون جو مخالف ڌر 'اندروني ڏڦيڙ' پيدا ڪرڻ جي مهم هلائي رهي هئي. اها "سڄي ملڪ ۾ قانون جي ڀڃڪڙي ۽ سول نافرماني ڪرڻ لاءِ عوام کي اياري رهي هئي." مخالف ڌر ملڪ جي سلامتي لاءِ جيڪو خطرو پيدا ڪري ڇڏيو هو، تنهن کي فقط سخت اپائن وسيلي ئي منهن ڏيئي سگهجي پيو.

هنگامي حالتن هيٺ شهري آزاديون معطل ڪيون ويون، پريس جو ٻوٽ بند ڪيو ويو ۽ پوليس جا اختيار وڌايا ويا. بنا ڪيس هلائڻ جي مخالف ڌر جي هزارين اڳواڻن ۽ سندن پوئلڳن کي جيل ۾ وڌو ويو. هڪ نئون قانون منظور ڪري مسز گانڌي جي چونڊن ۾ ڪيل ڏوهه کي قانوني حيثيت ڏني ويئي. سڄي ملڪ ۾ ڊاڍ ۽ ڌهڪاءَ وارو ماحول پيدا ٿي پيو.

مسز گانڌي جو پٽ سنجي سنديس مکيه مددگار طور ابريو. سنجي ڄم روڪ وارو پروگرام پنهنجي هٿ ۾ کنيو، جنهن جو مقصد هو هندستان جي آدمشماري ۾ ٿيندڙ واڌ کي روڪڻ. اهو پروگرام هنگامي حالتن واري زماني جو سڀ کان وڌيڪ نفرت جوڳو عمل ثابت ٿيو. سنجي جي معذوري ۽ بي رحمي ڪيترن ئي هندستانين کي ڪاوڙائي ڇڏيو.

هنگامي حالتون 21 مهينن تائين هليون ۽ جنهن ابهرائي سان اوچتو شروع ڪيون ويون هيون، اهڙي ئي ابهرائي سان اوچتو ئي اوچتو ختم به ڪيون ويون. مارچ 1977ع ۾ جيڪي پارليامينٽري چونڊون ٿيون تن ۾ مسز گانڌي خود پنهنجي ئي ٽڪ ۾ هار کاڌي ۽ سندين نئين ڪانگريس پارٽي به هارائي ويئي. فتح جنتا پارٽي جي ٿي، جيڪا مخالف ڌر جي گروپن جي اتحاد سان "جيل جي انهن ڪوٺين ۾ جائي هئي، جتي اندرا اسان کي موڪليو هو." ڪانگريس پارٽي جو اڳوڻو قدامت پسند اڳواڻ، مرار جي ڊيسائي جيڪو هاڻي جنتا پارٽي جو اڳواڻ هو، وزيراعظم ٿيو.

ڊيسائي هنگامي حالتون ختم ڪري ڇڏيون. ڪجهه هفتن جي اندر هندستان ۾ وري عام رواجي حالتون قائم ٿي ويون. سمورا سياسي قيدي آزاد ڪيا ويا. هزارين هندستانين هنگامي حالتن دوران پاڻ سان ٿيل ناانصافين خلاف ڪورٽن ۾ ڪيس داخل ڪيا.

ڪانگريس جي هار، نهرو جي مغرور ۽ جاهه طلب ڌيءَ جي سياسي زندگي ۾ هڪ اڇرج جهڙو موڙ هو. هن ڀارتي وهيءَ ۾ ئي پنهنجي پيءَ سان گڏجي آزادي لاءِ ڪم ڪري، سياست ۾ قدم رکيو. آڪسفورڊ مان گريجوئيشن ڪرڻ کان پوءِ هن 1942ع ۾ فيروز گانڌي سان شادي ڪئي. اهي جڏهن هني مون ملهائي موٽيا، تہ ڪين قومپرست سرگرمين ۾ حصي وٺڻ جي ڏوهہ ۾ جيل ۾ وڌو ويو. آزادي کان پوءِ نهرو هندستان جو وزيراعظم ٿيو ۽ اندرا گانڌي سندس مرڻ گهڙي تائين سرڪاري ميزبان ۽ مددگار رهي. هن ڪانگريس پارٽي جي طاقتور 11 رڪني مرڪزي اليڪشن بورڊ ۾ بہ ڪم ڪيو ۽ 1959ع ۾ کيس پارٽي صدر چونڊيو ويو. هن جي پيءُ جي جانشين شاستري 1964ع ۾ کيس پنهنجي ڪابينا ۾ شامل ڪري سڌسماءَ ۽ نشريات جي وزيرياڻي مقرر ڪيو.

اندرا گانڌي جي شڪست ڪيترن ئي هندستانين کي غمگين ڪري ڇڏيو. انهن نہ پئي چاهيو تہ نهرو جي نياڻي بي عزت ٿئي. انهن جو چوڻ هو تہ هنگامي حالتون لاڳو ڪرڻ ڪريءَ پنهنجي پٽ سنجي جي پٺيرائي ڪرڻ سببان سنديس زوال آيو هو. هن جي مجموعي سياست يا ڪنهن شخصي غلطي سببان نہ. ڪجهه ماڻهو تہ کيس ختم سمجهڻ لاءِ بہ تيار نہ هئا. (انهن جو خيال صحيح نڪتو. اندرا گانڌي وري بہ اقتدار ۾ آئي. پنجاب ۾ سکن جي بغاوت کي ختم ڪرڻ لاءِ هن سندن مقدس گردواري گولڊن ٽيمپل تي فوجي چڙهائي ڪرائي، جنهن سان سکن ۾ تمام گهڻو تاءُ پکڙيو. آخرڪار سندس ٻن سک محافظن کيس گولي هڻي ماري ڇڏيو. (سنڌيڪار)

# آئن سمٿ

## (ڄم 1919ع)

رهوڊيشيا جي آئن سمٿ، ٻي مهاڀاري لڙائي هلندي، برٽش رائل ايئرفورس ۾ شامل ٿيڻ لاءِ يونيورسٽي ڇڏي. سندس جهاز کي ٻه دفعا ڪيرايو ويو ۽ هو دشمن جي فوجن جي پوئين پاسي پنج مهينا رهيو پيو هو. انهي عرصي ۾ هن ڪاٻ لڙائي نه ڪئي ۽ آلپس ٽپي وري وڃي اتحادي فوجن سان مليو. بعد ۾ هو سياست ۾ گهريو ۽ اتي ٻه ساڳي ئي عزم سان رهوڊيشيا جي آزادي لاءِ وڙهيو. ته جيئن اتي اهڙي حڪومت قائم ڪري سگهي، جنهن تي ملڪ جي اڇي چمڙي وارن جي ننڍڙي اڪثريت ڇانيل هجي. اهڙي حڪومت قائم ٿيڻ تي نه فقط برطانيه پر ٻي سڄي دنيا کي ٻه افسوس ٿيو. آفريڪي جنهن ملڪ کي زمبابوي چون ٿا، تنهن ۾ اڪثريت جي حڪومت ۽ آخرڪار اتي ڪارن ماڻهن جي بالادستي قائم ڪرڻ وارا مطالبا، سمٿ ڪنهن حد تائين فقط تڏهن مڃيا، جڏهن رهوڊيشيائي ڪارن، ملڪ کي گهٽي ڀاڱي جنگ جي ميدان ۾ بدلائي ڇڏيو.

ملڪ جو نالو رهوڊيشيا مان بدلائي زمبابوي رکڻ ڪارن توڙي اڇن ماڻهن لاءِ ذري گهٽ ايتري ئي اهم ڳالهه هئي، جيتري سياسي اقتدار جي تبديلي. پراڻو نالو برطانوي سامراج جي باني وجهندڙ سيهل رهوڊس جي ياد ڏياريندو هو. جنهن 1890ع واري ڏهاڪي ۾ انهي بينڪ جو بنياد وڌو هو ۽ اڇن کي اتي اچي آباد ٿيڻ جي دعوت ڏني هئائين. آئن جي پيءُ ڊوگلس سمٿ اها اَڄ قبول ڪئي ۽ اسڪاٽ لينڊ مان لڏي اچي، سيلڪوئي ۾ چوپائي مال جو واڙو قائم ڪيو هئائين. سيلڪوئي ملڪ جي گادي سالسبري جي ڏکڻ اولهه ۾، 175 ميل پري، هارين ۽ ڪاٺ مزدورن جو هڪ ننڍڙو شهر هو. آئن سمٿ اتي ڄائو، نپنو ۽ اتي جي ئي اسڪول ۾ پڙهيو. تنهن کان پوءِ هو ڏکڻ آفريڪا جي رهوڊس يونيورسٽي ۾ پڙهڻ ويو. هن آر- اي- ايف (رائل ايئرفورس) ۾ ڀرتي ٿيڻ لاءِ 1939ع ۾ يونيورسٽي ڇڏي. پهريون ڀيرو سندس جهاز کي اتر آفريڪا ۾ ڪيرايو ويو. هو تمام گهڻو زخمي ٿيو ۽ پلاسٽڪ سرجن کي سندس منهن وري ٺاهڻو پيو. پر پوءِ ٻه سندس چپر لڙي پيو، جنهن ڪري اک ڇنيي نه سگهندو هو. هو وري پنهنجي

نوڪري تي چڙهيو ۽ بيهر سندس جهاز کي نشانو بڻايو ويو. هن پيري سندس جهاز کي اٿلي مٿان اڏامندي نشانو بڻايو ويو هو. هو انهي مصيبت کان بچي نڪتو ۽ سلامتي سان زمين تي لٿو ۽ وڃي پنهنجن طرفدارن سان مليو، جن کيس بچائي ورتو. سمٿ بيهر رهوڊس يونيورسٽي ۾ داخلا ورتي، جتان ڊگري وٺڻ کان پوءِ هو پنهنجي ملڪ جي سياست ۾ گهڙيو، جنهن کي انهي زماني ۾ ڏاکڻيون رهوڊيشيا سڏيندا هئا، جي سياست ۾ گهڙيو. هو 1948ع ۾ قانون ساز اداري جو ميمبر ٿيو، جتي مخالف ڌر ۾ ويٺو. جڏهن ڏاکڻي رهوڊيشيا، اترين رهوڊيشيا ۽ نياسا لينڊ سان ملي 953ع ۾ فيڊريشن ٿاهي، تہ سمٿ پارٽيون بدلايون ۽ وفاقي پارليامينٽ ۾ حڪمران يونائيٽڊ فيڊرل پارٽي جو ميمبر چونڊجي ويو. وزيراعظم سر رواءِ ويلنسڪي کيس 1958ع ۾ سرڪاري ڌر جو چيف وهپ مقرر ڪيو. پر هن 1961ع ۾ پنهنجي پارٽي تان احتجاج طور انهي ڪري استعفيٰ ڏني، جو سندس پارٽي ڏاکڻين رهوڊيشيا لاءِ نئون آئين جوڙي، ڪارن کي قانون ساز اسمبلي ۾ علامتي نمائندگي ڏني هئي. سمٿ ۽ گورن جي بالادستي جي بين انتهاپسند حامين رهوڊيشين فرنٽ نالي هڪ نئين پارٽي ٺاهي ۽ هڪ مانواري هاري ونسٽن فيلڊ کي چونڊيائن تہ قانون ساز اسيمبلي جي 1962ع وارين چونڊيائون ۾ سندن پارٽي جي اڳواٽي ڪري. پارٽي کي چونڊن ۾ اچرج جهڙي فتح حاصل ٿي. فيلڊ ڏاکڻين رهوڊيشيا جو وزيراعظم ٿيو ۽ سمٿ سندس نائب وزيراعظم.

انهي وفاق جو خاتمو 1963ع ۾ ان وقت ٿيو، جڏهن اتريون رهوڊيشيا ۽ نياساليند، آزادي طرف وک وڌائي، زمبيا ۽ ملاوي بڻجي ويا ۽ اتي ڪارن جي حڪومت قائم ٿي. ڏاکڻين رهوڊيشيا، جيڪو هاڻي رهوڊيشيا سڏجڻ لڳو هو، زور پريو تہ برطانيہ انهن اختيارن تان هٿ ڪٽي، جيڪي اتي اڃا تائين کيس حاصل هئا. برطانيہ انڪار ڪندي چيو تہ اها ايستائين آخري قدم نہ کڻندي جستائين رهوڊيشيا حڪومت ملڪ جي 95 سيڪڙي ڪاري اڪثريت کي وڌيڪ سياسي ۽ سماجي حق نہ ڏيندي. انهي کان پوءِ جيڪي ڳالهيون ٻولهيون هليون، تن ۾ فيلڊ ٺاهہ جي ڪنهن نہ ڪنهن فارمولي تي پهچڻ جي ڪوشش ڪئي، پر 1964ع ۾ ساڄي ڌر جي انتهاپسندن کيس عهدو ڇڏڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو. انهن جو خيال هو تہ هن برطانيہ سان گهڻو سخت رويو اختيار نہ ڪيو هو. سمٿ 13 اپريل 1964ع تي پهريون وزيراعظم ٿي پهريون مقامي طور پيدا ٿيندڙ رهوڊيشيائي انهي عهدي تائين پهتو.

هن پنهنجي عهدي جي شروعات جوشوئانڪومو ۽ ٻين رهوڊيشيائي قوم پرست اڳواڻن جي گرفتارين ۽ شهر نيڪالين سان ڪئي. جڏهن انهن گرفتارين جي ڪري فساد ٿيا تہ هن پوليس تشدد وسيلي کين چيپاٽي ڇڏيو. برطانيہ سان

ڳالهيون هلائيندي، هن 1961ع واري انهي آئين تحت آزادي جي گهر ڪئي، جنهن کي هو ڪنهن زماني ۾ رد ڪري چڪو هو. انهي آئين ۾ ووٽ جا ٻہ ڪردار مهيا ڪيا ويا هئا، انهن مان هڪڙي ڪردار لاءِ جيڪي سخت اقتصادي ۽ تعليمي شرط رکيا ويا هئا، سي صرف گورا ئي پوريون ڪري ٿي سگهيا، پر برطانيہ آئين ۾ اهڙي تبديلي آڻڻ ٿي چاهي، جنهن سان آخرڪار ڪارن جي اڪثريتي حڪومت قائم ٿئي، يعني هڪڙو ماڻهو هڪ ووٽ واري اصول تي عمل ٿئي، انهن ڳالهين ٻولهين مان ڪو خاص ڪڙتيل نہ نڪتو. سمٿ 11 نومبر 1965ع تي آزادي جو هڪ طرفو پڌرنامو جاري ڪيو. جنهن آمريڪي بيٺڪن جي 1776ع واري پڌرنامي جي ياد ڏياري ڇڏي. برطانوي وزيراعظم هيرالڊ ولسن انهي جي جواب ۾ فوجي ڪارروائي ڪرڻ کان تہ انڪار ڪيو پر هن رهوڊيشيا تي اقتصادي پابنديون مڙهي ڇڏيون. برطانيہ جي درخواست تي گڏيل قومن بہ ڊسمبر 1966ع ۾ انهي قدم جي پيروي ڪئي، پر رهوڊيشيا کي تيل ۽ ضرورت جو ٻيون شيون سندس همدرد پاڙيسرين ڏکڻ آفريڪا ۽ پورچوگيزن جي موزمبيق مان ملنديون رهيون. پابنديون هوندي بہ ملڪ ترقي ڪئي. سمٿ 1970ع ۾ ريفرنڊم (عام راءِ شماري) جي پٺڀرائي سان رهوڊيشيا کي ڪامن ويلٿ مان ڪڍي آيو ۽ برطانيہ سان سمورا لاڳاپا ختم ڪري ڇڏيائين، پر ٻنهي ملڪن ۾ ڳالهيون ٻولهيون هلنديون رهيون ۽ 1971ع ۾ ٻئي ملڪ هڪ منصوبي تي راضي ٿيا، جنهن مطابق ڪارن کي چاليهن ڪان وٺي سٺ سالن جي مدي ۾ اقتدار ملڻو هو. ڪارن انهي منصوبي خلاف فساد ڪيا ۽ 1970ع واري ڏهاڪي جي وچ ڌاري ڪارن قوم پرستن گوريلا جنگ شروع ڪئي، جنهن ڪري گورا رهوڊيشيائي بہ هٿيار کڻڻ تي مجبور ٿيا. انهي گهرو لڙائي تي قومي آمدني جو وڏو حصو خرچ ٿيڻ لڳو. نيٺ سمٿ نومبر 1977ع ۾ اهو اصول مڃيو تہ هر هڪ بالغ کي ووٽ ڏيڻ جو حق آهي.

سمٿ طرفان انهي حق جي مڃڻ کان پوءِ انهي جنگ جي پڄاڻي شروع ٿي وئي، جيڪا هو رهوڊيشيا ۾ گوري اقليت جي حڪومت برقرار رکڻ لاءِ وڙهندو آيو هو. اها هڪ اهڙي جنگ هئي جيڪا آفريڪا ۾ آباد ٿيندڙ ٻين ڪيترن ئي گورن بہ وڙهي هئي ۽ ان ۾ هار کاڌي هئائون. اها جنگ الجزائر ۾ فرينچن ڪئي انگولا ۽ موزمبيق ۾ پورچوگيزن ڪينيا ۾ برطانيہ ۽ ٻين بہ ڪئي هئي، پر نيٺ سيني هار کاڌي هئي. گورا جن جن ملڪن ۾ آباد ٿيا هئا، تن کي ترقي ڏياري هئائون ۽ اتي پنهنجو اقتدار برقرار رکڻ، اقتصادي فائدا وٺڻ جو پاڻ کي حقدار سمجهندا هئا. سمٿ وانگر انهن بہ انهي ڪري هارايو هو ڇاڪاڻ تہ سندن سامهون جيڪو دشمن هو، سو ڪائنات تمام گهڻو طاقتور هو.

ڪاري هئڻ تي فخر ۽ آفريڪي قوم پرستي جي چڙهندڙ وير مان رهوڊيشيا

ڪي خونريز گهرو لڙائي درپيش آهي. سمٽ وڏي عرصي تائين اڪثريت ڪي حڪومت ڏيڻ کان انڪار ڪري، ڪارن ڪي گوري آدمشماري جو اهڙو دشمن ڪري ڇڏيو آهي جنهن ڪي هر قيمت تي شڪست ڏيڻ اهي پنهنجو فرض سمجهن ٿا. ٿي سگهي ٿو تہ آزاد زمبابوي ۾ گورن سان تمام چڱو ورتاءُ نہ ٿي سگهي، ڇو تہ اهي زمبابوي جي آزادي جا گهڻا مخالف رهيا آهن.

# موئسي شومبي

(1919 -1969ع)

ڪانگو (هاڻي زائري) جو موئسي شومبي اهڙو ماڻهو هو، جنهن ڪڏهن بہ پنهنجي شڪست قبول نہ ڪئي. ڪانگو جڏهن هڪ برطانوي بيلڪ هو تہ هُو ڪاروبار ۾ ناڪام ٿي سياست ۾ گهڙيو ۽ 1960ع ۾ ڪانگو جي آزادي جي اعلان واري وقت تائين، ڪوناڪٽ پارٽي جو سربراهہ ٿي چڪو هو، جيڪا نئين ملڪ جي مکيہ سياسي پارٽين مان هڪ هئي. جڏهن سندس پارٽي قومي اسيمبلي ۾ ايتريون سيٽون نہ کٽي سگهي جو هو وزيراعظم ٿي سگهي تڏهن هن پنهنجي معدنيات سان مالا مال صوبي ڪٽنگا (هاڻي شابا) جي آزادي جو اعلان ڪيو ۽ ان جو صدر ٿي ويٺو. جڏهن گڏيل قومن جي فوج ڪٽنگا جي جدا حيثيت ختم ڪري ڇڏي تہ هو قومي حڪومت جو وزيراعظم ٿيو. ڪيس فقط تڏهن ئي اقتدار مان نيڪالي ڏيئي جلاوطن ڪيو ويو، جڏهن هن صدارت ۾ اکيون وڌيون.

شومبي کي اقتدار ۽ ڏاڪي چڙهڻ جي بک شروع کان ئي هئي. سندس پيءُ ڪانگو جي آفريڪي ڪاروبارين مان سڀ کان وڌيڪ ڪامياب ڪاروباري ماڻهو هو. هن وٽ ڪيترائي دڪان، هڪ يورپي هوٽل ۽ ڪٽنگا جي گادي ايلزابيٿ جي خاص علائقي ۾ ان جي پسگردائي ۾ باغ هئا. هو زبردست لندا قبيلي جو مکيہ ماڻهو هو. موئسي انهيءَ شان شوڪت واري ماحول ۾ وڏو ٿيو. هن ميٿوڊسٽ مشنري اسڪولن مان پڙهڻ کان پوءِ يورپ جو سفر ڪيو ۽ انهي کان پوءِ لندا قبيلي جي سردار جي ڌيءَ سان شادي ڪيائين ۽ ڪاروبار ۾ پنهنجي پيءُ جو هٿ ونڊائڻ لڳو. پيءَ جي موت کان پوءِ هو ڪاروبار جو وارث ٿيو. پر هن جي ايامڪاري ۾ اهو ڪاروبار ناڪام ٿي ويو ۽ ڪيس ٽي ڀيرا ڏيوالو ڪڍڻو پيو.

شومبي 1956ع ۾ لندا قبيلي جي ايسوسيئيشن جو سربراهہ ٿيو. اها ايسوسيئيشن منڍ ۾ هڪ بحث مباحثي واري گروپ ۽ ڀلائي واري تنظيم جي حيثيت ۾ بيلجيم جي پٺڀرائي سان قائم ڪئي ويئي هئي، پر جيئن ئي 1959ع ۾ آزادي ويجهي ٿيندي ويئي تہ انهي ڦري ڪوناڪٽ نالي هڪ سياسي پارٽي جو روپ اختيار ڪيو. ڪوناڪٽ ڪٽنگا کي اهڙي اندروني خودمختياري ڏيارڻ

جي حامي هئي جنهن جا بيلجيم سان ويجهڙائي وارا لاڳاپا هجن. انهي پارٽي کي لندا قبيلي جي حمايت سان گڏوگڏ صوبي ۾ رهندڙ اچن ماڻهن جي حمايت پڻ حاصل هئي.

آزاد ڪانگو جي منصوبي تي ڳالهين هلائڻ لاءِ، شومبي کي ڪوناڪٽ جي سربراهه جي حيثيت ۾ ڪانگو جي ٻين اڳواڻن سميت، جنوري 1960ع ۾ برسيلز گهرايو ويو. شومبي ڪانگو ۾ اهڙي حڪومت قائم ڪرڻ تي زور ڏنو، جنهن ۾ مرڪزي حڪومت ڪمزور ۽ صوبائي حڪومتون مضبوط هجن، پر پيٽرائس لومبا، جيڪو مضبوط مرڪزي حڪومت جو حامي هو، پنهنجي ڳالهه مڃرائي. آزادي کان اڳ مئي ۾ جيڪي چونڊون ٿيون، تن ۾ لومبا جي پارٽي قومي اسيمبلي جي سيٽن جي اڪثريت حاصل ڪئي، پر شومبي جي ڪوناڪٽ پارٽي کي بہ ڪٽنگا جي صوبائي اسيمبلي ۾ اڪثريت ملي ويئي. هن کي صوبائي وزيراعليٰ ڪيو ويو.

30 جون تي آزادي ملڻ سان ئي ملڪ ۾ ڦرلٽ، خونريزي ۽ زوري زنا جا واقعا شروع ٿي ويا. فوج جڏهن بيلجمي آفيسرن خلاف بلوو ڪيو تہ مرڪزي حڪومت ضابطي بحال رکڻ کان لاچار ٿي ويئي. شومبي انهي افراتفري جو فائدو وٺندي، 11جولاءِ تي ڪٽنگا کي جدائي طرف وٺي ويو. هن ڪٽنگا کي آزاد رياست بڻائڻ جو اعلان ڪيو. هن بيلجيم کي چيو تہ ڪٽنگا جي حڪومت جو اسٽاف مهيا ڪري، سندس ڪاروبار ۽ ٻيون خدمتون هلائي ۽ هڪ اهڙي فوج جي مهنداري ڪري جيڪا گهڻو ڪري ڀاڙي جي اچن ماڻهن سان تي ٻڌل هئي. ڪٽنگا اسيمبلي آگسٽ ۾ نئون آئين منظور ڪيو. شومبي کي صدر چونڊيو ويو. شومبي جي مخالفت صرف بالوبا قبيلي ڪئي، جيڪو ڪٽنگا ۾ لندا قبيلي جو روائتي مخالف هو. شومبي جي فوج انهي قبيلي جي بغاوت کي ڪٺورتا سان چيپاٽي ڇڏيو.

لاٿل وزيراعظم لومبا جي حامين جي وڳوڙ کي ٿارڻ جا طريقا ڳولي ڪيڻ لاءِ، شومبي مارچ 1961ع ۾ ڪانگو جي صدر ڪاساووبو ۽ ڪانگو جي ٻين اڳواڻن سان ملاقات ڪئي. هو ڪانگو ۾ خودمختيار رياستن جي هڪ ڪنفيڊريشن ٺاهڻ تي پهريائين تہ سهمت ٿيو، پر پوءِ ڪاوڙ وچان هڪ گڏجاڻي مان اٿي هليو ويو، جنهن ڪري کيس گرفتار ڪري جيل موڪليو ويو. هن جڏهن ڪٽنگا، ڪانگو کي موٽائي ڏيڻ جو وعدو ڪيو تہ کيس جيل مان آزاد ڪيو ويو، پر پنهنجي ملڪ پهچندي ئي هو پنهنجي وعدي تان ڦري ويو.

ڪٽنگا، شومبي جي صدارت ۾ ٻن سالن کان بہ وڌيڪ مدو آزاد رهيو. گڏيل قومن جون جيڪي فوجون، اصل ۾ ڪانگو ۾ امن امان قائم ڪرڻ ۽ اتان بيلجمي فوجن کي تڙي ڪيڻ لاءِ موڪليون ويون هيون، سي ڏينهون ڏينهن ڪٽنگا

۾ وڌيڪ اڙٻيون ويون. انهن فوجن جو سيپٽمبر 1961ع ۾ شومبي جي فوجن سان ٽڪر ٿيو ۽ ڪين عارضي جنگبندي تائين تمام وڏو نقصان پهتو. اهي جنوري 1963ع تائين ڪٽنگا جي فوجن کي شڪست ڏيئي اهو صوبو مس مرڪزي حڪومت جي حوالي ڪرڻ جهڙيون ٿي سگهيون. شومبي اسپين هليو ويو، جتي هو ٻيهر اقتدار ۾ اچڻ جا منصوبا ٺاهڻ لڳو.

اڳتي هلي ثابت ٿيو تہ شومبي جا منصوبا اجايا هئا. صدر ڪاساووبو ملڪ جي اوڀرندي حصي ۾ ٿيل بغاوت کي منهن ڏيڻ ۾ مدد ڏيڻ لاءِ کيس ملڪ موٽڻ جي دعوت ڏني. هو ملڪ موٽيو جتي کيس وزيراعظم ڪيو ويو. جنهن ملڪ کي ٽوڙڻ لاءِ ٿورڙو عرصو اڳي تائين ڪوشش پئي ڪئي، تنهن کي متحد رکڻ لاءِ ڪامياب جدوجهد ڪيائين. بدقسمتي سان هن آڪٽوبر 1965ع ۾ جڏهن صدارت لاءِ ڪاسوويو سان برميچڻ جي ڪئي تہ کيس عهدي تان لاٿو ويو. پر هن ڪاساووبو کي مچڻ کان انڪار ڪيو. تان جو جنرل موبوتو اقتدار تي قبضو ڪيو ۽ شومبي کي باغي ٺهرايائين. هن وري اسپين وڃي منصوبا ٺاهيا پر کيس اغوا ڪري الجزائر جي حوالي ڪيو ويو. الجزائري صدر بومدين کيس موبوتو جي حوالي ڪرڻ کان انڪار ڪيو جنهن ڪري هو اُتي پنهنجي موت تائين گهر ۾ نظربند رهيو. هن جو موت جون 1969ع ۾ ظاهري طرح طبعي سببن جي ڪري ٿيو.

شومبي 1960ع کان وٺي 1965ع تائين، جي وچ واري عرصي ۾ سڄي دنيا جي خبرن تي ڇانيل رهيو ۽ سڄي دنيا جون نظرون مٿس ڪتل رهيون. ڪي ماڻهو سندس زينت پرئي لباس ۽ چٽيل عادتن تي ٽوڪون ڪندا هئا. ڪي وري مٿس انهي ڪري گهٽا ڪاوڙيل رهندا هئا جو هن ڪارن آفريڪين خلاف وڙهڻ لاءِ اڇي چمڙي وارا ڀاڙي تي گهريا هئا. ٻيا وري کيس يورپ جي اقتصادي مفادن لاءِ ڪم ڪندڙن جو مهندار هئڻ جو ڏوهي ٺهرائيندا هئا. گهڻائي اهڙن ماڻهن جي هئي جيڪي آزادي کان پوءِ ڪانگو ۾ پيدا ٿيل افراتفري جو جوابدار شومبي کي سمجهندا هئا، پر حقيقت ۾ انهي افراتفري جا سبب وڌيڪ اونها هئا. شومبي فقط اقتدار ۽ دبدبي ماڻڻ خاطر، انهن سببن جو فائدو ورتو هو. هن جي موت کان پوءِ هاڻي فقط هڪ اهڙي آفريڪي اڳواڻ جون اڻ چٽيون يادگيريون وڃي بچيون آهن جنهن آفريڪا ۾ ڪارن جي قومپرستي واري وِير جو ٿوري وقت لاءِ مقابلو ڪيو هو ۽ اُها وير کيس وهائي ڪٽي ويئي هئي.

# جوليئس نائيريري

## (ڄم 1922ع)

تنزانيا (اڳوڻو تانگانڪا) شايد آفريڪا جو واحد ملڪ آهي، جنهن هڪڙي ٻه ماڻهو مارائڻ بنا آزادي حاصل ڪئي. انهي زماني ۾ گڏيل قومن جي انهي امانتي علائقي تي برطانيہ جي حڪومت قائم هئي، جنهن جو گورنر جنرل سر رچرڊ ٽرن بُل هو. هُن ۽ قوم پرست ليڊر جوليئس ڪي نائيريري ۾ جيڪو باهمي اعتماد قائم هو، تنهن اقتدار ڪارن ماڻهن جي حڪومت کي پرامن نموني سونپڻ ۾ چڱي مدد ڏني، پر انهي کان ٻه وڌيڪ اهم ڪم نائيريري جي پنهنجي شخصيت ۽ ڪردار ڪري ڏيکاريو. نائيريري هڪ اهڙو ذهين ماڻهو هو، جنهن نہ صرف ڪڏهن ٻه پنهنجي مقصد کي اکين کان اوجهل ٿيڻ نہ ڏنو، پر هن پنهنجي مقصد ماڻڻ لاءِ صبر، مهارت ۽ ٺاهہ جي هٿيارن سان ويڙهہ ڪئي. جڏهن تنزانيا آزاد ٿيو تہ هن پنهنجون صلاحيتون نئين رياست کي اڏڻ ۾ لڳائي ڇڏيون. جلد ئي سڄو آفريڪا کيس سڀ کان وڌيڪ اصلي سياسي سوچ جو مالڪ سمجهڻ لڳو ۽ هو سڀ کان وڌيڪ مانائتو سياسي اڳواڻ ليکجڻ لڳو.

نائيريري هڪ ننڍي ۽ ڪنهن حد تائين غريب، زناڪي قبيلي مان هو، جيڪو وڪٽوريا ڍنڍ جي اوڀرندئين ڪناري تي رهندو هو. نائيريري جا ڪيترائي خيال، پنهنجي قبيلائي ماحول ۾ ٺهيا هئا. انهي علائقي جي ٻين آفريڪي قبيلن وانگر زناڪي قبيلي وارا ٻه پنهنجن سڀني قبائلين کي هڪ جهڙو ڪري ليکيندا هئا ۽ هڪٻئي سان سهڪار ڪرڻ ۽ پنهنجي مدد پاڻ ڪرڻ جي اُصول تي زندگي گهاريندا هئا. جيستائين يورپي ماڻهن مٿن ڪو اڳواڻ مسلط نہ ڪيو هو اوستائين وٽن ڪي ٻه قبيلائي سردار نہ هئا. نائيريري اهڙن سردارن مان هڪڙي سردار جو، سندس پنجين زال مان پٽ هو. هن پنهنجي زندگي جا شروعاتي سال، گنب (گاري) مان ٺهيل جهوپڙي ۾ رهندي، ٻڪريون چاريندي ۽ پنهنجي قبيلي جي تاريخ، عقيدا ۽ رسمون پنهنجي والدين کان سکندي گذاريا هئا. هو جڏهن تبورا جي هڪ سرڪاري اسڪول ۾ پڙهندو هو، تڏهن پريفيڪٽ جي حيثيت ۾ کيس جيڪو رتبو ۽ رعايتون مليل هيون، سي قبول ڪري نہ سگهيو ۽ انهي سرشتي کي

بدلائڻ لاءِ جدوجهد ڪيائين. اتي ئي هو رومن ڪئٿولڪ مذهب جي عقيدن ۽ سندس پائيي واري تعليم کان واقف ٿيو. انهي ڪري منجهس انهي مذهب لاءِ ڪشش پيدا ٿي ۽ بعد ۾ اهو مذهب اختيار ڪيائين.

تبورا جي اسڪول مان فارغ ٿيڻ کان پوءِ به نائيريري پنهنجي تعليم جاري رکي. هو يوگينڊا جي مئڪرريري يونيورسٽي ۾ پڙهڻ ويو، جتان ماستري جو امتحان پاس ڪيائين ۽ پوءِ ايڊنبرگ يونيورسٽي مان ڊگري ورتائين. هو 1952ع ۾ ٽانگانئيڪا موٽيو، جتي دارالسلام جي پرسان هڪ ڪئٿولڪ سيڪنڊري اسڪول ۾ تاريخ پڙهڻ لڳو. اتي هو ٽانگانئيڪا آفريڪا ايسوسيئيشن نالي هڪ بحث مباحثي واري گروپ ۾ شامل ٿيو ۽ سندس مقامي قوم پرستن سان سنگت ٿي. ڪجهه مهينن جي اندر ئي نائيريري انهي گروپ جو سربراهه چونڊجي ويو. سربراهه چونڊجڻ کان پوءِ هن جلدئي انهي گروپ کي ٽانگانئڪا آفريڪا نيشنل يونين (ٽانو) نالي سياسي تنظيم ۾ بدلائي ڇڏيو. انهي تنظيم جو مقصد هو: هڪ اهڙي حڪومت جي هٿ هيٺ متوازن اختيار حڪومت ۽ آزادي وٺڻ لاءِ ملڪ کي تيار ڪرڻ، جنهن ۾ غالب اڪثريت آفريڪين جي هجي.

نائيريري ۽ ٽانو کي پهريائين گهٽ ڪاميابي ٿي، جو ته ملڪ ۾ رستن جي اڻاٺ ڪري کين پنهنجي پيغام پکيڙڻ ۾ ڏکيائي ٿي رهي هئي ۽ ٻيو ته ٽانگانئيڪا جا ڪيترائي پڙهيل ماڻهو، جيڪي سندن مدد ڪري سگهيا پئي، سي برطانيا جي نوڪرين ۾ هئا، جنهن ڪري مٿن سياسي سرگرمين ۾ شريڪ ٿيڻ تي بندش پيل هئي. گڏيل قومن جي هڪ مشن 1954ع ۾ ٽانگانئيڪا جو دورو ڪيو، جنهن اڳيان نائيريري ٽانو جو مقدمو پيش ڪيو. مشن جا ميمبر نائيريري جي چڱي طرح سوچيل سمجهيل خيالن، عزم ۽ پرڪشش شخصيت کان ڏاڍا متاثر ٿيا. انهن پنهنجي رپورٽ ۾ برطانوي انتظاميا تي تنقيد ڪئي ۽ آزادي لاءِ هڪ ٽائيم ٽيبل رٿيائون. انهي رپورٽ جيتوڻيڪ برطانيه جي گورنر جنرل سر ايڊورڊ ٽوئننگ کي خفي ڪري ڇڏيو، پر ان سان نائيريري جي مقصد کي هٿي ملي پرتي ٿيڻ وارن جي قطار لڳي وئي. پنهنجي ڪاميابي جي پوئواري ڪندي نائيريري 1955ع ۾ نيويارڪ ويو، جتي يو- اين ٽرسٽي شپ ڪائونسل کي خطاب ڪيائين. هن جنهن خبرداري ۽ پاڻ تي ضابطو رکندي پنهنجا دليل پيش ڪيا تن کي گڏيل قومن جي ميمبرن وري به ساراهيو، پر برطانيه آزادي جي مخالفت ڪئي ۽ هو خالي هٿين موٽيو. گڏيل قومن جو ادارو به لاچار هو، ڇاڪاڻ ته برطانيه کي ويٽو جو حق مليل هو.

نائيريري جون سياسي سرگرميون سندس نوڪري ۾ سخت رنڊڪ وجهڻ لڳيون. نيويارڪ مان موٽڻ کان پوءِ، هن ماستري ڇڏي ڏني، ته جيئن ٽانو کي پنهنجو پورو وقت ڏئي سگهي. هن حمايت حاصل ڪرڻ لاءِ سڄي ملڪ جو دورو

ڪيو، پر جيئن جيئن سندس حمايت وڌڻ لڳي تہ ٽوئننگ بہ سندس رستي روڪڻ جا اُپاءُ وٺڻ لڳو. انهي سان پارٽي اڃا بہ وڌي وئي. نائيريري کي آخرڪار 1958ع ۾ گرفتار ڪيو ويو ۽ مٿس بدناموسي جو مقدمو هلايو ويو، ڇاڪاڻ تہ هن تانو کي ناس ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ تي سرڪاري آفيسرن مٿان تنقيد ڪئي هئي. هن کي ڪٽڪو هو تہ ڪيس قيد جي سزا ٻڌائي ويندي ۽ ڪيس پڪ ٿيو تہ سندس جيل وڃڻ سان خونريز جهيڙو ٿيندو، جنهن کي ٽارڻ لاءِ هُن ايترو جاڪوڙيو هو.

پر اهو جهيڙو ڪڏهن بہ نہ ٿيو. مقدمي هلندي ٽوئننگ جي عهدي جو مدو پورو ٿي ويو ۽ سندس جاءِ تي سر رچرڊ ٽرن بُل آيو. ٽرن بُل تانگانئيڪا جي آزادي ۽ اڪثريتي حڪومت جي حمايت ڪئي. هن نائيريري کان فقط اها گهر ڪئي تہ برطانيہ پنهنجن ٻين بيلڪن کي جهڙي ريت ڏاڪي بہ ڏاڪي آزادي ڏيئي رهيو هو سا هو بہ قبول ڪري-نائيريري انهي رٿ سان سهمت ٿيو.

ٽرن بُل کي آئي اڃا چار سال بہ پورا نہ ٿيا هئا، جو ڊسمبر 1961ع ۾ تانگانئيڪا مڪمل آزادي ماڻي ورتي. آزادي کان اڳ قانون ساز اداري جون جيڪي چونڊون ٿيون، تن ۾ تانو 71 مان 70 سيٽون کٽيون ۽ نائيريري وزيراعظم ٿيو. هڪ سال کان پوءِ اها نئين رياست برٽش ڪامن ويلٿ اندر هڪ- پارٽي ريپبلڪ ٿي. نائيريري کي 97 سيڪڙو ووٽن سان صدر چونڊيو ويو. زنجيبار ۾ هڪ فوجي بغاوت رستي حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ کان پوءِ جيڪا نئين حڪومت قائم ٿي، تنهن نائيريري جي حڪومت سان يونين ٺاهڻ تي رضامندي ڏيکاري، جنهن ڪري 1964ع ۾ تانگانئيڪا جو نالو بدلائي تنزانيا رکيو ويو.

آزادي وٺندي ئي نائيريري ساڳئي سوچ ويچار سان نئين قوم جي تعمير تي ڌيان ڏنو، جنهن کان هُن آزادي واري جدوجهد ۾ ڪم ورتو هو. هن آهستي آهستي حڪومت ۽ سماج بابت ڪيترائي برطانوي نظريا رد ڪري ڇڏيا ۽ آفريڪي ذريعن مان اُتساهہ وٺڻ لڳو. گهڻي سوچ ويچار ۽ تجربن کان پوءِ هُن 1967ع ۾ 'اروشا پڌرنامو' جاري ڪيو، جنهن ۾ پنهنجون پاليسيون ڏنائين. انهي پڌرنامي جو مکيہ اصول هو برابري. جنهن مان ٻيا اصول ڦُٽا ٿي. برابري کي پڪي طرح قائم ڪرڻ لاءِ هُن آفريڪي سوشلزم جي رٿ ڏني، جنهن مطابق سرڪاري اڳواڻن سميت سڀني ماڻهن کي گڏجي پنهنجي شخصي مفاد يا وقار بدران سماج لاءِ ڪم ڪرڻو هو. صنعت بدران زراعت جي ترقي تي وڌيڪ ڌيان ڏيڻو هو ۽ هارين کي ڳوٺ قائم ڪري ۽ پنهنجيون زمينون گڏائي پاڻ ۾ گڏجي ڪم ڪرڻو هو. سياسي فيصلا گهڻين پارٽين ۾ مقابلي بازي بدران هڪڙي ئي پارٽي اندر ٿيڻا هئا ۽ قوم کي غيرملڪي امداد ۽ سيڙپ بدران پنهنجن وسيلن تي ڀاڙي پنهنجي مدد پاڻ ڪرڻي هئي.

# پيٽرائس لومبا

(1925 -1961ع)

بيلجيم 30 جون 1960ع تي ڪانگو (هائي زائري) کي آزادي ڏني. انهي موقعي تي بيلجيم وارن هڪ شانائتي ۽ دوستاڻي تقريب ڪئي. بيلجيم جي بادشاهه بئو دائوئن پنهنجي تقرير ۾ نئين قوم لاءِ پنهنجيون نيڪ خواهشون ڏيکاريون. پر اهڙين نيڪ خواهشن کي ڪانگو جي وزيراعظم پيٽرائس لومبا پنهنجي ڪليل تقرير هڪ پاسي ڦٽي ڪري ڇڏيو. "غلامي اسان تي زوري مڙهي ويئي هئي." هن چيو: "اسانکي اُهي ڏک ياد آهن جيڪي صبح، منجهند ۽ رات جو اسانکي فقط اِنهي ڪري هنيا ويندا هئا، جو اسان نيگرو هئاسين." لومبا جي اهڙي طرح ڦاٽ ڪاٽ تي بيلجيمي ته پريشان ٿي ويا، پر ڪيترائي آفريڪي سندس ايمانداري تي خوش به ٿيا. ڪجهه مهينن کان پوءِ جڏهن سندس سياسي مخالفن ڪيس عهدي تان لاهي قتل ڪري ڇڏيو ته آفريڪين هن کي آفريڪي سورمو ٺهرايو. هو آفريڪين جو آواز هو. ڪيترائي آفريڪي جيڪو محسوس ڪندا هئا، سو لومبا کُليو کلايو ۽ بي ڊپائي سان چئي ڏيندو هو. هن جي موت کيس اهڙو شهيد بڻائي ڇڏيو، جنهن آفريڪي قوم پرستي واري مقصد کي هٿي ڏيڻ لاءِ پنهنجي جان جو نذرانو ڏنو هو.

عهدي وٺڻ کان پوءِ هن کي پنهنجن دليري وارن گفتن تي عمل ڪرائڻ لاءِ ٿورڙو وقت ملي سگهيو. آزادي جو اعلان ٿيندي ئي بيلجيم جا منتظم ۽ مختلف پيشن سان لاڳاپيل ماڻهو ملڪ مان نڪري ويا. ڪانگو جا ماڻهو اڃا تائين اسڪول، اسپتالون، ڪاروبار ۽ سرڪاري آفيسون هلائڻ لاءِ پوري طرح تيار نه هئا. بيلجيم جا فوجي آفيسر ملڪ ۾ رهي پيا، پر سندن سپاهين انهن خلاف بغاوت ڪئي، جنهن ڪري هن ابهم قوم وٽ امن امان قائم ڪرڻ لاءِ ڪا پروسي جوڳي فوج نه رهي. انهي کان پوءِ ڪانگو جي ڇهن صوبن مان سڀ کان شاهوڪار صوبو ڪٽنگا (هاڻي شابا) موئسي شومبي جي اڳواڻي هيٺ ملڪ کان ڇجي ڌار ٿيو. بيلجيم ظاهري طرح ته پنهنجن باقي شهرين کي بچائڻ لاءِ هوائي جهازن رستي فوجون موڪليون، پر ان جي سپاهين جي اڪثريت ڪٽنگا ۾ لٿي.

جنهن سان ڪانگو جي گهڻن باشندن کي شڪ جاڳيو ته اُهي پنهنجن شهرين کي بچائڻ نه آيا هئا پر انهي صوبي جي ٿامي وارين ڪاٿين ۾ جيڪي مفاد هئن تن کي بچائڻ لاءِ اتي وچي لٿا هئا.

لوممبا ملڪ ۾ امن امان قائم ڪرڻ ۽ بيلجمي فوجن کي تڙڻ لاءِ گڏيل قومن کي مدد جي اپيل ڪئي. انهن فوجون ته موڪليون، پر ڪٽنگا جي جدائي ختم ڪرڻ ۾ مدد ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيائون. جڏهن لوممبا سوويت يونين کان هوائي جهاز گهريا ته جيئن انهن جهازن وسيلي ڪانگو جي فوجن کي ڪٽنگا موڪلي بغاوت جو خاتمو آڻي سگهي ته مغرب جي ڪجهه اڳواڻن مٿس ڪميونسٽن جي حامي هئڻ جي تهمت لڳائي. هو هوائي جهاز رستي جڏهن گڏيل قومن کان مدد گهرڻ ويو، تڏهن وچي انهن اڳواڻن جو ٻپ ڪي قدر گهٽ ٿيو.

اتي هن عقلمندي کان ڪم وٺندي خوداعتمادي سان وزنائتي نموني ڪم ڪيو. پر ملڪ موٽندي ئي لوممبا، ڪانگو جي صدر جوزف ڪاساووبو سان اقتدار جي ڇڪتاڻ ۾ ڦاسي پيو. ڪاساووبو وزيراعظم کي سيپٽمبر ۾ پنهنجي عهدي تان لاهي ڇڏيو. لوممبا به جوابي حملو ڪندي ڪاساووبو کي صدارت تان لاهي ڇڏيو پر فوجي اڳواڻ جوزف موبوتو، ڪاساووبو جو پاسو ڪنيو. لوممبا کي جيل ۾ وڌو ويو. هن اتان ڀڄڻ جي ڪوشش ڪئي پر ڪيس دشمن ڪٽنگا جي حوالي ڪيو ويو، جتي فيبروري 1961ع ۾ ڪيس قتل ڪيو ويو.

لوممبا هڪ مختصر ۽ غيرروايتي ڪيريئر کان پوءِ 35 سالن جي ڄمار ۾ مري ويو. هو هڪ اٽيڙهيل باتيتيلاسل قبائلي جو پٽ هو ۽ اتر اوڀرندي صوبي ڪسائي جي ڪتاڪو ڪومبا ۾ پيدا ٿيو هو. هُو انهن ظلمن جا داستان ٻڌي ٻڌي وڏو ٿيو هو، جيڪي بغاوت جي ڪوشش ڪرڻ کان پوءِ سندس قبيلي تي بيلجيمين ڪيا هئا. هن جي قبيلي وارن کي جيڪي سزائون ڏنيون ويون هيون، تن مان هڪ سزا اها به هئي ته کين ڇڙوڇڙ ڪري سڄي ڪانگو ۾ رهايو ويو هو. پر اڳتي هلي اِها سزا لوممبا لاءِ هڪ نعمت ثابت ٿي، جنهن کيس قومي طاقت بخشي ۽ ان وسيلي هن پنهنجو اقتدار مضبوط ڪيو. ان جي ابتڙ ڪانگو جي ٻين اڳواڻن کي پنهنجن پنهنجن قبيلن تي ڀاڙڻو پوندو هو جيڪي ڪنهن هڪڙي ئي علائقي ۾ رهندا هئا. لوممبا اسٽينلي ولي (هاڻي ڪسانگي) جي ٽپال گهر ۾ 19 سالن جي ڄمار ۾ نوڪري ڪرڻ کان اڳ پروٽيسٽنٽ توڙي ڪئٿولڪ مشن اسڪولن مان تعليم پرائي. هو پنهنجي ٻڇيل وقت ۾ مقامي اخبارن ۽ رسالن لاءِ مضمون ۽ نظمَ لکندو هو ۽ سرڪاري ملازمن جي يونين سميت ٻين ڪيترن ئي تنظيمن جي سرگرمين ۾ حصو وٺندو هو. هن 1954ع ۾ قائم ٿيل ڪانگو جي پهرين يونيورسٽي ۾ داخلا وٺڻ لاءِ درخواست ڏني پر سندس درخواست انهي عجيب بنياد تي رد ڪئي وئي ته هو پرڻيل هو. ٻارهن سالن تائين ٽپال گهر ۾

نوڪري ڪرڻ کان پوءِ 1956ع ۾ ڪيس ٽپال گهر جي فنڊن مان ٻه هزار پنج سؤ ڊالرن جي گهوٻي هڻڻ جي ڏوهه ۾ ٻه سال قيد جي سزا ٻڌائي وئي. هڪ سال کان پوءِ هو آزاد ٿي ليوپولڊ ولي (هاڻي ڪنشاسا) ويو. اُتي هُن هڪڙي بير ڪمپني ۾ سيلزمين جي نوڪري ڪئي ۽ ٿوري وقت اندر ڪيس ترقي ڏيئي، ڪمرشل ڊائريڪٽر مقرر ڪيو ويو.

ليوپولڊ ولي ۾ رهندي لوممبا ڏينهون ڏينهن سياست ۾ وڌيڪ سرگرم ٿيندو. هُن 1958ع ۾ نيشنل ڪانگريس موومينٽ (ايم- اين- سي) ٺاهي، جيڪا ڪانگو جي پهرين قومي پارٽي هئي. انهي پارٽي جي اڳواڻ جي حيثيت ۾ هُن پهرين آل آفريڪا پيپلز ڪانفرنس (ڪل آفريڪي عوامي ڪانفرنس) ۾ شرڪت ڪئي، جيڪا اڪرا گهانا ۾ ٿي هئي. اُتي هُو ڪيترن ئي آفريڪي قوم پرست اڳواڻن سان مليو ۽ ساڻن پان- آفريڪنزم جهڙن انقلابي نظرين تي خيالن جي ڏي وٺ ڪيائين. ملڪ موٽڻ تي بيلجيم وارا مٿس ڏينهون ڏينهن وڌيڪ شڪ ڪرڻ لڳا. هو مانگوبو ۾ تقريرون ڪندو رهيو، تنهن ڪري انهن ڪيس 1959ع جي پڇاڙي ۾ اتي فساد پڙڪائڻ جي ڏوهه ۾ جيل وجهي ڇڏيو، پر چئن ڏينهن کان پوءِ ڪيس آزاد ڪري ڇڏيائون ڇاڪاڻ ته آزادي جي مسئلي تي بحث ڪرڻ لاءِ بيلجيم وارن جيڪا ڪانفرنس ڪوٺائي هئي، تنهن ۾ سندس پوئلڳن لوممبا کان سواءِ شريڪ ٿيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. لوممبا کي جيل مان ڪڍي هوائي جهاز رستي برسيلز موڪليو ويو. جتي هُو ڪانفرنس تي ڇانئجي ويو. هن جي زور ڀرڻ تي ڪانگو جي گهڻن ئي ليڊرن جي خواهش جي ابتڙ ڪانفرنس فيصلو ڪيو ته ڪانگو ۾ مضبوط صوبائي حڪومتن ۽ ڪمزور مرڪز بدران هڪ مضبوط مرڪزي حڪومت قائم ڪئي ويندي. بيلجيم 31 مئي تي قومي ۽ صوبائي اسيمبلين جون چونڊون ڪرائڻ ۽ 30جون تي آزادي ڏيڻ لاءِ تيار ٿي ويو.

مئي وارين چونڊن ۾ ڪنهن به پارٽي کي قومي اسيمبلي ۾ اڪثريت نه ملي سگهي هئي، پر لوممبا ۽ سندس ايم- اين- سي کان وڌيڪ سيٽون کٽيون ۽ صوبن ۾ پڻ پنهنجي مضبوطي ثابت ڪئي. چونڊن جي نتيجن جي آڌار تي، 23 جون تي لوممبا کي وزيراعظم مقرر ڪيو ويو ۽ هُن سيني پارٽين جي ڪڏيل وزارت ٺاهي. ٻئي نمبر تي اڪثريت کٽندڙ ڪاساووبو کي صدارت جو عهدو ڏنو ويو، جنهن کي ان وقت گهٽي پاڳي رسمي عهدو سمجهيو ٿي ويو. هڪ هفتي کان پوءِ ڪانگو جي آزادي جو اعلان ڪيو ويو.

اهڙيون قومون گهٽ هونديون جن کي آزادي وٺندي ئي ڪانگو وانگر ڏکين مسئلن سان منهن ڏيڻو پيو هوندو ۽ انهن مسئلن کي ناتجربيڪار حڪومت وسيلي حل ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻي پئي هوندي. لوممبا جي عهدي تان لهڻ ۽ مرڻ سان

ڪوبہ مسئلو حل نہ ٿيو. ڪانگو 1960ع واري ڏهاڪي جي وچ تائين گهوٽالن پٺيان گهوٽالن ۾ ڦاٿل رهيو. تان جو جنرل موبوتو اقتدار تي قبضو ڪيو ۽ آهستي آهستي امن امان قائم ڪيائين. پر لوممبا ۽ سندس موت جون يادگيريون برقرار رهيون ۽ ٿي سگهي ٿو تہ موبوتو پاڻ بہ انهن يادگيرين کي خراجِ تحسين پيش ڪرڻ لاءِ بہ صرف ملڪ ۾ رائج يورپي نالا ڦيرائي انهن بدران آفريڪي نالا رکيا هجن، پر خود پنهنجو نالو بہ انهي ڪري ئي بدلائي موبوتو سيسي سيڪو رکيو هجي.

# ايلزابيٿ II

## (ڄم 1926ع)

ايلزابيٿ 1952ع ۾ جڏهن تخت تي ويٺي تہ هوءَ نہ فقط گريٽ برٽن ۽ اتر آئرلينڊ جي راڻي ٿي، پر سندس بادشاهي ۾ ٻيا ملڪ ۽ علائقا شامل بہ هئا ۽ هوءَ قومن جي ڪامن ويلٿ (گڏيل دولت يا دولت مشترڪا) جي سربراهہ بہ ٿي. انهي زماني برطانوي تاج جي بادشاهت ۾ ڪافي ملڪ شامل هئا جڏهن تہ ڪامن ويلٿ ۾ ڪل نَو ملڪ هئا، جن مان گهڻن ملڪن ۾ يورپي باشندن جي غالب اڪثريت رهندي هئي. پر 1977ع ۾ جڏهن ايلزابيٿ جي سلورجوبلي ملهائي ويئي تہ ان وقت تائين نقشو ئي بدلجي چڪو هو. جيڪي ملڪ هن جي تخت سنڀالڻ وقت سنديس بادشاهت ۾ شامل هئا، تن مان ڪيترائي آزاد ٿي چُڪا هئا ۽ سنديس شهنشاهي جون حدون گهٽيون گهٽجي ويون هيون، پر آزاد ٿيندڙ ملڪن جي اڪثريت ڪامن ويلٿ ۾ ئي رهڻ جو فيصلو ڪيو، جنهن ڪري ڪامن ويلٿ ۾ شامل ملڪن جو انگ نون مان وڌي ٽيهہ ٿي ويو هو، ۽ جنهن ۾ ڪيترائي آفريڪي، ايشيائي، ويسٽ انڊين ۽ ٻيا ملڪ شامل هئا.

ايلزابيٿ 1926ع ۾ جڏهن لنڊن ۾ ڄائي هئي، تڏهن شايد ئي ڪن ماڻهن کي اهو اندازو ٿيو هجي تہ هن جي سربراهي واري زماني ۾ دنيا جي جوڙجڪ ۾ ايڏيون وڏيون تبديليون اينديون. هن جي راڻي ٿيڻ جو بہ ڪو امڪان نہ هُو، ڇو تہ سنديس پي ڊيوڪ آف يارڪ ان وقت جي بادشاهہ جارج V جو ننڍو پٽ هو. بادشاهہ جو وڏو پٽ، جيڪو بعد ۾ ايڊورڊ VIII ٿيو، تخت جو وارث هو. ايڊورڊ 1936ع ۾ بادشاهہ بہ ٿيو، پر هن هڪ طلاق ورتل آمريڪي عورت مسز والس سيمسن سان شادي ڪرڻ لاءِ 11 مهينن کان پوءِ تخت ڇڏي ڏنو، جنهن ڪري ڊيوڪ آف يارڪ، جارج VI جي لقب سان تخت تي ويٺو. هاڻي جارج VI جي وڏور ڌي ايلزابيٿ اڳتي هلي سندس وارثياڻي ٿيڻي هئي.

ايلزابيٿ ۽ سنديس ننڍي ڀيڻ مارگريٽ روز جي پالنا بہ اهڙي ئي سخت نموني ٿي، جهڙي ريت انهي زماني جي مٿئين طبقي جي ٻين ٻارن جي ٿيندي هئي. ٿورڙن ئي ٻارن سان سندن دوستي هوندي هئي ۽ کين پڙهائڻ لاءِ گورينسون ۽

ڊيوٽر مقرر هوندا هئا. ايلزابيٿ جي پيءُ جي بادشاهہ ٿيڻ کان پوءِ کيس آهستي آهستي هڏايو ۽ سيکاريو ويو تہ اڳتي هلي کيس ڇا ڇا ڪرڻو پوندو. هوءَ چوڏهن سالن جي هئي جو شهنشاهيت جي ٻارن لاءِ سندس مختصر پيغام ريڊيو تان نشر ٿيو.

هن کي 1942ع ۾ گرينڊيئر گارڊس (قداور پيادا محافظ) جو اعزازي ڪرنل مقرر ڪيو ويو ۽ هڪ نظرثاني واري معاملي جي صدارت ڪيائين. انهي کان پوءِ هوءَ 1944ع ۾ ڪائونسل آف اسٽيٽ جي ميمبرياڻي ٿي. اها ڪائونسل، بادشاهہ جي ملڪ مان غيرحاضري واري عرصي ۾ سندس پاران ڪم ڪندي هئي. ايلزابيٿ پنهنجي والدين ۽ ڀيڻ سان گڏجي پهريون ڀيرو برطانيہ کان ٻاهر آفريڪا جي خيرخواهي واري دوري تي ويئي. هن ڏکڻ آفريڪا ۾ ريڊيو تان پنهنجي پيءُ جي شهنشاهيت ڏانهن پيغام نشر ڪيو جنهن ۾ چيائين تہ هوءَ سڄي عمر "انهي عظيم شهنشاهي آڪهہ جي خدمت ڪندي رهندي، جنهن جا اسان سڀيئي ڀاتي آهيون." هوءَ 1952ع جي منڍ ۾ وري بہ آفريڪا ويئي، هن آسٽريليا ۽ نيوزيلينڊ جي دوري ڪرڻ جو پروگرام بہ ٺاهيو هو. پر 6 فيبروري تي سندس والد جي وفات سببان کيس واپس پنهنجي ملڪ گهرايو ويو. ٻن ڏينهن کان پوءِ کيس راڻي بڻائڻ جو رسمي اعلان ڪيو ويو.

راڻي ٿيڻ سان چوڻ لاءِ تہ ايلزابيٿ جون چار حيثيتون هيون. هوءَ برطانوي حڪومت ۽ انگليند جي چرچ جي سربراهہ هئڻ سان گڏوگڏ شهنشاهيت جي راڻي ۽ ڪامن ويلٿ جي سربراهہ بہ ٿي ويئي هئي پر هن وٽ حقيقي اختيار گهٽ هئا. هن جو ڪردار گهڻي ڀاڱي علامتي هو ۽ سندس فرضن ۾ گهڻو ڪري رسمن ۾ وڃڻ ۽ شريڪ ٿيڻ، مختلف قسمن جي خيراتي، ثقافتي ۽ ٻين تنظيمن جي اعزازي عهديدار ٿي رهڻ، ٻين رياستن جي سربراهن جي ميزباني ڪرڻ ۽ دنيا جي سمورن حصن جا دورا ڪرڻ وغيره شامل هئا.

آهستي آهستي راڻي ۽ سنديس آڪهہ، برطانيہ جي روايتي گهريلو زندگي جي علامت ٿينديون ويون. هوءَ اڃا شهزادي هئي جو سنديس شادي، نومبر 1947ع ۾ ويسٽ منسٽر ايبي ۾ هڪ شاندار تقريب ۾ پنهنجي ڏورانهين سوٽ فلپ مائونٽبيٽن سان ٿي ۽ 14 نومبر 1948ع تي پهرئين ٻار ۽ وارث شهزادي چارلس کي جنم ڏنائين. شهزادي چارلس کان پوءِ کيس 1950ع ۾ شهزاديءَ اين، 1960ع ۾ شهزادو انڊريو ۽ 1964ع ۾ شهزادو ايڊورڊ ٿيا. انهن سڀني ٻارن گهر ۾ پڙهڻ بدران اسڪولن ۾ تعليم پرائي. اهي جيئن جيئن وڏا ٿيندا ويا تيئن تيئن انهن مان هر هڪنهن ڪو نہ ڪو شاهي فرض پنهنجن ڪلهن تي کنيو.

راڻي بدليل دنيا کي جيڪي رعايتون ڏنيون، تن مان هڪ رعايت اها هئي جو هن پنهنجن ٻارن کي پڙهڻ لاءِ اسڪول ۾ ويهاريو هو. هن جيڪي ٻيون رعايتون

ڏنيون تن ۾ بادشاهه جي درشن ڪرائڻ وقت ٽيندڙ مرحبا جو خاتمو آڻڻ. شاهي آڪهه جي روزمره واري زندگي جي ٽيليويزن فلم ڏيکارڻ جي اجازت ڏيڻ. هن ۾ شاهي گهراڻي جي ٻين ڀاتين جو انهن عام ماڻهن ۾ رلي ملي انبوهه ماڻهن سان هٿ ملائڻ ۽ ساڻن ڳالهيون ڪرڻ شامل هيون. جيڪي هر انهي هنڌ تي ڪين ڏسڻ لاءِ گڏ ٿي ويندا هئا. جتي اهي ويا ٿي.

برطانيه جي ڪجهه ماڻهن جو چوڻ آهي ته اهي تبديليون ناڪافي آهن. راڻي ۽ سندس آڪهه جا ڀاتي نه فقط برطانيه مٿان تمام وڏو مالي بار آهن. پر اهي وسيع برطانوي سماج ۽ انهي گهڻ نسلي ڪامن ويلٿ جي. جنهن جي راڻي سربراهه آهي عڪاسي ڪرڻ بدران مدي خارج طبقاتي سرشتي جي نمائندگي ڪن ٿا. ۽ ڪيس برقرار رکڻ جي پڻيرائي ڪندڙ آهن. انهي ۾ ڪو شڪ ناهي. ته برطانيه جا اڪثر ماڻهو شخصي طور ايلزابيٿ جي ساراهه ڪندا آهن ۽ بادشاهت جا حامي آهن.

# فيدل ڪاسترو

(ڄم 1927ع)

فيدل ڪاسترو پهريائين آئيني ذريعن سان ڪيوبائي سماج کي سڌارڻ جي ڪوشش ڪئي. هڪ نوجوان وڪيل ۽ روشن خيال ماڻهو هئڻ ڪري هو هڪ سڌارڪ پارٽي ۾ شامل ٿيو ۽ ڪانگريس جي چونڊن ڪرائڻ لاءِ مهم هلايائين، پر جيڪي چونڊون جون 1952ع ۾ ٿيڻيون هيون سي ڪڏهن به نه ٿي سگهيون. فلگينسيو بتستا حڪومت جو تختو اونڌو ڪري آمريت قائم ڪئي. انهي زماني کان ڪاسترو هٿياربند فوج تيار ڪري، انقلاب لاءِ وڙهڻ جو پڪو پهه ڪيو. پهريائين کيس ناڪامي ٿي، پر نيٺ هو ۽ سندس ڪي وفادار ساٿي، جن ۾ سندس ننڍو ڀاءُ رال ۽ ارنيسٽو 'چي' گويرا نالي ارجنٽائن جو هڪ ڊاڪٽر به شامل هو، سيرا مائيسٽرا جبلن ۾ هڪ محفوظ اڏو قائم ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا. اتان انهن هڪ گوريلا لڙائي شروع ڪئي جيڪا ڏينهون ڏينهن ڪامياب ٿيڻ لڳي ۽ بتستا ڀڄڻ تي مجبور ٿي پيو. اهڙي طرح 2 جنوري 1959ع تي ڪاسترو هڪ فاتح جي حيثيت ۾ هوانا تي ڪاهي آيو ۽ اتي مارڪسي- ليننی حڪومت قائم ڪرڻ ۾ لڳي ويو، جيڪا دنيا جي اولهندي اڌ گولي ۾ پهرين سوشلسٽ حڪومت سڏجي ٿي.

ڪاسترو جو مقصد ڪيوبا کي، پنهنجي ديوَ جيڏي اترئين پاڙيسري ملڪ يعني آمريڪا جي اقتصادي بالادستي کان ڇڏائڻ هو. آمريڪا جا ڪاروباري ماڻهو ڪيوبا ۾ اربين ڊالرن جي ڪاروبار جا مالڪ هئا، جن ۾ تيل صفا ڪرڻ وارن ڪارخانن کان وٺي ناچ گهرن وارين جوا جون ٽڪريون به شامل هيون. بتستا جي دور ۾ منظم ڏوهن جون پاڙون پختيون ٿي چڪيون هيون. ڪاسترو 1961ع ڌاري سڄ پچ ته سڄي آمريڪي ملڪيت قبضي ۾ وٺي چڪو هو، جنهن جو تمام ٿورو عيوضو ڏنو هئائين.

آمريڪا انهي جي جواب ۾ ڪيوبا سان واپار ڪرڻ تي پابندي وجهي ڇڏي ۽ ساڻس سفارتي لاڳاپا ختم ڪري ڇڏيا. انهي پابندي ڪيوبا جي اقتصادي حالت تي خراب اثر وڌو. ڪيوبا جي روانگي واپار جو مکيه اسم کنڊ هئي، جيڪا گهڻو

ڪري سمورو آمريڪا خريد ڪندو هو. پر سوويت يونين آمريڪا بدران اها کنڊ خريد ڪرڻ جي آڇ ڪئي. ٻنهي ملڪن هڪ واپاري ناهه تي صحيون ڪيون ۽ پاڻ ۾ سفارتي لاڳاپا قائم ڪيائون. روس اقتصادي ۽ فوجي امداد ڏيڻ پڻ قبولي.

ڪميونسٽ بلاڪ جي هڪ قوم جو جنم، پنهنجي در تي ڏسي آمريڪا جا ڪن کڙا ٿيا. اپريل 1961ع ۾ ڪيوبا جي جلاوطنن جي هڪ گروپ، جنهن کي آمريڪن سينٽرل انٽيليجنس ايجنسي (سي- آءِ- اي) منظم ڪري سکيا ڏني هئي، پگس جي اپسمنڊ ڪان ڪيوبا تي ڪاهه ڪئي. اها ڪاهه ناڪام ٿي، ڇاڪاڻ ته صدر جان ايف ڪينيڊي انهي لاءِ هوائي ڇتي (مدد) ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو.

جڏهن سوويت يونين پنهنجا ڏورمار ميزائيل ڪيوبا ۾ بيهاريا ته آمريڪا ۽ ڪيوبا جا لاڳاپا ويتر خراب ٿي ويا. ڪينيڊي اهي ميزائيل هٽائڻ جو مطالبو ڪيو ۽ ڌمڪي ڏنائين ته جيڪڏهن اهي ميزائيل استعمال ڪيا ويا ته آمريڪا خود سوويت يونين تي حملو ڪندو. سوويت يونين جو اڳواڻ نڪيتا خروشچيف مُڙي ويو. مزائيلن کي ساموندي جهازن رستي واپس روس موڪليو ويو. انهي کان پوءِ آمريڪا بيدلي سان ڪيوبا ۾ ڪاسترو جي حڪومت کي تسليم ڪيو.

ڪاسترو جڏهن ڪيوبا ۾ اقتدار تي قبضو ڪيو هو ته سندس ذهن ۾ آمريڪا جي اقتصادي بالادستي کان جند ڇڏائڻ کان سواءِ ٻيو به گهڻو ڪجهه هو. هن پنهنجي ملڪ کي انتهائي اميري ۽ انتهائي غريبي کان نجات ڏيارڻ پئي چاهي. هن چاهيو پئي ته رنگ جي بنياد تي موجود فرق کي مٽائي ڇڏي ۽ حڪومت ۾ پکڙيل بدعنوانين جو انت آڻي. ڪاسترو پنهنجا ٻهريان ٻه مقصد پورا ڪيا. هن زمين قبضي ۾ وٺي بي زمين هارين ۾ ورهائي ڇڏي يا رياستي فارمن ۾ بدلائي ڇڏي ۽ گهڻو ڪري ملڪ جي سموري صنعت کي قومي ملڪيت ۾ وٺي ڇڏيائين. هن سيني ٻارن کي پڙهائڻ ۽ بالغن جا تعليمي ڪلاس شروع ڪرائڻ لاءِ تعليمي سرشتي کي پڻ وڌايو.

ڪاسترو، ملڪ کي گهڻو ڪري اڪيلي سر هلائي ۽ روز روز حڪومتي معاملن ۾ ٿيپي، بدعنواني جو مسئلو حل ڪيو. هو هڪ اهڙو جاڻو ڏاڙهي وارو ماڻهو آهي، جيڪو ٽڪ جي پرواهه نه ڪندي، لڳاتار سڄي ملڪ جو دورو ڪري، نوان نوان قائم ٿيل اسڪول ۽ اسپتالون ڏسندو، ماڻهن جا مسئلا ٻڌندو، پنهنجيون غلطيون مڃيندو ۽ ماڻهن کي صبر کان ڪم وٺڻ جي نصيحت ڪندو رهيو آهي. هو ماڻهن جي ميڙ سان پيار ڪندو آهي ۽ ساندهه پنج يا ڇهه ڪلاڪ ڳالهائڻ کي معمولي ڳالهه سمجهندو آهي. ڪاسترو جي دعويٰ آهي ته هو ماڻهن جي منظوري سان حڪومت پيو هلائي. ڪاسترو ۽ سندس ڪيل ڪمن کي ڪيوبائين جي اڪثريت واقعي مڃي ٿي.

ڪيترائي اهي ڪيوبائي، جن جو خيال هين کان مختلف هو. ڪيوبا مان لڏي ويا هئا. پنجن لکن کان وڌيڪ ماڻهن، جن جي اڪثريت اڳوڻي وچولي طبقي مان هئي، پاڻ سان گڏ اهي هنر به کڻي ويا هئا. جن جي ملڪ کي گهڻي ضرورت هئي. اهڙا ٻيا هزارين اختلاف راءِ رکندڙ هئا. جن کي ڪيسن هلائڻ بنا جيلن ۾ وڌو ويو هو. ڪجهه ماڻهن (جن مان اڪثريت بتستا جي حامين جي هئي) تي مقدمو هلائي ڪين فائرنگ اسڪواڊ (گولي سان ماريندڙ جٿي) هٿان مارايو ويو هو.

ڪاسترو جي لڳاتار ڏيان ڏيڻ ۽ سوويت يونين کان امداد ملڻ جي باوجود ڪيوبا جي اقتصادي حالت، 1960ع واري سموري ڏهاڪي ۾ دٻاءَ جو شڪار رهي. کنڊ جو روانگي واپار وڌائڻ جون ڪوششون ناڪام ٿيون ڇو ته هڪ ته موسم خراب رهي ۽ ٻيو ته ڪمند جي وڍائي لاءِ پورا مزدور نه ملي سگهيا. روانگي واپار ۾ گهٽتائي جي معنيٰ هئي عام واهپي جي شين جي کوٽ ٿيڻ. راشن جو سرشتو روزمره جي زندگي جو دستور بڻجي پيو. پر ملڪ ۾ جيڪا به دولت هئي، تنهن جي انصاف ڀري ورڇ ٿي. ڪيوبا جي گهڻن شهرين جو معيار زندگي اڳي جي ڀيٽ ۾ وڌيل رهيو.

ڪاسترو کي 1970ع واري ڏهاڪي ڌاري پنهنجو انقلاب محفوظ ڏسڻ ۾ آيو. ڪيوبا جي ڪميونسٽ پارٽي جي پهرين ڪانگريس 1975ع ۾ هڪ آئين ٺاهيو، جنهن ۾ ڪنهن حد تائين خود حڪومت جو اختيار مقامي طور چونڊيل اسيمبلين جي معرفت ڏنو ويو. انهي آئين جي 1976ع ۾ عام راءِ وسيلي منظوري ورتي وئي.

ڪاسترو وٽ هاڻي ڪافي وقت هو، تنهن ڪري هن پرڏيه ۾ مهم جوئي شروع ڪري ڏني. هن سڄي لاطيني آمريڪا ۾ انقلاب آڻڻ لاءِ منڍ کان ئي گوريلا تيار ڪرڻ شروع ڪيا هئا، پر انهي ۾ ڪيس ڪا خاص ڪاميابي نه ٿي. جڏهن سندس دوست چي گويرا هڪ وڏي منصوبي تي ڪم ڪندي، 1967ع ۾ بوليويا ۾ مارجي ويو ته هن جو به انقلاب ڏيساور موڪلڻ ۾ چاهه نه رهيو. هن 1970ع واري ڏهاڪي جي وچ ڌاري آفريڪا تي ڌيان ڏنو. هن انگولا جي گهرو لڙائي ۾ مارڪسي ڌر جي پٺڀرائي ڪرڻ لاءِ پنهنجون فوجون موڪليون. هين به ڪيترن ئي آفريڪي ملڪن ۾ مارڪسي گروپن جي مدد لاءِ فوجون، ڪاريگر ۽ صلاحڪار موڪليائين.

غيرڪميونسٽ ملڪن جا ڪجهه ماڻهو سمجهن ٿا ته آفريڪا ۾ ڪجهه هزار ڪيوبائين جو رهڻ، هروڀرو ڪا چيڙائيندڙ ڳالهه ڪانهي. هين جو خيال آهي ته ڪيوبائي اتي، سوويت يونين کي پير ڄمائڻ ۾ مدد ڏيڻ لاءِ رهيل آهن.

# ياسر عرفات

## ڄم 1929ع

گذريل ويھن سالن ۾ عالمي سياست جي اسٽيج تي، جنھن شخص مسلسل سگھارو ڪردار ادا ڪيو ۽ تاريخ ۾ ھڪ طلسماتي ۽ سڀ کان وڌيڪ اثرائتي شخصيت طور سامھون آيو، سو آھي فلسطيني تحريڪ جو اڳواڻ ياسرعرفات.

محمد عبدالرئوف عرفات، جيڪو اڳتي ھلي ڪري ياسرعرفات جي نالي سان مشھور ٿيو، قاھره ۾ 4 آگسٽ 1929ع تي ڄائو. انھيءَ زماني ۾ سندس پيءُ پسارڪ ۽ گرم مصالحي جي شين جو مشھور واپاري ھو. ابتدائي تعليم قاھره ۾ ورتائين ۽ وڌيڪ تعليم جي لاءِ قاھره جي نئين فاروق ڪاليج ۾ داخل ٿيو. انھن ئي ڏينھن ۾ ھن پنھنجي لاءِ 'ياسر' جو تخلص استعمال ڪرڻ شروع ڪيو، جنھن جي معنيٰ آھي آرام طلب يا بيپرواھ.

1940ع واري ڏھاڪي جي پڇاڙيءَ ۾ قاھره سياسي سرگرمين جو اھم مرڪز ھو. ھڪ ڪمزور ۽ بدعنوان حڪومت پوين پساھن ۾ ھئي. شاھ فاروق انگريز فوجن جي موجودگيءَ ۾ انقلاب ڏانھن وڌندڙ حالتن کي روڪڻ لاءِ ننھن چوٽيءَ جو زور لايو بيٺو ھو. 1948ع ۾ ھن اخوان المسلمين سان لاڳاپو رکندڙ مسلمان ويڙھاڪن کي ڇيپاڻ جي پوري ڪوشش ڪئي، جيڪي فلسطيني ڪاز جي حمايت ۾ سيني مصري گروپن کان اڳيرا ھئا. ساڳئي سال برطانيا فلسطين خالي ڪيو ۽ ان کي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ورھائي ڇڏيو. فلسطين جي وڏي حصي تي يھودي رياست قائم ٿي ۽ لکين فلسطيني بي وطن ٿي ويا. فلسطين جو ڪجھ حصو اردن پنھنجي سلطنت ۾ ملائي ڇڏيو.

عرفات مسلمان ويڙھاڪن جي سامراج دشمني ۽ قومي بحاليءَ واري جنگجو طريقي کان متاثر ٿيو ۽ ان کان پوءِ فلسطينن جي لاءِ سياسي سرگرمين ۾ باقاعده حصو وٺڻ شروع ڪيائين. 1951ع ۾ مصري انقلاب جيئن ئي پنھنجي عروج تي پھتو، سندس واسطو صلاح خلف سان قائم ٿيو، جيڪو غزه واري پٽيءَ کان قاھره پھتو ھو. اھڙي طرح ٻين ڇئن پنجن سائين سان گڏ ساڳئي سال ۾ "عرب

نيشنل موومينٽ" قائم ڪيائون. جمال عبدالناصر واري انقلاب کان پوءِ عرفات ۽ خلف گڏجي فلسطيني اسٽوڊنٽس ليگ قائم ڪئي، جيڪا گهڻي ڀاڱي پنهنجي مدد پاڻ واري اداري جي حيثيت سان فلسطيني شاگردن جي مالياتي ۽ ٻين روزمره جي مسئلن جي حل لاءِ پتوڙيندي رهي.

1956ع ۾ فرانس ۽ برطانيا جي مدد ۽ آمريڪي رضامنديءَ سان اسرائيل مصر تي حملو ڪري سيناءِ اپبيٽ ۽ غزه واري پٽيءَ جي وڏي حصي تي قبضو ڪري ورتو. انهن حالتن جي پسمنظر ۾ عرفات ۽ سندس تعليمي دؤر جا ساٿي فلسطيني تحريڪ کي مضبوط ڪرڻ جي لاءِ باقاعده جدوجهد ڪرڻ لاءِ تيار ٿيا ۽ جولاءِ کان ڊسمبر 1958ع واري عرصي ۾ ڪويت ۾ 'فتح تحريڪ' قائم ڪري ورتائون. فلسطيني تحريڪ لاءِ انهيءَ نالي جي تجويز عرفات جي هڪ ويجهي ساٿي عادل عبدالڪريم ڏني. تحريڪ جو پورو نالو 'حرڪت تحرر فلسطين' طئي ٿيو. ابتي پاسي کان لفظن جي پهرين اکرن کي ڳنڍڻ سان 'فتح' مشهور ٿيو.

1964ع جي شروعات ۾ ياسرعرفات فلسطيني تحريڪ ۾ عرب رياستن جي دلچسپي قائم ڪرڻ ۽ فلسطيني تحريڪ کي اهم سياسي حيثيت ڏيارڻ لاءِ 'پي ايل او' قائم ڪري ورتو. ساڳئي وقت هن اسرائيلين تي دباءُ رکڻ لاءِ 1965ع ۾ فتح پاران اسرائيل تي هٿياربند چڙهايون شروع ڪيون.

فلسطينين جي هٿياربند ويڙهه خود عرب حڪمرانن کي پنهنجي مفادن جي حوالي سان پريشان ڪري ڇڏيو، جنهن ڪري عرفات کي جنوري ۽ مئي 1966ع ۾ شام ۾ ٻه ڀيرا گرفتار ڪري جيل اماڻيو ويو. 1970ع ۾ شاهه حسين جي فوج اردن ۾ موجود گوريلن خلاف آپريشن شروع ڪري ڏنو، جنهن ويڙهه کان پوءِ عرب رياستن جي مداخلت تي حسين جو قتلام بند ڪيو ويو، جنهن کان پوءِ فلسطيني گوريلن اردن مان نڪري شام ۽ لبنان ۾ پناهه ورتي.

انهيءَ عرصي ۾ عرفات فلسطيني تحريڪ کي سياسي بنيادن تي عربن جو قومي مسئلو ڪري پيش ڪرڻ جون ڪوششون ڪيون، جنهن جي نتيجي ۾ آڪٽوبر 1974ع ۾ رباط عرب ڪانفرنس پي ايل او کي فلسطيني عوام جو مڪمل طور تي قانوني نمائندو ليکيو. نومبر 1974ع ۾ عرفات گڏيل قومن جي جنرل اسيمبليءَ کي خطاب ڪيو، جنهن ۾ هن زيتون جي ٽاريءَ واري مشهور تقرير ڪئي. دنيا جي قومن کي مخاطب ٿيندي هن چيو ته "آئون هڪ هٿ ۾ زيتون جي ٽاري امن جي نشاني ڪري کڻي آيو آهيان، ته منهنجي ٻئي هٿ ۾ آزاديءَ پسند ويڙهاڪ جي بندوق آهي. منهنجي هٿ ۾ بندوق ڏسڻ ٿا چاهيو يا زيتون جي ٽاري، اهو اوهان تي ڇڏيل آهي."

1970ع واري ڏهاڪي ۾ لبنان پي ايل او جي گوريلا تحريڪ جو مرڪز رهيو. 82-1981ع ۾ اسرائيل فلسطينين سان مسلسل ٻوائتيون ويڙهون ڪيون،

جنهن ۾ هزارين فلسطيني موت جو شڪار ٿيا. جنهن ڪان پوءِ پي ايل او بيروت مان پنهنجون فوجون ۽ بيو عملو ڪڍي تيونس ۾ پنهنجو هيڊڪوارٽر قائم ڪيو ۽ پنهنجن ويڙهاڪن کي ستن عرب ملڪن ۾ ورهائي ڇڏيو. گوريلا لڙائيءَ ۾ سخت نقصان ٿيڻ ۽ سياسي طور تي عرب حڪمرانن جي ٿڏائي ۽ موقعي پرستي واري پاليسيءَ جي نتيجي ۾ عرفات پي ايل او جي حڪمت عملي ۾ تبديلي آندي.

1987ع جي آخر ۾ هن عوامي مزاحمت 'انتفاده' جي نالي سان شروع ڪرائي، جيڪا اولهائين ڪناري تائين پکڙجي ويئي. انتفاده جي تحريڪ سڄي دنيا کي فلسطيني مسئلي طرف متوجهه ڪيو ۽ اسرائيل پاران ان تحريڪ کي تشدد سان دٻائڻ تي دنيا جي قومن ۾ فلسطينين لاءِ همدردي اچا بہ وڌڻ لڳي. نومبر 1988ع ۾ فلسطيني قومي ڪائونسل آزاد فلسطيني رياست جو اعلان ڪيو، جنهن ڪان پوءِ عوامي مزاحمت جي تحريڪ تيز ٿي ويئي.

سرد جنگ جي خاتمي دنيا کي نين حقيقتن سان منهن مقابل ڪيو. عراق-ڪويت ويڙهہ جي نتيجي ۾ 56 هزار فلسطينين کي نار جي ملڪن مان ڪمن ڪان جواب ڏنو ويو. اٽڪل چار لک فلسطيني ڪويت مان اردن لڏي آيا، جن جي موٽڻ جو ڪوبہ امڪان نہ هو. عرفات کي عراق جو ساٿ ڏيڻ جي سيکت ڏيڻ لاءِ والاريل علائقن ۾ 'حماس' ۽ 'الجهاد' جهڙين تنظيمن کي اُڀاريو ويو.

انهن حالتن جي پسمنظر ۾ عرفات اسرائيل سان محدود خودمختياريءَ جي ناهہ لاءِ راضي ٿي ويو ۽ 13 سيپٽمبر 1993ع تي هڪ معاهدي تحت فلسطينين کي جيريڪو ۽ غزه جي پٽيءَ تي بدل نيم خودمختيار رياست ناهي ڏني ويئي.

قومي آزاديءَ جي تحريڪن ۾ سڀ ڪان بگهي ۽ اڻٿڪ جدوجهد ياسرعرفات جي ليکي وچي ٿي، جيڪو ڏاڪي بہ ڏاڪي ٽڙيل پکڙيل تحريڪ جا بنياد سگهارا ڪندو رهيو. پنهنجي ڌرتيءَ ڪان محروم هوندي بہ هن وچ اوڀر ۽ ڏورانهن علائقن جا دؤرا ڪيا. پنهنجن جي وڳاٽپ ۽ عالمي سياست جا لاها چاڙها هن جي سياسي جدوجهد ۾ خوشبختيءَ جو سبب نہ بڻيا. انهن حالتن جي باوجود فلسطين جي رياست جنهن جي لاءِ مشهور فلسطيني شاعر محمود درويش چيو هو تہ "دنيا جي نقشي تي فلسطين جو نالو اڃا گهڻو ڏور آهي" ياسرعرفات ان لاءِ پيڙهہ جو پٿر رکي ورتو آهي.

مرتب: علي حسن چانڊيو

# مارٽن لوٿر ڪنگ

(1929 -1968ع)

هيءَ 1955ع جي ڳالهہ آهي. روزاپارڪس نالي منٽگمري الباما جي هڪ ڪاري چمڙي واري درزياڻي، سجو ڏينهن خريداري ڪرڻ کان پوءِ ٿڪجي ٽٽي گهر وڃڻ لاءِ هڪ بس تي چڙهي. هن هڪ خالي سيٽ تي ڪٽي پاڻ اڇلايو. جڏهن هڪ گوري عورت ڪيس اتان اٿي وڃڻ لاءِ چيو تہ هن انڪار ڪري ڇڏيو. هن انڪار ڪرڻ تي ڪيس گرفتار ڪيو ويو، جنهن تي ڪاري چمڙي وارن بسن اهڙو تہ بائيڪاٽ ڪيو، جو منٽگمري جي بسن مان اڇن ۽ ڪارن جون جدا جدا سيٽون ختم ڪرڻيون پيون ۽ انهي واقعي جي ڪري مارٽن لوٿر ڪنگ نالي نوجوان وزير اڳيان آيو، جنهن سڄي آمريڪا مان اڇن ۽ ڪارن جي فرق کي ختم ڪرڻ ۽ سمورن ڪارن کي پڪي طرح شهري حق ڏيارڻ لاءِ مهم هلائڻ کي پنهنجو مقدس فرض ڪري ڄاتو. ڪنگ پنهنجن اهنسائي احتجاجن ۽ جذباتي تقريرن وسيلي، ڪارن توڙي اڇن جي حمايت حاصل ڪري ورتي. ڪارن خلاف متيپد کي غيرقانوني ٺهرائڻ لاءِ جيڪي قانون منظور ٿيا تن جي منظور ڪرائڻ ۾ گهڻو ڪري هن جو ئي هٿ هو. هن اقتصا ۔ ي ۽ سماجي نابرابري کي ختم ڪرائڻ هڪ نئين مهم هٿ ۾ کنئي هئي جو ڪيس 39 ورهين جي ڄمار ۾ گولي هڻي ماريو ويو.

منٽگمري جي ڪارن اڳواڻن بسن واري بائيڪاٽ جي اڳواڻي ڪرڻ لاءِ ڪنگ کي انهي ڪري چونڊيو هو، جو انهن سمجهيو ٿي تہ هو ايترو تہ پڙهيل آهي، جو بس بائيڪاٽ ناڪام ٿيڻ جي صو ۔ ۾ بہ، ڪيس ٻئي ڪنهن هنڌ روزگار ملي ويندو. ڪنگ ائٽلانٽا جارجيا جي هڪ چاتل سڃاتل وزير جو پٽ هو. هن 15 سالن جي ڄمار ۾ مورهائوس ڪاليج ۾ داخلا ورتي، 19 سالن جي عمر ۾ بي- اي جو امتحان پاس ڪيو. مور هائوس ۾ پنهنجي ٽئين سال ۾ هن وزير ٿيڻ جو فيصلو ڪيو ۽ 1947ع ۾ ڪيس باقاعدي وزير مقرر ڪيو ويو. مورهائوس کان پوءِ بہ هن پنهنجي تعليم جاري رکي ۽ مذهبي مڪتب ۾ پڙهڻ لاءِ ڪروزيئر هليو ويو. اتي هو شاگرد تنظيم جو صدر ٿيو، پنهنجي ڪلاس ۾ سڀ کان

متانهان گريڊ حاصل ڪيائين ۽ وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ اسڪالرشپ (وظيفو) کٽيائين. هن پنهنجي تعليم لاءِ بوسٽن يونيورسٽي جي چونڊ ڪئي. اتي 1955ع ۾ کيس پي ايچ ڊي جي سند ڏني وئي. پوءِ هو ڏکڻ ڏانهن موٽي آيو ۽ منٽگمري جي ڊيڪسٽر ايونيو چرچ ۾ پئسٽر (پادري) مقرر ٿيو.

منٽگمري وارو بس بائيڪاٽ جڏهن ڪاميابي سان پنهنجي پڄاڻي کي پهتو، تہ ڪنگ ۽ ٻين ڪارن اڳواڻن قسم کنيو تہ رنگي- فرق جي هر روپ خلاف، سڄي آمريڪا ۾ وڙهندا. انهن 1957ع ۾ سدرن ڪرسچين ليڊرشپ ڪانفرنس (ايس- سي- ايل- سي) ٺاهي، ۽ ڪنگ کي انهي جو صدر چونڊيو ويو. ايس- سي- ايل- سي ڪارن کي ووٽ جو حق ڏيارڻ لاءِ ڪيترن ئي ڏاکڻين شهرن ۾ عوامي ميڙ ڪوٺايا. ڪنگ، ڪارن کي انصاف ڏيارڻ جي گهر ڪندي وڏا وڏا دورا ڪيا ۽ پنهنجن مطالبن جي حق ۾ تقريرون ڪيون. هن 1959ع ۾ گهانا جو دورو ڪيو ۽ وزيراعظم پنڊت جواهر لال نهرو جي دعوت تي هندستان جو دورو ڪيو. اتي هو گانڌي جي ڪجھ چيلن سان مليو ۽ ستياگره بابت گانڌي جي ڏنل تعليم جي باري ۾ ساڻن خيالن جي ڏي وٺ ڪيائين.

ملڪ موٽڻ کان پوءِ ڪنگ ڏٺو تہ اڇن جي پرتشدد مزاحمت جي باوجود، ڏاکڻين رياستن جا ڪيترائي ڪارا، متڀيد خلاف پرامن احتجاج ڪري رهيا هئا. هن فيصلو ڪيو تہ اهوئي شهري حقن لاءِ مڪمل مهم هلائڻ جو صحيح وقت هو. هن کي انهن مهم کي هلائڻ لاءِ وڌيڪ وقت ۽ آزادي گهربل هئي، تنهن ڪري منٽگمري واري عهدي تان استعفا ڏنائين ۽ ائٽلانٽا وڃي پنهنجي پيءُ جي چرچ ۾ ساٿي پادري ٿيو. اتان هن شهري حقن لاءِ پنهنجي مهم جو ٻهريون ۽ سڀ کان ڪامياب مرحلو شروع ڪيو.

منجهند جي ماني کائڻ وارن، جن جن هنڌن تي، ڪارن ۽ اڇن جي جدائي واري اصول تي عمل ٿيندو هو، ڪارا نوجوان انهي مهم دوران اتي ڌرڻو هڻي ويهي رهندا هئا. ڏينهون ڏينهن انهن ڌرڻن ۾ اڇن جو انگ بہ وڌندو ويو. مهم دوران احتجاجي مظاهرا ڪيا ويندا هئا ۽ بعد ۾ آزادي جون سواريون بہ شروع ڪيون ويون. ڪنگ گهڻو ڪري انهن احتجاجن جي اڳواڻي ڪئي. هن ۽ سندس پوئلڳن تي حملا ٿيا ۽ کين جيل ۾ بہ وڌو ويو پر احتجاج ڪندڙن جنهن همت ۽ صبر کان ڪم ورتو ۽ جنهن پرامن نموني جيل وڃڻ لاءِ تيار رهندا هئا تنهن جي هر ڪنهن ساراھ ڪئي، جنهن ڪري سندن مقصدن کي وڌيڪ پذيرائي ملڻ لڳي. جڏهن سڄي آمريڪا جي اخبارن ۾ اهڙا فوٽو شايع ٿيا، جن برمنگهم، الباما جي پوليس کي شهري حقن جو مطالبو ڪندڙن جي جلوس تي پنهنجا ڪتا ڇڏيندي ۽ مٿن باھ جا نڙا وسائيندي ڏيکاريو ويو هو تہ عام ماڻهن ۾ انهن لاءِ همدردي جي هڪ اهڙي لهر پيدا ٿي، جنهن فيصلائتو ڪردار ادا ڪيو.

ڪنگ 1963ع ۾ واشنگٽن ڏانهن جلوس وٺي ويو، جنهن ۾ هن لکن کان به وڌيڪ ڪارن توڙي اڇن ماڻهن حصو ورتو. اهو جلوس لنڪن ميموريل اڳيان ڪنگ جي انهي تقرير سان ختم ٿيو، جنهن ۾ هن چيو هو، "منهنجو خواب آهي ته هڪ ڏينهن هي قوم اٿي پوندي ۽ پنهنجي عقيدي جي صحيح مطلب کي هميشه لاءِ جيئاري ڇڏيندي، اسان انهن سچاين کي مڃون ٿا ته سمورا ماڻهو هڪ ٻئي جي برابر پيدا ڪيا ويا آهن." ٻئي سال سِول رائيٽس ائڪٽ آف 1964ع، (1964ع واري شهري حقن جو قانون) منظور ٿيو. انهي قانون سان حڪومت کي عوامي سهولتن ۾ روزگار وارن هنڌن تان جدائي ختم ڪرڻ جو اختيار ملي ويو. انهي کان پوءِ ووٽنگ رائيٽس ائڪٽ آف 1965ع (1965ع وارو ووٽ جي حقن جو قانون) منظور ٿيا. انهي آخري قانون، جاين ۾ غيرمتحرڪ ملڪيت جي باري ۾ متڀيد جو خاتمو آندو.

پر اهي نوان قانون، انهن ڪارن نوجوانن کي مطمئن ڪري نه سگهيا، جيڪي اترين شهرن ۾ نسلي متڀيد جو عذاب ڀوڳي رهيا هئا. انهن ڪنگ تي تمام محتاط ۽ نماڻي هئڻ جو الزام هنيو ۽ 'بليڪ پاور (ڪارا طاقت آهن.)' جو نعرو اختيار ڪيو. ڪنگ انهي نئين چئلينج جي مقابلي ڪرڻ لاءِ اتر ۾ شڪاگو ويو ۽ فرق خلاف اتي جلوسن ۽ مظاهرن جي اڳواٽي ڪيائين. جڏهن انهي ۾ ڪجهه ڪاميابي ڏسڻ ۾ آيس ته هو پنهنجي مهم وڌائي، ان ۾ ويٽنام جي جنگ ۽ غريبي تي حملا ڪرڻ لڳو. هن جو اصرار هو ته غريبي ئي ڪارن سميت ڪيترن ئي ماڻهن جي ڏکيائين جي پاڙ هئي. هن واشنگٽن ڏانهن غريب ماڻهن جو جلوس نيڻ جي رٿابندي ڪئي جو ڪيس ميمفس ٽينيسي ۾ صفائي ڪندڙ ڪارڪنن جي هڙتال ۾ مدد ڏيڻ لاءِ گهرايو ويو. هن پنهنجن ٻن هزار حامين جي جلوس اڳيان پيغمبري شان سان ۽ انوکي نموني ڳالهائيندي چيو: "مان جبل جي چوٽي تي چڙهيم، نظر ڦيرايم ۽ واعدي ڪيل ملڪ کي ڏٺم. ٿي سگهي ٿو ته مان توهان سان گڏ اتي پهچي نه سگهان، پر اڄ رات مان توهان کي اها ڄاڻ ڏيڻ ٿو چاهيان ته هڪ قوم جي حيثيت ۾ اسان اتي اوس پهچنداسين..." ٻئي ڏينهن هو جنهن وقت پنهنجي هوٽل جي بالڪني ۾ بيٺو هو ته جيمس ارل ري کيس گولي هڻي ماري ڇڏيو.

ڪنگ جيئن اڳڪٿي ڪئي هئي تيئن ئي ٿيو. شهري حقن جي تحريڪ هن کان سواءِ به جاري رهي. انهي تحريڪ وسيلي ڪيترن ئي ڪارن ۾ آهستي آهستي پنهنجي وقار، طاقت ۽ ٻڌي جو شعور پيدا ٿيو. پر ڪارن لاءِ برابري جو درجو ونڻ جو حقيقي ڪم، ڪنگ جي جيئري ئي گهڻي ڀاڱي 1960ع واري ڏهاڪي ۾ شهري حقن جي قانون جي منظوري وسيلي ٿي چڪو هو. انهن قانون تي، جيتوڻيڪ گهڻو ڪري ڪنهن خاص زوراڻي نموني عمل ٿي نه سگهيو هو، پر

پوءِ بہ انهن قانونن گهٽ ۾ گهٽ ايترو ضرور ڪيو، جو ڪارن کي تعليم ۽ روزگار جا هڪ جهڙا موقعا مليا ۽ انهن جي هٿ ۾ ڪي اهڙا اوزار اچي ويا جيڪي ڪين نسلي متڀيد سان وڙهڻ لاءِ ڪپندا هئا. انهن قانونن کي منظور ڪرائڻ جي معتبري ماڻهن جو حقدار گهڻي ڀاڱي ڪنگ ٿي آهي. هي ئي اهو ماڻهو هو، جنهن اڪثر ڪارن کي انهن انساني حقن وٺڻ لاءِ اڀاريو ۽ همٿايو، جن کان تمام وڏي عرصي کان کين محروم رکيو ويو هو. ڪنگ پنهنجن اثرائتين تقريرن سان نسلي برابري واري مقصد کي هڪ نئون وقار بخشيو. هُن ڪيترن ئي اچن کي پڻ اڻ برابري جي باري ۾ روشن خيال بڻايو ۽ ان کي ختم ڪرڻ لاءِ کين قانون سازي جي پٺڀرائي ڪرڻ لاءِ قائل ڪيو، پر ڪارا اڃا تائين انهي نسل پرستي خلاف وڙهي رهيا آهن، جيڪا اڇن جي سماج جو خاص قومي روپ آهي.

# هٽلر

(1945 -1889)

ايڊولف هٽلر اُولهندي يورپ جي تاريخ ۾ سڀ کان وڏو وحشتناڪ ظلمي نظام قائم ڪيو ۽ هُو ئي اُهو ماڻهو هو جنهن ٻي مهاڀاري لڙائي جي باهه ٻڙڪائي هئي. جرمني جو هي آمر ۽ نازي پارٽي جو باني آسٽريا جي هڪ ننڍي عهديدار جو پٽ هو. سندس ماءُ پيءُ 1908ع تائين فوت ٿي چڪا هئا. يتيم ٿيڻ کان پوءِ هُو 'فن جي شاگرد' جي حيثيت ۾ ويانا ۾ وڃي رهيو. جيتوڻيڪ فني اسڪول ۾ ٻه دفعا ڪيس داخلا ڏيڻ کان انڪار ڪيو ويو هو. شهنشاهي ويانا ۾ ڪيترن ئي نسلن جا ماڻهو رهندا هئا ۽ يورپ ۾ ساميت ڪي ڏڪاريو ويندو هو. انهن ٻنهي ڳالهين گڏجي هٽلر کي نسل پرستي جو ٻوٽ ٻڃي ڇڏيو، جيڪو سڄي زندگي مٿس سوار رهيو.

هُو 1913ع ۾ ميونخ ويو ۽ پهرين مهاڀاري لڙائي دوران جرمني جي فوج ۾ هڪ رضاڪار ٿي ڪم ڪيائين. فوج ۾ هُو جيتوڻيڪ ڪارپورل هو، تنهن هوندي به هن اهڙي ته سورمائي ڏيکاري جو کيس آئرن ڪراس فرسٽ ڪلاس جو اعزاز مليو، جيڪو جرمني جو اعليٰ ترين اعزاز هو. جنگ کان پوءِ هو جرمني جي ننڍڙي ورڪرس پارٽي ۾ فوج جو دلال ٿي گهڙيو ۽ پارٽي ۾ شامل ڪميونسٽ ۽ سوشلسٽ ماڻهن جي جاسوسي ڪرڻ لڳو. فريڊرڪ ايبرٽ جي اڳواڻي ۾ قائم ٿيل نئين سماج واري ويمر ريپبلڪ حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ لاءِ فوجي آفيسر سڄي ٻوبريا ۾ ڪم ڪري رهيا هئا. انهن آفيسرن ۽ ٻين ساڄي ڌر وارن حڪومت تي الزام هنيو ته 1918ع واري جنگبندي جي معاهدي تي ريپبلڪ حڪومت صحي ڪري 'فوج جي پٺي ۾ خنجر' هنيو هو. حقيقت ۾ فوج جي اعليٰ آفيسرن ئي سڀ کان پهرين عارضي جنگبندي ڪرڻ تي زور ڏنو هو.

هٽلر تي جرمن ورڪرس پارٽي جي پروپئگنڊا ڪرڻ جو ڪم رکيل هو. هُو 1921ع ۾ پارٽي جو صدر ٿيو ۽ سندس نالو مٽائي نيشنل سوشلسٽ جرمن ورڪرس پارٽي (نازي پارٽي) رکيائين. هن مهل تائين پارٽي کي نالي ماتر عوامي حمايت حاصل هئي پر جيئن جيئن ملڪ ۾ اقتصادي حالتون ڏينهون ڏينهن ويون

خراب ٿيندي، تيئن تيئن نازي پارٽي جي حمايت بہ وڌڻ لڳي.

پارٽي جي جلوسن ۾ هزارين ماڻهو شريڪ ٿيڻ لڳا. ڪئپٽن ارنيسٽ روهم جيڪو بويريا جي ضلعي فوج جو اسٽاف آفيسر هو ۽ پارٽي جو ميمبر بہ هو، طوفاني دستا ٺاهيا. اهي دستا اِسٽرماب ٿي لنگ يا ايس- اي جي نالي سان سڏبا هئا ۽ نوڪري تان لٿل بيروزگار ماڻهن مان ٺاهيا ويا هئا، جن جو ڪم هو گهٽين ۾ تشدد وڌائڻ. روڊولف هيس، هرمن گُورنگ ۽ 'نورمبرگر واري يهودي ڇاهيندڙ' جوليئس اسٽريچر جهڙا اوائلي پارٽي ميمبر بہ انهن جٿن ۾ شامل هئا. جنرل لوڊنڊورف، جنهن جنگ دوران فيلڊ مارشل وون هائيڊنبرگ سان گڏجي ڪم ڪيو هو، اڳوڻي ڪارپورل هٽلر سان گڏجي بويريا جي صوبائي حڪومت خلاف فوجي بغاوت ڪئي. انهي فوجي بغاوت کي 'بيئر هال پُش' جو نالو ڏنو ويو، پر اِها ناڪام ٿي.

هٽلر کي پنج سال قيد جي سزا ملي، پر اجا 9 مهينا مس گذريا جو کيس آزاد ڪيو ويو. هن جيل ۾'ميئن ڪيمف" (منهنجي جدوجهد) نالي ڪتاب لکيو. انهي ڪتاب ۾ هُن پنهنجي نسل پرستي جو کليل اظهار ڪيو ۽ آرين کي اعليٰ نسل ٺهرائيندي لکيائين تہ برتر نسل مان هئڻ ڪري آرين کي ٻين تي حڪومت هلائڻ جو پورو پورو حق هو. هٽلر مطابق 'ووڪ' (نسل) انسان ذات جو هڪ قدرتي ايڪو هو ۽ جرمن سڀ کان اعليٰ نسل جا هئا. ووڪ جي فيوهرر يا اڳواڻ ۾ سمورو ووڪ (نسل) سمايل هو، ٻين لفظن ۾ تہ اڳواڻ ئي مجسم ووڪ هو. ميئن ڪيمف ۾ هٽلر پنهنجي ذهانت پري پروپئگنڊا جا طريقا بہ لکيا آهن.

بازار جا اگهہ 1929ع ۾ اوچتو ئي اوچتو ڪري پيا، جنهن ڪري لکين ماڻهو بيروزگار ٿي ويا ۽ ڪيترا ننڍا واپاري تباهہ ٿي ويا. اهڙي طرح هٽلر کي انهن بدقسمت ماڻهن مان هڪيا تڪيا ٻڌندڙ ملي ويا. هن جرمني جي مکيہ صنعتڪارن ۾ بہ پنهنجو اثر رسوخ وڌائي ڇڏيو.

نازين کي 1930ع وارين چونڊن ۾ سٺ لک ووٽ مليا. جوزف گوئيبل وڏا وڏا جلسا ڪرايا، جنهن ۾ هٽلر جوشيلين ۽ اثرائتين تقريرن ڪري نسلي نفرتون وڌائيندو ۽ جرمني جي عوام کي ڀڙڪائيندو رهيو تہ اُهي جيڪڏهن وري متحد ٿيڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا ۽ هٿيار کنيائون ۽ ورسيلز واري ٺاهہ کي رد ڪري ڇڏيائون تہ هڪ شاندار مستقبل جا مالڪ ٿي پوندا.

ڪراڙي ٿيندڙ صدر وون هائيڊنبرگ جنوري 1933ع ۾ هٽلر کي چانسلر مقرر ڪيو. هن يڪدم نين رڪستاگ (پارليامينٽري) چونڊن ڪرائڻ جو اعلان ڪيو. رڪستاگ جي باهہ جو الزام ڪميونسٽن تي هنيو ويو، جنهن ڪري نازين کي گهڻا ووٽ مليا. نئين اسيمبلي اِن ايبلنگ ايڪٽ منظور ڪري هٽلر کي آمرانا اختيار ڏئي ڇڏيا.

هٽلر، جون 1934ع ۾ هينڪر هملر جي اصرار تي روهم ۽ ايس- اي وارن پنهنجن ڪيترن ئي ساٿين کي ’ڊگهن چاڪن واري رات‘ قتل ڪرڻ جو حڪم ڏنو. روهم وڏيڪ نواڻ پسند انقلاب جو مطالبو ڪري رهيو هو ۽ فوج جا اعليٰ آفيسر سندس سخت مخالف ٿي پيا هئا، ڇاڪاڻ ته انهن سمجهيو ٿي ته روهم، ايس- اي کي فوج جو نعم البدل بڻائڻ ٿو چاهي. هاڻي هٽلر اڻ ڇيو فيوهرر ٿي ويو هو ۽ هٿياربند فوجن ساڻس وفادار رهڻ جو قسم کنيو هو.

ورسيلز واري ٺاهه اڳوڻي آسٽرو- هنگيرين سلطنت مان ڪيترين ئي نين آزاد رياستن کي جنم ڏنو ۽ پولينڊ کي وري قائم ڪيو هو. نتيجي طور جرمن آدمشماري وارا مختلف حصا سلاوس جي حڪمراني هيٺ اچي ويا هئا. تنهن کان سواءِ آسٽريا ۽ جرمني جي ميلاپ تي بندش به وڌي ويئي هئي. هٽلر جي نظر ۾ اهو قدم جرمن ووڪ (نسل) کي ورهائڻ جي برابر هو. ورسيلز رائن لينڊ کي غيرفوجي علائقو ٺهرايو. هٽلر 1936ع ۾ رائن لينڊ تي قبضي ڪرڻ جو حڪم ڏنو ۽ بينيٽو مسوليني جي اٽلي ۽ جرمني جو محوري اتحاد قائم ڪيائين. انهي کان پوءِ هن آسٽريا کي جرمني سان ملائي ڇڏيو. هن 1938ع ۾ برطانيه ۽ فرانس سان ميونخ ٺاهه ڪري چيڪوسلواڪيا کي ٽوڙي ڇڏيو. اهو ملڪ جيڪو ايڊورڊ بينس جي هٿ هيٺ پهرين مهاڀاري لڙائي کان پوءِ وچ يورپ ۾ جمهوريت جو نمونو بڻجي پيو هو، سو هاڻي نازي فلسفي جو غلام بڻجي پيو. ڪميونزم جي سخت مخالف هوندي به هن اسٽالن جي روس سان ٺاهه ڪيو. هاڻي جرمني کي سوويت يونين جي مداخلت جو ڪوبه خطرو نه رهيو ۽ هو سولائي سان پولينڊ تي حملو ڪري ٿي سگهيو. هٽلر 31 آگسٽ 1939ع تي پولينڊ تي ڪاهه ڪئي. نيٺ برطانيه ۽ فرانس 3 سيپٽمبر تي جنگ جو اعلان ڪيو. روس پولينڊ جو اوڀرندو اڌ کنيو. باقي ملڪ جرمني کي هٿ لڳو.

هٽلر جون 1940ع ۾ فرانس کان آڻ مڃرائي پر برطانيه مضبوطي سان سندس مقابلو ڪيو. جنگ جي سموري عرصي دوران هن فوجي حڪمت عملي تي پنهنجو سخت ضابطو برقرار رکيو. هُن جون 1941ع ۾ روس تي حملو ڪيو، جنهن کي آپريشن ’باربروسا‘ سڏيو وڃي ٿو. پرل هاربر تي جاپان جي حملي کان پوءِ هُن ڊسمبر ۾ آمريڪا خلاف جنگ جو اعلان ڪيو.

انهي وچ ۾ هٽلر کي ’يهودي سوال جو آخري حل‘ يعني يورپ جي يهودين جي نسل ڪشي جو ڪم سونپيو ويو هو. جولاءِ 1944ع ۾ فوج جي هڪ آفيسر ڪلاس وون اسٽافن برگ، هٽلر کي مارڻ جي ڪوشش ڪئي، جيڪا ڪامياب ٿيندي ٿيندي رهجي ويئي. جنوري 1945ع کان ٽين رينج شڪست ڏانهن وڌي رهي هئي. هٽلر نازي پروپئگنڊا جي هوشيار سربراهه گوئيبلز ۽ پنهنجي پوئلڳن جي هڪ ننڍي جٿي سان گڏ جهاز جي ڪوئلي خاني ۾ قائم ٿيل هيڊڪوارٽر ۾

وچي پناهہ ورتي، هُن ايوابران جيڪا ٻارنهن سالن کان سندس سريت رهي هئي، تنهن سان 29 اپريل تي شادي ڪرڻ کان پوءِ آپگهات ڪيو. هٽلر جي آپگهات کان پوءِ ايوا ۽ گوئيبلز جي آڪهہ بہ آپگهات ڪيو.

انهي ۾ ڪو شڪ ڪونهي تہ جرمني 1930ع واري ڏهاڪي ۾ يورپ جو سڀ کان وڏيڪ طاقتور صنعتي ملڪ هو. ڪيترن ئي جرمنن کي نظر اچي رهيو هو تہ هٽلر جرمني کي عالمي معاملن ۾ سندس 'جائز مقام' ڏياريندو. هُو جرمني کي اهو 'جائز مقام' تہ نہ ڏياري سگهيو پر ڪيس آزاد جمهوريت ۽ ڪميونسٽ سامراج جي وچ ۾ ورهائڻ جو سبب بڻيو. جيڪي هيئي نازين جي 'اعليٰ جرمن ووڪ (نسل)' واري نظريي جا سخت دشمن هئا.

# نهرو

(1889-1964)

گانڌي، جنهن هندستان کي آزادي ڏياري سو هڪ فيلسوف هئڻ سان گڏوگڏ سرگرم سياستدان بہ هو. هُو ڌوتي پائيندو هو ۽ زمين تي پلٿي ماري ويهندو هو ۽ غريب ڳوٺاڻن جي وچ ۾ رهندي کيس ڏاڍي خوشي ٿيندي هئي. برطانوي راڄ جي خلاف جدوجهد ڪرڻ لاءِ هُن سڌوسنئون عوام کي سڏ ڏنو هو. هن جي ابتڙ جواهر نهرو، جنهن آزادي کان پوءِ وزيراعظم جي حيثيت ۾ هندستان جي اڳواڻي ڪئي، سو هڪ وڏ گهراڻو ماڻهو هو، جيڪو انگلينڊ جي هئرو اسڪول ۽ ڪيمبرج يونيورسٽي ۾ پڙهيو هو. هو نفاست پسند طبيعت جو مالڪ، سياسي مفڪر ۽ ملڪي مدبر هو.

نهرو آزادي جي هلچل هلندي اٽڪل ڏهہ سال جيل ۾ گذاريا. اُتي سندس گهڻو وقت پڙهڻ، سوچڻ ۽ آئيندي جي رٿابندي ڪرڻ ۾ گذرندو هو. نئين رياست ڪهڙي قسم جي هئڻ گهرجي؟ انهي باري ۾ هندستان کي آزادي ملڻ تائين سندس نظريا پختا ٿي چُڪا هئا. انهن نظرين ۾ سيڪولر ازم (مذهبي رواداري واري رياست) پارليامينٽري جمهوريت ۽ سوشلسٽ اقتصاديات شامل هئا.

پهريان ٻئي نظريا نئين قوم جي آئين ۾ آزادي جي شروعاتي ڏينهن ۾ ئي شامل ڪيا ويا. نهرو پنج سالي رٿائن وسيلي ٽئين نظريي کي بہ عمل ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي. انهن رٿائن ۾ ملڪ کي صنعتي بڻائڻ، زرعي پيداوار وڌائڻ، تعليم جي ترقي ۽ صحت جي سڌاري جا اپاءُ ورتا ويا هئا. انهن سيني ميدانن ۾ نمايان ترقي ٿي، پر ملڪ جي اقتصادي ترقي گهڻي ڀاڱي خانگي شعبي ۾ ٿي. هندستان اڃا تائين دنيا جي غريب ترين ملڪن مان ليکيو وڃي ٿو.

پرڏيهي معاملن ۾، نهرو ملڪن سان دوستيءِ وارا لاڳاپا رکڻ جي حق ۾ هو، پوءِ ڪٿي سندن نظريو ڪهڙو بہ ڇو نہ هجي. هُن مغربي قومن سان بچاءُ وارن معاهدن تي صحي ڪرڻ، يا گڏيل قومن ۾ ساندهہ سندن پٺڀرائي ڪرڻ کان انڪار ڪري، کين ناراض ڪري ڇڏيو. ٻين ڪيترن ئي ايشيائي ۽ آفريڪي ملڪن، جيڪي 1950ع واري ڏهاڪي ۾ هندستان کان پوءِ آزاد ٿيا هئا، تن بہ

غيرجانبداري جي واٽ ورتي. اهڙي طرح نهرو آفريڪي ايشيائي بلاڪ جو غيرسرڪاري اڳواڻ ٿي پيو.

هن جي غيرجانبدار پاليسي کي، 1962ع ۾ اُن وقت سخت ڌڪ لڳو، جڏهن سرخ چين جي فوجن اُتر هندستان تي ڪاهه ڪئي. هندستاني فوجون تڪراري سرحدي علائقي ۾ گهري ويون هيون. چينين نه صرف کين اڳئين پوزيشن تائين، پر ان کان به گهڻو پوئتي ڌڪي ڇڏيو. نهرو کي هٿيارن جي ضرورت پيئي، جيڪي کيس مليا ته ويا پر چين اُن وقت تائين جيئن ته پنهنجو مقصد حاصل ڪري چڪو هو، تنهن ڪري پوئتي هٽي ويو. اترين سرحد تي هندستان جي هار، هندستانين کي فڪرمند ته ڪري ڇڏيو هو پر نهرو جي پنهنجي مقبوليت برقرار رهي.

نهرو، انگلينڊ مان پنهنجي تعليم پوري ڪرڻ کان ستت ئي پوءِ قومي هلچل ۾ شامل ٿيو ۽ وڪالت ڪرڻ لاءِ هندستان موٽيو. پر هو پنهنجن سائين جون ڏکيون ۽ هوائي تقريرون ٻڌي ٻڌي ڪڪ ٿي پيو، جنهن ڪري 1919ع تائين ڪا سرگرمي نه ڏيکاريائين. 1919ع ۾ گانڌي برطانيه جي ظلمن خلاف قدم کڻڻ جو جڏهن سڏ ڏنو ته هو به سرگرم ٿي ويو. هزارين ٻين هندستان وانگر نهرو به برطانوي اختياري وارن جي حڪمن جي پڇڪڙي ڪرڻ، احتجاجي مظاهرا ڪرڻ ۽ ٿيپ کائڻ ۾ گانڌي جو ساٿ ڏنو. نهرو 1920ع واري ڏهاڪي جي وچ ڌاري انڊين نيشنل ڪانگريس جو سيڪريٽري هو. انهي عهدي تي رهڻ دوران هن هندستاني حالتن جو جائزو وٺڻ لاءِ ملڪ جو وسيع دورو ڪيو. هندستاني ماڻهو غريبي جي اوڙاهه ۾ جيڪا ذلت ڀري زندگي گهاري رهيا هئا، تنهن کي ڏسي سندس اکيون کلي ويون. کيس پڪ ٿي ويئي ته هندستان کي نه فقط سياسي آزادي پر سماجي ۽ اقتصادي سڌارن جي به ضرورت هئي.

گانڌي جي پٺڀرائي سان نهرو 1929ع ۾ ڪانگريس جو صدر ٿيو. هن لاهور ۾ ٿيل انهي گڏجاڻي جي صدارت ڪئي، جنهن ۾ پهريون ڀيرو هندستان انگريزن کان مڪمل آزادي جي گهر ڪئي. لاهور واري گڏجاڻي ڪري، نهرو اهڙو قومي اڳواڻ ٿي پيو، جنهن کان فقط گانڌي جو رتبو وڌيڪ هو. بعد ۾ هن انگريزن سان ٿيندڙ گڏجاڻين ۾ شرڪت ڪئي، جن جي نتيجي ۾ انڊيا ائڪٽ انهن قدمن جي سلسلي جي هڪ ڪڙي هو، جن وسيلي انگريزن ڏاڪي به ڏاڪي هندستانين کي خود حڪومت ڏني.

1936ع واري ائڪٽ مطابق هندستاني صوبن لاءِ عوام جي ووٽن سان چونڊيل خودمختيار حڪومت قائم ٿيڻي هئي. صوبائي قانون ساز ادارن جي سيٽن لاءِ 1937ع ۾ جيڪي چونڊون ٿيون، تن هندستان جي هندن ۽ مسلمانن ۾ اهڙو ته ويڇو وجهي ڇڏيو، جيڪو وري ڪڏهن به دور نه ٿيو. هندن جي گهڻائي رکندڙ، نيشنل ڪانگريس جا اميدوار يارنهن مان ستن صوبن ۾ اڪثريت سان

چونڊجي آيا. هندستاني مسلمانن جي نمائندگي ڪندڙ، مسلم ليگ کي صرف ٽن صوبن ۾ اڪثريت ملي سگهي. هندن جي بالادستي کان ڊڄندي، ليگ، ڪانگريس کان اهڙين گڏيل حڪومتن ٺاهڻ جي گهر ڪئي، جن ۾ ڪي مسلمان به شامل هجن، پر نهرو کي جيئن ته هڏي ۾ سيڪولر ازم درڪار هو، نه ڪي مختلف مذهبي گروپن لاءِ جدا نمائندگي، تنهن ڪري هُن اِيئن ڪرڻ کان انڪار ڪيو. ٽن سالن کان پوءِ، مسلم ليگ باقاعدي جدا مسلم رياست جو مطالبو ڪيو.

برطانيه، صوبائي حڪومتن جي منظوري کان سواءِ، هندستان کي ٻي مهاڀاري لڙائي ۾ ڌڪي ڇڏيو. جنهن تي احتجاج ڪندي، صوبائي حڪومتن 1939ع ۾ استعفائون ڏنيون. نيشنل ڪانگريس يڪدم مڪمل آزادي جو مطالبو ڪيو. برطانيه جي انڪار ڪرڻ تي گانڌي ڪوئيٽ انڊيا (هندستان ڇڏي وڃو) هلچل هلائي. گانڌي ۽ نهرو ٻئي گرفتار ٿيا ۽ جنگ وارن سالن جو گهڻو حصو جيل ۾ رهيا.

ٻي مهاڀاري لڙائي کان پوءِ برطانيه جي نئين ليبر حڪومت آڇ ڏني ته جيئن ئي ڪانگريس ۽ مسلم ليگ ورهاڱي بابت فيصلو ڪنديون، تيئن ئي هندستان کي آزادي ڏني ويندي. نهرو ڪيبائينڊي ڪيبائينڊي اِها آڇ قبول ڪئي، ڇو ته 1946ع ۾ مسلمانن ۽ هندن ۾ جيڪي خونريز فساد ٿيا هئا، تن کيس قائل ڪري ڇڏيو هو ته انهي کان سواءِ ٻيو ڪو چارو ناهي. هندستان ۽ پاڪستان برٽش ڪامن ويلٿ اندر آگسٽ 1947ع ۾ آزاد ملڪ ٿيا.

نهرو آئين ساز اسيمبلي جو صدر ٿيو، جنهن هندستان جو آئين ٺاهيو. هو پهرين عام چونڊن تائين حڪومت هلائيندو رهيو. انهن چونڊن ۾ ڪانگريس پارٽي وڏي اڪثريت سان کٽيو ۽ نهرو پارٽي جي اڳواڻ جي حيثيت ۾ وزيراعظم ٿيو. هو انهي عهدي تي 1964ع ۾ پنهنجي موت تائين برقرار رهيو.

نهرو جي موت هڪ خال پيدا ڪري ڇڏيو، جنهن کي ڪو ٻيو هندستاني پري نه سگهيو. پر هن هڪ مضبوط حڪومت، هڪ ترقي ڪندڙ اقتصادي صورتحال ۽ هڪ اهڙي قوم ڇڏي آهي، جيڪا هن وانگر ئي سيڪولر ازم، سوشلزم ۽ سڀ کان وڏي ڳالهه ته جمهوريت ۾ پختو يقين رکي ٿي.

# انٽونيو سالازار

(1889 -1970ع)

انٽونيو سالازار پنهنجي نوجواني واري زماني ۾ ڪوشش ڪئي تہ پورچوگال ۾ جمهوري حڪومت قائم رکڻ جو دلي جذبو جواڻ رکندو اچي پر آخر هڪ ڏينهن اهو جذبو جهڪو ٿي ويو ۽ چيائين:

"سچي ڳالهہ اها آهي تہ مان پارليامينٽ جو مخالف آهيان. مونکي تقرير کان نفرت آهي... اهي جيترين رنگين لڳنديون آهن، اوترين ئي بي معنيٰ لهاڙون بہ هونديون آهن، اسان اتي قومي ڀلائي جو ڪو ڪم ڪرڻ بدران اجاين ڳالهين تي پنهنجو وقت وڃائيندا آهيون." پڇاڙي ۾ سالار آمر بڻجي ويو ۽ پنهنجي قوت آذار نهايت سخت اخلاقي ضابطا مڙهيائين. هن جي دور ۾ ماڻهن جا شهري حق، سياسي آزادي ۽ پريس جي آزادي کسجي ويئي. انهي دور ۾ پورچوگال جي في ماڻهو جي آمدني سڄي يورپ ۾ سڀ کان گهٽ ۽ اڻ- پڙهن جو انگ سڀ کان وڌيڪ هو.

سالازار جو ننڍپڻ چرچ ۾ گذريو. هن شروعاتي تعليم پنهنجي پڙهيل پاڙيسرين کان ورتي، هن جي هاري والدين پنهنجن ٻارن جي زندگي بهتر بڻائڻ ٿي گهري. ڪيس عيسائي مدرسي ۾ داخلا ڏيارڻ جي قابل بڻائڻ لاءِ، پهريان ڳوٺ جي نئين ٺهيل اسڪول ۾ ويهاريائون، جتان 11 سالن جي ڄمار ۾ هو مدرسي ۾ پڙهڻ لاءِ ويو. سالازار 1908ع ۾ گريجوئيشن ڪرڻ کان پوءِ ابتدائي سندون حاصل ڪيون ۽ مدرسي جي شاگردن جو پريفيڪٽ (حاڪم) ٿيو. اتي منجهس پڙهائڻ سان چاهہ پيدا ٿيو. هن ڊگري وٺڻ لاءِ 1910ع ۾ ڪوئمبرا يونيورسٽي ۾ داخلا ورتي، اتان 1940ع ۾ بئچلر جي ڊگري ورتائين ۽ يونيورسٽي جي پڙهائيندڙ عملي ۾ شامل ٿيو پر ساڳئي وقت اقتصادي مضمون پڙهڻ ۽ انهن تي لکڻ جو ڪم بہ جاري رکيائين. اهڙي طرح هو 1918ع ڌاري پروفيسر ٿي ويو ۽ قانون ۾ ڊاڪٽري بہ ڪري چڪو هو.

سالازار جي پڙهائي واري زماني ۾ پورچوگال سخت سياسي ۽ اقتصادي سورن ۾ ڦاٿل هو. بادشاهہ مينوئل II جو تختو اونڌو ڪري پورچوگال کي لوڪ

راڄ بڻائڻ جو اعلان ڪيو ويو هو. برطانوي نموني جي هڪ پارليامينٽري حڪومت قائم ڪئي ويئي هئي پر اها حڪومت ڪمزور ۽ نالائق هئي. سالازار کي يقين ٿي ويو تہ انهي حڪومت جي جاءِ تي پوپ ليو تيرهين جي اصولن جي بنياد تي حڪومت ٺاهي وڃي. پوپ اهي اصول پنهنجن بشپن کي مخاطب ٿيندي ٻڌايا هئا، جيڪي 'ريرم نووارم' وارا اصول سڏبا هئا. پنهنجن خيالن کي پکيڙڻ لاءِ سالازار پورچوگيز ڪئٿولڪ سينٽر پارٽي ٺهرائي. انهي پارٽي جي اڳواڻ جي حيثيت ۾ هن گهڻو ڪجهہ لکيو ۽ ڳالهايو. انهي پارٽي جا ٽي ميمبر 1921ع ۾ ڪورٽس (پارليامينٽ) ۾ چونڊجي ويا. سالازار بہ انهن مان هڪ هو. هڪڙي ئي بحث کان پوءِ هو بيزار ٿي پارليامينٽ مان نڪري ويو ۽ وري وڃي پنهنجو پڙهائڻ وارو پيشو اختيار ڪيائين.

جنرل فرانسڪو گوميز ڊاڪوسٽا ۽ انٽونيو ڪارمونا، 1926ع ۾ فوجي بغاوت وسيلي جمهوري حڪومت جو خاتمو ڪري، اقتدار پنهنجن هٿن ۾ ڪنيو. سالازار، جنهن کي هاٿي مکيہ نوجوان اقتصادي ماهر سمجهيو ويندو هو، تنهن کي خزاني جو وزير ڪري کنيائون، پر پورالي سالازار پنجن ڏينهن کان پوءِ وري بہ استعفا ڏيئي ڇڏي. هن پيري سندس استعفا ڏيڻ جو سبب هي هو تہ ملڪ جي اقتصاديات کي درست ڪرڻ لاءِ کيس پنهنجي منهن ڪم ڪرڻ نہ ڏنو ويو هو. انهي سال جنرل ڪارمونا، گوميز ڊاڪوسٽا کي اقتدار تان تڙي پاڻ وزيراعظم ۽ قائم مقام صدر ٿيو ۽ سالازار کي وري خزاني جو وزير مقرر ڪيائين. هن پيري کيس پورا پورا اختيار ڏنا ويا. هڪ سال جي اندر اندر سالازار بجيٽ کي متوازن ڪري ڇڏيو ۽ 1932ع تائين پورچوگال تان غيرملڪي قرض لاهي ڇڏيائين.

انهي سال نومبر ۾ ڪارمونا چونڊيل صدر جي حيثيت ۾ سالازار کي وزيراعظم مقرر ڪيو. هن هڪ نئون آئين ٺاهڻ شروع ڪيو جنهن جي توثيق 1933ع ۾ عام راءِ شماري وسيلي ڪرائي ويئي. انهي آئين مطابق، صدر وزيراعظم کي ۽ وزيراعظم، وزارت کي مقرر ڪندو هو، جيڪا فقط هن اڳيان ئي جوابدار هوندي هئي. آئين ۾ قومي اسيمبلي ۽ خود حڪومتي ادارو بہ رکيل هو. قومي اسمبلي، قومي يونين جي نمائندگي لاءِ هئي ۽ خود حڪومتي ادارو، مختلف مفاد رکندڙ گروپن جهڙوڪ مزدورن ۽ انتظاميہ کي نمائندگي ڏيڻ لاءِ رکيو ويو هو. آئين ۾ سياسي پارٽي جي ڪا گنجائش نہ هئي ۽ وزيراعظم فرمانن وسيلي حڪومت هلائيندو هو.

ڪارمونا 1951ع ۾ پنهنجي مرڻ تائين وري وري صدر چونڊبو رهيو ۽ سالازار سندس وزيراعظم ۽ وزير خزانہ رهيو. سالازار فوج ۾ ڳجهي پوليس جي مدد سان ملڪ تي ضابطو رکيو. مخالف گروپن کي ٺهڻ کان روڪڻ لاءِ سياسي پارٽين ۽ يونين کي غير قانوني ٺهرايو ويو. هن شاهوڪار ۽ رجعت پسند زميندارن

۽ واپارين کي فائدي ڏيڻ لاءِ عوام کي غريب ۽ ڪمزور رکيو. سندس چوڻ هو "پورچوگيزن کي هار سمجهي هلائجي. ڪهڙي ڪهڙي ڪين ڪهتو ڏبو تہ بگڙجي پوندا"

اسپين جي گهرو لڙائي دوران سالازار جمهوريت پسندن جي خلاف فرانڪو جو پاسو ڪنيو. ٻئي پاڻ ۾ دوست رهيا. ٻي مهاڀاري لڙائي ۾ هو پاڻ تہ غيرجانبدار رهيو پر اتحادين کي ازورس ۾ اڏا استعمال ڪرڻ جي اجازت ڏيئي ڇڏيائين، ڇاڪاڻ تہ پورچوگال ۽ برطانيہ وچ ۾ انهي بابت هڪ پراڻو معاهدو ٿيل هو.

جنگ کان پوءِ برطانيہ ۽ فرانس، آهستي آهستي پنهنجين بيٺڪن کي آزادي ڏيندا ويا، پر سالازار ايشيا ۽ آفريڪا ۾ پورچوگال جي قائم ٿيل شهنشاهي کي چهٽيو رهيو. انگولا ۾ آزادي وٺڻ لاءِ 1961ع ۾ گوريلا جنگ شروع ٿي ويئي. سالازار هزارين پورچوگيزي فوجين ۽ بمن جي زور تي، اها جنگ روڪي. انهي جنگ ۾ وڏو مالي توڙي جاني نقصان ٿيو. هن چيو تہ پورچوگال آفريڪين جي حڪومت قبول نہ ڪندو، ڇاڪاڻ تہ انهي سان فقط اها اڳئين پٺتي پيل حالت موٽي ايندي جنهن کي گذريل زماني جي شيءِ سمجهيو وڃي ٿو."

سالازار کي 1968ع ۾ دڪ لڳو، جنهن ڪري سندس جاءِ تي مارسيلو ڪائيٽانو کي وزيراعظم مقرر ڪيو ويو. پر سالازار جي ڊاڪٽرن ۽ مددگارن فيصلو ڪيو تہ کيس اقتدار وڃائڻ جو نہ ٻڌائجي. هن 1970ع ۾ ايڪاسي سالن جي ڄمار ۾ وفات ڪئي. وفات ڪرڻ وقت بہ، هن پاڻ کي پورچوگيز حڪومت جو سربراهہ ٿي سمجهيو.

پنهنجي ٻگهي دور حڪومتي دور جي پڇاڙي وارن ڏينهن ۾، هن پورچوگال ۾ پنهنجي ڪردار کي مختصر لفظن ۾ بيان ڪندي چيو: "ٿي سگهي ٿو تہ منهنجو ڪم، تمام گهڻي تيز رفتاري کي روڪڻ رهيو هجي." هن ٺيڪ ئي چيو هو ڇو تہ سندس مرڻ پڄاڻان حالتن ۾ تيزي سان تبديلي آئي. پورچوگال جي سيني بيٺڪن کي آزادي ملي ويئي ۽ ملڪ اندر سياسي آزاديون ۽ شهري حق بحال ٿي ويا ۽ نئين جمهوري حڪومت قائم ٿي. پر اهي آزاديون ملڻ ڪري ملڪ سياسي وڳوڙ جو شڪار ٿي ويو، جنهن حڪومت جي پاڙ پٽي ڇڏي ۽ اقتصادي ترقي کي روڪي ڇڏيو. جنهن ڪري ملڪ جو مستقبل غيريقيني ٿي ويو.

# جومو ڪنياٽا

(1889 -1978ع)

جومو ڪنياٽا جڏهن ڇوڪراٽ هو، تڏهن پنهنجي ڳوٺ ڪڪويو جي قبائلي زندگي کان بغاوت ڪئي هئائين. اهو ڳوٺ ڪينيا جبل جي پير ۾ هو. انهي زماني ۾ ڪينيا تي انگريز راڄ ڪري رهيا هئا. ڪنياٽا سندن زندگي جي چمڪ دمڪ کان متاثر ٿي، گهران ڀڳو هو ته جيئن پنهنجن حاڪمن واري زندگي گهاري سگهي. نوجواني ۾ هن وري به بغاوت ڪئي. انهي زماني ۾ هن انگريزن جي حڪومت ۾ ڪا هيٺين درجي جي نوڪري پئي ڪئي. هن پيري هن ڪينيا ۾ انگريزن جي بيٺڪي راڄ خلاف بغاوت ڪئي. هو قومي تحريڪ ۾ شامل ٿيو ۽ ڪينيا جي آزادي لاءِ هلندڙ ٻڪهي جدوجهد جو اڳواڻ بڻجي ويو. جڏهن ملڪ کي 1963ع ۾ آزادي ملي، تڏهن ڪنياٽا به ارڏايون ڇڏي ڏنيون. هو ڪينيا جو پهريون صدر ۽ نئين قوم جو علامتي ابو ٿيو.

ڪنياٽا اوير آفريڪا ۾ انگريزن جي پهچڻ کان ٿورڙو ئي پوءِ پيدا ٿي، پر سندس جمڻ تائين گورن آبادڪارن، کيتي ڪرڻ لاءِ، ججهي پيداوار ڏيندڙ آفريڪي زمينون اچا گهٽيون نه قبايون هيون ۽ نه وري آفريڪين جي روايتي زندگي کي به متاثر ڪري سگهيا هئا. انهي زماني جي ٻين ڪڪويو قبيلي جي ڇوڪرن وانگر هن قبائلي تاريخ ۽ رسم رواج پنهنجي ماءُ کان، ۽ کيتي ڪرڻ، ڌڻ پالڻ ۽ شڪار ڪرڻ جا هنر آهستي آهستي پنهنجي پيءُ کان سکيا. هن جو يورپي طريقن سان ظاهري طرح پهريون واسطو تڏهن پيو، جڏهن هڪ برطانوي اسپتال ۾ آپريشن ڪرائڻ کان پوءِ صحتيابي لاءِ رهيل هو. هو انهي زندگي کان اهڙو ته متاثر ٿيو جو بعد ۾ هڪ مشن اسڪول ۾ پڙهڻ لاءِ گهران ڀڄي ويو. پوءِ هو قسمت آزمائڻ لاءِ نيروبي ويو، جتي هن ڪيترين ئي ننڍين نوڪرين ڪيون. هن پاڻي جي ميٽر ريڊر طور نيروبي جي مقامي حڪومت ۾ آخري نوڪري ڪئي.

نيروبي ۾ پنهنجن شروعاتي سالن ۾ ڪنياٽا، پنهنجي پگهار جي آڌار تي شهري زندگي جا مزا ماڻيا ۽ مادي فائدا حاصل ڪيا، پر هو جلدئي وڌيڪ گنڀير معاملن ۾ دلچسپي وٺڻ لڳو. نيروبي ۾ رهندڙ ڪڪويو قبيلي جي نوجوانن، بحث

مباحثي جو هڪڙو گروپ، ’ايسٽ آفريڪا ايسوسيئيشن (اِي- اي- اِي) قائم ڪيو هو. جنهن حڪومت ۾ گورن جي بالادستي خلاف احتجاج ڪرڻ شروع ڪري ڇڏيو. ڪنياٽا 1923ع ۾ انهن سان ڪجهي طرح شامل ٿيو. ڇاڪاڻ تہ سرڪاري نوڪر هئڻ ڪري کيس ڪنهن سياسي سرگرمي ۾ حصي وٺڻ جي آجازت نہ هئي. اِي- اي- اي کي 1925ع ۾ ٽوڙيو ويو پر سندس ميمبرن ڪڪويو سينٽرل ايسوسيئيشن (ڪي- سي- اي) نالي هڪ نئين ۽ وڌيڪ ڪليل سياسي تنظيم قائم ڪئي. ڪنياٽا پنهنجي سرڪاري نوڪري ڇڏي ڏني ۽ تنظيم جو سيڪريٽري ٿيو. انهي سان گڏوگڏ هن تنظيم جو ترجمان رسالو ’ميگي ويٿانيا‘ (ٺاهہ ڪرائيندڙ) جاري ڪيو ۽ ان جو ايڊيٽر بہ پاڻ ٿيو.

ڪي- سي- اي، ڪنياٽا کي 1929ع ۾ لنڊن موڪليو تہ جيئن اتي وڃي اوڀر آفريڪا ۾ ٽن برطانوي علائقن ڪينيا، ٽانگانيڪا ۽ يوگينڊا کي ڳنڍڻ لاءِ بيٺڪن جي سيڪريٽري سان ملي. ڪينيا ۾ رهندڙ گورن آبادڪارن، انهي خيال جي تائيد ڪئي هئي، ڇاڪاڻ تہ سندن خيال هو تہ ايئن ڪرڻ سان ٿي سگهيو ٿي تہ کين مقامي خود حڪومت جو حق ملي وڃي، پر آفريڪين کي پؤ هو تہ ايئن ٿيڻ سان ڪينيا ۾ آفريڪي حڪومت قائم ٿيڻ جو امڪان يا تہ گهٽ ٿي ويندو يا صفا ختم ويندو. جڏهن بيٺڪن جي سيڪريٽري ڪنياٽا سان ملڻ کان انڪار ڪيو، تڏهن هو ٻين بيٺڪيت مخالف گروپن سان لهہ وچڙ ۾ آيو. ماسڪو ويو ۽ هڪڙو خط لکيائين جيڪو لنڊن ٽائمز ۾ شايع ٿيو. انهي خط ۾ هن ڪي- سي- اي جا مقصد بيان ڪيا ۽ اڳڪٿي ڪيائين تہ جيڪڏهن انهن مقصدن کي نظرانداز ڪيو ويو تہ وڳوڙ پيدا ٿي پوندو. انهن مقصدن ۾ زمين تي آفريڪين جا حق تسليم ڪرڻ، سرڪاري خرچ تي تعليم ڏيارڻ ۽ حڪومت ۾ آفريڪين کي نمائندگي ڏيڻ شامل هئا.

ڪنياٽا 1930ع ۾ ڪينيا موٽيو، پر برطانوي حڪومت وٽ ڪي- سي- اي جا مطالبا پيش ڪرڻ جون نئين سر ڪوششون ڪرڻ لاءِ ٻئي سال کيس وري لنڊن وڃڻو پيو. هن ڀيري هو اتي پندرهن سال رهيو. اتي رهندي هن لنڊن اسڪول آف اڪنامڪس مان اينٿروپولاجي (علم الانسان) پڙهيو، ۽ هڪڙو ٿيسز (مضمون) لکيو، جنهن کي بعد ۾ ڪتابي شڪل ڏيئي، فيسنگ مائونٽ ڪينيا (ڪينيا جبل جي آمهون سامهون) نالو رکيائين. انهي ڪتاب ۾ ڪڪويو ثقافت جو ذڪر، سمجهہ ڀرئي نموني ۽ فخر سان ٿيل آهي. اهو ڪتاب هڪ آفريڪي طرفان آفريقي ثقافت جي ابتدائي ڇنڊڇاڻ ليکجي ٿو. ڪنياٽا ٻين آفريڪي قوم پرستن سان گڏجي بحث مباحثا ڪندو هو، منصوبا ٺاهيندو هو ۽ انقلابي پمفليٽ لکندو هو جن ۾ مڪمل خود حڪومت جي گهر ٿيل هوندي هئي. هن 1945ع ۾ ”آفريڪا، آفريڪين جو آهي“ واري ويچار جي بنياد تي گولڊ ڪوسٽ (گهانا) جي

ڪوامي نڪروما ۾ ٻين سان گڏجي مانچسٽر ۾ پئن آفريڪن ڪانگريس ڪوٺائڻ جو بندوبست ڪيو.

ڪنياٽا لنڊن ۾ رهڻ ڪري، پنهنجي ملڪ جي قوم پرست سياسي گروپن جي عام رواجي اختلافن ۾ سنڌن هڪٻئي سان دشمنين کان بچيو رهيو. هو 1946ع ۾ آخري ڀيرو ڪينيا موٽيو ته انهن کيس پنهنجو اڳواڻ چونڊيو. ڪنياٽا، قبيلن جي ميلاپ سان نئين ٺاهيل سياسي پارٽي، ڪينيا آفريڪا يونين (ڪي- اي- يو) جي صدر جي حيثيت سان هڪ عوامي تحريڪ هلائي، جنهن جا ٽي مطالبا هئا: ڌارين طرفان ڦٻايل زمين آفريڪين کي موٽائي ڏيارڻ، ووٽ جو حق ڏيارڻ ۽ نسلي متڀيد جو خاتمو آڻڻ.

جڏهن برطانوي آبادڪارن اهي مطالبا مڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو، تڏهن ڇڪتاڻ وڌي ويئي. مائو مائو نالي هڪ دهشتگرد تنظيم 1948ع ۾ جنم ورتو، جيڪا گورن خاص ڪري، ججهي پيداوار ڏيندڙ ڪوهستاني علائقن جي هارين کي ڌمڪائڻ ۽ مٿن حملا ڪرڻ لڳي.

ڪنياٽا کي 1952ع ۾ گرفتار ڪيو ويو ۽ کيس مائو مائو لاءِ جوابدار ٺهرايو ويو. هڪ مقدمي ۾، جنهن کي سياسي مقدمو ڪري هلائڻ تي گهڻي تنقيد ٿي، کيس ست سال قيد جي سزا ڏني ويئي، تنهن کان پوءِ کيس هڪ ڏورانهين علائقي ۾ پابند ڪري رکيو ويو. انهي مقدمي کان پوءِ برطانوي حڪومت، ڪينيا کي خود حڪومت ۽ آزادي ڏيڻ لاءِ ابتدائي قدم کڻڻ لڳي. حڪومت ۾ آفريڪين جي شموليت 1961ع تائين آهستي آهستي وڌندي رهي. انهي سال هڪ نئين پارٽي، 'ڪينيا آفريڪن نيشنل يونين' ٺهي جنهن 'آزادي ۽ ڪنياٽا' جي نعري جي بنياد تي قانون ساز ڪائونسل ۾ سڀ کان گهڻيون سيٽون ته کٽيون، پر ڪنياٽا کان سواءِ حڪومت ٺاهڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. ڪنياٽا کي 1962ع ۾ آزاد ڪيو ويو. انهي کان پوءِ ڪينيا تيزي سان پهريائين خود حڪومت ۽ پوءِ ڊسمبر 1963ع ۾ مڪمل آزادي ماڻي. ڪنياٽا وزيراعظم ٿيو. هڪ سال کان پوءِ ملڪ کي عوامي راڄ ٺهرايو ويو، جنهن ۾ هڪڙي ئي مضبوط سياسي پارٽي جي حڪومت قائم ٿي، جنهن جو صدر ڪنياٽا ٿيو.

ڪنياٽا جي اڳواڻي ۾ ڪينيا، آفريڪا جي باقي ملڪن کان مستحڪم ليکجڻ لڳو. ڪينيائي حڪومت ڏاڪي به ڏاڪي ڪينيا کي آفريڪي رنگ ۾ رڱڻ واري پاليسي اختيار ڪئي ته جيئن آفريڪين کي طاقت ۽ اثر وارا عهدا ڏيئي سگهجن. آفريڪي، ايشيائي ۽ اهي يورپي، جيڪي انهي پاليسي جي باوجود ملڪ ۾ رهي پيا هئا، گڏجي سڌجي، ميڻ محبت سان رهڻ لڳا. ڪنياٽا حڪومت ۾ سيني قبيلن جا نمائندا شامل ڪري، قبائلي رقابتن کي ضابطي هيٺ رکيو، پر ڪيترائي ڪينيائي مستقبل جي باري ۾ گهٽ پراعتماد رهيا. انهن کي يقين هو ته

ڪينيا جي ڪاميابي جو دارومدار گهڻي ڀاڱي ڪنياٽا تي هو ۽ ڏهہ سال حڪومت ڪرڻ کان پوءِ 'اهو عاليشان پوڙهو' اسي سالن کان بہ وڏي ڄمار جو ٿي ويندو. اهو برابر آهي تہ هن مهل تائين هو جانٺو ۽ سرگرم رهيو آهي، پر هڪ ڏينهن ضرور اهڙو ايندو جڏهن ڪينيا کي هن کانسواءِ، پنهنجي حڪومت هلائڻي پوندي.

# هملر

(1900-1945)

هينرڪ هملر پنهنجي اقتدار جي عروج وقت ٻئي نمبر تي نازي جرمني جو سڀ کان طاقتور ماڻهو ليکيو ويندو هو. ماڻهو ٻئي ڪنهن کان ايڏو نہ ڊڄندا هئا. گسٽاپو، حفاظتي پوليس (ايس- ڊي) ۽ فوجداري پوليس سندس هٿ هيٺ ڪم ڪنديون هيون. هُو سياسي توڙي فوجي ايس- ايس جو سربراهہ هو. انهي پوئين تنظيم ۾ 1944ع تائين پنج لک ماڻهو شامل هئا. هُو بيگار ڪئمپون هلائيندو هو، جن ۾ رهندڙ غلام پورهيتن کان ايس-ايس جي هٿ هيٺ هلندڙ ڪارخانن ۾ زوري پورهيو ڪرايو ويندو هو. اهڙي طرح هُن جڻ تہ رياست اندر پنهنجي رياست قائم ڪري ڇڏي هئي.

هملر 1928ع ۾ پولٽري فارم هلائيندو هو. ٻئي سال هٽلر کيس ايس- ايس جي ٻہ سؤ ماڻهن جو منهندار مقرر ڪيو. ايس- ايس چار سال اڳ ۾ قائم ٿي چڪي هئي. اِها تنظيم اهڙن 'هم مرتبي محافظن' جي تنظيم هئي جيڪي ڪاريون قميصون پائيندا هئا ۽ نازي پارٽي طرفان گهٽين ۾ تشدد ڪندا هئا. هملر انهن کي اهڙي طرح منظم ڪيو، جو اُهي نازي رياست ۾ ڌمڪاءُ جي علامت بڻجي پيا. انهن کي ٿُرَ- اسٽافيل سڏيندا هئا. پر اِها تنظيم ارنيسٽ روهم جي حڪمن تي هلندي هئي، جيڪو هٽلر جو دوست هو ۽ ناسي قميص واري ايس- اي يا اسٽرم ايبٽيلنگ جو باني هو.

هٽلر جنوري 1933ع ۾ جڏهن جرمني جو چانسلر مقرر ٿيو تہ روهم ۽ گريگر اسٽراسر، جيڪي نازي تحريڪ ۾ گهڻو ڪري هٽلر جي ئي مرتبي جا ماڻهو ليکيا ويندا هئا، مطالبو ڪيو تہ جرمني جي فوج کي ايس- اي جو زيردست بڻايو وڃي. فوج جي اعليٰ عملدارن انهي مطالبي جي سخت مخالفت ڪئي، جيئن تہ هٽلر کي اقتدار ۾ رهڻ لاءِ فوجي آفيسر جي مدد کپندي هئي، تنهن ڪري هملر جي ايس ايس جي قاتل جٿن روهم کي 30-29 جون 1934ع جي وچ واري رات ۾ قتل ڪرائي ڇڏيو. انهي رات کي 'ڊگهن چاڪن واري رات' سڏجي ٿو. اسٽراسر ملڪ ڇڏي ڀڄي ويو. مارجي ويلن جو انگ جدا جدا ٻڌايو وڃي ٿو.

هٽلر جي چوڻ مطابق 77 ماڻهو قتل ٿيا هئا جڏهن ته هڪ تاريخدان 922 ماڻهن جو تخميو لڳايو آهي. ٻن سالن کان پوءِ هملر هرمن گوئرنگ جي جاءِ تي 'ڳجهي پوليس' گسٽاپو جو سربراهه مقرر ٿيو. انهي کان پوءِ هُن سيني حفاظتي تنظيمن کي ملائي 'ريخ سيڪيورٽي مئين آفيس' ناهي.

هملر 1938ع ۾ جنرل فروم خلاف هم جنس پرستي جي ڪوڙي ثابتي پيش ڪئي، جنهن ڪري هٽلر کي هٿياربند فوجن جي اڳواڻن کي بي عزت ڪرڻ جو موقعو ملي ويو ۽ هُن ڪمانڊر اِن چيف جو عهدو پاڻ سنڀاليو. ٻي مهاڀاري لڙائي دوران اولهه يورپ جي فتح ٿيل علائقن جي ذميداري به انهي عهدي تي رکيل هئي.

هملر نازي نظريي کي ڪليل 'سچ' سمجهندو هو ۽ سندس خيال هو ته ناروي جي انهي آريائي نسل جي ڊگهي قد ۽ اڇي رنگ وارن ماڻهن کي 'مالڪ نسل' هئڻ ڪري سڄي انسانذات مٿان حڪومت ڪرڻ جو حق هو. انهي نظريي مطابق، هيٺئين درجي وارا مختلف انساني نسل به موجود هئا جن مان سڀ کان گهٽ درجو يهودين جو هو، جيڪي يورپ وارن آرين جا انتهائي بدخواهه هئا. انهي نظريي کي پروپئگنڊا وسيلي سائنسي ڪهاڻي بڻائي پيش ڪيو ويو جنهن عوام جي ڪل ڦيرڙي ڇڏي. انهي نفسياتي فضا ۾ 'يهوديت واري سوال جو آخري حل' يعني يهودين جي نسل ڪشي جو ڪم شروع ڪيو ويو، جنهن جو 1941ع کان پوءِ مطلب هو وڏي پيماني تي ترتيب ڏنل قتلام.

ٿي سگهي ٿو ته خود هملر ۾ به انسانيت جو ڪو ذرو پرزو رهجي ويو هجي، جاڪاڻ ته هن چتائيندي چيو هو ته "اسان جي تاريخ جو هي شاندار صفحو ڪڏهن به نه لکيو ويندو" پر هُن جي ضابطي هيٺ هلندڙ بيوروڪريسي، سندس ساٿين رين هارڊ هيڊرڪ ۽ ايڊولف ايڪمئين جي مدد سان نسل ڪشي جون اهڙيون ڪئمپون ۽ گشت ڪندڙ بندوق باز دستا ناهيا، جن هڪ اندازي مطابق اٽڪل پنجاهه لک يهودين کي ماري ڇڏيو. انهي ظلم جو شڪار صرف يهودي نه ٿيا پر سلاوس، خانه بدوش ۽ گهٽ ۾ گهٽ ويهه لک روسي جنگي قيدي به مارينڊڙ ڪارخانن ۾ مُئا. گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڪروڙ ويهه لک بي ڏوهي شهرين کي نازين ماري ڇڏيو. لکين ماڻهن کي بيگار ڪئمپن ۾ زوري پرتي ڪيو ويو ۽ کين سندس گهرن کان ٻاهر موڪليو ويو. هملر جو چوڻ هو، "قومن لاءِ صرف ٻه رستا کليل آهن: خوشحال رهن يا بک وگهي مري وڃن. مونکي انهن غلامن ۾ صرف ايستائين دلچسپي رهندي جيستائين اهي جرمني جي تهذيب ۽ تمدن اڏڻ لاءِ اسان کي گهربل هوندا. اُهي پنهنجو پورهيو اسان کي ڏين ٿا ۽ جڏهن مرن ٿا ته اسان کي سندس جسم ملن ٿا." ايس- ايس جي ڪئمپن هلائڻ ۾ جرمني جي صنعت سهڪار ڪيو. آءِ- جي- فاربن جهڙين ڪيميڪل جي وڏين وڏين ڪمپنين گئس چئمبرن لاءِ زائڪلون بي فراهم ڪئي ۽ ميت ساڙڻ جون ڀٺيون تيار ڪرايون. ميتن جا ڪپڙا

معاوضي ۾ ورتا ويندا هئا. سندن زيور ۽ سونيون پرايون بئنڪن جي تجوڙين ۾ جمع ڪرايون ويندييون هيون ۽ سندن هڏن مان پاڻ جو ڪم ورتو ويندو هو. هينرڪ هملر جي قابليت ڏهڪاءُ جو ڪوبہ طريقو نہ ڇڏيو هو.

ڪنهن بہ ڪامياب سرڪاري نوڪر لاءِ انتظامي قابليت ضروري هوندي آهي پر هملر انهي قابليت سان گڏ نازي نظريي جي متن ۾ ايترو تہ ويساهہ رکندو هو جو نازي ازم ڀوت وانگر سندس مٿي تي سوار ٿي ويو هو. سندس خيال ۾ ڪي سچايون اهڙيون هيون جن لاءِ ڪنهن ثابتي ڏيڻ جي ضرورت ناهي هوندي، انهن مان هڪڙي سچائي اها هئي تہ "سلاوسن جو نسل اهڙو تہ گهٽ درجي وارو هو جنهن کي قوت ڏيڻ لاءِ آريائي رت جي چند ڦڙن جي ضرورت هئي." هن ايس- ايس جي اداري طرفان وراثت جي مطالعي ۽ کوجنا واري ڪم ۾ ڏاڍي دلچسپي ورتي. ايڏين مصروفيتن هوندي بہ هو لوڪ وارتائن، قديم آثارن ۽ قديم گاٿڪ زبان جي لکتين جو مطالعو ڪرڻ لاءِ وقت ڪڍي وٺندو هو. جيئن انهن کي آرين جي اعليٰ هئڻ جي ثابتي طور پيش ڪري سگهي ۽ نجومين جي اڳ ڪٿين مان توثيق جي اميد رکندو هو. هملر واقعي هڪ خطرناڪ مٿي ڦريو ماڻهو هو ۽ اهو خطرناڪ ماڻهو جرمني جي اڌ انتظامي ۽ فوجي جوڙجڪ جو مالڪ هو.

هملر کي وچ اپريل 1945ع ۾ پنهنجي اسٽاف، شڪست جي تباهي کان بچڻ لاءِ کو حيلو هلائڻ لاءِ چيو. هُن سوئيڊن جي ڪائونٽ ايف- فوڪ- برنادت جهڙي غيرجانبدار ماڻهو جي معرفت اتر جرمني ۾ اڪيلي وڏندڙ اتحادي فوجن سان ڳالهہ ٻولهہ هلائڻ جي ڪوشش ڪئي. هن کي مئي ۾ برطانوي سپاهين گرفتار ڪيو پر نورمبرگ ۾ جنگي ڏوهاري جي حيثيت ۾ اچا مٿس مقدمو هلڻو هو جو هُن آپگهات ڪري ڇڏيو.

# آئزن هاور

(1890-1969)

سڄي ڄڳ جهان ۾ 'آئيڪ' جي نالي سان مشهور ڊوائٽ ڊي آئزن هاور هڪ ناقابل شڪست جنرل ۽ آمريڪا جي مقبول ترين صدرن مان هڪ هو. هن نارٿ ائٽلانٽڪ ٽريٽي آرگنائيزيشن (ناٽو) جي پهرين سپريم ڪمانڊر جي حيثيت ۾ موجوده يورپي آمريڪي دفاعي سرشتي قائم ڪرڻ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو.

آئزن هاور پهرين لڙائي ۾ ٽئنڪن جي جنگ جي سکيا ڏيندڙ ڪئمپ جي ڪمانڊر طور ڪم ڪيو. ٻنهي مهاڀاري لڙاين جي وچ واري عرصي ۾ هن جن عهدن تي ڪم ڪيو تن ۾ جنگ جي اسسٽنٽ سيڪريٽري طور ڇهن سالن جي ڪارگذاري بہ شامل آهي. هن کي جنگي ڪاررواين جو چيف ۽ پوءِ 1942ع ۾ آمريڪا جي فوجن جو يورپ ۾ ڪمانڊر انچيف مقرر ڪيو ويو. هن نومبر ۾ برطانيہ ۽ آمريڪا جي گڏيل بري فوجن جي اتر آفريڪا واري مهم جي اڳواڻي ڪئي، جيڪا جنگ ۾ اولهہ جي پهرين مکيہ اڳرائي هئي. ٻئي سال هن سسلي تي ڪامياب ڪاهہ جي اڳواڻي ڪئي ۽ ان کان ٻئي سال ڏاکڻي اٽلي تي ڪاهہ جو ڪمانڊر انچيف مقرر ڪيو ويو، جنهن ۾ هن برطانوي فيلڊ مارشل برنارڊ منٽگمري ۽ شعلي جهڙين ليڪن سان ڇٽيل آمريڪي جنرل جارج پيٽن جي مدد سان فتح ماڻي.

آئزن هاور جنگ کان پوءِ جرمني تي قابض آمريڪي فوجن جو ڪمانڊر ۽ آمريڪا جي فوجن جو چيف آف اسٽاف رهيو. هن 1948ع ۾ ڪولمبيا يونيورسٽي نيويارڪ جي صدر ٿيڻ لاءِ پنهنجن فوجي عهدن تان استعفيٰ ڏني. آئزن هاور فوجي زندگي مان شهري زندگي ۾ اچڻ شرط ئي آچ ڪئي پر هن انڪار ڪري ڇڏيو ۽ ڊسمبر 1950ع ۾ ڪولمبيا مان غيرحاضري جي موڪل وٺي وڃي ناٽو جو پهريون سپريم اتحادي ڪمانڊر ٿيو. هو 1952ع ۾ وري فوجي زندگي کان رٽائرڊ ٿيو. هن پيري هن 1952ع وارين صدارتي چونڊن ۾ ڊيموڪريٽ اميدوار ايڊلائي اسٽيونسن کي فيصلائتي شڪست ڏيئي فتحيابي

سان سياست ۾ قدم رکيو.

آئزن هاور جيتوڻيڪ ٽيڪسن ۾ گهٽتائي ڪئي ۽ وفاقي حڪومت جي ڪردار کي گهٽائڻ جي اميد تي رکيائين پر 'سردجنگ' واري مدي ۾ جيڪا ڇڪتاڻ وڌي، تنهن کيس مجبور ڪيو ته ڪانگريس کان ايڏو فوجي خرچ گهري، جيڪو هن کان اڳي ڪنهن به صلح واري دور ۾ وفاقي بجيٽ ۾ نه رکيو ويو هو. هن جي دور ۾ وفاقي حڪومت جيڪي بيا اهم قدم کنيا تن ۾ هائيڊرو اليڪٽرڪ جي وسيلن ۾ 'پائيداري ڪرڻ' واري پاليسي ۽ سينٽ لارنس واري آبي گذرگاهه ٺهرائڻ لاءِ ڪئناڊا ۽ آمريڪا جو معاهدو شامل آهن. اها آبي گذرگاهه جهازراني لاءِ 1939ع ۾ کولي وئي.

آئزن هاور 1956ع ۾ ٻئي مدي لاءِ اسٽيونسن تي اڳي کان به وڏيڪ فيصلائتي فتح حاصل ڪئي. لبرل، سماجي بهبود واري ميدان ۾ ريپبلڪن کي قابل اعتبار نه سمجهندا هئا، پر آئزن هاور 1957ع ۾ آمريڪا جي سماجي بهبود واري پاليسي ٺاهي يادگار ڪارنامو ڪري ڏيکاريو. هن سپري ڪورٽ جي هڪ فيصلي تي عمل ڪرايو، جنهن مطابق ڪارن ۽ اڇن ماڻهن لاءِ جدا جدا تعليم پرائڻ تي بندش وڌي وئي. ارڪنساس جي گورنر آروِل فابس، ارڪنساس جي نيشنل گارڊس کي لٽل راڪ شهر ۾ ڪارن ۽ اڇن جي اسڪولن کي ملائي هڪ ڪرڻ واري قدم کي روڪڻ لاءِ گهرايو. انهي جي جواب ۾ آئزن هاور وفاقي فوجن کي گهرائي ورتو.

روسي اڳواڻ جوزف اسٽالن 1953ع ۾ وفات ڪئي، جنهن ڪري آئزن هاور کي اميد ٿيڻ لڳي ته 'لوهي پردي' پوئتان لڪل ملڪن (سوشلسٽ ملڪن) سان سرد جنگ گهٽ ٿيندي، پر کيس اقتدار اهڙي وقت ۾ مليو جڏهن حڪومت ۾ شامل اهڙن ماڻهن خلاف، جن تي ڪميونسٽ هئڻ جو شڪ هو، سينيٽر ميڪارٿي جي شروع ڪيل مهم جاري هئي. انهي کان سواءِ آئزن هاور جو سيڪريٽري آف اسٽيٽ (وزير خارجه) جان فوسٽر ڊلس پڪو پهه ڪري چڪو هو ته انقلابي ڪميونزم کي هر قيمت تي اڳتي وڌڻ کان روڪيندو. آمريڪا، مائوزي تنگ جي چين خلاف تائيوان ۾ قائم ٿيل چيانگ ڪائي شيڪ جي قومپرستن کي پشتي ڏني، ڏکڻ ويتنام جي بدعنوان حڪومت لاءِ پنهنجي مدد وڌائي ڇڏي، وچ اوير ۾ آمرن جي حڪومتن کي فوجي ۽ اقتصادي امداد ڏيئي مداخلت ڪئي ۽ مصر ۾ ناصر جي مخالفت ڪئي، پر ناصر طرفان سوئيز واهه کي قومي ملڪيت ۾ وٺڻ ڪري، جڏهن فرانس، برطانيه ۽ اسرائيل گڏجي مصر تي حملو ڪيو تڏهن آمريڪا عالمي عام راءِ جو پاسو ڪندي پنهنجن اتحادين کي پوئتي هٽڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو. برطانيه ۽ فرانس جنهن زماني ۾ مصر تي حملو ڪيو هو، تنهن وقت هنگري ۾ ڪميونسٽ مخالف انقلاب به آيو هو، تي

سگهي ٿو تہ آمريڪا ئي ڳجهہ ڳوهہ ۾ انهي انقلاب جي پالنا ڪئي هجي. انهي انقلاب کي سوويت روس جي فوجن چيپاٽي ڇڏيو. روسي ليڊر نڪيتا خروشيف 1959ع ۾ آمريڪا جو دورو ڪيو ۽ آئزن هاور سندس آجيان ڪئي جنهن سان بين الاقوامي ڇڪتاڻ ۾ گهٽتائي آئي. موٽ ۾ آئزن هاور کي بہ روس جو دورو ڪرڻو هو، پر 1960ع ۾ جڏهن آمريڪا جو يُو- ٽُو جاسوسي جهاز سوويت علائقي مٿان جاسوسي ڪرڻ لاءِ اُڏاميو پئي تڏهن ڪيس ڪيرايو ويو ۽ سندس پائلٽ گيري پاورس کي گرفتار ڪيو ويو. روسين ردعمل طور آئزن هاور جو دورو منسوخ ڪري ڇڏيو.

آئزن هاور جي صدارتي مدي ۾ جيتوڻيڪ گهڻن هنڌن تي ڇڪتاڻ رهي، پر جيڪڏهن پٺتي نظر ڪري ڏسبو تہ سندس مدي دوران ٻين جي مقابلي ۾ ڏيساور ۾ وڌيڪ امن امان رهيو ۽ ملڪ اندر خوشحالي رهي. ڪوريا واري جنگ جو جون 1953ع ۾ خاتمو ٿيو. گهڻن آمريڪن کي يقين هو تہ اها جنگ گهٽي ياڳي آئزن هاور جي ورتل اپائن سببان ختم ٿي هئي. انهي کان پوءِ آمريڪا ڪنهن بہ وڏي بين الاقوامي جهيڙي ۾ شامل نہ ٿيو. آئزن هاور جي صدارتي دور ۾ آمريڪا جي اقتصادي حالت جيتري سڌري ايتري اڳي ڪڏهن بہ نہ سڌري هئي پر انهي خوشحالي مان سيني کي هڪ جهڙو فائدو نہ ملي سگهيو.

# چارلس ديگال

(1890-1970)

چارلس ديگال ٻي مهاڀاري لڙائي ۾ نازين خلاف فرانس جي مزاحمت جو نالي ماتر اڳواڻ هو. جنگ کان پوءِ هن نئي فرانس جي قسمت بحال ڪئي هئي ۽ عالمي سطح تي سندس اثررسوخ وڌايو. ديگال پيشيور آفيسر جي حيثيت ۾ 1916ع ۾ وردن ۾ زخمي ٿيو هو. ٻنهي جنگين جي وچ واري مدي ۾ سندس پيشي جي خاص ڳالهه اهو ڪتاب هو جيڪو، هن ٽينڪن وسيلي وڙهڻ جي حڪمت عملي بابت لکيو هو. فرينچ هاءِ ڪمانڊ، جنهن تي فوجي سوارن جي جنگي اڳواڻيءَ جو ڀوت سوار هوندو هو، اهو ڪتاب رد ڪري ڇڏيو. ديگال، پيٽيئن جي وچين حڪومت کان اڳ ٿوري عرصي لاءِ آخري فرينچ حڪومت ۾ وزير ٿي رهيو هو. هو جون 1940ع ۾ لنڊن پڄي ويو. هن مدد لاءِ ريڊيو تان هڪ اپيل نشر ڪئي پر انهي زماني ۾ فرانس توڙي سڄي فرينچ سلطنت، پيٽيئن جي سهڪاري پاليسين جي حق ۾ هئي.

ديگال فري فرينچ تحريڪ قائم ڪئي ۽ ريڊيو تان پنهنجيون تقريرون نشر ڪندو رهيو. آهستي آهستي سندس نالو فرينچ مزاحمت جي علامت بڻجي ويو.

اتحادين 1943ع ۾ اتر آفريڪا فتح ڪيو ته ديگال ٻه الجيئرس جي فرينچ نيشنل ڪاميٽي آف لبريشن (فرانس جي آزادي جي قومي ڪاميٽي) جي صدر جي حيثيت ۾ جاءِ والاري.

برطانيه ۽ آمريڪا کي ديگال جي فرانس ۾ اثررسوخ بابت شڪ هو. آمريڪا کي شڪ هو ته هو آمر ٿيڻ پيو چاهي، جڏهن ته خاص ڪري چرچل کي هو مغرور ۽ رڪاوٽون پيدا ڪندڙ لڳندو هو. ٻنهي مان ڪنهن ٻه نٿي چاهيو ته هو جنگ کان پوءِ فرانس جي فوجي حڪومت ۾ ڪنهن ٻه طرح هٿ وجهي.

نازين کي فرانس مان ڌڪي ڪڍيو ويو ۽ پيرس کي آگسٽ 1944ع ۾ آزاد ڪرايو ويو. ديگال آزاد فرانس ۾ جتي ٻه ويو اتي فري فرينچ خاموشي سان وچي حڪومت جي مقامي آفيسرن کان اقتدار وٺي ڇڏيو. گهڻن ماڻهن کي خدشا هئا ته وچي حڪومت جي ڊهڻ ڪري افراتفري مچندي ۽ خونريزي ٿيندي پر ڪن ٿورڙن

اڻ وڻندڙ واقعن کانسواءِ ٻيو ڪجهه به نه ٿيو.

ايندڙ چوڏهن مهينن تائين ڊيگال فرانس جا معاملا هلائيندو رهيو. هو ڪميونزم کي سڀ کان وڏو خطرو سمجهندو هو. آڪٽوبر 1945ع ۾ چونڊون ٿيون، جن ۾ پهريون ڀيرو فرينچ عورتن کي ووٽ ڏيڻ جو حق مليو. انهن چونڊن ۾ وڏين پارٽين جي حيثيت ۾ ڪميونسٽن، سوشلسٽن . گال جي حامي ڪنٽولڪن کي ڪاميابي ملي. اسيمبلي کي سڀ کان پهرئين آئين ٺاهڻو هو. ڊيگال حڪومت جي سربراهه جي حيثيت ۾ ڪميونسٽن کي اهم وزارتن کان ٻاهر رکيو، پر هو پارليامينٽري سرشتي بدران صدارتي سرشتو قائم ڪرائي نه سگهيو. تنهنڪري جنوري 1946ع ۾ استعفيٰ ڏنائين.

چوٿين ريپبلڪ ، پارٽي بازي جي ڪري ستت ئي ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويئي. ڊيگال اڪيلو رهجي ويو. کيس يقين ٿي ويو ته ڪا بغاوت ئي فرانس جي سياسي افراتفري جو علاج ڪري سگهي ٿي. تنهنڪري عوامي زندگي ڇڏي ڪولومبي-ليس- ڊيئڪس ايگليس نالي ڳوٺ ۾ وڃي رهيو، جتي پنهنجيون يادگيريون لکيائين ۽ قوم کي بچائڻ لاءِ جيڪو سڏ کيس اوس ٿيڻو هو، تنهن جو انتظار ڪرڻ لڳو. نيٺ مئي 1958ع ۾ اهڙو سڏ اچي ويو.

الجزائر ۾ فرانس جي هڪ وڏي فوج سالن کان آزادي پسند قوتن سان وڙهندي رهي هئي. فرينچ آبادڪارن کي خوف ٿيو ته ڪٿي سندن مفادن جو سودو نه ٿئي. مئي 1958ع ۾ الجزائري فرينچ ڪرنلن جو هڪ جٿو پئرس سرڪار کي نيڪالي ڏيڻ جي باري ۾ غور ڪرڻ لڳو. 1جون تي اسيمبلي ڊيگال کي وزيراعظم طور قبول ڪيو. ڪرنلن سوچيو ته هو سندن مطالبا مڃي وٺندو، پر هن حقيقت ۾ فرانس ۾ صدارتي آئين لاڳو ڪري ڇڏيو ۽ الجزائر جي آزادي لاءِ ميدان هموار ڪري ڇڏيائين. الجزائر کي 1963ع ۾ آزادي ملي ويئي.

صدر فرانس جي هر هڪ ڪاتي جو دورو ڪيو، هو پنهنجي اختيار جي ڏک ڏيڻ لاءِ ٽيليويزن تي ايندو رهيو ۽ پنهنجين پاليسين جي قوم کان توثيق ڪرائڻ لاءِ ريفرنڊم ڪرائيندو رهيو. هن اهي سڀئي ڪم بادشاهي شان شوڪت سان ڪيا. ڪارٽونسٽن کيس لوئيس چوڏهون ڪري پيش ڪيو. ڊيگال هڪ ڀيري چيو "اقتدار لاءِ وقار ضروري آهي ۽ وقار قائم رکڻ لاءِ ماڻهن کان دوري ضروري آهي." هن انهي اصول مطابق ئي پنهنجي عوام سان ورتاءُ ڪيو، جن کان حقيقت ۾ کيس نفرت هوندي هئي ملڪ کان ٻاهر سندس دوست توڙي دشمن کيس احترام گاڏڙ نفرت سان سڏيندا هئا. هن 1966ع ۾ نائو معاهدي هيٺ پنهنجيون فوجون واپس گهرائي ورتيون. 1963ع يورپي اقتصادي برادري ۾ پنهنجو شخصي ويٽو استعمال ڪري برطانيه کي انهي ڪري برادري ۾ گهڙڻ نه ڏنائين ته متان فرانس جي بالادستي کي ڌڪ لڳي.

هاڻي فرانس يورپ جي بالادست طاقت نظر اچڻ لڳو هو. ڊيگال اوڀر يورپ جي ملڪن سان ديتانٿ (جهل) واري پاليسي اختيار ڪري، روس سان ويجها لاڳاپا رکي ۽ ويتنام واري جنگ دوران آمريڪا جي پاليسين تي نڪتہ چيني ڪري، دنيا ۾ فرانس جو اثر رسوخ وڌائڻ ۽ سندس نيوڪليئر طاقت کي ترقي ڏياري ڪيس پنهنجي سر پوائتي ائٽمي قوت بڻائڻ تي چاهيو. هن سرخ چين سان لاڳاپا قائم ڪيا ۽ ڏکڻ آمريڪا ۽ ڪئنيڊا جو دورو ڪيو. جتي هن 1967ع ۾ "آزاد ڪيوبيڪ" جو سڏ ڏيئي اينگلو- سيڪسن دنيا ۾ بجلي جي لهر ڊوڙائي ڇڏي.

پر فرانس ۾ سندس سماجي پاليسين خلاف شاگردن ۾ بي چيني وڌي رهي هئي ۽ مزدور بہ گهٽ پگهارن ۽ ڪم ڪار جي حالتن سببان ڪاوڙيل هئا. مئي 1968ع ۾ ايڏي وڏي پيماني تي وڳوڙ ٿيو، جنهن سان انقلاب جو خطرو پيدا ٿي پيو. شاگردن جي حمايت ۾ فرانس جي تاريخ جي سڀ کان وڏي صنعتي عام هڙتال ٿي. وزيراعظم پامپيڊيو تہ يڪدم قدم کنيو پر ڊيگال غيريقيني جو شڪار ٿي لڳو. ٽيليويزن تي ڊيگال جي تقريرن هٿي ورتي هنڌ ڪيو جنهنڪري حڪومتي چونڊن ۾ گاسٽن کي شاندار فتح نصيب ٿي. ٻئي سال ڊيگال پنهنجي صدارتي عهدي جي توثيق لاءِ ريفرنڊم ڪرايو، جنهن ۾ ڪامياب ٿي نہ سگهيو. اهڙي طرح پنهنجي من متي تي هلندڙ هيءُ پوڙهو ريٽائرڊ ٿي ڪولومبي هليو ويو.

# هوچي منه

(1892 -1969ع)

هوچي منهه نون سالن جي جمار ڪان ئي ويتنام جي آزادي لاءِ وڙهڻ شروع ڪيو. هو پنهنجي ملڪ کان فرينچ حاڪمن کي تڙي ڪڍڻ لاءِ، وڙهندڙ باغين کي پيغام پهچائڻ لڳو، پر ڪيس اهميت پنجيتاليهن سالن کان پوءِ ملي. جڏهن ٻي مهاڀاري لڙائي هلندي جاپانين ويتنام تي قبضو ڪيو ته هوچي منهه ڪميونسٽ هئڻ سان گڏوگڏ قومپرست به ٿي ويو هو. هن پڪو پهه ڪيو هو ته نه فقط جاپانين کي پنهنجي ملڪ مان تڙي ڪيندو، پر جنگ کان پوءِ فرينچن کي به پنهنجي ملڪ ۾ وري اچڻ نه ڏيندو. اهو مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ هو اترين جبلن ۾ وڃي لڪو، جتي ويتنامي مزاحمت کي منظم ڪيائين. هو ۽ سندس ويٽ منهه فوجون 1945ع ۾ هنوئي ۾ داخل ٿيون، ويتنام کي هڪ آزاد ريپبلڪ بنائڻ جو اعلان ڪيائون ۽ هڪ چونڊيل حڪومت قائم ڪيائون جنهن جو سربراهه هوچي منهه ٿيو.

پر فرينچن پنهنجي بيٺڪ تان هٿ کڻڻ کان نابري واري. اهي اٺن سالن تائين ويٽ منهه سان وڙهندا رهيا، پر 1954ع ۾ ڊين بين فو تي 55 ڏينهن جي گهيري کان پوءِ نيٺ آڻ مڃيائون.

فرينچن سان جنگ ختم ڪرڻ لاءِ جينيوا وارا ٺاهه ٿيا، جن ويتنام کي ٻن حصن ۾ ورهائي ڇڏيو. اتر ويتنام تي هن ۽ سندس ڪميونسٽن جي حڪومت قائم ٿي ۽ ڏکڻ ويتنام تي مغربي ملڪن جي حامي حڪومت کي اقتدار مليو. ٻن سالن اندر سڄي ويتنام ۾ چونڊون ڪرائڻ جو اقرار ٿيو، جنهن ۾ ويتنامي عوام کي پنهنجي ملڪ لاءِ هڪڙي ئي حڪومت قائم ڪرڻي هئي.

اهي چونڊون ڪڏهن به نه ڪرايون ويون، ڇاڪاڻ ته ڏکڻ ويتنام جي حڪومت ۽ سندس آمريڪي اتحادين کي ڀپ هو ته هوچي کٽي ويندو. هن کي وري جنگ ڪرڻي پيئي. هن ڀيري هو اڳ کان ٽيهه... هو اڳئين جيان اڻٿڪ طرح وڙهيو. هن ڏکڻ ويتنام جي حڪومت جو تختو اونڌو ڪرڻ جي ڪوشش ۾ رڌل باغين ڏانهن هٿيار ۽ ماهر موڪليا. آمريڪي مداخلت جڏهن ويتنام ۾ چوٽ چڙهيل هئي تڏهن ست لک آمريڪي فوجي ڏکڻ ويتنام جي حمايت ۾ وڙهي رهيا هئا. سڄي ٻي مهاڀاري

لڙائي ۾ سيني ڏرين ايترا بہ نہ ڪيرايا هئا جيترا اتر ويٽنام تي آمريڪا ڪيرايا. پر هوچي پنهنجي ملڪ مان ڌارين کي تڙيءِ ڪيڻ ۽ ان کي وري متحد ڪرڻ جو جيڪو پڪو پھ ڪيو هو، تنهن ۾ تر جيترو بہ لوڏو نہ کاڌائين. نيٺ 1975ع ۾، هُوچي جي موت کان ڇهہ سال پوءِ، ڏکڻ ويٽنام جي حڪومت ڀڄي پٽ ٿي ويئي، آمريڪا پنهنجون فوجون ڪڍي ويو ۽ ويٽنام هڪ ڪميونسٽ حڪومت جي هٺ هيٺ ٻيهر متحد ٿي ويو.

ويٽنام کي ڌارين جي حاڪميت کان آزاد ڪرائڻ لاءِ 'هو' جيڪا جدوجهد ڪئي، تنهن جو بنياد سندس اهو عقيدو هو تہ سامراجيت نسل پرستي جو ئي هڪ روپ آهي. هن جي نظر ۾ سامراجيت جو مطلب هو: اڇن ماڻهن جي رنگدار ماڻهن تي حاڪميت قائم ڪرڻ. نوجوانيءَ ۾ بہ سندس اهڙائي عقيدا هئا، جنهن ڪري ويٽنام جا فرينچ اختياري وارا کيس نہ پائيندا هئا. هُو 1912ع ۾ ويٽنام ڇڏي يورپ ويو ۽ مسافري جو خرچ پرڻ لاءِ هڪ فرينچ آڳبوٽ ۾ مددگار طور ڪم ڪيائين.

'هو' 1917ع ۾ پئرس ۾ آباد ٿيڻ کان اڳ آفريڪا ويو ۽ ڪجهہ وقت لنڊن ۾ بہ گذاريائين. هن پنهنجي خرچ جي پورائي لاءِ عجيب و غريب نوڪريون ڪيون پر انهي هوندي بہ پنهنجو پڙهڻ جاري رکيائين. 'هو' ڪلاسن ۾ ويندو هو، ٻين ڪي علائقن مان جلاوطن ٿي آيل ماڻهن سان ملندو هو ۽ ٻينڪي ملڪن ۾ رهندڙ ماڻهن جي ابتر حالت خلاف مغربي يورپ جي عوامي راءِ کي اڀارڻ جي ڪوشش ڪندو هو. پر کيس سوشلسٽن کان سواءِ ٻين کان ڪا ٿورڙي مدد ملي سگهي. 'هو' 1919ع ۾ فرينچ سوشلسٽ پارٽي ۾ شامل ٿيو.

هڪ سال کان پوءِ جڏهن ٻينڪي راڄ جي سوال تي سوشلسٽ پارٽي ۾ ٻچه ڊاهہ ٿي تہ هو فرينچ ڪميونسٽ پارٽي جي باني ميمبرن مان هڪ بڻيو. ٻينڪيت جي مخالف ڪاهي ڌر، ڪميونسٽ پارٽي ٺاهي هئي. پارٽي 1922ع ۽ 1923ع ۾ ٿيندڙ گڏجاڻين ۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ 'هو' کي ماسڪو موڪليو. هو اتي ٽوائيلرس آف ايسٽ يونيورسٽي (اوپر يونيورسٽي جي سخت پورهيو ڪندڙن جي جاءِ) ۾ رهي پيو، جتي انقلابي حڪمت عمليون ۽ نظريو سکڻ لڳو. ماسڪو ۾ 'هو' لينن، ٽراٽسڪي ۽ اسٽالن سان مليو.

'هو' پنهنجن ٻن اوليتن بين الاقوامي ڪميونزم جي خدمت ۽ ٻينڪيت جي مخالفت واسطي پاڻ ارپڻ لاءِ 1925ع ۾ ايشيا موٽيو. 'هو' ٻنهي جي خدمت ڪرڻ لاءِ پنهنجي ذهانت کان ڪافي ڪم وٺڻ لاءِ تيار هو.

هن جي نرم مزاجي ۽ خوش طبعي پويان هڪ اهڙو تيز فهم ۽ توتڪ ڪندڙ ذهن ڪم ڪندو هو، جيڪو پنهنجي مقصد حاصل ڪرڻ خاطر هر ضروري ڪم ڪرڻ لاءِ تيار رهندو هو، جيڪو 'هو' گهڻو گهڻو ۾ ڪم ڪرڻ پسند

ڪندو هو ۽ لڳاتار پنهنجا نالا مٽائيندو رهندو هو، جنهن ڪري پنهنجي دشمن کي منجهائي ڇڏيندو هو ۽ پنهنجا رستا ڳجها رکڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو هو.

روسي حڪومت 'هو' کي چين موڪليو، جتي ظاهري طرح 'هو' ڪينٽن ۾ قائم روسي قونصل خاني ۾ مترجم جو ڪم ڪرڻ لڳو. انهي زماني ۾ چين ۾ چيانگ ڪائي شيڪ ۽ قوم پرستن جي حڪومت هئي، پر چيانگ جا مائوزي تنگ جي ڪميونسٽن سان اڃا تائين سٺا لاڳاپا قائم هئا. 'هو' اتي ويٽناميز ريووليشنري يوٿ ليگ (ويٽنامي انقلابي نوجوانن جي جماعت) قائم ڪئي، جنهن ۾ علائقي ۾ رهندڙ ويٽنامي جلاوطنن کي ڀرتي ڪري، کين انقلابي حڪمت عمليون ۽ نظريو سيکارڻ لاءِ سوويت استاد گهرائي ڏنائين. جڏهن 1927ع ۾ چيانگ ڪميونسٽن کان ڌار ٿي ويو ته 'هو' ڀڄي ويو، جتي هن 1930ع ۾ انڊو چائني ڪميونسٽ پارٽي قائم ڪئي. پهريائين ماسڪو ۽ پوءِ هانگ ڪانگ ڀڄي

ايندڙ ڏهن سالن ۾ هو ايشيا ۾ سفر ڪندو رهيو، جتي انقلابي جٿا منظم ڪيائين ۽ سندن سرگرمين کي مربوط بڻايائين. ٻي مهاڀاري لڙائي جي شروعاتي مرحلن ۾ جڏهن جاپانين ايشيا جو گهڻو ڀاڱو فتح ڪري ورتو، تڏهن هن ڏکڻ چين جو رخ رکيو، جتي هن 19 مئي 1941ع تي پنهنجي فوجي مددگار، نجوين وو گياپ سان ملي، ويٽنام کي ڌارين جي حاڪميت کان آزادي ڏيارڻ لاءِ ويٽ منهه نالي هڪ قوم پرست تنظيم ٺاهي، جنهن جي اڳواڻي گهڻو ڪري ڪميونسٽن جي هٿن ۾ هئي.

هو ٽيهن سالن کان وڌيڪ عرصو جلاوطن رهڻ کان پوءِ ڊسمبر 1944ع ۾ ويٽنام موٽي آيو. جتي قومي آزادي جي هڪ اهڙي جنگ ۾ پنهنجي قوم جي اڳواڻي ڪري ڪيس اتساهيندو رهيو، جيڪا ايشيا جي ڊگهي ۾ ڊگهي ۽ مهانگي ۾ مهانگي آزادي جي جنگ ليکي وڃي ٿي. هو پنهنجي جدوجهد جي ڪامياب پڄاڻي تائين جيئرو نه رهيو، پر سندس پوئلڳن جڏهن 1975ع ۾ ڏکڻ ويٽنام جي گادي سائيگون تي قبضو ڪيو، ته 'هو' جو ڏنل قرض موٽائيندي هنن انهي شهر جو نالو بدلائي هوچي منهه سٽي رکيو.

# مائوزي- تنگ

(1893-1976)

چيني ڪميونسٽ انقلاب جو ابو، چيني ڪميونسٽ پارٽي جو 1935ع کان چيئرمين ۽ ملڪ جو 1949ع کان اڳواڻ مائوزي تنگ، ويهين صديءَ جي چيني تاريخ جي مکيہ شخصيت ليکيو وڃي ٿو. هن جي لکڻين کي پائيدار انقلاب ۽ گوريلا جنگ جي حڪمت عملين جا نظريا سمجهندي سڄي دنيا جا انقلابي مان ڏين ٿا. مغربي مارڪسسٽن جو وڏو حصو مائوازم جي نظريي کي مڃي ٿو.

مائوزي تنگ پنهنجي ڳوٺ واري اسڪول ۾ چين جا قديم علم پڙهيو ۽ ماسٽر جي ڪورس جي سکيا ورتائين، جنهن کيس اولهہ جي سياسي ادب کان واقف ڪيو. انهي کان پوءِ هن پيڪنگ يونيورسٽي جي لائبررين لي تا-ڪائو جي مددگار طور ڪم ڪيو. هو جلد ئي لي جي قائم ڪيل مارڪسي اسٽڊي گروپ (مطالعي ڪندڙ جٿي) ۾ شامل ٿي ويو.

مغربي طاقتن طرفان 1919ع واري ورسيلز امن معاهدي هيٺ، چين ۾ جرمن کي مليل رعايتون جاپانين کي ڏيارڻ ڪري چين جا جمهوريت پسند، اڳيئي مغربي جمهوريت جي آزادي پسند نظرين کان مايوس ٿيل هئا. 4 مئي 1919ع تي پيڪنگ يونيورسٽي جو عملو ۽ شاگرد گهٽين ۾ نڪري آيا. مائوزي تنگ ۽ چو اين لائي بہ انهن ۾ شامل هئا. ٻن سالن کان پوءِ جن 13 جڻن گڏجي شنگهائي ۾ چين جي ڪميونسٽ پارٽي جو پايو وڌو، تن ۾ مائو بہ شامل هو. هن 1923ع ۾ هونان ۾ انقلاب کي اڳتي وڌائڻ لاءِ سن يات سين جي ڪومنتانگ ۾ ڪم ڪيو.

مائو پنهنجي هڪ رپورٽ 'هونان ۾ هارين جي هلچل (1972ع)' ۾ دليل ڏيندي لکيو تہ چين جي انقلاب جو بنياد صنعتي پورهيتن بدران هارين تي رکڻ گهرجي. هي نظريو مارڪسي بنياد پرستي کان مختلف هو. چيانگ ڪائي شيڪ جڏهن 1927ع ۾ ڪميونسٽن کي ختم ڪرڻ لڳو، تڏهن مائو سرخ فوج جي باني لن پيائو ۽ چوهہ تيهہ جو ساٿ ڏيڻ لاءِ ڪيانگسي صوبي جي جبلن ڏانهن ڀڄي ويو. ڪيانگسي جي ڀرارڙي وارن علائقن ۾ قائم هڪ سوويت ريپبلڪ جلد ئي ترقي ڪرڻ لڳي. چيانگ 1934ع ۾ هڪ وڏو گهيرو ڪيو. هڪ لک ڪميونسٽ،

جن ۾ مرد، زالون ۽ ٻار شامل هئا، اهو گهيرو ٽوڙي اوچتو ئي اوچتو لانگ مارچ تي نڪري پيا. هڪ سال تائين فوج سندن خلاف ڏهڪائيندڙ ڪارروايون ڪندي رهي. انهي وچ ۾ ڪين هيون به لونءِ ڪانڊاريندڙ سختيون سهڻيون پيون، جنهن ۾ ڪافي ماڻهو مري ويا، پر پوءِ به جيڪي بچيا، سي هڪ سال کان پوءِ ينان ۾ پهچي ويا، جيڪو چين جي اترئين علائقي ۾ آهي. انهي لانگ مارچ ۾ انهن 7000 ميلن کان وڌيڪ مسافري ڪئي. اهو لانگ مارچ اڳتي هلي نئين چين جي هڪ ڏند ڪٿا بڻجي ويو. ينان 1935ع ۾ نئين ريپبلڪ جي گادي ٿيو ۽ مائو ڪميونسٽ پارٽي جو چيئرمين ٿي ويو.

ڪومنتانگ تي رشوت خور ۽ ظالم آفيسرن ۽ سپاهين جي حڪومت قائم هئي، جڏهن ته ان جي ابتڙ ڪميونسٽن سخت اندروني ضابطو برقرار رکيو هو ۽ مقامي هارين سان انصاف ڀريو ورتاءُ ڪري رهيا هئا. انهن جاپانين خلاف قومي محاذ ڪڙو ڪرڻ جي پڻ گهر ڪئي. چيانگ ڪائي شيڪ ڊسمبر 1936ع ۾ مجبور ٿي انهي گهر سان سهمت ٿيو. ڪميونسٽ گوريلن اتر- اوير چين ۾ جاپانين جي قبضي هيٺ آيل شهرن جي پسگردائي تي قبضو ڪيو. انهن اتي ايماندار حڪومت قائم ڪئي ۽ زمين نئين سر هارين ۾ ورهائي. مائو 1945ع تائين 9ڪروڙ چينين جو اثرائتو حاڪم ٿي چڪو هو.

مائو ۽ چيانگ ۾ ٺاهه ڪرائڻ لاءِ، جارج سي مارشل جي اڳواڻي ۾ هڪ آمريڪي وفد چين ويو، پر ناڪام ٿي موٽيو. آڪٽوبر 1949ع ۾ پيپلز ريپبلڪ آف چائنا (عوامي جمهوريه چين) قائم ڪرڻ جو اعلان ڪيو ويو. وڏي ناٽي واڌ، ڏڪار جي خطري ۽ واپار جي تباهي جي باوجود، چين جو سڪو 1951ع ۾ مضبوط ٿي ويو. هاڻي مائو زرعي سڌارن تي ڌيان ڏنو. لکين هارين کي مفت ۾ زمين جا ٽڪرا ڏنا ويا (جن کي بعد ۾ گڏيل فارمن ۾ بدلايو ويو.) ڪجهه زميندارن کي پلاٽ ڏنا ويا پر هزارين زميندارن تي گذريل زماني ۾ ظلم ڪرڻ جي ڏوهه ۾ مقدما هلايا ويا ۽ ڪيترن کي ماريو ويو. پيپلز لبريشن آرمي (عوامي آزادي جي فوج) 51-1950ع واري ڪوريا جي لڙائي ۾ گڏيل قومن/ آمريڪا جي فوجن کي پوئتي ڌڪي ڇڏيو. اها مغربي فوج مٿان چين جي پهرين فتح هئي. 55-1954ع ۾ ويٽنام جي مسئلي تي جينيوا ۽ بنڊونگ ۾ جيڪي ڪانفرنسون ٿيون تن ۾ چين جي پرڏيهي وزير چو اين لائي جي اختيار ڪيل حڪمت عملين ڪري چين جو بين الاقوامي سطح تي مانُ اچا به وڌي ويو پر 1950ع واري ڏهاڪي ۾ چين جا روس سان سخت اختلاف پيدا ٿي پيا.

خروشچيف طرفان اسٽالن جي نندا ڪرڻ تي مائوزي تنگ خفا ٿي پيو. اِها ڳالهه ڪميونسٽ لائين جو رخ مٽائڻ جي برابر هئي جنهن بابت ساڻس ڪا صلاح مصلحت نه ڪئي ويئي هئي. هُن کي اهو به ڏپ هو ته خروشچيف مغرب سان

پُرامن نموني گڏجي رهڻ جي جيڪا پاليسي اختيار ڪئي هئي، سا اڳتي هلي چين خلاف گڏيل محاذ جو روپ اختيار ڪري سگهي ٿي. انهي تي هنئي ملڪ جنگ جي ويجهو پهچي ويا.

مائو جي ڪتاب 'نئين جمهوريت تي' ۾ عوامي راءِ جي تخليقي قوت ۽ عوام جي شرڪت تي ڀرپور اعتماد جو اظهار ٿيل هو. هُن 1958ع ۾ گريٽ ليپ فارورڊ (اڳتي وڌڻ لاءِ وڏي ڇال مارڻ) جو اعلان ڪيو. هزارين روسي صلاحڪار جيڪي چيف جي صنعتي پروگرام لاءِ انتهائي ضروري هئا، تن کي واپس گهرايو ويو. هاڻي سڄي چين ۾ ڪوئلي جي کاڻين تائين پهچندڙ ريلوي لائين سان گڏوگڏ، مقامي طور ٺهيل ڀٺيون اڀري آيون هيون. زراعت کي عقلي بنيادن تي بيهارڻ ۽ سماجي ايڪي کي مضبوط ڪرڻ لاءِ هارين جي سهڪاري فارمن کي ملائي وسيع ڪميون ٺاهيا ويا، پر اِهي هنئي مهمون پنهنجا پير جمائي نہ سگهيون. نقادن اعتراض ڪيو تہ مائو نظريي تي زور ڏيئي اقتصادي انتظام کي ڪمزور ڪري ڇڏيو هو. مکيہ نقاد ليو شاؤچي ريپبلڪ جو صدر ٿيو.

مائو جيتوڻيڪ اجا تائين پارٽي جو چيئرمين هو، تنهن هوندي بہ سندس زوال ظاهر ٿيڻ لڳو هو. پر اسڪولن ۾ سوشلسٽ تعليم جي پروگرام ڪري نوجوانن جو اهڙو نسل تيار ٿي رهيو هو، جنهن اڳتي هلي عظيم پرولتاري ثقافتي انقلاب وسيلي سماج کي ڌوڏي ڇڏيو. آگسٽ 1966ع ۾ ڏهہ لک نوجوان ريڊگارڊس (سرخ محافظ)، پارٽي جي مائو مخالف اعليٰ، شاؤچي جي مذمت ڪرڻ لاءِ سڄي چين مان اچي پيڪنگ ۾ ڪٺا ٿيا. مائو جو حمايتي لِن پيائو هو، جيڪو فوج ۾ اڳيئي عهدا ختم ڪري چڪو هو ۽ 'چيئرمين مائو جي چوڻين' تي ٻڌل ننڍڙي ڳاڙهي ڪتاب کي، سکيا جي ڪم لاءِ لازمي قرار ڏيئي چڪو هو. آخرڪار ليوشاؤچي کي زوري پارٽي مان ڪڍيو ويو پر چين ۾ فساد شروع ٿي ويو. جيئن تہ ريڊ گارڊس هٿن مان نڪري ويا هئا، تنهن ڪري فوج کي گهرايو ويو. خود لِن پيائو بہ نئين خطري جي صورت ۾ اڀريو. هُو ٻاهرين منگوليا جي ريپبلڪ ۾ سيپٽمبر 1971ع ۾ هڪ حادثي ۾ مري ويو. هنئي سال اعلان ڪيو ويو تہ هُن مائوءَ کي مارڻ لاءِ ناڪام حملو ڪيو هو جنهن سببان چين مان ڀڄڻو ٿي ويو جو ساڻس اهو حادثو ٿيو.

انهي کان پوءِ مائو چين جو نالي ماتر اڻ ڇپيو سربراهہ ٿي رهيو. ٿي سگهي ٿو تہ هن جي پوين سالن ۾ حقيقي اقتدار انقلاب مخالف 'چئن جي ٽولي' وٽ رهيو هجي جنهن جي اڳواڻي سندس زال چيانگ چنگ ٿي ڪئي. پر هن عظيم انقلابي جو ڪم مڪمل ٿي چڪو هو. چيني سماج جا نئين سر بنياد رکيا ويا هئا، ۽ ملڪ دنيا جي هڪ مکيہ طاقت جي حيثيت ۾ پنهنجو قدرتي ڪردار ادا ڪرڻ جي قابل ٿي چڪو هو.

# خروشچيف

(1894-1971)

عهدي تان لٿل سوويت وزيراعظم نڪيتا خروشچيف، جڏهن 1971ع ۾ وفات ڪئي ته سوويت اختياري وارا پنهنجي قوم کي سندس موت تي ڏک ڪرڻ جي اجازت ڏيڻ کان ڪيبائي رهيا هئا. انهن سندس موت جي اعلان ڪرڻ ۾ ڪيترائي ڏينهن لاتا. ڪيس سرڪاري اعزاز سان دفنائڻ جي اجازت نه ڏنائون ۽ سندس مڙهه کي ڪريملن جي ڀت جي اندرئين پاسي، جتي اسٽالن پوريل آهي، دفنائڻ جي اجازت ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيائون.

انهي اڻ- گهڙئي، جوشيلي، گنجي ۽ ڏند ڪيي وات ڦاڙي، اڻ وڻندڙ نموني ڳالهائڻ واري خروشچيف جو ڏوهه اهو هو جو هن اسٽالن جي ٽيهن سالن کان جاري ڏاڍ ۽ ڌمڪاءُ کي ڀرو ڪري ڇڏيو هو. آزادي ۽ مادي خوشحالي جا دٻيل مطالبا ڪر کڻي اڀري نموني اٿي پيا هئا، جو انهن کي دٻائڻ، سندس جانشينن لاءِ ڏکيو ٿي پيو هو. انهن کي خروشچيف جا اهي ڏينهن ياد هئا جڏهن هن اڀرو ٿيندي، تبديلي جي مطالبن جي حمايت ڪئي هئي، تنهن ڪري ڪين پڪ ٿيو ته سندس موت تي اهي مطالبا وري نه ٿين لڳن.

ڪميونسٽ پارٽي جي 20 ڪانگريس 1956ع ۾ ٿي. خروشچيف انهي ڪانگريس ۾ پهريون ڀيرو هڪ ڳجهي رپورٽ ۾ اسٽالن جي مذمت ڪئي. هن پنهنجي اڳئين جانشين تي ڪٽرپڻي ۽ پنهنجي 'شخصيت پرستي' ڪرائي، پنهنجو شان و شوڪت وڌائڻ جو الزام هنيو. هن جي تقرير کان پوءِ سوويت زندگي ۾ اهم تبديليون آيون. ڳجهي پوليس جا اختيار گهٽايا ويا ۽ سياسي قيدين کي آزاد ڪيو ويو. دانشورن ۽ فنڪارن کي محدود آزادي ڏني وئي. ٻين ڪميونسٽ ملڪن ۾ به اهڙيون تبديليون آيون. اسٽالن جي حامي ليڊرن کي هٽائي سندن جاءِ تي وڌيڪ اعتدال پسند ماڻهو آندا ويا. پولينڊ ۾، جتي ولادي سلاو گُملڪا اقتدار ۾ آيو هو، وڌيڪ آزادي ڏني وئي. رومن ڪئٿولڪ چرچ سان لاڳاپا نئين سر قائم ڪيا ويا ۽ مغرب سان ثقافتي ۽ اقتصادي لاڳاپا وڌايا ويا. اوڀر يورپ جي ٻين ملڪن به انهي ڳالهه جي پيروي ڪئي، پر اسٽالن جي دؤر کان پوءِ واري

هنگري جي اڳواڻ امري نيگي جڏهن وارسا پيڪٽ کان نڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، تڏهن خروشچيف اتي سوويت ٽئنڪون موڪلي کيس ايئن ڪرڻ نہ ڏنو. وارسا پيڪٽ اهو فوجي اتحاد هو، جنهن سوويت يونين کي پنهنجي اتحادين سان ڳنڍي ڇڏيو هو.

خروشچيف 1959ع ۾ پنهنجي آمريڪا جي دوري دوران آمريڪي صدر ڊوائٽ ڊي آئزن هاور سان ملاقات ڪئي ۽ 'آئيڪ' کي ساڳي طرح آمريڪا جي دوري ڪرڻ جي دعوت ڏنائين، پر 1960ع ۾ هڪ آمريڪي يوٽو جاسوسي جهاز کي سوويت يونين مٿان اڏامندي ڪيرايو ويو، ۽ پائلٽ گيري پاورس کي گرفتار ڪيو ويو، تنهن ڪري اهو دورو رد ڪيو ويو.

جن آفتن ڪڏجي خروشچيف جو زوال آندو، تن مان پهريون حادثو جاسوسي جهاز جي ڪيرائڻ جو هو. ٻي مصيبت تڏهن پيدا ٿي، جڏهن هُن 1962ع ۾ آمريڪا جي فلوريڊا کان 90 ميل پري ڪيوبا تي اڱرائي ڪندڙ ميزائيل لڳرايا. صدر جان ايف ڪينيڊي سخت مخالفت ڪئي. 13 ڏينهن کان پوءِ جڏهن ٻئي ملڪ ائٽمي جنگ جي ڪنڌي تي پهچي چڪا هئا، خروشچيف مڙي ويو ۽ ميزائيل اُتان هٽائڻ جو حڪم ڏنائين. بعد ۾ انهيءَ مقابلي جي ختم ٿيڻ جي خوشي ۾ خروشچيف، ڪينيڊي ۽ برطانيہ جي وزيراعظم هيرالڊ مئڪ ملن، ائٽمي تجربن تي پابندي وجهڻ واري معاهدي تي صحيون ڪيون، پر سرخ چين ميزائيلن جي مسئلي تي پٺتي هٽڻ ڪري، خروشچيف کي ڪڏهن بہ معاف ڪري نہ سگهيو ۽ اسٽالن جي پاليسين کي ڦيرائڻ ڪري ٻنهي ملڪن ۾ جيڪي اختلاف پيدا ٿي چڪا هئا سي اجا بہ وڌي ويا.

خروشچيف زرعي پيداوار کي وڌائڻ جا جيڪي وڏ- خيالي منصوبا ٺاهيا هئا، سي بہ ناڪام ٿي ويا، جنهن ڪري سوويت يونين ۾ سندس مخالفت وڌي ويئي ۽ پارٽي جي ڪجهہ حامين انهي جي ذميداري انتظامي تبديلين تي وڌي. هن فوجي خرچن ۾ جيڪا گهٽتائي ڪئي هئي ۽ جيڪو رويو رکيو سو برداشت کان ٻاهر ثابت ٿيو. آڪٽوبر 1964ع ۾ هن جي ڪيترن ئي مخالفن خاص ڪري برزنيف ۽ ڪوسيجن، کيس رٽائر ٿيڻ لاءِ مجبور ڪري ڇڏيو. طوفاني خروشچيف عوام کان اوجهل ٿي گوشہ نشيني اختيار ڪئي. پنجاهہ سالن تائين ڪميونزم جي خدمت ڪرڻ کان پوءِ اِها سندس پهرين گوشہ نشيني هئي.

خروشچيف هڪ هاري گهراڻي جو غريب ڇوڪرو هو. هو ڏکڻ روس جي ڪلينوف نالي هڪ ڳوٺ ۾ پيدا ٿيو هو. ننڍپڻ هو پنهنجي پيءَ جي ٻاڙي تي ورتل ٻنيءَ ۾ ڌڻ چاريندو هو. بعد ۾ جڏهن سندس آڪهہ يوڪرين جي يوزوفڪا ۾ وڃي رهي، تڏهن هن اتي کاڻين ۽ ڪارخانن ۾ ڪم ڪيو. هو 1918ع ۾ ڪميونسٽ پارٽي ۾ شامل ٿيو ۽ گهرو لڙائي دوران سرخ فوج ۾ جونيئر سياسي

ڪميسار جي حيثيت ۾ ڪم ڪيائين. انهي جنگ کان پوءِ هن، پورهيتن جي لاءِ نئين قائم ٿيل سوويت اسڪولن مان هڪ ۾ پنهنجي ثانوي تعليم مڪمل ڪئي. اتي هو شاگرد اڳواڻ ۽ اسڪول جي ڪميونسٽ پارٽي جو سيڪريٽري بڻيو. هن جلدئي يوڪرين جي ڪميونسٽ پارٽي جي جنرل سيڪريٽري ۽ اسٽالن جي دوست لازار ڪاگانووچ جو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪائي ورتو. خروشچيف اسٽالن انڊسٽريل اڪيڊمي ۾ پڙهڻ لاءِ 1929ع ۾ ماسڪو ويو ۽ جلدئي انهي اسڪول جي ڪميونسٽ پارٽي جي تنظيم ۽ بعد ۾ ماسڪو جي ڪميونسٽ پارٽي جي تنظيم ۾ شامل ٿي ويو. هو 1935ع ڌاري ماسڪو ۾ پارٽي جو اول سيڪريٽري ٿي چڪو هو ۽ کيس ماسڪو جي زيرزمين رستي کي مڪمل ڪرڻ جو ڪم سونپيو ويو هو. اها ذميداري پوري ڪرڻ ڪري، کيس آرڊر آف لينن سان نوازيو ويو. خروشچيف جيئن تہ اسٽالن جو سخت حامي هو. 1930ع واري ڏهاڪي ۾ اسٽالن جي 'صفاين' ڪري سندس ڪيترائي ساٿي مارجي ويا هئا، تنهنڪري هو پارٽي توڙي حڪومت ۾ تيزي سان ترقي جا ڏاڪا چڙهندو ويو. ٻي مهاڀاري لڙائي جو زمانو هن يوڪرين ۾ گذاريو، جتي 'صفائي' سبب ٻڳل ٽٽل پارٽي کي بحال ڪيائين، علحدگي پسند تحريڪن کي دٻائي ڇڏيائين ۽ جرمني جي ڪاهہ کان پوءِ مزاحمت کي همٿايائين. يوڪرين کي 1944ع ۾ جڏهن آزاد ڪرايو ويو تہ هن اتي زرعي پيداوار وڌائڻ لاءِ ڪم ڪيو.

اسٽالن 1949ع ۾ خروشچيف کي واپس ماسڪو گهرائي ورتو، جتي هو ٻيهر ماسڪو ڪميونسٽ پارٽي جي اول سيڪريٽري ٿيڻ سان گڏوگڏ سوويت پارٽي جي مرڪزي ڪاميٽي جو سيڪريٽري بڻ ٿيو. اسٽالن جي 1953ع ۾ موت کان پوءِ خروشچيف انهي ٽولي مان هڪ هو، جيڪو اقتدار جو وارث ٿيو هو. جيئن تہ ماسڪو ۾ پارٽي جي تنظيم ۽ مرڪزي حڪومت سندس ضابطي ۾ هئي، تنهن ڪري هن پنهنجي مکيہ رقيب مالنخوف کي سولائي سان شڪست ڏيئي ڇڏي ۽ سوويت ڪميونسٽ پارٽي جي اول سيڪريٽري جي حيثيت ۾ اقتدار پنهنجي هٿ ۾ ورتو. هن 1955ع ۾ مالنخوف کي وزيراعظم جي عهدي تان لاهي ڇڏيو ۽ سندس جاءِ تي پنهنجي هٿ ٺوڪئي اميدوار نڪولائي بلگانن کي وزيراعظم بڻايو. ٻئي گڏجي حڪومت ڪرڻ لڳا، تان جو 1957ع ۾ اسٽالن جي هڪ حامي جٿي، جنهن ۾ مالوٽوف، مالنخوف ۽ ڪاگن شامل هئا، خروشچيف کي عهدي تان لاهڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ناڪام ٿيو. ٻئي سال خروشچيف اهو ڏيکارڻ لاءِ تہ سڀ ڪجهہ سندس مٺ ۾ آهي، پاڻ کي وزيراعظم سڏايو ۽ حڪومت توڙي پارٽي جو مٿانهون عهدو پاڻ وٽ رکيو.

خروشچيف جڏهن چونڊي ڪئي، تڏهن 64 سالن جو هو، پر اقتدار ۾ فقط ڇهہ سال رهيو، تنهن کان پوءِ وڏيڪ قدامت پسند مخالفن سندس تختو اونڌو

ڪري ڇڏيو. پر انهي عرصي ۾ هن ڊرامائي تبديليون آڻي ڇڏيون هيون، جيڪي ڪميونسٽ نظريي ۾ ته ايتريون نه آيون هيون، جيتريون سوويت يونين ۾ ملڪ عمل ڪرڻ جي ميدان ۾.

# پيرن گهراڻو

## جيوئان (1895-1974ع،
## ايوا (1919 -1952ع،
## ازابيل ڄم 1931ع

جيوئان ڊومنگو پيرن ارجنٽائن جو صدر، ٽڏهن چونڊجي سگهيو جڏهن سندس سهڻي سريت ايڪٽرياڻي ايوا ڊارٽي سندس جيل مان آزاديءَ لاءِ آڪٽوبر 1946ع ۾ پورهيتن جو هڪ وڏو مظاهرو ڪرايو. انهن پورهيتن تي، انهي ڪري 'پيرنسٽس' جو نالو پئجي ويو. پورهيتن ڪيس 1947ع کان 1956ع تائين انهي عهدي تي برقرار رکيو ۽ 1973ع ۾ وري ڪيس صدر ڪيائون. پورهيتن جي حمايت سان هُو ڏکڻ آمريڪا جي تاريخ ۾ سيني قوم پرستن اڳواڻن کان وڌيڪ نمايان ۽ پاپولسٽ* اڳواڻ ليکجي ٿو.

ارجنٽائن جي پورهئي جي وزير جي حيثيت ۾ پيرن پورهيتن جي وفاداري ۽ سندن اتساهه ڀريل حمايت حاصل ڪري ورتي. اهو عهدو هُن اُن وقت پاڻ لاءِ چونڊيو، جڏهن هُن ۽ ٻين فوجي آفيسرن گڏجي 1943ع ۾ اقتدار تي قبضو ڪيو. نئين فوجي حڪومت ڪي عوامي اعتماد ڏيارڻ لاءِ پيرن، شهري توڙي ڳوٺاڻن مزدورن کي دل کولي فائدا ڏنا. هُن سندن پگهارون وڌايون، عام موڪل جو مُدو وڌايو، ڪين ريٽائرمينٽ جا فائدا ۽ نوڪري کان جُدا ٿيڻ جي پگهار ڏياريائين. جيئن ئي سندس مقبوليت وڌي تہ هُن جنگ جي وزير ۽ نائب صدر جا عهدا بہ پنهنجي هٿ هيٺ رکيا. اهڙن قدمن ڪٽڻ ڪري هُن جا ڪي قدامت پسند فوجي ساٿي سمجهڻ لڳا تہ هُو حد کان تمام گهڻو اڳتي وڌي ويو هو. تنهن ڪري ڪيس عهدي تان لاهي 1946ع ۾ جيل ۾ وجهي ڇڏيائون.

پيرن جيل مان پنهنجي رهائي کان ڪجهہ ڏينهن پوءِ "ايويٽا" سان شادي ڪئي. هو جڏهن گورنر ٿيو تہ ٻنهي گڏجي حڪومت هلائي. جيوئان پورهيتن جي

* پاپولسٽ، آمريڪا جي هڪ اهڙي پارٽي جي رڪن کي چئبو آهي جيڪا عوامي ۽ قومي ادارن تي عوام جي قبضي جي حامي هجي.

حالت سڌارڻ وارو ڪم جاري رکيو. هُن پنهنجي ملڪ کي قومپرست لائين تي نئون روپ ڏيارڻ جي ڪوشش ڪئي. ارجنٽائن ڏکڻ آمريڪا جي ٻين ملڪن جي مقابلي ۾ هڪ شاهوڪار ملڪ هو ۽ سندس آدمشماري جو گهڻو ڀاڱو يورپي هو. اسپين کان 1916ع ۾ آزادي وٺڻ کان پوءِ انهي ملڪ تي هڪ ٻئي پوئتان مضبوط، قدامت پسند حڪومتن جو راڄ رهيو. ويهين صدي تائين سندس اقتصاديات گهڻي ڀاڱي زراعت تي ٻڌل هئي. وڏي پيماني تي ڌارين سيڙپ ڪري صنعت ۾ واڌ ٿي، جنهن ڪري هڪ خوشحال طبقو پيدا ٿي پيو، جيڪو غريب ۽ غيرمحفوظ پورهيت طبقي جي ٽيڪ تي خوشحال ٿيو هو. پيرن برطانيه جي ملڪيت ۾ هلندڙ ريلوي نظام ۽ ڪجهه ٻين عوامي ڀلائي وارن ادارن کي قومي ملڪيت ۾ ورتو. هن بيروزگاري ۾ گهٽتائي آڻڻ لاءِ صنعتي ترقي جي رفتار وڌائي ڇڏي. پيرن ارجنٽائن کي ڏکڻ آمريڪا جي مکيه سياسي، اقتصادي ۽ فوجي طاقت بڻائڻ جي ڪوشش پڻ ڪئي.

پيرن مخالفت برداشت نه ڪري سگهندو هو. هُن پنهنجي پاليسين کي پڪي طرح ڪامياب ڪرڻ لاءِ تنقيد ڪندڙن جو وات بند ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. هُن پريس تي ضابطو رکيو. ارڏن مخالفن کي جيل ۾ وڌائين يا کين جلاوطن ڪري ڇڏيائين. هن پنهنجي مفاد ۾ چونڊ وارن ٽڪن ۾ اهڙي طرح ڦيرڦار ڪئي، جيئن ڪانگريس ۾ مخالفن جي نمائندگي گهٽجي وڃي ۽ مزدورن سميت سيني گروپن کي حڪومت جي زبردست تنظيمن ۾ ڪم ڪرڻ تي مجبور ڪرڻ جي ڪوشش ڪيائين.

ايوا نه صرف مزدورن، پر عورتن جي به چيمپئن ثابت ٿي، خاص ڪري غريبن جي. هُن وٽ جيتوڻيڪ ڪو سرڪاري عهدو نه هو، صحت ۽ پورهئي جون وزارتون سندس زبردستي ۾ ڪم ڪنديون هيون. هُن هڪ وڏي خيراتي تنظيم 'ايوا پيرن سوشل ايڊ فائونڊيشن' نالي قائم ڪئي ۽ ان جو انتظام هلايو. انهي تنظيم ضرورتمندن کي رقم ڏياري. ايوا اسپتالن ۽ اسڪولن جو دورو ڪندي هئي ۽ پنهنجين جوشيلن تقريرن سان ٻڌندڙن جي انبوهه ۾ جوش ڀري ڇڏيندي هئي. سندس پوئلڳن کي 'ڊيسڪا ميساڊس' (بنا قميصن وارا) چئبو هو، جيڪي کيس تمام گهڻي عزت ڏيندا هئا. پر فوج جو مٿس اعتماد نه هو، جنهن 1951ع وارين چونڊن ۾ کيس پنهنجي مڙس سان گڏ نائب صدر جي چونڊ وڙهڻ نه ڏني. ايوا جولاءِ 1952ع ۾ ڪينسر وگهي مري وئي.

ايوا جي موت کان پوءِ جيوئان ناٽي– واڌ کي گهٽائڻ لاءِ، پورهيتن کي ملندڙ مدد ۾ گهٽتائي ڪئي. پر اقتصادي مسئلا اڃا به بگڙي ويا ۽ مخالفت وڌي وئي. سيپٽمبر 1955ع ۾ پيرن طرفان رومن ڪئٿولڪ چرچ جي مخالفت ڪرڻ، حد کان وڌيڪ ناٽي جي گهٽائي، ملڪ ۾ پکڙيل بدعنوانين ۽ سندس بازاري خطابن

جي نتيجي ۾ فوجي- شهري بغاوت ٿي. پيرن پيراگواءِ، وينزويلا، پناما ۽ ڊومينيڪن ريپبلڪ ڏانهن ڀڄي ويو. آخرڪار هو اسپين ۾ ميڊرڊ جي هڪ فيشن ايبل پسگردائي ۾ وڃي رهيو. سياسي تحريڪ جي حيثيت ۾ پيرنزم کي غيرقانوني ٺهرايو ويو پر انهي سان پيرن جو سياسي ڪردار ختم ٿي ويو. اسپين ۾ هُن ازابيل (ماريا ايسٽيلا مارٽي نيز) نالي هڪ ارجنٽائيني ناچڻي سان شادي ڪئي. هُو لکڻ، انٽرويو ڪرڻ ۽ ارجنٽائن ۾ پيرنسٽس کي پيغام ٽيپ ڪري موڪلڻ ۾ مشغول رهيو. انهن به کيس نه وساريو هو. ارجنٽائن ۾ هڪ ٻئي پوئتان ڪيترين ئي فوجي ۽ شهري حڪومتون آيون ۽ ويون پر پيرنسٽس الڳ ٿلڳ، اڪيلا ۽ اڙدا رهيا. ارجنٽائن جا مسئلا جيئن جيئن وڌندا ويا تيئن تيئن 1960ع واري ڏهاڪي جي پڇاڙي ۽ 1970ع واري ڏهاڪي جي منڍ ۾، انهن جي طاقت وڌندي وئي. نيٺ جنرل ايلي جندرولانوس جي سربراهي ۾ ارجنٽائن جي حڪومت مارچ 1973ع وارين چونڊن ۾ پيرنسٽس کي پنهنجا اميدوار بيهارڻ جي اجازت ڏني. انهن کي اميد هئي ته پيرنسٽس کي حڪومت ۾ شامل ڪري سياسي استحڪام بحال ڪري وٺندا. پيرانسٽا جا اميدوار صدر جو عهدو ۽ قانون ساز اداري تي سيٽن جي اڪثريت سان کٽي ويا. پيرن انهي سال بعد ۾ ارجنٽائن موٽيو. نئين چونڊن ۾ هُو ۽ سندس نائب صدارت لاءِ اميدوار ازابيل وڏي اڪثريت سان کٽيو.

پر پيرن هاٿي ڪراڙو ٿي چڪو هو ۽ ارجنٽائن به اڳيون ارجنٽائن نه رهيو هو. يونين جي اڳواڻن ۾ هڪ پاسي ڌڙابندي هئي ته ٻئي پاسي هڪ نئون کاٻي ڌر جو انقلابي گروپ پيدا ٿيو هو. اقتصادي ترقي بلڪل نه ٿي سگهي هئي ۽ ناٽي واڌ، پگهارن ۾ واڌاري ۽ مليل فائدن کي گهڙڪائي رهي هئي. ساڄي توڙي کاٻي ڌر جا سياسي ڌڙا هڪ ٻئي کي شڪست ڏيڻ ۽ اقتدار تي قبضو ڄمائڻ لاءِ هڪ ٻئي کي مارڻ ۽ اغوا ڪرڻ تي لهي آيا هئا.

پيرن صلاحڪارن اقتدار ۾ اچڻ کان پوءِ هڪ سال کان به گهٽ عرصي ۾ مري ويو ۽ پنهنجي جاءِ تي ازابيل کي ڇڏي ويو پر ازابيل ايوا جيتري مضبوط اڳواڻ نه هئي. هُوءَ پنهنجي صلاحڪارن تي تمام گهڻو ڀاڙڻ لڳي ۽ مارچ 1976ع تائين اقتدار سان چهٽيل رهي، جنهن کان پوءِ آخرڪار سندس حڪومت جو تختو هڪ فوجي جنتا اونڌو ڪري ڇڏيو، جنهن پورهيتن جا سمورا حق ختم ڪري ڇڏيا.

# گولڊا ميئر

(1898-1978)

ڪنهن زماني ۾ روس ۾ يهودين سان رکي رکي جٺيون ڪيون وينديون هيون. ذلتن ڀرئي اهڙي ئي هڪڙي دور ۾ گولڊا ميئر ڪِتو ۾ پيدا ٿي. ٻاراڻي وهيءَ ۾ هوءَ آمريڪا ڏانهن ۽ نوجواني ۾ فلسطين ڏانهن لڏي وئي، جتي هوءَ ڪڪڙيون پالڻ ۽ ڌوٻي خاني ۾ رهڻ لڳي. هوءَ آهستي آهستي ترقي جا ڏاڪا چڙهندي وئي ۽ 1948ع ۾ اسرائيل جي آزادي کان اڳ وارن ڏکين سالن ۾ يهودي برادري جي اڳواڻ ٿي وئي: آزادي کان پوءِ هن پورهئي جي وزير، پرڏيهي وزير ۽ آخر ۾ وزيراعظم جي حيثيت ۾ نئين قوم کي ٺاهيو ۽ سندس اڳواڻي ڪئي. گولڊا ميئر جو سڄي عمر عقيدو رهيو ته يهودي قوم پنهنجي قومي رياست جو پڪو حق رکن ٿا.

هوءَ 1921ع ۾ جڏهن فلسطين پهتي ته انهي زماني ۾ ليگ آف نيشنس جي فرمان مطابق اتي برطانيه جي حڪومت قائم هئي. يهودي پناهگير، جيڪي گهڻي ڀاڱي روس ۽ اوڀر يورپ کان آيا هئا، هتي يهودي رياست قائم ڪرڻ جي آسري تي آباد ٿيڻ لڳا. انهي وچ ۾ فلسطيني عربن ۾ به پنهنجن گهرن ۽ مستقبل لاءِ انديشو، ڏينهون ڏينهن وڌڻ لڳو هو.

ميئر ۽ سندس مڙس پهريائين يهودين جي هڪ زرعي آبادي ۾، پوءِ تل ابيب ۾ ۽ آخرڪار يروشلم ۾ وڃي آباد ٿيا. اتي هوءَ هستادرن ۾ ڪم ڪرڻ لاءِ وڃڻ لڳي. هستادرن، يهودي پورهيتن جي جنرل فيڊريشن هئي. هوءَ 1948ع تائين انهي تنظيم جي، عورتن واري پورهيت ڪائونسل جي سيڪريٽري ٿي رهي. هن انهي ڪائونسل جي نمائندگي، هستادرٽ جي ايگزيڪيوٽو ڪائونسل، توڙي بين الاقوامي ڪانفرنس ۾ ڪئي. هوءَ 1930ع واري ڏهاڪي ۾ به سال آمريڪا ۾ رهي، جتي ڪائونسل جي آمريڪي هم منصب دي پايونيئرر وومنز آرگنائيزيشن جي قومي سيڪريٽري جي حيثيت ۾ ڪم ڪيائين.

ميئر ساڳئي وقت عالمي صيهوني تنظيم ۾ پنهنجو ٻيو ڪردار به شروع ڪيو. هن انهي ڪردار جي شروعات 1929ع ۾ اُن وقت ڪئي، جڏهن هوءَ هڪ

وفد جي حيثيت ۾ عالمي صيهوني ڪانگريس ۾ وبئي ۽ بعد ۾ تنظيم طرفان يورپ ۽ آمريڪا جي وسيع علائقن جو دورو ڪيائين. سندس ٽيون ڪردار قومي ڪائونسل جي ايگزيڪيوٽو ڪائونسل ۾ ويهڻ جو هو. انهي ڪائونسل وسيلي فلسطين جا يهودي، برطانوي مينڊيٽ جي هٺ هيٺ، پنهنجي حڪومت هلائيندا هئا.

هي مهاڀاري لڙائيءَ دوران ميئر هستادرٽ جي سياسي کاتي جي سربراهه رهي. برطانيه جڏهن فلسطين ۾ ٻين ڪيترن ئي يهودي اڳواڻن کي گرفتار ڪيو، تڏهن هوءَ يهودي ايجنسي جي سياسي کاتي جي سربراهه جي حيثيت ۾ ڪم ڪرڻ لڳي. اها فلسطين جي يهودي برادري جي سڀ کان مٿانهين حيثيت هئي. انهي عهدي تي رهندي، هُن مستقبل ۾ لڏي ايندڙ يهودين جي قيد کان رهائي لاءِ جدوجهد ڪئي. انهن يهودين غيرقانوني طور فلسطين ۾ داخل ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي هئي. هوءَ برطانوي اختياري اڳيان، صيهونيت پاران مکيه ڳالهائيندڙ ٿي پيئي.

اسرائيل، جڏهن مئي 1948ع ۾ ڏکيائي سان قائم ٿيو، تڏهن ميئر نئين قوم جي نمائندگي ڪرڻ لاءِ ڇهه مهينا ماسڪو ۾ رهي. ڪنيسيٽ جون ٻهريون چونڊون 1949ع جي شروعات ۾ ٿيون. هوءَ ڪنيسيٽ جي ميمبر ٿيڻ لاءِ ماسڪو مان موٽي آئي. وزيراعظم ڊيوڊ بن گوريان کيس پورهئي ۽ سماجي تحفظ جي وزيرياڻي مقرر ڪيو. انهي حيثيت ۾ ڪم ڪندي هن ملڪ ۾ لڏي ايندڙن جي نئين لوڊ لاءِ گهر ٺهرايا ۽ اسرائيل جو قومي انشورنس منصوبو ٺاهيائين. بن گوريان کيس 1956ع پورهئي جي وزير مان ڦيرائي پرڏيهي وزير ڪيو. انهي حيثيت ۾ هن اسرائيل جي عرب مخالفن خلاف سخت رويو اختيار ڪيو. اسرائيل جي وزيراعظم اها پاليسي اختيار ڪئي ته عربن جي حملي جي جواب ۾ ٺهه پهه جوابي حملو ڪجي. گولڊا ميئر، پرڏيهي وزيرياڻي جي حيثيت ۾ انهيءَ پاليسي جي پوري پوري پٺڀرائي ڪئي. هن فني امداد ڏيڻ وسيلي آفريڪي حمايت حاصل ڪئي ۽ اولهه جرمني سان سفارتي لاڳاپا قائم ڪيا.

ميئر ڏکين ڏهن سالن ۾ اسرائيل جا پرڏيهي لاڳاپا هلايا. جنهن کان پوءِ 1966ع ۾ استعفيٰ ڏنائين ته جيئن پنهنجي پارٽي ماپائي جي جنرل سيڪريٽريءَ جي حيثيت ۾ پنهنجي رفتار ٿورڙي گهٽائي سگهي. هن پورهيتن جي حامي ٽن گروپن، ماپائي، راڪي ۽ احدت هسوودا کي ملائي فيبروري 1968ع ۾ اسرائيل جي ليبر پارٽي قائم ڪرڻ کان پوءِ استعفيٰ ڏني ۽ رٽائرڊ ٿيڻ جي ڪوشش ڪئي، پر جڏهن وزيراعظم ليوي ايشڪول، فيبروري 1969ع ۾ اوچتو وفات ڪئي، تڏهن ليبر پارٽي اڳواڻ، موشيدايان ۽ ييگال ائلن سندس جانشيني تي پاڻ ۾ وڙهي پيا. هنهي ڏرين گولڊا ميئر کي پنهنجو اميدوار مڃيو.

مسز ميئر 71 سالن جي ڄمار ۾ اسرائيل جي وزيراعظم ٿي ۽ اوير جي

جهيڙي جو حل ڳولڻ لاءِ، ملڪ اندر توڙي ملڪ کان ٻاهر عالمي اڳواڻن سان ڳالهيون هلائڻ شروع ڪيائين. انهن اڳواڻن ۾ رومانيه جو نڪولائي چائوشسڪو، اولهه جرمني جو ولي برانڊت ۽ پوپ پال ڇهون شامل هئا. مصر ۽ شام، آڪٽوبر 1973ع ۾ جڏهن اسرائيل تي حملو ڪيو تڏهن هن اسرائيلي قوم کي گڏ رکڻ لاءِ صلح جون ڪوششون ڇڏي ڏنيون. 'ايم ڪپور جنگ' جي ڪري اسرائيلي جون چونڊون ملتوي ٿي ويون. وري جڏهن ڊسمبر ۾ اهي چونڊون ٿيون ته ليبر پارٽي پنهنجون پنج سيٽون وڃائي ويٺي، جنهن ڪري ونس 120 مان صرف 51 سيٽون وڃي بچيون. اهي نقصان ظاهري طور انهن الزامن جي ڪري ٿيا هئا ته اسرائيل عربن جي حملي لاءِ تيار نه هو. ميئر گڏيل حڪومت ٺاهڻ لاءِ مهينن تائين جدوجهد ڪرڻ کان پوءِ 10 اپريل 1974ع تي استعفيٰ ڏيئي ڇڏي.

گولڊا ميئر، جنهن ڏکين پنجاهه سالن ۾ پاڻ کي اسرائيل لاءِ ارپي ڇڏيو هو سا نيٺ رٽائرڊ ٿي ويئي. ڊگهي عرصي کان سندس خواهش هئي ته پنهنجو وقت پنهنجن پيارن پوٽن کي ڏئي. ريٽائرڊ ٿيڻ کان پوءِ سندس اها خواهش به پوري ٿي. هوءَ پنهنجي ڪم جي نتيجن کان چڱي طرح مطمئن هئي. اسرائيل جي ٻين بانين سان گڏجي، هن جيڪا جاکوڙ ڪئي هئي، تنهن جي نتيجي ۾، هن يهودي قوم لاءِ جيڪو وطن چاهيو هو، سو قائم ٿي چڪو هو. جيڪو پنهنجي پاڙيسرين جي دشمني هوندي به نه فقط قائم رهيو، پر وڌيو ويجهيو به هو. پر اسرائيل کي اڃا پنهنجن عرب پاڙيسرين سان ڪونه ڪو ٺاهه ڪرڻو آهي، جنهن کان پوءِ ئي هو امن سان رهي سگهي ٿو.

# پال هينري اسپاڪ

(1899-1972)

پال هينري اسپاڪ برسيلز جي ويجهڙائي ۾ ڄائو. هو ٽيهن سالن تائين بيلجيم جي سياست تي ڇانيل رهيو ۽ يورپين اڪانامڪ ڪميونٽي (يورپي اقتصادي برادري) جي مکيه معمار جي حيثيت ۾ عالمي رتبو حاصل ڪيائين.

اسپاڪ ناناڻي پاسي کان هڪ نامور سياسي آڪهه مان هو. هن وڪالت جي تعليم حاصل ڪئي ۽ 1982ع ۾ سوشلسٽ پارٽي جو ميمبر ٿي سياست ۾ گهڙيو. چئن سالن کان پوءِ هو پرڏيهي سيڪريٽري ۽ 1938ع ۾ بيلجيئم جو پهريون سوشلسٽ وزيراعظم ٿيو. انهي زماني ۾ يورپ ۾ ڇڪتاڻ وڌي رهي هئي. هٽلر 1936ع ۾ رائن لينڊ تي قبضو ڪري چڪو هو. باشاهه ليوپولڊ III جي حڪومت کي اميد هئي ته بيلجيئم مستقبل جي ڪنهن به جنگ ۾ شامل نه ٿيندو. بيلجيم اهڙي پاليسي ناهي جنهن مطابق ڪيس خبرداري کان ڪم وٺندي اڏوگابري غيرجانبدار واٽ تي هلڻو هو. اسپاڪ انهي پاليسي کي هلايو پر ساڳئي وقت ملڪ جي بچاءُ کي به مضبوط ڪيائين. 10 مئي 1940ع تي جرمني ڪاهه ڪئي. 18 ڏينهن کان پوءِ ليوپولڊ مجبو ته فوجي صورتحال کيس آڻ مڃڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو هو، پر هن لنڊن ۾ جلاوطن ٿي رهيل پنهنجي حڪومت جي پٺيان وڃڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. جنهن ڪري لائيڪن جي قلعي ۾ چار سال بند رهيو.

جلاوطني ۾ به اسپاڪ وزيراعظم هبرپائيرلٽ جي حڪومت جو پرڏيهي وزير رهيو. هن نيدرلينڊس ۽ لڪسمبرگ جي جلاوطن حڪومتن جي ڳالهين ٻولين ۾ به حصو ورتو. جيڪي 1948ع ۾ بينيلڪس اڪنامڪ يونين (بينيلڪس اقتصادي يونين) جي عملي روپ ۾ ظاهر ٿيون. اسپاڪ، ٻي مهاياري لڙائي کان پوءِ قائم ٿيل، بيلجيم جي حڪومت جي پرڏيهي وزير جي حيثيت ۾، گڏيل قومن جي پڙنامي جو مکيه ناهيندڙ هو ۽ 1946ع ۾ گڏيل قومن جي جنرل اسيمبلي جو پهريون صدر چونڊيو ويو هو. هن سوشل ڪرسچيئن پارٽي سان ملي 1947ع ۾ گڏيل حڪومت ناهي. انهي حڪومت جيڪي اهم ڪم ڪيا تن ۾ عورتن کي

ووٽ جو حق ڏيڻ ۽ ٻين بينيلڪس ملڪن، فرانس ۽ برطانيه سان 1948ع وارو برسيلز دفاعي معاهدو ڪرڻ شامل آهي. انهي معاهدي ڪي ٻئي سال نارٿ ائٽلانٽڪ ٽريٽي آرگنائيزيشن (ناٽو) ۾ ضم ڪيو ويو.

انهن سالن ۾ ملڪي معاملن تي 'بادشاهه جو سوال' ڇانيل رهيو. بادشاهه ليوپولڊ کي جون 1944ع ۾ جرمن پاڻ سان گڏ جرمني وٺي ويا. تنهن ڪري سندس ملڪ جا ڪيترائي شهري مٿس دشمن سان مليل هئڻ جو الزام هڻي مٿس بي واجبي نڪتہ چيني ڪري رهيا هئا. بيلجيئم کي جڏهن سيپٽمبر ۾ آزاد ڪرايو ويو تہ ملڪ جو ڪو سربراهه نہ هو. ليوپولڊ جي ڀاءُ شهزادي چارلس کي بادشاهه جو نائب بڻايو ويو. ڪميونسٽ بادشاهه ليوپولڊ جي بحالي جي سخت مخالفت ڪري رهيا هئا. انهن کي سوشلسٽن ۽ ڪجهہ آزاد خيالن جي حمايت بہ حاصل هئي. انهي مخالفت هوندي بہ وزيراعظم گستان ايگهنز، جيڪو اسپاڪ کان پوءِ وزيراعظم ٿيو هو، هڪ بل تي ريفرنڊم ڪرايو، جنهن ۾ بادشاهه جي واپسي جي حق ۾ 55 سيڪڙو ووٽ گهربل هئا. اسپاڪ جو چوڻ هو تہ 66 سيڪڙو ووٽ حق ۾ وڃن تہ بادشاهه کي بحال ڪجي، نہ تہ نہ. ريفرنڊم ۾ 57.8 سيڪڙو ووٽ باشاهه جي بحالي جي حق ۾ پيا. هو 22 جولاءِ 1950ع تي بيلجيم موٽي آيو. برسيلز ۾ هن خلاف مظاهرا ٿيا، جن ۾ اسپاڪ بہ شامل هو. ملڪ مذهبي، قومي توڙي سياسي اختلافن جي ڪري ورهايل هو. اهو گوڙ اجا هلي رهيو هو جو بادشاهه ليوپولڊ پنهنجي پٽ بائودوئن جي حق ۾ تخت تان دستبردار ٿي، ملڪ ڇڏي هليو ويو.

ايندڙ ڏهن سالن ۾ شايد اسپاڪ ئي يورپ جي سياست تي ڇانيل رهيو. هن تي 'مسٽر يورپ' جو نالو پئجي ويو. انهي دور ۾ اسپاڪ يورپين اڪنامڪ ڪوآپريشن (يورپي اقتصادي سهڪار) جو چيئرمين ۽ يورپين آئرن ۽ اسٽيل ڪميونٽي (يورپ جي لوهه ۽ فولاد جي ڪاروبارين جي برادري) جو صدر رهيو. هن کي 1955ع ۾ روم جي معاهدي جا بنيادي دستاويز ٺاهڻ واري ڪاميٽي جو چيئرمين مقرر ڪيو ويو. انهي معاهدي مطابق 1957ع ۾ يورپين ڪامن مارڪيٽ (يورپ جي گڏيل مارڪيٽ) جو افتتاح ٿيو. اسپاڪ جيڪو انهن سالن ۾ ٻيهر بيلجيم جو پرڏيهي وزير ٿيو هو، تنهن کي هاڻي ناٽو جو سيڪريٽري جنرل مقرر ڪيو ويو. هو انهي عهدي تي 1961ع تائين رهيو. انهي کانپوءِ هو وري بيلجيم جي سياست ۾ پرڏيهي وزير ۽ نائب وزيراعظم ٿي داخل ٿيو. انهي زماني ۾ ملڪ اندر فليمش ۽ والون برادرين ۾ ڇڪتاڻ وڌي ويئي هئي، تنهن کان سواءِ بين الاقوامي سطح تي بيلجيم ۽ سندس اڳوڻي بيلڪ، جيڪا تازو ئي آزادي حاصل ڪري ڪانگو (زائري) بڻي هئي، جي وچ ۾ گهوٽالو پيدا ٿي پيو هو. پر ٻنهي ملڪن جا لاڳاپا 1960ع واري ڏهاڪي ڏاري دوستي طرف وڌڻ لڳا هئا. انهي

ڳالھ ۾ اسپاڪ جي حرفتي سفارتڪاري جي مھربانين جو بہ ڪنھن حد تائين دخل ھو. ملڪ ۾ سياسي اختلافن وڌڻ ۽ يورپ جي وفاق ٺاھڻ لاءِ سندس وعدي ۾ ڪمزوري اچڻ ڪري اسپاڪ 1966ع ۾ سياسي جھان ڇڏڻ جو فيصلو ڪيو ۽ ڪاروباري دنيا ۾ گھڙيو.

# هيروهيٽو

1901-19

شهنشاهه هيروهيٽو ويهين صديءَ جي تاريخ ۾ ذومعنيٰ حيثيت رکي ٿو. هو 1808ع بحال ٿيندڙ شهنشاهيت جي باني متسوئي هٽو جو پوٽو هو. هو جاپان جي فوجي اڳرائي واري زماني ۾ سندس سربراهه رهيو. هن 1945ع ۾ پنهنجو ملڪ اتحادين کي پيش ڪيو. سندس دور ۾ جاپان 1945ع ۾ اتحادين اڳيان پيش پيو. اها جاپان جي تاريخ ۾ ذليل ترين هار ليکي وڃي ٿي. پر هيروهيٽو جي ملڪ جيڪي ڏاڍايون ڪيون، تن لاءِ هو پاڻ ڪنهن حد تائين جوابدار هو، سو چٽي طرح چئي نٿو سگهجي.

جاپان جي فوج، 1890ع واري ڏهاڪي کان سنئون سڌو شهنشاهه جي هٿ هيٺ رهندي، پنهنجي ملڪ کي عالمي طاقت بڻائي ڇڏيو هو. اها فوج زار جي روس کي موتمار شڪست ڏيئي چڪي هئي، ڪوريا کي پنهنجي ملڪ ۾ شامل ڪري چڪي هئي ۽ منچوريا ۾ گهڙي ويئي هئي. يورپ ۾ ٻي مهاڀاري لڙائي لڳڻ ڪري جاپان کي چين ۾ ڏور اوپر ۾ جرمني جي قبضي هيٺ آيل علائقن ۾ ڪيس اتي مليل رعايتن کي لتاڙڻ ۽ قبائڻ جو موقعو ملي ويو ۽ ورسيلز جي 1919ع واري معاهدي بابت سندس حاصلات جي توثيق ڪئي ويئي هئي ۽ اُهو ملڪ يورپ جي ايشيا سان ڏيساوري واپار ۾ ٻه ڪاهي پيو هو.

هيروهيٽو، پنهنجي پيءُ يوشيِ هيٽو جي دماغي خلل ۾ مبتلا هئڻ ڪري، 1921ع ۾ سندس نائب مقرر ٿيو. انهي سال هن يورپ جو دورو ڪيو. انهي زماني ۾ جاپاني عام راءِ آئيني جمهوريت جي خلاف ٿيندي پئي ويئي. پهرين مهاڀاري لڙائي کان پوءِ سردبازاري پيدا ٿي پيئي. سياستدانن ۽ وڏن ڪاروباري ماڻهن جي وچ ۾ بي ايماني تي ٻڌل لاڳاپا قائم ٿي ويا هئا جنهن ڪري ملڪي حالتون ڳنڀير ٿي پيون هيون. ملڪ کان ٻاهر، جاپان ليگ آف نيشنس ۾ نسلي برابري قائم ڪرڻ جي جيڪا گذارش ڪئي هئي سا آسٽريليا جي ويٽو ڪرڻ ڪري رد ٿي چڪي هئي ۽ آمريڪا اوپر (ايشيا) جي رهاڪن جي لڏي اچڻ تي پابندي وجهي ڇڏي هئي. انهن مڙني سببن گڏجي جاپان جو مغرب جي آزاد خيالي

وارن نظرين تان ويساه ڪٽائي ڇڏيو هو.

انهي ماحول ۾ انقلابي قومپرست ڪِتا اڪي جي نظرين جي جاپانين شوق سان آجيان ڪئي. انهن 'شووا جي بحاليءَ' جي نظريي جو خاڪو تيار ڪيو، جنهن مطابق سرمائيدارن کي پنهنجي دولت ۽ ڪرپٽ سياستدانن کي پنهنجي طاقت شهنشاهه جي حوالي ڪرڻي هئي. سندس پروگرام منجهيل هئڻ جي باوجود جذباتي هو، جنهن جو ٻيو مطلب ملڪ اندر رياستي سوشلزم قائم ڪرڻ ۽ ملڪ کان ٻاهر جاپاني شهنشاهيت کي پکيڙڻ هو. انهي پروگرام تي عمل ڪرائڻ جي ذميداري شهنشاهه جي هٿ هيٺ قائم ٿيل هڪ اهڙي فوجي حڪومت تي وڌي ويئي، جيڪا اعليٰ اختيارن جي مالڪ هئي. اهڙا ٻارودي نظريا تيزي سان تمام گهڻن جاپاني نوجوان فوجي آفيسرن جي دلين ۾ گهر ڪري ويا. انهي وچ ۾ چيف آف اسٽاف (فوجي سربراهه) شهري حڪومت کي ڏينهون ڏينهن وڌيڪ نظر انداز ڪرڻ لڳا.

منچوريا ۾ فوج مقامي جنگي جوڌي کي قتل ڪرڻ جو منصوبو ٺاهيو. شهنشاهه انهي منصوبي کي منظور نه ڪيو، پر جڏهن سندس نامنظوري جي باوجود انهي ڏوهه ۾ ڪنهن کي به سزا نه ملي تڏهن انهي فوج علائقي تي چڙهائي ڪري قبضو ڪيو ۽ اتي 1931ع ۾ پنهنجي ڪٺ پتلي حڪومت قائم ڪري ورتي. حڪومت کان ڪابه منظوري نه ورتي ويئي ۽ نه وري حڪومت پاڻ اهڙي ڪا منظوري ڏني. ٿي سگهي ٿو ته شهنشاهي حڪم تي فوج پنهنجي اڳرائي واري پاليسي روڪي ڇڏي ها، پر هيروهيٽو کي صلاح ڏني ويئي ته ڪيس مغرب جي آئيني بادشاهن وانگر خبرداري سان هلڻ گهرجي، تنهن ڪري هن فوج کي واپسي جو سڌو حڪم نه ڏنو. هن پنهنجي جنگ جي وزير معرفت جيڪو حڪم موڪليو، تنهن کي جاتي ٻجهي ايستائين فوج وٽ نه پهچايو ويو، جيستائين انهي منچوريا تي پنهنجو قبضو چڱي طرح جمائي نه ڇڏيو.

آڪٽوبر ۾ هڪ فوجي بغاوت جو پتو پيو پر ڏوهارين کي هلڪيون سزائون مليون. مئي 1932ع ۾ نوجوان فوجي آفيسرن جي هڪ جٿي وزيراعظم کي قتل ڪيو. جڏهن مٿن مقدمو هليو تڏهن دعويٰ ڪيائون ته انهن وطن پرستي جي جذبي ۾ اچي اهو ڪم ڪيو هو. هارين ۾ گهڻي غريبي پکڙجي ويئي هئي ۽ گهڻائي جاپاني، آفيسرن جي انهي راءِ سان سهمت هئا ته حڪومت جي بدعنوانين ڪري ماڻهن کي اٿپوري ساهتا ملي رهي هئي. سزائون هن ڀيري به هلڪيون هيون. ملڪي معاملا فوجي نظام جي حامين جي هٿن ۾ اچي ويا.

ليگ آف نيشنس، جڏهن آڪٽوبر 1932ع ۾ منچوريا ۾ جاپان جي اڳرائي کي ننديو، تڏهن هيروهيٽو جي مرضي جي ابتڙ، جاپان جو وفد اجلاس مان نڪري ويو. پر فوج پاڻ به ورهايل هئي. ڪِتا اڪي جي نظرين کان متاثر ٿيل باغي

آفيسرن 1936ع ۾ شهنشاهہ جي ناليءَ ۾ فوجي بغاوت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. حڪومت جي ڪيترن ئي عملدارن کي قتل ڪيو ويو. هيروهيتو سڌي نموني انهي ڪارروائي کي بلوو سڏيو. باغين کي ڦاسي ڏني ويئي، پر اها آئيني جمهوري نہ، پر فوج جي هڪ حصي جي بئي حصي مٿان فتح هئي. ملڪ کان ٻاهر انهي حڪومت 1936ع ۾ سوويت يونين خلاف ايڊولف هٽلر سان ڪومنٽرن مخالف معاهدو ڪيو. جاپاني فوج منچوريا مان نڪري خود چين تي چڙهائي ڪئي.

چيانگ ڪائي شيڪ ڀاڄ ڪائي ڏور اولهہ ۾ وڃي پهتو. نومبر 1938ع تائين چين جا سڀ کان وڏيڪ شاهوڪار ۽ سڀ کان گهٽي آدمشماري رکندڙ صوبا جاپان جي قبضي ۾ اچي ويا هئا.

حڪومت شهنشاهہ کي خدائي حيثيت ڏيئي سندس پوڄا ڪرائي. سياسي پارٽين کي 1940ع ۾ دٻايو ويو. ۽ ٻئي سال جنرل هديڪي توجو وزيراعظم ٿيو. چين ۾ جنگ جاري هئي جو جاپان 7 ڊسمبر 1941ع تي پرل هاربر تي حملو ڪري آمريڪا سان لڙائي جي شروعات ڪئي. جاپان کي ٻهريائين تہ پئسفڪ ۾ اڇرج ۾ وجهڻ جهڙيون ڪاميابيون نصيب ٿيون ۽ هن ايشيا ۾ برطانيہ ۽ فرانس جي بيٺڪي حڪومتن جو تختو اونڌو ڪري ڇڏيو. هن عظيم تر اوڀر ايشيا جي گڏيل خوشحالي جو علائقو قائم ڪرڻ جو اعلان ڪيو. پر اتحادي آهستي آهستي جوابي جنگ ڪرڻ لڳا ۽ آگسٽ 1945ع ۾ هيروشيما ۽ ناگاساڪي تي ائٽم بم ڪيرايا. انهي هوندي بہ جڏهن شهنشاہ ريڊيو تان ڪجهہ شرطن تي پيش پوڻ جو اعلان ڪيو تہ گهٽن جاپانين کي انهي ڳالهہ تي اعتبار نٿي آيو. ٻئي سال شهنشاهہ جڏهن پنهنجي خدائي حيثيت ڇڏڻ جو اعلان ڪيو تہ جاپانين کي وري بہ اوترو ئي صدمو رسيو. 1947ع واري آئين ۾ کيس 'عوام جي نمائندي' جو درجو ڏيئي رسمي اختيار ڏنا ويا.

جنگ جي زماني کان وٺي شهنشاهہ هيروهيتو ڪاٻي ڌر جي سياسي احتجاجن جو نشانو ۽ ڪڏهن ڪڏهن تہ ساڄي ڌر جي ماضي سان جذباتي وابستگي واري سياسي بيماري جو مرڪز نقطو بہ بڻيل رهيو. پنهنجي خانگي حيثيت ۾ هو ساموندي جيوت جي مضمون تي هڪ اختياري ليکڪ ٿو.

# محمد حتيٰ

## پيدائش 1902ع

محمد حتيٰ جي ڪڏهن به اها خواهش نه رهي هئي، ته نيدرلينڊس خلاف انڊونيشيا جي آزادي واري جنگ جو مکيه اڳواڻ ٿئي. هي خاموش طبيعت ماڻهو، جيڪو پنهنجي حقيقت پسندي ۽ انتظامي صلاحيتن سببان مشهور هو، پردي جي پويان ويهي ڪم ڪرڻ کي ترجيح ڏيندو هو، جڏهن ته مشهوري ٻيا ماڻيندا هئا. انهي هوندي به گهڻا ئي ڊچ ڪيس پنهنجي ملڪ جي قومي تحريڪ جو حقيقي روح روان سمجهندا هئا. هن ماڻهو جنهن مهارت سان پنهنجن ماڻهن کي منظم ڪيو ۽ جنهن اورچائي سان ڪم ڪيائين، تنهن کي مڃيندي، ڊچن نيٺ پنهنجي ايسٽ انڊين واري بيٺڪ تان هٿ کنيو ۽ اها بيٺڪ انڊونيشيا جي نالي سان آزاد ٿي.

حتيٰ اچا نيدرلينڊس ۾ پڙهندو جو قومي مقصدن ۾ هٿ ونڊائڻ لڳو. هو سماترا جي هڪ امير گهر ۾ پيدا ٿيو هو ۽ 1922ع ۾ روٽرڊيم يونيورسٽي ۾ داخلا ورتائين ڇو ته هن اقتصاديات پڙهڻ پئي چاهي، جيڪا سندس پنهنجي ملڪ ۾ نه پڙهائي ويندي هئي. هو جنهن زماني ۾ ڊاڪٽري جون ڊگريون وٺڻ لاءِ پڙهيو پئي، تڏهن ٻين ايسٽ انڊين شاگردن سان گڏجي انڊونيشين ايسوسيئيشن ۾ ڪم ڪرڻ لڳو. اها تنظيم انڊونيشيا کي آزادي ڏيارڻ لاءِ پاڻ ارپي چڪي هئي. حتيٰ ايسوسيئيشن جي اخبار جو ايڊيٽر ٿيو ۽ 1925ع کان 1930ع تائين ايسوسيئيشن چيئرمين رهيو.

هو 1932ع ۾ پنهنجي ملڪ موٽيو، جتي انڊونيشيا جي قومي تحريڪ جي باني سوئيڪارنو ۽ ٻين قوم پرست اڳواڻن سان وڃي ڳنڍيو. انهن سان گڏجي هن ڊچ حڪومت خلاف ڪليل مزاحمت جي تحريڪ هلائي. حتيٰ جو مکيه ڪم هو پروپيگنڊا ڪرڻ. ٻن سالن جي اندر اندر هو ماڻهن کي ڊچن خلاف خطرناڪ پڙڪائيندڙ ليکجڻ لڳو، جنهن ڪري کيس جيل موڪليو ويو.

حتيٰ ۽ ٻيا قوم پرست اڳواڻ 1942ع تائين جيل ۾ رهيا. پوءِ جاپانين ايسٽ انڊيز تي ڪاهه ڪئي. اُتان ڊچن کي تڙي ڪڍيائون ۽ کين آزاد ڪيائون. جڏهن جاپانين قوم پرستن کي ڪٺ پتلي حڪومت ٺاهڻ لاءِ چيو، تڏهن حتيٰ ۽

سوئيڪارنو اها ڳالهه مڃي- ظاهري طور انهن اها ڳالهه آزادي لاءِ زير زمين ڪم ڪندڙ بين قوم پرستن کي بچائڻ لاءِ مڃي هئي. جاپان آگسٽ 1945ع ۾ هٿيار ڦٽي ڪيا. سوئيڪارنو ۽ حتيٰ انڊونيشيا جي آزادي جو اعلان ڪيو. اتحادي فوجون انهن بيٽن تي قبضي ڪرڻ لاءِ پهچڻ ئي پهچن تنهن کان اڳ سندن پوئلڳن جاوا، سماترا ۽ مدورا جي ڪجھ ڀاڱن تي قبضو ڪري ورتو. ڪٿ پٽلي حڪومت انهن علائقن جي آزاد حڪومت بڻجي ويئي جن کي گڏائي مٿن 'انڊونيشيا جو عوامي راڄ' نالو رکيو ويو.

بي مهاڀاري لڙائي جي پڄاڻي کان پوءِ، ڊچن انهن بيٽن تي وري قبضي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، پر قومپرستن ٻه پنهنجي قبضي هيٺ آيل علائقن کي هٿ ۾ رکڻ جو پڪو پهه ڪيو هو. چئن سالن تائين بئي ڌريون وڙهنديون، ڳالهيون ٻولهيون ڪنديون، ڪڏهن سهمت ٿينديون ۽ ڪڏهن وري وڙهنديون رهيون. حتيٰ ڳالهين ٻولهين توڙي ويڙهه ۾ مکيه ڪردار ادا ڪيو. هُن عوامي راڄ جي نائب صدر ۽ بعد ۾ وزيراعظم طور ٻه ڪم ڪيو. ڊسمبر 1948ع ۾ ڊچن جڪارتا تي بمباري ڪندي ڪاهه ڪئي. عوامي راڄ جا آفيسر گرفتار ٿيا پر انهيءَ هوندي ٻه حتيٰ مڪمل آزادي کان سواءِ بئي ڪنهن ٻه ٺاهه ڪرڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو. نيٺ مئي 1948ع ۾ گڏيل قومن انهي جدوجهد کي ختم ڪرڻ لاءِ هيگ ۾ هڪ گول ميز ڪانفرنس ڪوٺائي- حتيٰ هيگ واري ڪانفرنس ۾ وائس چيئرمين طور ڪم ڪيو. حتيٰ اُتي انڊونيشيا لاءِ مڪمل اقتدار اعليٰ وٺڻ تي اصرار ڪيو. جنهن ۾ ماليات تي مڪمل ضابطو ٻه شامل هو. ڏهن هفتن جي دليل بازي کان پوءِ ڊچن اها ڳالهه مڃي. انڊونيشيا ڊسمبر 1949ع ۾ آخرڪار نيدرلينڊس کان سرڪاري طور آزادي ورتي. سوئيڪارنو صدر ٿيو ۽ حتيٰ وزيراعظم ۽ پرڏيهي وزير ٿيو.

وزيراعظم جي حيثيت ۾ حتيٰ جو پهريون ڪم اهو هو تہ آزادي کان اڳ ۾ جيڪا ڍلي ڪنفيڊريشن ٺاهي ويئي هئي، تنهن کي مضبوط مرڪزيت واري رياست ۾ بدلائڻ واري ڏکئي ڪم ۾، نئين قوم جي اڳواڻي ڪرڻ لاءِ سوئيڪارنو جي مدد ڪري. تنهن کان پوءِ هن نئين حڪومت جي نائب صدر جي حيثيت ۾ جيڪو مسئلو پنهنجي هٿ ۾ ڪنيو، سو هو، پنهنجي ملڪ جي وڏن ويڇهڻ جي سگهه رکندڙ اقتصاديات کي نئين سر منظم ڪري ترقي ڏيارڻ. پر 1956ع تائين حتيٰ، سوئيڪارنو جي 'رهبري هيٺ هلندڙ جمهوريت' کان مايوس ٿي چڪو هو. جيڪي علائقا، اڳي برطانيہ جي هٿ هيٺ هئا، تن کي ملائي ملائيشيا ٺاهڻ جي، جيڪا مخالفت سوئيڪارنو ڪئي هئي ۽ جيڪو مغرب مخالف رويو اختيار ڪيو تنهن کيس خاص طور سوئيڪارنو کان مايوس ڪري ڇڏيو هو. حتيٰ استيعفيٰ ڏني ۽ سياسي زندگي تان رٽائر ٿي ويو.

سوئيڪارنو حتيٰ ڪان سواءِ بہ پنهنجي اقتدار تي قائم رهيو، پر سندس حڪومت هيٺ، انڊونيشيا ويو ڏينهون ڏينهن جمهوريت ڪان پري ٿيندو ۽ اقتصادي مونجهاري ۾ ڦاسندو. سوئيڪارنو پنهنجي حمايت لاءِ فوج ۽ ملڪ جي وڏي ڪميونسٽ پارٽي تي ٻاڙڻ لڳو. ڪميونسٽن 1956ع ۾ فوج تي حملو ڪيو تہ سوئيڪارنو چڪي جي ٻن پڙن ۾ ڦاسي پيو. جنرل سوهارتو جي اڳواڻيءَ ۾ فوج بغاوت ڪي چيپاٽي چڏيو ۽ سياسي اقتدار تي قابض ٿيندي ويئي. سوهارتو اقتصادي حالت جي بحالي ۽ ترقي ڪي پنهنجو مقصد ٺهرايو. حتيٰ انهي ڪم ۾ ڪيس مدد ڏيڻ خاطر، ڪجھ عرصي لاءِ پنهنجي گوشي نشيني مان نڪري آيو. انڊونيشيا جون حالتون 1970ع واري ڏهاڪي ڌاري جيتوڻيڪ سڌري ويون هيون، پر پوءِ بہ ڪيترائي مسئلا باقي بچيل هئا.

ٻين ڪيترن ئي ڪامياب قومپرست اڳواڻ وانگر سوئيڪارنو ڪي بہ آزادي وٺڻ ڪان وڌيڪ نئين قوم تي حڪومت هلائڻ جو ڪم تمام ڳهٽو ڏکيو لڳو. هُو 1970ع ۾ مري ويو ۽ پنهنجين ڪاميابين ڪان وڌيڪ پنهنجين ناڪامين جي ڪري مشهور ٿيو پر حتيٰ جنهن گهڻ اهميت وارو ڪردار پنهنجي لاءِ چونڊيو ۽ پنهنجي اصولن تي سوديبازي ڪرڻ ڪان انڪار ڪندي استعفيٰ ڏني هئائين سو اجا تائين قومي هيرو آهي.

# آرچ بشپ ميڪاريوس

## (1913 -1977ع)

آرچ بشپ ميڪاريوس ڪي ٿي سگهي ٿو ته ڏاڍو ناڪام ليکيو وڃي. هن پنهنجي سياسي ڪيرينر جي شروعات ايٿنارڪ* يعني قبرصي يونانين جي نمائندي ۽ محافظ جي حيثيت سان ڪئي. انهي زماني ۾ قبرص برطانيه جي بيٺڪ هوندو هو. هن جي منزل هئي 'اينوسس،' يعني قبرص کي يونان سان ملائڻ. پر 27 سالن کان پوءِ جڏهن سندس ڪيرينر پنهنجي پڄاڻي تي پهتو ته ان وقت هو آزاد قبرص جو صدر هو. قبرص ۾ رهندڙ ترڪن کي بچائڻ لاءِ ترڪ فوج ڪاهه ڪري ٽري گهٽ اڌ قبرص تي قبضو ڪري ورتو هو. پر گهڻن ئي يونانين جن کي يقين هو ته هو ڪنهن نه ڪنهن ڏينهن ضرور پنهنجي منزل ماڻيندو، اڃان تائين کيس پنهنجو سورمو پئي سمجهيو.

يوناني قبرصي هن ٻيٽ جي آدمشماري جو 80 سيڪڙو هئا. انهن يوناني ثقافت جي بنياد تي پنهنجي مائٽي يونان سان ٿي ڳنڍي، جنهن جون پاڙون قديم ماضي ۾ کتل آهن. اهو ٻيٽ يونان جو ڪنهن به زماني ۾ حصو نه رهيو هو ۽ متس آشوري، مصري، ايراني، سڪندراعظم ۽ ٽالمي گهراڻي جا حڪمران، رومي بازنطيني انگريز ۽ وينيشيائي حڪومت ڪندا رهيا هئا. اهو ٻيٽ 1571ع کان 1878ع تائين ترڪي جي عثماني سلطنت جو حصو رهيو هو. ترڪن 1978ع ۾ روس خلاف برطانيه کان فوجي مدد وٺڻ جي بدلي ۾ اهو ٻيٽ انگريزن جي حوالي ڪري ڇڏيو هو. برطانيه پهرين مهاڀاري لڙائي ۾ يونان کان مدد وٺڻ خاطر اهو ٻيٽ يونان کي ڏيڻ جي آڇ ڪئي. انهي آڇ تي جيتوڻيڪ ڪڏهن به عمل نه ٿي سگهيو، پر ان ڪري يوناني قبرصي وڏي پئماني تي اينوسس (يونان سان ميلاپ) جو مطالبو ڪرڻ لڳا.

جنهن زماني ۾ يوناني قومپرستي جي لهر قبرص ۾ وڌي رهي هئي، تنهن زماني ۾ ميڪاريوس، جنهن جو اصلي نالو ميخائيل ڪرسٽو ڊولائو مائوسڪوس

* ايٿنارڪ ٻن لفظن ايٿنڪ- نسلي ۽ نارڪ- اڳواڻ مان نڪتل آهي. يعني ڪنهن به نسلي گروهه جو اڳواڻ (سنڌيڪار)

هو هو هڪ ريڊار جو پٽ هو ۽ اولهندي قبرص جي ڳوٺ انوپانائيا ۾ پيدا ٿيو ۽ ڳوٺ جي اسڪول ۾ ئي پڙهيو هو. تيرهن سالن جي ڄمار ۾ ڪيس ڪائيڪس جي ديول ۾ هڪ سيڪرٽ طور قبول ڪيو ويو. ديول وارن پهريائين ڪيس نڪوسيا جي هڪ سيڪنڊري اسڪول، ۽ پوءِ ائينس يونيورسٽي جي مذهبي اسڪول موڪليو. ميڪاريوس 1943ع ۾ گريجوئيشن ڪري ديول موٽيو ۽ ان جي ماسترن ۾ شامل ٿيو. ڪيس 1946ع باقاعدي ماستر مقرر ڪيو ويو. انهي سال بعد ۾ ڪيس چرچن جي عالمي ڪائونسل، آمريڪا جي بوسٽن يونيورسٽي ۾، ديني تعليم وٺڻ لاءِ فيلوشپ ڏني. پر 1948ع ۾ ڪيس قبرص جي چئن مان هڪ بشپ ٿيڻ لاءِ واپس گهرايو ويو، جنهن ڪري سندس تعليم اڌ ۾ رهجي وئي. آرچ بشپ 1950ع ۾ مري ويو ۽ سندس جاءِ تي ميڪاريوس کي چونڊيو ويو.

ميڪاريوس آرچ بشپ هئڻ سان گڏوگڏ ايٿنارڪ جا فرض به ادا ڪرڻ لڳو. عثماني ترڪ روايتي طور پنهنجي قبرصي رعايا تي آرچ بشپ جي معرفت حڪومت هلائيندا هئا. انگريزن جي دؤر ۾ به آرچ بشپ ساڳي طرح پنهنجو ڪردار ادا ڪندا رهيا. انهي ڪان سال کن اڳ ۾ هڪ عام راءِ شماري ٿي هئي، جنهن ۾ 95 سيڪڙو يوناني قبرصين، يونان سان ڳنڍجڻ جي حق ۾ ووٽ ڏنو هو. ميڪاريوس انهي راءِ شماري جي نتيجي جي پئيرائي ڪرڻ جو انجام ڪيو. برطانيه آزادي قبول ڪرڻ لاءِ قبرصين تي زور پريو، پر ترڪ قبرصين جو اصرار هو ته ٻيٽ کي ٻن جدا جدا حصن ۾ ورهايو وڃي. ميڪاريوس ايندڙ ڏهن سالن تائين اينوسس لاءِ وڙهندو رهيو. هو انهي مقصد لاءِ گڏيل قومن ۾ ويو، غيرجانبدار ملڪن جي 1950ع واري بنهنگ ڪانفرنس ۾ شريڪ ٿيو، ۽ يوناني حڪومت کي پنهنجي حمايت لاءِ قائل ڪيائين. انهي وچ ۾ ايبوڪا نالي هڪ ڏهڪاءُ پکيڙيندڙ گروپ، قبرص ۾ ڄايل يوناني، جنرل جارج گريواس جي هٿ هيٺ دهشت جو دؤر شروع ڪيو. جنهن جو مقصد برطانيه کي ملڪ مان تڙي ڪڍڻ ۽ اينوسس ٿاهڻ هو. برطانيه کي شڪ پيو ته ميڪاريوس ايبوڪا جي مدد ڪري رهيو هو، جنهن ڪري 1956ع ۾ ڪيس جلاوطن ڪيو ويو. ميڪاريوس ڪيهائينڊي ڪيهائينڊي هڪ اهڙي آئين هيٺ آزادي قبول ڪئي، جنهن ۾ ترڪ توڙي يوناني قبرصين جي سياسي حقن جي خاطري ڏياريل هئي.

قبرص کي 1960ع ۾ آزادي ملي. ميڪاريوس کي نئين قوم جو پهريون صدر چونڊيو ويو. پر آئين لاڳو ٿيندي ئي ذري گهٽ يڪدم ناڪام ٿي ويو. يوناني قبرصين ترڪن کي رنڊڪون وجهڻ جو ڏوهاري ٺهرايو ۽ ترڪ قبرصين يونانين کي تعصبي هئڻ ۽ ناانصافي ڪرڻ جو ڏوهه ڏنو. ٻنهي ۾ لڙائي ڇڙي پيئي. ميڪاريوس، جنرل گريواس کي چيو ته يوناني آفيسرن سان گڏ قبرص موٽي اچي ۽ قبرصي نيشنل گارڊ جي اڳواڻي ڪري. ترڪ پاڻ بچائڻ لاءِ محفوظ علائقن ڏانهن هليا ويا. انهن جي مدد ڪرڻ لاءِ ترڪي جي ڪاهه جو خطرو پيدا ٿي پيو.

جيڪو گڏيل قومن 1965ع ۾ مداخلت ڪري ٺاري ڇڏيو.

ميڪاريوس 1960ع واري ڏهاڪي جي وچ ڌاري اينوسس کي گهٽ ۾ گهٽ پنهنجو فوري مقصد سمجهڻ ڇڏي ڏنو، پر هڪ فوجي جنتا جنهن 1967ع ۾ يونان جي اقتدار تي قبضو ڪيو هو، سندس مخالفت ڪندي، ٻنهي ملڪن جي اتحاد جي سخت پٺڀرائي ڪرڻ جو اعلان ڪيو. ميڪاريوس پنهنجي حفاظتي فوج لاءِ هٿيار وٺڻ خاطر جڏهن ماسڪو جو دورو ڪيو، ته ڪميونسٽن جي سخت مخالف يوناني جنتا، جنرل گريواس کي هڪ نئين ايوڪا ٺاهي، ميڪاريوس جي تختي اونڌي ڪرڻ لاءِ واپس قبرص موڪليو. گريواس 1974ع جي شروعات ۾ مري ويو. ميڪاريوس نئين ايوڪا خلاف قدم کنيو. هن يوناني حڪومت کان ٻه گهُر ڪئي ته سمورا يوناني آفيسر قبرص نيشنل گارڊ کان واپس گهرايا وڃن. يوناني آفيسرن واپس وڃڻ بدران ميڪاريوس خلاف فوجي بغاوت ڪئي. هُو مس مس پنهنجي جان بچائي ڀڄي ويو ۽ برطانيه جي مدد سان هوائي جهاز رستي مالٽا وڃي پهتو. انهي کان پوءِ ترڪي جي فوج ٻيٽ تي حملو ڪيو ۽ سندس چاليهه سيڪڙو اُترين علائقو پنهنجي قبضي ۾ ورتو. اٽڪل هڪ لک اَسي هزار يوناني قبرصين کي پناهگير ڪري، ڏکڻ قبرص موڪليو ويو. انهي ڪاهه جي ڪري يوناني حڪومت ٽوڙي نئين قبرصي حڪومت ٻيئي ٻهي پيون، ميڪاريوس، ترڪن کي تڙي ڪيڻ ۽ يوناني علائقا واپس وٺڻ لاءِ 'هڪ ڊگهي جدوجهد' جو اعلان ڪري ٻيٽ ڏانهن موٽيو ته سهي، پر ترڪن کي پنهنجي هنڌان چوري ٻه نه سگهيو. ڳالهيون شروع ٿيون، پر اهي گهٽو وڌي نه سگهيون. ترڪ قبرصي، هڪ ڪمزور مرڪزي حڪومت هيٺ، قبرص جي ورهاڱي جا حامي هئا، جڏهن ته يوناني قبرصين جو چوڻ هو ته اُهي ورهاڱي کي فقط تڏهن قبول ڪندا، جڏهن انهي سان گڏوگڏ هڪ اهڙي مضبوط مرڪزي حڪومت قائم ٿيندي، جنهن تي يونانين جي بالادستي هجي. فوجي بغاوت، ترڪن جي ڪاهه، قبضو ۽ هڪ هنڌ تي بيٺل ڳالهين جو دٻاءُ، ميڪاريوس جي وت کان ٻاهر ثابت ٿيو. مٿس ٻه ڀيرا دل جا دورا پيا ۽ هو 1977ع ۾ مري ويو.

ميڪاريوس جي موت کان پوءِ قبرصين اهڙو ٿي پيو جهڙو سڪان کان سواءِ ڪو جهاز طوفان ۾ ڦاسي پوي. ڪن جو خيال هو ته سندس منظر کان هٽي وڃڻ ڪري، ٿي سگهي ٿو ته قبرصي يونانين ۽ تُرڪن جي وچ ۾ جهيڙي جو حل وڌيڪ سولائي سان نڪري اچي. ٻين جو خيال هو ته فقط ميڪاريوس ئي اهڙو مضبوط شخص هو، جيڪو اِهو ٺاهه ڪرائي ۽ مٿس عمل ڪرائي پئي سگهيو. ڪانئس سواءِ ٻيٽ جو مستقبل اونداهو ٿي ويو هو. پر يوناني قبرصين پاڻ انهي جو عارضي حل ڳولي ورتو. انهن ڪجهه عرصو ڪاوڙ ۽ ماتم ۾ گذارڻ کان پوءِ پنهنجي اڌ ٻيٽ ۾ نئين زندگي جي شروعات ڪئي. ٻاهرين مدد ۽ پنهنجي سخت محنت جي آڌار تي، اُهي سُٺت ئي اقتصادي ترقي جي چوٽي تائين وڃي پهتا.

# مسز بندرانائيڪي

(جنم 1916ع)

سريماوو بندرانائيڪي ڪڏهن بہ پاڻ کي انقلابي نہ سمجهيو. سيلون (هاڻي سريلنڪا) جي ٻين گهڻين عورتن وانگر هن بہ پنهنجي تعليم پوري ڪرڻ کان پوءِ سست ئي شادي ڪري ڇڏي. انهي کان پوءِ هوءَ گهر سنڀالڻ، آڪهہ وڌائڻ ۽ برادري ۾ رضاڪارڻ طور ڪم ڪرڻ ۾ لڳي ويئي. سندس مڙس، جيڪو آڪسفورڊ جو پڙهيل وڪيل هو، سياست ۾ گهڙيو ۽ نيٺ وزيراعظم ٿي ويو پر هوءَ خاموشي سان ڪُنڊ وٺيو ويٺي رهي، ايتري تائين جو جڏهن مڙسهنس مارجي ويو ۽ سندس حامين ڪانئس مدد گهري تہ بہ هوءَ ڪيٻائيندي رهي، پر جڏهن چونڊن وڙهڻ جو فيصلو ڪيائين تہ ايتري ڪامياب ٿي جو سندس پارٽي بہ کٽي ويئي. اهڙي طرح هوءَ 1961ع دنيا جي پهرين عورت وزيراعظم ٿي.

مسز بندرانائيڪي جي اڳواڻي ۾ ڪاميابي ماڻيندڙ سريلنڪا فريڊم پارٽي (ايس- ايل- ايف- پي) جو پايو سندس مڙس 1951ع ۾ وڌو هو. هن اها پارٽي اعتدال پسند ۽ مغرب جي حامي يونائيٽڊ نيشنل پارٽي (يو- اين- پي) جي مقابلي ۾ ٺاهي هئي، جيڪا 1948ع ۾ برطانيہ کان آزادي ملڻ کان پوءِ اقتدار ۾ رهندي آئي هئي. ايس- ايف- ايل- پي هڪ قوم پرست پارٽي هئي. ان جو مکيہ پاليسيون هيون: عالمي معاملن ۾ اڻ ڌريو رهڻ، انگريزي جي جاءِ تي سنگالي کي ملڪ جي سرڪاري زبان جو درجو ڏيڻ، ٻڌڌرم ۽ ثقافت جو اثر وڌائڻ ۽ بئنڪن، ويمي ڪمپنين، چانهہ، ربڙ ۽ ڪوڪو جي باغن کي قومي ملڪيت ۾ وٺڻ، جيڪي گهڻي ڀاڱي مغربي ملڪن وارن جون مڪليتون هيون.

ايس- ايل- ايف- پي 1956ع وارين عام چونڊن ۾ کاٻي ڌر جي ڪيترين ئي پارٽين سان اتحاد ڪيو ۽ کٽي ويئي. مسٽر بندرانائيڪي وزيراعظم ٿيو ۽ حڪومت ٺاهيائين، پر پنهنجين پاليسين تي گهڻو هلي نہ سگهيو. سريلنڪا جي وڏي ۾ وڏي تامل ٻولي ڳالهيندڙن جي هندو اقليت، اعتراض ڪيو تہ هو سنگالي ٻڌڌرم وارن کي ترجيح ڏيئي رهيو هو. ساڳئي وقت ملڪ سخت اقتصادي مسئلن ۾ ڦاٿل هو. هڪ طرف آدمشماري تيزي سان وڌي رهي هئي تہ ٻئي طرف چانهہ،

رهڙ ۽ ڪوڪو مان ٿيندڙ آمدني گهٽجڻ سان گڏوگڏ کاڌي خوراڪ جون شيون ڏيساور مان گهرائڻ جي ضرورت پئجي ويئي هئي.

مسٽر بندرانائيڪي کي هڪ ڪاوڙيل ٻڌ ڀڪشو 1959ع ۾ گولي هڻي ماري ڇڏيو، جنهن کان پوءِ پارٽي سندس زال کي قانون ساز اداري ۾ سندس جاءِ تي چونڊ وڙهڻ لاءِ چيو. پر اها نندي چونڊ ٿئي ئي نه ٿي، تنهن کان اڳ قانون ساز اداري کي ٽوڙيو ويو ۽ 1960ع ۾ نيون عام چونڊون ڪرائڻ جو اعلان ڪيو ويو. مسز بندرانائيڪي، ايس- ايل- ايف- پي جي اميدوارن لاءِ چونڊن مهم هلائيندي، سڄي ملڪ جو دورو ڪيو. اهو گهڻو ڪري ڪوشش جو ئي نتيجو هو، جو سندس پارٽي، ڪل 151 سيٽن مان 46 سيٽون کٽي ورتيون. پر يو- اين- پي کي 50 سيٽون مليون هيون جنهن ڪري ان جي اڳواڻ اقليتي حڪومت ٺاهي. ڪجهه هفتن کان پوءِ اها حڪومت ڊهي پيئي ۽ نين چونڊن ڪرائڻ جو اعلان ڪيو ويو. مسز بندرانائيڪي پنهنجي سوپ کي يقيني بڻائڻ لاءِ، کاٻي ڌر جي گروپن کي پاڻ سان ڳنڍيو. ايس- ايل- ايف- پي اڪيلي سر 75 سيٽون کٽيون. اهڙي طرح پنهنجن حامين جي پٺڀرائي کان سواءِ به ڪيس اڪثريت ملي ويئي. مسز بندرانائيڪي قانون ساز اداري جي هيٺئين ايوان جي ڪنهن به سيٽ لاءِ پاڻ اميدوار نه بيٺي هئي. مٿئين ايوان لاءِ مقرر ڪيو ويو، جنهن وزيراعظم طور سندس نالو ڏنو.

مسز بندرانائيڪي حڪومت جي سربراهه جي حيثيت ۾ پنهنجي مڙس جون ٺاهيل قومي ۽ سوشلسٽ پاليسيون جاري رکيون. سندس حڪومت جنوري 1961ع ۾ سنگالي کي ملڪ جي سرڪاري ٻولي ٺهرايو. تاملن جڏهن انهي ڳالهه تي احتجاج ڪندي فساد ڪيا ته هُن سندن علحدگي پسند سياسي پارٽي تي بندش وجهي ڇڏي. حڪومت مغربي مالڪي ۾ هلندڙ ڪيترن ئي ڪاروبارن کي قومي ملڪيت ۾ ورتو ۽ رياستي مدد سان هلندڙ مذهبي اسڪولن کي پنهنجي قبضي ۾ وٺڻ لڳي. بندرانائيڪي جي انقلابي پاليسين ۽ ملڪ جي لڳاتار اقتصادي مسئلن سان سندس پارٽي کي 1965ع ۾ شڪست ملي. يو- اين- پي وري حڪومت ٺاهي، پر اُها به اقتصادي حالتن کي سڌاري نه سگهي. ايس- ايل- ايف- پي ۽ سندس کاٻي ڌر مجا اتحادي 1970ع ۾ وري چونڊجي اقتدار ۾ آيا ۽ بندرانائيڪي وري به وزيراعظم ٿي.

بندرانائيڪي پنهنجي عهدي جي ٻئي مدي دوران، نئون آئين لاڳو ڪرڻ وارو پنهنجو انجام پاڙيو. انهي آئين مطابق ملڪ کي عوامي راڄ ٺهرايو ويو ۽ ان جو نالو سيلون مان بدلائي سريلنڪا ڪيو ويو. هُن چانورن تي امدادي رقمون ڏيڻ جهڙا پلائي وارا ڪم شروع ڪيا. سندس آنڌل سڌارا کاٻي ڌر کي مطمئن ڪري نه سگهيا. مائوئسٽ پاپولر لبريشن فرنٽ 1971ع ۾ حڪومت جو تختو

اونڌو ڪرڻ جي مقصد سان هارين جي بغاوت ڪرائي. حڪومتي فوجن ستن هفتن جي خونريز لڙائي ۾ وڏي جاني نقصان ڪان پوءِ باغين کي شڪست ڏني. انهي بغاوت دوران جن هنگامي حالتن جو اعلان ڪيو ويو هو سي 1977ع وارين عام چونڊن جي مهم شروع ٿيڻ کان ٿورو اڳ تائين برقرار رهيون.

يو- اين- پي 1977ع وارين چونڊن جي مهم ۾ 20 سيڪڙي جي حساب سان ملڪ ۾ پکڙيل بيروزگاري ۽ ناٿي جي وڌندڙ گهٽائي لاءِ بندرا نائيڪي کي ڏوهي ٺهرايو. ان مٿس بدعنوانين جو الزام به هنيو. انهن هڪ نئين اقتصادي پاليسي اختيار ڪئي، جنهن کي جمهوري سوشلزم سڏڻ لڳا. انهي چونڊ ۾ يو- اين- پي کي قانون ساز اداري جون 112 سيٽون مليون ۽ ايس- ايل- ايف- پي وٽ فقط 8 سيٽون وڃي بچيون.

# جان ايف- ڪينيڊي

(1917-1963ع)

”مشعل هاڻي آمريڪا جي نئين پيڙهي جي هٿن ۾ پهچي وئي آهي...“ جان ايف ڪينيڊي جنوري 1961ع ۾ آمريڪا جي پنجٽيهين صدر جي حيثيت ۾، پنهنجي افتتاحي تقرير ۾ چيو، ”ٻگل اسان کي سڏي پيو... هٿيارن ڏانهن نه، پر ماڻهو جي گڏيل دشمن، ظلم، غريبي ۽ خود جنگ خلاف جدوجهد ڪرڻ لاءِ.“ انهن واڃڻ ڪندڙن ۽ ذري گهٽ شاعراڻن لفظن سان ڪينيڊي پنهنجي حڪومت جا ڍنگ ۽ مقصد مقرر ڪيا. ڪيس حڪومت هلائيندي هڪ هزار ڏينهن کان ٿورڙو وڌيڪ عرصو ٿيو هو جو 1963ع ۾ هڪ قاتل جي گولي ڊلاس ۾ سندس خاتمو ڪري ڇڏيو. پر انهي عرصي ۾ هن، نوجوانن ۾ پنهنجي تصوريت وسيلي اتساهه ۽ منجهن حڪومت جي نوڪري لاءِ ڪشش پيدا ڪري ڇڏي هئي. هن عالمي برادري ۾ نين قومن جي اڀرڻ جي آجيان ڪئي ۽ سندن مدد ڪرڻ لاءِ رضاڪار موڪليائين. سندس دور ۾ خلا ۾ ماڻهو موڪلڻ جو پروگرام شروع ڪيو ويو، جنهن جي نتيجي ۾ هڪ ماڻهو چنڊ تي لٿو. پنهنجي عهدي دوران ڪينيڊي جو وڏي ۾ وڏو ڪم شايد اهو هو جو هن، ائٽمي تجربن تي پابندي وجهڻ جي معاهدي تي صحي ڪري، ائٽمي ناپاڪائي يا تباهي کان دنيا جي مستقبل کي محفوظ رکڻ جي اميد پيدا ڪري ڇڏي هئي.

ڪينيڊي کي اٺ ڀائر ۽ ڀينر هيون. هن جي لکاپتي پيءُ جوزف پي ڪينيڊي کين سوچڻ، ڪوشش ڪرڻ ۽ کٽڻ لاءِ همٿايو هو. ڪيس اميد هئي ته سندس پٽن مان هڪڙو پٽ صدر ٿيندو. جڏهن سندس مربي پٽ ٻي مهاڀاري لڙائي ۾ مارجي ويو، تڏهن اها ذميداري اچي جان جي ڪلهن تي پيئي. انهي وقت تائين جان هارورڊ يونيورسٽي مان گريجوئيشن ڪري پنهنجي چوٿين سال لاءِ لکيل مقالي کي بهترين وڪرو ٿيندڙ ڪتاب ’انگلينڊ ڇو ستو‘ ۾ بدلائي چڪو هو. ٻي مهاڀاري لڙائي ۾ جڏهن هڪ جاپاني تباهه ڪندڙ آمريڪي تارپيڊو ٻيڙي کي ٻه ٽڪر ڪري ڇڏيو، تڏهن هن پنهنجن ساٿين کي بچائي هڪ سورمي جو درجو ماڻي ورتو.

ڪينيڊي صحافت جي پيشي اختيار ڪرڻ کان پوءِ ميساچوسٽس مان آمريڪي ڪانگريس لاءِ اميدوار بيٺو. هن ڊيموڪريٽڪ پارٽي جي صدر تنظيم کي اورانگهي، پنهنجن دوستن ۽ پنهنجي آڪهه کان مدد ورتي. هو هر ڏينهن ووٽرن جي درن تي وڃي، روبرو کين پنهنجي حق ۾ قائل ڪندو هو ۽ ساڻن هٿ ملائيندو هو. سندس ماءُ پيئون، ووٽرن کي گهرائي چانهه پيارينديون هيون ۽ کين ڪينيڊي جي باري ۾ ٻڌائينديون هيون. پارٽين تي 'ڪينيڊي جون چانهيون،' نالو پئجي ويو.

ڪينيڊي، هائوس آف ريپريزنٽيٽو (نمائندن جي ايوان) ۾ ٽي مدا گذاريا، جنهن دوران هن پنهنجي تڪ جي ووٽرن تائين پاڻ مرادو پهچڻ ۽ آزاد خيال ماڻهن جا ووٽ وٺڻ جو وچٿرو رڪارڊ قائم ڪري شهرت ماڻي. هن سينيٽ جي هڪ سيٽ تي پنهنجي مقابلي ۾ بيٺل ريپبلڪن پارٽي جي مقبول اميدوار هينري ڪيبٽ لاج کي 1952ع ۾ شڪست ڏني. جڏهن چونڊن جي پوري ٿيڻ تي ڪينيڊي کٽيو، تڏهن چيو وڃي ٿو تہ لاج چيو، ”ڪينيڊي جي انهن نياڻين چانهين پنهنجو ڪم ڪري ڏيکاريو.“ ڪينيڊي آهستي آهستي وڌيڪ نواڻ پسند خيالن جو ٿيندو. هو ڏينهون ڏينهن پورهيتن، شهري حقن ۽ آفريڪا توڙي ايشيا ۾ ابرندڙ، نين قومن کي مدد ڏيڻ جي وڌيڪ حمايت ڪرڻ لڳو. انهي هوندي بہ آزاد خيالين مٿس تنقيد ڪئي تہ هو ريسڪانسن جي سينيٽر جوزف ميڪارٿي ۽ سندس ڪميونسٽ مخالف تحريڪ جي خلاف ايترو نہ اٿيو هو، جيترو ڪيس اٿڻ گهربو هو. حقيقت ۾ ميڪارٿي خلاف، جڏهن ملامت جو ٺهراءُ سينيٽ ۾ پيش ٿيو تہ، ڪينيڊي ميڪارٿي خلاف ووٽ ڏيڻ پئي چاهيو، پر انهي موقعي تي هو اسپتال ۾ داخل هو، جتي سندس پُٺي جو ڳتي جوڳو آپريشن ٿيو هو. انهي کان پوءِ هو ڇهن مهينن تائين هڪ تختي تي پٺن ۾ ٻڌل رهيو ۽ 'پروفائيلز انڪريج' (همت جا خاڪا) نالي ڪتاب لکيائين، جيڪو سندس ٻيو بهترين وڪامندڙ ڪتاب ثابت ٿيو. انهي ڪتاب تي کيس پلٽزر انعام مليو.

ڪاٻي ڌر جي پاسي وٺڻ ڪري انهن لبرل ڊيموڪريٽن جو ڌيان ڪينيڊي ڏانهن ڇڪجي ويو، جن صدارتي اميدوار طور 1952ع ۾ ايڊلائي اسٽيونسن جي حمايت ڪئي هئي، پراسٽيونسن ڪامياب ٿي نہ سگهيو هو. اسٽيونسن کي 1956ع ۾ وري صدارتي اميدوار ٿاڦيو ويو. هن نائب صدارت جي اميدوار جي چونڊ جو اختيار ڪنوينشن کي ڏنو. ڪينيڊي اها چونڊ گهٽو ڪري کٽي ويو هو، پر ان تان هٿ کٽي ڇڏيائين. انهي موقعي تي هن هٿ کٽڻ جي باري ۾ جيڪا متاثر ڪندڙ تقرير ڪئي، سا ريڊيو وسيلي آمريڪا جي لکين گهرن ۾ پهتي ۽ هو راتورات قومي شخصيت بڻجي ويو.

ڪينيڊي جنوري 1960ع ۾ صدارتي اميدوار ٿيڻ جو اعلان ڪيو. سندس ننڍو ڀاءُ انهي مهم جو مئنيجر هو. ڪينيڊي هڪ پرائمري پوئتان ٻي پرائمري ۾

ويو ڪٿندو. ڊيموڪريٽڪ ڪنوينشن جي پهرين چونڊ ۾ ڪيس صدارتي اميدوار ٺاهيو ويو. ملڪ ۾ وڏي پيماني تي اهو خوف ڇانيل هو ته ڪٿي هن جي رومن ڪيٿولڪ عقيدن جو اثر، سندس صدارتي ڪمن تي نه پئجي وڃي. ڪينيڊي اهڙن خدشن جو جواب ڏيندي يڪدم بيان جاري ڪيو ته هو چرچ ۽ رياست جي علحدگيءَ ۾ يقين رکي ٿو. ريپبلڪن اميدوار رچرڊ نڪسن سان بحث مباحثن جي هڪ سلسلي ۾ هن جنهن وقار ۽ مهارت جو مظاهرو ڪيو، تنهن عوام ۾ سندس مان وڌائي ڇڏيو. آخر تائين ٻنهي اميدوارن جي ووٽن ۾ سخت ڇتاپيتي رهي، پر ڪينيڊي تر جيتري وٿي سان کٽي ويو.

ايتري ٿوري فرق سان کٽڻ ڪري ڪينيڊي پنهنجي قانون سازي واري پروگرام لاءِ وڏي پيماني تي عوامي حمايت يا ڪانگريس جي پٺڀرائي تي پاڙي نه پئي سگهيو. اهو برابر آهي ته هو 'امن فوجن' ۽ 'ترقي لاءِ اتحاد' نالي لاطيني آمريڪا کي امداد ڏيڻ واري پروگرام جي منظوري وٺڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو، پر هو ٽيڪسن ۾ سڌارا آڻڻ، تعليمي ميدان ۾ امداد ڏيڻ، پوڙهن کي علاج جون سهولتون ڏيارڻ ۽ شهري حقن جي حفاظت ڪرڻ جي ڪوشش ۾ ناڪام ٿيو. بهرصورت حالتن کيس پرڏيهي معاملن تي پنهنجو وڏ ۾ وڏ وقت خرچ ڪرڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو. هن کي صدر آئزن هاور کان سي- آءِ- اي کان سيکا ورتل ڪيوبائي جلاوطنن جي فوج ۽ ڪميونسٽن جي قبضي ۾ آيل ڪيوبا تي ڪاهه ڪرڻ جو منصوبو ورثي ۾ مليو هو. هن فوجي صلاح تي اعتماد ڪندي ڪيوبا تي حملي ڪرڻ جي اجازت ته ڏيئي ڇڏي پر ان لاءِ آمريڪي فوجي مدد ڏيڻ کان انڪار ڪري ڇڏيائين ۽ اهو قدم ناڪام ٿيو. 'بي آف پگس' جي اها ڪاهه ڪيوبا جي اڳواڻ فيڊل ڪاسترو جو تختو ته اونڌو نه ڪري سگهي، ويتر هڪ انقلابي اڳواڻ جي حيثيت ۾ سندس طاقت ۽ مان وڌائي ڇڏيائين.

هڪ سال کان پوءِ 1962ع ۾ ڪينيڊي اعلان ڪيو ته سوويت يونين ڪيوبا ۾ پنهنجا اڳرائي ڪندڙ ميزائيل لڳايا هئا، ۽ اهو ته سوويت جهازن کي وڌيڪ هٿيار انهي ٻيٽ تي پهچائڻ کان روڪڻ لاءِ، آمريڪا ڪيوبا جي ناڪا بندي ڪئي هئي. انهي اعلان آمريڪي عوام کي ڌوڏي ڇڏيو. دنيا تيرهن ڏينهن تائين ائٽمي جنگ جي خطري طرف وڌندي رهي. انهي کان پوءِ سوويت جهاز واپس ٿيا ۽ سوويت وزيراعظم خروشچيف ميزائيلن هٽائڻ جو اعلان ڪيو.

ڪينيڊي 1964ع وارين چونڊن جي تياري ڪرڻ جي سلسلي ۾ 1963ع ۾ ڊلاس، ٽيڪساس ويو ته جيئن اتي مقامي ڊيموڪريٽڪ پارٽي ۾ ٿيل اختلافن کي ختم ڪرائي سگهي. هو ۽ مسز ڪينيڊي جيئن ئي کليل ڪار ۾ آهستي آهستي شهر مان لنگهي رهيا هئا ته گولين هلڻ جو آواز آيو. اسپتال پهچڻ تائين ڪينيڊي مري ويو ۽ لينڊن بي جانسن سندس جانشين جي حيثيت ۾ قسم کنيو.

ڪينيڊي جي قتل، هڪ ذهين شخصيت کي ختم ڪري ڇڏيو ۽ آمريڪا کي هڪ اهڙي صدر کان محروم ڪري ڇڏيو، جيڪو اڳتي هلي، عظيم صدر ثابت ٿي سگهيو ٿي. جانسن سندس ڪم کي جاري رکيو ۽ ڪينيڊي جيڪا قانون سازي شروع ڪرائي هئي، سا گهڻي ڀاڱي منظور ڪرائي ورتائين.

# جمال ناصر

(1970-1918)

جمال عبدالناصر جي جنازي ۾ پنجاه لک ماڻهو شريڪ ٿيا. اهي سٽيل ٽرين ۾ بسن وسيلي قاهره ۾ اٿلي پيا هئا ۽ سندس جنازي جي پيٽي جي آخري جهلڪ ڏسڻ لاءِ هڪ ٻئي پوئتان ٻه سؤ قطارون ٺاهي بيهي رهيا هئا. ناصر هڪ قومي سورمو هو، جيڪو فرعونن کان پوءِ آزاد مصر جو پهريون مصري حاڪم هو. انهي کان به وڌيڪ اهم ڳالهه هيءَ هئي جو ناصر صدين کان پوءِ، انتهائي غريب مصرين کي قومي فخر جو احساس ۽ مستقبل جي اميد ڏياري هئي. سندس موت تي هڪڙي سرڪاري آفيسر چيو، "ناصر مصر لاءِ سڀ ڪجهه هو- دوست، پيءُ صدر، بادشاه ۽ خود خدا. هاڻي اسان اڪيلا ٿي ويا آهيون." جنازي ۾ شريڪ ٿيندڙن کان سواءِ عرب دنيا ۾ لکين ٻين ماڻهن به ناصر جي موت تي ماتم ڪيو. اهي به کيس پنهنجو سورمو سمجهندا هئا. هڪ لبناني اخبار سندس موت تي هن ريت تبصرو ڪيو: "ڏهه ڪروڙ انسان، يعني عرب يتيم ٿي ويا آهن."

ناصر جي زندگي توڙي موت، ٻنهي وڏا ۾ سخت جذبا جاڳائي ڇڏيا هئا. اسرائيلن جي نظر ۾ هو هڪ ننگ، ناٽڪي ۽ خطرناڪ ماڻهو هو. مغربي اڳواڻ کيس ٽين دنيا جو هڪ اهڙو چريو ۽ بي پروسي اڳواڻ سمجهندا هئا جنهن کي جتان به هٿيار ۽ سرمايو نظر ايندو هو، اتان وٺندو هو. پر فلاحين يعني مصر جا هاري کيس چڱي طرح سمجهي ويا هئا ۽ مٿس فخر ڪندا هئا ته هو انهن مان ئي ته هو.

ٽين دنيا جي ڪيترن ئي غريب ڇوڪرن وانگر، ناصر به فوجي پيشي وسيلي پنهنجي زندگي بهتر ڪئي. هن مصر جي فوجي اڪيڊمي مان گريجوئيشن ڪئي ۽ 1952ع ۾ فوجي بغاوت رستي سياسي اقتدار وٺڻ کان اڳ ڪرنل جي عهدي تي پهچي ويو هو. انهي فوجي بغاوت بدعنوان بادشاهه فاروق جو تختو اونڌو ڪري ڇڏيو ۽ مصر ۾ عوامي راڄ قائم ٿيو.

شروعات ۾ هڪ مقبول جنرل محمد نجيب، انقلابي حڪومت لاءِ ظاهري اڳواڻ جو ڪم ڏنو، جڏهن ته ناصر پردي جي پويان ويهي ڏور ڇڪيندو رهيو. پر

ٻنهي اڳواڻن ۾ جهيڙو ٿي پيو. نيٺ ناصر نجيب کي ترڙي ڪڍيو ۽ سمورو اختيار پنهنجي هٿ – وس ڪيائين. کيس 1956ع ۾ بنا مقابلي صدر چونڊيو ويو.

ناصر جڏهن اقتدار ۾ آيو، تہ مصر ۾ ڌارين جي حڪومت جو هڪڙو نشان اڃا بچيل هو. برطانيہ اتي پنهنجون فوجون رکيو ويٺو هو، جيڪي گهڻو ڪري خانگي ملڪيت واري سوئيز واهہ جي حفاظت لاءِ هيون. ناصر 1956ع ۾ انهي واهہ کي قومي ملڪيت ۾ وٺي، دنيا کي اچرج ۾ وجهي ڇڏيو. برطانيہ، فرانس ۽ اسرائيل مصر تي ڪاهہ ڪئي ۽ سندس فوجن کي شڪست ڏنائون، پر ڪاميندڙن کي آمريڪا ۽ سوويت يونين پنهنجون فوجون واپس گهرائڻ تي مجبور ڪري ڇڏيو. انهن ٻنهي ملڪن گڏيل قومن ۾ مصر جي پٺڀرائي ڪئي. سڄي عرب دنيا سوئيز واهہ تي مصر جي قبضي کي پنهنجي فتح سمجهيو. ناصر جڏهن ساڻن عربن جي وڏائي ۽ طاقت جي ڳالهہ ڪئي، تڏهن انهن کيس همدردي سان ٻڌو.

مصري صدر ڏٺو تہ جيڪڏهن عرب پاڻ ۾ ٻڌي ڪن تہ ڪين ڪيتري نہ طاقت ۽ اثر رسوخ ملي ويندو. سندس نظر ۾ عربن جو تعداد، سندن جاگرافيائي بيهڪ ۽ تيل، اهڙي طاقت هئا جن جي زور تي هو پاڻ کي مجرائي ٿي سگهيا. هن جو خواب هو تہ مراڪش کان وٺي عراق تائين هڪ عرب يونين ٺاهجي، پر دليل باز عربن ۾ سياسي لاڳاپا قائم ڪرڻ جون هن جيڪي ڪوششون ورتيون سي ناڪام ٿيون. مصر ۽ شام 1958ع ۾ گڏجي، ٿوري عرصي لاءِ گڏيل عرب جمهوريہ ٺاهي، پر ٽن سالن کان پوءِ شام انهي مان نڪري ويو.

ناصر 'جاگيردار ۽ رجعت پسند' عرب بادشاهن جي جاءِ تي جديد عوامي راڄ قائم ڪرڻ لاءِ، عرب ملڪن ۾ سماجي انقلاب کي همٿائڻ جون جيڪي ڪوششون ڪيون، تن ۾ کيس ٿورڙي وڌيڪ ڪاميابي ٿي. يمن ۾ 1962ع ۾ عوامي راڄ قائم ٿيو پر انهي جي حيثيت اوستائين محفوظ ٿي نہ سگهي، جيستائين هڪ مهانگي گهرو لڙائي ۾ مصر پنهنجا ماڻهو ۽ هٿيار نہ موڪليا. گهرو لڙائي ۾ شاهہ پرستن جي پٺڀرائي سعودي عرب ڪري رهيو هو.

ناصر اسرائيل خلاف عربن کي گڏ ڪرڻ ۾ وڌيڪ ڪامياب ٿيو. گهڻن عربن وانگر کيس بہ يقين هو تہ گڏيل قومن فلسطين جو ورهاڱو ڪري ۽ اسرائيل جي رياست قائم ڪرڻ لاءِ، ان جو گهڻو پاڱو يهودين کي ڏيئي، فلسطينين کان پنهنجو وطن ڦري ورتو هو. ناصر کي اهو بہ يقين هو تہ اسرائيل توسيع پسند ملڪ هو. جنهن کي مغربي سامراجي ملڪ، ٻاهريون طاقتون ۽ عالمي صيهوني تحريڪ پٺڀرائي ڪري کيس پنهنجي مقصدن لاءِ استعمال ڪري رهيون هيون. اهڙي طرح سندس نظرن ۾ اسرائيل عرب قومن لاءِ هڪ خطرو هو. تنهن کان سواءِ نجف جي ريگستان تي اسرائيل جي قبضي هئڻ ڪري عرب دنيا ٻن حصن ۾ ورهائجي وئي

هئي.

اسرائيل، جڏهن 1947ع ۾ قائم ٿيو هو تہ ناصر، هڪ نوجوان آفيسر جي حيثيت ۾ ان خلاف وڙهيو. ڪيس 1967ع ۾ يقين ٿي ويو، تہ اسرائيل شام مٿان حملي ڪرڻ جون تياريون ڪري رهيو هو. هن اسرائيل سان ملندڙ سرحد تي مصري فوجون ڪٺيون ڪيون ۽ اسرائيلي جهازن لاءِ عقبا جي نار بند ڪري ڇڏيائين. اسرائيل مصر، اردن ۽ شام تي حملو ڪري سينا کي شڪست ڏني ۽ سندن وسيع علائقن تي قبضو ڪيو. مصر غزا جي پٽي ۽ سيناءِ جو ريگستان، سوئيز واهہ جي اوڀرندي ڪناري سميت وڃائي ويٺو. ناصر انهي موت مار شڪست جي پوري پوري جوابداري پاڻ تي کڻي ۽ استعفيٰ ڏنائين، پر مصرين ۽ ٻين عربن کيس پنهنجي استعفيٰ واپس وٺڻ لاءِ قائل ڪيو.

ناصر مصر کي صنعتي ملڪ بنائڻ تي چاهيو ۽ سماجي ۽ اقتصادي سڌارا آڻڻ ٿي چاهيائين، پر جنگ ۽ بچاءُ جي خرچ ڪري سندس انهن منصوبن کي ڌڪ لڳو، انهي جي باوجود هن پنهنجو ڪم جاري رکيو. ناصر زمين جي ملڪيت جي حد گهٽائي ڇڏي، نتيجي ۾ جيڪا زمين بچي سا پندرهن لک هارين ۾ ورهائي ڇڏيائين. اسوان هاءِ ڊيم جيڪو 1970ع ۾ مڪمل ٿيو، تنهن بي زمين ماڻهن کي وڌيڪ زمين ۽ صنعت کي بجلي مهيا ڪئي. هُن اسڪول، اسپتالون ۽ گهر ٺهرايا. صنعتڪاري جي ڪري ماڻهن کي وڌيڪ روزگار مليو. آبادي ۾ وڏي واڌ ٿيڻ جي باوجود في ماڻهو آمدني ۾ ٿورڙو واڌارو بہ آيو، پر انهي هوندي بہ لکين ماڻهو بي زمين، بيروزگار ۽ غريب ئي رهيا.

ناصر جڏهن 1970ع ۾ اوچتو وفات ڪئي، تڏهن مصر ۽ عرب دنيا جي ڀلائي لاءِ سندس ڏٺل سپنو گهڻي ڀاڱي پورو نہ ٿي سگهيو هو، جنهن کي اڳتي هلي پورو ٿيڻو هو. پر سندس جنازي ۾ ايڏي وڏي تعداد ۾ ماڻهن جي شرڪت ۽ جتي ڪٿي سندس موت تي عربن جنهن نموني پنهنجي ڏک جو اظهار ڪيو هو، تنهن مان ثابت ٿيو تہ مصري عوام بہ سندس سپني ۾ ڀاڱي ڀائيوار هئا ۽ اهي انهي سپني کي ساڀياوان ڪرڻ لاءِ لڳاتار ڪوششون ڪندا رهندا.

# چي گويرا

## 1928ع -1967ع

8- آڪٽوبر 1997ع تي ڪيوبا جي دل سانتاڪلارا ۾ انقلابي اڳواڻ چي گيورا جي هڏن کي ميوزيم ۾ هميشه لاءِ محفوظ ڪيو ويو. ارجنٽائن جي شهر روساريو ۾ 16- جون 1928ع تي پيدا ٿيل هن باغي کي ماڻهن جي انبوهه سلامي پيش ڪئي ۽ سڀ رستا ان طرف وڃي ٿي ويا. چاڪاڻ جو هو اهڙ انقلابي هو جنهن مقصد خاطر وڙهيو ۽ قربان ٿي ويو. ڪيوبا جي اڳواڻ فيدل ڪاسترو کي اڄ به جيتري چي گويرا ۽ سندس ساٿين جي ضرورت محسوس ٿي رهي آهي، شايد ڪڏهن به نه ٿي هجي. ڇو ته چي ۽ سندس ساٿين جي انقلابي جدوجهد سبب ئي آمر فلجينڪو بيتستا (Fulgenco Batista) کي ڊسمبر 1958ع ۾ تڏا ويڙهه ڪرڻي پئجي وئي. ان ڊڪٽيٽر جي ڀاڄ سبب فيدل ڪاسترو کي اقتدار ملڻ ممڪن ٿي سگهيو.

هاڻ ڪيوبا وارن لاءِ ڪميونسٽ چي گويرا عالمي انقلابي هيرو مان مقدس هستي بڻجي چڪو آهي. جيتوڻيڪ چي کي 1965ع ۾ ويڙهه لاءِ وڃڻ کان اڳ ڪيوبا جي شهريت ڏني وئي هئي پر اڄ به ڪيوبا ۾ اهڙا ماڻهو بنهه نه هجڻ جي برابر آهن، جيڪي سندس نالو احترام سان وٺڻ بجاءِ سندس گلا غيبت يا نظرئي جي مخالفت ڪندا هجن. اهي اڄ به وڏي فخر سان"Che-San Ernestode" واري نعري کي پنهنجي رهنمائي جي علامت سمجهن ٿا.

انهي حقيقت کان انڪار نٿو ڪري سگهجي ته، چي گويرا اڃا ڪيترن ڏهاڪن تائين ڪيوبا جي ماڻهن جو هيرو ۽ رهبر رهڻو آهي. اڄ به هر صبح جو اسڪولي ٻارڙا اسيمبلي ۾ گيت ڳائيندا آهن:

ترجمو: اسان چي جهڙا ٿيڻ پسند ڪنداسين. "Seremos Comoel Che" اڄ به ڪيوبا ۾ "G" گويلا طور ۽ "T" لفظ ٽئنڪ طور استعمال ٿين ٿا. اهڙا لاتعداد گهر، عمارتون ۽ آفيسون آهن جن جي عمارتن تي اهڙا نشان چي گويرا سان ماڻهن جي اُنسيت جو اظهار آهن. شاعر جوز مارٽي ان سلسلي ۾ انهي خيال جو آهي ته آمريڪا اڄ به لازوال جدوجهد جي اهڃاڻ ڪيوبا جي جهوني ڪميونسٽ

انقلاب کي مکمل طور ختم ڪري ڇڏڻ چاهي ٿو.

چي گويرا دنيا جي مختلف پيڙهين لاءِ گھڻو رخو ڪردار ادا ڪيو. ڏکڻ اوڀر بوليويا جو اهو ڳوٺڙو جتي اڄ به ڪيس عزت ۽ احترام جي نگاھ سان ياد ڪن ٿا. لا هگوئرا (La Higueera) ۾ 9- آڪٽوبر 1967ع تي هڪ وڏي بوليويائي سرجنٽ ميريو ٽيران جي کي ڪچي گاري سان اڏيل اسڪول جي ڪمري ۾ قاهي ڏئي ڇڏي. ڏيران اڄڪله شرابي آهي ۽ اها ڪٿا ٻڌائيندي چوي ٿو ته: ”هن اهو سڀ ڪجھ ڏالرن حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيو.“ چي کي دشمن گھاٽ هٿي قتل ڪرڻ کان پوءِ ان جو مڙھ ويلن گرينڊ ويجھو سنوارا ڊي مالٽا نوئنٽرا جي اسپتال ۾ رکيو. جتي پريس اڳيان نمائش ڪئي وئي. ليڪن ان ڳوٺ جي رهواسين چي گويرا جا ڪٽيل وار ان وقت تائين پاڻ وٽ محفوظ ڪري رکيا هئا، جيڪي اڄ به سندن وٽ محفوظ آهن. پر اها ڪيڏي نه ڪربناڪ لمحو آهي ته چي جي مخالفن مکمل سچائي کان پوءِ سندس ٻانهون به جسم کان ڪپي ڌار ڪري ڇڏيون.

چي گويرا هميشه ڪاٻي ڌر جي ڪارڪن توڙي آرم چيئر انقلابين لاءِ اتساھ جو ذريعو بڻيل رهيو ۽ اهڙو امر هيرو ٿي ايريو جيڪو هميشه لاءِ دلين ۾ پوسٽرن تي بيهجي ويو. پنهنجي موت جي ٽيهن ورهين کان پوءِ به سندس ماڻهن ۾ مقبوليت جو اهو سمان آهي جو سندس تصويرن وارا پوسٽر، اسڪيچ، ٽي شرٽون، پيالا، چاٻين جا ڇلا ۽ ماڻي ڪشنڻون هزارن جي تعداد ۾ وڪرو ٿيون آهن. ان کان سواءِ سندس زندگيءَ بابت بايوگرافين جي طلب پڻ وڌي رهي آهي. هن سال گھڻو ۾ گھڻو به بايوگرافي ڪتاب منظر عام تي اچي ويندا. باقي ڪوڙ سارا ڪتاب تياريءَ جي مرحلي ۾ آهن.

چي جي رڳن ۾ به لاطيني آمريڪا جي حريت پسندن سان مارٽن ۽ بوليور جي رت جهڙو جوش هو. هن جي امرتا اها آهي جو سندس زندگي جي آخري ڏينهن جا فوٽو جيڪي البرٽو ڪوردا ڪڍيا هئا، انهن اڄڪله ڏاڍي مقبوليت ماڻي آهي. اهو ئي فوٽوگرافر آڪٽوبر 1979ع جي وچئين هفتي ۾ لنڊن ۾ انهن جي نمائش ڪرائي رهيو آهي. انهي نمائش لاءِ سمورا انتظام ڪيوبا سوليڊرٽي ڪمپنين ڪيا آهن. اهي تصويرون يورپ ۾ اٽلي جي پبلشر گيانگياڪومو فلٽرينلي متعارف ڪرايون ۽ سڀ کان پهرين اٽلي جي ڪميونسٽ پارٽي انهن کي پوسٽرن ۾ استعمال ڪيو. بهرحال انهن تصويرن وڪري جا سڀ رڪارڊ ٽوڙي ڇڏيا آهن، جنهن جو اندازو خود فوٽوگرافر کي به نه هو.

اسان کي خبر ناهي ته ڪوردا وٽ چي جو ڪهڙو اميج آهي؟ ليڪن اڄ به ميڪسيڪو ۽ ڪانگو سميت ڪيترن هنڌن تي سندس اسڪيچ واريون بوتلون ۽ مشروب وڏي پئماني تي وڪرو ٿي رهيا آهن. جيتوڻيڪ هو چلي ۾ سلوادور اينڊي جي ڪا مدد نه ڪري سگھيو هو، پوءِ به نوجوان ان جو ڪو سبب معلوم

ڪرڻ کان سواءِ ڪيس پنهنجو انقلابي هيرو سمجهن ٿا ۽ ڪانئس اتساهه وٺن ٿا. اهي ڪيس هڪ اهڙو مستقل باغي سمجهن ٿا، جيڪو هميشه جوان، ڪاوڙيل ۽ خوبصورت رهنو آهي.

ڪيوبا جي ماڻهن وٽ چي گويرا لاءِ ان مٿي عزت ۽ احترام آهي، اهو ان ڪري به جو هو اهڙو ماڻهو هو جنهن سخت محنت ڪرڻ، جفاڪشي سان انقلاب لاءِ جاکوڙيو. ڪا رعايت نه ورتائين، نه وري آسائش واري زندگي گذاريائين. انهي حد تائين جو سندس گهر واري اليدا پڻ ڏاڍين ڏکائن جو شڪار هئي . هن چئن ٻارن کي جنم ڏنو، پر پوءِ به انقلاب کان به ٻاڻ کي الڳ نه رکي سگهيو. چي گويرا ٻاڻ ميڊيڪل جو شاگرد هجڻ جي باوجود اڻ ڳڻيا خطرا کڻڻ جو عادي هو. هو رومانٽڪ ايڊونچر ڪندو هو ۽ مارڪسزم کان ماڻهن کي روشناس ڪرائڻ خاطر انهن اندر گهڙي ويندو هو.

چي گويرا پنهنجي طبيعت ۾ جتي ٿڌو هو. اتي سندس شخصيت جو ظالماڻو پهلو به هو. هو ڳالهائڻ جو ڏاڍو تيز هوندو هو ۽ ٻئي ڪنهن کي ٻاڻ تي حاوي ٿيڻ نه ڏيندو هو. هن ڪيترن ئي غدارن کي ٽڪاڻي لڳائي ڇڏيو. هن هڪ ڀيري پنهنجي نائب کي بنا بندوق جي جنگ جي ميدان ۾ به اماڻيو ته جيئن هو پنهنجي مزاحمتي سگهه ثابت ڪري سگهي. هو اسٽبشلمينٽ کي چيڙائي لطف اندوز ٿيندو هو. نيشنل بئنڪ ڪيوبا جي صدر هجڻ وقت هن بئنڪ نوٽن تي "چي "Che نالي سان صحيح پڻ ڪئي. اها ان ڳالهه جو اظهار هئي ته نئين ڪميونسٽ سوسائٽي ۾ پئسن جي تمام گهٽ اهميت آهي، پر اهو سندس الهڙ جواني جو اظهار هو.

هو پنهنجي دوستن کي چوندو هو ته، "بوليويا کي ضرور قرباني ڏيڻي پوندي، ڇو ته پاڙيسري ملڪن ۾ انقلابن جي شروعات ٿي سگهي ٿي." هن 1967ع ۾ بوليويا جي جهنگ مان پنهنجي انقلابي ساٿين کي لکيو هو ته، "موت جڏهن به اچي ان جي آجيان ڪريو، اسان جي هڪ سپاهي جي هٿ ۾ هٿيار هجي ته ٻئي کي مشين گن جي گونجار ۾ قبر کوٽڻ لاءِ تيار رهڻ گهرجي، نيون جنگون وڙهي جنگاڻ ۽ فتح سان همڪنار ڪنديون آهن." واشنگٽن هن شخص کي شڪست ڏيڻ چاهي پر اها ان جي وس جي ڳالهه نه هئي. اڄ به جيڪڏهن ڪير اهو ٿو سمجهي ته چي گويرا جي سانتا ڪلارا ۾ ٿيل آخري رسم سندس وجود کي ميساري ڇڏيندي ته اهو غلط آهي. هو تاريخ جو اهڙو ڪردار هو، جيڪو هميشه زنده رهندو ۽ ڪڏهن به مري نٿو سگهي.

**جوناٿن گلينسي**

(سنڌيڪار: همسفر گاڏهي)

(Coutsy: The Gwardian)

# آيت الله خميني

## 1902-1979ع

آيت الله روح الله خُميني 11 فيبروري 1979ع تي ادائي هزار سالن کان شهنشاهيت جي اوڙاهه ۾ پچرندڙ ايران ۾ اسلامي انقلاب ڪامياب ڪري مسلمانن جي سياست ۾ هڪ نئون سياسي روح ڦوڪيو. هيءُ اهو دور هو جڏهن آمريڪا ۽ روس سپر طاقتن جي حيثيت سان سڄي دنيا ۾ اقتصادي، سياسي ۽ ثقافتي والار ۾ رُڌل هئا. دنيا جي ورچ ٻن بلاڪن ۾ هجڻ سبب، مختلف ملڪن جا ماڻهو يا ته ماسڪو جي اشتراڪي فلسفي ۾ ۽ پنهنجو ڇوٽڪارو سمجهندا هئا يا وري آمريڪا جو سرمائيداراڻو نظام ئي انهن کي نجات جو اڪيلو رستو نظر پئي آيو. خاص ڪري آمريڪي سامراج جون حريص نگاهون اسلامي ملڪن جي تيل، معدنيات ۽ ٻين وسيلن طرف کتل هيون. دنيا جي سوا چار ارب آبادي منجهان هڪ ارب مسلمان ڪنهن نه ڪنهن طريقي سان آمريڪا جي غلامي ۾ جڪڙيل هئا. ايران اندر آمريڪا ۽ يهودي لابيءَ جي باقائده حاڪميت هئي ۽ اُتي جو معاشرو جنسي بي راه روي ۽ اقتصادي ڦرلٽ سبب ڪيترن ئي تضادن جو شڪار بڻيل هو. خاص طور تي ايران جي عورت وچين دور جي يورپ کان به وڌيڪ مظلوم هئي.

1902ع ۾ جڏهن امام خميني هڪ ديني گهراڻي ۾ اک کولي، تڏهن ايران تي پرڏيهي قوتن جو باقانده تسلط قائم هئو. 1906ع ۾ ايران ۾ ٿيل قانون سازي جي نتيجي ۾ دنيا ۾ آيل اُٿل پُٿل باوجود 1979ع تائين ماڻهن جي ڪايا تبديل نه ٿي هئي. ايران اندر عام شهري پاڻ کي مجبورين جي صليب تي لٽڪيل محسوس ڪندا هئا جڏهن ته آمريڪين کي اُتي هر قسم جي آزادي حاصل هئي.

ايران جي شهر مشهد مقدس ۾ علي اِبن موسيٰ رضا عليہ السلام جي حرم ۽ ڪيترن ئي مقدس مزارن هجڻ سبب هي خطو اهل تشيع جو اهم مرڪز رهيو آهي. اهڙي ريت وري قُم مقدس، اهل تشيع ۾ صدين کان قائم اجتهاد، علم ۽ ديني ڄاڻ جو هڪ وڏو مرڪز ليکيو وڃي ٿو. آيت الله خميني رحہ عالمن سان

ڪاڻ جي پنهنجي جدوجهد جي ابتدا ۾ مدرسہ فيضيہ قم مان ڪئي ۽ ٻن پارن شهنشاه ايران رضا شاه پهلوي کي موڪليل هڪ احتجاجي ٽيليگرام، جيڪو شهنشاه جي نام نهاد سڌارن ۽ وائيٽ رووليوشن خلاف پهريون رد عمل هئو سو اڳتي هلي ايران ۾ اسلامي تحريڪ جو بنياد ثابت ٿيو. امام خميني جي هڪ ٽيليگرام شهنشاهي ايوانن کي ٻي ڇيڻ ڪري ڇڏيو پوءِ کيس عراق ۽ فرانس سميت مختلف ملڪن ۾ اٽڪل 15 سالن تائين جلاوطن ڪيو ويو. حڪمرانن ڪيترا ڀيرا هن جي زندگيءَ تي خوني وار ڪرايا پر ناڪام رهيا. هن پنهنجي اسلامي تحريڪ جا مرڪز قم شهر ۽ عراق جي شهر نجف اشرف ۾ قائم ڪيا. سندن انقلابي جدوجهد ۾ تهران يونيورسٽي جا شاگرد، عالم ۽ استاد، فوج جا بيباڪ سپاهي، پيٽ سان پٿر ٻڌي گذارو ڪندڙ غريب پورهيت، ڪابي ڏر سان لاڳاپيل تنظيمون، صدين کان محرومي جو شڪار بڻيل عورتون، شاعر، اديب ۽ ڏاهڻا ماڻهو وک وک تي گڏ رهيا. جلاوطني دوران حج ۽ زيارتن کان موٽندڙ ماڻهو جڏهن هن جو ڪوبہ آديو، وڊيو يا تحريري پيغام کڻي ايران پهچندا هئا تہ اهو عام ٻڌندڙن کي انقلاب لاءِ تمام گهڻو اُتساهيندو هو. اهڙي طرح تحريڪ ڪان ونئي ايران جي اسلامي انقلاب لاءِ لڳ ڀڳ 90 هزار شهيدن رتي رت جو نذرانو پيش ڪيو. جن مان اڪثريت کي بهشت زهرا نالي قبرستان ۾ دفنايو ويندو هو. شهنشاه ايران جي حڪم تي سڀني ملڪ جي اهم شهرن ۾ ڪرفيو لاڳو ڪرڻ ۽ عوامي جدوجهد کي ڪچلڻ دوران هڪ ئي ڏينهن ۾ 10 هزار ڪان وڌيڪ ماڻهو شهيد ڪيا ويا. جن جي نذراني عوامي اسلامي انقلاب کي نئين واٽ عطا ڪئي. شهنشا رضا شاه پهلوي رات جي پيٽ ۾ ملڪ ڇڏي ڀڄي ويو ۽ امام خميني فرانس مان جلاوطني ختم ڪري فيبروري 1979ع ۾ مهرآباد ايئرپورٽ تي پهتو. جتي 50 لک کان وڌيڪ ماڻهن سندس تاريخي استقبال ڪيو. اڄيان جو اهڙو اعزاز ويجهي ماضيءَ تائين ڪنهن بہ عالمي اڳواڻ کي نصيب نہ ٿيو آهي.

امام خميني رح اسلامي تاريخ کي نئون رُخ ڏنو. عالمي اسلامي تحريڪن ۾ نئين جان پيدا ڪئي. هن مسلمان ملڪن کي عام طور تي ۽ دنيا جي ڏتڙيل ۽ اُسرندڙ ملڪن کي خاص طور تي انقلاب ۽ اتحاد جي دعوت ڏني. هن عوام کي سمجهايو تہ انهن جي قسمت جا فيصلا ماسڪو يا واشنگٽن ۾ ٿيڻ بدران سندن اُميدن ۽ مقامي معروضي حالتن پٽاندڙ ٿيڻ گهرجن. جاڳرتا جي اها لهر رڳو ايران تائين محدود نہ رهي. پر دنيا جي ٻين ملڪن مان بہ سندس آواز کي جيءُ چيو ويو. امام خميني پنهنجي حياتي ۾ پنهنجي ملڪ اندر اسلامي انقلاب جي ڪاميابي کان پوءِ ان معاشري کي اسلامي اصولن تي قائم ڪيو. عوام جي قتل ۾ ملوث وڏا فوجي اهلڪار، جج، اسمگلر، منشيات فروش، تخريبڪار، جاسوسن توڙي فحاش ڇهرن کي پنهنجي انجام تي پهچايو. تعليم کي نئين اسلامي قالب ۾ سموهيو ويو ۽

مسلمانن ۾ اتحاد بين المسلمين جي عظيم آدرش کي اُجاگر ڪيو ويو.

امام خميني رح سڄي عُمر اسلام جي بالادستي لاءِ ارپي ڇڏي. هن پنهنجي تحرير ۽ تقرير وسيلي اسلام جي آفاقيت کي متعارف ڪرايو. سندس تهران پهچڻ وقت ڪيل خطاب، بهشت زهرا ۾ شهيدن جي مزارن تي ڪيل تقرير سندس عالماڻي حيثيت ۽ ڌرتي تي خدائي نظام جي قيام لاءِ فڪر ۽ عزم جو هڪ شاندار مثال آهي.

امام خميني وڏي بيباڪيءَ سان نشاندهي ڪئي ته اسلامي ملڪن ۾ جيستائين غيرفطري ۽ اسلام دشمن حڪومتن جو خاتمو نه ايندو تيستائين مسلمان پنهنجو عالمي وقار بحال ڪرائي نه سگهندا. سندس خيال هو ته جيستائين صيهونيت جا جراثيم نابود نه ٿيندا تيستائين عالمي سطح تي امن قائم نه ٿيندو ۽ وچ اوڀر ۾ جنگ هر حالت ۾ جاري رهندي. تنهن ڪري هن بيت المقدس جي آزادي لاءِ مسلمانن جي شعور کي سگهارو ڪيو. ايران ۾ قدس جي آزادي لاءِ الڳ فوج قائم ڪري باقي ملڪن کي به ان ۾ شموليت جي دعوت ڏني. هن يهودين جي فلسطين اندر وڌندڙ آبادڪاريءَ کي اسلام خلاف وڏي سازش قرار ڏنو ۽ هر سال رمضان المبارڪ مهيني جي آخري جمعي کي يوم القدس قرار ڏنو ته جيئن مسلمان اسرائيل جي ناجائز وجود کي ڪڏهن به نه وسارين. امام خميني فسلطين، لبنان توڙي ٻين ملڪن ۾ هلندڙ اسلامي تحريڪن جي ڀرپور مدد ڪئي. امام جو سڀ کان وڏو زور امت مسلم جي اتحاد تي هو. تنهن ڪري هن 12 ربيع الاول کان 17 ربيع الاول تائين هفتي کي هفته وحدت قرار ڏنو ۽ چيو سُني ۽ شيعا ۾ اختلافن جي ڳالهه ڪندڙ نه سني آهن ۽ نه ئي شيعه، پر اهي آمريڪا جا ايجنٽ آهن. هن مسلمانن جي حج واري عبادت ۽ سياسي اجتماع لاءِ اها راه هموار ڪئي ته سڄي دنيا جا مسلمان ان ماڳ تي هر سال ڪٺا ٿي هڪ ٻئي جا مسئلا حل ڪن ۽ هڪ ٻئي کي عالمي سامراج جي سازشن کان باخبر رکن. پر مسلمان حڪمرانن ان ڏس ۾ امام خميني کي خاطر خواه موٽ نه ڏني.

تاريخ، انقلاب، اسلام ۽ انسانيت کي نوان رُخ عطا ڪندڙ هي عظيم هستي 3 جون 1989ع تي اسان کان موڪلائي وئي. اسلامي نظرئي جا پوئلڳ اڄ به سندس هلايل جدوجهد کي جاري رکيون اچن.

**ليکڪ: بيدار جعفري**

# گورباچوف

(ڄم 1931ع)

آگسٽ 1991ع واري بغاوت جنهن گورباچوف سان گڏ سوويت يونين جو زوال آڻي ڇڏيو، اهڙي قسم جي پيچ ڏاهه هئي، جنهن اهي هزارين لکين ذهن ڌوڏي ڇڏيا جن جي تربيت ڪميونزم جي بنياد تحت ٿي هئي. دنيا جي ٻن بلاڪن ۾ ورڇ هجڻ وارو تصور چور چور ٿي ويو. ڪيترائي ملڪ ۽ ماڻهو جيڪي ترقي پسند فڪر رکندڙ هئا انهن جي اميدن جا بنياد لڏي ويا. مطلب ته سوويت يونين جي وکري وڃڻ سان ترقي پسند دنيا ۾ اهڙو لوڏو آيو، جنهن جو ڪنهن ڪڏهن تصور به نه ڪيو هو. ڪامريڊن جي ڳاڙهي انقلاب جا سرخ پرچم ائين سرنگون ٿي ويا جو اهي پاڻ به وکري ويا جو ۽ ڄڻ ته ميدان تي هئا ئي ڪونه!

سوويت يونين جي وکرڻ کان اڳ گورباچوف جيڪي به قدم ٿي کنيا، اُن تي ڪٽي تنقيد ڪئي وئي ته وري ڪن جاين تي ان جي واکاڻ به ٻڌڻ ۾ آئي. گورباچوف کي جولاءِ 1991ع ڌاري لنڊن ۾ ٿيل گروپ سيون جي گڏجاڻي ۾ فرانسيسي دانشور صدر متران خراج عقيدت پيش ڪندي چيو هو ته "تاريخ اهو سڀ ڪجهه پنهنجي ورقن ۾ محفوظ ڪندي، تاريخ نه رڳو اها حقيقت نوٽ ڪندي ته توهان هڪ اهڙي ملڪ کي بدلائي رهيا آهيو جيڪو جمهوري قدرن کان محروم آهي، پر ان جا ٻين ملڪن سان ناتا پڻ تبديل ڪيا آهن. قومون پرڏيهي فوجن جي موجودگيءَ کان آزاد ٿي چڪيون آهن، جرمني هڪ ٿي چڪو آهي، اهو سڀ ڪجهه توهان جي پاليسن جو نتيجو آهي." اهوئي گورباچوف جنهن جي متران جهڙي ڏاهي ماڻهو اهڙن لفظن ۾ تعريف ڪئي، اهو سوويت يونين جي زوال شرط دنيا لاءِ نفرت جوڳو ۽ اختلافي ڪردار بڻجي ويو. سڄي دنيا ۾ ڪميونسٽ فڪر سان واڳيل ماڻهو کيس آمريڪي سي آءِ اي جو ايجنٽ ۽ ڪارٽون قسم جو ليڊر سڏڻ لڳا. سرخ انقلاب جا خواب ڏسندڙ اهي نوجوان جن پنهنجون حسين جوانيون انقلاب کي ارپي ڇڏيون، يا جيڪي جيل جي ڪال ڪوٺڙين ۾ هئا، انهن جا روح رهنبجي پيا ۽ دنيا جي سڄي ڌارا جو رخ ئي تبديلي ٿي ويو. اهي ماڻهو جيڪي انهي فڪر جي کهرائي ۽ سچ کان واقف هئا، انهن ڪا راءِ قائم ڪرڻ بجاءِ ڳوڙهي اڀياس کي اهميت ڏني. سوويت يونين جي ڍهڻ کان پوءِ گورباچوف لاءِ اهڙي راءِ قائم ٿيڻ شايد اُن لاءِ به اٽتر ٿي وئي هئي ته جن ماڻهن ڪميونسٽ

فڪر لاءِ زندگيون ڏني ڇڏيون، موت ڪاڻ سان انهن جي دنيا بہ اُجڙي وئي ۽ اُهي جن ڪامريڊ لينن جا مجسما پاڻ ڪڙا ڪيا هئا، انهن مجسمن کي ڪچيءَ ۾ زنجير وجهي سرعام ڍاٺو ويو هو انهن کي اکين ڍهندي ڏسي نٿي سگهيا.

حقيقت ۾ گورباچوف، برزنيف جي سخت ترين پابندين کان پوءِ سوويت يونين جي بنيادي انتظام ۾ تبديلين جو قائل هو. هن ڪميونسٽ پارٽيءَ جي بنيادي ڍانچي کي پڻ تبديل ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ڇاڪاڻ جو ڪميونسٽن سرخ انقلاب جي سحر ۾ پنهنجي سوسائٽي ۽ ماحول جي چوطرف اهڙيون سرحدون ٺاهي ڇڏيون هيون، جن کي اُڪرڻ جو ڪير تصور بہ نٿي ڪري سگهيو. سياسي معاملن کي جمهوري بنيادن تي هلائڻ بجاءِ اهڙي روايتي سختيءَ جي بنياد تي هلايو يو، جو ترقي پسند فڪر هڪ لحاظ سان آمريتي اختيارن ۾ تبديل ٿيندو ٿي ويو. اهڙي طرح اقتصادي معاملن ۾ مارڪيٽ اڪاناميءَ جي غلبي کي يڪسر نظرانداز ڪري ان شعب ۾ بہ قدامت پسندي اختيار ڪئي وئي. اهي اهڙيون غلطيون هيون جيڪي پراڻن ڪامريڊن پنهنجو دبدبو برقرار رکڻ لاءِ ڪيون، جيتوڻيڪ اهڙين سخت گير پاليسين جي ڪري سوويت سوسائٽي اندران ئي اندران سندن خلاف هئي. پوءِ جڏهن گورباچوف گلاسنوسٽ ۽ پروسترائيڪا ذريعي پنهنجا خيال ماڻهن تائين پهچايا ۽ انهن ذريعي اهو تاثر قائم ٿيو تہ هو مارڪسزم، ڪميونزم جي عمارت ڍاهڻ گهري ٿو جڏهن تہ هن پنهنجي پر ۾ ڪميونسٽ پارٽي کي سڌريل شڪل ۾ اڳتي آڻڻ ٿي گهريو. اهوئي ڪارڻ هو جو سندس خلاف بغاوت اٿتر ٿي وئي. انهي بغاوت ۾ اهي پراڻا ڪامريڊ بہ شامل ٿي ويا، جيڪي ڪنهن وقت ڪيس سوويت يونين جو صدر ٿيڻ مهل هيرو مڃيندا هئا. گورباچوف پراڻن ڪامريڊن طرفان بغاوت جو ساڻ ڏيڻ جو درد دل ۾ سانڍي رکيو آهي، ويجهڙ ۾ ئي پنهنجي لکيل آتو بايو گرافيءَ ۾ ان تي شديد ڏک ۽ افسوس جو اظهار ڪيو اٿس.

جيئن مهاتما گانڌي کي نندي ڪند توڙي دنيا ۾ عدم تشدد ۽ ايماندار سياستدان هجڻ جي حوالي سان وڏو اعزاز حاصل آهي، اهو هن پنهنجي عمل مان بہ ثابت ڪيو. جڏهن هو قتل ڪيو ويو تہ سندس زندگيءَ جو پونجي فقط هڪ جوڙي سينڊل ۽ واچ نڪتي. بلڪل ائين دنيا جا جوشيلا نوجوان سوويت يونين جي زوال کان اڳ گورباچوف کي هيرو ڪري پوڄيندا هئا، اهو شايد ان ڪري جو انهن کي تربيت Hero Worship واري مليل هئي. پر وقت اهو ثابت ڪيو تہ گانڌي پنهنجو اعزاز برقرار رکيو، پر گورباچوف جوشين روسين وٽ طرفان مليل اهو اعزاز پنهنجي حڪمت عملين جي ناڪاميءَ ڪري وڃائي ويٺو، پر آزاد دنيا ۾ ماڻهو اڃا بہ ڪيس عزت جي نگاهہ سان ڏسن ٿا. هو سڌارا تہ آڻڻ پيو چاهي، پر معاملا سندس هٿن مان نڪري ويا. يونين ۾ پيچ ڍاهہ کان پوءِ هو صفا بيوس ٿي ويو، جنهن ڪري اُن صورتحال جو فائدو بورس يلسن ۽ ٻين مفاد پرستن کي پيو. اهو سڀ ڪجهہ ان ڪري بہ ٿيو جو گورباچوف ڪميونسٽ پارٽي اندر سڌار آڻڻ ۽ نيو يونين ٽريٽي ۾ يو ايس ايس آر (U S S R) کي بچائڻ ۾ ڪاميابي حاصل

نہ ڪري سگھيو. جيتوڻيڪ سوويت يونين جي زوال پٺيان ڪافي محرڪ نظر اچن ٿا، پر بورس يلسن پرائڻ ڪامريڊن ۾ ٻين مفاد پرستن جي گڏيل سازش واري ڀونچال جو سبب بهرحال بڻي.

گورباچوف تي آمريڪا جي ايجنٽ هجڻ جا الزام اُن ڪري بہ مڙهيا ويا هئا، جو هو ڪميونزم مخالف آمريڪي صدر رونالڊ ريگن سان بہ گڏ هليو تہ جارج بش سان بہ بهتر سوويت لاڳاپا رکيائين. ليڪن ڪنهن سان بهتر لاڳاپا رکڻ تي ڪنهن جي ايجنٽ هئڻ جو ماپو نٿو مڃي سگهجي. ملڪ ۾ رياستون هلائڻ لاءِ سياسي طور بهتر لاڳاپا رکڻ مجبوري هوندي آهي. باقي اهو چئي سگهجي ٿو تہ ڪميونزم ورهين تائين ماڻهن جي دلين تي حڪمراني ڪئي، ان جا ترا سندس غلطين ڪري نڪتا. ڪميونسٽ نئين دنيا جي اڪاناميءَ کي سمجهڻ ۾ ملڪ هلائڻ واري معاملي ۾ اعتدال پسندي کان ڪم نہ وٺي سگهيا. هن نون تجربن جي آڌار تي اهڙيون غلطيون ڪيون، جن نہ رڳو سوويت يونين کي ٻوڙي ڇڏيو، بلڪ سڄي دنيا اندر انهي فڪر سان واڳيل لکين ماڻهن جو پڻ ڏيوالو ڪڍي ڇڏيو جيڪو بعد ۾ انهي فڪر جي زوال جو ڪارڻ سمجهيو ويو. جيتوڻيڪ هينئر سوويت يونين ٽٽي چڪو آهي، پر اُن سان گڏ اهو خيال بہ رد ٿي ويو آهي تہ ان جي ٽٽڻ سان ڪميونزم بہ مري ويو. ڪيوبا ۾ چين سميت اڃا ڪيترائي ملڪ ڪميونسٽ بنيادن تيءِ ڪاميابيءَ سان هلي رهيا آهن. فيڊل ڪاسترو پوڙهو هوندي بہ مايوس ناهي ٿيو. باقي جيڪي مايوس ٿي ويا آهن اهي انهي فڪر جي انقلابي روح سان واڳيل هيا ئي نہ. انهن جو واسطو پنهنجي مفادن سان هو جيڪي سوويت يونين هجڻ جي صورت ۾ پورا پئي ٿيا، يونين نہ رهڻ جي صورت ۾ انهن جي مفادن کي ڌڪ رسيو تنهن ڪري ٻانءِ ڪري ڀڄي ويا.

اهو فيصلو تاريخ ڪري ڇڏيو آهي تہ ڪڏهن ڪڏهن انفرادي غلط عمل رياستن کي بہ ٻوڙي ڇڏيندا آهن. تہ درست فيصلا اُن کي اُڪري پار ٽيڻ ۾ مدد ڏيندا آهن. ائين جرمنيءَ جو چانسلر هيلميٽ ڪوهل پلي اها راءِ رکي تہ گورباچوف پنهنجي دؤر جو گوئبلز هو، پر هو پاڻ پنهنجي آتو بايوگرافيءَ ۾ پاڻ کي ڏوهاري سمجهندي پنهنجي غلط حڪمت عملين جو اعتراف ڪري ٿو. ليڪن اعتراف ڪرڻ سان هاڻ ڇا ورندو، تاريخ گورباچوف جي غلطين کي قطعي طور تي معاف ناهي ڪيو، هو سڄي دنيا ۾ رسوا تہ ٿيو ئي آهي، پر گذريل روس جي صدارتي چونڊن ۾ ڪيس عوام رد ڪندي هڪ سيڪڙي کان بہ گهٽ ووٽ ڏنا. باقي گورباچوف تاريخ ۾ پنهنجي زنده رهڻ لاءِ بهتر دڳ جي هاڻ بہ تلاش ۾ آهي. تاريخ سندس بابت وڌيڪ ڪهڙو رخ ٿي اختيار ڪري ان جو فيصلو ايندڙ وقت تي ٿا ڇڏيون.

**ليکڪ: همسفر گاڏهي**

# ڪرنل قذافي

## ڄم: 1942ع

آمريڪا جي ناڪام اداڪار ۽ بعد ۾ ناڪام صدر ريگن پنهنجي دؤر ۾ لبيا جي انقلابي اڳواڻ ڪرنل قذافي کي دنيا جو "نمبر ون" دهشتگرد قرار ڏيندي سندس عملن جي ننددا ڪئي هئي. ليڪن ان وقت به امن، انصاف ۽ انقلاب ۾ ايمان رکندڙ ماڻهن ريگن جي اهڙن جملن کي ناڪام اداڪاري ۽ خلق خدا جي اکين ۾ ڌوڙ وجهڻ ئي ڪوٺيو هو. پوءِ تاريخ اهو ثابت به ڪري ڏيکاريو ته ڪرنل قذافي کي دهشتگرد ڪوٺيندڙ، خود دهشگردي جا مرتڪب ٿيا، ۽ قذافي دنيا لاءِ هيرو بڻجي ويو. هي اهوئي ڪرنل قذافي آهي، جنهن کي پنهنجي انقلابي عمل سبب آمريڪا سميت اولهه جا ملڪ دهشتگرد ڪوٺين ٿا، پر دنيا جي انقلابين، آزادي ۽ امن پسند عوام لاءِ هو انسانذات جي بهتري لاءِ جدوجهد ڪندڙ اهڙو ڪردار آهي جنهن جي ڪا پڄاڻي ڪانهي.

جيئن عرب جي ريگستان مان ماضيءَ ۾ حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم انقلابَ جي اهڙي اميد بڻجي اُڀريو جو عرب سوسائٽي سميت سڄي دنيا مان جهالت، ڏاڍ ۽ ڪفر جو جنازو ڪڍي ويو، ۽ هن انساني ڀلاين ۽ سڌاري لاءِ خدا جي ڏنل پيغام کي عام ڪرڻ لاءِ سڀ سختيون برداشت ڪيون، پر پنهنجي مقصد تان تر جيترو به پٺي نه هٽيو. اهوئي ڪارڻ آهي جو اڄ دنيا سندس اصول پسندي ۽ انقلابي روح کان روشناس آهي، ۽ اُن راهه کي پنهنجي لاءِ نجات جي راهه سمجهي ٿي. ائين ڪرنل قذافي به حضور صلعم جي پيروي ڪندي پنهنجي لاءِ ساڳي راهه چونڊي آهي. ڪرنل قذافي جي اها به خوش بختي چئجي جو هن جو تعلق به ساڳي طرح عرب ريگستان جي ڌرتيءَ سان آهي، جيئن هڪ شاندار عالمي انقلاب جو پايو وجهندڙ حضرت محمدصلعم جو هو. گڏوگڏ سندس تعلق به ان ساڳي بدو (Bedouins) قبيلي سان آهي، جنهن سان نبي سڳوري جو پڻ ڳانڍاپو هو. شايد قذافي ۾ چڱاين ۽ فضيلتن جي هجڻ جو هڪ سبب اهو به هجي. هن جو جنم ريگستان جي لڳ سورت شهر ۾ 1942ع ۾ ٿيو. باوجود انهيءَ جي ته سندس خاندان لاڏائو هو، پوءِ به هو ٻالڪپڻي کان وٺي ٻين ٻارن کان مختلف هو. پنهنجي

الڳ ٿلڳ مزاج ۽ روين سبب هو هڪ عام بدو (Gipsy) مان تربيت سبب آويءَ مان پڇي اهڙو ته انقلابي ٿي نڪتو جو اڄ عالمي سپر پاور به سندس نالو وٺندي ڪنبي وڃن ٿا.

جيتوڻيڪ آمريڪا منڍ کان وٺي ڪرنل قذافي جي عمل ۽ پيغام کان بچي هن جي مخالفت ڪندو رهيو آهي، پر پوءِ به عالمي سطح تي سندس ساک قائم آهي. توهان اُن جو اندازو هن ڳالهه مان لڳائي سگهو ٿا ته 5- مارچ 1986ع تي ترپولي (Tripoli) ۾ ٻي عالمي متحده ڪانفرس جي (جيڪا لبيا تي آمريڪي بمباري کان فقط هڪ مهينو اڳ ٿي هئي) موقعي تي اُتر آمريڪي رياست جي روحاني سربراهه ۽ وزير لوئس فراخن سندس لاءِ چيو هو ته "لبيا جي عوام جي آزاديءَ لاءِ گڏيل ترڳ اڄ هڪ اهڙو اڳواڻ سامهون آندو آهي، جيڪو پيدا ئي عوام جي خدمت لاءِ ٿيو آهي. عوام کي اهڙي ئي اڳواڻ جو انتظار هو، جيڪو کين ميسر ٿي ويو." جڏهن ته مارچ 1986ع ۾ ئي برطانوي اخبار ڊيلي ميل کانئس خاص انٽرويو ڪيو هو، جنهن ۾ آمريڪي حملي جي پوَ جي باوجود تنبو ۾ ويٺي هن ڏاڍو مطمئن ڪندڙ انداز ۾ جواب ڏيندي چيو هو ته "منهنجي خيال ۽ پريس پيغام رسانيءَ جو بهتر ذريعو آهي، ان ڪري منهنجو به آمريڪا سميت اولهه جي ملڪن کي پيغام پهچايو ته اسان تي دهشتگردي جو ٺپو هڻڻ غلط ڳالهه آهي. انقلاب ۽ دهشتگردي ۾ فرق آهي، انقلاب ته ديرپا امن ۽ رتوڇاڻ خلاف ويڙهه جو نالو آهي ان کي دهشتگردي ڪيئن ٿو چئي سگهجي؟"

آمريڪي صدر جارج واشنگٽن، ابراهيم لنڪن، مصر جي اڳواڻ جمال عبدالناصر، هندستان جي اڳواڻ مهاتما گانڌي، چين جي اڳواڻ سن ياتسين (Sun Yat-sen) اٽليءَ جي گاريبلڊي (Garbaldi) ۽ ميزني (Mazzini) کان متاثر هي شخص جڏهن انقلابي ميدان ۾ لٿو ته گهڻن جي تڏا ويڙهه ڪرائي ڇڏيائين. هن انقلابي جدوجهد جي شروعات صبحا (Sebha) جي سيڪنڊري اسڪول کان ڪئي. هن اُتي پنهنجي ويجهن دوستن سان هڪ انقلابي ڪاميٽي جوڙي، جنهن جو مقصد لبيا جي آزادي سان گڏ ان سوسائٽيءَ کي نئون رخ ڏيڻ پڻ هو. انهي ڪاميٽي ۾ ساٿس عبدالسلام جالود ۽ ٻيا نوجوان ڀيرو گڏ هئا. هنن گڏيل طور تي شاهه ادريس جي بدعنوان حڪومت خلاف جدوجهد ڪئي. هنن جي جدوجهد جو بنياد انصاف جي بنياد تي لبيا اندر نئين سماج جي اڏاوت، برابري ۽ دولت جي غيرجانبداري سان ورهاست هئا. ڪرنل قذافي عرب انقلابي جمال عبدالناصر کان متاثر هجڻ سبب 1963ع ۾ ملٽري اڪيڊمي ۾ شامل ٿي ويو، هن اُتي انقلابي فورس طور "فري يونينسٽ آفيسرس" نالي گورپ قائم ڪيو. کانئس متاثر ٿي سندس پراڻي ساٿي عبدالسلام جالود پڻ ملٽري اڪيڊمي ۾ شامل ٿي ويو. حالانڪ اهو گروپ پارٽي ته نه هيو، پر آزادي لاءِ ويڙهه وڙهندڙ

هڪ ڪميٽيڊ تحريڪ هو، جيڪو هر پارٽي جي قيد کان آزاد هو.

اهڙي ريت ڪرنل قذافي پنهنجي ساٿين سميت انقلابي روح سان آزادي ۽ انقلاب لاءِ جدوجهد ڪندو رهيو. آخرڪار اهو ڏينهن بہ اچي ويو، جنهن جا سپنا انقلابين سميت عوام جي اکين ۾ اٽڪيل هئا. اهو ڏينهن پهرين سيپٽمبر 1969ع جو هو، ان ڏينهن تي کين پنهنجي انقلابي جدوجهد جو ڦل مليو. بدعنوان ۽ عوام دشمن شاهه ادريس جي ڪاري دؤر جو خاتمو اچي ويو، ۽ دنيا توڙي عربن لاءِ لبيا جي ڌرتيءَ تي هڪ نئين باک ڦٽي پئي. ائين سمجهو تہ هي اهڙي انقلاب جي شروعات هئي، جنهن سڄي دنيا تي پنهنجا اثر ڇڏيا. ڪرنل قذافي پنهنجي جدوجهد ذريعي ثابت قدم رهي دنيا توڙي عربن سان جمال عبدالناصر جو ڪيل وچن پاڙي ڏيکاريو. جمال عبدالناصر جنهن کي عرب قومپرستيءَ جو اَبو چئجي تڏهن بہ وڌاءُ نہ ٿيندو، هن پنهنجي مرڻ کان ڪجهه عرصو اڳ هڪ وڏي ميڙ کي خطاب ڪندي چيو هو تہ "اءُ توهان کان موڪلايان ٿو، مان توهان کي چوان ٿو تہ منهنجو ڀاءُ ڪرنل قذافي عرب قومپرستي، انقلاب ۽ ٻڌي جو سرواڻ آهي. منهنجا ڀائرو، عربن جي ڀلائي خاطر الله تعاليٰ جي توهان تي ڇانوَ هجي، قذافي جي هٿان فتح عرب عوام جي فتح هوندي."

انهيءَ انقلاب کي ڪيترائي ورهيہ گذرڻ کان پوءِ بہ قذافي اڄ بہ پنهنجي عوام توڙي دنيا جي انقلابين ۾ هڪ جيترو مقبول آهي. اڄ بہ هو اڏول انقلابي وانگر پنهنجي مؤقف ۽ سامراج دشمن ڪردار کان تر جيترو بہ پٺتي ناهي هٽيو. سندس انهيءَ اڏول ڪردار سان نہ صرف عرب نيشنلزم جو مان مٿاهون رهيو آهي پر دنيا جي سڀني اڏول انقلابين جي لاءِ سندس ڪردار فخر جو باعث بنيل رهيو آهي. هن انقلاب لاءِ جدوجهد کان پوءِ پنهنجي دانشوراڻي سوچ جو اظهار ڪندي گرين بُڪ (Green book) نالي ڪتاب بہ لکيو آهي، جنهن ۾ هن انقلاب، سوشلزم ۽ جمهوريت تي بحث ڪيو آهي. هن جو خيال آهي تہ اقتدار سڌو عوام وٽ رهڻ جمهوريت آهي ۽ معاشري ۾ مڪمل انصاف سوشلزم جو مظهر آهي، ان ڪري ان تي عمل پيرا ٿيڻو پوندو. سندس چوڻي مارڪسٽ ڪميونزم ۽ لبرل ڪئپٽلزم کان پوءِ وري سڄي دنيا کي "Third Universal Theory" ڏانهن ورڻو پوندو، جيڪا خدا جي فطري نظام کي تسليم ڪندڙ آهي، ڇو تہ سڀ نظريا خدا جو وجود غلط ثابت ڪرڻ ۾ ناڪام ٿي ويا آهن. اڄڪلهہ قذافي جو سمورو زور انهي Theory تي آهي. سندس لکيل ڪتاب "گرين بڪ" ۾ بہ ان تي ڊگهو بحث ٿيل آهي. هو معاشري جي اڏاوت جديد سوشلزم جي بنيادن تي ڪرڻ جو وڏو حامي پڻ آهي، پر سوشلزم جي نالي تي دهريت کي پسند نٿو ڪري. ترقي پسندي ۽ قومپرستي سندس ضمير ۽ خمير ۾ شامل آهي، پر قذافي ڪڏهن بہ اُن لاءِ فيشن طور شراب پيئڻ ۽ سگريٽ ڇڪڻ کان مڪمل پرهيز کي ترجيح ڏني ٿو. نماز

پابنديءَ سان پڙهندڙ هي شخص پنهنجي ذاتي زندگيءَ ۾ بہ ٻين لاءِ جيئي ٿو. سندس جيئڻ جو مقصد خلق خدا جي خدمت ڪرڻ آهي. ڪل ڪائنات کي خلقيندڙ ڪان سواءِ ڪنهن ڪان بہ نٿو ڊڄي- ڊيلي ميل کي ڏنل انٽرويو ۾ سندس هي خيال ان جو چٽو مظهر آهن "آمريڪا فرقيوار بنيادن تي اسرائيل جي حمايت ڪري رهيو آهي، جڏهن تہ اهو غير فطري ملڪ آهي جنهن کي اڳي پوءِ ختم ٿيڻو آهي. ان جو سمورو نقصان آمريڪا کي پوندو، ان ڪري کيس اسرائيل جي حمايت ترڪ ڪري فلسطين جي حمايت ڪرڻ گهرجي. اسان سوويت يونين کي ان ڪري پنهنجو دوست سمجهندا هئاسين، جو انهن جو فلسطين واري مسئلي تي مؤقف واضح هو. آمريڪا بہ ائين ڪري تہ دشمن عرب سندس دوست بڻجي سگهن ٿا." هو جڏهن فلسطين جي حوالي سان ڪن بہ دوستين ۽ دشمنين جي ڳالهہ ڪري ٿو تہ ان جي تناظر ۾ بہ آفاقيت سمايل آهي . اهوئي سبب آهي جو دنيا ۾ جتي بہ سامراج مخالف مؤثر حڪمت عمليون ۽ ڪارروايون کيس نظر آيون آهن اتي هن پنهنجون سڀ سگهون اڇيون آهن. پوءِ ان لاءِ کيس ڪيڏي بہ ڳري قيمت ادا ڇونہ ڪرڻي پئي هجي.

قذافي وٽ ۽ وس آهر اڄ بہ ديوقامت آمريڪا سان سڌي ٽڪر ۾ آهي، سندس حوصلا بلند آهن. هو حال جي تاريخ ۾ عرب دنيا لاءِ انقلاب ۽ سڌارن جي راهہ هموار ڪندڙ شخص آهي. هن عملي طرح اهڙي لبيا اڏي آهي جيڪا انساني وقار ۽ فلاح جي لحاظ کان ڌرتيءَ تي هينئر بہ هڪ مثالي معاشرو آهي. کيس خراج تحسين پيش ڪندي اٽلي جي ليکڪا ميريلا بيانڪو (Mirella Bianco) هن جي نبي سڳوري حضرت محمد صلي الله عليہ وسلم سان ڀيٽ ڪئي آهي. هن جي خيال ۾ قذافي بہ عربن توڙي انسانيت لاءِ اهڙو ئي سڌارا آڻيندڙ شخص آهي. جهڙو حضورصلعم هو." انهي خيال سان سهمت ٿيڻ يا نہ ٿيڻ هڪ الڳ بحث آهي، باقي اهو پهرين بہ ذڪر ڪري آيا آهيون تہ قذافي حضور صلعم جي پيروي ڪندڙ، چڱاين ۽ فضيلتن لاءِ جاکوڙيندڙ هڪ سچو ۽ سپتيو شخص آهي. عرب جي ريگستان مان ڦٽي نڪتل انقلاب جي هو ڪڙي تہ ٿي سگهي ٿو، باقي بذات خود پاڻ اهو انقلاب ناهي، نہ وري هو ان جي دعويٰ ڪري ٿو. پوءِ بہ قذافي گهٽو ڪجهہ آهي، پنهنجي انقلابي عمل سبب لبيا توڙي دنيا لاءِ نہ وسرندڙ انقلابي ڪردار جيڪو مظلومن ۽ محڪومن لاءِ اتساهہ جو ذريعو بڻيل آهي ۽ هميشہ رهندو.

ليکڪ : همسفر گاڏهي

## مددي مواد


1 Qadafi, Voice From the Deseret P-4

2 Heart to Heart With Qadafi, New Africa Feb:1983

3 An Interview with Qadafi by Daily Mail Birtain

# سنڌيڪا جا ڇپايل ڪتاب

| | | | |
|---|---|---|---|
| نوان رستا نيون راهون | عبدالسلام سلامي | (ڪيريئر پلاننگ) | 120 رپيا |
| سنڌ پيپلز پارٽي ڪان ڇاهر صادق علي تائين | ف- م لاشاري | (سياست) | 90 رپيا |
| منهنجي منڙي سنڌ | ڪرشن ڪنوائي | (ناول) | 45 رپيا |
| جنس جي سائنسي ڄاڻ | علي مرتضيٰ ڌاريجو | (ميڊيڪل سائنس) | 40 رپيا |
| ٽين دنيا ۾ فوجي آمريتون | سهيڙيندڙ: رئوف نظاماڻي | (عالمي سياست) | 75 رپيا |
| بند اکين ۾ ڪجھ يادون ڪجھ سپنا | طارق اشرف | (ڪهاڻيون) | 130 رپيا |
| ڀٽ جو شاهه | ايچ- ٽي سورلي | (لطيفيات) | 200 رپيا |
| Bhutto Man and the martyre | سيد غلام مصطفيٰ شاهه | (شخصيت) | 150 رپيا |
| ڏينا ڏينا لاٽ اسان | سهيڙيندڙ: مظفر چانڊيو | (شاعري) | 90 رپيا |
| شاهه لطيف هڪ مفڪر | سهيڙيندڙ: آفتاب ابڙو | (لطيفيات) | 60 رپيا |
| رسالہ شاهه عبداللطيف | مترجم: شيخ اياز | (لطيفيات- اردو) | 300 رپيا |
| شاهه جو رسالو | غلام محمد شاهواڻي | (لطيفيات) | 250 رپيا |
| عرفات کان فلسطين تائين | سنڌيڪار: اسلم خواجه | (شخصيت) | 120 رپيا |
| ڇاتين جي سائنسي ڄاڻ | علي مرتضيٰ ڌاريجو | (ميڊيڪل سائنس) | 75 رپيا |
| نفسيات ۽ تعليم | عبدالغفار دائود پوٽو | (تعليم) | 75 رپيا |
| سنڌين جي شڪست جا ڪارڻ | اڪرام ساگر عباسي | (تاريخ) | 30 رپيا |
| سنڌوءَ جو سفر 1831ع | اليگزينڊر برنس | (سفرنامو- تمدن) | 130 رپيا |
| سنڌوءَ جو سفر 1989ع | بدر ابڙو | (سفرنامو- تمدن) | 230 رپيا |
| خطن جو سوانحي مطالعو | ڪليم لاشاري | (تنقيد) | 120 رپيا |
| ڇپر جا سونهان (ف م لاشاري) | سهيڙيندڙ: نور احمد ميمڻ | (شخصيت) | 100 رپيا |
| سائنس سيريز (6 ڪتاب) | سهيڙيندڙ: نور احمد ميمڻ | (سائنس) | 120 رپيا سيٽ |
| روشن تارا گيت | ابراهيم جويو، ادل سومرو | (ٻول ۽ گيت) | 20 رپيا |
| شخصيت سيريز (6 ڪتاب) | سهيڙيندڙ: نور احمد ميمڻ | (شخصيتون) | 120 رپيا سيٽ |
| الف بي وار شاهه جو رسالو ۽ رسالي جي ڏسڻي | عبدالغفار دائودپوٽو | (لطيفيات) | 200 رپيا |
| آزاديءَ جو امام (سيد تاج محمود امروٽي) | سيد محمود شاهه بخاري | (شخصيت) | 150 رپيا |
| گيتانجلي | رابندرناٿ ٽئگور | (ڏاهپ) | 50 رپيا |
| مذهب جو فلسفو | مولانا عبيدالله سنڌي | (اسلاميات) | 50 رپيا |
| جديد صحافت | امين لغاري ۽ سعيد ميمڻ | (صحافت) | 100 رپيا |
| قرآن مجيد جو سنڌي ترجمو | علامہ علي خان ابڙو | (قرآنيات) | 250 رپيا |

| | | | |
|---|---|---|---|
| تر (تاريخ ۽ آثار، ثقافت ۽ ادب، سائنس ۽ تحقيق) | عبدالقادر منگي | (سنڌشناسي) | 200 رپيا |
| سوچ جو سفر | انعام شيخ | (ڏاهپ) | 200 رپيا |
| سنڌ ڪوٽ ۽ قلعا | اشتياق انصاري | (قديم آثار) | 230 رپيا |
| ٻاراڻا ٻول (ڇهه ڀاڱا) | احمد خان آصف مصرائي | (ٻول ۽ گيت) | 180 رپيا سيٽ |
| ٻارن لاءِ لوڪ ڪهاڻيون3 حصا | فضل الرحمان ميمڻ | (ڪهاڻيون) | 90 رپيا سيٽ |
| نصيحت ڀريون ڪهاڻيون3 حصا | خالد پيٽي | (ڪهاڻيون) | 45 رپيا سيٽ |
| ماحوليات بابت ٻاراڻو ڪتاب | آفتاب ابڙو | (ماحوليات) | 40 رپيا |
| انسانيت جو ازلي ورثو | ابوالڪلام آزاد | (اسلاميات) | 40 رپيا |
| انساني ڀلاين جو ديني شعور | علامہ علي خان ابڙو | (اسلاميات) | 30 رپيا |
| عملي زندگيءَ ۾ ناڪامين ڪان ڪيئن بچجي؟ | ايل ران هبرڊ ۽ ڊيل ڪارنيگي | (سائنٽولاجي) | 30 رپيا |
| سنڌ، جيئن مون ڏٺي. | ٽي پوسٽنس | (سنڌ شناسي) | 130 رپيا |
| سنڌو، شير درياهہ | جين فيئرلي | (تهذيب ۽ تمدن) | 180 رپيا |
| جونيئر نالج بينڪ (6 ڀاڱا) | سنڌيڪار: ع م ڏاريجو م ب سومرو ۽ نديم گل | (سائنسي علمن جي ڄاڻ) | 90 رپيا |
| تاريخ جا اڏيندڙ | سنڌيڪار: محمد بخش سومرو | (شخصيات) | 250 رپيا |
| خيما ڪاهوڙين | اشتياق انصاري | (سفرنامون) | 115 رپيا |
| سرد جنگ جا پنجاهہ سال | آندري گروميڪو | (عالمي سياست) | 150 رپيا |
| شاعريءَ جو سجدو | شيخ اياز | (شاعري) | 30 / 40 رپيا |
| ويهہ ۾ وساريج | ڊاڪٽر سليمان شيخ | سفرنامو/سماجيات) | 80 رپيا |
| ائين چيو محمد صہ | سهيڙيندڙ: نوراحمد ميمڻ | (اسلاميات) | 30 رپيا |
| سنڌي ٻولي: لسانيات کان، سماجي لسانيات تائين | ڊاڪٽر قاسم ٻگهيو . | (لسانيات) | 130 رپيا |
| اسلام ڪيئن شروع ٿيو؟ | مولانا عبدالواحد سنڌي | (اسلاميات) | 25 رپيا |
| اسلام ڪيئن پکڙيو؟ | مولانا عبدالواحد سنڌي | (اسلاميات) | 35 رپيا |
| سڪاري سنڌ ڏڪارا ماڻهو | منڪمرڊو/ عطا محمد ڀنڀرو | (تاريخ) | 30 رپيا |
| زندگيءَ کي خوبصورت بڻايو | شولر / خليل الرحمان شيخ | (نفسيات) | 40 رپيا |
| ڪائنات جي ڳولها | اسٽيفن هاڪنگ/ نديم گ | (سائنس) | 130 رپيا |
| سنڌ ۾ انگريز حڪمت عملي | ايڊرين ڊيورٽي/ ع م ڀنڀرو | (تاريخ) | 200 رپيا |
| سنڌو شينهن درياهہ | جين فيئرلي/ ع م ڀنڀرو | تاريخ ۽ تمدن) | 170 رپيا |
| صدين جون صدائون | مولانا ابوالڪلام آزاد | (اسلامي فلسفو) | 130 رپيا |
| مثنوي رومي (نثري ترجمو) | رومي / غلام محمد شاهوائي | (تصوف/اخلاقيات) | 130 رپيا |

ڪتاب سنڌ جي وڏن اسٽالن تي موجود آهن ـ سڌو سنئون وي پي ءَ جي ذريعي گهرائي سگهجن ٿا ـ 100 رپين جي رقم کان گهٽ وي پي جي صورت ۾ رعايت نہ هوندي ۽ وي پي خرچ گهرائيندڙ ڀريندو. 100 رپين جي رقم کان وڌيڪ ڪتابن جي خريداري تي 20 سيڪڙو رعايت ڪٽي ويندي ۽ وي پي خرچ گهرائيندڙ ڀريندو. ـ 500 رپين جي رقم کان وڌيڪ ڪتابن جي خريداري تي 25 سيڪڙو رعايت ڪٽي ويندي ۽ وي پي خرچ گهرائيندڙ ڀريندو.
نئين ڇاپي وقت قيمت ۾ تبديلي ٿي سگهي ٿي.

حضرت ابراهيم ڪان وٺي اندرا گانڌيءَ تائين ۽ گوتم ٻڌ ڪان وٺي چي گويرا تائين، هن ڪتاب ۾ انهن هڪ سؤ چوهتر شخصيتن جي زندگيءَ جي اهم گوشن ۽ ڪارنامن جو تذڪرو آهي جيڪي تاريخ تي اثر انداز ٿيا. ان ۾ مشهور سڌارڪ ۽ مفڪر به شامل آهن ته وري فاتح، حڪمران ۽ اڳواڻ به. انهن سيني شخصيتن جو تذڪرو انگريزيءَ جي چونڊ ڪتابن تان سهيڙي ان کي سولي سنڌيءَ جو قالب ڏنو ويو آهي.



Sindhica
سنڌيڪا

# پڙهندڙ نسُل ـ پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڇوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعویٰ ڪري ٿـو تـہ پَڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُـوڙو آهي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بـہ ٿـي سگهن ٿا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهي تـہ ڪي ڪم اُجرتـي بنيـادن تـي بہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪـنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَنَـن پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مـان ڪـو بـہ مـالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَـن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمتائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمر- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄ‌ڪلهہ ٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۾ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڪاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر ٻَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)